# مشكاة المصابيح

للعلامة محمد بن عبدالله الخطيب التبريزي رحمه الله

## ترجمته باللغة السندية

ترجمه

الشيخ امام الدين جونيجو

## حصو ثيون

ICAR
ISLAMIC CENTRE FOR ACADEMIC RESEARCH

العناية

تحت إشراف المركز الإسلامي للبحوث العلمية ،

كراتشي باكستان

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

## فهرست

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## پيش لفظ

"حديث" اهو مبارڪ لفظ آهي جنهن جي لکڻ ۽ زبان تي آڻڻ سان ذيان ۽ ذهن ﷲ تعاليٰ رب العالمين ۽ سرور ڪائنات **مُحَمَّد** رسول الله **رحمة للعالمين** ﷺ جن ڏانهن از خود ڇڪجي وڃي ٿو. ﷲ تعاليٰ پنهنجي پاڪ ڪلام قرآن مجيد کي بہ حديث سڏيو آهي جيئن زمر آيت 23 ۾ آهي تہ: ﴿اللَّهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ﴾. يعني ﷲ تعاليٰ سهڻو ڪتاب نازل ڪيو آهي. ٻئي طرف قرآن ڪريم ۾ رسول الله ﷺ جن جي فرمان کي بہ حديث ڪوٺيو ويو آهي. جيئن تحريم آيت 3۾ آهي:﴿ أَسَرَّ النَّبِيُّ إِلَى بَعْضِ أَزْوَاجِهِ حَدِيثًا ﴾ يعني جڏهن نبيءَ پنهنجي گهر وارين مان ڪنهن گهر واريءَ کي رازداريءَ ۾ ڪا ڳالهہ چئي.

حديث نبوي کي بيان ڪرڻ لکڻ ياد ڪرڻ ۽ بطور دليل ۽ حجت جي پيش ڪرڻ يقيناً وڏي سعادت آهي ۽ اهڙ ن انسانن جي حق ۾ رسول اڪرم ﷺ جن دعا ڪرڻ فرمائي آهي. عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ: نضر الله عبدا سمع مقالتي فحفظها ووعاها واداها.... الحديث (مشڪواة) يعني ﷲ تعاليٰ انهيءَ ٻانهي کي تروتازه ۽ خوش رکي جنهن منهنجي ڳالهہ ٻڌي ان کي ياد ڪيو ۽ ان جي سمجهہ حاصل ڪئي ۽ ٻين تائين پهچايو. ۔

صحابہ ڪرام تابعين، تبع تابعين، محدثين ۽ رباني عالم مٿي بيان ڪيل نبوي دعا جا حقدار آهن. ڀلا اهي ڀلارا انسان ان خوشخبري جي لائق ڇو نہ هجن جن هر قسم جون صعوبتون ۽ تڪليفون سهي بيابان جهاڳي ڏونگر ڏوري سمنڊ چيري اجون بکون ڪاٽي پير پٿون ڪري نبوي ميراث کي حاصل ڪيو ۽ ان جي هر طرح حفاظت ڪئي. سندن حياتيون حديث پاڪ کي ديانت ۽ امانت سان جمع ڪرڻ ۽ ٻين تائين انهيءَ حالت ۾ پهچائڻ ۾ گذريون. حقيقت ۾ انهيءَ قسم جا ماڻهو املهہ ۽ موتي داڻا هجن ٿا.

برصغير ۾ خدمت حديث جي حوالي سان جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ هتي ڪو اهڙ و دور بہ گذريو آهي جنهن ۾ قرآن مجيد ۽ حديث پاڪ جي ترجمي ڪرڻ کي جرم تصور ڪيو ويندو هو. عام مسلمان ڪلام ﷲ ۽ حديث رسول الله جي ترجمي ۽ تشريح لاءِ پيا سڪندا هئا. مولوي حضرات جيڪي ڪجهہ چون ۽ چوپڙ ين تي لکي ڏين ماڻهن لاءِ اهو ئي دين هوندو هو. تحقيق ڇنڊ ڇاڻ ۽ بحث مباحثي جي ڪا گنجائش ۽ اجازت نہ هوندي هئي. مدرسن ۽ مڪتبن ۾ حديث ۽ علم حديث پڙ هڻ پڙ هائڻ جو ڪو واجبي ۽ نالي ماتر رواج هوندو هو. جنهن شخص مشڪواة المصابيح پڙ هي پوري ڪئي تہ ان جو شمار چوٽيءَ جي عالمن ۾ ڪيو ويندو هو. ائين ڪافي زماني گذرڻ کان پوءِ شاه ولي الله ۽ ان جي خاندان هٿان اهو بند ڀڳو ۽ آهستي آهستي قرآن ۽ حديث جو ترجمو تفسير ۽ تشريح لکڻ جي شروعات ٿي ۽ قرآن ۽ سنت جا شفاف ڪرڻا ۽ انهن جو نور هر وستي ۽ واهڻ تائين پهتو. نتيجي طور ماڻهن ۾ تحقيق جو رجحان پيدا ٿيو. ماڻهو پنهنجي عقيدي ۽ عمل بابت دليل کي اهميت ڏيڻ لڳا ۽ تقليدي جمود ۾ ڏار پوڻ لڳا ۽ قرآن وحديث جي تعليم عام ٿيڻ لڳي. ايستائين جو جيڪي ماڻهو قرآن وحديث تي ائمہ دين جي اقوال کي ترجيح ڏيندا هئا ۽ انهن جو سمورو زور فقہ جي ترويج ۽ تقليد شخصي تي هو اهي بہ هاڻي صحاح ستہ يعني حديث جا مشهور ڇهہ ڪتاب پڙ هائڻ کان سواءِ پنهنجن مدرسن مان فارغ ٿيندڙ عالمن کي سند نٿا ڏيئي سگهن.

حديث جي علمي هيرن ۽ جواهرن مان هڪ نهايت قيمتي ۽ املهہ ڪتاب "مشڪواة المصابيح" جو ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي. پنهنجي وقت جي معروف عالم دين ۽ ٿر جي سدابهار علمي شخصيت مولوي محمد عمر جوڻيجو ﷫ (وفات ڊسمبر 1983ع) مشڪواة المصابيح جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ۽ تشريح لکي هئي. اهو 1953ع ڌاري ٻن

جلدن ۾ ڇپيو هو. انهيءَ اشاعت سان ڪيترن اڃايلن جي اڃ تہ ضرور لٿي پر اڃا ۾ رهيل ڪم جي ڪري انتظار هو تہ اهو علمي تحفو پايہ تڪميل تي پهچي. انهيءَ ڪري مولوي محمد عمر جوڻيجو ﷫ جي حياتيءَ ۾ ئي رهيل ڪم جماعت جي ڪاهوڙ ي شخص ۽ ڪيترن مفيد ۽ علمي ڪتابن جي سنڌي مترجم مولوي امام الدين جوڻيجو ﷫ جي حوالي ٿيو. موصوف پاڻ ملهايو ۽ مشڪواة جو ترجمو سنڌي زبان ۾ مڪمل ٿيو والحمد لله عليٰ ذالک. انهيءَ خدمت تي مولوي صاحب لک واڌايون لهي.

مشڪواة المصابيح ۾ بخاري مسلم ڪان علاوه سنن اربعہ ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن مان روايتون ورتل آهن جن تي مشهور محدث علامہ ناصر الدين الباني جي مشڪواة تي ڪيل تحقيق ڪي سامهون رکندي صحيح ۽ ضعيف حديث جو حڪم لڳايو ويو آهي جنهن سان ڪتاب تي چار چنڊ لڳي ويا آهن.

اسان جي ملڪ ۾ مالدار ماڻهن جي ڪا ڪمي نہ آهي. ٻهراڙ يون توڙ ي شهر شاهوڪار شخصيتن ڪان خالي نہ آهن. معاشري ۽ ماحول ۾ صفا پيينگ بہ نہ ٿي آهي. رڳ مان رڙ اڃان اڇي پئي ۽ دل وڻندا داڻا ڪي آهن ڪاڪ ۾ جي چواٽي جيان اڃا ڪي اهڙ يون بہ عظيم هستيون ۽ ﷲ لوڪ انسان آهن جن جي جان ۽ مال ملڪيت ﷲ تعاليٰ جي دين جي ترويج ۽ سربلنديءَ لاءِ خرچ ٿين ٿيون. انهن مان حاجي عبدالرحيم ولد حاجي صاحبڏنو ميمڻ بہ هڪ آهي جنهن پنهنجي نيڪ والد جي نقش قدم کي تازو رکندي وڏي شوق ۽ چاهہ سان هڪ دفعو وري مشڪواة المصابيح سنڌي زبان ۾ ٽن جلدن ۾ اسان تائين پهچائڻ لاءِ هڙ ان وڙ ان قرباني ڏني آهي. شال ﷲ تعاليٰ ان جو بدلو کين دنيا وعقبيٰ ۾ عطا فرمائي ﴿آمين.﴾

هي علمي بيش بها خزانو مؤلف مترجم ۽ ناشرين لاءِ ان شاءَ ﷲ اڻ کٽ اجر ۽ بي حساب ثواب جو سبب بنبو. نيز عالمن ۽ خطيبن کي عرض آهي تہ پنهنجن مسجدن ۾ درس حديث جو سلسلو شروع ڪن ۽ ان لاءِ هن ڪتاب جي چونڊ ڪن جيئن دعوت دين جو ڪم خوش اسلوبيءَ سان عام ٿيندو رهي.

والسلام

پروفيسر محمد جمن ڪنير

# كتاب الامارة والقضاء

## حكمراني ۽ فصلن جو بيان

### پهريون فصل

(3590) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن منهنجي اطاعت ڪئي بيشڪ ان ﷲ جي اطاعت ڪئي ۽ جنهن منهنجي نافرماني ڪئي بيشڪ ان ﷲ جي نافرماني ڪئي ۽ جنهن امير جي اطاعت ڪئي بيشڪ ان منهنجي اطاعت ڪئي ۽ جنهن امير جي نافرماني ڪئي بيشڪ ان منهنجي نافرماني ڪئي. امام ڍال آهي جنهن جي پويان جهاد ڪبو آهي ۽ سندس آڙ ۾ پناهہ وٺبي آهي. جيڪڏهن امير ﷲ جو خوف ڪندي حڪم احڪام جاري ڪندو ۽ عدل انصاف کان ڪم وٺندو تہ بيشڪ ان لاءِ اجر آهي ۽ جيڪڏهن ان کان سواءِ (ٻيا) حڪم احڪام لاڳو ڪندو تہ بيشڪ ان جو گناهہ مٿس ٿي آهي. (بخاري مسلم)

(3591) ام الحصين ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن توهان تي ٻانهي کي امير مقرر ڪيو وڃي جنهن جا ڪن ۽ نڪ وڍيل هجن توهان ۾ ڪتاب ﷲ جا حڪم جاري ڪري تہ سندس ڳالهہ ٻڌو ۽ اطاعت ڪريو. (مسلم)

(3592) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (حاڪم جي ڳالهہ) ٻڌو ۽ اطاعت ڪريو توڙي توهان تي حبشي غلام کي مقرر ڪيو وڃي جنهن جو مٿو ڪشمش وانگر هجي. (بخاري)

(3593)عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:هر مسلمان تي پنهنجي امير جو حڪم ٻڌڻ ۽ چيو مڃڻ لازم آهي چاهي اها ڳالهہ وڻيس يا نہ وڻيس جيستائين ڪيس نافماني ۽ گناہ جو حڪم نہ ڏنو وڃي پوءِ جڏهن ڪيس نافرماني ۽ گناہ جو حڪم ڏنو تہ ان وقت امير جي ڳالهہ نہ ٻڌي نہ ان جو چيو مڃي. (بخاري مسلم)

(3594) علي ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (ﷲ جي) نافرمانيءَ ۾ ڪنهن جي بہ اطاعت نہ آهي اطاعت فقط چڱن ڪمن ۾ آهي.(بخاري مسلم)

(3595) عباده بن صامت ﷜ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان هيٺين ڳالهين تي بيعت ڪئي: 1-(حڪم) ٻڌڻ، 2- تنگي يا آساني خوشي يا ناخوشيءَ ۾ ۽ اسان تي ٻين کي ترجيح ڏيڻ وقت اطاعت ڪرڻ، 3- اهل ۽ صالح ماڻهن کان حڪومت جون واڳون نہ کسيون، 4- جتي بہ هجون حق ڳالهہ چئون ۽، 5- ﷲ جي باري ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ کان نہ ڊڄون. هڪ روايت ۾ آهي تہ توهان اهل ماڻهن کان حڪومت نہ کسيو پر جڏهن توهان (منجهن) ڪلم ڪلا ڪفر ڏسو جنهن جي باري ۾ توهان وٽ ﷲ جي طرفان (قطعي) دليل هجي. (بخاري مسلم)

(3596) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ اسان ٻڌڻ ۽ مڃڻ تي رسول اللہ ﷺ جن سان بيعت ڪندا هئاسين تہ فرمائيندا هئا تہ جيتري قدر توهان ۾ ان جي سگهہ هجي. (بخاري مسلم)

(3597) عبداللہ بن عباس ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجي امير ۾ اهڙ ي شيءِ ڏسي جيڪا کيس پسند نہ هجي تہ صبر ڪري ڇاڪاڻ تہ جيڪو امير جي اطاعت کان گرانٽ جيترو بہ ٻاهر نڪرندو ۽ ان حالت ۾ مري ويندو تہ جاهليت وارو موت مرندو. (بخاري مسلم)

(3598) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللہ ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو (امام جي) اطاعت کان ٻاهر نڪري ۽ جماعت کان جدا ٿي (انهيءَ حالت ۾) مرندو اهو جاهليت وارو موت مرندو ۽ جيڪو انڌي عصبيت جي جوش ۾ مرندو يا عصبيت جي دعوت ڏيندو يا عصبيت هيٺ مدد ڪندو پوءِ (ان حالت ۾) مرندو تہ سندس قتل جاهليت جو قتل آهي ۽ جيڪو منهنجي امت جي چڱي يا بري (يعني هرهڪ) جي خلاف تلوار اپي ڪري ۽ ان کي ماري نہ امت جي پرواهہ ڪري ٿو ۽ نہ ڪيل عهد اقرار جو لحاظ ڪري ٿو اهو مون مان نہ آهي ۽ آئون ان مان نہ آهيان. (مسلم)

(3599) عوف بن مالڪ اشجعي ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: توهان جا ڀلارا حڪمران اهي آهن جن سان توهان محبت ڪريو ۽ اهي توهان سان محبت ڪن. توهان انهن کي دعائون ڏيو اهي توهان کي دعائون ڏين ۽ توهان جا بڇڙ ا حڪمران اهي آهن جن سان توهان دشمني رکو ۽ اهي توهان سان دشمني رکن توهان مٿن لعنت ڪريو ۽ اهي توهان تي لعنت ڪن. چيوسون تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! ڇا ان وقت سندن عهد ڦاڙ ي ڦٽي نہ ڪريون؟ فرمايائون تہ: نہ! جيستائين توهان ۾ نماز قائم ڪن. نہ جيستائين توهان ۾ نماز قائم ڪن. ٻڌو! جيڪڏهن توهان مان ڪنهن تي حاڪم مقرر ٿئي ۽ اهو ڏسي ٿو تہ (حاڪم) اللہ جي نافرماني ڪري ٿو تہ ان کي برو ڄاڻئي پر ان جي فرمانبرداريءَ کان ٻاهر نہ نڪري. (مسلم)

(3600) ام سلمہ ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: توهان تي اهڙ ا ماڻهو حڪومت ڪندا جن کي توهان نيڪيءَ جا ڪم ڪندي بہ ڏسندا تہ برائيءَ جا ڪم بہ. جيڪو سندن براين کي ناپسند ڪندو اهو آجو ٿيو ۽ جنهن انڪار ڪيو اهو بہ بچي ويو پر جيڪو (سندن برائين تي) راضي رهيو ۽ سندن تابعداري ڪيائين (سو هلاڪ ٿيو) چيائون تہ ڇا اسان ساڻن نہ وڙ هون؟ فرمايائون تہ: نہ! جيستائين نماز قائم ڪن! نہ جيستائين نماز قائم ڪن! يعني جيڪو دل ۾ برو ڄاڻئي ۽ دل ۾ انڪار ڪري (سو ڪامياب آهي). (مسلم)
(3601) عبداللہ بن مسعود ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مون کان پوءِ سگهوئي هڪ ٻئي تي ترجيح ڏيڻ (اقربا پروري جي پاليسي) ۽ اهڙيون شيون ڏسندا جن کي برو سمجهندا. چيائون تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! پوءِ اسان کي توهان ڪهڙو حڪم ڏيو ٿا؟ فرمايائون تہ: سندن حق ادا ڪريو ۽ پنهنجا حق اللہ کان گهرو. (بخاري مسلم)

(3602) وائل بن حجر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ سلمہ بن يزيد جعفي رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ اي الله جا نبي ﷺ! انهن حاڪمن جي باري ۾ ڇا ٿا فرمايو جيڪي اسان کان پنهنجا حق وٺن ۽ اسان جا حق نہ ڏين؟ پاڻ سڳورن ﷺ جواب نہ ڏنو تہ وري ساڳيو سوال ڪيائين. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجن حاڪمن جي ڳالهہ ٻڌو ۽ مڃيو. انهن تي سندن ذميوارين جو ۽ توهان تي توهان جي ذميوارين جو بار آهي. (مسلم)

(3603) عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن اطاعت کان هٿ ڇڪي ورتو اهو قيامت جي ڏينهن الله سان هن حالت ۾ ملندو جو وٽس دليل نہ هوندو ۽ جيڪو هن حالت ۾ فوت ٿيو جو (ڪنهن جي) بيعت ڪنڌ نہ آهي اهو جاهليت جي موت مرندو. (مسلم)

(3604) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بنو اسرائيل جي اڳواڻي سندن نبي سڳورا ڪندا هئا. جڏهن انهن مان ڪو نبي وفات ڪندو هو تہ ٻيو نبي سندس جانشين ٿيندو هو ۽ بيشڪ مون کان پوءِ ڪو (نئون) نبي نہ ايندو پر گهڻائي خليفا ٿيندا. اصحابن عرض ڪيو تہ توهان اسان کي ڪهڙو حڪم ڏيو ٿا؟ فرمايائون تہ: هڪ جي بيعت پوري ڪريو پوءِ ٻئي جي. ڪين سندن حق ڏيو ۽ پوءِ بيشڪ الله تعاليٰ انهن کان سندن رعيت جي باري ۾ پڇا ڪندو. (بخاري مسلم)

(3605) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن هڪ خليفي جي بيعت ڪئي وڃي (پوءِ ٻيو حڪومت جي دعويٰ ڪري تہ) ٻئي کي قتل ڪريو. (مسلم)

(3606) عرفجہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سگهوئي شر ۽ فساد ٿيندو پوءِ جيڪو شخص منهنجي امت جي وحدت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ گهري ان جي سسي تلوار سان لاهيو ڇاهي ڪير بہ هجي. (مسلم)

(3607) عرفجہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ توهان ڪنهن امير (جي اطاعت) تي جمع هجو پوءِ ڪو توهان جي اجتماعي طاقت يا وحدت ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ گهري تہ ڪيس قتل ڪري ڇڏيو. (مسلم)

(3608) عبد الله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن امام جي دل ۽ جان سان بيعت ڪئي آهي ان کي گهرجي تہ سگهہ آهر سندس اطاعت ڪري. پوءِ جيڪڏهن ٻيو ان کان خلافت کسڻ گهري تہ ٻئي جي سسي لاهي ڇڏيو. (مسلم)

(3609) عبد الرحمن بن سمره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حڪومت جي گهُر نہ ڪر جيڪڏهن سوال سان توکي حڪومت ڏني وئي تہ توکي ان جي حوالي ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن توکي سوال ڪرڻ کان سواءِ ڏني وئي تہ تنهنجي ان ۾ مدد ڪئي ويندي. (بخاري مسلم)

(3610) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: توهان سگهوئي حڪومت (يعني عهدن) جي باري ۾ حرص ڪندا حالانڪ قيامت جي ڏينهن اها پشيماني ثابت ٿيندي ڇاڪاڻ تہ اها (حڪومت) بهترين ڪير پيارينڌڙ ۽ بڇڙي ڪير ڇڏائيندڙ آهي.

(3611) ابوذر ﷺ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا مون کي ڪٿي عملدار مقرر نٿا فرمايو؟ پاڻ ﷺ منهنجي ڪلهي تي هٿ هڻي فرمايائون تہ: بيشڪ تون ڪمزور آهين ۽ بيشڪ اها امارت (دنيا ۾ ڳري) امانت ۽ قيامت جي ڏينهن رسوائي ۽ پشيماني ثابت ٿيندي سواءِ ان شخص جي جيڪو ان کي حق سان حاصل ڪري ۽ ان جا حقَ ادا ڪري. هڪ روايت مطابق فرمايائون تہ: اي ابوذر! آئون توکي ڪمزور ڏسان ٿو ۽ تنهنجي لاءِ اها ئي ڳالهہ پسند ڪريان ٿو جيڪا پنهنجي لاءِ پسند ڪريان ٿو يعني ٻن ڄڻن تي بہ امير نہ ٿيءُ ۽ نہ ڪنهن يتيم جو مال سنڀاليندڙ ٿيءُ. (مسلم)

(3612) ابوموسيٰ ﷺ کان روايت آهي تہ آئون ۽ منهنجا بہ سوٽ نبي ﷺ جن وٽ آياسون انهن مان هڪ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيڪي ڪم توهان کي الله تعاليٰ نگراني ۾ ڏنا آهن انهن مان ڪنهن تي مون کي بہ عملدار مقرر ڪريو. ٻئي بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي فرمايائون تہ: الله جو قسم! بيشڪ اسان اها عملداري اهڙ ي شخص کي نہ ڏيندا آهيون جيڪو ان جي گهُر ڪري يا ان جو حرص رکي. هڪ روايتِ مطابق فرمايائون تہ: اسان پنهنجين حڪومتي ذميوارين تي ان کي مقرر نہ ڪندا آهيون جيڪو ان جي خواهش رکندو هجي. (بخاري مسلم)

(3613) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان سڀ کان ڀلارو ان کي لهندا جيڪو حڪومتي ذميوارين کان وڌيڪ وڏ پري ڀڄندو تانجو (ان آزمائش ۾ مبتلا ٿئي. (بخاري مسلم)

(3614) عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻڌو! توهان مان هر هڪ نگران آهي ۽ توهان مان هر هڪ کان سندس رعيت جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو ماڻهن تي جيڪو حاڪم مقرر آهي اهو نگران آهي ۽ ان کان سندس رعيت جي باري ۾ پڇيو ويندو. مرد پنهنجن گهر وارن جو نگران آهي ۽ ان کان پنهنجي رعيت جي باري ۾ پڇيو ويندو ۽ زال مڙ س جي گهر ۽ اولاد جي نگران آهي ۽ ان کان سندس باري ۾ پڇيو ويندو. ۽ ٻانهو ۽ يا نوڪر پنهنجي مالڪ جي مال جو نگران آهي. ۽ ان کان انجي باري ۾ پڇيو ويندو. ٻڌو! توهان مان هر هڪ نگران آهي ۽ توهان مان هر هڪ کان سندس رعيت جي باري ۾ پڇيو ويندو. (بخاري مسلم)

(3615) معقل بن يسار ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص مسلمان رعيت تي والي مقرر ٿئي پوءِ اهو هن حالت ۾ مري وڃي جو انهن سان خيانت ڪئي هوندائين تہ الله تعاليٰ ان تي جنت حرام ڪندو. (بخاري مسلم)

(3616) معقل بن يسار ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن ٻانهي کي ﷲ تعاليٰ رعيت جو نگران مقرر ڪري پوءِ انهن سان خيرخواهي نہ ڪري تہ جنت جي بوءِ بہ نہ لهندو. (بخاري مسلم)

(3617) عائذ بن عمرو ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ بدترين نگران (حڪمران) رعيت تي ظلم ڪندڙ آهن. (مسلم)

(3618) عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا ڪئي تہ اي ﷲ! جيڪو شخص منهنجي امت جو حاڪم ٿئي پوءِ انهن تي سختي ڪري تہ تون بہ مٿس سختي ڪر ۽ جيڪو منهنجي امت جو حاڪم ٿئي ۽ مٿن نرمي ڪري تہ تون بہ مٿس نرمي فرماءِ. (مسلم)

(3619) عبدالله بن عمرو بن عاص﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ انصاف ڪندڙ ﷲ جي ساڄي پاسي نوراني منبرن تي هوندا ۽ ﷲ جا ٻئي پاسا ساڄا آهن يعني جيڪي (حڪمران) پنهنجن فيصلن رعيتي ۽ حڪومتي معاملن ۾ انصاف ڪن ٿا. (مسلم)
(3620) ابو سعيد ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ جيڪي بہ نبي موڪليا يا خليفا مقرر فرمايا انهن جا بہ رازدار هوندا آهن. هڪ ڪيس نيڪيءَ جو حڪم ڪندو آهي ۽ ان جي رغبت ڏيندو آهي ۽ ٻيو ڪيس برائيءَ جو حڪم ڪندو آهي ۽ ان جي رغبت ڏيندو آهي ۽ معصوم اهوئي آهي جنهن کي ﷲ بچائي. (بخاري)

(3621) انس ﷜ کان روايت آهي تہ قيس بن سعد نبي ﷺ جن لاءِ ائين هوندو هو جيئن امير لاءِ محافظ هوندو آهي. (بخاري)

(3622) ابوبڪرة ﷜ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن کي خبر پهتي تہ ايرانين ڪسريٰ جي ڌيءُ کي بادشاهہ مقرر ڪيو آهي تہ ارشاد فرمايائون تہ: اها قوم هرگز ڪامياب نہ ٿيندي جيڪا عورت کي پنهنجو بادشاهہ مقرر ڪري. (بخاري)

## ٻيو فصل

(3623) حارث اشعري ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون توهان کي پنجن ڳالهين جو حڪم ڪريان ٿو: 1-جماعت کي لازم پڪڙيو، 2-(امير جي) ڳالهہ ٻڌوءِ، 3-سندس اطاعت ڪريو، 4- هجرت ڪريو، 5-جهاد ڪريو. جيڪو شخص جماعت کان گرانٺ برابر ٻاهر نڪرندو انهيءَ پنهنجي ڳچيءَ مان اسلام جو طوق لاهي ڦٽو ڪيو پر جڏهن واپس اچي ۽ جنهن جاهليت جي دعويٰ ڪئي اهوگوڏن ڀر دوزخ ۾ اڇلايو ويندو جيتوڻيڪ روزا رکي ۽ نماز پڙهي ۽ ڀانئي تہ اهو مسلمان آهي. (احمد ترمذي)

(3624) زياد بن ڪسيب عدوي چوي ٿو تہ مان ابوبڪرہ ﷛ سان گڏ (گورنر) ابن عامر جي منبر وٽ هيٺ ويٺو هيس جيڪو خطبو ڏئي رهيو هو ۽ سنها ڪپڙا پاتا هئائين. بلال جي پيءُ چيو تہ اسان جي هن امير ڏانهن ڏسو نافرمان ماڻهن جهڙا ڪپڙا پاتا اٿس ابوبڪرہ ﷛ چيو تہ چپ رهہ! مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو زمين ۾ ﷲ جي بادشاهہ جي توهين ڪندو ﷲ (قيامت ۾) سندس توهين ڪندو.(ترمذي ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(3625) نواس بن سمعان ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: خالق جي نافرمانيءَ ۾ مخلوق جي فرمانبرداري نہ آهي. (شرح السنہ)

(3626) ابوهريرہ ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن ڪو ڏهن ڄڻن تي بہ امير مقرر ٿيندو تہ قيامت جي ڏينهن ڪيس ٻڇيءَ ۾ ٻڌ ڀارائي آندو ويندو تانجو ڪيس عدل انصاف آزاد ڪرائي يا ظلم هلاڪ ڪري. (دارمي)

(3627) ابوهريرہ ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اڳواڻن لاءِ افسوس آهي امينن لاءِ افسوس آهي.۽ چڱن مڙسن لاءِ افسوس آهي. قيامت جي ڏينهن ڪي ماڻهو آرزو ڪندا تہ جيڪر ڪين پيشانيءَ پر ثريا تاري ۾ ٽنگيو وجي ۽ آسمان ۽ زمين ۾ لڙ ڪندا رهن ها پر ڪنهن (سرڪاري) ڪم جا نگران مقرر نہ ٿين ها. (شرح السنہ احمد) احمد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ اهي آرزو ڪندا تہ سندن پيشانيون ثريا تاري ۾ ٽنگيل هجن ها ۽ آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ لڙ ڪيل هجن ها پر ڪنهن ڪم جا عملدار مقرر نہ ٿين ها.

(3628) غالب قطان هڪ شخص ڪان اهو سندس پيءُ ڪان اهو سندس ڏاڏي ڪان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اڳواڻي حق آهي ۽ ماڻهن لاءِ اڳواڻن جو هجڻ ضروري آهي پر اڳواڻ دوزخ ۾ آهن.(ابوداءُد)

(3629) ڪعب بن عجرہ ﷛ ڪان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آءُون توکي بيوقوفن جي سرداري ڪان ﷲ جي پناهہ ۾ ڏيان ٿو. انهيءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! اها (سرداري) ڪهڙي آهي؟ فرمايائون تہ: مون ڪان پوءِ گمراهہ امير حڪومت ڪندا جيڪو انهن وٽ داخل ٿيندو سندن ڪوڙ جي تصديق ۽ سندن ظلم تي مدد ڪندو اُهو نہ مون مان آهي ۽ نہ آءُون انهيءَ مان آهيان ۽ نہ اهو مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندو ۽ جيڪو شخص انهن وٽ نہ اچي نہ سندن ڪوڙ جي تصديق ڪري نہ سندن ظلم تي انهن جي مدد ڪري اهو مون مان آهي ۽ آءُون ان مان آهيان ۽ اهو مون وٽ حوض ڪوثر تي ايندو. (ترمذي نسائي)

(3630) ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ٻوٺن ۾ رهندو جاهل ٿيندو ۽ جيڪو (سدائين) شڪار جي پويان لڳو رهندو غافل ٿيندو ۽ جيڪو بادشاهہ وٽ ويندو فتني ۾ مبتلا ٿيندو.(احمد، نسائي، ترمذي) ابوداءُد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو بادشاهہ جو ملازم ٿيندو فتني ۾ مبتلا ٿيندو ۽ جيڪو شخص بادشاهہ جي جيترو ويجهو هوندو ايترو ئي ﷲ ڪان پري ٿيندو.

(3631) مقدام بن معديڪرب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سندس ڪلهن تي هٿ هڻي فرمايائون تہ: اي قديم! جيڪڏهن تون مري وئين تہ ڪامياب ٿيندين بشرطيڪ نہ ڪنهن جو امير مقرر ٿئين نہ منشي ۽ نہ چڱو مڙس. (ابودائود)ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(3632) عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جيڪو شخص غير شرعي محصول وصول ڪندو اهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو (احمد، ابودائود، دارمي) ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

(3633) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن الله کي سڀ کان پيارو ۽ مجلس ۾ سڀ کان ويجهو عدل ڪندڙ حڪمران هوندو ۽ قيامت جي ڏينهن الله جو سڀ کان وڌو دشمن ۽ سڀ کان سخت عذاب ڀوڳيندڙ ۽ ٻي روايت مطابق سندس مجلس ۾ سڀ کان پري ظالم بادشاهہ هوندو (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي).

(3634)ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بادشاهہ جي سامهون حق ڳالهہ چوڻ افضل جهاد آهي. (ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ ۽ احمد ۽ نسائيءَ ۾ اها روايت طارق بن شهاب کان آهي).

(3635) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن الله تعاليٰ امير سان ڀلائي ڪرڻ گهرندو آهي تہ کيس سچو وزير ڏيندو آهي. جيڪڏهن (امير) ڪا ڳالهہ وساريندو آهي تہ کيس ياد ڏياريندو آهي ۽ جيڪڏهن ياد ايندي اٿس تہ سندس مدد ڪندو آهي ۽ جڏهن الله ڪنهن سان برائي ڪرڻ گهرندو آهي تہ کيس بڇڙو وزير ڏيندو آهي. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ وساريندو آهي تہ کيس ياد نہ ڏياريندو آهي ۽ جيڪڏهن ياد ڪندو آهي تہ سندس مدد نہ ڪندو آهي.(ابودائود، نسائي)

(3636) ابو امامہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن امير ماڻهن جي خلاف شڪي ڳالهين جي کوجنا ۾ لڳندو آهي تہ انهن کي برباد ڪري ڇڏيندو آهي.(ابودائود)

(3637) معاويہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن تون ماڻهن جي عيبن کي تلاش ڪندين تہ انهن کي برباد ڪري ڇڏيندين.(بيهقي شعب الايمان)

(3638) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ان وقت توهان جو ڪهڙو حال ٿيندو جڏهن مون کان پوءِ اهڙا حاڪم ايندا جيڪي سرڪاري خزاني کي پنهنجي لاءِ استعمال ڪندا مون چيو تہ پوءِ الله جو قسم! جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي آئون پنهنجي ڪنڌ تي تلوار رکي انهن سان وڙهندس تانجو توهان سان اچي ملان فرمايائون تہ: ڇا توکي ان کان چڱي ڳالهہ نہ ٻڌايان؟ تون صبر ڪر تانجو مون سان اچي ملين.

## ٽيون فصل

(3639) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي خبر آهي تہ قيامت جي ڏينهن ﷲ عزوجل جي پاڇي ڏانهن اڳرائي ڪندڙ ڪير آهن؟ چيائون تہ ﷲ ۽ ان جو رسولﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو فرمايائون تہ: اهي ماڻهو جو جڏهن کين حق ڏنو وڃي تہ قبول ڪن ۽ جڏهن انهن کان سوال ڪيو وڃي تہ مال خرچ ڪن ۽ ماڻهن لاءِ ائين فيصلو ڪن جيئن پنهنجي ذات لاءِ ڪن ٿا.

(3640)جابر بن سمره ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ آئون پنهنجي امت جي باري ۾ ٽن ڳالهين کان ڊڄان ٿو: ستارن وسيلي بارش طلب ڪرڻ حڪمرانن جو ظلم تقدير کي ڪوڙو ڪرڻ.

(3641) ابوذر﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي ڇهہ ڏينهن (ساندهہ) فرمائيندا رهيا تہ جيڪو توکي چيو وڃي ان کي غور سان ٻڌ! ستين ڏينهن فرمايائون تہ: توکي ظاهر ۽ باطن ۾ ﷲ کان ڊڄڻ جي وصيت ڪريان ٿو ۽ جڏهن تو کان گناهہ ٿي وڃي تہ ان کان پوءِ نيڪي ڪر ۽ ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪا شيءِ نہ گهر جيتوڻيڪ تنهنجو ڇهبڪ ڪري پوي ۽ امانت پاڻ وٽ نہ رک ۽ ٻن ڄڻن جي وچ ۾ بہ فيصلو نہ ڪر.

(3642) ابوامامہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ ڏهن يا وڌيڪ ڄڻن تي امير مقرر ٿيو قيامت جي ڏينهن ﷲ عزوجل وٽ هن حالت ۾ ايندو جو سندس هٿ سندس ڳچيءَ ۾ ٻڌل هوندا. کيس نيڪي ڇڏائيندي يا وري برائي برباد ڪندي. حڪومت جو شروعاتي دور ملامت وچون دور ندامت ۽ آخري دور رسوائي آهي.

(3643) معاويہ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي معاويہ! جيڪڏهن توکي سرڪاري ڪم جو نگران مقرر ڪيو وڃي تہ ﷲ کان ڊڄ ۽ انصاف ڪر! پوءِ آئون هميشہ پائنيندو هيس تہ نبي ﷺ جن جي فرمان مطابق مون کي آزمايو ويندو تانجو آئون آزمايو ويس. (احمد)

(3644) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ کان ستر جي ڏهاڪي جي شروعاتي دور ۽ ڇوڪرن جي حڪومت کان پناهہ گهرو. (اهي ڇهہ ئي حديثون احمد بيان ڪيون آهن ۽ معاويہ جي حديث بيهقي دلائل النبوة ۾ بيان ڪئي آهي)

(3645) يحيٰ بن هاشم يونس بن اسحاق کان اهو پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيئن توهان هوندا اهڙا توهان تي حڪمران مسلط ڪيا ويندا. (بيهقي)ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(3646) ابن عمر ﷞ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ بادشاهہ زمين ۾ ﷲ جو پاڇو آهي. جنهن ڏانهن هر مظلوم پناهہ وٺندو آهي. پوءِ جڏهن اهو انصاف ڪري تہ کيس اجر ملندو ۽ رعيت تي شڪر ڪرڻ واجب آهي ۽ جڏهن ظلم ڪري تہ مٿس گناهہ ۽ رعيت تي صبر ڪرڻ لازم آهي.

(3647) عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ وٽ قيامت جي ڏينهن پانهن مان سڀ کان افضل درجي وارو عدل ۽ مهرباني ڪندڙ بادشاھ هوندو ۽ ﷲ وٽ قيامت جي ڏينهن سڀ کان بڇڙو انسان سختي ڪندڙ ۽ ظالم بادشاھ هوندو. (بيهقي)

(3648) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجي پاءُ ڏانهن ڏيڇارڻ لاءِ نهاريندو ﷲ ان کي قيامت جي ڏينهن ڏيڇاريندو. (اهي چارئي حديثون شعب الايمان ۾ بيهقيءَ بيان ڪيون) امام بيهقي يحيٰ جي روايت جي باري ۾ چوي ٿو تہ منقطع آهي ۽ سندس روايت ضعيف آهي.

(3649) ابودرداءِ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ چوي ٿو تہ آئون ﷲ آهيان، مون کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، آئون بادشاهن جو مالڪ آهيان ۽ بادشاهن جو بادشاھ آهيان پانهن جون دليون منهنجي هٿ ۾ آهن پانها منهنجي فرمانبرداري ڪندا آهن تہ سندس بادشاهن جي دلين کي متن رحمت ۽ مهربانيءَ ۾ مٽائيندو آهيان ۽ جڏهن پانها منهنجي نافرماني ڪندا آهن تہ سندن دلين کي ناراضگي ۽ انتقام سان پري ڇڏيندو آهيان پوءِ کين بدترين عذاب چکائيندا آهن، تنهن ڪري بادشاهن کي بددعا ڏيڻ ۾ مشغول نہ رهو پر ذڪر ۽ عاجزي ۾ مشغول رهو، جيئن سندن شر کان توهان جي حفاظت ڪريان. (حليہ ابونعيم)

## نرمي جيڪا حاڪمن تي فرض آهي، ان جو بيان

### پهريون فصل

(3650) ابوموسيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن پنهنجن اصحابن مان ڪنهن کي عملدار ڪري موڪليندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ بشارت ڏيو ۽ نفرت نہ ڏياريو، آساني ڪريو ۽ تنگي نہ ڪريو. (بخاري، مسلم)

(3651)انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آساني ڪريو ۽ تنگي نہ ڪريو (ماڻهن کي) تسلي ڏيو، نفرت نہ ڏيو. (بخاري، مسلم)

(3652) ابو برده ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن سندس ڏاڏي ابو موسيٰ ۽ معاذ کي (عملدار) ڪري يمن موڪليو. فرمايائون تہ: آساني ڪجو، تنگي نہ ڪجو، بشارت ڏجو، نفرت نہ ڏيارجو، اتفاق ڪجو، اختلاف نہ ڪجو. (بخاري، مسلم)

(3653) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن غداري ڪندڙ لاءِ جهنڊو کوڙي اعلان ڪيو ويندو تہ هي فلاڻي پٽ فلاڻي جي غداري (جو جهنڊو) آهي. (بخاري، مسلم)

(3654) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: غداري ڪندڙ هر شخص لاءِ قيامت جي ڏينهن هڪ جهنڊو هوندو، جنهن ان کي سڃاتو ويندو. (بخاري، مسلم)

(3655) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن هر غداري ڪندڙ شخص جي ويهڪ جي جاءِ وٽ جهنڊو کوڙيو ويندو، هڪ روايت ۾ آهي تہ قيامت جي ڏينهن هر غدار لاءِ سندس غداري جي مطابق جهنڊو اونچو ڪيو ويندو. ٻڌو! رعايت (سان غداري ڪندڙ) حڪمران کان وڏو ڪو غدار نٿو ٿي سگهي. (مسلم)

## ٻيو فصل

(3656) عمرو بن مره ﷛ کان روايت آهي تہ ان امير معاويہ کي چيو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ﷲ تعاليٰ جنهن کي مسلمانن جي معاملن جو والي مقرر ڪري ۽ اهو سندن ضرورتن حاجتن ۽ معاشي معاملن جي پرواهہ نہ ڪري تہ قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ بہ سندس ضرورتن ۽ حاجتن جو خيال نہ ڪندو. پوءِ امير معاويہ ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ هڪ نگران مقرر ڪيو. (ابوداؤد، ترمذي) احمد ۽ سندس ٻي روايت ۾ آهي تہ ﷲ تعاليٰ سندس لاءِ دوستي، ضرورت، حاجت کان آسمان جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو.

## ٽيون فصل

(3657) ابو شماخ ازدي پنهنجي سوٽ کان روايت ڪري ٿو، جيڪو نبي ﷺ جن جو صحابي هو تہ پاڻ معاويہ وٽ آيو. ڪيس ٻڌائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو شخص ماڻهن جي معاملات جو والي مقرر ٿئي، پوءِ مسلمانن يا مظلومن يا حاجتمندن لاءِ پنهنجو دروازو بند ڪري ڇڏيندو تہ ﷲ تعاليٰ سندس انتهائي محتاجي ۽ مسڪينيءَ جي وقت مٿس پنهنجي رحمت جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو. (بيهقي)

(3658) عمر بن خطاب ﷛ پنهنجي عملدارن کي هن شرط تي مقرر ڪندو هو تہ ترڪي گهوڙ ي تي سواري نہ ڪندا، ميدي جي ماني نہ کائيندا، سنها ڪپڙا نہ پائيندا، محتاج ماڻهن لاءِ پنهنجا دروازا بند نہ ڪندا. جيڪڏهن توهان کو اهڙو ڪم ڪندؤ تہ سزا ڀوڳيندؤ. پوءِ رخصت ڪرڻ وقت ساڻن گڏ روانا ٿيندا هئا. (ٻئي حديثون بيهقي شعب الايمان ۾ بيان ڪيون آهن)

# فيصلو ڪرڻ ۽ سرڪاري عملداري کان ڊڄڻ جو بيان

## پهريون فصل

(3659) ابوبڪره ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ڪو ماڻهو ڪاوڙ ۾ ٻن ڄڻن جي وچ ۾ بہ فيصلو نہ ڪري. (بخاري، مسلم)

(3660) عبدالله بن عمر ۽ ابوهريره ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن حاڪم ڪوشش ڪري صحيح فيصلو ڪري تہ ان لاءِ ٻہ اجر آهن ۽ جيڪڏهن ڪوشش جي باوجود غلط فيصلو ڪري تہ ان لاءِ هڪ اجر آهي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(3661) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي ماڻهن جو قاضي مقرر ڪيو ويو، تنهن کي ڇريءَ سان ذبح ڪيو ويو. (احمد، ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ)

(3662) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو قضا جو عهدو گهرندو، ان کي پنهنجي نفس جي حوالي ڪيو ويندو ۽ جنهن کي ان لاءِ مجبور ڪيو ويو هجي، ان لاءِ ﷲ تعاليٰ هڪ فرشتو لاهيندو آهي، جيڪو کيس سڌي واٽ ڏيکاريندو آهي. (ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ)

(3663) بريده ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فيصلا ٽن قسمن جا ماڻهو ڪندا آهن. انهن مان هڪڙ و جنتي ۽ ٻہ دوزخي آهن: 1-جنتي اهو آهي، جيڪو حق کي سڃاڻي ۽ حق مطابق فيصلو ڪري، 2- جيڪو حق کي سڃاڻڻ جي باوجود ظلم سان فيصلو ڪري، اهو دوزخي آهي. 3-۽ جيڪو ماڻهن ۾ جهالت سان فيصلا ڪري، اهو بہ دوزخي آهي. (ابودائود، ابن ماجہ)

(3664) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسلمانن جي قضا جو عهدو گهري، ان تي فائز ٿئي، پوءِ ان جو عدل سندس ظلم تي غالب ٿئي تہ ان لاءِ جنت آهي ۽ جيڪڏهن سندس ظلم سندس عدل تي غالب هوندو تہ سندس لاءِ دوزخ آهي. (ابوداؤد،**انجي سند ضعيف آهي. الباني)**

(3665) معاذ بن جبل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن کيس يمن موڪليو، تڏهن فرمايائون تہ: جڏهن تو وٽ ڪو فيصلي لاءِ اچي تہ ان جو نبيرو ڪيئن ڪندين؟ چيائين تہ آئون ﷲ جي ڪتاب مطابق فيصلو ڪندس. فرمايائون تہ: جيڪڏهن ﷲ جي ڪتاب ۾ حڪم نہ لهين تہ؟ چيائين تہ پوءِ رسول الله ﷺ جن جي سنت مطابق فيصلو ڪندس. فرمايائون تہ: جيڪڏهن رسول الله ﷺ جي فيصلي ۾ حڪم نہ لهين تہ؟ چيائين تہ پنهنجي راءِ مطابق فيصلو ڪندس ۽ ڪا ڪوتاهي نہ ڪندس. رسول الله ﷺ جن سندس سيني تي هٿ هڻي فرمايو تہ: ﷲ جي ساراهہ آهي جنهن رسول الله ﷺ جي موڪليل نمائندي کي اهڙي ڳالهہ جي توفيق بخشي جنهن کان ﷲ جو رسولﷺ راضي آهي. (ترمذي، ابودائود، دارمي)**ان جي سند ضعيف آهي (الباني)**

(3666) علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي يمن ڏانهن قاضي ڪري موڪليو. مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان مون کي موڪلي رهيا آهيو، حالانڪ آئون نوجوان ماڻهو آهيان ۽ فيصلي ڪرڻ جو مون کي تجربو بہ نہ آهي. فرمايائون تہ: سگهوئي ﷲ تنهنجي دل کي هدايت ڏيندو ۽ تنهنجي زبان کي ثابت قدم رکندو. جڏهن بہ ٻہ ڄڻا تو وٽ نبيرو ڪٽي اچن تہ پهرئين شخص جي حق ۾ فيصلو نہ ڏي، تانجو ٻئي جي ڳالهہ بہ ٻڌين. اها ڳالهہ وڌيڪ لائق آهي تہ (صحيح) فيصلو ڪرين. چوي ٿو تہ ان کان پوءِ مون کي فيصلو ڪرڻ ۾ ڪا تنگي نہ ٿي آهي. (ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ)

## ٽيون فصل

(3667)عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو حاڪم ماڻهن ۾ فيصلو ڪندو، (قيامت جي ڏينهن) فرشتو سندس ڳچي پڪڙي، آسمان ڏانهن نهاريندو. جيڪڏهن ڪيس (ﷲ تعاليٰ) اڇلائڻ جو حڪم فرمائيندو تہ ان کي چاليهن سالن جي مفاصلي تي دوزخ جي گهرائيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيندو. (احمد، ابن ماجہ، شعب الايمان بيهقي)

(3668) عائشہ ﵂ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فيصلو ڪندڙ شخص کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ آندو ويندو جو اهو تمنا ڪندو تہ (ڪاش!) ٻن ڄڻن جي وچ ۾ هڪ ڪجيءَ جي باري ۾ بہ فيصلو هرگز نہ ڪري ها. (احمد)

(3669) عبدالله بن ابي اوفيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲتعاليٰ قاضيءَ سان گڏ آهي جيستائين ظلم نہ ڪري. جيڪڏهن ظلم ڪندو آهي تہ ان کان جدا ٿي ويندو آهي ۽ شيطان مٿس مسلط ٿي ويندو آهي. (ترمذي، ابن ماجہ) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن ظلم ڪندو آهي تہ ان کي سندس نفس جي حوالي ڪيو ويندو آهي. (احمد)

(3670)سعيد بن مسيب (تابعي) جي روايت آهي تہ هڪ مسلمان ۽ يهوديءَ عمر ﷛ وٽ پنهنجو فيصلو آندو ڪيس معلوم ٿيو تہ حق يهوديءَ لاءِ آهي تہ سندس حق ۾ فيصلو ڏنائين. يهوديءَ چيو تہ ﷲ جو قسم توهان حق سان فيصلو ڪيو. عمر ﷛ درو هڻندي چيو تہ توکي ڪيئن خبر پئي؟ يهوديءَ چيو تہ ﷲ جو قسم! اسين تورات ۾ پڙهندا آهيون تہ جيڪو حق سان فيصلو ڪندو آهي، ان جي ساڄي ۽ کابي فرشتا هوندا آهن، جيڪي ان کي سڌي واٽ ڏسيندا آهن ۽ حق سان فيصلي جي توفيق ڏياريندا آهن، جيستائين حق تي قائم رهندو آهي، جڏهن حق کي ڇڏي ڏيندو آهي تہ فرشتا هليا ويندا آهن ۽ ان کي ڇڏي ڏيندا آهن. (مالڪ)

(3671) ابن موهب کان روايت آهي تہ عثمان بن عفان ابن عمر﵄ کي چيو تہ ماڻهن جا فيصلا ڪر. چيائين تہ اي امير المؤمنين! مون کي معاف رکو. چيائين تہ ان کي ناپسند چو ٿو ڪرين، حالانڪ تنهنجو پيءُ تہ فيصلا ڪندو هو. چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو قاضي مقرر ٿيندو، پوءِ انصاف سان فيصلا ڪري تہ برابر برابر ڇٽندو (نہ جنتي آهي نہ دوزخي) پوءِ ان کان بعد ان جي تمنا نہ رکندو آهيان. (ترمذي) رزين ۾ نافع کان روايت آهي تہ ابن عمر عثمان ﵄ کي چيو تہ مان ٻن ڄڻن جي وچ ۾ بہ فيصلو نہ ڪندس. چيائينس تہ: تنهنجو پيءُ تہ فيصلا ڪندو هو. ان جواب ڏنو تہ منهنجي پيءُ کي مشڪل آڏو ايندي هئي تہ رسول الله ﷺ جن کان پڇندو هو. رسول الله ﷺ جن کي مشڪل پيش ايندي هئي تہ جبرئيل ﷣ کان پڇندا هئا ۽ آئون ڪنهن کي نٿو لهان جنهن کان پڇا ڪريان ۽ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو ﷲ کان پناهہ وٺندو انهيءَ وڏي ذات کان پناهہ ورتي. پڻ مون کانئن ٻڌو اٿم تہ جيڪو ﷲ جي واسطي پناهہ گهري ان کي پناهہ ڏيندا ڪريو ۽ بيشڪ آئون ﷲ جي واسطي پناهہ ونان ٿو جو مون کي قاضي مقرر ڪريو. پوءِ ڪيس معافي ڏنائين ۽ چيائينس تہ ڪنهن کي نہ ٻڌاءِ.

## عملدارن جي روزگار ۽ تحفن جي باري ۾ بيان

### پهريون فصل

(3672) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان کي آئون نہ ڏيان ۽ نہ آئون منع ڪريان ٿو، آئون تہ ورهائيندڙ آهيان، جتي مون کي حڪم ٿئي ٿو اتي ورهائيندو آهيان. (بخاري )

(3673) خولہ انصاريءَ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪيترا ماڻهو آهن، جيڪي الله جي مال (بيت المال) ۾ بغير حق جي تصرف ڪن ٿا. قيامت جي ڏينهن انهن لاءِ دوزخ آهي. (بخاري)

(3674) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن ابوبڪر ﷺ خليفو ٿيو تہ فرمايائين تہ منهنجي قوم وارا ڄاڻن ٿا تہ منهنجو معاش جو ذريعو منهنجي گهر وارن جي خرچ لاءِ ڪافي آهي. هاڻي مسلمانن جي معاملن جي ذميواري مون تي پئي آهي، تنهن ڪري ابوبڪر ﷺ جا گهر وارا بيت المال مان ڪائيندا ۽ پاڻ مسلمانن جا ڪم سرانجام ڏيندو. (بخاري)

### ٻيو فصل

(3675) بريده ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي اسان عملدار مقرر ڪريون ۽ سندس رزق (پگهار) مقرر ڪريون، پوءِ بہ (ناجائز) ڪجهہ ڪٽندو تہ اها خيانت آهي.(ابوداؤد)

(3676) عمر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن پنهنجي زماني ۾ مون کي عملدار مقرر ڪيو ۽ مون کي ان جي اجرت ڏنائون.(ابوداؤد)

(3677) معاذ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي يمن موڪليو، جڏهن روانو ٿيس تہ پويان ماڻهو موڪلي واپس گهرايائون. فرمايائون تہ: ڇا توکي خبر آهي تہ توکي ڪهڙي مقصد سان موڪلي رهيو آهيان؟ منهنجي اجازت کان سواءِ ڪا شيءِ نہ ڪٽجانءِ ڇاڪاڻ تہ اها خيانت آهي ۽ جيڪو خيانت ڪندو اهو قيامت جي ڏينهن اها شيءِ ساڻ آڻيندو. تنهن ڪري مون توکي سڏيو، هاڻي پنهنجي ڪم تي وڃ. (ترمذي)

(3678) مستورد بن شداد چوي ٿو تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو اسان جو عملدار مقرر ٿئي ان کي گهرجي تہ (جيڪڏهن ڪيس زال نہ هجي تہ) زال وٺي يعني شادي ڪري ۽ خادم نہ هجيس تہ خادم ڪٽي، جيڪڏهن گهر نہ آهي تہ گهر وٺي، هڪ روايت۾ آهي تہ ان کان پوءِ ڪا شيءِ ڪٽندو، تہ اهو خيانت ڪندڙ آهي. (ابودائود)

(3679) عدي بن عميرہﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي انسانو! جنهن کي اسان ڪنهن عهدي تي عملدار مقرر ڪريون پوءِ اسان کان سئي يا ان کان وڌي شيءِ لڪائيندو تہ اهو خيانتڪار آهي، قيامت جي ڏينهن پاڻ آڻي پيش ڪندو. هڪ انصاريءَ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کان پنهنجو عهدو واپس وٺو.

فرمايائون تہ: اهو ڇا جي ڪري؟ چيائين تہ توهان کي هن ۽ هن طرح فرمائيندي ٻڌو اٿم. فرمايائون تہ: هاڻي بہ ساڳي ڳالھ چوان ٿو تہ جنهن کي اسان سرڪاري عهدو ڏيون، اهو ننڍي شيءِ هجي يا وڏي، آڻي پيش ڪري. پوءِ ان مان کيس جيڪي ڪجھ ڏنو وڃي اهو وٺي ۽ جنهن کان روڪيو وڃي، ان کان باز رهي. (مسلم، ابوداٺود ۽ لفظ ابوداٺود جا آهن)

(3680) عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻنهي تي لعنت ڪئي آهي. (ابوداٺود، ابن ماجہ) ترمذي ۾ ابوهريره ﷜ ۽ احمد ۽ شعب الايمان بيهقي۾ ثعبان ﷜ جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ پڻ ان تي بہ لعنت آهي، جيڪو رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ معاملو طي ڪرائي.

(3681) عمرو بن عاص ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون ڏانهن پيغام موڪليو تہ پنهنجا ڪپڙا ۽ هٿيار ڪٺي مون وٽ اچ. آئون ان وقت وٽن حاضر ٿيس جڏهن پاڻ وضو ڪري رهيا هئا. فرمايائون تہ: اي عمرو! توکي (سپہ سالار ڪري) موڪلي رهيو آهيان، الله توکي سلامتيءَ ۽ غنيمت سان موٽائيندو ۽ آئون توکي ڪجھ مال جي اميد بہ ڏياريان ٿو. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! منهنجي هجرت مال جي لاءِ نہ پر الله ۽ سندس رسول (جي رضامنديءَ) جي لاءِ آهي. فرمايائون تہ: بهترين مال اهو آهي، جيڪو صالح ماڻهوءَ لاءِ هجي ۽ ماڻهو بہ صالح هجي.(شرح السنہ ۽ احمد ۾ بہ ساڳي طرح آهي)

### ٽيون فصل

(3682)ابو امامہ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ڪنهن لاءِ سفارش ڪري، پوءِ ان جي بدلي ۾ تحفو وٺي تہ اهو وياج جي وڏي دروازي مان داخل ٿيو. (ابوداٺود)

## فيصلن ۽ گواهين جو بيان

### پهريون فصل

(3683) ابن عباس ﷠ نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ جيڪڏهن ماڻهن کي فقط سندن دعويٰ جي بنياد تي ڏنو وڃي تہ اهي خونن ۽ مالن جي باري ۾ دعوائون ڪندا پر جوابدار تي قسم آهي، شرح نووي ۾ آهي تہ حسن يا صحيح سند سان بيهقيءَ ۾ ابن عباس﷠ کان مرفوع روايت آهي، انهي۾ وڌيڪ آهي تہ: دليل (شاهدي) پيش ڪرڻ دعويدار تي ۽ قسم انڪاري ڌر تي آهي.

(3684) ابن مسعود ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو صبر وارو ڪوڙو قسم کڻي مسلمان ماڻهوءَ جو مال ڦٻائيندو قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ الله سان ملاقات ڪندو جو الله ان تي ناراض هوندو. ان جي تصديق ۾ الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:﴿ إِنَّ الَّذِينَ يَشْتَرُونَ بِعَهْدِ اللَّهِ وَأَيْمَانِهِمْ ثَمَنًا قَلِيلًا ﴾ بيشڪ جيڪي ماڻهو الله جي عهد ۽ قسم کي ٿورڙي قيمت جي بدلي۾ وڪڻن ٿا. (آل عمران آيت:77). (بخاري مسلم)

(3685) ابو امامہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن قسم کڻي مسلمان جو حق ڦٻايو، ان تي الله تعاليٰ دوزخ واجب ۽ جنت حرام ڪري ڇڏي. هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيتوڻيڪ معمولي شيءِ (ڦٻائي؟) فرمايائون تہ: جيتوڻيڪ پيلوءَ جي ڪاني (ڏندڻ ڦٻائي).(مسلم)

(3686) ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون هڪ انسان آهيان. توهان مون وٽ پنهنجا نبيرا آڻيو ٿا ۽ شايد توهان مان ڪو پنهنجي دعويٰ ثابت ڪرڻ ۾ ٻئي کان تيز هوندو آهي. آئون بيان ٻڌي فيصلو ڏيندو آهيان. پوءِ جنهن کي سندس ڀاءُ جو حق ڏيان تہ ان کي ڇاڏڻ گهرجي تہ ڪيس باهہ جو ٽڪر ڏيان ٿو. (بخاري، مسلم)

(3687) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ وٽ سڀ کان نفرت جوڳو انسان اهو آهي جيڪو ناحق جهڳڙو ڪري. (بخاري، مسلم)

(3688) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن قسم ۽ شاهديءَ جي روشنيءَ ۾ فيصلو فرمايو.(مسلم)

(3689) علقمہ بن وائل پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ حضرموت ۽ ڪِنده جا رهندڙ ٻہ ڄڻا نبي ﷺ جن وٽ پنهنجو نبيرو کڻي آيا. حضرمي چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! هن منهنجي زمين تي قبضو ڪيو آهي. ڪِنديءَ چيو تہ پر اها منهنجي زمين ۽ منهنجي قبضي ۾ آهي. ان ۾ ڪنهن جو ڪو حق نہ آهي. نبي ﷺ جن حضرميءَ کي فرمايو تہ: ڇا تو وٽ شاهد آهي؟ چيائين تہ نہ! پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: پوءِ توتي قسم کڻڻ لازم آهي. انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اهو فاجر (ڪوڙو) ماڻهو آهي. ڪنهن بہ قسم جو قَسم کڻڻ ۾ ڪا پرواهہ نٿو ڪري، نہ ڪنهن شيءِ کان پرهيز ڪري ٿو. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: (ان صورت ۾) اهوئي (شرعي) طريقو آهي. ڪِندي قسم کنيو. پوءِ جڏهن پٺي ڦيري روانو ٿيو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن انهيءَ سندس مال (زمين) ظلم سان ڦٻائڻ لاءِ قسم کنيو آهي تہ (قيامت جي ڏينهن) الله سان هن حالت ۾ ملندو جو اهو ان تي ناراض هوندو. (مسلم)

(3690) ابو ذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو ناحق دعويٰ ڪندو، اهو اسان مان نہ آهي ۽ ان کي پنهنجو ٺڪاڻو دوزخ ۾ ٺاهڻ گهرجي.(مسلم)

(3691) زيد بن خالد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي بهترين شاهدن جي باري ۾ نہ ٻڌايان؟ جيڪي طلب ڪرڻ کان اڳي ئي اچي شاهدي ڏين. (مسلم)

(3692) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بهترين زمانو منهنجو آهي، پوءِ جيڪو ان کان پوءِ اچي، پوءِ جيڪو ان کان پوءِ اچي. پوءِ اهڙا ماڻهو ايندا جو انهن مان ڪو گواهي ڏيڻ کان اڳ قسم کڻندو ۽ قسم کڻڻ کان اڳ گواهي ڏيندو. (بخاري، مسلم)

(3693) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (جوابدار ذر ڪي) فرمايو تہ: قسم کڻو، جنهن تي (ٻئي ڌريون) هڪدم قسم کڻڻ لاءِ تيار ٿي ويون. فرمايائون تہ: پوءِ حڪم ڏنائون تہ ڪُڻو وجهو تہ ڪير قسم کڻي. (بخاري)

## ٻيو فصل

(3694) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: گواهہ پيش ڪرڻ فريادي جو ۽ قسم کڻڻ جوابدار جو ڪم آهي.

(3695) ام سلمہ ﵂ کان روايت آهي تہ ٻن ڄڻن نبي ﷺ جن وٽ ميراث جو مقدمو آندو، ٻنهي مان ڪنهن وٽ گواهہ نہ هو، فقط دعويٰ هئي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: آئون جنهن (ذر) ڪي سندس ڀاءُ جي حق مان ڪا شيءِ ڏيڻ جو فيصلو ڪريان تہ (ڪيس سمجهڻ گهرجي تہ) ان کي فقط باهہ جو ٽڪر ڏيان ٿو. پوءِ ٻنهي ڄڻن چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجو هي حق منهنجي ساٿيءَ لاءِ آهي. فرمايائون تہ: نہ! بلڪ وڃي پاڻ ۾ ورهايو ۽ حق تلاش ڪريو. پوءِ پُڪو وجهي (معاملو طي ڪريو) ۽ هڪ ٻئي کي معاف ڪريو. هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: جنهن ڪم جي باري ۾ مون تي وحي نازل نہ ٿي آهي،آئون ان جو فيصلو پنهنجي راءِ سان ڪندو آهيان. (ابودائود)

(3696) جابر بن عبدالله﷛ کان روايت آهي تہ ٻن ڄڻن هڪ جانور جي باري ۾ دعويٰ ڪئي ۽ ٻنهي گواهہ پيش ڪيا تہ جانور ان جو آهي ۽ ان وٽ پيدا ٿيو آهي. رسول الله ﷺ جن ان شخص جي حق ۾ فيصلو ڏنو، جنهن جي قبضي ۾ هو. (شرح السنہ)

(3697) ابوموسيٰ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ ٻن ڄڻن اٺ جي باري ۾ دعويٰ ڪئي، ٻنهي مان هر هڪ بہ گواهہ پيش ڪيا، نبي ﷺ جن اٺ ٻنهي جي وچ ۾ اڌو اڌ ورهايو. (ابودائود) ابودائود، نسائي ۽ ابن ماجہ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ٻن ڄڻن اٺ جي باري ۾ دعويٰ ڪئي، انهن مان هڪ وٽ گواهہ نہ هو تہ نبي ﷺ جن ٻنهي جي وچ ۾ اٺ ورهايو.

(3698) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ ٻن ڄڻن هڪ جانور جي باري ۾ تڪرار ڪيو، ڪنهن وٽ بہ گواهہ نہ هو، نبي ﷺ جن فرمايو تہ: قسم تي ڪُڻو ڪيو. (ابودائود، ابن ماجہ)

(3699) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ جوابدار کي فرمايو تہ: تون ڪلمو پڙهي قسم کڻ تہ تو وٽ فريادي جي ڪا شيءِ نہ آهي. (ابودائود)

(3700) اشعث بن قيس ﷺ کان روايت آهي تہ منهنجي ۽ هڪ يهوديءَ جي زمين گڏيل هئي، انهيءَ مون کي ڏيڻ کان انڪار ڪيو، مون نبي ﷺ جن وٽ مقدمو پيش ڪيو، فرمايائون تہ: ڇا تو وٽ گواهہ آهي، مون چيو تہ نہ! پاڻ يهوديءَ کي فرمايائون تہ: قسم کڻ. مون چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! اهو تہ قسم کڻي منهنجو مال ڦٻائي ويندو. تنهن تي ﷲ تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:﴿ إِنَّ الَّذِينَ يَشْتَرُونَ بِعَهْدِ اللَّهِ وَأَيْمَانِهِمْ ثَمَنًا قَلِيلًا ﴾ بيشڪ جيڪي ﷲ جي عهد ۽ پنهنجن قسمن ذريعي ٿورو ملهہ خريد ڪن ٿا (آل عمران آيت: 77). (ابودائود، ابن ماجہ)

(3701) اشعث بن قيس ﷺ کان روايت آهي تہ ڪِندي قبيلي ۽ يمن جي حضرموت جي هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ جهڳڙو پيش ڪيو. حضرميءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ ! هن شخص جي پيءُ منهنجي زمين ڦٻائي آهي ۽ اها سندس قبضي ۾ آهي. فرمايائون تہ: ڇا تو وٽ گواهہ آهي. چيائين تہ نہ پر آئون ڪانئس قسم وٺان ٿو تہ اهو چوي تہ اهو نٿو ڄاڻي تہ اها منهنجي زمين آهي، جيڪا سندس پيءُ ڦٻائي آهي. ڪِندي قسم کڻڻ لاءِ تيار ٿيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ قسم جي بدلي ۾ ڪنهن جو مال ڦٻائيندو (قيامت جي ڏينهن) ﷲ سان ان حالت ۾ ملندو، جو سندس هٿ ڪٽيل هوندو. ڪِنديءَ چيو تہ اها سندس ئي زمين آهي. (ابودائود)

(3702) عبدالله بن انيس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ وڏي ۾ وڏا گناهہ هي آهن: 1- ﷲ سان شرڪ ڪرڻ، 2- ماءُ پيءُ جي نافرماني ڪرڻ، 3-صبر تي ڪوڙو قسم کڻڻ. پوءِ ان ۾ مڇر جي پر برابر بہ ڪوڙ داخل ڪيائين تہ ان جي دل تي قيامت جي ڏينهن تائين داغ لڳايو وڃي ٿو.(ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

(3703) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي هن منبر وٽ جيڪو بہ ڪوڙو قسم کڻندو ڇاهي، تازو ڏندڻ حاصل ڪرڻ لاءِ (ڪوڙو قسم کڻي) تہ اهو پنهنجو نڪاڻو دوزخ ۾ لهي، يا(فرمايائون تہ:) ان لاءِ دوزخ واجب ٿي چڪي. (مالڪ، ابودائود، ابن ماجہ)

(3704) خريم بن فاتڪ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن صبح جي نماز پڙهائي. جڏهن منهن ڦيرايائون تہ اٿي بيهي ٽي پيرا فرمايائون تہ: ڪوڙي گواهيءَ کي ﷲ سان شرڪ ڪرڻ جي برابر قرار ڏنو ويو آهي، پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: "پوءِ توهان بتن جي پليدي ۽ ڪوڙي ڳالهہ کان پاڻ کي بچايو. هڪ طرفان ٿي ﷲ جي عبادت ڪريو." (ابودائود، ابن ماجہ، احمد ۽ ترمذي ۾ ايمن بن خريب جي حوالي سان اها روايت آهي، پر ابن ماجہ ۾ آيت پڙ هڻ وارو مضمون نہ آهي.

(3705) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هنن ماڻهن جي گواهي جائز نہ آهي:1- خيانت ڪندڙ مرد جي گواهي، 2-خيانت ڪندڙ عورت جي گواهي، 3-جنهن تي ڦٽڪن جي حد لاڳو ٿي هجي، 4- ڪينو رکندڙ جي پنهنجي ڀاءُ جي خلاف گواهي، 5-جيڪو غلام پنهنجي آقا جي بدران ٻئي ڏانهن نسبت ڪري، ان جي گواهي، 6- قرابتدارن جي گواهي، 7-گهر جي خادمن جي سندن لاءِ گواهي. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث غريب آهي ۽ يزيد بن زياد دمشقي حديث ۾ منڪر آهي)

(3706) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: هنن ماڻهن جي گواهي جائز نہ آهي: 1-خيانت ڪندڙ مرد جي گواهي، 2- خيانت ڪندڙ عورت جي گواهي، 3-زاني مرد جي گواهي، 4-زاني عورت جي گواهي، 5-ڪينو رکندڙ جي پنهنجي ڀاءُ جي خلاف گواهي، 6-گهر جي خادمن جي سندن لاءِ گواهي. (ابودائود)

(3707) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جهنگ ۾ رهندڙ جي گواهي بستيءَ جي رهندڙ لاءِ جائز نہ آهي. (ابودائود، ابن ماجہ)

(3708)عوف بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ٻن ڄڻن جي وچ ۾ فيصلو فرمايو. جنهن جي خلاف فيصلو ڏنو ويو پٺي، ڦيرائي وڃڻ وقت چوڻ لڳو تہ مون لاءِ الله ڪافي آهي ۽ اهوئي بهترين ڪارساز آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ ناداني‌ءَ تي ملامت ڪري ٿو، تون دانائيءَ واري واٽ وٺ، جيڪڏهن توتي ڪو معاملو غالب ٿئي تہ چئو تہ منهنجي لاءِ الله ڪافي آهي ۽ اهوئي بهترين ڪارساز آهي. (ابودائود)
(3709) بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن هڪ شخص کي تهمت جي ڏوهہ ۾ قيد جي سزا ڏني. (ابودائود، ترمذي ۽ نسائي ۾ وڌيڪ آهي تہ پوءِ کيس ڇڏي ڏنائون)

## ٽيون فصل

(3710) عبدالله بن زبير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دعويدار ۽ جوابدار حاڪم جي سامهون پيش ٿين. (احمد، ابودائود)

# ڪتاب الجهاد

## جهاد جو بيان

## پهريون فصل

(3711) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو الله ۽ رسول ﷺ تي ايمان آڻي، نماز قائم ڪري ۽ رمضان جا روزا رکي، تہ الله تي حق آهي تہ کيس جنت ۾ داخل ڪري. چاهي الله جي واٽ ۾ جهاد ڪري يا جنهن شهر ۾ پيدا ٿيو هئو، اتي رهي. عرض ڪيائون تہ ڇا ماڻهن کي اها خوشخبري نہ ڏيون؟ فرمايائون تہ: جنت جا سؤ درجا آهن، جيڪي الله تعاليٰ انهن لاءِ پيدا ڪيا آهن، جيڪي الله جي واٽ ۾ جهاد ڪن

تا. هر هڪ درجي جي وچ ۾ زمين ۽ آسمان جيترو مفاصلو آهي. جڏهن توهان الله کان سوال ڪريو ته جنت الفردوس جو سوال ڪندو ڪر ڇاڪاڻ ته اهو جنت جو وچون ۽ سڀ کان مٿاهون درجو آهي ۽ ان جي مٿان رحمان جو عرش آهي جتان جنت جون نهرون ڦٽن ٿيون. (بخاري)

(3712) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته:الله جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ جو مثال ان شخص وانگر آهي، جيڪو(سدائين)روزا رکي ۽(تهجد نماز۾ ) بيهي الله جون آيتون پڙهندو رهي. نه ڪڏهن نماز ڇڏي ۽ نه ڪڏهن روزو ڇڏي، تانجو جهاد ڪندڙ واپس گهر موٽي اچي. (بخاري، مسلم)

(3713) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله ان شخص جو ضامن آهي جيڪو جهاد لاءِ نڪري ۽ فقط مون تي ايمان ۽ منهنجي رسول ﷺ جي تصديق ان کي جهاد تي ڪڍي ٿي ته آئون ان کي ثواب ۽ غنيمت سان واپس موٽائيندس يا کيس جنت ۾ داخل ڪندس. (بخاري، مسلم)

(3714) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن ايمان وارن مان ڪن ماڻهن جو خوف نه هجي جن کي اها ڳالهه نٿي وڻي ته مون کان پوئتي رهن ۽ مون وٽ اهڙي سواري به نه آهي، جنهن تي کين سوار ڪري (جهاد تي وٺي وڃان) ته آئون الله جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ ڪنهن به لشڪر کان پوئتي نه رهان ها. الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، بيشڪ آئون پسند ڪريان ٿو ته الله جي واٽ ۾ قتل ڪيو وڃان، پوءِ زنده ڪيو وڃان، پوءِ قتل ڪيو وڃان، پوءِ زنده ڪيو وڃان، پوءِ قتل ڪيو وڃان.
(بخاري، مسلم)

(3715) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جي واٽ ۾ سرحد جي هڪ ڏينهن حفاظت ڪرڻ دنيا ۽ جيڪي ڪجهه منجهس آهي ان کان وڌيڪ چڱو آهي.(بخاري، مسلم)

(3716) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جي واٽ ۾ صبح يا شام جي هڪ گهڙي جهاد ڪرڻ دنيا ۽ جيڪي به منجهس آهي، ان سڀ کان بهتر آهي. (بخاري، مسلم)

(3717)سلمان فارسي رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته الله جي واٽ ۾ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات سرحد جي حفاظت ڪرڻ هڪ مهيني جي روزن ۽ تهجد کان وڌيڪ چڱو آهي. جيڪڏهن (مجاهد) ان دوران فوت ٿي وڃي ته (قيامت تائين) سندس عمل جاري رهندو، ان جو رزق به جاري رهندو ۽ قبر جي فتني کان به محفوظ رهندو.(مسلم)

(3718) ابوعبس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جنهن ٻانهي جا قدم الله جي واٽ ۾ مٽيءَ ۾ ڀريا ان کي باهه نه ساڙيندي. (بخاري)

(3719) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪافر ۽ سندس قاتل هرگز دوزخ ۾ گڏ نہ ٿيندا. (مسلم)

(3720) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن مان سڀ کان ڀلاري زندگي ان جي آهي، جيڪو ﷲ جي راھ ۾ هر وقت پنهنجي گهوڙي کي تيار رکي. جڏهن بہ جنگ ۽ جهاد جو شور ٻڌي، ان تي سوار ٿي هڪدم ان جڳھ جي ڳولا ۾ نڪري جتي سندس گمان موجب شهادت يا موت سندس انتظار ۾ آهي يا اهو شخص جيڪو پنهنجي ڌڻ سان ڪنهن جابلو چوٽيءَ يا ڪنهن ترائيءَ ۾ رهي، نماز قائم ڪري، زڪوات ڏئي ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪري، تانجو مٿس موت اچي. اهو ماڻهن مان سڀ کان ڀلارو آهي. (مسلم)

(3721) زيد بن خالد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ لاءِ سامان تيار ڪيو، بيشڪ ان جهاد ڪيو ۽ جيڪو جهاد ڪندڙ جي پويان سندس ٻارن ٻچن جي سار سنڀال لهندو تہ تحقيق انهيءَ جهاد ڪيو. (بخاري، مسلم)

(3722) بريده ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مجاهدن جي زالن جي عزت جهاد نہ ڪندڙن لاءِ سندن مائرن جي عزت وانگر آهي. جيڪڏهن جهاد کان پوئتي رهندڙن مان ڪو مجاهدن جي اهل عيال ۾ خيانت ڪندو تہ ﷲ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ڪيس بيهاري ڇڏيندو ۽ مجاهد جيترين چاهيندو، نيڪيون ڪڍندو، پوءِ (اسان ڏانهن نهاري فرمايائون تہ:) توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟ (مسلم)

(3723) ابو مسعود انصاري ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ مهار سوڌو ڏاچي ڪاهي آيو ۽ عرض ڪيائين تہ هيءَ ﷲ جي واٽ ۾ آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توکي ان جي بدلي ۾ قيامت جي ڏينهن ست سؤ ڏاچيون ملنديون، سيئي مهار سان هونديون. (مسلم)

(3724) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هزيل قبيلي جي شاخ بنولحيان ڏانهن هڪ لشڪر موڪليو. فرمايائون تہ: جنهن گهر ۾ بہ ٻہ ڄڻا آهن، انهن مان هڪ جهاد ۾ شريڪ ٿئي ۽ اجر انهن ٻنهي کي ملندو. (مسلم)

(3725) جابر بن سمره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هي دين سدائين قائم رهندو، جنهن جي بنياد تي قيامت قائم ٿيڻ تائين مسلمانن جو هڪ گروھ وڙهندو رهندو. (مسلم)

(3726) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪوبہ شخص ﷲ جي واٽ ۾ زخمي نٿو ٿئي ۽ ﷲ وڌيڪ ڄاڻي ٿو تہ ڪير ﷲ جي واٽ ۾ زخمي ٿئي ٿو، قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ ايندو جو

سندس زخمن مان رت وهي رهيو هوندو، ان جو رنگ رت جهڙو هوندو ۽ خوشبوءِ مشڪ جهڙ ي هوندي. (بخاري، مسلم)

(3727) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ جنت ۾ داخل ٿيندو، اهو دنيا ۾ واپس اچڻ پسند نہ ڪندو چاهي ان کي پوري روءِ زمين جون شيون ملن، پر شهيد تمنا ڪندو تہ جيڪر دنيا ۾ واپس اچي، پوءِ ڏهہ ڀيرا ﷲ جي واٽ ۾ شهيد ٿئي، جو پنهنجو مرتبو ۽ ثواب ڏسي ٿو. (بخاري، مسلم)

(3728) مسروق تابعي کان روايت آهي تہ اسان عبدالله بن مسعود کان هن آيت جو تفسير پڇيو:﴿ وَلَا تَحْسَبَنَّ الَّذِينَ قُتِلُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ أَمْوَاتًا بَلْ أَحْيَاءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُونَ﴾(آل عمران آيت: 169) "جيڪي ﷲ جي واٽ ۾ قتل ٿين، انهن کي مئل نہ ڀانيو، بلڪ اهي جيئرا آهن، ڪين پنهنجي رب وٽ رزق ڏنو وڃين ٿو." چيائين تہ اسان رسول الله ﷺ جن کان ان جي باري ۾ پڇيو. پاڻﷺ فرمايائون تہ: شهيدن جا روح ساون پکين جي شڪل ۾ هوندا آهن، جن لاءِ عرش جي هيٺان قنديل آهن، جنت ۾ جتي چاهيندا آهن، ميوا کائيندا رهندا آهن، پوءِ انهن قنديلن (آکيرن) ۾ اچي رهندا آهن. ﷲ تعاليٰ انهن ڏانهن نهاري ارشاد فرمائيندو تہ ڇا توهان کي ڪنهن بہ شيءِ جي خواهش آهي، چوندا آهن تہ اسان کي ٻي ڪهڙ ي شيءِ گهرجي، جڏهن تہ اسان جنت ۾ جتي چاهيون ٿا کائيندا پيئندا رهون ٿا. ﷲ تعاليٰ اها ڳالهہ ٽي ڀيرا پڇندو. جڏهن اهي ڏسندا تہ گهرڻ کان سواءِ ﷲ تعاليٰ ڪين نہ ڇڏيندو تہ اهي چوندا تہ اي رب اسان جا! اسان گهرون ٿا تہ اسان جا روح اسانجن جسمن ۾ موٽايا وڃن، تانجو تنهنجي واٽ ۾ ٻيهر قتل ٿيون، پوءِ جڏهن ﷲ ڏسندو آهي تہ ڪين ڪا حاجت نہ آهي تہ انهن کي ڇڏي ڏيندو آهي.(مسلم)

(3729) ابوقتاده ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان ۾ وعظ ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا. فرمايائون تہ: ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ﷲ ۽ ايمان سڀ کان وڌيڪ فضيلت وارا عمل آهن. هڪ شخص اٿي بيٺو. چوڻ لڳو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ٻڌايو جيڪڏهن ﷲ جي واٽ ۾ شهيد ٿي وڃان تہ ڇا منهنجا گناهہ معاف ڪيا ويندا؟ ڪيس ﷲ جي رسول فرمايو تہ: هائو! جيڪڏهن ﷲ جي واٽ ۾ صبر ۽ اجر جي نيت سان جهاد ڪندين ۽ پوئتي هٽڻ جي بجاءِ اڳتي وڌندين. ان کان پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو: تو ڇا چيو؟ چيائين تہ ٻڌايو تہ جيڪڏهن ﷲ جي واٽ ۾ شهيد ٿي وڃان تہ ڇا منهنجا گناهہ معاف ڪيا ويندا؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هائو! جيڪڏهن ﷲ جي واٽ ۾ صبر ۽ اجر جي نيت سان جهاد ڪندين ۽ پوئتي هٽڻ جي بجاءِ اڳتي وڌندين سواءِ قرض جي. بيشڪ جبرئيل﵇ اها ڳالهہ مون کي (هاڻي) ٻڌائي.(مسلم)

(3730) عبدالله بن عمرو بن عاص ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ جي واٽ ۾ قتل ٿيڻ قرض کان سواءِ سڀني گناهن کي مٽائي ٿو. (مسلم)

(3731) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ ٻن ماڻهن تي کلي ٿو: انهن مان هڪ ٻئي کي قتل ڪري (۽ پوءِ) ٻئي جنت ۾ داخل ٿيندا آهن. هيءُ ﷲ جي واٽ ۾ وڙهندي شهيد ٿيندو

آهي، پوءِ ﷲ قاتل تي ٻاجھہ سان موٽندو آهي (۽ اسلام قبول ڪري) اهو بہ شهيد ٿي ويندو آهي. (بخاري، مسلم)

(3732) سهل بن حنيف ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ﷲ تعاليٰ کان دل جي سچائيءَ سان شهادت گھرندو، ﷲ تعاليٰ ان کي شهيدن جا مرتبا عطا ڪندو، جيتوڻيڪ پنهنجي بستري تي مري وڃي. (مسلم)

(3733) انس ﷛ کان روايت آهي تہ ربيع بنت البراءَ جي ماءُ جيڪا حارثہ بن سراقہ جي والده پڻ آهي، نبي ﷺ جن وٽ آئي، عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ڇا مون کي حارثہ جي باري ۾ نٿا ٻڌايو، جيڪو بدر ۾ شهيد ٿي چڪو آهي. جيڪڏهن جنت ۾ آهي تہ صبر ڪريان ۽ جيڪڏهن جنت ۾ نہ آهي تہ مان ان تي دل کولي روئان. ارشاد فرمايائون تہ: اي حارثہ جي ماءُ! جنت جا گھڻا درجا آهن ۽ بيشڪ تنهنجو پٽ فردوس اعليٰ ۾ آهي. (بخاري)

(3734)انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ۽ سندن اصحابي بدر جي ميدان ۾ مشرڪن کان اڳ ۾ پهتا ۽ مشرڪ بہ اچي پهتا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ان جنت کي حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي، وڌو جنهن جي ڪشادگي زمين ۽ آسمانن جيتري آهي. عمير بن حمام ﷛ چيو تہ واه واه. رسول الله ﷺ جن چيو تہ تو واه واه ڇا جي ڪري ڪئي؟ چيائين تہ ﷲ جو قسم اي ﷲ جا رسول ﷺ! مون فقط هن اميد تي ائين چيو تہ مَــنَ مان جنتين مان ٿيان. فرمايائون تہ: پوءِ بيشڪ تون انهن مان ئي آهين. پوءِ پنهنجي ڳوتريءَ مان ڪجيون ڪڍي کائڻ لڳو، وري چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هي ڪجيون کائڻ تائين زنده رهيس تہ اها تہ ڏاڍي ڏگھي زندگي ٿيندي. پوءِ اهي ڪجيون اڇلائي ڪافرن سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. (مسلم)

(3735) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شهيد ڪنهن کي ٿا سمجهو؟ چيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! جيڪو ﷲ جي واٽ ۾ قتل ٿئي، اهو شهيد آهي. فرمايائون پوءِ تہ منهنجي امت جا شهيد تمام گھٽ ٿيندا. عرض ڪيائون تہ پوءِ پلا شهيد ڪير آهي، اي ﷲ جا رسولﷺ! فرمايائون تہ: : 1-جيڪو ﷲ جي واٽ ۾قتل ٿئي اهو شهيد آهي 2-جيڪو ﷲ جي واٽ ۾ نڪري ۽ (واٽ تي) مري وڃي اهو شهيد آهي. 3-جيڪو طاعون ۾ فوت ٿئي اهو شهيد آهي، 4-جيڪو پيٽ جي بيماريءَ ۾ مري وڃي اهو شهيد آهي، 5-جيڪو ٻڏي مري اهو شهيد آهي. (مسلم)

(3736) عبدالله بن عمرو بن عاص ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:وڏي جماعت يا ننڍي لشڪر جو جهاد لاءِ نڪرڻ، پوءِ ڪين مال غنيمت ملي ۽ اهي صحيح سلامت موٽن تہ اهي پنهنجي ثواب جون ٻہ ٽهايون (دنيا ۾) ئي حاصل ڪن ٿا ۽ جيڪو شخص وڏي جماعت يا ننڍي لشڪر سان جهادم شريڪ ٿئي ۽ ڪيس ناڪامي يا مصيبت ڏسڻي پوي تہ (آخرت ۾) ڪيس پورو ثواب ملندو. (مسلم)

(3737) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ان حالت ۾ وفات ڪري ويو جو نہ ڪڏهن جهاد ڪيائين ۽ نہ ئي جهاد جي نيت ڪيائين تہ اهو نفاق جي هڪ خصلت تي مئو.(مسلم)

(3738)ابو موسيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ ڳوناٺو نبي ﷺ جن وٽ آيو. عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ڪو ماڻهو مالِ غنيمت لاءِ وڙهندو آهي، ڪو مشهوريءَ لاءِ وڙ هندو آهي، ڪو مانُ مرتبو حاصل ڪرڻ لاءِ وڙ هندو آهي (انهن مان) ﷲ جي واٽ ۾ ڪير آهي؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو هن مقصد سان وڙهي تہ ﷲ جو نالو بلند ٿئي تہ اهوئي ﷲ جي واٽ ۾ آهي. (بخاري، مسلم)

(3739) انس ﷛ کان روايت آهي تہ اسين نبي ﷺ سان گڏجي تبوڪ کان موٽي رهيا هئاسون. مديني جي ويجهو پهتاسون تہ فرمايائون تہ: بيشڪ اسان جي پويان مديني ۾ ڪي ماڻهو آهن، توهان جيڪا بہ مسافري ڪريو ٿا ۽ جيڪا بہ ماٿري طئي ڪريو ٿا، اهي بہ توهان سان گڏ هوندا آهن. هڪ روايت ۾ آهي تہ اهي اجر ۾ توهان سان گڏ آهن. چيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اهي مديني ۾ آهن (تڏهن بہ!) فرمايائون تہ: مديني ۾ آهن (تڏهن بہ!) ڪين عذر روڪيو آهي.(بخاري) ۽ ان ڪي **مسلم جابر**﷛ **کان روايت ڪيو.**

(3740) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن جي خدمت۾ اچي جهاد جي اجازت گهري. فرمايائون تہ: ڇا تنهنجا پيءُ ماءُ جيئرا آهن؟ چيائين تہ هائو! فرمايائون تہ: انهن وٽ وڃي جهاد ڪر.(بخاري، مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ: پنهنجي ماءُ پيءُ وٽ موٽي وڃ، انهن جي چڱي طرح خدمت ڪر.

(3741)ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فتح مڪي جي ڏينهن فرمايو تہ: مڪي جي فتح ٿيڻ کان پوءِ هجرت نہ پر جهاد ۽ نيت آهي ۽ جڏهن توهان کي جهاد لاءِ سڏجي تہ (ﷲ جي واٽ ۾) نڪري پئو.

## ٻيو فصل

(3742) عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت مان هميشہ هڪ گروه حق تي وڙهندو ۽ جيڪي ماڻهو انهن سان دشمني ڪندا، اهي انهن تي ڪامياب ٿيندا رهندا، تانجو انهن مان آخري ماڻهو مسيح دجال سان وڙهندو. (ابودائود) **سند ضعيف آهي. (الباني)**

(3743) ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن نہ پاڻ جهاد ڪيو، نہ ڪنهن غازيءَ کي تيار ڪيائين ۽ نہ غازيءَ جي غير موجودگيءَ ۾ سندس گهروارن جي چڱيءَ طرح سارسنڀال لڌائين، ان کي ﷲ تعاليٰ قيامت کان اڳ سخت آفت ۾ مبتلا ڪندو. (ابودائود)

(3744) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجن مالن، پنهنجين جانين ۽ پنهنجين زبانن سان مشرڪن جي خلاف جهاد ڪندا رهو. (ابودائود، نسائي، دارمي)

(3745) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سلام پکيڙيو. کاڌو کارايو ۽ ڪافرن جون سسيون لاهيو (جهاد ڪريو) توهان جنت جا وارث ٿيندا. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث غريب آهي)

(3746) فضالہ بن عبيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر انسان جي مرڻ سان سندس عمل ختم ٿي ويندو آهي، پر جيڪو الله جي واٽ ۾ سرحد جي حفاظت ڪري، ان جو عمل قيامت تائين وڌندو آهي ۽ اهو قبر جي فتني کان امن ۾ رهندو آهي. (ترمذي، ابوداؤد ۽ دارميءَ اها حديث عقبہ بن عامر کان آندي آهي)

(3747) معاذ ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو الله جي واٽ ۾ ڏاچي ڏهڻ جي وقفي جيتري دير بہ جهاد ڪندو، ان لاءِ جنت واجب آهي ۽ جيڪو الله جي واٽ ۾ زخمي ٿيو يا ڦٽيو، اهو قيامت جي ڏينهن بلڪل ساڳيءَ ڦٽيل يا زخمي حالت ۾ ايندو، سندس زخمن جو رنگ زعفران جهڙو ۽ خوشبوءِ مشڪ جهڙي هوندي ۽ جيڪو الله جي واٽ ۾ (نڙ يءَ ۾) ڦوڙهي نڪرڻ سبب مري وڃي ان لاءِ شهيد جو موت لکجي ٿو. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)

(3748) خريم بن فاتڪ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو الله جي واٽ ۾ ڪجهہ مال خرچ ڪندو ان لاءِ ست سؤ نيڪيون لکيون وينديون. (ترمذي، نسائي)

(3749) ابو امامہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: افضل صدقو الله جي واٽ ۾ ڇانَو ڪرڻ لاءِ خيمو ۽ خادم يا الله جي واٽ ۾ نَـر جانور ڏيڻ آهي. (ترمذي)

(3750) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيئن ڏڌل کير ٿڻن ۾ واپس نہ ويندو آهي تيئن اهو شخص دوزخ ۾ داخل نہ ٿيندو، جيڪو الله جي خوف سبب روئندو ۽ الله جي واٽ (جهاد) ۾ دز ۽ دوزخ جو دونهون ٻئي هڪ هنڌ گڏ نہ ٿيندا. (ترمذي، نسائي) نسائي جي ٻي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ "مسلمان جي ناسن ۾" ۽ سندس ئي ٻي روايت مطابق" ڪنهن ٻانهي جي پيٽ ۾ ۽ مؤمن ٻانهي جي دل ۾ بخيلي ۽ ايمان گڏ نٿا ٿي سگهن."

(3751)ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻن اکين کي دوزخ جي باهہ نہ ڇهندي: 1- جيڪا الله جي خوف کان روئي ۽، 2- جيڪا رات جاڳي الله جي واٽ ۾ پهرو ڏئي.(ترمذي)

(3752) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جو هڪ صحابي هڪ ماٿريءَ وٽان لنگهيو، جنهن ۾ مٺي پاڻي جو چشمو هو، جيڪو کيس وڻي ويو. چوڻ لڳو تہ جيڪر ماڻهن کي ڇڏي هتي رهان، پوءِ اها ڳالهہ رسول الله ﷺ سان بيان ڪيائين. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: ائين نہ ڪر. بيشڪ توهان مان ڪنهن جو الله جي واٽ

۾ (ٿوري دير) ويهڻ گهر ۾ ستر سالن جي نماز کان وڌيڪ چڱو آهي. ڇا توهان پسند نٿا ڪريو ته الله توهان کي معاف ڪري ۽ توهان کي جنت ۾ داخل ڪري؟ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪريو. جيڪو الله جي واٽ ۾ ڏاچي ڏيڻ جي وقت جيترو به جهاد ڪندو، ان لاءِ جنت واجب آهي. (ترمذي)

(3753) عثمان رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جي واٽ ۾ هڪ ڏينهن سرحد جي حفاظت ڪرڻ، ٻين جڳهن تي هزار ڏينهن جي عبادت کان وڌيڪ چڱو ڪم آهي. (ترمذي، نسائي)

(3754) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: منهنجي سامهون ٽن قسمن جا ماڻهو پيش ڪيا ويا، جيڪي سڀ کان اڳ جنت ۾ داخل ٿيندا: 1-شهيد، 2-پاڪدامني اختيار ڪندڙ ۽ سوال کان بچندڙ ۽، 3-ٻانهو جيڪو الله جي چڱيءَ طرح عبادت ڪري ۽ مالڪ سان خيرخواهي ڪري. (ترمذي)

(3755) عبدالله بن حبشي رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن کان پڇيو ويو ته افضل عمل ڪهڙو آهي؟ فرمايائون ته (نماز ۾) وڌيڪ بيهڻ (گهڻو قرآن پڙهڻ) پڇيو ويو ته افضل صدقو ڪهڙو آهي؟ فرمايائون ته: مسڪين ۽ محتاج، محنت مزدوري ڪري ۽ صدقو ڪري. پڇيو ويو ته ڪهڙي هجرت افضل آهي؟ فرمايائون ته: جيڪي ڳالهيون الله تعاليٰ حرام ڪيون آهن انهن کي ڇڏڻ. پڇيو ويو ته ڪهڙو جهاد افضل آهي؟ فرمايائون ته: جيڪو مشرڪن سان پنهنجي مال ۽ پنهنجي جان ذريعي جهاد ڪري. پڇيو ويو ته ڪهڙو قتل وڌيڪ عزت جوڳو آهي؟ فرمايائون ته: جنهن جو رت وهائجي ۽ سندس گهوڙي جون ٽنگون وڍيون ويون هجن. (ابودائود) نسائيءَ جي روايت ۾ آهي ته نبي ﷺ جن کان پڇيو ويو ته ڪهڙو عمل افضل آهي؟ فرمايائون ته: ايمان جنهن ۾ شڪ نه هجي ۽ جهاد جنهن ۾ خيانت نه هجي ۽ قبول پيل حج. پڇيو ويو ته ڪهڙي نماز افضل آهي؟ فرمايائون ته: جنهن ۾ قيام ڊگهو هجي (يعني قرآن گهڻو پڙهجي) ۽ باقي ڳالهيون ٻنهي ڪتابن ۾ ساڳيون آهن.

(3756) مقدام بن معدي ڪرب رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله تعاليٰ وٽ شهيد لاءِ ڇهه انعام آهن: 1-پهرئين ئي ڀيري سندس بخشش ٿئي ٿي، 2-جنت ۾ سندس جاءِ ڏيکاري وڃي ٿي، 3-ڪيس قبر جي عذاب کان نجات ڏني وڃي ٿي، 4-وڏي ڏهڪاءَ يعني صور ڦوڪڻ جي عذاب کان امن ۾ رهي ٿو، 5-سندس مٿي تي عزت جو تاج پهرايو وڃي ٿو، جنهن جو ياقوت ئي دنيا ۽ جيڪي منجهس آهي، ان کان چڱو آهي. 6-ٻاهتر وڏين اکين وارين حورن سان ان جي شادي ڪرائي وڃي ٿي ۽ سندس عزيزن قريبن مان ستر ڄڻن جي باري ۾ شفاعت قبول ڪئي وڃي ٿي. (ترمذي، ابن ماجه)

(3757) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص الله سان هن حالت ۾ ملاقات ڪندو جو مٿس جهاد جو اثر نه هوندو، اهو ساڻس انهيءَ حالت ۾ ملندو جو سندس (دين ۾) نقصان هوندو. (ترمذي، ابن ماجه)

(3758) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شهيد کي قتل سبب ايتري تڪليف ٿيندي آهي، جيتري توهان مان ڪنهن کي ڪول جي چڪ پائڻ سان تڪليف ٿيندي آهي.(ترمذي، نسائي، دارمي. ترمذي چوي ٿو تہ حديث حسن غريب آهي)

(3759) ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ وٽ ٻن قطرن ۽ ٻن نشانن کان وڌيڪ پياري ڪا شيءِ نہ آهي: 1-ﷲ جي خوف سبب رئڻ جو قطرو (ڳوڙهو) ۽ 2- ﷲ جي واٽ ۾ شهيد جي رت جو قطرو. ٻہ نشان يعني: 1- ﷲ جي واٽ ۾ (جهاد ۾ ڌڪ ۽ زخم جو) نشان، 2- ﷲ جي فرضن مان ڪنهن فرض ادا ڪرڻ سبب نشان (ڌڪ وغيره) لڳي. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(3760) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حج عمري ۽ جهاد جي سفر کان سواءِ ساموندي سفر نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ سمنڊ جي پاڻيءَ جي هيٺان باهہ ۽ باهہ جي هيٺان سمنڊ (پاڻي) آهي. (ابوداؤد)

(3761) ام حرام ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: سمنڊ ۾ الٽي ڪندڙ شخص جي لاءِ هڪ شهيد جو ۽ ٻڏي مرندڙ جي لاءِ ٻن شهيدن جو ثواب آهي. (ابوداؤد)

(3762) ابو مالڪ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص ﷲ جي واٽ ۾ نڪري ۽ مري وڃي، يا قتل ٿي وڃي، يا گهوڙ ي يا اٺ جي هيٺان اچي مري وڃي، يا زهريلي جانور جي ڏنگڻ سان مري، يا جيئن بہ ﷲ گهري تہ بستري تي مري وڃي، اهو شهيد آهي ۽ ان لاءِ جنت آهي. (ابوداؤد)سند ضعيف آهي. (الباني)

(3763)عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جهاد تان واپس موٽڻ جهاد ڪرڻ وانگر آهي. (ابوداؤد)
(3764) عبدالله بن عمرو﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جهادڪندڙ لاءِ اجر آهي ۽ جيڪو ﷲ جي واٽ ۾ ڪنهن کي تيار ڪري موڪلي ان لاءِ ان جو بہ اجر آهي تہ جهاد ڪرڻ جو بہ اجر آهي. (ابوداؤد)

(3765) ابو ايوب ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ توهان لاءِ شهر فتح ٿيندا ۽ فوجي مرڪز قائم ٿيندا، جتان لشڪر(جهاد تي) موڪليا ويندا. (ڪو) ماڻهو فوجي روانگيءَ کي پسند نہ ڪندو، تنهن ڪري پنهنجي قوم کان جدا ٿي ويندو. پوءِ قبيلن کي تلاش ڪري، پاڻ کي سندن آڏو پيش ڪري چوندو تہ ڪير آهي، جنهن جي فلاڻي لشڪر لاءِ ڪفايت ڪريان؟ ٻڌو اهو رت جي آخري قطري تائين فوج جو ماتحت آهي. (ابوداؤد)

(3766) يعليٰ بن اميہ ﷛ کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن جهاد جو اعلان فرمايو ۽ آئون جهور پوڙهو هيس. مون وٽ ڪو خادم نہ هو. مون سار سنڀال لهڻ لاءِ هڪ خادم ڳوليو، جنهن لاءِ مون ٽي دينار مقرر ڪيا. جڏهن غنيمت جو مال آيو، تہ مون سوچيو تہ ان لاءِ مال غنيمت مان حصو وٺان. مون نبي ﷺ جن وٽ اچي اها ڳالهہ بيان ڪئي. فرمايائون تہ: هن جنگ ۾ ان لاءِ آئون دنيا ۽ آخرت ۾ فقط اهي ٽي دينار لهان ٿو، جيڪي تو ان لاءِ مقرر ڪيا آهن. (ابودائود)

(3767)ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڪو ماڻهو ﷲ جي واٽ ۾ جهاد تي وڃڻ گهري ٿو ۽ سندس مقصد مالي فائدو آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ان لاءِ ڪو ثواب نہ آهي. (ابودائود)

(3768) معاذ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جهاد جا بہ قسم آهن: 1-جيڪو ﷲ جي رضا جو طالب هجي، امام جي فرمانبرداري ڪري ۽ (ﷲ جي واٽ ۾) چڱو مال خرچ ڪري، ساٿين سان سهڻو سلوڪ ڪري، فساد کان بچي تہ سندس سمهڻ ۽ جاڳڻ سڀ ثواب جا ڪم آهن ۽ 2-جيڪو فخر، رياڪاري ۽ ڏيکاءُ لاءِ جهاد ڪري، امام جي نافرماني ڪري، زمين ۾ فساد ڪري تہ اهو ادلي بدلي ۾ بہ واپس نہ موٽندو.(مالڪ، ابودائود، نسائي)

(3769) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي انهيءَ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! مون کي جهاد جي باري ۾ ٻڌايو. فرمايائون تہ: اي عبدالله بن عمرو! جيڪڏهن صبر ۽ اجر جي نيت سان وڙهندين تہ ﷲ تعاليٰ توکي صبر ڪندڙ اجر حاصل ڪندڙ ڪري اٿاريندو ۽ جيڪڏهن رياڪاري ۽ مال جي محبت ۾ وڙهندين تہ ﷲ تعاليٰ توکي رياڪار ۽ فخر ڪندڙ جي حالت ۾ اٿاريندو. اي عبدالله بن عمرو! تون جنهن بہ حال ۾ وڙهندين يا ماريو ويندين، ساڳيءَ حالت ۾ ﷲ تعاليٰ توکي اٿاريندو.(ابودائود)**سند ضعيف آهي. (الباني)**

(3770) عقبہ بن مالڪ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان هن ڳالهہ کان عاجز آهيو تہ جڏهن آئون اهڙو ماڻهو موڪليان جيڪو منهنجو حڪم جاري نہ ڪري تہ توهان ان جي بجاءِ اهڙ ي شخص کي مقرر ڪريو جيڪو منهنجو حڪم جاري ڪري.(ابودائود) فضالہ ﷛ جي حديث "المجاهد من جاهد بنفسہ" ڪتاب الايمان ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(3771) ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ اسان هڪ لشڪر ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسون. هڪ ماڻهو ڪنهن غار وٽان لنگهيو، جتي پاڻي ۽ سهڻي ساوڪ هئي. سندس دل ۾ خيال آيو تہ دنيا کان جدا ٿي اتي ترسي پوان. ان ڏس ۾ رسول الله ﷺ جن کان اجازت گهريائين. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مون کي يهوديت ۽ نصرانيت ڏئي نہ موڪليو ويو آهي، پر مون کي سولو ۽ سنڌو دين ڏئي موڪليو ويو آهي. ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ ﷲ جي واٽ ۾ هڪ صبح ۽ هڪ شام جهاد ڪرڻ دنيا ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس

آهي، ان کان وڌيڪ چڱو آهي ۽ توهان مان ڪنهن جو (مجاهدن جي صف ۾) بيهڻ سٺ سالن جي عبادت کان وڌيڪ چڱو آهي. (احمد)

(3772) عباده بن صامت رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جنهن الله جي واٽ ۾ رسي ملڻ جي نيت سان به جهاد ڪيو ته ان لاءِ اها ئي شيءِ آهي، جنهن جي نيت سان جهاد ڪيائين. (نسائي)

(٣٧٧٣) ابو سعيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪي الله کي رب، اسلام کي دين ۽ مُحَمَّد ﷺ کي نبي مڃڻ تي راضي آهي، ان لاءِ جنت واجب آهي. ابو سعيد کي ان تي تعجب ٿيو. عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول ﷺ منهنجي لاءِ اها ڳالهه ٻيهر ورجايو. پاڻ ﷺ اها ڳالهه دهرائي. پوءِ فرمايائون ته ٻيو عمل جنهن ذريعي الله تعاليٰ جنت ۾ ٻانهي جا سؤ درجا بلند ڪندو ۽ ٻن درجن ۾ ايتري ڪشادگي هوندي، جيتري زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ آهي. عرض ڪيائين. ته اي الله جا رسول ﷺ! اهو ڪهڙو عمل آهي؟ فرمايائون ته: الله جي واٽ ۾ جهاد، الله جي واٽ ۾ جهاد، الله جي واٽ ۾ جهاد. (مسلم)

(٣٧٧٤) ابو موسيٰ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ جنت جا دروازا تلوارن جي ڇانوَ هيٺيان آهن. هڪ شخص اٿي بيٺو جنهن جي حالت خراب هئي، اهو چوڻ لڳو ته اي ابو موسيٰ ڇا تو پاڻ رسول الله ﷺ جن کان اها ڳالهه فرمائيندي ٻڌي آهي؟ چيائين ته هائو پوءِ اهو پنهنجن ساٿين وٽ ويو ۽ کين سلام ڪري پنهنجي تلوار جي ڏار ڀڃي اڇلائي ڇڏيائين ۽ تلوار کڻي دشمن سان جهاد ڪندي شهيد ٿي ويو. (مسلم)

(٣٧٧٥) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن پنهنجي ساٿين کي فرمايو ته جڏهن احد ۾ توهان جا ڀائر شهيد ٿيا ته الله تعاليٰ سندن روح ساون پکين جي پيٽن ۾ وڌا، جيڪي جنت ۾ نهرن تي اچي پاڻي پيئن ۽ ان جيوٽن مان ميوا کائين ٿا. ۽ عرش الاهيءَ هيٺيان ٽنگيل سونن قنديلن ۾ اچي ويهن ٿا. جڏهن انهن سنيون شيون کاڌيون ۽ پيتيون ۽ آرام سان ستا ته چوڻ لڳا ته آهي ڪير جيڪر اسانجي ڀائرن کي اسان جي اها حالت ٻڌائي ته اسان جنت ۾ جيئرا آهيون. جيئن اها جهاد کان نه ڪيٻائين. الله تعاليٰ فرمايو ته آئون توهان جي اها ڳالهه انهن کي پهچايان ٿو. پوءِ الله تعاليٰ هيءِ آيت لاٿي:﴿ وَلَا تَحْسَبَنَّ الَّذِينَ قُتِلُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ أَمْوَاتًا بَلْ أَحْيَاءٌ﴾ ....(سوره آل عمران آيت:١٦٩) جيڪي الله جي واٽ ۾ قتل ٿين انهن کي مئل نه ڀانيو، بلڪ اهي جيئرا آهن. (ابو دائود)

(٣٧٧٦) ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته دنيا ۾ ايمان وارن جا ٽي قسم آهن: ١_جنهن الله ۽ سندس رسول ﷺ تي ايمان آندو، پوءِ ڪنهن قسم جو شڪ نه ڪيائين ۽ پنهنجي مالن ۽ پنهنجي جان سان الله جي واٽ ۾ جهاد ڪيائين، ٢_جنهن کان ماڻهن جا

مال ۽ جانيون سلامت هجن، ٣_جنهن جي دل ۾ ڪنهن (ناجائز شيءِ جي) طمع پيدا ٿئي، پوءِ ان کي الله جي رضا خاطر ڇڏي ڏي. (احمد)

(٣٧٧٧)عبدالرحمٰن بن ابي عميرهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جنهن مسلمان جو روح الله قبض ڪندو آهي، انهن مان ڪنهن کي پسند نه هوندو آهي ته (آخرت جي بدلي ۾) ڪيس دنيا ۽ ان جون سڀ نعمتون ملن ۽ اهو دنيا ۾ موٽي اچي، سواءِ شهيد جي. (پوءِ) رسول اللهﷺ جن فرمايو ته قسم آهي الله جو! جنهن جي هٿ ۾منهنجي جان آهي ته مون کي هي تنبن ۽ حويلين وارا (يعني پوري دنيا وارا) ملن ته به ان جي ڀيٽ ۾ مون کي اها ڳالهه وڌيڪ پسند آهي ته الله جي واٽ ۾ شهيد ٿي وڃان. (نسائي)

(٣٧٧٨) حسناءُ بنت معاويه کان روايت آهي ته منهنجي چاچي اسان کي حديث ٻڌائي ته مون رسول اللهﷺ جن کان پڇيو ته جنت ۾ ڪير ويندو؟ فرمايائون ته نبي جنتي آهي، شهيد جنتي آهي، معصوم ٻار جنتي آهي، جنهن نياڻيءَ کي جيئرو پوريو ويو هجي، اها جنتي آهي. (ابوداؤد)

(٣٧٧٩) علي، ابودرداءِ، ابو هريره، ابو امامه، عبدالله بن عمر، عبدالله بن عمرو، جابر بن عبدالله ۽ عمرن بن حصينؓ سيني کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جنهن الله جي واٽ ۾ جهاد لاءِ مال ۽ سامان موڪليو ۽ پاڻ گهر وينو رهيو، انکي هڪ درهم جي بدلي ۾ ست سؤ درهمن جو اجر ملندو ۽ جيڪو پاڻ جهاد ۾حصو وٺندو ۽ مال به خرچ ڪندو، ان کي هر درهم جي بدلي ۾ ست لک درهمن جو اجر ملندو، پوءِ پاڻ ﷺ هيءَ آيت پڙهيائون ته: ﴿وَاللَّهُ يُضَاعِفُ لِمَنْ يَشَاءُ﴾ (سوره البقره آيت: ٢٦١) "۽ الله جنهن کي چاهي ٿو وڌائي ڏئي ٿو" (ابن ماجه) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٣٧٨٠) فضاله بن عبيد کان روايت آهي ته مون عمر بن خطابؓ کي چوندي ٻڌو ته مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته شهيد چئن قسمن جا آهن: ١_ڪامل ايمان وارو، جيڪو دشمن سان مقابلو ڪري، الله سان ڪيل پنهنجي وعدي کي سچو ڪري، تانجو قتل ٿي ويو. هي اهو شهيد آهي، جنهن کي قيامت جي ڏينهن هن طرح ماڻهو مٿوي کڻي نهاريندا. تانجو سندس ٽوپي ڪري پئي. (هينيون راوي چوي ٿو ته) مون کي خبر نه آهي سندس مراد عمرؓ جي ٽوپي آهي يا نبيﷺ جي ٽوپي؟، ٢_ ڪامل ايمان وارو مؤمن، جيڪو دشمن سان مقابلو ڪري، پر سندس هيٺائيءَ جي هيءَ حالت آهي ته ڄڻ ان جي جسم ۾ ڪنهن وڻ جا ڪنڊا چڀي رهيا آهن. پوءِ اوچتو ڪيس تير اچي لڳي ۽ اهو مري وڃي. اهو ٻئي درجي جو شهيد آهي. ٣_ اهو ايماندار جنهن نيڪ ڪم به ڪيا ته گناه جا ڪم به ڪيا. هن دشمن سان مقابلو ڪيو، الله سان ڪيل پنهنجي وعدي کي سچو ڪيائين، تانجو قتل ٿي ويو. اهو شهادت جي ٽئين درجي ۾ آهي. ٤_اهو مؤمن جنهن پاڻ تي ظلم ڪيو. دشمن سان مقابلو ڪيائين، الله سان ڪيل پنهنجي وعدي کي سچو ڪيائين، تانجو

قتل ٿي ويو، اهو (شهادت جي) چوٿين درجي ۾ آهي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي).

(٣٧٨١) عتبه بن عبد سلميءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ شهيد ٽن قسمن جا آهن: ١_اهو مؤمن جيڪو ﷲ جي واٽ ۾ پنهنجي جان ۽ پنهنجي مال سان جهاد ڪري، دشمن سان مقابلو ڪندي قتل ٿي وڃي. ان جي باري ۾ نبيﷺ جن فرمايو تہ هي اهو آزمايل شهيد آهي، جيڪو ﷲ جي عرش جي هيٺيان تنبوءَ ۾ هوندو. نبي بہ ان کان (صرف) نبوت جي درجي ۾ افضل هوندا. ٢_ جنهن مؤمن چڱا ۽ برا مليل جليل ڪم ڪيا، ﷲ جي واٽ ۾ پنهنجي جان ۽ مال سان جهاد ڪيائين، دشمن سان مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو. نبيﷺ جن فرمايو تہ ان جي (شهادت ۾) گناهن جي جيڪا مير کان ڌلائي ۽ پاڪائي آهي، پر سندس گناهہ معاف ڪيا ويا ۽ خطائون بخشيون ويون. گهڻا گناہ تلوار مٽائيندي آهي. جنت جي جنهن دروازي مان گهرندو، داخل ٿيندو. ٣_ منافق جنهن پنهنجي جان ۽ مال سان جهاد ڪيو، دسمن سان مقابلوڪندي قتل ٿي ويو. اهو دوزخي آهي، بيشڪ تلوار منافقت کي نٿي مٽائي. (دارمي)

(٣٧٨٢) ابن عائذ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ شخص جي جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ نڪتا جڏهن سندس ميت آندو ويو تہ عمر بن خطاب ﷛ چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! هن جي جنازي جي نماز پڙهو، فاسق فاجر ماڻهو آهي. پاڻ منهن ڦيرائي ماڻهن ڏانهن نهاري پڇيائون تہ ڇا توهان مان ڪنهن ان کي اسلام جو ڪم ڪندي ڏٺو آهي؟ هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! انهي هڪ رات ﷲ جي واٽ ۾ چوڪي ڏني آهي. پوءِ رسول اللهﷺ جن سندس نماز پڙهائي ۽ سندس قبر تي مٽي وڌي. پوءِ فرمايائون تہ تنهنجي ساٿي تنهنجي باري ۾ پائين ٿا تہ تون دوزخي آهين ۽ آئون گواهي ڏيان ٿو تہ تون جنتي آهين ۽ فرمايائون تہ اي عمر! توکان ماڻهن جي عملن جي باري ۾ نہ پڇيو ويندو، پر سندس فطرت جي باري ۾ پڇيو ويندو. (بيهقي شعب الايمان)

## بابُ اِعدادُ آلَةِ الجهَادِ
## جهاد لاءِ هٿيارن جي تياريءَ جو بيان
## پهريون فصل

(٣٧٨٣) عقبه بن عامر﷛کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺجن کي منبر تي فرمائيندي ٻڌو تہ: انهن (ڪافرن) جي مقابلي ۾ سگهہ آهر طاقت تيارڪريو. ٻڌو! طاقت تير اندازي ۾ آهي، ٻڌو! طاقت تير اندازي ۾ آهي، ٻڌو! طاقت تير اندازي ۾ آهي. (مسلم)

(٣٧٨٤) عقبه بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سگھوئي توھان لاءِ کي ملڪ فتح ٿيندا ۽ توھان جي طرفان الله کافي ٿيندو، پوءِ توھان مان ڪو تير اندازي ۾ ڪوتاهي نہ ڪري. (بخاري)

(٣٧٨٥) عقبه بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: جنھن تيراندازي سکي پوءِ وساري ڇڏي، اھو اسان مان نہ آهي. يا ان نافرمائي ڪئي. (مسلم)

(٣٧٨٦) سلمه بن اڪوع رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسلم قبيلي جي ڪجھہ ماڻھن وٽان لنگھيا، جيڪي بازار ۾ تيراندازي ڪري رهيا هئا. فرمايائون تہ اسماعيل جا اولاد! تيراندازي ڪريو ڇاڪاڻ تہ توھان جو پيءُ بہ تير انداز ھو ۽ مان فلاڻن سان گڏ آھيان. تنھن ڪري انھن تير اڇلائڻ ڇڏي ڏنا. فرمايائون تہ توھان کي ڇا ٿي ويو؟ چيائون تہ توھان فلاڻن سان گڏ آهيو تہ اسان ڪيئن تير اڇلايون؟ فرمايائون تہ (چڱو!) تير اڇلايو، آئون توھان سڀني سان گڏ آھيان. (بخاري)

(٣٧٨٧) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ابو طلحه رضي الله عنه ڍال سان نبي ﷺ جن جو دفاع ڪندو هو. پاڻ سٺو تير انداز هو، جڏهن تير اڇلائيندو هو تہ نبي ﷺ جن سندس تير ڪرڻ جي جاءِ ڏانھن نھاريندا ھئا.

(٣٧٨٨)انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ گھوڙن جي پيشانين ۾ برڪت آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٧٨٩) جرير بن عبدالله رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پاڻ ﷺ گھوڙي جي پيشانيءَ تي ھٿ گھمائي رهيا ھئا ۽ فرمائي رهيا ھئا تہ گھوڙن جي پيشانين ۾ قيامت جي ڏينھن تائين ڀلائي آهي، آخرت جو ثواب بہ آهي ۽ غنيمت جو مال بہ آهي. (مسلم)

(٣٧٩٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو الله جي واٽ ۾، ان تي ايمان رکندي ۽ ان جي وعدن کي سچو سمجھندي گھوڙو پاليندو، تہ ان گھوڙي جو پيٽ ڀري گاھہ کائڻ، پيٽ ڀري پاڻي پيئڻ، ان جي لڏ لاھڻ، ان جو مُتڻ قيامت جي ڏينھن (ماڪ لاءِ) ترازوءَ ۾ ترندو. (بخاري)

(٣٧٩١) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن گھوڙي ۾ ”شڪال“ ناپسند ڪندا هئا. ”شڪال“هي آهي تہ گھوڙي جي ساڄي پير ۽ کابي هٿ ۾ يا ساڄي هٿ ۽ کابي پير تي اڇاڻ هجي. (مسلم)

(٣٧٩٢) عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ”حفياءِ“ کان ”ثنية الوداع“ تائين انهن گھوڙن جي گوءِ ڀڄرائي جيڪي (جهاد لاءِ) پاليا ويا هئا ۽ انهن جي وچ ۾ ستن ميلن جو مفاصلو هو ۽ جيڪي گھوڙا پاليا نہ ويا هئا، انهن کي هڪ ميل جي مفاصلي، ثنية الوداع کان مسجد بنو زريق تائين ڊوڙايو ويو. (بخاري،مسلم)

(٣٧٩٣) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي ڏاچي عضباءَ کان ڪا سواري اڳ ڪدي نہ سگھندي هئي. هڪ ٻهراڙيءَ وارو پنهنجي جوان اُٺ تي آيو جيڪو ان ڏاچيءَ کان اڳ ڪدي ويو. اها ڳالهہ مسلمانن کي ڏکي لڳي. نبيﷺ جن اها ڳالهہ محسوس ڪئي. فرمايائون تہ: ﷲ تعاليٰ تي حق آهي، ان وقت ان کي هيناهين ڏيکاريندو آهي. (بخاري)

بيو فصل

(٣٧٩٤) عقبہ بن عامر ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: ﷲ هڪ تير جي ڪري ٽن ڄڻن کي جنت ۾ داخل فرمائي ٿو:١_ تير ٺاهيندڙ کي جيڪو ثواب جي نيت سان تير ٺاهي، ٢_تير اڇلائيندڙ کي، ٣_ تير جهلي پڪڙيندڙ کي. تير اندازي ڪريو ۽ سواري سکو. مون وٽ تير اندازي ڪرڻ سواري ڪرڻ کان وڌيڪ پسند آهي. تير اندازي ڪرڻ، گھوڙي جي سکيا ۽ پنهنجي زال سان کل ڀوڳ جائز آهي. ان کان سواءِ هر قسم جي راند روند باطل آهي. (ترمذي، ابن ماجه) ابو داؤد ۽ دارمي ۾ وڌيڪ آهي تہ جيڪو تيراندازي سکي پوءِ بي رغبتي ڪندي ان کي ڇڏي ڏيندو، ڇڻ انهيءَ نعمت کي ڇڏي ڏنو يا فرمايائون تہ نعمت جي ناشڪري ڪئي.

(٣٧٩٥) ابو نجيح سلميﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص ﷲ جي واٽ ۾ هڪ تير اڇلائيندو، ان لاءِ جنت ۾ هڪ درجو آهي ۽ جيڪو ﷲ جي واٽ ۾ هڪ تير اڇلائيندو ان لاءِ غلام آزاد ڪرڻ جيترو اجر آهي ۽ جيڪو اسلام جي حالت ۾ ڪراڙو ٿيو، ان لاءِ قيامت جي ڏينهن جو نور هوندو. (بيهقي، شعيب الايمان) ابو دائود ۾ هن حديث جو پهريون حصو، نسائي ۾ پهريون ۽ آخري حصو ۽ ترمذيءَ ۾ ٻيو ۽ ٽيون حصو آهي. ٻنهي جي روايتن ۾ ”اسلام“ جي بجاءِ ”ﷲ جي واٽ“ ۾ آهي.

(٣٧٩٦)ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مقابلي ۾ اڳرائيءَ ڪرڻ جي اجازت رڳو تير هلائڻ ۽ اٺ يا گھوڙي ڀڄائڻ ۾ آهي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)

(٣٧٩٧) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ٻن گهوڙن جي وچ ۾ ٽيون گهوڙو آڻي ڇڏي ۽ اهو يقين رکندو هجي تہ اڳ ڪڍي ويندو تہ ان ۾ ڪا ڀلائي نہ آهي ۽ جيڪڏهن کيس اڳ ڪڍڻ جو يقين نہ هجي تہ پوءِ ان ۾ حرج نہ آهي. (شرح السنة) ابو دائود جي هڪ روايت ۾ آهي تہ جنهن ٻن گهوڙن جي وچ ۾ ٽيون گهوڙو آڻي ڇڏيو ۽ ان کي خوف نہ آهي تہ اهو اڳتي نڪري ويندو تہ اها جوا نہ آهي. ۽ جنهن ٻن گهوڙن جي وچ ۾ ٽيون گهوڙو آڻي ڇڏيو ۽ ان کي خوف آهي تہ اهو اڳتي نڪري ويندو تہ اها جوا آهي. سند ضعيف آهي. (الباني)

(٣٧٩٨)عمران بن حصين ﷺکان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ گهوڙي ڊوڙ ۾ رڙيون ڪرڻ ۽ اڳ ڪيندڙ گهوڙي جي واڳ روڪڻ جائز نہ آهي. (ترمذي، نسائي) ترمذيءَ اها حديث باب الغضب ۾ ڪجهہ واڌاري سان آندي آهي.

(٣٧٩٩) ابو قتاده ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ بهتري گهوڙو مشڪي آهي، جنهن جي پيشاني ۽ مٿيون چپ اڇو هجي. ان کان پوءِ جنهن جي پيشاني، هٿ، پير اڇا ۽ ساڄي هٿ جو رنگ بدن جهڙو هجي. ان کان پوءِ ڪميت نشان وارو گهوڙو. (ترمذي، دارمي)

(٣٨٠٠) ابو وهب جشمي کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ”ڪميت“ گهوڙا پاليو، جنهن جي پيشاني، هٿ، پير اڇا هجن يا ڳاڙهو گهوڙو پاليو، جنهن جي پيشاني، هٿ پير، اڇا هجن، يا ڪارو جنهن جا هٿ پير اڇا هجن. (ابوداؤد، نسائي) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٣٨٠١)ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ برڪت ڳاڙهي رنگ جي گهوڙن ۾ آهي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٣٨٠٢) عتبه بن عبدالسلميﷺکان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺجن کي فرمائيندي ٻڌو تہ گهوڙي جي پيشانيءَ جا وار ڪٽيو، نہ انهن جا پڇ ڪٽيو. ڇاڪاڻ تہ انهن جا پڇ مکين وغيره کي ڀڄائڻ جو ذريعو آهن ۽ انهن جي ڪنڌن جا وار انهن لاءِ گرميءَ جو سبب آهن ۽ انهن جي پيشانين ۾ ڀلائي رکيل آهي. (ابودائود) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٣٨٠٣) ابو وهب جشمي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ گهوڙن کي ٻڌو ۽ انهن جي پيشانين ۽ پنين تي هٿ گهمائيندا ڪريو. انهن جي ڳچين ۾ گهنڊ وجهو ۽ انهن جي ڳچين ۾ ڪمانن جا چرا نہ وجهو. (ابو دائود، نسائي) سند صعيف آهي.(الباني)

(٣٨٠٤) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن ٻانها هئا جيڪي (اللّٰہ جي) امر تي هلندا هئا. انا (اهلبيت) کي هنن ٽن ڳالهين کان سواءِ ٻين ماڻهن جي ڀيٽ ۾ ڪا خاصيت نہ آهي:

١_اسان کي حڪم آهي ته وضو پورو ڪريون، _ صدقو نه کائون، ٣_ گهوڙيءَ جو گڏهه کان نه لڳ نه ڪرايون. (ترمذي، نسائي)

(٣٨٠٥) علي ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي هديه ۾ خچر ڏنو ويو. جنهن تي سوار ٿيا. علي ﷺ چيو ته جيڪر اسان گهوڙيءَ کي خچر کان لڳ ڪرايون ته اسان لاءِ به اهڙا (خچر) پيدا ٿين. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته اهڙا ڪم اهي ئي ماڻهو ڪن ٿا، جيڪي بي علم آهن. (ابودائود، نسائي)

(٣٨٠٦) انس ﷺ کان روايت اهي ته رسول الله ﷺ جن جي تلوار جو دستو چانديءَ جو هو. (ترمذي، ابوداؤد، نسائيءَ، دارمي)

(٣٨٠٧) هوذ بن عبدالله بن سعد پنهنجي ڏاڏي مزيده ﷺ کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن مڪي. جي فتح واري ڏينهن شهر ۾ داخل ٿيا ته سندن هٿ ۾ تلوار هئي. جنهن تي سون ۽ چاندي لڳل هئي. (ان کي ترمذيءَروايت ڪيو ۽ چيائين ته حديث غريب آهي.)

(٣٨٠٩) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن جو ننڍو جهنڊو ڪارو ۽ وڏو جهنڊو اڇي رنگ جو هو. (ترمذي، ابن ماجه)

(٢٨١٠) محمد بن قاسم جي آزاد ڪيل غلام موسيٰ بن عبيد کان روايت آهي ته مون کي محمد بن قاسم براءُ بن عازب ﷺ ڏانهن موڪليو ته ان کان رسول الله ﷺ جن جي ننڍي جهنڊي جي باري ۾ پڇي اچ. چيائين ته سندن جهنڊو ڪاري رنگ جو چوڪنڊو هو ۽ اهڙي چادر جو جوڙيل هو جنهن ۾ اڇا ۽ ڪارا ليڪا هئا، يعني پٽا پٽي هو. (احمد، ترمذي، ابوداؤد)

(٣٨١١)جابر ﷺ کان روايت آهي ته مڪي جي فتح وقت شهر ۾ داخل ٿيڻ مهل نبي ﷺ جن جو جهنڊو اڇو هو. (ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجه)

## فصل ٽيون

(٣٨١٢) انس ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي زالن کان پوءِ گهوڙن کان وڌيڪ ڪا شيءِ پسند نه هئي. (نسائي)

(٣٨١٣) علي ﷺ کان روايت آهي ته (بدر جي) ڏينهن رسول الله ﷺ جن جي هٿ ۾ عربي ڪمان هئي. هڪ شخص جي هٿ ۾ فارسي ڪمان ڏسي فرمايائون ته اها ڇا آهي؟ اڇلائي ڇڏ! ههڙي ۽ اهڙيون ٻيون ڪمانون ۽ بهترين نيزا استعمال ڪريو. انهن جي مدد سان ﷲ تعاليٰ توهان جي دين کي مضبوط ڪندو ۽ توهان لاءِ ملڪن مٿان ملڪ فتح ڪندو. (ابن ماجه)

## سفر جي آداب جو بيان

### پهريون فصل

(٣٨١٤) ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن غزوه تبوڪ تي خميس جي ڏينهن نڪتا ۽ پاڻ خميش جي ڏينهن نڪرڻ کي پسند ڪندا هئا. (بخاري)

(٣٨١٥) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ماڻهو اڪيلي سفر ڪرڻ جي نقصانن کي سمجهن، جيترو آئون سمجهان ٿو تہ جيڪر ڪو سوار رات جو اڪيلو سفر نہ ڪري. (بخاري)

(٣٨١٦) ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فرشتا ان جماعت سان گڏ نہ رهندا آهن جنهن ۾ ڪتو هجي يا گهنڊ هجي. (مسلم)

(٣٨١٧) ابو هريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇڙو شيطان جي ڳائڻ وڄائڻ جو اوزار آهي. (مسلم)

(٣٨١٨) ابو بشير انصاري رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ پاڻ هڪ سفر ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ هو. رسول الله ﷺ جن هڪ قاصد ذريعي اعلان ڪريو تہ جنهن بہ اٺ جي ڪنڌ ۾ تيرن ۽ نيزن جو ڳٽ هجي تہ اهو لاهي ڇڏي. (بخاري، مسلم)

(٣٨١٩)ابو هريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان گاهہ ۽ چاري واري علائقي ۾ سفر ڪريو تہ انن کي زمين مان انهن جو حق (چارو) ڏيو ۽ جڏهن غير آباد علائقي ۾ سفر ڪريو تہ انن کي تکو هڪليندا ڪريو (۽ انن جي طاقت گهٽ ٿيڻ ڪان اڳ منزل تي پهچو) ۽ جڏهن رات جو پڙاءُ ڪريو تہ رستي ڪان هٽي پڙاءُ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ رستو جانورن جي هلڻ ۽ رات جي وقت گهمندڙ ڦرندڙ جيتن جڻن لاءِ آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن توهان ڏڪار (واري علائقي) ۾ مسافري ڪريو تہ سواريءَ کي جلدي سرسبز جاءِ تي پهچايو. (مسلم)

(٣٨٢٠) ابو سعيد خدري رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ هڪ ڀيري اسان رسول الله ﷺ جن سان سفر ۾ هئاسين. هڪ شخص سواريءَ تي آيو ۽ ساڄي کاٻي هڪلڻ لڳو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن وٽ سواري واڌاري آهي، اها ان جي حوالي ڪري جنهن وٽ سواري نہ آهي ۽ جنهن وٽ سفر جو سامان واڌارو آهي. اهو ان کي ڏئي جنهن وٽ سفر جو سامان نہ آهي. پوءِ مال جا ٻيا قسم بہ بيان فرمايائون. تانجو اسان محسوس ڪيو تہ واڌاري مال تي اسان مان ڪنهن جو ڪو حق نہ آهي. (مسلم)

(٣٨٢١) ابو هريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ سفر عذاب جو ٽڪر آهي، مسافر کي کائڻ پيئڻ ۽ ننڊ کان روڪي ٿو. پوءِ جڏهن ڪو شخص سفر جو مقصد پورو ڪري وٺي تہ سگهو پنهنجي گهر موٽي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٢٢) عبدالله بن جعفرﷺ كان راويت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺجن ڪنهن سفر تان واپس ايندا هئا تہ اهلبيت جا ٻارڙا سندن استقبال ڪندا هئا. (هڪ ڀيري) سفر تان موٽيا تہ مون کي سندن خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. پاڻﷺ مون کي پنهنجي اڳيان ويهاريائون. پوءِ (خاتون جنت) فاطمهﷺ جو هڪ پٽ آندو ويو ۽ کيس پويان ويهاريائون. اهڙيءَ طرح اسان ٽئي سوار ٿي مديني داخل ٿياسون. (مسلم)

(٣٨٢٣) انسﷺ كان روايت آهي تہ اهو ۽ ابو طلحهﷺ رسول اللهﷺ جن سان گڏجي سواريءَ تي (مديني) آيا، جڏهن تہ صفيهﷺ سندن پويان وينل هئي. (بخاري)

(٣٨٢٤) انسﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن (سفر کان) پنهنجي گهر ۾ رات جو نہ، پر صبح يا شام جو موٽندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٣٨٢٥) جابرﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪو گهڻو وقت ٻاهر رهي تہ رات جو گهر نہ موٽي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٢٦) انسﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جڏهن رات جو گهر ۾ داخل ٿئين تہ پنهنجي گهر واريءَ وٽ ان وقت اچ، جڏهن پنهنجا (هيٺيان) وار صاف ڪري ۽ ڦڻي وغيره ڏئي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٢٧) انسﷺ كان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن (مسافريءَ کان) مديني ۾ ايندا هئا تہ اٺ يا ڍڳي ذبح ڪندا هئا. (بخاري)

(٣٨٢٨) ڪيب بن مالڪﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن سفر تان چاشت جي وقت واپس ايندا هئا. سڀ کان پهريائين مسجد ۾ اچي ٻہ رڪعتون نماز پڙهندا هئا، پوءِ (ماڻهن لاءِ) ويهي رهندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٣٨٢٩) جابرﷺ كان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن سان هڪ مسافريءَ ۾ گڏ هيس. جڏهن واپس آياسون تہ مون کي فرمايائون تہ مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون پڙهہ. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٣٨٣٠) صخر بن وداعه غامدي﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اي الله! منهنجي امت جي صبح جي سفر ۾ برڪت فرماءِ. جڏهن پاڻ لشڪر جي ننڍي وڏي جماعت موڪليندا هئا ته انهن کي صبح سوير موڪلندا هئا. صخر واپاري هو، تنهن ڪري پنهنجو تجارتي قافلو ڏينهن جي شروع ۾ روانو ڪندو هو، جنهن جي ڪري ان کي وڏو فائدو ٿيو ۽ ان جي مال ۾ گهڻي واڌ آئي. (ترمذي، ابودائود، دارمي)

(٣٨٣١) انس﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته رات جو زمين ويڙهجي ٿي. (يعني سفر جلدي طي ٿئي ٿو) (اودائود)

(٣٨٣٢) عمرو بن شعيب پنهنجي والد کان اهو ان جي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هڪ سوار هڪ شيطان ۽ ٻه سوار ٻه شيطان آهن ۽ ٽي سوار قافلو آهن. (يعني اڪيلو سفر نه ڪجي پر گڏجي سفر ڪجي). (مالڪ، ترمذي، ابودائود، نسائي)

(٣٨٣٣) ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن ٽي ماڻهو سفر تي نڪرن ته پاڻ مان هڪ کي امير ڪن. (ابو داؤد)

(٣٨٣٤) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته بهترين ساٿي چار ۽ بهترين ننڍا لشڪر چار سؤ ۽ بهترين وڏو لشڪر چار هزار ماڻهن جو آهي ۽ ٻارنهن هزارن جو لشڪر گهٽ هئڻ سبب ڪڏهن شڪست نه ڏسندو. (ترمذي، ابوداؤد، دارمي ۽ ترمذي چوي ٿو ته حديث غريب آهي).

(٣٨٣٥)جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن سفر ۾ پوئتي رهندا هئا ۽ ڪمزور جي سواريءَ کي هڪليندا، ضرورتمند کي ٻيلهه چاڙهندا ۽ کيس دعا ڏيندا هئا. (ابوداؤد)

(٣٨٣٦) ابو ثعلبه خشني ﷛ کان روايت آهي ته جڏهن ماڻهو (ڪنهن سفر ۾) ڪٿي پڙاءُ ڪندا هئا ته جابلو درن ۽ ماٿرين ۾ ٽڙي پکڙي ويندا هئا. (هڪ ڏينهن) رسول الله ﷺجن فرمايو ته بيشڪ توهان جو انهن درن ۽ ماٿرين ۾ ٽڙي پکڙي وڃڻ شيطاني ڪم آهي. ان کان پوءِ جتي به پڙاءُ ڪندا هئا ته هڪ ٻئي سان ملي جلي ويهندا هئا تانجو چئبو هو ته جيڪڏهن انهن جي مٿان ڪو ڪپڙو وڌو وڃي ته سيئي ان جي هيٺيان اچي وڃن. (ابوداؤد)

(٣٨٣٧) ابن مسعود﷛ کان روايت آهي ته بدر جي ڏينهن اسان هر ٽي ڄڻا اٺ تي سوار هئاسون. مون وانگر ابولبابه ۽ علي بن ابي طالب﷠ به رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئا. جڏهن رسول الله ﷺ جن جي پيادل هلڻ جي واري ايندي هئي ته ابو لبابه ۽ علي﷠ عرض ڪندا هئا ته توهان

جي بجاءِ اسان پنڌ هلون ٿا. ارشاد فرمايائون تہ نہ توهان مون کان وڌيڪ سگهارا آهيو ۽ نہ ئي آئون توهان جي ڀيٽ ثواب کان بي پرواهہ ٿي سگهان ٿو. (شرح السنہ)

(٣٨٣٨) ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ پنهنجين سوارين جي جانورن جي پٺين کي منبر نہ بڻايو. اللهؒ تعاليٰ انهن کي توهان لاءِ تابعدار ڪيو آهي تہ جيئن انهن جي وسيلي توهان انهن شهرن تائين پهچو جتي سخت تڪليف کان سواءِ توهان نٿا پهچي سگهو ۽ زمين کي توهان لاءِ (رهڻ جي جاءِ) بڻايائين. پوءِ ان تي پنهنجيون ضرورتون پوريون ڪريو. ( ابوداؤد)

(٣٨٣٩) انس ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن اسان ڪنهن جاءِ تي پڙاءُ ڪندا هئاسون تہ سواريءَ جا جانورن ڇوڙڻ کانپوءِ نفل پڙهندا هئاسون. (ابوداؤد)

(٣٨٤٠)بريده ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پيادل هلي رهيا هئا تہ ان دوران وٽن هڪ شخص آيو جنهن وٽ گڏهہ جي سواري هئي، عرض ڪيائين تہ ايﷲ جا رسولﷺ! هن تي سوار ٿيو ۽ پاڻ پوتي هٽي بيٺو، رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي سواريءَ جي اڳئين پاسي ڏانهن ويهڻ جو تون وڌيڪ حقدار آهين، سواءِ ان جي جو تون پنهنجو اهو حق مون کي ڏئي ڇڏين. انهيءَ عرض ڪيو تہ مون توهان کي پنهنجو حق ڏئي ڇڏيو. پوءِ پاڻﷺ ان تي سوار ٿيا. (ترمذي، ابوداؤد)

(٣٨٤١) ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪي اٺ ۽ ڪي گهر شيطانن لاءِ آهن. شيطان لاءِ اٺ اهي آهي جن جي باري ۾ آئون ڏسان ٿو تہ توهان مان ڪو شخص ڏاچي پالي تازي تواني ڪري ٿو. ان کان سواءِ ٻئي جانور تي سواري نٿو ڪري. پر جڏهن پنهنجي ڪنهن ڀاءُ وٽان گذرندو آهي، جنهن جو سفر جو سامان ختم ٿي چڪو هوندو آهي تہ ان کي پاڻ سان گڏ نہ ويهاريندو آهي. باقي رهيا شيطاني گهر تہ اهي (اجا) مون نہ ڏٺا آهن. سعيد بن ابي هند چوي ٿو تہ پانيان ٿو تہ اهي گهر مراد آهن. جن جي درن ديوارن تي ريشمي ڪپڙا ڍڪيا وجن ٿا. (ابوداؤد)

(٣٨٤٢) سهل بن معاذ ؓ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ اسان نبيﷺ جن جي اڳواٽيءَ ۾ هڪ جهاد ڪيو، ماڻهن پڙاءُ وارين جاين ۽ رستن کي تنگ ڪري ڇڏيو. نبيﷺ جن هڪ شخص موڪلي اعلان ڪرايو تہ جيڪو لهڻ جا جاءِ ۽ رستي کي تنگ ڪندو، ان جو جهاد نہ آهي. (ابوداؤد)

(٣٨٤٣) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ مسافريءَ تان واپسيءَمهل بهترين ماڻهو اهو آهي، جيڪو رات جي پهرئين حصي ۾ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿئي. (ابوداؤد)

ٽيون فصل

(٣٨٤٤) ابو قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن سفر ۾ رات جو منزل ڪندا هئا تہ سڄي پاسي تي ليٽندا هئا ۽ جڏهن صبح ٿيڻ کان اڳ منزل ڪندا هئا تہ پنهنجي ٻانهن ايي ڪري هٿ مٿي هنيان رکي ليٽندا هئا. (مسلم)

(٣٨٤٥) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن عبدالله بن رواحه جي اڳوٽيءَ ۾ هڪ ننڍڙو لشڪر موڪليو. اتفاق جي ڳالهہ تہ اهو جمعي جو ڏينهن هو. سندس ساٿي روانا ٿيا، پر عبدالله ﷛ سوچيو تہ پوئتي رهي رسول اللهﷺ جن سان جمعي جي نماز پڙهي، پوءِ انهن کي پڄان ٿو. رسول اللهﷺ سان نماز پڙهي فارغ ٿيو تہ پاڻ سڳورنﷺ کيس ڏٺو. فرمايائون تہ تون پنهنجن ساٿين کان ڇاجي ڪري پوئتي رهجي وئين؟ عرض ڪيائين تہ مون سوچيو تہ توهان سان نماز جي (سعادت حاصل ڪري) پوءِ کين پڄندس. ارشاد فرمايائون تہ جيڪڏهن (الله جي واٽ ۾) اهو سڀ ڪجهہ خرچ ڪري ڇڏين، جيڪي زمين ۾ آهي تڏهن بہ انهن جي صبح جي اجر جيترو ثواب بہ نہ لهندين. (ترمذي)

(٣٨٤٦) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ (رحمت جا ملائڪ انهن ماڻهن سان گڏ نہ هلندا آهن، جن ۾ چيتي جو چم يا کل هجي. (ابوداؤد)

(٣٨٤٧) سهل بن سعد﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ سفر ۾ ماڻهن جو اڳواڻ سندن خادم آهي. جيڪو شخص ساٿين جي خدمت ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪندو. اهڙي اڳرائي کو ڪري نٿو سگهي. مگر جيڪو شهادت ماڻڻ ۾ اڳرائي ڪري. (بيهقي شعب الايمان )

## ڪافرن ڏانهن خط لکڻ ۽ کين اسلام جي دعوت ڏيڻ

### پهريون فصل

(٣٨٤٨) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن روم جي بادشاهہ (قيصر) کي اسلام جي تحريره دعوت ڏني. پنهنجو خط دحيه ڪلبي﷛ کي ڏئي حڪم فرمايائون تہ بصريٰ جي گورنر کي ڏي تہ قيصر تائين پهچائي. خط جو مضمون آهي: الله ٻاجهاري، مهربان جي نالي سان شروع ڪريان ٿو. الله جي ٻانهي ۽ سندس رسول مُحَمَّدﷺ طرفان، روم جي وڏي (بادشاهہ) هرقل ڏانهن. سلامتي ان لاءِ آهي جيڪو هدايت جي پيروي ڪري. ان کان پوءِ ڄاڻ تہ آئون توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اسلام آڻ تہ سلامت رهندين. اسلام قبول ڪر تہ توکي ٻيڻو اجر ڏنو ويندو ۽ جيڪڏهن مُنهن موڙيندين تہ پوءِ پڪ ڄاڻ تہ توتي پنهنجي رعيت جو گناهہ بہ ٿيندو. ﴿اي ڪتاب وارو! هڪ ڳالهہ ڏانهن اچو، جيڪا اسان ۽ توهان ۾ برابر آهي. اها هيءُ آهي تہ هڪ الله کان سواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪريون ۽ الله کي ڇڏي هڪ ٻئي کي پنهنجو رب مقرر نہ ڪريو. پوءِ

جيڪڏهن توهان مُنهن موڙيو تا تہ گواهہ رهو تہ بيشڪ اسان مسلمان آهيون. (بخاري، مسلم) مسلم جي روايت ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن: ”اللهَ جي رسول مُحَمَّد ﷺ جي طرفان.“ _ ” رعيت جو گناهہ (بہ توتي آهي)“ ۽ ” توکي اسلام جي دعوت پيش ڪريان ٿو.“

(٣٨٤٩) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عبدالله بن حذافہ سهمي کي خط ڏئي ايراني بادشاهہ (ڪسريٰ) ڏانهن موڪليو. کيس حڪم فرمايائون تہ هي خط بحرين جي گورنر کي پوءِ بحرين جي گورنر اهو خط ڪسريٰ کي پهچايو. جڏهن ڪسريٰ خط پڙهيو تہ ان کي ڦاري ڦٽو ڪري ڇڏيائين. سعيد بن مسيب رحمه الله چوي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن کين بددعا ڏني تہ انهن کي بہ ٽڪرا ٽڪرا ڪيو وڃي. (بخاري)

(٣٨٥٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ڪسريٰ، قيصر، نجاشي ۽ هر ظالم، جابر بادشاهہ کي اسلام جي تحريري دعوت ڏني.”نجاشي“ مان حبش جو اهو بادشاهہ مراد نہ آهي، جنهن جي جنازي جي نماز نبي ﷺ جن پڙهي هئي. (مسلم)

(٣٨٥١) سليمان بن بريده پنهنجي پيءُ کان بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ننڍي يا وڏي لشڪر تي ڪنهن کي امير مقرر ڪري موڪليندا هئا تہ کيس خدا خوفي ۽ ساٿي مسلمان جي ڀلائيءَ جي وصيت ڪري، پوءِ فرمائيندا هئا تہ اللهَ جو نالو وٺي اللهَ جي واٽ ۾ جهاد ڪريو. جيڪو بہ اللهَ سان ڪفر ڪري، ان سان وڙهو. جهاد ڪريو، پر نہ خيانت ڪريو، نہ عهد جي ڀڃڪڙي ڪريو، نہ شڪليون بگاڙيو، نہ ٻارن ٻچن کي قتل ڪريو. جڏهن پنهنجي مشڪر دشمن جي سامهون اچين تہ کيس ٽن ڳالهين جي دعوت ڏي، انهن مان جنهن بہ ڳالهہ کي مڃين، تون بہ ان کي قبول ڪر ۽ ڪانئن پنهنجا هٿ روڪي ڇڏ: ١_ کين اسلام جي دعوت پيش ڪر، جيڪڏهن مڃين تہ تون بہ مڃ ۽ ڪانئن پنهنجا هٿ روڪي ڇڏ، ٢_ پوءِ انهن کي دارالحرب مان مهاجرن جي ملڪ ۾ منتقل ٿيڻ جي دعوت ڏي ۽ کين ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن ائين ڪندا تہ کين اهي ساڳيائي حق ملندا، جيڪي مهاجرن لاءِ آهن ۽ مٿن اهي ئي فرض آهن، جيڪڏهن ان کان انڪار ڪن تہ کين ٻڌاءِ تہ اهي اعرابي مسلمانن وانگر آهن (جيڪي ڳوٺن ۾رهن ٿا) انهن تي اهي ئي حڪم احڪام لاڳو ٿيندا، جيڪي مؤمنن تي لاڳو ٿين ٿا ۽ جيستائين جهاد نہ ڪندا، تيستائين غنيمت ۽ فيءِ جي مال ۾ سندن لاءِ ڪو حصو نہ آهي. جيڪڏهن (اهو پهريون شرط ﴿ لَآ اِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهُ﴾ نہ مڃين تہ مٿن جزيو لاڳو ڪر. جيڪڏهن اها ڳالهہ مڃين تہ تون بہ مڃ ۽ انهن کان پنهنجا هٿ روڪي ڇڏ. جيڪڏهن ان ڳالهہ کي بہ مڃين تہ الله کان مدد وٺ! ۽ انهن جي خلاف جهاد ڪر ۽ جڏهن ڪنهن قلعي وارن جو گهيراءُ ڪرين ۽ اهي اللهَ جي ذمي ۽ رسول اللهَ جي ذمي تي هٿيار ڦٽا ڪرڻ گهرن تہ کين نہ اللهَ جي زمي تي امان ڏي ۽ نہ سندس نبيءَ جي ذم تي امان ڏي، پر کين پنهنجي ذمي ۽ پنهنجي ساٿي جي ذمي تي امان ڏي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن توهان جي ۽ توهان جي ساٿين جي ذمي جي ڀڃڪڙي ڪن تہ اها هن جي بنسبت هلڪي آهي تہ اللهَ ۽ سندس نبيءَ جي ذمي جي ڀڃڪڙي ڪن ۽ جيڪڏهن ڪنهن قلعي وارن جيو گهيراءُ ڪرين ۽ اهي تو کان درخواست ڪن تہ اسان اللهَ

جي حڪم هيٺ هٿيار ڦٽا ڪريون تا ته ﷲ جي حڪم هيٺ انهن ڪان هٿيار نه اچلراءِ پر ڪائن پنهنجي حڪم هيٺ هٿيار ڦٽا ڪراءِ. ڇاڪاڻ ته توکي معلوم نه آهي ته ﷲ جو حڪم ڪين پهچندو يا نه پهچندو. (مسلم)

(٣٨٥٢) عبدالله بن ابي اوفيٰ ﷛ ڪان آهي ته رسول اللهﷺ جن هڪ جنگ دوران انتظار ڪندا رهيا، تانجو سج لڙي ويو. پوءِ اصحابن ۾ اٿي بيهي ارشاد فرمايائون ته "انسانو! دشمن جي مقابلي جي تمنا نه ڪريو ۽ ﷲ تعاليٰ ڪان عافيت گهرو. پر جڏهن توهان جو انهن سان مقابلو ٿئي ته صبر ڪريو ۽ يقين ڄاڻو ته جنت تلوارن جي ڇانو هيٺيان آهي. پوءِ هيءَ دعا گهريائون. ايﷲ! ڪتاب کي نازل ڪرڻ وارا! ڪڪرن کي هلائڻ وارا! جماعتن کي شڪست ڏيڻ وارا هنن کي شڪست ڏي ۽ اسان جي مدد فرماءِ. (بخاري، مسلم)

(٣٨٥٣) انس ﷛ ڪان روايت آهي ته نبي ﷺ جن جڏهن اسان کي جهاد لاءِ وٺي نڪرندا هئا ته صبح جي وقت نڪرندا هئا ۽ انهن ڏانهن ڏسندا رهندا هئا. جيڪڏهن اذان ٻڌندا هئا ته انهن ڪان هٿ روڪي ڇڏيندا هئا ۽ جيڪڏهن اذان نه ٻڌندا هئا ته مٿن حملو ڪندا هئا. (جڏهن) اسان خيبر (فتح ڪرڻ) نڪتاسون ته انهن (يهودين) وٽ رات جو پهتاسون. جڏهن صبح جو اذان نه ٻڌائون ته سوار ٿيا ۽ آئون ابو طلحه جي پويان سواريءَ تي وينس. منهنجا پير نبيﷺ جي جي پيرن کي لڳي رهيا هئا. صبح جو اهي بيلچا ۽ ڪوڏرون کڻي اسان ڏانهن نڪتا. جڏهن ڏٺائون ته نبيﷺ جن آهن، تڏهن چوڻ لڳا ته "مُحَمَّدﷺ اچي ويو، ﷲ جو قسم! پنهنجي لشڪر سميت اچي ويو، پوءِ قلعي ۾ وڃي پناهه ورتائون. رسول اللهﷺ جن انهن کي ڏسي فرمايو ته ﷲ وڏو آهي! ﷲ وڏو آهي! خيبر خراب ٿي ويو. جڏهن اسان ڪنهن قوم جي ميدان ۾ لهندا آهيون ته ڊيڄاريلن جي صبح ڏاڍي بڇڙي ٿيندي آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٥٤) نعمان بن مقرن ﷛ ڪان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ وسلم جن سان گڏ لڙائيءَ ۾ شرڪت ڪئي. جڏهن پاڻ ﷺ صبح جي پهرئين پهر لڙائي نه ڪندا هئا ته انتظار ڪندا هئا، تانجو هوا گهلي ۽ نماز جو وقت ٿئي. (بخاري)

بيو فصل

(٣٨٥٥) نعمان بن مقرن ﷛ ڪان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ وسلم جن کي ڏٺو، جيڪڏهن ڏينهن جي پهرئين پهر ۾ جنگ نه ڪندا هئا ته سج لڙڻ، هوائن گهلڻ ۽ مدد جي اچڻ تائين دير ڪندا هئا. (ابودائود)

(٣٨٥٦) نعمان ﷛ ڪان روايت آهي ته مون نبيﷺ جن سان گڏ جنگ ۾ شرڪت ڪئي. صبح ٿيندي هئي ته پاڻ ويڙهه ڪان هٿ روڪيندا هئا، تانجو سج ايري اچي. جڏهن سج ايرندو هو ته ويڙهه شروع ڪندا هئا. وري جڏهن ٽاڪ منجهند ٿيندي هئي ته هٿ روڪيندا هئا، تانجو سج لڙي

بيهي، پوءِ جڏهن سج لڙندو هو ته ويڙهه شروع ڪندا هئا. عصر ٿيندي هئي ته هٿ روڪيندا هئا، تانجو ٽيهري پڙهي پوءِ ويڙهه شروع ڪندا هئا. قتاده چوي ٿو ته چيو ويندو هو ته انهيءَ وقت مددي هوائون هلنديون آهن ۽ مؤمنن پنهنجن لشڪرن ڪان دعائون گهرندا آهن. (ترمذي)

(٣٨٥٧) عصام مزني رضي الله عنه ڪان راويت آهي ته اسان کي رسول الله ﷺ جن هڪ ننڍي لشڪر ۾ موڪليو. فرمايائون ته جڏهن مسجد ڏسو يا اذان ٻڌو ته ڪنهن سان جنگ نه جوڙجو. (ترمذي، ابوداؤد)

ٽيون فصل

(٣٨٥٨) ابو وائل ڪان روايت آهي ته خالد بن وليد رضي الله عنه ايرانين ڏانهن هي خط لکيو ته: الله باجهاري مهرباني جي نالي سان شروع ڪريان ٿو. خالد بند وليد جي طرفان ايراني سردارن رستم ۽ مهراڻ جي نالي، جيڪو هدايت جي پيروي ڪندو، ان لاءِ سلامتي آهي. انڪان پوءِ معلوم هجڻ گهرجي ته اسان توهان کي اسلام جي دعوت ڏيون ٿا، جيڪڏهن انڪار ڪندا ته پوءِ ذليل ٿي پنهنجي هٿ سان جزيو ڏيو. جيڪڏهن توهان انڪارا ڪندا ته پوءِ (ٻڌي ڇڏيو ته) بيشڪ مون سان هڪ اهڙي قوم آهي جيڪا الله جي واٽ ۾ وڙهن کي ائين پسند ڪري ٿي، جيئن ايراني شراب کي پسند ڪن ٿا. ۽ سلامتي هجي ان تي جيڪو هدايت جي پيروي ڪري. (شرح السنه)

## جهاد ۾ ويڙهه ڪرڻ

### پهريون فصل

(٣٨٥٩) جابر رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته هڪ شخص احد جي ڏينهن نبي ﷺ جن کي چيو ته (مون کي) ٻڌايو جيڪڏهن آئون مري وڃان. ته منهنجو نڪاڻو ڪهڙو ٿيندو؟ فرمايائون ته جنت ۾. پوءِ ان جي هٿ ۾جيڪي کجيون هيون سي اڇلائي جنگ جوٽائين. تانجو وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو. (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٠) ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ وسلم جن جنهن طرف جهاد لاءِ نڪرندا هئا، (عام طرح) ان جي بجاءِ ٻئي پاسي وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪندا هئا. تانجوتبوڪ جو موقعو آيو، رسول الله ﷺ جن اها مهم سخت گرميءَ ۾شروع ڪئي. سفر ڏورانهو ۽ رسو ڏکيو هو. دشمن (رومي فوج جو تعداد) به گهڻو هو. تنهن ڪري مسلمانن کي صاف صاف ٻڌايائون ته جيئن چڱيءَ طرح لڙائيءَ جي تياري ڪن ۽ ڪين ٻڌائي ڇڏيائون ته ڪهڙي پاسي (ڪاهه ڪرڻ) جو ارادو آهي. (بخاري)

(٣٨٦١) جابر رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جنگ فريب ڪاري آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٢) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ام سليم ۽ ٻين انصاري عورتن کي پاڻ سان گڏ جهاد ۾ وٺي ويندا هئا. جيڪي ماڻهن کي پاڻي پيارينديون هيون ۽ زخمين جي مرهم پٽي ڪنديون هيون. (مسلم)

(٣٨٦٣) ام عطيه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ ست جهاد ڪيا، سندن تنبن جي پويان رهي سندن لاءِ کاڌو تيار ڪندي ۽ زخمين جي مرهم پٽي ڪندي هيس ۽ بيمارن جي تيمارداري ڪندي هيس. (مسلم)

(٣٨٦٤) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن عورتن ۽ ٻارن کي قتل ڪرڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٥)صعب بن جثامه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان مشرڪن جي گهر وارن جي باري ۾ پڇيو ويو، جن تي راتاهو هڻڻ مقصود هجي تہ جيڪڏهن سندن عورتون ۽ ٻار ماريا وڃن (تہ ان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ ) فرمايائون تہ اهي منجهانئن ئي آهن. هڪ روايت ۾ آهي تہ اهي انهن پيئرن مان آهن. (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٦) ابن عمر کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن بن نضير جي ڪجيءَ جي باغن کي وڻڻ ۽ ٻاهہ ڏيڻ جو حڪم ڏنو. انهيءَ باري ۾ حسان بن ثابت رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ بنو لؤي جي سردارن تي بويره کي ساڙڻ آسان ٿي ويو. جيڪو ڪشادو (باغ) آهي ۽ انهيءَ باري ۾ هيءَ آيت نازل ٿي: ﴿ڪجين جا جيڪي وڻ توهان پٽيا يا جيڪي توهان ڇڏيا ڏنا، اهو الله جو حڪم آهي.﴾ (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٧) عبدالله بن عون رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نافع ان ڏانهن خط لکي ڪيس ٻڌايو تہ ڪيس ابن عمر رضي الله عنهما ٻڌايو تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن بنو مصطلق تي ان وقت حملو ڪيو جڏهن اهي مريسيع ۾ پنهنجي جانورن جي سار سنڀال ۾ مشغول هئا. سندن وڙهندڙن کي قتل ڪيائون ۽ سندن عورتن ۽ ٻارن کي قيد ڪيائون. (بخاري، مسلم)

(٣٨٦٨) ابو اسيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن بدر ۾ اسان ۽ قريش جي فوج هڪ ٻئي جي آمهون سامهون صفون ٻڌيون تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن اسان کي فرمايو تہ جڏهن اهي توهان جي ويجهو اچن تہ ڪين تير ڇٽيون. هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن تہ ان جي ويجهو اچن تہ ڪين تير هڻو (پر) پنهنجا تير بچائڻ جي (پوري) ڪوشش ڪريو. سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي حديث باب فضل الفقراءِ بخاريءَ ۾ گذري جنهنجا لفظ آهن: ﴿هَلْ تُنْصَرُوْنَ" ۽ براءَ رضي الله عنه جي حديث باب المعجزار ۾ انشاءَالله بيان ڪنداسون، جنهن جا لفظ آهن: رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ لشڪر روانو ڪيو.

ٻيو فصل

(٣٨٦٩) عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن اسان کي بدر جي جنگ لاءِ رات کان تيار ڪيو. (ترمذي)

(٣٨٧٠) مهلب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن دشمن توهان تي راتاهو هڻي تہ توهان جي علامت ﴿حٰمٓ لَايُنْصَرُوْنَ﴾ هجي. (ترمذي، ابو داؤد)

(٣٨٧١) سمره بن جندب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مهاجرن جو نشان "عبدالله" ۽ انصار جو "عبدالرحمٰن" هو. (ابوداؤد) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٣٨٧٢) سلمان بن اڪوع رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن جي زماني ۾ ابوبڪر رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾ جهاد ڪيو. مشڪرن تي راتاهو هنيو سون ۽ ڪين قتل ڪيو سون. ان رات اسان جو نشان هو " مار، مار" (ابوداؤد)

(٣٨٧٣) قيس بن عباده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جا ساٿي ويڙهہ وقت گوڙ کي پسند نہ ڪندا هئا. (ابوداؤد)

(٣٨٧٤) سمره بن جندبرضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ مشرڪن مان جيڪي وڏي عمر جا آهن، انهن کي قتل ڪريو ۽ ننڍي عمر وارن کي ڇڏي ڏيو. (ترمذي، ابو داؤد)

(٣٨٧٥) عروه (تابعي) کان روايت آهي تہ مون کي اسامه ٻڌايو تہ رسول اللهﷺجن مون کي تاڪيد فرمايو تہ صبح جي وقت "ابنيٰ" تي حملو ڪري ان کي ساڙي ڇڏي. (ابوداؤد)

(٣٨٧٦) ابو اسيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن بدر جي ڏينهن فرمايو تہ جڏهن دشمن توهان جي ويجهو اچن تہ ڪين تير هڻو ۽ جيستائين ويجها نہ اچن، تيستائين انهن تي تلوار سڌي نہ ڪريو. (ابودائود)

(٣٨٧٧) رباح بن ربيع رضي الله عنه کان راويت آهي تہ اسان نبيﷺ جن سان گڏ ڪنهن جنگ ۾ هئاسون، ڏٺائون تہ ماڻهو ڪنهن شيءِ تي گڏ آهن. هڪ شخص موڪلي فرمايائون تہ ڏسي اچ تہ ماڻهو ڇو گڏ ٿيا آهن؟ اهو آيو، ڏٺائين تہ هڪ عورت قتل ڪئي وئي آهي، جنهن تي ماڻهو جمع آهن. فرمايائون تہ انهيءَ تہ جنگ نہ ڪئي هئي. ۽ فوج جي اڳئين حصي ۾خالد بن وليد هو. انهيءَ ڏانهن ماڻهو موڪلي حڪم فرمايائون تہ نہ ڪنهن عورت کي قتل ڪيو وڃي، نہ ڪنهن مزدور کي قتل ڪيو وڃي. (ابوداؤد)

(٣٨٧٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي فرمايو تہ ﷲ جي نالي ۽ سندس توفيق سان، ﷲ جي رسول ﷺ جي طريقي مطابق (جهاد لاءِ) روانا ٿيو. نہ ڪنهن جهور پوڙهي کي قتل ڪريو، نہ ڪنهن ننڍي ٻار کي قتل ڪريو، نہ ڪنهن عورت ذات کي قتل ڪريو ۽ نہ خيانت ڪريو. پنهنجيون غنيمتون گڏ ڪرايو ۽ اصلاح ۽ نيڪيءَ جي هلت هلو، بيشڪ ﷲ نيڪي ڪندڙن کي پسند ڪري ٿو. (ابوداؤد)

(٣٨٧٩) علي ﷛ کان روايت آهي تہ بدر جو ڏينهن آهي عتبه بن ربيعه اڳتي وڌيو ۽ سندس پٽ ۽ ڀاءُ سندس پويان آيا. اعلان ڪيائين تہ ڪير آهي جيڪو مقابلي ۾ اچي؟ سندس مقابلي لاءِ ڪيترا انصاري نوجوان اڳتي وڌيا . چيائين تہ توهان ڪير آهيو؟ انهن ڪين ٻڌايو. چوڻ لڳو تہ اسان کي توهان (سان وڙهڻ) جي ضرورت نہ آهي. اسان جو مقصد پنهنجن سوٽن (مهاجرن) سان وڙهڻ جو آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اٿ اي حمزه! عتبه کي ۽ مون شيبه کي ماري وڌو. عبيده ۽ وليد هڪ ٻئي تي تلوار جا ٻہ وارا ڪيا ۽ ٻنهي هڪ ٻئي کي زخمي ڪري وڌو، پوءِ اسان ٻنهي حملو ڪري وليد کي ماريو ۽ عبيدہ کي (لشڪر گاھ ۾) کڻي آياسون. (احمد، ابودائود)

(٣٨٨٠) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي هڪ ننڍي لشڪر ۾ موڪليو.مانهن ٿاھ ڪاڏو، ۽ اسان سڌا مديني اچي پُڳا سون ۽ لڪي پياسون. چيو سون تہ اسان تہ هلاڪ ٿي وياسون. پوءِ رسول اللهﷺ جن وٽ آياسون. عرض ڪيوسون تہ ايﷲ جا رسولﷺ ! اسان فراري آهيون. (بخشش جي دعا فرمايو) فرمايائون تہ بلڪتوهان حملو ڪندڙ آهيو * آئون توهان جي جماعت ۾ آهيان.(ترمذي) ۽ ابودائود بہ ساڳئي حديث آهي. سندس هڪ روايت مطابق فرمايائون تہ نہ! پر توهان حملو ڪندڙ آهيو. پوءِ ويجهو اچي سندهٽ مبارڪ چمياسون. فرمايائون تہ آئون مسلمان جي جماعت مان آهيان ۽ انشاءﷲ سگهوئي عبداللهﷺ جي حديث ﴿كَانَ يَسْتَفْتِحُ﴾ ۽ ابو درداءَ ﷛ جي حديث ﴿ اِبْغُوْنِيَ فِي ضُعَفَآئِكُمَ﴾ باب فضل الفقرآءِ ۾ بيان ڪنداسون.

ٽيون فصل

(٣٨٨١) ثوبان بن يزيد﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن طائف وارن (تي سنگبازي ڪرڻ لاءِ) منجنيق کوڙي. (ترمذي، روايت مرسل آهي)

## قيدين جا احڪام

### پهريون فصل

(٣٨٨٢) ابو هريره﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ انهن ماڻهن کان خوش ٿئي ٿو، جيڪو زنجيرن ۾ جڪڙيل جنت ۾داخل ٿيندا. هڪ روايت ۾ آهي تہ زنجيرن ۾ ٻڌل جنت ڏانهن آندا وڃن ٿا. (بخاري)

(٣٨٨٣) سلمه بن اکوع ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ مشڪرن جو هڪ جاسوس آيو. ان وقت پاڻ ﷺ سفر ۾ هئا. جاسوس سندن ساٿين ۾ ويهي انهن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. پوءِ اٿي روانو ٿي ويو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ ڪيس ڳولي قتل ڪريو. مون ان کي قتل ڪيو تہ پاڻ ﷺ ان جو سامان مون کي ڏنائون. (بخاري، مسلم)

(٣٨٨٤) سلمه بن اکوع ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن جي اڳواڻيءَ ۾ هوازن وارن سان جنگ ڪئي. پوءِ انهي دوران اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏجي ناشتو ڪري رهيا هئاسون تہ هڪ شخص ڳاڙهي اٺ تي سوار ٿي آيو. اٺ کي ويهاري اسان ڏانهن نهارڻ لڳو. اسان ۾ ڪمزوري ۽ سوارين جي گهٽتائي هئي ۽ اسان مان ڪي پيادل هئا. اوچتو اهو ڊڪي اٺ وٽ ويو ۽ ان پيچائڻ لڳو. آئون اٿيس ۽ تيز ڊوڙي سندس اٺ جي نڪيل پڪڙي ان کي ويهاريو. پوءِ مٿس تلوار جو ڌڪ وهائي ڪڍيو. پوءِ اٺ جنهن تي سامان ۽ هٿيار هئا ڪاهي آيس. رسول الله ﷺ جن ۽ ماڻهو منهنجي سامهون آيا، پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ ان کي ڪنهن قتل ڪيو آهي؟ ماڻهو چيو تہ ابن اکوع، فرمايائون تہ ان جو سڀ سامان سندس لاءِ آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٨٥) ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن بنو قريظه سعد بن معاذ ﷛ جي حڪم کي قبول ڪيو تہ رسول الله ﷺ جن ڪيس طلب فرمايو، جيڪو گڏھ تي سوار ٿي آيو. جڏهن ويجهو آيو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي سردار جو اٿي استقبال ڪريو. اهو اچي ويٺو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هنن ماڻهن توکي فيصلو ڪندڙ قبول ڪيو آهي. ان چيو تہ سندس باري ۾ منهنجو فيصلو هي آهي تہ سندن جنگي جوڌا قتل ڪيا وڃن ۽ سندن عورتن ۽ ٻارن کي قيدي ڪيو وڃي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ بيشڪ تو بادشاهن وارو ۽ هڪ روايت مطابق ﷲ وارو فيصلو ڪيو آهي. (بخاري، مسلم)

(٣٨٨٦) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ لشڪر نجد موڪليو ۽ اهي بنو حنيفه جي هڪ شخص کي پڪڙي آيا، سندس نالو ثمامه بن اثال هو، جيڪو يمامه جو سردار هو. انکي مسجد جي هڪ ٿنڀ سان ٻڌي ڇڏيائون، رسول الله ﷺ جن ان وٽ آيا ۽ پڇيائون تہ اي ثمامه! تنهنجو ڪهڙو حال آهي. چيائين تہ خير سان آهيان، جيڪڏهن مون کي قتل ڪندين تہ خوني ڏوهيءَ کي قتل ڪندي. جيڪڏهن احسان ڪندين تہ قدردان شخص تي احسان ڪندين ۽ جيڪڏهن مال مقصد آهي تہ جيڪي گهرندين ڏنو ويندو. وري نبي ﷺ جن ٽئين ڏينهن پڇيو تہ ٻہ انهيءَ ساڳيو جواب ڏنو. رسول الله ﷺ جن ان وٽان هليا ويا. جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو تہ وري فرمايائون تہ اي ثمامه! تنهنجي ڪهڙي مرضي آهي. چيائين تہ عرض ڪري چڪو آهيان. جيڪڏهن مون کي قتل ڪندين تہ خوني ڏوهي کي قتل ڪندين، جيڪڏهن احسان ڪندين تہ قدردان سخص تي احسان ڪندين ۽ جيڪڏهن مال مقصد آهي تہ جيڪي گهرندين ڏنو ويندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ثمامه کي کولي ڇڏيو. پوءِ اهو مسجد جي ويجهو کجين جي باغ ۾

ويو، اتي غسل ڪري مسجد ۾ آيو ۽ چيائين ته گواهي ڏيان ٿو ته ﷲ کان سواءِ ڪو معبود نه آهي ۽ مُحَمَّدﷺ سندن ٻانهو ۽ رسول آهي. اي مُحَمَّدﷺ روءِ زمين ۾ توهان کان وڌيڪ منهنجو ڪو دشمن نه هو، پر هاڻي توهان مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارا آهيو. ﷲ جو قسم! مون کي توهان جي دين کان وڌيڪ ڪنهن دين کان نفرت نه هئي. هاڻي توهان جو دين مون کي سڀني دينن کان وڌيڪ پيارو آهي. ﷲجو قسم! توهان جي شهر کان وڌيڪ مون کي ڪنهن شهر کان نفرت نه هئي، هاڻي تنهنجو شهر مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارو آهي. توهان جي لشڪر مون کي ان وقت گرفتار ڪيو، جڏهن منهنجو عمري تي وڃڻ جو ارادو هو. هاڻي توهان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ رسول اللهﷺ فرمايو ته وڃي عمرو ڪر. جڏهن مڪي پهتو ته ڪيس ڪنهن چيو ته ڇا تون ٻه بي دين ٿي ويو آهين؟ انهيءَ چيو ته نه! پر مون رسول اللهﷺجي تي ايمان آندو آهي. ﷲ جو قسم ! يمامه مان هاڻي توهان وٽ ڪڻڪ جو هڪ داڻو به نه ايندو، جيستائين ﷲ جو رسول ان جي اجازت نه ڏيندو.(مسلم ۽ بخاريءَ ان کي ڪجهه مختصر ڪري بيان ڪيو آهي)

(٣٨٨٧) جبير بن مطعم ﷛ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن بدر جي قيدين جي باري ۾ فرمايو ته جيڪڏهن مطعم بن عدي جيئرو هجي ها، پوءِ هن ناپاڪ (قيدين) جي باري ۾ مون سان ڳالهائي ها ته ضرور کين سندس چوڻ تي ڇڏي ڏيان ها. (بخاري)

(٣٨٨٨) ان ﷛ کان روايت آهي ته مڪي جا اسي هٿيار بند ڪافرن جبل تنعيم تان لهي، غفلت جي حالت ۾ رسول اللهﷺ جن ۽ سندن ساٿين کي قتل ڪرڻ جي ارادي سان آيا. پوءِ پاڻ انهن کي گرفتار ڪرائي زنده ڇڏي ڏنائون. هڪ روايت ۾ آهي ته کين آزاد ڪيائون، ان جي باري ۾ ﷲ تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي: ﴿اهو ئي ﷲ آهي، جنهن مڪي جي ماٿريءَ ۾ انهن (ڪافرن) جا هٿ توهان کان ۽ توهان جا هٿ انهن کان روڪي ورتا﴾.(مسلم)

(٣٨٨٩) قتاده ﷛ کان روايت آهي ته انس بن مالڪ اسان کي ابو طلحه جي روايت ٻڌائي ته نبي ﷺ جن بدر جي ڏينهن قريش جي چوويهه ناميارن اڳواڻن جي باري ۾ حڪم فرمايو، پوءِ کين بدر جي ناپاڪ کوهه (قليب) ۾ وڌو ويو. جڏهن پاڻﷺ ڪنهن قوم تي غالب ايندا هئا ته ميدان جنگ ۾ ٽي ڏينهن ترسندا هئا. بدر ۾ ٽيون ڏينهن ٿيو ته ڏاچي تي زين ڇڪڻ جو حڪم ڏنائون. پوءِ اصحابن سميت (قليب) کوهه تي بيهي مشڪرن ۽ سندن پيئرن جا نالاوٺي پڪاري فرمايائون ته اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا! ۽ فلاڻا پٽ فلاڻي جا! ڇا هاڻي توهان جي مرضي آهي ته جيڪر ﷲ ۽ سندس رسولﷺ جي فرمانبرداري ڪريو ها. بيشڪ ﷲ تعاليٰ اسان سان جيڪو وعدو ڪيو هو، ان کي اسان سچو لڌو، پوءِ ڇا توهان به ﷲ تعاليٰ جي ڪيل وعدي کي سچو لڌو؟ عمر﷛ چيو ته: اي ﷲ جا رسولﷺ! توهان انهن لاشن سا ڪهڙو ٿا ڳالهايو جن ۾ روح نه آهي؟ نبي ﷺ جن فرمايو ته قسم آهي ﷲ جو جنهن جي هٿ ۾ مُحَمَّد(ﷺ) جي جان آهي جيڪا ڳالهه آئون چوان ٿو، اها توهان هنن کان وڌيڪ نٿا ٻڌو ۽ ٻي روايت ۾ آهي ته توهان هنن کان وڌيڪ ٻڌندڙ نه آهيو پر اُهي جواب نٿا ڏئي سگهن. (بخاري مسلم) بخاريءَ ۾ وڌيڪ آهي ته قتاده چوي ٿو ته ﷲ

تعاليٰ کين زنده ڪيو ته جيئن دڙڪي، ذلت، بدلي، حسرت ۽ پشيماني طور پاڻ سڳورنﷺ جي ڳالهه ٻڌن.

(٣٨٩٠) مروان ۽ مسور بن مخرمه کان روايت آهي ته جڏهن هوازن جو وفد مسلمان ٿي آيو ته رسول اللهﷺ جن اٽي بينا. انهن درخواست ڪئي ته سندن مال ۽ سندن قيدي سندن حوالي ڪيا وڃن. پاڻ سڳورنﷺ (مجاهدن کي) فرمايو ته ٻنهي مان هڪ شيءِ پسند ڪريو. قيدي وٺو، يا مال وٺو چيائون ته اسا قيدي وٺون ٿا. پوءِ رسول اللهﷺ جن اٿي خطبو ڏنو. اللهﷻ تعاليٰ جي جوڳي ساراهه بيان ڪري فرمايائون ته اما بعد! توهان جا ڀائر توبهه ڪري موٽيا آهن ۽ آئون مناسب سمجهان ٿو ته سندس قيدي کين واپس ڪريان پوءِ جيڪو توهان مان خوشيءَ سان ائين ڪري ته ان کي ائين ڪرڻ گهرجي ۽ توهان مان جنهن کي پسند آهي ته پنهنجي حصي کي باقي رکي ته اسان کيس انهيءَ مال مان بدل ڏينداسون، جيڪو اللهﷻ تعاليٰ اسان کي عطا ڪندو. ماڻهن چيو ته اي اللهﷻ جا رسول ﷺ! اسين رضا خوشيءَ سان قيدي ڇڏيون ٿا. رسول اللهﷺ جن فرمايو ته اسان کي خبر نه آهي ته توهان مان ڪير رضا خوشيءَ سان ڇڏي ٿو ۽ ڪنهن جي رضا مندي شامل نه آهي؟ موٽي وڃو. توهان جو معاملو توهان جا سردار ئي سمجهندا. پوءِ اهي موٽي ويا، سندس سردارن انهن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي، پوءِ اهي رسول اللهﷺ جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون ته اهي راضي آهن ۽ (خوشيءَ سان) اجازت ڏني اٿن. (بخاري)

(٣٨٩١) عمرا بن حصين ﷺ کان روايت آهي ته قبيلي ثقيف وارا بنو عقيل جا ساٿاري هئا، ثقيف وارن رسول اللهﷺ جا ٻه ساٿي قيد ڪيا. (موٽ ۾) رسول اللهﷺ جن جي اصحابن بنو عقيل جو هڪڙو ماڻهو پڪڙي ٻڌي پٿريلي علائقي ۾ اڇلائي ڇڏيو. اتان رسول اللهﷺ جن لنگهيا. انهيءَ پڪاري چيو ته اي مُحَمَّدﷺ ! اي مُحَمَّد ﷺ! مون کي ڪهڙي (ڏوهه) ۾ پڪريو ويو آهي. فرمايائون ته تنهنجي ساٿاري قبيلي ثقيف جي ڏوهه سبب. پوءِ کيس ڇڏي روانا ٿيا. انهيءَ وري پڪاريو ته اي مُحَمَّدﷺ! اي مُحَمَّدﷺ! رسول اللهﷺ جن کي مٿس ترس آيو ۽ پاڻﷺ وٽس موٽي آيا ۽ فرمايائون ته تنهنجو مقصد ڪهڙيو آهي؟ چيائين ته آئون مسلمان ٿيان ٿو. فرمايائون ته اها ڳالهه جيڪڏهن تڏهن چوين ها، جڏهن پنهنجي معاملي آزاد هئين ته هوندَ پوري طرح ڪامياب ٿئين ها. پوءِ رسول اللهﷺ جن ثقيف وٽ قيد پنهنجي ٻن ساٿين جي فديه ۾ کيس آزاد ڪيو. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٣٨٩٢) عائشهؓ کان روايت آهي ته جڏهن مڪي وارن پنهنجن قيدين جو فديو موڪليو، (ته نبي ﷺ جن جي نياڻي) زينب ؓ ابو العاص جي فديي ۾ ڪجهه مال موڪليو، جنهن ۾ اهو هار به هو جيڪو خديجه ؓ وٽ هو. زينب ؓ (شاديءَ ۾) اهو پائي ابو العاص وٽ وئي هئي. رسول اللهﷺ جن اهو ڏٺو ته سندس دل ڏاڍي پيسجي وئي. فرمايائون ته جيڪڏهن توهان مناسب سمجهو ته سندس قيديءَ کي ڇڏي ڏيو ۽ فديو به کيس موٽائي ڏيو. چيائون ته هائو! (ائين ئي

ڪريون ٿا) نبي ﷺ جن ان ڪان عهد ورتو تہ زينب کي مديني اچڻ ڏيندين. رسول اللهﷺ جن زيد بن حارثه ۽ هڪ انصاريءَ کي موڪلي فرمايو تہ ”بطن يا جج“ ۾ ترسو، توهان وٽان زينبؓ گذرندي ڪيس مديني وٺي اچو. (احمد، ابوداؤد)

(٣٨٩٣) عائشه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن بدر جي ڪافر قيديدن مان عقبه بن ابي معيط ۽ نضر بن حارث کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ابو عزه جمحي کي منٿ ميڙ ڪرڻ سبب ڇڏي ڏنو. (شرح السنه)

(٣٨٩٤) ابن مسعودؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جڏهن عقبه بن معيط کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ چيائين تہ منهنجن ٻارن ٻچن کي ڪير پاليندو؟ فرمايائون تہ (اهي بہ ) باهہ (جو ٻارڻ ٿيندا). (ابوداؤد)

(٣٨٩٥) عليؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ وٽن جبرائيلؑ آيو ۽ فرمايائين تہ پنهنجن ساٿين کي اختيار ڏيو تہ چاهي جنگ بدر جي قيدين کي قتل ڪن يا فديو وٺي ڇڏي ڏين. پر (موٽ ۾) ساڳئيءَ طرح سندن ايترائي ساٿي ايندڙ سال شهيد ٿيندا. اصحابن اها ڳالهہ پسند ڪئي تہ اسان فديو وٺون ٿا، پلي ساڳيءَ طرح اسان جا ساٿي شهيد ڪيا وڃن. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي).

(٣٨٩٦) عطيه قرظيؓ کان روايت آهي تہ نبو قريظه جي قيدين ۾آئون بہ شامل هيس. اسان کي نبيﷺ جن جي سامهون پيش ڪيو ويو. (ماڻهن ڏٺو تہ جنهن جا هينيان وار آهن. ان کي قتل ڪيو ويو ۽ جنهن جا هينيان وار نہ آهن، ان کي قتل نہ ڪيو ويو. منهنجي بہ هينيان وار نہ ڏسي، مون کي قيدين ۾ شامل ڪيائون. (ابوداؤد، ابن ماجه، درامي)

(٣٨٩٧) عليؓ کان روايت آهي تہ حديبيه جي صلح واري ڏينهن ڪيترائي ٻانها صلح ٿيڻ کان اڳ رسول اللهﷺ جن وٽ آيا، سندن مالڪن پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن خط لکيا تہ اي مُحَمَّدﷺ! اللہ جو قسم! اهي ٻانها توهان جي دين جي محبت ۾ نہ، پر غلاميءَ کان بچڻ جي جذبي سان نڪتا آهن. ڪن ماڻهن چيو تہ اي اللہ جا رسول ! واقعي اهي سچ چون ٿا، پوءِ انهن کي واپس موڪلي ڇڏيو، رسول اللهﷺ جن ناراض ٿي فرمايو تہ اي قريش وارؤ! آئون نٿو سمجهان تہ توهان باز ايندا، تانجو اللہ تعاليٰ توهان تي اهڙي شخص کي مسلط ڪري، جيڪو (توهان جي ڪفر سبب) توهان جون سسيون لاهي ۽ انهن کي ڏانهن موٽائڻ کان انڪار ڪيائون ۽ فرمايائون تہ اهي اللہ جا آزاد ڪيل ٻانها آهن. (ابوداؤد)

ٽيون فصل

(٣٨٩٨) ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن خالد بن وليد کي بنو جذيمه ڏانهن موڪليو. انهيءَ کين اسلام جي دعوت ڏني. پر چڱيءَ طرح ان جو اظهار ڪري نہ سگهيا تہ اسان اسلام آندو. چوڻ لڳا تہ اسان دين مٽايو سون. دين مٽايو سون. خالد رضي الله عنه انهن مان ڪن کي قتل ۽ ڪن کي قيد ڪيو. اسان مان هر هڪ کي ڪجهہ قيدي ڏنائين. جڏهن (سندن قتل جو) ڏينهن آيو تہ خالد رضي الله عنه حڪم ڏنو تہ هر شخص پنهنجي پنهنجي قيدي کي قتل ڪري، مون چيو تہ الله جو قسم! نہ آئون پنهنجي قيديءَ کي قتل ڪندس ۽ نہ منهنجن ساٿين مان ڪو پنهنجي قيديءَ کي قتل ڪندؤ، تانجو نبي ﷺ جن وٽ اچون. پوءِ اسان اهو واقعو کين ٻڌايو. پاڻ ﷺ جن ٻئي هٿ (آسمان ڏانهن) کڻي ٻہ ڀيرا فرمايائون تہ اي الله! جيڪي ڪجهہ خالد ڪيو آهي، آئون ان کان بيزار آهيان. (بخاري)

امان ڏيڻ جو بيان

پهريون فصل

(٣٨٩٩) ابو طالب جي ڌيءَ ام هاني رضي الله عنها چوي ٿي تہ آئون رسول الله ﷺ جن وٽ فتح مکه واري سال آيس. پاڻ ﷺ غسل فرمائي رهيا هئا ۽ سندس نياڻي فاطمه رضي الله عنها ڪپڙي سان پردي جو انتظام ڪري بيٺي هئي. مو سلام ڪيو، فرمايائون تہ ڪير آهي؟ مون چيو تہ ابو طالب جي نياڻي ام هاني آهيان. فرمايائون تہ ام هاني ڀلي ڪري آئي! جڏهن وهنجي فارغ ٿيا تہ اٿي بيٺا ۽ ڪپڙو ويڙهي اٺ رڪعتون پڙهيائون. پوءِ فارغ ٿيا تہ مون چيو تہ الله جا رسول ﷺ! منهنجو ماءُ جائو ڀاءُ علي رضي الله عنه ان شخص کي قتل ڪرڻ گهري ٿو، جنهن کي مون پناهہ ڏني آهي، يعني فلاڻو پٽ هبيره جو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي ام هاني! جنهن کي تو پناه ڏني، اسان بہ ان کي پناهہ ڏئي ڇڏي. اهو نيرن جو وقت هو. (بخاري، مسلم) ترمذيءَ جي روايت مطابق ام هاني رضي الله عنها چوي ٿي تہ مون پنهنجن ٻن ڏيرن کي پناهہ ڏني. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن کي تو امان ڏني، اسان بہ ان کي امان ڏئي ڇڏي.

ٻيو فصل

(٣٩٠٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ عورت مسلمان کي پناه ڏئي سگهي ٿي. (ترمذي)

(٣٩٠١) عمرو بن حمق رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن ڪنهن کي پاڻ وٽ امان ڏني. پوءِ وري ان کي قتل ڪري ڇڏيائين تہ قيامت جي ڏينهن کيس غداريءَ جو جهنڊو ڏنو ويندو. (شرح السنه)

(٣٩٠٢) سليم بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ معاويه رضي الله عنه ۽ رومين جي وچ ۾ جنگ نہ ڪرڻ جو معاهدو هو. معاويه سندن شهرن ڏانهن (لشڪر وٺي) روانو ٿيو تہ معاهدي جي مدت ختم ٿيندي

ئي مٿن حملو ڪري. ايتري ۾ هڪ شخص عربي يا ترڪي گهوڙي تي سوار ٿي آيو ۽ چوڻ لڳو ته اللہ اڪبر! اللہ اڪبر! معاهدي جو احترا ڪريو ۽ ان جي ڀڃڪڙي نه ڪريو. ڏٺائون ته عمرو بن عبسه ﷛ آهي. معاويه انهيءَ بابت ڪانئس پڇا ڪئي. چيائين ته مون رسول اللهﷺ جن کان ٻڌو آهي ته جنهن جو ڪنهن قوم سان معاهدو هجي ته ان جي ڀڃڪڙي نه ڪري تانجو مدت پوري ٿئي يا صاف صاف ان کي منسوخ ڪرڻ جو اعلان ڪري. پوءِ معاويه ﷛ (سرحدن تان لشڪر) واپس آندو. (ترمذي، ابوداؤد)

(٣٩٠٣) ابو رافع ﷛ کان روايت آهي ته قريش مون کي رسول اللهﷺ جن ڏانهن (سفر ڪري) موڪليو. جڏهن مون اللہ جي رسول ﷺ کي ڏٺو ته منهنجي دل ۾ اسلام جي محبت پيدا ٿي. مون چيو ته اللہ جو قسم! يارسول اللهﷺ! آئون انهن ڏانهن هرگز نه موٽندس. فرمايائون ته آئون عهد جي ڀڃڪڙي نه ڪندو آهيان ۽ سفيرن کي نه روڪيندو آهيان. واپس وڃ! جيڪڏهن تنهنجي دل ۾ اسلام جي محبت باقي رهي ته پوءِ موٽي اچ. پوءِ آئون مڪي وڃي اتان واپس آيس ۽ اسلام قبول ڪيم. (ابوداؤد)

(٣٩٠٤) نعيم بن مسعود﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن مسيلمه جي ٻن (سفيرن) کي چيو ته اللہ جو قسم! جيڪڏهن سفيرن جي قتل جي منع نه هجي ها ته ضرور توهان ٻنهي کي قتل ڪريان ها. (احمد، ابوداؤد)

(٣٩٠٥) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان بيان ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن پنهنجي خطبي ۾ ارشاد فرمايو ته معاهدا پورا ڪريو. ڇاڪاڻ ته ان سان اسلام مضبوط ٿئي ٿو، پر اسلام ۾ ڪو نئون عهد نه ڪيو.(ترمذي ۽ فرمائي ٿو ته حديث حسن آهي) ڪتاب القصاص ۾ علي﷛ جي حديث گذري، جنهن جا لفظ آهن ته مسلمانن جا خون هڪ ٻئي جي برابر آهن.

## ٽيون فصل

(٣٩٠٦) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي ته مسيلمه جا ٻه نمائيندا ابن نواحه ۽ ابن اثال نبي ﷺن وٽ آيا. ڪين فرمايائون ته ڇا گواهي ڏيو ٿا ته آئون اللہ جو رسولﷺ آهيان؟ چيائون ته گواهي ڏيون ٿا ته مسيلمه اللہ جو رسول آهي. نبيﷺ جن فرمايو ته مون اللہ ۽ سندس رسولن تي ايمان آندو. جيڪڏهن سفيرن کي قتل ڪريان ها ته ضرور توهان ٻنهي کي قتل ڪريان ها. عبدالله بن مسعود﷛ چوي ٿو ته پوءِ هي طريقو جاري ٿي ويو ته سفير کي قتل نه ڪجي. (احمد)

## بَابُ قِسۡمَةُ الۡغَنَائِمِ وَالۡغُلُولِ فِيۡهَا

## غنيمتون ورهائڻ ۽ ان ۾ خيانت نہ ڪرڻ جو بيان

### پهريون فصل

(3907) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان کان اڳ ڪنهن لاءِ غنيمت جو مال حلال نہ هو، هاڻي ﷲ اسان لاءِ غنيمتون حلال ڪيون آهن، ڇاڪاڻ تہ اسان جي ڪمزوري ۽ ضعيفي ڏٺائين، تنهن ڪري اسان لاءِ اهي حلال ڪيائين. (بخاري مسلم)

(3908) ابوقتاده ﷺ کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن جي اڳواٽيءَ ۾ جنگ حنين جي سال جهاد لاءِ نڪتاسون. جڏهن ڪافرن سان اسان جو مقابلو ٿيو تہ مسلمانن کي شڪست ڏسڻي پئي. مون هڪ مشرڪ کي ڏٺو، جنهن هڪ مسلمان کي دسيو هو. مون پويان وڃي سندس ڪنڌ جي رڳ تي تلوار جو وار ڪيو، جيڪا زرهہ جي آرپار لنگهي وئي. اهو مون ڏانهن متوجہ ٿيو ۽ مون کي ايڏو زور ڏنائين جو مون موت جو نظارو ڪيو. پوءِ اهو مري ويو تہ مون کي ڇڏي ڏنائين. آئون عمر بن خطاب ﷺ سان مليس ۽ کيس چيو تہ ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي؟ چيائين تہ (بس) ﷲ جو حڪم آهي. پوءِ (محاذ تان پٺي ويل) مسلمان موٽي آيا. نبي ﷺ جن ويهي رهيا ۽ فرمايائون تہ: جنهن شخص ڪنهن کي قتل ڪيو هجي ۽ وٽس گواهہ هجي، ان جو سامان سندس لاءِ آهي. مون چيو تہ منهنجي لاءِ گواهي ڪير ڏيندو؟ ائين چئي ويهي رهيس. نبي ﷺ جن ساڳي ڳالهہ ارشاد فرمائي تہ آئون اٿي بيٺس. فرمايائون تہ: اي ابوقتاده! توکي ڇا ٿيو آهي؟ مون پورو قصو بيان ڪيو. هڪ شخص چيو تہ هي سچ ٿو چوي ۽ سندس سامان مون وٽ آهي. کيس مون کان راضي فرمايو (تہ سندس سامان مون کي ڏي) ابوبڪر صديق ﷺ چيو تہ ﷲ جو قسم! ائين هرگز نہ ٿيندو. ﷲ جو هڪ شينهن ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ طرفان وڙهي ۽ (وري ان جو) سامان تون کڻي! نبي ﷺ جن فرمايو تہ (هيءُ) سچ ٿو چوي، تنهن ڪري هن کي سندس سامان ڏي. پوءِ انهيءَ اهو سامان مون کي ڏنو، جيڪو مون وڪڻي بنو سلمہ ۾ باغ خريد ڪيو. اهو پهريون مال هو، جو مون کي اسلام آڻڻ کان پوءِ مليو هو. (بخاري، مسلم)

(3909) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن غازي ۽ سندس گهوڙي کي ٽي حصا ڏناَ هڪ حصو ان جو ۽ بہ حصا گهوڙي جا. (بخاري، مسلم)

(3910) يزيد بن هرمز کان روايت آهي تہ نجدة حروري ابن عباس ﷺ ڏانهن خط لکي مسئلو پڇيو تہ جيڪڏهن ٻانهو ۽ عورت غنيمت ورهائڻ وقت موجود هجن، ڇا انهن جو ڀاڱو ڪڍيو ويندو؟ ابن عباس يزيد کي چيو تہ کيس جواب لک تہ انهن ٻنهي جو حصو مقرر نہ آهي، سواءِ ان جي جو کين ٿورو گهڻو مال ڏنو وڃي. هڪ روايت ۾ آهي تہ ان ڏانهن ابن عباس ﷺ لکي موڪليو تہ تو پڇيو آهي تہ ڇا رسول الله ﷺ جن سان جنگ ۾ عورتون شريڪ ٿينديون هيون ۽ ڇا پاڻ ﷺ انهن جو حصو ڪيندا هئا؟ بيشڪ پاڻ ﷺ کين جهاد ۾ وٺي ويندا هئا ۽ اهي بيمارن جو علاج ڪنديون هيون ۽ غنيمت مان حصو وٺنديون هيون، پر انهن جو حصو مقرر نہ هوندو هو. (مسلم)

(3911)سلمہ بن اڪوع ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي هڪ غلام رباح کي سواريءَ جا اٺ ڏئي موڪليو. جڏهن اسان صبح ڪئي تہ اوچتو عبدالرحمان فزاري رسول الله ﷺ جن جي اٺن تي حملو ڪيو. آئون هڪ ٽڪريءَ تي چڙهي مديني ڏانهن منهن ڪري ٽي ڀيرا وڏي واڪي چيو تہ يا صباح يا صباح! پوءِ (حملو ڪندڙن) جي پويان پيس ۽ ڪين تير چٽيندو رهيس ۽ بهادريءَ جا هي شعر پڙهندو رهيس: آئون اڪوع جو پٽ آهيان ۽ اڄوڪو ڏينهن انن جون ٽنگون وڍڻ جو آهي. انهن کي نيزا هڻندو رهيس ۽ انن جون ڪونچيون ڪَٽيندو رهيس تانجو رسول الله ﷺ جن کي جيڪي اٺ اَللهَ تعاليٰ عطا فرمايا هئا، اهي مون پنهنجي پويان ڇڏي ڏنا. وري انهن جي پويان پيس ۽ ڪين تير چٽيندو رهيس. تانجو انهن بہ(موٽ ۾) مون ڏانهن ٽيهن کان وڌيڪ چادرون ۽ ٽيهہ نيزا اڇلايا، پر اهي هلڪا هئا، اهي جيڪا بہ شيءِ اڇلائي رهيا هئا، آئون ان تي پٿرن جو نشان ڪندو ويس تہ جيئن رسول الله ﷺ جن ۽ سندن اصحابي ڏسي سڃاڻي وٺن، تانجو مون رسول الله ﷺ جن جا گهوڙ ي سوار ايندي ڏٺا. رسول الله ﷺ جن جي سوار ابوقتاده عبدالرحمان کي پڄي قتل ڪري ڇڏيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اڄ اسان جو بهترين گهوڙ ي سوار ابوقتاده ۽ اسان جو بهترين پيادل وڙهندڙ سلمہ بن اڪوع آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن مون کي بہ ڀاڱا ڏنا، هڪ حصو سوار جو ۽ هڪ حصو پيادي جو. پوءِ مديني واپسيءَ وقت مون کي پنهنجي عضبا ڏاچيءَ تي ساڻ ويهاريائون. (مسلم)

(3912) ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجا (جيڪي خصوصي) فوجي دستا جهاد لاءِ موڪليندا هئا، انهن کي (عمومي) فوج جي حصي کان ڪجهہ وڌيڪ ڏيندا هئا. (بخاري، مسلم)

(3913) ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي خمس کان وڌيڪ حصو ڏنو، مون کي هڪ پوڙهي ڏاچي ڏنائون. (بخاري، مسلم)

(3914) ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ سندس هڪ گهوڙو ڀڄي ويو، جنهن کي دشمن پڪڙي ورتو. جڏهن مسلمانن کي مٿن سوڀ حاصل ٿي تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ اهو کيس موٽائي ڏنو ويو. هڪ روايت ۾ فرمائي ٿو تہ سندس هڪ ٻانهو ڀڄي عيسائين سان ملي ويو، نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني کان پوءِ جڏهن مسلمان انهن تي غالب ٿيا تہ خالد بن وليد ﷺ اهو کيس موٽائي ڏنو. (بخاري)

(3915) جبير بن مطعم ﷺ ڪان روايت آهي تہ مون ۽ عثمان بن عفان ﷺ نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ خيبر جي خمس مان توهان عبدالمطلب جي اولاد کي (ڪجهہ مال) عطا فرمايو، پر اسان کي عطا نہ فرمايو، حالانڪ اسان بہ توهان کي مٽيءَ ۾ ساڳئي مرتبي ۾ آهيون. فرمايائون تہ: بنو هاشم ۽ بنو مطلب ساڳي شيءِ آهي. جبير چوي ٿو تہ پر نبي ﷺ جن بنو عبدالشمس ۽ بنو نوفل لاءِ ڪا شيءِ مقرر نہ ڪئي. (بخاري)

(3916) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ڳوٺ ۾ توهان اچو ۽ اتي ترسو تہ ان ۾ توهان جو حصو آهي ۽ جنهن ڳوٺ وارا الله ۽ سندس رسول ﷺ جي نافرماني ڪن، (پوءِ اهو فتح ٿئي) تہ ان جو پنجون حصو الله ۽ سندس رسولﷺ لاءِ آهي ۽ وري پوءِ اهو بہ توهان لاءِ آهي. (مسلم)

(3917) خولت انصاري ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪي ماڻهو الله جي مال ۾ ناحق هٿ چراند ڪن ٿا، انهن لاءِ قيامت جي ڏينهن باهہ آهي. (بخاري)

12- ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن اسان کي خطبو ڏنو ۽ غنيمت ۾ خيانت جو ذڪر ڪيائون ۽ ان جي سختي بيان ڪندي فرمايائون تہ: توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڪنڌ تي اٺ هجي جيڪو رانيا ڪندو هجي مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد ڪريو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو هو. توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڪنڌ تي گهوڙ و هجي جيڪو هڻڪار ڪندو هجي مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد فرمايو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو هو. توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڪنڌ تي ٻڪري هجي جيڪا ٻيڪان ڪندڙ هجي مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد فرمايو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو هو. توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڪنڌ تي (مقتول) ماڻهو هجي جيڪو رڙ يون ڪري مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد فرمايو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو هو. مان توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڪنڌ تي ڪپڙ و هجي جيڪو ڦڙ ڪندو هجي مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد فرمايو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪنهن ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو. مان توهان مان ڪنهن کي قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ نہ لهان جو سندس ڳچيءَ ۾ (چورايل) سون ۽ چاندي هجي مون کي چوي تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي مدد ڪريو. مان چوندس تہ مان تنهنجي ڪم نہ ايندس مون توکي (الله جو پيغام) پهچايو هو. (بخاري مسلم. لفظ مسلم جا آهن ۽ مسلم جي حديث مڪمل آهي)

13- ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کي "مدعم" نالي ٻانهو هديي ۾ ڏنو. مدعم رسول الله ﷺ جن لاءِ سواري تيار ڪري رهيو هو تہ هڪ تير اچي کيس لڳو جنهن سان مري ويو. ماڻهن چيو تہ کيس جنت جي خوشخبري هجي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هرگز نہ! الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي خيبر جي ڏينهن مال غنيمت ورهائڻ کان اڳ جيڪا چادر انهيءَ چورائي هئي سا پڻ ڪيل باهہ جي صورت ۾ کيس ويڙ هي وئي آهي. ماڻهن اها ڳالهہ ٻڌي تہ هڪ شخص (جتيءَ جي) هڪ يا ٻہ کهيون نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آڻي پيش ڪيون. فرمايائون تہ: اها هڪ يا ٻہ کهيون باهہ آهن (جيڪي قيامت جي ڏينهن تون پاڻ کٽي ايندين). (بخاري مسلم)

14- عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جو هڪ خادم "ڪرڪره" نالي هو جيڪو مري ويو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ: اهو دوزخي آهي. ماڻهن سندس ڇڏيل ورثي جي تلاشي ورتي تہ منجهس هڪ چوغو لڌائون جيڪو غنيمت جي مال مان چوري ڪيو هئائين.
(بخاري)

15- عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان کي جهاد دوران ماکي ۽ انگور غنيمت ۾ ملندا هئا تہ کائيندا هئاسون پر کڻي نہ ويندا هئاسون. (بخاري)

16- عبدالله بن مغفل ﷺ کان روايت آهي تہ خيبر جي ڏينهن مون کي چربيءَ جي ٿيلهي ملي جيڪا مون کنئي ۽ چيم تہ اڄ ان مان ڪنهن کي ڪجهہ نہ
ڏيندس. مون ڪنڌ ورائي ڏٺو تہ اوچتو رسول الله ﷺ جن مون ڏانهن نهاري مسڪرائي رهيا هئا. ۽ باب رزق الولاة ۾ ابوهريره ﷺ جي حديث بيان ٿي جنهن جا لفظ آهن: ما اعطيڪم.

## ٻيو فصل

17- ابو امامہ ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ مون کي نبين تي فضيلت ڏني يا فرمايائون تہ: منهنجي امت کي ٻين امتن تي فضيلت بخشي ۽ اسان لاءِ غنيمتون حلال ڪيائين. (ترمذي)

18- انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن حنين جي جنگ ۾ فرمايو تہ: جيڪو ڪافر کي قتل ڪندو سندس سامان ان لاءِ آهي انهيءَ ڏينهن ابوطلحہ ويهہ ماڻهو ماريا ۽ سندن سامان ورتائين. (دارمي)

19- عوف بن مالڪ اشجعي ۽ خالد بن وليد رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فيصلو فرمايو تہ: (ميدان جنگ ۾ ماريل ڪافر جو) مال ان جي قاتل لاءِ آهي ۽ انهيءَ مال مان خمس نہ ورتو ويندو. (ابوداؤد)

20- عبد الله بن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن بدر جي ڏينهن ابوجهل جي تلوار مون کي ڏني ۽ ابن مسعود ﷺ ئي کيس قتل ڪيو هو. (ابوداؤد)

21- ابولحم جي آزاد ڪيل غلام عمير کان روايت آهي تہ مون پنهنجن مالڪن سان خيبر ۾ شرڪت ڪئي انهن منهنجي باري ۾ رسول الله ﷺ جن سان
گفتگو ڪئي تہ مان غلام آهيان. پاڻ ڪريم ﷺ حڪم ڏنائون تہ مون کي هڪ تلوار ڏني وئي. اجهو اها مان ڇڪي رهيو آهيان. پوءِ منهنجي لاءِ حڪم ڪيائون تہ ڪجهہ گهريلو سامان مون کي ڏين. پوءِ مون کين کي ڪلمات پڙ هي ٻڌايا جيڪي جنات جي زير اثر ماڻهن تي پڙ هندو هيس. پاڻ انهن مان ڪي ڪلمات منسوخ ڪيائون ۽ ڪي باقي رکيائون. (ترمذي ۽ ابوداؤد. ابوداؤد جي روايت "المتاع" تائين آهي)

22- مجمع بن جاريہ ﷺ کان روايت آهي تہ خيبر (جي غنيمتن) کي صلح حديبيہ ۾ شامل ٿيندڙ (اصحابن) تي ورهايو ويو. رسول الله ﷺ جن ان کي ارڙ هن حصن ۾ ورهايو. فوج جو ڪل تعداد پندرهن سؤ هئو جن مان ٽي سؤ سوار هئا. سوار کي ٻہ حصا ۽ پيادل کي هڪ حصو ڏنائون. (ابوداؤد) ۽ چوي ٿو تہ ابن عمر رضي الله عنهما جي حديث وڌيڪ صحيح آهي ۽ عمل ان تي آهي. مجمع بن جاريہ جي حديث ۾ ڪجهہ شڪ آهي ڇاڪاڻ تہ اهو ڇاڻائي ٿو تہ (خيبر جي جنگ ۾) ٽي سؤ سوار هئا جڏهن تہ درحقيقت ٻہ سؤ سوار هئا.

23- حبيب بن مسلم فهري ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن سان جنگہ شرڪت ڪئي. پاڻ مون کي شروع ۾ چوٿون حصو ۽ جهاد کان موٽڻ وقت ٽيون حصو ڏنائون. (ابوداؤد)

24- حبيب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنجون حصو ڏيڻ کان پوءِ چوٿون حصو وڌيڪ ڏيندا هئا ۽ (ڪڏهن) واپسيءَ وقت خمس کان پوءِ ٽيون حصو ڏيندا هئا. (ابوداؤد)

25- ابوجويريہ جرمي ﷛ کان روايت آهي تہ امير معاويہ جي زمانيہ مون کي رومين جي علائقي مان ڳاڙ هو گهڙ و مليو جنهن ۾ ڪجهہ دينار هئا. رسول الله ﷺ جن جو هڪ صحابي اسان جو اڳواڻ هو جيڪو قبيلہ بنو سليم مان هو سندس نالو معن بن يزيد هو. اهو گهڙ و مون وٽس آندو انهيءَ اهو مسلمانن ۾ ورهايو ۽ مون کي بہ اوترو ئي حصو ڏنائين جيترو ٻين کي ڏنو هئائين. چيائين تہ جيڪڏهن مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي نہ ٻڌو هجي ها تہ خمس کان پوءِ وڌيڪ حصو نہ آهي تہ البتہ توکي ڏيان ها. (ابوداؤد)

26- ابوموسيٰ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر فتح فرمائي چڪا هئا تہ ان وقت اسان وٽن آيا سون. پاڻ اسان کي بہ حصو ڏنائون يا چيائين تہ ان مان ڪجهہ (مال) اسان کي ڏنائون. حالانڪ خيبر مان جيڪي غيرحاضر هئا انهن مان ڪنهن کي حصو نہ ڏنائون سواءِ اسان ٻيڙ يءَ وارن يعني جعفر ۽ سندس ساٿين جي. (ابوداؤد)

27- يزيد بن خالد ﷛ کان روايت آهي تہ خيبر جي ڏينهن رسول الله ﷺ جن جو هڪ ساٿي گذاري ويو. جنهن جو ذڪر رسول الله ﷺ جن سان ڪيو ويو. فرمايائون تہ: پنهنجي ساٿيءَ جي جنازي نماز پاڻ پڙ هو. اهو ٻڌي ماڻهن جي منهن جا رنگ لهي ويا. فرمايائون تہ: بيشڪ توهان جي هن ساٿيءَ غنيمت جي مال مان خيانت ڪئي آهي. اسان سندس ڇڏيل مال (ورثي) جي جاچا لڌي تہ يهودين جي هٿ آيل مال مان منڊيءَ جي هڪ ٽڪ لڌي جيڪا ٻن درهمن جي برابر بہ نہ هئي. (مالڪ ابوداؤد نسائي)

28- عبدالله بن عمرو ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽ غنيمتن جو مال گڏ ايندو هو تہ بلال کي حڪم ڏيندا هئا تہ ماڻهہ اعلان ڪر تہ (سموريون) غنيمتون آڻي پيش ڪن پوءِ ان مان پنجون حصو ڪڍي باقي مال ورهائيندا هئا. هڪ شخص ورهاست کان پوءِ وارن جي وٽيل هڪ مهار آندي ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! اها اسان کي غنيمت جي مال مان ملي آهي. فرمايائون تہ: ڇا تو بلال کي ٽي ڀيرا اعلان ڪندي ٻڌو؟ چيائين تہ هائو! فرمايائون تہ: پوءِ ڇاجي ڪري ان وقت نہ آندئي؟ انهيءَ عذر عرض ڪيو. فرمايائون تہ: هاڻي اها تون ئي قيامت جي ڏينهن کڻي ايندين. هرگز توکان قبول نہ ڪندس. (ابوداؤد)

٢٩(3935) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت آڻي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ابوبڪر ﷛ ۽ عمر ﷛ غنيمت جي مال ۾ خيانت ڪندڙ جو سامان ساڙ يو ۽ ان کي ماريو. (ابوداؤد)

(3936) سمره بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو غنيمت جي مال ۾ خيانت ڪندڙ جي پرده پوشي ڪندو اهو بہ ان وانگر آهي. (ابوداؤد)

(3937) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ورهاست کان اڳ غنيمت جي مال جي وڪري کان منع فرمائي. (ترمذي)

(3938) ابوامامہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ورهاست کان اڳ حصا وڪڻڻ کان منع فرمائي آهي. (ترمذي)

(3939) خولہ ذيءَ قيس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هي مال ڏاڍو سائو سهڻو ۽ مٺو آهي جيڪو ان کي حق سان وٺندو ان ۾ برڪت پوندي. ڪيترا الله ۽ سندس رسول ﷺ جي مال ۾ خيانت ڪندڙ نفس پرست ماڻهو آهن جن جي لاءِ قيامت جي ڏينهن باهہ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. (ترمذي)

(3940) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن بدر جي ڏينهن (مال غنيمت مان) ذوالفقار تلوار پنهنجي حصي کان وڌيڪ ورتي. (ابن ماجہ) ترمذيءَ ۾ وڌيڪ آهي تہ اهائي تلوار آهي جنهن جي باري ۾ پاڻ ﷺ احد جي ڏينهن خواب ڏٺو هئائون.

(3941) رويفع بن ثابت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي يقين رکي ٿو اهو مسلمانن جي فيءَ جي مال مان سواريءَ لاءِ جانور استعمال نہ ڪري تانجو جڏهن ڏٻرو ٿئي تہ غنيمت جي مال ۾ موٽائي ڏئي ۽ جيڪو شخص الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي يقين رکي ٿو اهو مسلمانن جي فيءَ جي مال مان ڪپڙ و استعمال نہ ڪري تانجو چوڙي پراڻو ڪري تہ پو ءِ غنيمت جي مال ۾ موٽائي ڏي. (ابوداۇد)

(3942) محمد بن ابو مجالد چوي ٿو تہ مون عبدالله بن ابي اوفيٰ رضي الله عنه کان پڇيو تہ ڇا توهان رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ کاڌي جي شين مان پنهنجو حصو وٺندا هئا؟ چيائين تہ خيبر جي ڏينهن اسان کي کاڌو مليو هو. هر ماڻهو ان مان ضرورت آهر کڻي (بيرڪ ۾) موٽندو هو. (ابوداۇد)

(3943) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ لشڪر مال غنيمت ۾ ماکي ۽ کاڌو آندو جنهن مان پنجون حصو (خمس) نہ ڪڍيو ويو. (ابوداۇد)

(3944) عبدالرحمٰن جو آزاد ڪيل غلام قاسم رسول الله ﷺ جن جي ڪن اصحابن کان روايت بيان ڪري ٿو تہ اسان جهاز ۾ اٺ ذبح ڪري کائيندا هئاسون ۽ ورهائيندا هئاسون. تانجو جڏهن پنهنجين بيرڪن ۾ ايندا هئاسون تہ اسان جون ڳوتريون (گوشت سان) ڀريل هونديون هيون. (ابوداۇد)

(3945) عباده بن صامت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ سئي ڌاڳي سميت هر شي ءِ جمع ڪرايو غنيمت جي مال ۾ خيانت نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ قيامت جي ڏينهن اها انهيءَ شخص لا ءِ شرمساريءَ جو سبب ٿيندي. (دارمي) نسائيءَ ۾ عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي جي حوالي سان اها حديث بيان ڪري ٿو.

(3946) عمروبن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت بيان ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن هڪ اٺ وٽ آيا ان جي ٿوهي مان وارن جي ڇڳ پٽي فرمايائون تہ: اي انسانو! هن فيءَ جي مال مان منهنجي لاءِ ڪو حصو نہ آهي تانجو هيترو بہ نہ آهي ۽ آڱر مٿي کڻي ڏيکاريائون سواءِ پنجين حصي جي وري اهو پنجون حصو بہ توهان کي ئي موٽائي ڏنو وڃي ٿو تنهن ڪري (غنيمت ۾ هٿ آيل) ڌاڳو ۽ سئي بہ آڻي پيش ڪريو. تڏهن هڪ شخص اٿي بيٺو سندس هٿ

۾ وارن جي رسيءَ جو ٽڪرو هو. چيائين تہ پلاڻ ٻڌڻ لا ءِ هي کنيو اٿم. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجو ۽ عبدالمطلب جي اولاد جو جيڪو بہ حصو آهي سو تنهنجو آهي. انهيءَ چيو تہ جيڪڏهن ان جي باري ۾ ايتري سختي آهي جيڪا آئون ڏسي رهيو آهيان تہ مون کي ان جي ضرورت نہ آهي پوءِ اها اڇلي ڇڏيائين. (ابوداۇد)

(3947) عمرو بن عبسہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي غنيمت جي هڪ اٺ جي آڏو نماز پڙ هائي. سلام ڦيرائي اٺ جي پاسي مان وارن جي ڇڳ پٽي فرمايائون تہ: غنيمتن مان منهنجي لاءِ هيتري شيءِ بہ جائز نہ آهي سواءِ خمس جي ۽ اهو خمس بہ توهان کي موٽائي ڏنو وڃي ٿو. (ابودائود)

(3948) جبير بن مطعم ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن ذوي القربيٰ جو حصو بنوهاشم ۽ بنو مطلب ۾ ورهايو تہ آئون ۽ عثمان بن عفان وٽن آياسون عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! بنوهاشم اسان جا ڀائر آهن. اسان سندن مان مرتبي جو انڪار نٿا ڪريون ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ توهان کي منجهن پيدا فرمايو آهي پر ڪهڙ و سبب آهي جو توهان بنومطلب کي حصو ڏنو ۽ اسان کي ڇڏي ڏنو آهي؟ حالانڪ اسان جي قرابت ۽ سندن قرابت هڪ ئي ڳالهہ آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بنومطلب ۽ بنوهاشم هن طرح ساڳي ڳالهہ آهن ۽ هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ ۾ وجهي ڏيکاريائون. (شافعي) ابودائود نسائيءَ ۾ بہ ساڳيءَ طرح آهي. انهي وڌيڪ آهي تہ فرمايائون تہ: آئون ۽ عبدالمطلب جو اولاد نہ جاهليت ۾ جدا آهيون ۽ نہ اسلام ۾ اسان سڀ هڪ شيءِ آهيون ۽ هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ ۾ وجهي ڏيکاريائون (تہ هن طرح).

## فصل ٽيون

(3949) عبدالرحمن بن عوف ﷺ کان روايت آهي تہ آئون بدر جي ميدان ۾ (مجاهدين جي) صف ۾ بيٺو هيس. پوءِ پنهنجي ساڄي ۽ کابي پاسي ڏٺو تہ اوچتو پاڻ کي ٻن ننڍي عمر جي انصاري جوانن جي وچ ۾ ڏٺم. سوچيم تہ جيڪر انهن جي پيٽ ۾ طاقتور ماڻهن جي وچ ۾ هجان ها! انهن مان هڪ مون کي زور ڏيندي پڇيو تہ چاچا! ابوجهل کي ڃاڻين ٿو؟ مون چيو تہ هائو پر اي ڀائٽيا! تنهنجو ان ۾ ڪهڙ و ڪم؟ چيائين تہ مون کي معلوم ٿيو آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي گاريون ڏيندو آهي. الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي جيڪڏهن ڪيس ڏسي وٺان تہ هرگز منهنجو جسم ان جي جسم کان جدا نہ ٿيندو تانجو جنهن کي اڳي مرڻو آهي اهو مري وڃي. مون کي ان تي تعجب ٿيو. وري ٻئي ڇوڪري مون کي لوڏي ساڳي ڳالهہ چئي. ٿوري دير کان پوءِ مون ڏٺو تہ ابوجهل ماڻهن ۾ گهمي ڦري رهيو آهي. مون چيو تہ انهيءَ همراهہ کي ڏسو تا اهو اتوَ توهان جو ساٿي! جنهن جي باري ۾ پڇي رهيا آهيو. پوءِ تلوار سميت تيزيءَ سان ان ڏانهن ڊوڙيا ۽ ان تي وار ڪري ماري وڌائون. پوءِ رسول الله ﷺ جن ڏانهن واپس وريا ۽ اها خبر ڏنائون. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ توهان مان ان کي ڪنهن قتل ڪيو آهي؟ ٻنهي مان هر هڪ چيو تہ (سائين ﷺ!) مون ان کي قتل ڪيو آهي. فرمايائون تہ: توهان پنهنجيون تلوارون اگهيون تہ نہ آهن؟ چيائون تہ نہ! رسول الله ﷺ جن سندن تلوارون ڏسي چيو تہ توهان ٻنهي ان کي قتل ڪيو آهي ۽ ابوجهل جو سامان معاذ بن عمرو بن جموح کي ڏيڻ جو فيصلو فرمايو. اهي ٻئي ڇوڪرا معاذ بن عمرو بن جموح ۽ معاذ بن عفراءَ هئا. (بخاري مسلم)

(3950) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن بدر جي ڏينهن فرمايو تہ: ڪير آهي جيڪو اسان کي ٻڌائي تہ ابوجهل (جنگ لاءِ) ڪهڙ ي تياري ڪئي آهي؟ ابن مسعود ﷺ (خبرچار لهڻ) ويو. ڏٺائين تہ کيس عفراءَ جي ٻن پٽن ماري وڌو آهي تانجو ٿڌو ٿي چڪو آهي. ابن مسعود ﷺ سندس ڏاڙ هي پڪڙ ي چيو تہ ابوجهل آهين؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ هڪ شخص (يعني منهنجي) قتل ڪرڻ کان وڌيڪ توهان ڪهڙ و ڪارنامو انجام ڏنو آهي؟ ٻي روايت مطابق چيائين تہ ڪاش! مون کي هاريءَ جي پٽن جي بجاءِ ٻيو شخص قتل ڪري ها.(ڇاڪاڻ انصاري ٻني ٻارو ڪندا هئا) (بخاري مسلم)

(3951) سعد بن ابي وقاص ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کن ماڻهن کي ڪجهہ (مال) ڏنو آئون وٽن وينو هيس. پاڻ هڪ شخص کي ڪجهہ نہ ڏنائون جيڪو مون کي ڏاڍو پيارو لڳي رهيو هو. مون اٿي بيهي عرض ڪيو تہ ڪهڙ و سبب آهي تہ فلاڻي کي (مال غنيمت مان) نٿا ڏيو. الله جو قسم! آئون تہ کيس مؤمن سمجهان ٿو؟ فرمايائون تہ: يا مسلمان! سعد اها ڳالهہ ٽي ڀيرا ورجائي ۽ ساڳيو جواب رسول الله ﷺ جن بہ ڏنو. پوءِ فرمايائون تہ: بيشڪ آئون ڪنهن کي مال ڏيندو آهيان حالانڪ ان جي پيٽ ۾ ٻيو مون کي وڌيڪ پيارو هوندو آهي پر خوف هوندو آهي تہ متان کيس (سندس ڪفر سبب) دوزخ ۾ نہ اڇلايو وڃي. (بخاري مسلم) بخاري ۽ مسلم جي ٻي روايت مطابق زهري چوي ٿو تہ (هن حديث مان معلوم ٿيو تہ) اسلام ڪلمہ شهادت جو ۽ ايمان عمل صالح جو نالو آهي.

(3952) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن بدر جي ڏينهن اٿي بيهي فرمايو تہ: بيشڪ عثمان ﷜ الله جي ڪم ۽ سندس رسول ﷺ جي ڪم سان ويو آهي. آئون سندس پاران بيعت ڪريان ٿو. پوءِ ان جي لاءِ حصو مقرر ڪيائون ۽ غير حاضرن مان ان کان سواءِ ڪنهن کي حصو نہ ڏنائون. (ابوداؤد)

(3953) رافع بن خديج ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن غنيمت ۾ هڪ اٺ جي بدلي ۾ ڏهہ ٻڪريون ڏيندا هئا. (نسائي)

(3954) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اڳين نبين مان هڪ نبيءَ جهاد ڪيو. پنهنجي قوم کي چيائين تہ اهو شخص مون سان گڏ جهاد تي نہ هلي جنهن نڪاح ڪيو پر اجا زال سان همبستري نہ ڪئي اٿس يا جنهن گهر ناهيو آهي پر اجا ڇت نہ وڌي اٿس يا جنهن ڍُڪي ٻڪري يا ڏاچي خريد ڪئي ۽ ان جي ويامڻ جي انتظار ۾ آهي. پوءِ جهاد شروع ڪيائين ۽ عصر مهل يا عصر جو وقت ٿيڻ وارو هو تہ هڪ ڳوٺ تي (حملي لاءِ) پهتا. ان سج کي چيو تہ تون بہ حڪم جو تابعدار آهين ۽ آئون بہ حڪم جو تابعدار آهيان اي الله! ان (سج) کي اسان لاءِ روڪي ڇڏ. پوءِ سج روڪيو ويو تانجو الله تعاليٰ کين فتح ڏني. غنيمتون گڏ ڪيائون. باهہ آئي پر انهن کي نہ کاڌائين. نبيءَ سڳوري فرمايو تہ: تحقيق توهان مان ڪنهن غنيمت ۾ خيانت ڪئي آهي. هر قبيلي مان هڪ ڄڻو مون سان بيعت ڪري. نيٺ هڪ شخص جو هٿ سندس هٿ سان چنبڙ ي پيو. کيس چيائين تہ خيانت ڪندڙ توهان ۾ آهن تنهنجو قبيلو مون سان بيعت ڪري. آخر ٻن يا ٽن ماڻهن جو هٿ نبي سڳوري جي هٿ سان چنبڙ ي پيو. کين چيائين تہ خيانت توهان ۾ آهي. پوءِ انهن ڏاند جي منڍيءَ جيترو سون آڻي پيش ڪيائون جنهن کي (غنيمتن ۾) رکيائين تہ باهہ ان کي کائي وئي. هڪ روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ اسان کان اڳ ڪنهن لاءِ غنيمتون حلال نہ هيون هاڻي الله اسان لاءِ غنيمتون حلال ڪيون آهن ڇاڪاڻ تہ اسان ۾ ڪمزوري ۽ هيڻائي ڏٺائين پوءِ اسان لاءِ اهي حلال ڪيائين. (بخاري مسلم)

(3955) ابن عباس ﷜ کان روايت آهي تہ عمر ﷜ مون کي ٻڌايو تہ جڏهن خيبر جو ڏينهن ٿيو تہ نبي ﷺ جن جا ڪي اصحابي چوڻ لڳا تہ فلاڻو شهيد ۽ فلاڻو شهيد آهي تانجو هڪ شخص (جي لاش) وٽ آيا ۽ چيائون تہ فلاڻو شهيد آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: هرگز نہ! مون ان کي باهہ ۾ ڏٺو آهي ڇاڪاڻ تہ غنيمت جي مال مان هڪ چادر يا چوغو چوري ڪيو هئائين. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي خطاب جا پٽ! وڃ ماڻهن ۾ ٽي ڀيرا اعلان ڪر تہ جنت ۾ فقط مؤمن داخل ٿيندا. پوءِ آئون نڪتس ۽ ٽي ڀيرا اهو اعلان ڪيم تہ جنت ۾ فقط مؤمن داخل ٿيندا. (مسلم)

## جزيہ جو بيان

### پهريون فصل

(3956) بجالہ کان روايت آهي تہ آئون احنف جي چاچي جزء بن معاويہ جو ڪاتب هيس. اسان وٽ عمر بن خطاب رضي الله عنه جو خط سندس وفات کان هڪ سال اڳي آيو تہ مجوسين مان هر ذومحرم کي جدا ڪريو. عمر رضي الله عنه مجوسين کان جزيو نہ وٺندو هو تانجو عبدالرحمٰن بن عوف گواهي ڏني تہ نبي ﷺ جن هجر جي مجوسين کان جزيو ورتو آهي. (بخاري) بريده رضي الله عنه جي حديث جنهن جا لفظ آهن: إِذَا أَمَّرَ أَمِيْرًا لي جَيْشٍ باب ۾ اَلْتَاب ۾ إِلَي الْقَار گذري چڪي.

### ٻيو فصل

(3957) معاذ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مون کي يمن ڏانهن موڪليو تہ حڪم ڏنائون تہ هر بالغ کان هڪ دينار يا ان جي برابر معافري ڪپڙ و وٺان جيڪو يمن ۾ ٺهي ٿو. (ابوداود)

(3958) ابن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ سرزمين (يعني مملڪت) ۾ ٻن قبلن جو هجڻ صحيح نہ آهي ۽ مسلمان تي جزيو نہ آهي. (احمد ترمذي ابوداود)

(3959) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خالد بن وليد کي اڪيدر دومہ الجندل ڏانهن موڪليو جنهن کيس گرفتار ڪري پيش ڪيو. پاڻ سندس خون معاف فرمايائون ۽ جزيي تي ان سان صلح ڪيائون. (ابوداود)

(3960) حرب بن عبيدالله پنهنجي ناني کان اهو پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: يهودين ۽ عيسائين تي مالن مان ڏهون حصو آهي مسلمانن تي مال مان حصو نہ آهي. (احمد ابوداود)

(3961) عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان هڪ اهڙ ي قوم وٽان گذرندا آهيون جيڪي نہ اسان جي مهماني ڪن ٿا ۽ نہ اسان کي اسان جو حق ڏين ٿا ۽ نہ وري اسان انهن کان (زوريءَ) وصولي ڪريون ٿا. فرمايائون تہ: جيڪڏهن اهي انڪار ڪن تہ انهن کان زوريءَ وٺو. (ترمذي)

### ٽيون فصل

(3962) اسلم کان روايت آهي تہ عمر بن خطاب رضي الله عنه سونارن تي چار دينار چانديءَ وارن تي چاليهہ درهم جزيو ۽ ان سان گڏوگڏ مسلمانن جي ٽي ڏينهن مهمان نوازي مقرر ڪئي. (مالڪ)

## صلح جو بيان

### پهريون فصل

(3963) مسور بن مخرمہ ۽ مروان بن حڪم کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن حديبيہ جي سال پنهنجا (پندرهن) سؤ اصحابي وٺي (عمري لاءِ) نڪتا. جڏهن ذو الحليفہ (نالي هنڌ) پهتا تہ قربانيءَ جي جانورن ۾ (جتين جو) هار وڌائون ۽ انهن کي چير ڏنائون ۽ عمري جو احرام ٻڌائون. جڏهن "ثنيہ" (نالي هنڌ) پهتا جتان مڪي وارن ڏانهن لهبو آهي تہ سندن ڏاچي ويهي رهي. ماڻهن چيو تہ هل هل قصوا ڳَهَ ڪيو آهي قصوا ڳَهَ ڪيو آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: نہ قصوا ڳَهَ ڪيو آهي ۽ نہ اها سندس عادت آهي پر ان کي الله روڪيو آهي جنهن (ابرهہ

جي) هاٿيءَ کي روڪيو هو. پوءِ فرمايائون ته: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته (قريش) ڪعبت الله جي تعظيم جي جنهن به ڳالهه جو مون کان مطالبو ڪندا اها ضرور پوري ڪندس. پوءِ ڏاچيءَ کي دڙ ڪو ڪڙ ڪو ڪيائون. اها اٿي تانجو پاڻ حديبيه جي پرين پاسي ٿوري پاڻيءَ واري جاءِ تي اچي لٿا جتان ماڻهو پاڻي ٿورو ٿورو حاصل ڪندا رهيا تانجو اهو ختم ٿي ويو. پوءِ رسول الله ﷺ جن وٽ اچي اڃ جي شڪايت ڪيائون. پاڻ سڳورن ﷺ ترڪش مان هڪ تير ڪڍي ماڻهن کي حڪم ڪيو ته ان کي اتي (پاڻيءَ جي جاءِ) تي کوڙي ڇڏيو. الله جو قسم پوءِ ته پاڻي جوش سان نڪرڻ لڳو تانجو اتان ڊوڙ ڪري پاڻي پريائون. انهيءَ حالت ۾ هئا ته انهن وٽ بديل بن ورقاءُ خزاعي ڪن ماڻهن سميت آيو. ان کان پوءِ نبي ﷺ جن وٽ (قريش جو سفير) عروه بن مسعود آيو. راوي قصو بيان ڪندي چوي ٿو ته ان وقت سهيل بن عمرو آيو. نبي ﷺ جن فرمايو ته: (صلح جي معاهدي جي) لکت ۾ لکو ته "هي فيصلو الله جي رسول محمد ﷺ جي طرفان آهي." سهيل چيو ته الله جو قسم! جيڪڏهن اسان کي معلوم هجي ته توهان الله جا رسول آهيو ته هرگز توهان کي بيت الله کان نه روڪيون ها ۽ نڪي توهان سان وڙهون ها پر "محمد بن عبد الله" لکو. نبي ﷺ جن  فرمايو ته: الله جو قسم! آئون  الله جو رسول آهيان جيتوڻيڪ توهان مون کي ڪوڙ و ڪريو ٿا. (اي علي!) محمد بن عبدالله لک! سهيل چيو ته (معاهدي ۾ اها ڳالهه به شامل ڪريو ته) اسان مان جيڪو توهان وٽ اچي توهان جو دين اختيار ڪندو ان کي اسان ڏانهن موٽائي موڪليندا. جڏهن معاهدي جي لکت کان فارغ ٿيا ته رسول الله ﷺ جن پنهنجن ساٿين کي حڪم فرمايو ته: اٿو! پنهنجا قربانيءَ جا جانور ذبح ڪريو پوءِ مٿا ڪوڙ ايو. ان کان پوءِ ڪي مؤمنياڻيون (مسلمانن وٽ) اچي پهتيون ته الله تعاليٰ هي حڪم لاٿو ته "اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان وٽ مؤمن عورتون هجرت ڪري اچن." يعني ڪين ڪافرن ڏانهن موٽائڻ کان منع فرمايائين ۽ حڪم ڪيائين ته (ڪافر مڙ سن جا) مهر انهن کي واپس ڪريو. پوءِ مديني موٽي آيا. قريش جو هڪ شخص ابوبصير مسلمان ٿي آيو. انهن ان جي واپسيءَ لاءِ به ڄڻا (مديني) موڪليا. پاڻ سڳورن ﷺ کيس سندن حوالي ڪيو. جڏهن اهي ان کي وٺي ذوالحليفه پهتا ته اتي لهي کجيون کائڻ لڳا. ابوبصير انهن مان هڪڙي ص کي چيو ته اڙ ي فلاڻا الله جو قسم! تنهنجي تلوار ته ڏاڍي ڪا عمدي آهي ٿورو مون کي ڏيکار ته تلوار قبضي ۾ وٺي انهن مان هڪڙ ي کي قتل ڪيائين جيڪو اتي ڍير ٿي پيو ۽ ٻيو مديني وٺي ڀڳو ۽ مسجد (نبوي) ۾ داخل ٿيو. نبي ﷺ جن فرمايو ته: هي شخص ڊنل ٿو نظر اچي. انهيءَ چيو ته منهنجو ساٿي مارجي ويو ۽ الله جو قسم! پڻ مون کي به خوف آهي. پوءِ ابوبصير به اچي پهتو. نبي ﷺ جن فرمايو ته: هن جي ماءُ لاءِ خرابي هجي جيڪڏهن سندس ڪو مددگار پيدا ٿيو ته اهو ته جنگ جي بنيءَ کي گرم ڪندو. جڏهن ابوالبصير نبي ﷺ جن جي اها ڳالهه ٻڌي ته کيس پڪ ٿي وئي ته سگهوئي ان کي وري انهن (ڪافرن) جي حوالي ڪندا. تنهن ڪري سامونڊي ڪناري ڏانهن ڀڄي ويو. اتي ابوجندل بن سهل به ڀڄي ابوبصير سان اچي مليو. ان کان پوءِ معمول ٿي ويو ته قريش مان جيڪو به مسلمان ٿيندو هو ابوبصير سان اچي ملندو هو تانجو اتي (مسلمانن جي) هڪ جماعت گڏ ٿي وئي. پوءِ الله جو قسم! جڏهن به اهي ٻڌندا هئا ته قريش جو قافلو شام تجارت لاءِ وڃي رهيو آهي ته پويان لڳي انهن کي قتل ڪندا ۽ سندن مالن تي قبضو ڪندا هئا. نيٺ قريش نبي ﷺ جن کي الله ۽ قرابتداري جو واسطو ڏنو ته انهن مان جيڪو وٽن ايندو ان کي امان آهي. پوءِ نبي ﷺ جن انهن ڏانهن اهو پيغام موڪليو. (بخاري)

(3964) براءُ بن عازب رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ﷺ  جن حديبيه جي ڏينهن مشرڪن سان ٽن ڳالهين تي صلح ڪيو: 1- مشرڪن مان جيڪو مسلمان ٿي نبي ﷺ جن وٽ ايندو ان کي موٽائي مڪي موڪليندا 2-

جيڪو مسلمان (مرتد ٿي) ڪافرن ڏانهن ايندو ان کي نہ موٽائيندا 3- مسلمان ايندڙ سال عمري لاءِ ايندا ٽي ڏينهن مڪي ۾ رهندا ۽ هٿيار يعني تلوار ڪمان وغيره (نيام) ۾ بند رکندا. انهيءَ دوران ابوجندل بيڙ ين ۾ ٻڌل حالت ۾ مسلمانن وٽ آيو پاڻ سڳورن ﷺ ان کي ڪافرن جي حوالي ڪيو. (بخاري مسلم)

(3965) انس ﷛ کان روايت آهي تہ قريش نبي ﷺ جن سان هنن شرطن تي صلح ڪيو: 1- توهان جو جيڪو ماڻهو اسان ڏانهن ايندو اسان ڪيس نہ موٽائينداسون. 2- اسان جو جيڪو ماڻهو توهان ڏانهن ايندو توهان ڪيس اسان ڏانهن موٽائيندا. (اصحابن) عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا اسان سندن اهي شرط لکون (مڃيون؟) فرمايائون تہ: هائو! جيڪو اسان مان انهن ڏانهن (مرتد) ٿي ويندو الله ان کي (پنهنجي رحمت کان) پري ڪري ۽ جيڪو انهن مان اسان ڏانهن ايندو الله تعاليٰ ان لاءِ سڳهوئي ڪا نجات جي واٽ ڪيندو. (مسلم)

(3966) عائشہ رضي الله عنها عورتن جي بيعت جي باري ۾ فرمائي ٿي تہ رسول الله ﷺ جن هن آيت مطابق انهن جو امتحان وٺندا هئا: "اي نبي! جڏهن توهان وٽ مؤمنياڻيون اچي بيعت ڪن." (سوره الممتحنہ آيت:10) انهن مان جيڪا اهي شرط مڃيندي هئي ان کي فرمائيندا هئا تہ بيشڪ مون توسان بيعت ڪئيءعني زباني بيعت وٺندا هئا. الله جو قسم! بيعت وٺڻ وقت نبي ﷺ جن ڪڏهن ڪنهن عورت جي هٿ کي هٿ نہ لاتو. (بخاري مسلم)

## ٻيو فصل

(3967) مسور ۽ مروان کان روايت آهي تہ مسلمانن ۽ ڪافرن ۾ ڏهن سالن تائين جنگ نہ ڪرڻ جو معاهدو ٿيو تہ انهيءَ مدت ۾ ماڻهو امن ۽ صلح سانت سان رهندا نہ چوري ڪندا ۽ نہ خيانت ڪندا. (ابوداؤد)

(3968) صفوان بن سليم ڪيترن اصحابن جي اولاد کان اهي پنهنجن پيئرن کان روايت ڪن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻڌو! جيڪو ان سان ظلم ڪندو جنهن سان معاهدو آهي يا سندس حق تلفي ڪندو يا ان کان طاقت کان وڌيڪ ڪم وٺندو يا سندس مرضيءَ کان بغير سندس ڪا شيءِ ڦٻائيندو تہ قيامت جي ڏينهن ان جي خلاف آئون پاڻ جهڳڙو ڪندس. (ابوداؤد)

(3969) اميمہ بنت رقيقہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون ڪن عورتن سان گڏجي نبي ﷺ جن سان بيعت ڪئي. اسان کي فرمايائون تہ: جيتري توهان ۾ سگهہ هجي (عمل ڪريو) مون عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جو رسول ﷺ اسان تي اسانجن نفسن کان وڌيڪ مهربان آهن. اي الله جا رسول ﷺ! اسان کان بہ مردن وانگر بيعت وٺو. ارشاد فرمايائون تہ: سوَ عورتن سان بہ منهنجي ان هڪ ڳالهہ تي بيعت آهي جيڪا هڪ عورت سان آهي. (المعجم الڪبير)

## ٽيون فصل

(3970) براءِ بن عازب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ذي القعد ۾ عمري جي ارادي سان نڪتا. مڪي وارن اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. تانجو انهن سان ايندڙ سال عمرو ڪرڻ ۽ ٽي ڏينهن مڪي ۾ رهڻ جي شرطن تي صلح ڪيائون. (مسلمانن) لکيو تہ هيءُ فيصلو الله جي رسول محمد ﷺ جي طرفان آهي. (ڪافرن) چيو تہ اسان اها ڳالهہ نٿا مڃيون. جيڪڏهن مڃيون ها تہ توهان الله جا رسول آهيو تہ توهان کي (عمري کان) منع نہ ڪريون ها. توهان محمد بن عبدالله آهيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: آئون الله جو رسول بہ آهيان ۽ عبدالله

جو پٽ بہ آهيان. پوءِ علي بن ابي طالب ﷺ کي فرمايائون تہ: "رسول الله" جا الفاظ مٽاءِ. ان عرض ڪيو تہ الله جو قسم! آئون توهان جي نالي سان رسول الله ﷺ جا لفظ هرگز نہ مٽائيندس. رسول الله ﷺ جن پاڻ قلم ورتو حالانڪ چڱيءَ طرح لکي نہ سگهندا هئا. (بهرحال) لکيائون تہ هي محمد بن عبدالله جو فيصلو آهي تہ (پاڻ ايندڙ سال) مڪي ۾ ايندا پر تلوار کان سواءِ ڪو هٿيار ڪٺي داخل نہ ٿيندا ۽ اها بہ نيام ۾ هوندي. جيڪڏهن مڪي وارن مان ڪو اسان سان گڏ هلڻ گهرندو تہ ان کي وني وڃڻ جا مجاز نہ هونداسون ۽ جيڪڏهن نبي ﷺ جي ساٿين مان ڪو مڪي ۾ ترسي پوي تہ کيس نہ روڪينداسون. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ (ايندڙ سال) عمرو ڪري چڪا تہ (ڪافر) علي ﷺ وٽ آيا ۽ چيائون تہ پنهنجي ساٿيءَ کي چئُ تہ اسان جي شهر مان نڪري چاڪاڻ تہ مدت پوري ٿي چڪي آهي پوءِ نبي ﷺ جن مڪي مان روانا ٿيا. (بخاري مسلم)

## جزيره عرب کان يهودين کي ڪيڻ

### پهريون فصل

(3971) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ اسان مسجد نبويءَ ۾ هئاسون تہ نبي ﷺ جن (گهران) ٻاهر نڪتا. فرمايائون تہ: هلو يهودين وٽ هلون ٿا. اسان ساڻن گڏجي بيت المدراس آياسون. نبي ﷺ جن اتي بيهي فرمايو تہ: اي يهوديو! اسلام آڻيو تہ توهان سلامتيءَ ۾ رهندا ڄاڻي ڇڏيو تہ زمين اللهؑ ان جي رسول ﷺ جي آهي آئون گهران ٿو تہ توهان کي هن سرزمين (مديني) مان لوڏي ڪيان. تنهن ڪري هتي جنهن (يهوديءَ) جي جيڪا بہ شيءِ آهي اهو وڪڻي ڇڏي. (بخاري مسلم)

(3972) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عمر بن خطاب ﷺ خطبي ۾ فرمايو تہ: بيشڪ رسول الله ﷺ جن خيبر جي يهودين سان مالي معاملو ڪيو هو ۽ فرمايو هو تہ جيستائين الله گهرندو توهان کي اتي رهڻ ڏينداسون. هاڻي منهنجي مرضي آهي تہ توهان کي هتان جلاوطن ڪريان. جڏهن عمر ﷺ اهو پختو ارادو ظاهر ڪيو تہ (يهودي سردار) ابي الحقيق جو هڪ پٽ اچي چوڻ لڳو تہ اي امير المؤمنين! ڇا توهان اسان کي هتان ڪڍو ٿا حالانڪ اسان کي هتي محمد ﷺ جن رهايو ۽ اسان سان مالي معاملا ڪيا آهن؟ عمر ﷺ فرمايو تہ: تنهنجو ڪهڙو خيال آهي تہ ڇا مون کان رسول الله ﷺ جن جي هيءَ ڳالهہ وسري وئي آهي تہ (يهوديو! اهو ڏينهن ياد ڪريو!) جڏهن توهان کي خيبر مان ديس نيڪالي ڏني ويندي ۽ توهانجيون ڏاچيون توهان کي لڳاتار ڊوڙ ائيندون رهنديون.(يعني توهان جي لڏپلاڻ ٿيندي) چوڻ لڳو تہ ابوالقاسم ﷺ اها ڳالهہ يوڳ ۾ چئي هئي. عمر ﷺ چيو تہ اي الله جا دشمن! ڪوڙ ٿو ڳالهائين. پوءِ کين جلاوطن ڪيائين ۽ باغنائن انهن جي ڪوهانن ۽ رسين غرض تہ سيني شين جي کين قيمت ڏنائين. (بخاري)

(3973) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ٽن ڳالهين جي وصيت فرمائي هئي: 1- مشرڪن کي جزيرة العرب مان ڪيڍي ڇڏيو 2- ٻاهرين ملڪن مان ايندڙ وفدن سان اهڙو وئي سلوڪ ڪريو جهڙو انهن سان مان سلوڪ ڪندو آهيان. ابن عباس چوي ٿو تہ ٽين ڳالهہ کان پاڻ سڳورا خاموش رهيا يا فرمايائون تہ: اها

مون کان ڀلائجي وئي. (بخاري مسلم)

(3974) جابر بن عبدالله ﷺ کان روايت آهي تہ مون کي عمر بن خطاب ﷺ خبر ڏني تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ضرور آئون يهودين ۽ عيسائين کي جزيرة العرب مان ڪيندس تانجو اتي مسلمانن کان سواءِ ڪنهن کي رهڻ نہ ڏيندس.(مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: جيڪڏهن آئون جيئرو رهيس تہ ان شاءَ الله ضرور يهودين ۽ عيسائين کي جزيرة العرب مان ڪڍي ڇڏيندس.

## ٻيو فصل

هن فصل ۾ فقط ابن عباس رضي الله عنهما جي هيءَ حديث آهي تہ (هڪ هنڌ) ٻہ قبلا يعني ٻن قبلن کي مڃڻ وارا رهي نٿا سگهن. اها حديث باب الجزيہ ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(3975) ابن عمر کان روايت آهي عمر ﷺ يهودين ۽ عيسائين کي حجاز مان جلاوطن ڪيو. جڏهن رسول الله ﷺ جن کي خيبر تي فتح حاصل ٿي تہ ارادو ڪيائون تہ انهن يهودين کي اتان ديس نيڪالي ڏين ڇاڪاڻ تہ فتح ٿيل سرزمين الله سندس رسول ۽ مسلمانن لاءِ هئي. يهودين الله جي رسول کي عرض ڪيو تہ اسان کي اڌواڌ پيداوار تي هتان جون زمينون آباد ڪرڻ ڏيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: چڱو! جيستائين اسان جي مرضي هونديان وقت تائين توهان کي اتي رهايون ٿا. پوءِ (مسلمانن) کين اتي رهڻ ڏنو تانجو عمر ﷺ پنهنجي خلافت جي زماني ۾ انهن کي تيماءَ ۽ اريحاءَ ڏانهن جلاوطن ڪيو.(بخاري مسلم)

## فيءَ جي مال جو بيان

## پهريون فصل

(3976) مالڪ بن اوس بن حدثان ﷺ کان روايت آهي تہ عمر بن خطاب ﷺ چيو تہ بيشڪ الله تعاليٰ فيءِ جي هن مال کي رسول الله ﷺ جن لاءِ خاص ڪيو. ڪانئن سواءِ ٻئي ڪنهن کي ڪجهہ نہ ڏنو. پوءِ هيءَ آيت پڙ هيائين: "الله جيڪا شيءِ پنهنجي رسول کي ڏني." قدير تائين. تنهن ڪري اها (غنيمت) رسول الله ﷺ جن لاءِ خاص هئي. پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجين گهر وارين کي ان مان سال جو خرچ ڏيندا هئا ۽ جو بچندو هو اهو الله جي مال جي (ٻين) مدن ۾ خرچ ڪندا هئا. (بخاري مسلم)

(3977) عمر ﷺ کان روايت آهي تہ قبيلہ بنونضير جا مال الله تعاليٰ پنهنجي رسول ﷺ کي (جنگ کان سواءِ) عطا فرمايا ڇاڪاڻ تہ اهي مجاهدن جهاد جي قوت سان فتح نہ ڪيا هئا. تنهن ڪري رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن لاءِ خاص هئا. پاڻ ان مان پنهنجين گهر وارين کي سڄي سال جو خرچ ڏيندا هئا. پوءِ جيڪي بچندو هو ان مان الله جي واٽ ۾ هٿيار گهوڙا وغيره خريد ڪندا هئا. (بخاري مسلم)

## ٻيو فصل

(3978) عوف بن مالڪ ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽ فيءِ جي مال مان ڪجهہ ايندو هو تہ ان ڏينهن ئي ورهائي ڇڏيندا هئا. جيڪو سگهرو هوندو هو ان کي ٻہ حصا ۽ جيڪو ڇڙو هوندو هو ان کي هڪ

حصو ڏيندا هئا. مون کي سڌي ۾ حصا ڏنائون ڇاڪاڻ ته آئون ٻارن ٻچن وارو هيس. عمار بن ياسر ﷛ کي سڌي هڪ حصو ڏنائون ڇاڪاڻ ته اڪيلو هو. (ابوداؤد)

(3979) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن وٽ ڪا شيءِ ايندي هئي ته آزاد ماڻهن کان ورهاست شروع ڪندا هئا. (ابوداؤد)

(3980) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ پيري ٽِڪن جو ٿيلهو آندو ويو جيڪو آزاد عورتن ۽ ٻانهين ۾ ورهائي ڇڏيائون. عائشہ رضي الله عنها چوي ٿي ته منهنجو پيءُ به آزاد ماڻهن ۽ ٻانهن ۾ ورهاست ڪندو هو. (ابوداؤد)

(3981) مالڪ بن اوس بن حدثان کان روايت آهي ته عمر بن خطاب ﷛ مال فيءِ جو ذڪر ڪندي فرمايو ته: آئون توهان کان فيءِ جي مال جو وڌيڪ حقدار نه آهيان. نه وري ڪو ٻيو ان جو وڌيڪ حقدار آهي. پر ڪتاب الله جي تعليم ۽ رسول الله ﷺ جن جي ورهاست مطابق ان جا ڪي مرتبا آهن. ماڻهوءَ جي اسلام ۾ اڳرائي ڪي ڏسبو يا سندس تڪليف ڪٽڻ ڪي يا سندس اهل عيال ڪي يا سندس ضرورتن ڪي. (ابوداؤد)

(3982) مالڪ بن اوس کان روايت آهي ته عمر ﷛ هيءَ آيت پڙ هي: زڪوٰة فقيرن مسڪينن لاءِ آهي تانجو: "عليم حڪيم" تي پهتو پوءِ چيائين ته اها (زڪوٰة) انهن ماڻهن لاءِ آهي (جن جو انهيءَ آيت ۾ ذڪر آهي) وري هيءَ آيت پڙ هيائين: "ڄاڻو ته غنيمتن مان پنجون حصو الله ۽ سندس رسول ﷺ لاءِ آهي. تانجو "ابن السبيل" تي پهتو. پوءِ چيائين ته غنيمتن مان پنجون حصو انهن ماڻهن لاءِ آهي. پوءِ هيءَ آيت پڙ هيائين: "الله پنهنجي رسول ﷺ کي ڳوٺن مان جيڪي مال بغير ويڙ هه جي عطا فرمايو." تانجو "للفقراءِ تي پهتو. پوءِ وري والذين جاءُوا من بعدهم" تي پهتو. پوءِ چيائين ته (مال جي) هيءَ (مد) عام مسلمانن لاءِ آهي. جيڪڏهن مان (آئنده) جيئرو رهيس ته انهيءَ (مد) مان "سرو حمير" (نالي هنڌ) جي ڌنار کي به حصو ملندو. سندس پيشانيءَ تي پگهر به نه ايندو. (شرح السنہ)

(3983) مالڪ بن اوس کان روايت آهي ته عمر ﷛ دليل ڏيندو هو ته رسول الله ﷺ جن لاءِ (غنيمت جي مال جا) ٽي مد هئا: 1- بنونضير جي غنيمت 2- خيبر جي غنيمت 3- فدڪ جي غنيمت. بنونضير جي آمدني سندن ذاتي ضرورتن لاءِ خاص هئي. فدڪ جي آمدني مسافرن لاءِ خاص هئي. خيبر جي آمدني ٽن حصن ۾ ورهائي هئائون: ٻه حصا مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا ۽ هڪ حصي مان پنهنجين گهر وارين جا خرچ ادا ڪندا هئا. جيڪڏهن گهريلو خرچن مان ڪا شيءِ بچندي هئي ته ان کي مهاجر فقراءَ ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. (ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(3984) مغيره کان روايت آهي ته جڏهن عمر بن عبدالعزيز خليفو مقرر ٿيو ته مروان جي اولاد کي گڏ ڪري چيائين ته فدڪ جي آمدني رسول الله ﷺ جن لاءِ خاص هئي. ان مان بنوهاشم جي صغيرن ۽ سندن بيواهن جي نڪاح تي خرچ ڪندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ کي فاطمہ رضي الله عنها عرض ڪيو ته اها آمدني مون کي عطا ڪريو پر پاڻ انڪار ڪيائون. سندن وفات تائين معاملو ائين ئي هلندو رهيو. ابوبڪر ﷛ پنهنجي وفات تائين ان جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن جي طريقي مطابق عمل ڪيو. عمر ﷛ پنهنجي وفات تائين ان جي باري ۾ ابوبڪر ﷛ جي طريقي مطابق عمل ڪيو. پوءِ مروان ان کي پنهنجي جاگير بڻايو. هاڻي اها (جاگير) عمر بن عبدالعزيز وٽ اچي وئي آهي. پر آئون ڏسان ٿو ته رسول الله ﷺ جن فاطمہ رضي الله عنها کي به ان مان ڪجهه

عطا نہ ڪيو تہ پوءِ پلا منهنجي لاءِ ان ۾ حق ڪٿان ثابت ٿيندو؟ تنهن ڪري توهان کي گواهہ ڪريان ٿو تہ انهيءَ (آمدنيءَ) کي مون انهيءَ حالت ڏانهن موٽائي ڇڏيو جنهن ۾ اها اڳ ۾ يعني رسول الله ﷺ ابوبڪر عمر رضي الله عنهما جي زماني ۾ هئي. (ابوداڏد)

## ڪتاب الصيد والذباح

### شڪار ۽ حلال جانورن جو بيان

#### پهريون فصل

(3985) عدي بن حاتم کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن شڪار لاءِ پنهنجي ڪتي کي ڇڏين تہ الله جو نالو وٺندو ڪر. پوءِ جيڪڏهن ڪتو شڪار کي پڪڙ ي رکي ۽ ان کي جيئرو لهين تہ ان کي ذبح ڪر. جيڪڏهن ڏسين تہ ان کي ماريو اٿس پر ان مان کاڌو نہ اٿس تہ ان کي کاءُ ۽ جيڪڏهن ان کي کاڌو اٿس تہ پوءِ تون نہ کاءُ ڇاڪاڻ تہ انهيءَ پنهنجي لاءِ روڪيو آهي. جيڪڏهن پنهنجي ڪتي سان گڏ ٻئي ڪتي کي ڏسين ۽ شڪار ماريل هجي تہ ان مان نہ کاءُ ڇاڪاڻ تہ توکي خبر نہ آهي تہ ڪهڙ ي ڪتي شڪار ڪيو آهي. جڏهن تير هڻين تہ بسم الله پڙ هہ. جيڪڏهن شڪار توکي هڪ ڏينهن کان پوءِ ملي ۽ منجهس پنهنجي تير کان سواءِ اثر نہ ڏسين تہ پوءِ تنهنجي مرضي آهي چاهين تہ پلي کاءُ ۽ جيڪڏهن پاڻيءَ ۾ ٻڏل ڏسين تہ پوءِ ان کي نہ کاءُ. (بخاري مسلم)

(3986) عدي بن حاتم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! اسان سڪاريل ڪتا موڪليون ٿا. فرمايائون تہ: جيڪي تنهنجي لاءِ روڪي اهو کاءُ. مون چيو تہ جيتوڻيڪ شڪار کي ماري ڇڏي فرمايائون تہ: جيتوڻيڪ ماري ڇڏي. مون چيو تہ اسان تير اڇلائيندا آهيون جن ۾ ڇنهب نہ هوندي آهي. فرمايائون تہ: جيڪا شيءِ زخم ڪري اهو شڪار کاءُ ۽ جيڪا شيءِ ويڪر ۾ شڪار کي ماري اهو نہ کاءُ ڇاڪاڻ تہ اهو ڌڪ سان مئل آهي. (بخاري مسلم)

(3987) ابوثعلبہ خشني رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ الله جا نبي ﷺ! اسان اهل ڪتاب جي علائقن ۾ رهون ٿا ڇا سندن ٿانون ۾ کائون؟ ۽ شڪار واري علائقي ۾ رهون ٿا پنهنجي ڪمان يا اهڙ ي ڪتي سان شڪار ڪندو آهيان جن مان ڪنهن کي شڪار جي سکيا نہ هوندي آهي ۽ ڪنهن کي شڪار جي سکيا هوندي آهي. منهنجي لاءِ ڪهڙ ي شيءِ درست آهي؟ فرمايائون تہ: اهل ڪتاب جي ٿانون ۾ کائڻ پيئڻ جي باري ۾ حڪم آهي تہ جيڪڏهن ٻيا ٿانوَ هجن تہ انهن ۾ نہ کائو. جيڪڏهن ٻيا ٿانوَ نہ هجن تہ پوءِ ڌوئي انهن ۾ کائو پيئو. بسم الله پڙ هي جنهن ڪمان سان شڪار ڪرين اهو کاءُ. بسم الله پڙ هي سڪاريل ڪتي کي ڇڏين تہ ان جو شڪار کاءُ. اڻ سڪاريل ڪتو شڪار ڪري آڻي ۽ تون ان کي ذبح ڪرين تہ پوءِ اهو کاءُ. (بخاري مسلم)

(3988) ابوثعلبہ خشني رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن تير اڇلائين ۽ شڪار توکان غائب ٿي وڃي پوءِ توکي ملي تہ اهو کاءُ بشرطيڪ خراب نہ ٿيو هجي. (مسلم)

(3989) ابوثعلبہ خشني رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي ٽن ڏينهن کان پوءِ (غائب ٿيل) شڪار ملي تہ اهو کائي بشرطيڪ خراب نہ ٿيو هجي. (مسلم)

(3990) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ ماڻهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! هتي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي هاڻي شرڪ کي ڇڏي مسلمان ٿيا آهناهي اسان وٽ اهڙ و گوشت آڻيندا آهن جنهن جي باري ۾ اسان کي معلوم نہ آهي تہ ان تي الله جو نالو ورتو اٿن يا نہ؟ فرمايائون تہ: توهان ان تي الله جو نالو وٺو ۽ ان کي کائو. (بخاري)

(3991) ابو طفيل کان روايت آهي تہ علي رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ ڇا توهان کي رسول الله ﷺ جن خاص شيءِ ڏني آهي؟ چيائين تہ عام ماڻهن جي پيٽ ۾ اسان کي ڪا خاص شيءِ نہ ڏني اٿن پر جيڪي منهنجي هن تلوار جي مياڻ ۾ آهي. پوءِ ان مان هڪ لکت ڪڍيائين جنهن ۾ هو تہ: 1- جيڪو غير الله جي نالي تي ذبح ڪري ان تي الله لعنت ڪري 2 - جيڪو زمين جا نشان چورائي (ٻي روايت مطابق جيڪو زمين جا نشان مَٽائي) ان تي الله لعنت ڪري 3- جيڪو پنهنجي ماءُ پيءُ تي لعنت ڪري ان تي الله لعنت ڪري 4- جيڪو ڪنهن بدعتيءَ کي پناه ڏي ان تي الله لعنت ڪري. (مسلم)

(3992) رافع بن خديج رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! سڀاڻي اسان جو دشمن سان مقابلو آهي ۽ اسان وٽ ڇريون نہ آهن. ڇا اسان (ڪنهن تيز) ڇتريلي شيءِ سان جانور ذبح ڪريون؟ فرمايائون تہ: جيڪا بہ شيءِ رت ڪڍي ۽ ان تي الله جو نالو ورتو وڃي اها کاءُ! (بشرطيڪہ) ڏند ۽ ننهن نہ هجي. اجهو توکي ان بابت ٻڌائي ڏيان ٿو. ڏند هڏي آهي ۽ ننهن حبشين جي ڇري آهي. (رافع رضي الله عنه) چوي ٿو تہ اسان (دشمن جا) اٺَ ۽ ٻڪريون لٽيون. انهن مان هڪ اٺ ڀڄو تہ هڪ شخص تير هڻي ان کي روڪيو. تڏهن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ وحشي جانورن وانگر انهن بہ ڪاهہ ڪائيندڙ وحشي اٺ هوندا آهن. جڏهن اهي توهان کان ڏاڍا ٿين تہ انهن سان ائين ئي ڪريو. (بخاري مسلم)

(3993) ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هو سلع (علائقي) ۾ ٻڪريون چاري رهيو هو. اسان جي هڪڙ ي ٻانهيءَ ڏٺو تہ ڌڻ ۾ هڪ ٻڪري مري رهي آهي. انهيءَ هڪ پٿر ڀڃي ان سان ٻڪري ذبح ڪئي. پوءِ نبي ﷺ جن کان (مسئلو) پڇيائين پاڻ سڳورن ﷺ ان جي کائڻ جو حڪم ڪيو. (بخاري)

(3994) شداد بن اوس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ هر شيءِ سان احسان ڪرڻ فرض ڪيو آهي. جڏهن قتل ڪريو تہ سهڻي نموني قتل ڪريو ۽ جانور ذبح ڪريو تہ سهڻي نموني ذبح ڪريو. ڇري تيز ڪندا ڪريو ۽ جانور کي ذبح ڪرڻ وقت آرام پهچايو. (مسلم)

(3995) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڪنهن جانور يا حيوان کي قتل ڪرڻ جي غرض سان نشانو ڪرڻ کان منع فرمائي. (بخاري مسلم)

(3996) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ان شخص تي لعنت ڪئي آهي جيڪو ڪنهن ساهواري شيءِ کي نشانو بنائي. (بخاري مسلم)

(3997) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شيءِ ۾ روح هجي ان کي نشانو نہ بنايو. (مسلم)

(3998) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منهن تي مارڻ ۽ منهن تي داغ ڏيڻ کان منع فرمائي آهي. (مسلم)

(3999) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽان هڪ گڏهہ لنگهيو جنهن جي منهن تي داغ هو. فرمايائون تہ: ان تي لعنت هجي جنهن ان کي (منهن تي) ڏنڀ ڏنو آهي. (مسلم)

(4000) انس ﷛ کان روايت آهي تہ آئون عبدالله بن طلحہ کي گهُـٽي وجهرائڻ لاءِ رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي آيس. ۽ان وقت آيس جڏهن سندن هٿ ۾ ڏنپ ڏيڻ وارو اوزار هو جنهن سان زڪوة جي اٺن کي ڏنيي رهيا هئا. (بخاري مسلم)
(4001) انس ﷛ کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ جن جي ٻڪرين جي واڙ ي ۾ آيس ڏٺم تہ پاڻ ٻڪرين کي ڏنپ ڏئي رهيا آهن. پانيان ٿو تہ راويءَ چيو تہ انهن کي ڪنن تي ڏنپ ڏئي رهيا هئا. (بخاري مسلم)

## ٻيو فصل

(4002) عدي بن حاتم ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! ارشاد فرمايو تہ: جيڪڏهن اسان مان ڪو شڪار ڪري ۽ وٽس ذبح ڪرڻ لاءِ ڇري نہ هجي تہ ڇا پٿر يا ڪانيءَ جي ٽڪري سان ذبح ڪري؟ فرمايائون تہ: جنهن بہ شيءِ سان تون گهرين رت وهاءِ ۽ الله جو نالو وٺ. (ابوداڻود نسائي)
(4003) ابوعشراءِ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! ڇا ذبح نڙ يءَ ۽ نرخري ۾ ئي (ضروري) آهي؟ فرمايائون تہ: جيڪڏهن جانور جي سٿر تي ٽـُڪو ڏيندين تڏهن بہ تنهنجي لاءِ ڪافي آهي. (ترمذي ابوداڻود نسائي ابن ماجہ دارمي)

(4004) عدي بن حاتم ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ڪتي يا باز کي تون سکيا ڏئين پوءِ بسم الله پڙ هي ان کي ڇڏين تہ اهو جيڪي ڪجهہ تنهنجي لاءِ روڪي ان کي کاءُ. مون عرض ڪيو تہ جيتوڻيڪ ان کي ماري وجهي. فرمايائون تہ: جڏهن ان کي ماري وجهي ۽ ان مان نہ کائي تہ ان کي تنهنجي لاءِ روڪيو اٿس. (ابوداڻود)
(4005) عدي ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! آئون شڪار کي ڇٽيندو آهيان پوءِ ٻئي ڏينهن مون کي ان ۾ پنهنجو تير لڀندو آهي. فرمايائون تہ: جڏهن توکي يقين هجي تہ تنهنجي تير سان ئي اهو مئو آهي ۽ ان ۾ ڪنهن درندي جو نشان نہ ڏسين تہ پوءِ ان کي کاءُ. (ابوداڻود)
(4006) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ اسان کي مجوسين جي ڪتن (جي شڪار) کان منع ڪئي وئي آهي. (ترمذي)
(4007) ابوثعلبہ خشني ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! اسان مسافر ماڻهو آهيون. اسان جو يهودين عيسائين ۽ مجوسين وٽان گذر ٿيندو آهي. سندن ٿانون کان سواءِ ٻيا ٿانوَ نہ لڀندا آهن. فرمايائون تہ: جيڪڏهن سندن ٿانون کان سواءِ ٻيا ٿانوَ نٿا لڀن تہ ڌوئي پوءِ انهن ۾ کائو ۽ پيئو. (ترمذي)
(4008) قبيصہ بن هلب پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون نبي ﷺ جن کان عيسائين جي کاڌي جي باري ۾ پڇيو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ هڪ شخص پڇيو تہ هڪ کاڌو اهڙ و آهي جنهن کان آئون پرهيز ڪندو آهيان. فرمايائون تہ: تنهنجي دل ۾ اهڙ ي ڪا شيءِ نہ اچي جيڪا عيسائيت جي مشابہ هجي (تہ پوءِ پلي سندن کاڌو کاءُ). (ترمذي ابوداڻود)
(4009) ابودرداءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن انهيءَ جانور جي کائڻ کان منع فرمائي جنهن کي بيهاري تير ڇٽي ماريو وجي. (ترمذي)

(4010) عرباض بن ساريہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي ڏينهن هنن شين جي کائڻ کان منع فرمائي: 1- جيڪو جانور ڏاڙهن ۾ جهلي چيري ڦاڙ ي کائي 2- جيڪو پکي چنبي ۾ پڪڙ ي کائي 3- گهريلو گڏه کان 4- جنهن جانور کي تير (يا بندوق) سان چٽي ماريو وڃي 5- جنهن شڪار کي درندي جانور کان کسجي ۽ ذبح ڪرڻ کان اڳي مري وڃي 6- پيٽ وارين ٻانهين سان مباشرت ڪرڻ کان منع ڪيائون تانجو اهي ٻار ڄڻين. (ترمذي)

(4011) ابن عباس ۽ ابوهريره رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن "شيطاني شريط" کان منع فرمائي آهي. ابن عيسيٰ وڌيڪ بيان ڪري ٿو تہ يعني اهو ذبيحو جنهن جي کل لاهجي پر (رت جون) رڳون نہ ڪٽجن ۽ ان کي ڇڏي ڏجي تانجو مري وڃي. (ابوداؤد)

(4012) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جانور جي پيٽ ۾ ڦر هجي تہ ان جو ذبح ڪرڻ سندس ماءُ کي ذبح ڪرڻ ئي آهي. (ابوداؤد دارمي ۽ ترمذيءَ ۾ اها روايت ابوسعيد ﷺ جي حوالي سان آهي)

(4013) ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ عرض ڪيوسون تہ يا رسول الله ﷺ ! ڏاچي ڳئون ۽ ٻڪري ذبح ڪندا آهيون (تہ ڪڏهن) ان جي پيٽ ۾ ڦر نڪرندو آهي. اهو اڇلائجي يا کائجي؟ فرمايائون تہ: توهان کي وڻي تہ پلي کائو ڇاڪاڻ تہ ان جي ماءُ کي ذبح ڪرڻ ان کي ئي ذبح ڪرڻ آهي. (ابوداؤدابن ماجہ)

(4014) عبد الله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص جهرڪي يا کانئس وڏي پکي (يا جانور) کي ناحق ماريو الله ان کان ان جي قتل جي باري ۾ پڇندو. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ان کي حق سان مارڻ (جي معني) ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: ان کي ذبح ڪري کائجي ۽ منڍي لاهي ڦٽي نہ ڪجي. (احمد نسائي دارمي)

(4015) ابوواقد ليثي ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن مديني (هجرت ڪري) آيا تہ (اتان جا) ماڻهو انن جا ٿوها ۽ ڪوهان ۽ ٻڪرين جا چتڙ وڍيندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: جيئرن جانورن جا چتڙ وڍي کائڻ مئل جانور کائڻ آهي انهن جو گوشت نہ کائجي. (ترمذي ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(4016) عطاءُ بن يسار بنوحارثہ جي هڪ شخص جي حوالي سان بيان ڪري ٿو تہ اهو احد جي هڪ لڪ ۾ ڏاچي چاري رهيو هو. (اوچتو) ڏٺائين تہ اها مري رهي آهي. ذبح ڪرڻ لاءِ وٽس ڪا شيءِ نہ هئي. هڪ ڪوڪو ڪٽي ان جي نڙ يءَ وٽ ٽنبي ڇڏيائين تانجو ان مان رت وهڻ لڳو. پوءِ رسول الله ﷺ جن وٽ اچي اها ڳالهہ ٻڌايائين. پاڻ سڳورن ﷺ ان کي کائڻ جو حڪم فرمايو. (ابوداؤد مالڪ) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ تکي ڪاني هٽي ان جي رت وهايائين.

(4017) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سمنڊ ۾ جيڪي بہ جانور آهن انهن کي اللهٰ تعاليٰ انسانن لاءِ ذبح ڪري ڇڏيو آهي. (دارقطني)

# ڪتي جو بيان

### پهريون فصل

(4018) ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شڪاري ۽ جانورن جي رکوالي ڪندڙ ڪتي ڪان سواءِ جيڪو شخص ڪتو پاليندو ان جي اجر مان هر روز ٻہ قيراط گهٽ ٿيندا رهندا. (بخاري مسلم)

(4019)ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص جانورن يا پوک جي رکوالي ڪرڻ يا شڪار ان ڪان سواءِ (ٻئي مقصد لاءِ) ڪتو ڏاريندو ان جي اجر مان هر روز هڪ قيراط گهٽ ٿيندو رهندو. (بخاري مسلم)

(4020) جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي حڪم ڏنو تہ ڪتن کي ماريون، تانجو ڳوناٽي عورت ڪتو ڪاهي ايندي هئي تہ ان کي بہ ماريندا هئاسون، پوءِ نبي ﷺ جن انهن جي مارڻ ڪان منع ڪئي ۽ فرمايائون تہ: ٻن ڪارن نقطن واري ڪتي کي ماريو، ڇاڪاڻ تہ اهو شيطان آهي. (مسلم)

(4021) ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن شڪاري ڪتي يا ٻڪرين يا جانورن جي رکوالي ڪندڙ ڪتي ڪان سواءِ ٻين ڪتن کي مارڻ جو حڪم ڏنو آهي. (بخاري، مسلم)

### ٻيو فصل

(4022) عبيدالله بن مغفل ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن ٻين امتن وانگر ڪتا بہ هڪ امت نہ هجن ها تہ البتہ آئون سيني ڪتن کي مارڻ جو حڪم ڏيان ها. پوءِ جيڪو ڇٽو ڪارو ڪتو هجي، انهيءَ کي ماري ڇڏيو. (ابودائود، دارمي) ترمذي ۽ نسائيءَ ۾ وڌيڪ آهي تہ جنهن گهر ۾ ڪتو ٻڌو ويندو هر روز انهن جو هڪ قيراط اجر گهٽ ٿيندو، سواءِ شڪاري يا پوک ۽ ٻڪرين جي رکوالي ڪندڙ ڪتي جي.

(4023) ابن عباس ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جانورن کي ويڙهائڻ ڪان منع ڪئي آهي. (ترمذي، ابودائود)

# حلال ۽ حرام جانورن جو بيان

### پهريون فصل

(4024) ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو جانور ڏاڻن ۾ جهلي چيري ڦاڙي کائي اهو کائڻ حرام آهي. (مسلم)

(4025) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڏاڙن ۾ جهلي چيري ڦاڙي کائيندڙ هر جانور ۽ چنبي ۾ پڪڙي کائيندڙ هر پکيءَ جي کائڻ کان منع فرمائي آهي. (مسلم)

(4026) ابو ثعلبہ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن گهريلو گڏهن جي گوشت کائڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري، مسلم)

(4027) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي ڏينهن گهرو گڏهن جي گوشت کان منع ۽ گهوڙن جي گوشت کائڻ جي اجازت ڏني. (بخاري، مسلم)

(4028) ابوقتاده ﷜ کان روايت آهي تہ انهيءَ جهنگلي گڏهہ ڏٺو تہ ان کي مارياڻين. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان وٽ ان جو ڪجهہ گوشت موجود آهي؟ چيائون تہ اسان وٽ ان جي هڪ ٽنگ (ران) جو گوشت آهي پاڻ اهو وٺي کاڌائون. (بخاري، مسلم)

(4029) انس ﷜ کان روايت آهي تہ اسان کان مرظهران وٽ هڪڙو سيهڙ ڀڄي ويو، مون پڪڙي ان کي ابوطلحہ ﷜ وٽ آندو. انهيءَ ذبح ڪري ان جون ٽنگون (رانون) رسول الله ﷺ جن ڏانهن موڪليون. نبي ﷺ جن ان کي قبول فرمايو (بخاري، مسلم)

(4030) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون نہ ڳوهہ کي کاوان ٿو ۽ نہ ان کي حرام ڪريان ٿو. (بخاري، مسلم)

(4031) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ کيس خالد بن وليد ٻڌايو تہ اهو پنهنجي ۽ سندس خالہ ام المؤمنين ميمونہ جي گهر رسول الله ﷺ جن سان گڏجي ويو. اتي پڳل ڳوهہ جو گوشت موجود هو جيڪو رسول الله ﷺ جن جي سامهون پيش ڪيو ويو. پاڻ کاڌي کان هٿ پري ڪيائون. خالد ﷜ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا ڳوهہ حرام آهي؟ فرمايائون تہ: نہ! پر اها اسان جي قوم جي علائقي ۾ نہ هوندي آهي تنهن ڪري مون کي پسند نہ آهي. خالد ﷜ چوي ٿو تہ مون ان (ٻوڙ) جو ٿانءُ پنهنجي ويجهو ڪيو ۽ کائڻ شروع ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جن مون ڏانهن ڏسي رهيا هئا. (بخاري، مسلم)

(4032) ابوموسيٰ ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو پاڻ ڪڪڙ جو گوشت کائي رهيا هئا. (بخاري، مسلم)

(4033) ابن ابي اوفيٰ ﷠ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان ست جهاد ڪيا. اسان ساڻن گڏ مڪڙ کائيندا هئاسون. (بخاري، مسلم)

(4034) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ اسان ان لشڪر ۾ هئاسون جنهن کي وڻن جا پن کائڻا پيا ۽ جنهن جو امير ابوعبيده بن جراح ﷛ هو. اسان کي سخت بک لڳي. پوءِ سمنڊ جي ڪناري تي هڪ مئل مڇي ظاهر ٿي. اڳ ۾ ايڏي وڏي عنبر مڇي نہ ڏٺي هئي سون. اڌ مهيني تائين اها کائيندا رهياسون. ابوعبيده ﷛ ان جي هڪ هڏي کوڙي تہ ان جي هيٺان اٺ سوار لنگهي ويو. واپسيءَ تي نبي ﷺ جن کي اها ڳالھ ٻڌائي سون. فرمايائون تہ: ﷲ تعاليٰ اهو رزق توهان لاءِ موڪليو ان کي کائو ۽ گڏوگڏ اسان کي بہ کارايو. پوءِ اسان رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ ان جو گوشت موڪليو جيڪو پاڻ کاڌائون. (بخاري، مسلم)

(4035) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان جي (کاڌي پيتي جي) ٿانوَ ۾ مک ڪري پوي تہ ان کي ٽٻي ڏياري ڪڍي ڦٽي ڪيو ڇاڪاڻ تہ ان جي هڪ پر ۾ بيماري ۽ ٻئي ۾ شفا آهي. (بخاري)

(4036) ميمونہ ﷛ کان روايت آهي تہ (ڄميل) گيھ ۾ ڪُئو ڪري مري ويو جنهن جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن کان مسئلو پڇيو ويو. پاڻﷺ فرمايائون تہ: ڪُئي کي ۽ جيڪي (گيھ) ان جي چوڌاري آهي ان کي ڪڍي اڇلايو ۽ باقي کائو. (بخاري)

(4037) ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: چٽڪبري لنڊي نانگ کي ماريو ڇاڪاڻ تہ ٻئي اکين جو نور ختم ڪندا ۽ حمل ضايع ڪندا آهن. عبدالله چوي ٿو تہ هڪ ڀيرو مون نانگ مارڻ لاءِ الر ڪئي تہ مون کي ابولبابہ ﷛ آواز ڏنو تہ ان کي نہ مار. مون چيو تہ رسول اللهﷺ جن ان جي مارڻ جو حڪم فرمايو آهي. چيائين تہ پاڻ سڳورن ﷺ بعد ۾ گھر ۾ رهندڙ (نانگن کي) مارڻ کان منع فرمائي ڇاڪاڻ تہ اهي گهرن کي آباد ڪندڙ آهن. (بخاري، مسلم)

(4038) ابوسائب ﷛ کان روايت آهي تہ اسان ابوسعيد خدريءَ وٽ وياسون جڏهن ويناسون تہ کٽ جي هيٺان چرپر محسوس ڪئي سون. اسان هڪ نانگ ڏٺو. مان ان کي مارڻ لاءِ ٽپو ڏنو. ابوسعيد ﷛ نماز پڙهي رهيو هو انهيءَ مون کي اشارو ڪري روڪيو. پوءِ مان ويهي رهيس. سلام ڦيرائي گهر جي هڪ ڪمري ڏانهن اشارو ڪيائين ۽ چيائين تہ اهو ڪمرو ڏسين ٿو؟ مون چيو تہ هائو! چيائين تہ اتي هڪ نوجوان رهندو هو جنهن نئين شادي ڪئي هئي. اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏجي جنگ خندق لاءِ نڪتاسون. اهو نوجوان رسول الله ﷺ جن کان اجازت وٺي ٽاڪ منجهند جو گهر ايندو هو. هڪ ڏينهن (معمول مطابق) اجازت گهريائين تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجو هٿيار ساڻ ڪڻ. مون کي بنوقريظہ جي يهودين جي طرفان تنهنجي لاءِ خطرو ٿي رهيو آهي. هٿياربند ٿي گهر پهتو تہ ڇا ٿو ڏسي تہ سندس گهر واري دروازي جي ٻن طاقن جي وچ ۾ بيٺي آهي. غيرت وچان ان ڏانهن نيزو سڌو ڪيائين. سندس زال کيس چيو تہ پنهنجو نيزو روڪ گهر جي اندر جهاتي پائي ڏس تہ ڪهڙي سبب جي ڪري گهر کان ٻاهر نڪتي آهيان. اندر گهڙي ڏٺائين تہ هڪ وڏو نانگ ڦڻ ڪڍي بستري تي وينو آهي. نيزو نانگ ۾ کوڙي زمين ۾ هڪ طرف ٽنبي ڇڏيائين. اوچتو اهو نانگ ان کي چنبڙي پيو (تانجو نوجوان بہ مري ويو) پوءِ اها خبر نہ پئي تہ اڳ ڪير مئو نانگ يا نوجوان؟ رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿي اهو قصو بيان

ڪيوسون ۽ عرض ڪيوسون تہ ﷲ کان دعا گھرو تہ ان کي جيئرو ڪري. ارشاد فرمايائون تہ: پنھنجي ساٿيءَ لاءِ بخشش جي دعا گھرو. پوءِ فرمايائون تہ: ھنن گھرن ۾ (جنات بہ) رھندڙ آھن. جڏھن انھن مان ڪنھن کي ڏسو تہ ٽي ڏينھن انھن کي چتاءُ ڏيو. ھليا وڃن تہ نيڪ نہ تہ پوءِ انھن کي ماري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ اھو ڪافر آھي نوجوان جي عزيزن کي فرمايائون تہ: پنھنجي ساٿيءَ کي کڻي دفن ڪريو. ھڪ روايت ۾ آھي تہ فرمايائون تہ: مديني ۾ ڪن جنن اسلام قبول ڪيو آھي جڏھن انھن مان ڪنھن کي ڏسو تہ ٽن ڏينھن تائين ڪين چتاءُ ڏيو. ان کان بعد بہ توھان کي نظر اچن تہ ڪين ماريو ڇاڪاڻ تہ اھو شيطان آھي. (مسلم)

(4039)ام شريڪ رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن ساندي (ڪرڙي) کي مارڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون تہ: حضرت ابراھيم عليه السلام جي خلاف باھ مچائڻ لاءِ ڦوڪون ڏئي رھيو ھو.

(4040) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن ساندي (ڪرڙي) کي مارڻ جو حڪم ڏيندي ان کي "بدمعاش" قرار ڏنو. (مسلم)

(4041) ابوھريره رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنھن پھرين ڌڪ سان ساندو (ڪرڙو) ماريو ان لاءِ سؤ نيڪيون ۽ جنھن ٻئي ڌڪ سان ماريو ان لاءِ ان کان گھٽ ۽ جنھن ٽئين ڌڪ سان ماريو ان لاءِ ان کان گھٽ نيڪيون آھن. (مسلم)

(4042) ابوھريره رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ھڪ نبيءَ کي ڪِولِ چڪ پاتو جنھن ڪِولِن جي ٻر کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو ﷲ تعاليٰ ان ڏانھن وحي ڪئي تہ تو ھڪ ڪِولِ جي چڪ پائڻ سبب پوري امت کي ساڙي ڇڏي جيڪا ﷲ جي ساراھ بيان ڪندي آھي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(4043) ابوھريره رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:جڏھن گيھہ ۾ ڪئو ڪري مري تہ جيڪڏھن گيھہ ڄميل ھجي تہ ڪئي ۽ ان جي چوڌاري گيھہ کي ڪڍي اڇلايو ۽ جيڪڏھن گيھہ رجيل (پگھريل) ھجي تہ ان کي نہ کائو. (احمد ابودائود) دارميءَ ۾ اھا حديث ابن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان آھي.

(4044) سفينہ رضي الله عنه کان روايت آھي تہ مون رسول الله ﷺ جن سان گڏ تلور جو گوشت کاڌو. (ابودائود)

(4045) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن گندگي کائيندڙ جانور جو گوشت کائڻ ۽ کير پيئڻ کان منع فرمائي (ترمذي) ابودائود جي روايت ۾ آھي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جلاله تي سوار ٿيڻ کان منع فرمائي.

(4046) عبدالرحمٰن بن شبل ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ڳوھہ جي گوشت کائڻ کان منع فرمائي آهي. (ترمذي)

(4047) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ٻليءَ جو گوشت ۽ ان جي قيمت کائڻ کان منع فرمائي. (ابودائود، ترمذي)

(4048) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي ڏينهن گھريلو گڏھن خچرن ڏاڻ ۾ پڪڙي چيري ڦاڙي کائيندڙ جانورن ۽ چنبي ۾ پڪڙي کائيندڙ هر پکين جي گوشت کائڻ کان منع فرمائي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ: حديث غريب آهي)

(4049)خالد بن وليد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن گھوڙي خچر ۽ گڏھہ جي گوشت کائڻ کان منع فرمائي آهي. (ابودائود، نسائي)

(4050) خالد بن وليد ﷺ کان روايت آهي تہ مون خيبر جي جهاد ۾ نبي ڪريم ﷺ جن سان شرڪت ڪئي. يهودين شڪايت پيش ڪئي تہ (توهان جي) ماڻهن (اسان جا) ڪجين جا باغ کائي ختم ڪري ڇڏيا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻڌو! ذمين جو مال بغير حق جي کائڻ حلال نہ آهي. (ابودائود)
(4051) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان جي لاءِ ٻہ مئل شيون ٻن قسمن جو رت حلال آهن. ٻہ مئل شيون يعني مڇي ۽ ماڪڙ ۽ رت جا ٻہ قسم يعني جيرو ۽ تري آهن. (احمد، ابن ماجہ، دارقطني)

(4052) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شيءِ کي سمنڊ اڇلائي يا اتان پاڻي سڪي وڃي تہ اها کائو ۽ جيڪا مڇي پاڻيءَ ۾ مري وڃي يا تري تہ اها نہ کائو. (ابودائود، ابن ماجہ) محي السنہ چوي ٿو تہ اڪثر محدثن مطابق اها روايت جابر ﷺ تائين موقوف آهي.

(4053) سلمان ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان ماڪڙ جي باري ۾ پڇيو ويو. فرمايائون تہ: ﷲ جو سڀ کان وڏو لشڪر آهي نہ مان ان کي کاوان ٿو ۽ نہ ان کي حرام قرار ڏيان ٿو. (ابودائود) محي السنہ چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي.

(4054) زيد بن خالد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪڪڙ کي گار ڏيڻ کان منع ڪندي فرمايو تہ: اهو نماز لاءِ اذان ڏئي ٿو. (شرح السنہ)

(4055) زيد بن خالد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪڪڙ کي گار نہ ڏيو ڇاڪاڻ تہ اهو نماز لاءِ اٿاريندو آهي. (ابودائود)

(4056) ابو ليليٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ڪنهن گهر ۾ نانگ ظاهر ٿئي تہ ان کي چئو تہ توکان نوح ۽ سليمان بن دائود جي عهد جو سوال ڪريون ٿا تہ اسان کي تڪليف نہ ڏي. پوءِ بہ جيڪڏهن ظاهر ٿئي تہ ان کي ماريو. (ابودائود، ترمذي)

(4057) عڪرمہ ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت بيان ڪندي چوي ٿو تہ مون کي پڪ آهي تہ اها مرفوع حديث آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ نانگ کي مارڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون تہ: جيڪو خوف سبب ان کي ڇڏي ڏيندو اهو اسان مان نہ آهي. (شرح السنہ)

(4058) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان انهن (نانگن) سان جنگ ڪئي آهي صلح نہ ڪيو آهي. جو شخص خوف سبب نانگ کي ڇڏي ڏيندو اهو اسان مان نہ آهي. (ابودائود)

(4059) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر قسم جي نانگ کي ماريو جيڪو بدلي جي خوف سبب ان کي ڇڏي ڏيندو اهو مون مان نہ آهي. (ابودائود، نسائي)

(4060) عباس رضي الله عنه عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! اسان جو ارادو آهي تہ زمزم جو کوھ صاف ڪريون پر ان ۾ ننيڙا ننيڙا نانگڙا آهن. رسول الله ﷺ جن انهن کي مارڻ جو حڪم ڏنو. (ابودائود)

(4061) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر قسم جا نانگ ماري ڇڏيو سواءِ اڇي نانگ جي جيڪو ڇڙ تہ چانديءَ جي لٺ آهي. (ابودائود)

(4062) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪنهن جي ٿانوَ ۾ مک ڪري تہ ان کي غوطو ڏئي ڪڍي ڦٽي ڪيو ڇاڪاڻ تہ ان جي هڪ پَرَ ۾ بيماري ۽ ٻئي ۾ شفا آهي پنهنجو اهو پَرُ (کاڏي پيتي ۾) وجهندي آهي جنهن ۾ بيماري هوندي آهي تنهن ڪري ان ۾ پوري مک کي ٻوڙيندا ڪريو. (ابودائود)

(4063) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن کاڏي ۾ مک ڪري پوي تہ ان کي غوطو ڏيو ڇاڪاڻ تہ ان جي هڪ پَرَ ۾ زهر ۽ ٻئي ۾ شفا آهي زهر واري پَرَ کي (کائڻ پيئڻ جي شيءِ ۾) وجهندي آهي ۽ شفا واري پَرَ کي بچائيندي آهي. (شرح السنہ)

(4064) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چئن جانورن کي مارڻ کان منع فرمائي: ڪِولِ ماکيءَ جي مک هدهد ۽ ذرو پکي. (ابودائود، دارمي)

### ٽيون فصل

(4065) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جاهليت وارا ڪي شيون کائيندا ۽ ڪن شين کي گنديون سمجهي ڇڏي ڏيندا هئا. الله تعاليٰ پنهنجي نبيءﷺ کي موڪليو پنهنجو ڪتاب نازل ڪيو ڪن شين کي حلال ڪيو ۽ ڪن شين کي حرام ڪيو جنهن کيالله حلال ڪيو اهوئي حلال آهي ۽ جنهن کي الله حرام ڪيو اهوئي حرام آهي ۽ جنهن کان خاموشي اختيار ڪئي اهو معاف آهي ۽ هيءَ آيت پڙهيائين "تون چؤ تہ مون ڏانهن جيڪا وحي ڪئي وئي آهي ان مطابق کائيندڙ لاءِ ڪنهن شيءِ کي حرام نٿو لهان سواءِ مئل شيءِ يا رت جي".(ابوداؤد)

(4066) زاهر اسلميءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آءُ گڏهہ جي گوشت جي ديڳڙيءَ هيٺان باهہ ٻاري رهيو هيس تہ ايتري ۾ رسول الله ﷺ جن جي طرفان اعلان ڪندڙ اعلان ڪيو تہ الله جو رسولﷺ توهان کي گڏهہ جو گوشت کائڻ کان منع فرمائي ٿو. (بخاري)

(4067) ابوثعلبہ خشني رضي الله عنه جي مرفوع روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جن ٽن قسمن جا آهن.
1- جيڪي هوا ۾ پرن سان اڏرن ٿا. 2- جيڪي نانگن ۽ ڪتن جي صورت ۾ هوندا آهن. 3- جيڪي ماڻهن جي گهرن ۾ ايندا آهن ۽ هليا ويندا آهن. (شرح السنہ)

## عقيقي جو بيان

### پهريون فصل

(4068) سلمان بن عامر ضبي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ڇوڪر پيدا ٿئي تہ ان جي طرفان ٻڪري ذبح ڪريو ۽ سندس وار ڪوڙيو. (بخاري)

(٤٠٦٩) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ ٻارن کي آندو ويندو هو تہ پاڻﷺ کين برڪت جي دعا ڏيندا هئا ۽ سندن منهن ۾ ڪا شيءِ چٻاڙي وجهندا هئا. (مسلم)

(4070) اسماءَ بنت ابوبڪر رضي الله عنها کان روايت آهي تہ کيس مڪي ۾ عبدالله بن زبير جو حمل هو ۽ قبا پهتي تہ اهو ڄائو پوءِ کيس نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ آندائين ۽ سندن هنج ۾ ويهاريائين پاڻﷺ کارڪ چٻاڙي ان جو لعاب سندس تارون ۾ وڌائون پوءِ کيس برڪت جي دعا ڏنائون. (مهاجرن مان) عبدالله بن زبير پهريون ٻار آهي جيڪو (مديني ۾) پيدا ٿيو. (بخاري، مسلم)

### ٻيو فصل

(4071) ام ڪرز رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: پکين کي انهن جي آکيرن ۾ رهڻ ڏيو.(پڻ فرمايائون تہ) ڇوڪر جي طرفان ٻن ٻڪرين سان ۽ نياڻيءَ جي طرفان هڪ ٻڪريءَ سان عقيقو

ڪريو ۽ ان ۾ ڪو حرج نہ آهي تہ (عقيقي ۾) ٻڪري هجي يا ٻڪر (ابوداٶد) ترمذي ۽ نسائيءَ ۾ "عن الغلام" کان آخر تائين آهي. امام ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح آهي.

(4072) سمره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻار عقيقي سان گروي رکيل آهي. ستين ڏينهن ان جي طرفان جانور ذبح ڪيو وڃي سندس نالو رکيو وڃي ۽ سندس مٿو ڪوڙيو وڃي (احمد، ترمذي ابوداٶد، نسائي)

(4073) محمد بن علي بن حسين بن علي رضي الله عنه جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حسن رضي الله عنه جي طرفان هڪ ٻڪريءَ سان عقيقو ڪيو ۽ فرمايائون تہ: اي فاطمہ! ان جو مٿو ڪوڙ ۽ سندس وارن جي وزن جيتري چاندي خيرات ڪر. اسان وارن کي توريو تہ وزن ۾ درهم يا ان کان ڪجهہ گهٽ ٿيا. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي ان جي سند لڳاتار نہ آهي ڇاڪاڻ تہ محمد بن علي بن حسين علي بن ابي طالب رضي الله عنه جي زماني کي نہ لڌو آهي)

(4074) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حسن ۽ حسين رضي الله عنهما جي طرفان هڪ هڪ دنبي سان عقيقو ڪيو (ابوداٶد) ۽ نسائيءَ ۾ آهي تہ ٻہ دنبا هئا.

(4075) عمروبن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن کان عقيقي جي باري ۾ پڇيو ويو. فرمايائون تہ: الله تعاليٰ "نافرماني" کي پسند نٿو ڪري جڻ تہ پاڻ انهيءَ نالي کي پسند نہ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ: جنهن وٽ ٻار پيدا ٿئي ۽ اهو ان جي طرفان جانور ذبح ڪرڻ گهري تہ ڇوڪر جي طرفان ٻہ ٻڪريون ۽ نياڻيءَ جي طرفان هڪ ٻڪري ذبح ڪري. (ابوداٶد، نسائي)

(4076) ابورافع رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ جڏهن فاطمہ رضي الله عنها کي حسن رضي الله عنه پيدا ٿيو تہ سندس ڪن ۾ نماز جي اذان ڏنائون. (ترمذي، ابوداٶد) ترمذي چوي ٿو تہ اها حديث حسن صحيح آهي.

## ٽيون فصل

(4077) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جاهليت ۾ جڏهن اسان مان ڪنهن کي پٽ ڄمندو هو تہ ٻڪري ذبح ڪري ان جي رت سندس مٿي تي هڻندا هئاسون. جڏهن اسلام آيو تہ (هاڻي) ستين ڏينهن ٻڪري ذبح ڪندا آهيون ۽ ٻار جو مٿو ڪوڙيندا آهيون ۽ سندس مٿي تي زعفران هڻندا آهيون (ابوداٶد) رزين ۾ وڌيڪ آهي تہ ان جو نالو رکندا آهيون.

# كتاب الاطعمة

## کاڌن جو ڪتاب

### پهريون فصل

(4078) عمر بن ابوسلمہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون ننڍپڻ ۾ رسول الله ﷺ جن جي هنج ۾ هيس ۽ برتن مان هيڏي هوڏي هٿ وجهي کائي رهيو هيس. رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: ڇوڪرا! بسم الله ڪري کاءُ ۽ ساڄي هٿ سان کاءُ ۽ جيڪي تنهنجي پاسي کان آهي، اهو کاءُ. (بخاري، مسلم)

(4079) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شيطان ان کاڌي کي پنهنجي لاءِ حلال ڪندو آهي، جنهن تي الله جو نالو نہ ورتو آهي. (مسلم)

(4080) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن ڪو پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيڻ ۽ کائڻ وقت الله جو نالو وٺندو آهي تہ شيطان پنهنجن ساٿين کي چوندو آهي تہ توهان لاءِ هن گهر ۾ نہ رات رهڻ جي جاءِ آهي ۽ نہ کاڌو آهي ۽ جڏهن داخل ٿيڻ وقت الله جو نالو نہ وٺندو آهي تہ شيطان چوندو آهي تہ توهان لاءِ رات رهڻ جي جاءِ هٿ ڪئي وئي ۽ جڏهن کائڻ وقت الله جو نالو نہ وٺندو آهي تہ (شيطان) چوندو آهي تہ (اچو!) توهان کي رات رهڻ لاءِ ٺڪاڻو ۽ شام جو کاڌو بہ ملي ويو. (مسلم)

(4081) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن توهان مان ڪو کاڌو کائي تہ ساڄي هٿ سان کائي ۽ پيئي تہ ساڄي هٿ سان پيئي. (مسلم)

(4082) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو کابي هٿ سان نہ کائي ۽ نہ ئي کابي هٿ سان پيئي ڇاڪاڻ تہ شيطان کابي هٿ سان کائيندو ۽ پيئندو آهي. (مسلم)

(4083) ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي ٽن آڱرين سان کائيندي ڏٺو. جڏهن فارغ ٿيندا هئا تہ هٿ کي اگهڻ کان اڳ چٽيندا هئا. (مسلم)

(4084) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن آڱرين ۽ ٿانوَ کي چٽڻ جو حڪم ڏيندي فرمايو تہ: توهان کي خبر نہ آهي تہ کاڌي جي ڪهڙ ي حصي ۾ برڪت آهي؟ (مسلم)

(4085) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو کاڌو کائي تہ پنهنجيون آڱريون چٽڻ يا چٽائڻ کان اڳ صاف نہ ڪري. (بخاري، مسلم)

(4086) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ شيطان توهان جي هر شيءِ ۾ حاضر ٿئي ٿو تانجو کاڌي جي وقت بہ حاضر ٿئي ٿو. پوءِ جڏهن توهان مان ڪنهن جو گرهہ ڪري پوي تہ ڪٽي صاف ڪري کائي، ان کي شيطان لاءِ نہ ڇڏي. جڏهن (کائي) فارغ ٿئي تہ آڱريون چٽي، چاڪاڻ تہ اهو نٿو ڄاڻي تہ کاڌي جي ڪهڙ ي حصي ۾ برڪت آهي. (مسلم)

(4087) ابي جحيفہ ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: آئون ٽيڪ ڏئي نہ کائيندو آهيان. (بخاري)

(4088) قتاده انس ﷜ کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن نہ ڪڏهن (ٽيبل وغيره تي) دسترخوان وڇائي کاڌو کاڌو ۽ نہ ئي پليٽن ۾ کاڌائون، نہ وري ڪڏهن اقراٽو کاڌائون. قتاده کان پڇيو ويو تہ پوءِ ڇا تي ويهي کاڌو کائيندا هئا؟ چيائين تہ (هيٺ) ڪپڙ و وڇائي ان تي کائيندا هئا. (بخاري)

(4089) انس ﷜ کان روايت آهي تہ آئون نٿو ڄاڻان تہ نبي ڪريم ﷺ جن زندگيءَ جي آخري پساهن تائين افراٽو کاڌو ۽ نہ ڪڏهن پـُٺل ٻڪري چکيائون. (بخاري)

(4090) سهل بن سعد ﷜ کان روايت آهي تہ مون کي خبر نہ آهي تہ نبوت کان وفات تائين رسول الله ﷺ جن ڪڏهن ميدي جي ماني کاڌي ۽ مون کي معلوم نہ آهي تہ نبوت کان وفات تائين رسول الله ﷺ جن ڪڏهن ڇاڻي بہ ڏٺي. پڇيو ويو تہ توهان جـَون جو اٽو ڇاڻڻ کان سواءِ ڪيئن کائيندا هئا؟ جواب ڏنائين تہ جـَون کي پيهي ڦوڪون ڏئي ڇاڻ اڏاريندا هئاسين. جيڪي اڏرڻو هوندو هو، سو اڏري ويندو هو ۽ جيڪو بچندو هو، ان کي ڳوهي کائيندا هئاسون. (بخاري)

(4091) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪڏهن کاڌي مان عيب نہ ڪڍيو. جيڪڏهن پسند هوندو هو تہ کائيندا هئا ۽ جيڪڏهن پسند نہ هوندو هو تہ ڇڏي ڏيندا هئا. (بخاري، مسلم)

(4092) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ هڪ شخص گهڻو کائيندو هو، پوءِ ان اسلام آندو تہ گهٽ کائڻ لڳو. اها ڳالهہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻڌائي وئي. فرمايائون تہ: مؤمن هڪ آنڊي ۾ ۽ ڪافر ستن آنڊن ۾ کائيندو آهي (بخاري) اها روايت مسلم ۾ ابوموسيٰ ۽ ابن عمر ﷜ جي حوالي سان آهي. هڪ ٻي روايت ابوهريره ﷜ کان آهي جنهن ۾ آهي، تہ رسول الله ﷺ جن هڪ ڪافر جي دعوت ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ ٻڪري ڏهڻ جو حڪم ڏنو ۽ اهو سمورو کير پي ويو. پوءِ سندن حڪم مطابق ٻي ٻڪري ڏڌي وئي تہ ان جو بہ کير پي ويو، سندن حڪم مطابق ٽين ٻڪري ڏڌي وئي تہ ان جو بہ کير پي ويو، تانجو ستن ٻڪرين جو کير پيتائين. پوءِ انهيءَ ٻئي ڏينهن صبح جو اسلام آندو. رسول الله ﷺ جن سندس لاءِ ٻڪري ڏهڻ جو حڪم ڏنو تہ ان جو کير پيتائين. پوءِ ٻي ٻڪري ڏهڻ جو حڪم ڏنائون تہ اهو پي نہ سگهيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن هڪ آنڊي ۾ ۽ ڪافر ستن آنڊن ۾ پيئندو آهي.

(4093) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻن ڄڻن جو کاڌو ٽن کي ۽ ٽن ڄڻن جو کاڌو چئن کي ڪافي آهي (بخاري، مسلم)

(4094) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هڪ جو کاڌو ٻن کي ۽ ٻن جو چئن ڄڻن کي ۽ چئن جو کاڌو اٺن ڄڻن کي ڪافي آهي. (مسلم)

(4095) عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ دل جي مريض کي "تلبينہ" کاڌو راحت رسائي ٿو ۽ سندس غم کي گھٽي پاڳي دور ڪري ٿو. (بخاري، مسلم)

(4096) انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ درزيءَ نبي ﷺ جن جي دعوت ڪئي. آئون بہ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏجي حاضر ٿيس. انهيءَ جَوَن جي ماني ۽ شورو پيش ڪيو، جنهن ۾ ڪدو ۽ سڪل گوشت هو. مون ڏٺو تہ نبي ڪريم ﷺ جن پيالي جي پاسن ۾ ڪدو ڳولهي رهيا آهن، ان ڏينهن کان پوءِ آئون سدائين ڪدوءَ کي پسند ڪندو آهيان. (بخاي، مسلم)
(4097) عمرو بن اميہ ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ نبي ﷺ جن کي ڏٺو تہ سندن هٿ ۾ ٻڪريءَ جي ڪلهي وارو حصو آهي، ان مان گوشت پٽي ڪائي رهيا آهن. ڪين نماز لاءِ سڏيو ويو تہ گوشت ۽ ڇري اتي رکي ڇڏيائون. پوءِ اٿي نماز پڙ هيائون ۽ وضو نہ ڪيائون. (بخاري، مسلم)

(4098)عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منين شين ۽ ماکيءَ کي پسند ڪندا هئا. (بخاري)

(4099) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن گهر وارن کان ٻوڙ گهريو، عرض ڪيائون تہ سرڪي کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. پاڻ ڪريم ﷺ سرڪو طلب ڪري ان سان ماني کاڌائون ۽ فرمايائون تہ: سرڪو تہ ڏاڍو سنو کاڌو آهي، سرڪو تہ ڏاڍو سنو کاڌو آهي. (مسلم)

(4100) سعيد بن زيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: کنڀي "من" جي جنس مان آهي ۽ ان جو پاڻي اک لاءِ شفا آهي. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت۾ آهي تہ کنڀي انهيءَ "من" مان آهي، جيڪا ﷲ تعاليٰ موسيٰ ﷷ(جي قوم) لاءِ لاٿي هئي.

(4101) عبدالله بن جعفر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پاڻﷺ ونگي ۽ ڪارڪ گڏي ڪائي رهيا آهن. (بخاري، مسلم)

(4102) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ "مر الظهران" ۾ هئاسون ۽ پيرون چونڊي رهيا هئاسون. فرمايائون تہ: ڪاري رنگ جا پيرون چونڊيو ڇو تہ هي وڌيڪ مزيدار آهن. عرض

ڪيو ويو تہ ڇا توهان ٻڪريون بہ چاريون آهن؟ فرمايائون تہ: هائو! جيڪي بہ نبي گذريا آهن انهن سڀني ٻڪريون چاريون آهن.

(4103) انس ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي اوڪڙو ويهي کارڪ کائيندي ڏٺو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ جلدي جلدي کارڪ کائي رهيا هئا. (مسلم)

(4104) ابن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هن ڳالهہ کان منع فرمائي آهي تہ ساٿين جي اجازت کان سواءِ ٻہ کارڪون گڏ وات ۾ وجهجن. (بخاري، مسلم)

(4105) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: ان گهر وارا بکيا نہ رهندا جن وٽ کارڪ هوندي. ٻي روايت مطابق فرمايائون تہ: اي عائشہ! جنهن گهر ۾ کارڪ نہ هوندي اهي بکيا آهن. اي عائشہ! جنهن گهر ۾ کارڪ نہ هوندي اهي بکيا آهن يا اهي بک مرندا ٻہ يا ٽي ڀيرا ائين فرمايائون. (مسلم)

(4106) سعد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو هر روز صبح جي وقت ست عجوه کارڪون کائيندو، انهيءَ ڏينهن ان تي زهر ۽ جادو اثر نہ ڪندو. (بخاري، مسلم)

(4107) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عاليہ جي کارڪ ۾ شفا آهي ۽ ان جي نيراني کائڻ ۾ وڏي تندرستي آهي. (مسلم)

(4108) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ اسان جي گهر ۾ مهينو مهينو چلهو نہ ٻرندو هو. کارڪ ۽ پاڻيءَ تي گذارو هوندو هو. پر هي تہ ڪٿان گوشت اچي وڃي. (بخاري، مسلم)

(4109) عائشہ ﷞ فرمائي ٿي تہ محمد ﷺ جي گهر وارن لڳاتار ٻہ ڏينهن ڪڻڪ جي ماني نہ کاڌي. هڪ ڏينهن (ضرور) کارڪ هوندي هئي. (بخاري، مسلم)

(4110) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن جي وفات تائين پيٽ ڀري ٻہ ڪاريون شيون پاڻي ۽ کارڪون نہ کاڌيون. (بخاري، مسلم)

(4111) نعمان بن بشير ﷛ کان روايت آهي تہ (ماڻهن کي چيائين تہ) ڇا توهان کائڻ پيئڻ ۾ عيش عشرت نٿا ڪريو؟ بيشڪ مون پاڻ نبي ﷺ جن کي ڏٺو آهي تہ کين بيڪار کارڪون بہ ايتريون نصيب نہ ٿينديون هيون جو پيٽ ڀري کائين. (مسلم)

(4112) ابوايوب ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽ کاڌو ايندو هو تہ کائي، واڌو کاڌو مون ڏانهن موڪليندا هئا. هڪ ڏينهن مون ڏانهن کاڌي جو ٿانءُ موڪليائون جنهن مان پاڻ ڪجھ نہ کاڌو هئائون. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ کاڌي ۾ ٿوم شامل هئي. عرض ڪيم تہ ڇا اها حرام آهي؟ فرمايائون تہ: نہ پر ان جي بوءَ مون کي نٿي وڻي. مون عرض ڪيو تہ جنهن شيءِ کي توهان پسند نٿا ڪريو آئون بہ ان کي پسند نٿو ڪريان. (مسلم)

(4113) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ٿوم ۽ بصر کائي، اهو اسان کان پري رهي، يا فرمايائون تہ: اسانجين مسجدن کان پري رهي يا پنهنجن گهرن ۾ ويهي رهي. (هڪ ڏينهن) نبي ڪريم ﷺ جن وٽ ڇبي آندي وئي، جنهن ۾ مختلف سبزيون هيون. انهن جي بوءَ محسوس ڪندي فرمايائون تہ: سندن فلاڻي ساٿي کي ڏيو ۽ کيس فرمايائون تہ: تون کاءُ، آئون ان سان راز نياز جون ڳالهيون ڪندو آهيان، جنهن سان تون راز نياز جون ڳالهيون نٿو ڪرين. (بخاري، مسلم)

(4114) مقدام بن معدي ڪرب ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجي کاڌي جي شين کي توريندا ڪريو، اللہ ان ۾ توهان کي برڪت عطا ڪندو. (بخاري)

(4115) ابوامامہ ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽان دستر خوان کنيو ويندو هو تہ هيءَ دعا پڙهندا هئا: سڀ ساراهہ اللہ لاءِ آهي، تمام گهڻي ساراهہ (ان لاءِ) جيڪا پاڪ، برڪت پري، اڻ کٽ ۽ ختم نہ ٿيندڙ هجي ۽ نڪي ان ۾ رب تعاليٰ کان بي پرواهيءَ جي ڪيفيت هجي. (بخاري)

(4116) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اللہ تعاليٰ کي پسند آهي تہ ٻانهو هڪ گرهہ بہ کائي تہ بہ اللہ جي تعريف ڪري يا پاڻيءَ جو هڪ ڍڪ بہ پيئي تہ بہ اللہ جي تعريف ڪري. (مسلم) انشاءَ اللہ عائشہ ﷝ ۽ ابوهريره ﷛ جون حديثون باب فضل الفقراءَ ۾ بيان ڪنداسون، جن جا لفظ آهن: "محمد ﷺ جي گهر وارن ڪڏهن پيٽ پري ڪاڌو نہ کاڌو." ۽ " نبي ڪريم ﷺ جن دنيا مان هن حالت ۾ وصال فرمايو..."

## ٻيو فصل

(4117) ابوايوب ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ هئاسون تہ کاڌو آندو ويو. شروع ۾ ان ۾ برڪت پئي، جو اهڙي برڪت ڪڏهن نہ ڏٺي سون. وري آخر ۾ منجهس اهڙي بي برڪتي پئي جو اهڙي بي برڪتي ڪڏهن نہ ڏٺي سون. عرض ڪيوسون تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائون تہ: جڏهن کاڌو شروع ڪيوسون تہ اللہ جو نالو ورتوسون.(تنهن ڪري برڪت پئي) پوءِ هڪ شخص اللہ جو نالو وٺڻ کان سواءِ کاڌي ۾ شريڪ ٿيو تہ ان سان گڏ شيطان کائڻ لڳو، (جنهن ڪري بي برڪتي پئي). (شرح السنہ)

(4118) عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪنهن کان کائڻ جي شروع ۾ بسم اللہ وسري وڃي تہ هيئن چوي: اول ۽ آخر ۾ اللہ جو نالو وٺان ٿو. (ترمذي، ابوداٶد)

(4119) اميہ بن مخشي ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص کاڌو کائي رهيو هو ۽ بسم ﷲ نہ ٿي هيائين. جڏهن هڪ گرهہ باقي بچيو تہ وات ڏانهن وڏائيندي چيائين: "بسم ﷲ اولہ و آخره". رسول الله ﷺ جن کليا ۽ فرمايائون تہ: شيطان برابر ساڻس گڏ کائيندو رهيو، تانجو جڏهن ﷲ جو نالو ورتائين تہ جيڪي ڪجهہ سندس پيٽ ۾ هو، اهو الٽي ڪري ڪڍي ڇڏيائين. (ابودائود) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(4120) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن کائڻ کان فارغ ٿيندا هئا تہ چوندا هئا: ﷲ جي ساراهہ آهي، جنهن اسان کي کارايو، اسان کي پياريو ۽ اسان کي مسلمان ڪيو.(ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(4121) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: کائي شڪر ڪندڙ شخص صبر سان روزو رکندڙ شخص وانگر آهي.(ترمذي) ابن ماجہ ۽ دارمي ۾ اها روايت سنان بن سنہ جي حوالي سان آهي، جيڪو پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو)

(4122) ابوايوب ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن ڪا شيءِ کائيندا يا پيئندا هئا تہ چوندا هئا تہ ﷲ جي ساراهہ آهي، جنهن اسان کي کارايو ۽ پياريو نڙ يءَ کان هيٺ لاٿو ۽ ان جي ٻاهر نڪرڻ جي جاءِ ٺاهي. (ابودائود)

(4123) سلمان فارسي ﷛ کان روايت آهي تہ مون تورات ۾ پڙ هيو تہ کائڻ کان پوءِ وضو ڪرڻ ۾ برڪت آهي. اها ڳالهہ مون نبي ڪريم ﷺ جن وٽ عرض ڪئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: کائڻ کان اڳ ۽ پوءِ وضو ڪرڻ ۾ برڪت آهي. (ترمذي، ابودائود) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(4124) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن بيت الخلاءَ مان ٻاهر نڪتا. سندن سامهون کاڌو آندو ويو. عرض ڪيائون تہ ڇا وضوءَ لاءِ پاڻي پيش نہ ڪريون؟ ارشاد فرمايائون تہ: وضوءَ جو حڪم نماز لاءِ ڏنو ويو آهي. (ترمذي، ابودائود، نسائي ۽ ابن ماجہ ۾ اها روايت ابوهريره ﷛ جي حوالي سان آهي)

(4125) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ ڪُٽيءَ جو ٿانءُ آندو ويو. فرمايائون تہ: ٿانوَ جي پاسن کان کائو، وچ مان نہ کائو. ڇاڪاڻ تہ برڪت وچ ٿانوَ ۾ لهندي آهي.(ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي) ۽ ابودائود جي هڪ روايت ۾ آهي، فرمايائون تہ: جڏهن توهان مان ڪو کائي تہ ٿانوَ جي مٿان نہ کائي، پر ان جي هينان کائي، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ برڪت ان جي مٿان لهندي آهي.

(4126) عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڪڏهن ٽيڪ ڏئي کائيندي نہ ڏٺو ۽ نڪي سندن پويان ٻہ ماڻهو (حفاظت لاءِ) هلندا هئا. (ابودائود)

(4127) عبدالله بن حارث بن جزءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ ماني ۽ گوشت آندو ويو ان وقت پاڻ مسجد ۾ هئا. پوءِ پاڻ ﷺ بہ کاڌائون ۽ اسان بہ ساڻن گڏجي کاڌو. پوءِ اٿي نماز پڙهيائون، اسان بہ ساڻن گڏجي نماز پڙهي. اسان ان کان وڌيڪ ڪجهہ نہ ڪيو جو پٿرين سان پنهنجا هٿ اگهياسون. (ابن ماجہ)

(4128) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ گوشت آيو تہ سندن خدمت۾ ٻڪريءَ جو دستانو پيش ڪيو ويو، جيڪو وڌيڪ پسند ڪندا هئا. پوءِ ڏندن سان ان جي ٻوٽي پٽڻ لڳا. (ترمذي، ابن ماجہ)

(4129) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇريءَ سان ٻوٽي وڍي نہ کائو، اها عجمين جي عادت آهي، پر ڏندن سان پٽي کائو. ان ۾ لذت ۽ ذائقو آهي. (ابودائود ۽ بيهقي شعب الايمان. ٻئي مصنف چون ٿا تہ حديث قوي نہ آهي)

(4130) ام المنذر رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان وٽ آيا. علي رضي الله عنه بہ ساڻن گڏ هو. اسان جي (گهر ۾) کجيءَ جا ڇڳا لڙ ڪي رهيا هئا. پاڻ ﷺ انهن مان کائڻ لڳا ۽ علي رضي الله عنه بہ کائڻ لڳو. پوءِ رسول الله ﷺ جن عليءَ رضي الله عنه کي فرمايو تہ: تون هاڻي بس ڪر، (جو بيماريءَ سبب) ڪمزور آهين. پوءِ مون ان لاءِ چقندر جو ٻوڙ ۽ جون جي ماني تيار ڪئي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: اي علي! هي کاڌو تنهنجي (طبيعت جي) موافق آهي. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ)

(4131) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي تري وارو کاڌو (يعني ڪُرڙ) پسند هوندي هئي. (ترمذي ۽ شعب الايمان بيهقي)

(4132) نبيشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ٿانو ۾ کائي، پوءِ ان کي چٽي صاف ڪري تہ ٿانو ان کي دعا ڏيندو آهي. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ، دارمي. ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

(4133) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو هن حالت ۾ رات گذاري جو سندس هٿن تي سٿپ هجي(ڌوئي هٿ صاف نہ ڪري) پوءِ ڪيس (ڪا شيءِ) تڪليف پهچائي تہ اهو فقط پاڻ کي ملامت ڪري. (ترمذي ابودائود، ابن ماجہ)

(4134) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ سڀ کان وڻندڙ کاڌو" ڪٽي" هوندي هئي، يعني جيڪا گوشت جي ٻوڙ ۽ مانيءَ ۾ پوربي آهي. (ابودائود)

(4135) ابو اسيد انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: زيتون جو تيل کائو ۽ بدن تي مليو، اهو برڪت پرئي وڻ جو تيل آهي. (ترمذي، ابن ماجہ، دارمي)

(4136) ام هاني ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان جي گھر آيا. فرمايائون تہ: ڇا تو وٽ ڪا شيءِ (ڪائڻ لاءِ) آهي؟ مون چيو تہ ٿوڙ ي سڪل ماني ۽ سرڪو آهي. فرمايائون تہ: اها ئي آڻ. جنهن گھر ۾ سرڪي جو بوڙ هوندو اتي محتاجي نہ هوندي. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث حسن غريب آهي)

(٤١٣٧) يوسف بن عبدالله بن سلام کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي ڏٺو تہ جوَ جي مانيءَ ڳپيو هٿ ۾ کنيائون ۽ ان تي کارڪ رکي فرمايائون تہ هي ان جو بوڙ آهي ۽ کاڌائون. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

(٤١٣٨) سعدﷺ کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري آئون سخت بيمار ٿي پيس. نبيﷺ جن منهنجي تيمارداريءَ لاءِ آيا. پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي سيني تي رکيائون تانجو مون ان جي ٿڌاڻ پنهنجي دل ۾ محسوس ڪئي. فرمايائون تہ توکي دل جو عارضو آهي، ثقيف جي ڀاءُ حارث بن ڪلده وٽ وڃ، جيڪو حڪمت جو ڪم ڪندو آهي. ان کي چؤ تہ مديني جون ست عجوه کارڪون ککڙين سميت ڪُٽي (دوا ٺاهي) تنهنجي منهن ۾ وجهي.

(٤١٣٩) عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هنداڻي کي کارڪ سان گڏائي کائيندا هئا. (ترمذي) ابوداؤد ۾ وڌيڪ آهي تہ پاڻﷺ فرمائيندا هئا تہ کارڪ جي گرمي هنداڻي جي ٿڌاڻ سان ختم ڪئي وڃي ٿي ۽ هنداڻي جي ٿڌاڻ کارڪ جي گرميءَ سان ختم ٿئي ٿي. (ترمذي، چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٤١٤٠) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ص جن وٽ پراڻي کارڪ آندي وئي، ان کي چيري ان مان سسري ڪڍڻ لڳا. (ابوداؤد)

(٤١٤١) ابن عمر ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ جنگ تبوڪ ۾ پنير ٽڪرو آندو ويو تہ ڇري گهرائي، بسم الله پڙهي ان کي وڍيائون. (ابوداؤد)

(٤١٤٢) سلمان فارسيءَ ﷜ کا روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کان گيهہ، پنير ۽ جهنگلي ڳئون جي باري ۾ پڇيو ويو. فرمايائون تہ اهي شيون حلال آهن، جن کي الله تعالىٰ پنهنجي ڪتاب ۾ حلال ڪيو ۽ اهي شيون حرام ڪيو. جن شين کان الله تعالىٰ خاموشِ اختيار فرمائي، اهي معاف آهن. (ابن ماجه، ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ اها حديث غريب آهي ۽ وڌي صحيح ڳالهہ هيءَ آهي تہ هيءَ موقوف حديث آهي، يعني صحابيءَ جو قل آهي)

(٤١٤٣) ابن عمر﷞ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مون کي اڇي ڪڻڪ جي ماني پسند آهي، جيڪا کير ۽ گيهہ سان سٽيي ڪري پچائي وئي هجي. پوءِ حاضرين مان هڪ

شخص اتي اهڙي ماني تيار ڪرائي خدمت ۾ آڻي پيش ڪيائين. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو ته گيهه کهڙي ٿانوَ ۾ هو؟ چيائين ته ڳوهه جي چمر مان نهيل ڪپيءَ ۾، فرمايائون ته هن کي ڪڍ، (ابوداؤد، ابن ماجه ۽ ابو داؤد چوي ٿو ته هيءَ حديث منڪر آهي)

(٤١٤٤) علي ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن ڪچي ٿوم جي کائڻ کان منع فرمائي آهي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤١٤٥) ابو زياد کان روايت آهي ته عائشه ﷞ کان بصر جي باري ۾ پڇيو ويو. چيائين ته رسول اللهﷺ جن پنهنجي زندگيءَ جي آخر ۾ جيڪو کاڌو کاڌو، ان ۾ بصر شامل هو. (ابوداؤد)

(٤١٤٦) بُسر جي ٻن پٽن کان راويت آهي جيڪي سلمي هئا، ته اسان وٽ رسول اللهﷺ جن آيا. سندن خدمت ۾ مکڻ ۽ ڪارڪ پيش ڪئي سون، چاڪاڻ ته مکڻ ۽ ڪارڪ کي وڌيڪ پسند فرمائيندا هئا. (ابوداؤد)

(٤١٤٧) عڪراش بن ذويب ﷛ کان روايت آهي ته اسان وٽ هڪ وڏو پيالو آندو ويو، جنهن کافي ڪُٽي ۽ ٻوٽيون هيون. مون پيالي جي هر طرف هٿ گهمائڻ شروع ڪيو. رسول اللهﷺ جن پنهنجي سامهون کائي رهيا هئا. پاڻ سڳورنﷺ پنهنجي کٻي هٿ سان منهنجي کٻي هٿ کي جهلي فرمايو ته اي عڪراش! هڪ هنڌان کاءُ، چاڪاڻ ته هيءُ هڪڙي ئي قسم جو کاڌو آهي. پوءِ اسان وٽ هڪ ڊاڪون آندو ويو جنهن ۾ مختلف قسم جون کارڪون هيون. مون هڪ طرف کان کائڻ شروع ڪيو ۽ رسول اللهﷺ جن هتان، هُتان کارڪ چونڊي کائڻ لڳا. فرمايائو ته اي عڪراش! جتان وڻئي اتان کڻي کاءُ چاڪاڻ ته هي کو هڪجهڙو نه آهي. پوءِ اسان وٽ پاڻي آندو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ ٻئي هٿ ڌوتا ۽ هٿن جي آلاڻ کي پنهنجي منهن، ٻانهن ۽ مٿي تي مليائون ۽ فرمايائون ته اي عڪراش! هي انهيءَ کاڌي جو وضو آهي جيڪو باهه تي ٻچايو ويو آهي. (ترمذي)

(٤١٤٨) عائشه ﷞ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن جي گهر وارن مان کنهن کي بخار ايندو هو ته جوَن جو ڏارو تيار ڪرائيندا هئا. ۽ حڪم ڏيندا هئا ته ڊڪ ڊڪ ڪري پيئو. فرمائيندا هئا ته اهو ڏارو غمگين دل کي قوت ڏئي ٿو ۽ بيمار دل جي بيماري ائين دور ڪري ٿو جيئن توهان مان کنهنجي چهري تان پاڻي ميل لاهيندو آهي. (ترمذي ۽ چيو ٿو ته حديث حسن صحيح آهي)

(٤١٤٩) ابو هريره﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته عجوه جنت جي ڪارڪ آهي. ان ۾ زهر کان شفا آهي ۽ کنيي من جو هڪ قسم آهي. ان جو پاڻي اکين لاءِ شفا آهي. (ترمذي)

ٻيو فصل

(٤١٥٠) مغيره بن شعبه رضي الله عنه کان روايت آهي ته آئون هڪ رات رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو مهمان هيس. پاڻ ٻڪريءَ جي پاسيري پچڻ جو حڪم ڏنائون. پوءِ ڇري ڪٽي گوشت وڍي مون کي ڏيندا رهيا. جڏهن بلال رضي الله عنه نماز جي وقت ٿيڻ جو اطلاع ڪيو ته ڇري رکيائون. فرمايائون ته هن (مغيره) کي ڇا ٿيو آهي؟ ان جا مٿيءَ ۾ پرجن. ڇاڪاڻ ته سندس مڇون ڊگهيون هيون. مون فرمايائون ته ڏندڻ رکي ان جون مڇون ڪٽيان ٿو. يا فرمايائون ته ڏندڻ تي رکي ان جون مڇون ڪٽيان ٿو.(ترمذي)

(٤١٥١)حذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسان نبي صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ ڪنهن کاڌي تي حاضر هئاسون. جيستائين رسول الله صلي الله عليه وسلم جن شروعات نه ڪندا هئا، ان وقت تائين اسان پنهنجا هٿ کاڌي ڏانهن نه وڌيئيندا هئاسون. هڪ ڀيري ساڻن گڏ کاڌي لاءِ وينا هئاسون ته هڪ ڇوڪري ڊوڪندي آئي ۽ کاڌي ۾ هٿ وجهڻ لڳي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سندس هٿ پڪري ورتو. پوءِ هڪ ٻوناٺو به (کاڌي تي ڪرڻ لاءِ) ڊوڪيندو آيو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ان جو به هٿ پڪريو. پوءِ فرمايائون ته شيطان کاڌي کي پنهنجي ڪاءِ هيئن حلال ڪندو آهي ته بسم الله کان سواءِ کاڌو شروع ڪجي. شيطان ڇوڪريءَ کي وٺي آيو ته جيئن سندس ذريعي پنهنجي لاءِ هن کاڌي کي حلال ڪري، تنهن ڪري مون سندس هٿ پڪريو. پوءِ هن ٻوناٺي کي آندائين ته جيئن سندس ذريعي پنهنجي لاءِ کاڌي کي حلال ڪري. مون ان جو به هٿ پڪريو. قسم آهي الله جو! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته شيطان جو هٿ هن نياڻي ۽ هن ٻوناٺي جي هٿ سميت منهنجي هٿ ۾ آهي. هڪ روايت ۾ وڌيڪ آهي ته پوءِ الله جو نالو وٺي کاڌو شروع ڪيائون. (مسلم)

(٤١٥٢) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ارادو فرمايو ته هڪ غلام خريد ڪن پاڻ صلي الله عليه وسلم سندس اڳيان کارڪر رکيائون. انهيءَ گهٽيون کارڪون کاڌيون ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته بيشڪ گهٽو کائڻ بدبختي آهي ۽ ان کي واپس ڪرڻ جو حڪم ڏنائون (بيهقي شعب الايمان)

(٤١٥٣)انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته توهان جي کاڌن جو سردار لوڻ آهي. (ابن ماجہ)

(٤١٥٤) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جڏهن کاڌو رکيو وڃي ته جوتا لاهيو، ڇاڪاڻ ته جتي لاهڻ پيرن لاءِ راحت بخش آهي.

(٤١٥٥) اسماءُ بنت ابي بڪر رضي الله عنها کان روايت آهي ته جڏهن ان وٽ چوري (ڪٽي) آندي ويندي هئي ته ان کي ڍڪڻ جو حڪم ڪندي هئي تانجو ان جي گرمي ختم ٿي ويندي هئي ۽ چوندي هئي ته

رسول اللهﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو آهي تہ (ڪاڏي جي) گرمي ختم ٿيڻ وڏي برڪت پري ڳالهہ آهي. (ٻئي حديثون دارمي بيان ڪيون)

(٤١٥٦) نبيشه ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن ڪنهن ٿاليءَ ۾ ڪاڌو، پوءِ ان کي چٽيائين تہ ٿالي ان کي هي دعا ڏيندي آهي تہ ﷲ توکي باھہ کان آزاد ڪري، جيئن تو مون کي شيطان کان آزاد ڪيو. (رزين)

# مهمان نوازيءَ جو بيان

## پهريون فصل

(٤١٥٧) ابو هريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو اهو پنهنجي مهمان جي عزت ڪري، جيڪو ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو اهو پنهنجي پاريسريءَ کي ايذاءُ نہ ڏئي، جيڪو ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو ان کي ڀلي ڳالهہ ڪرڻ گهرجي يا خاموش رهي. هڪ روايت ۾ پاريسري جي بجاءِ هن طرح آهي: جيڪو ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو اهو مٽي مائٽي ڳنڍي. (بخاري، مسلم)

(٤١٥٨) ابو شريع ڪعبي ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو اهو پنهنجي مهمان جي عزت ڪري. هڪ ڏينهن ڪاءِ ان جو خاص اهتمام ڪرڻ آهي ۽ ٽي ڏينهن ان جي مهمان نوازي آهي. ان کان جيڪي ڪجهہ آهي، اهو صدقو آهي ۽ مهمان لاءِ جائز نہ آهي تہ ميزبان وٽ ايترو عرصو ترسي جو ڪيس تنگيءَ ۾ وجهي ڇڏي. (بخاري ، مسلم)

(٤١٥٩) عقبه بن عامر ﷛ ڪان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي عرض ڪيو تہ توهان اسان کي موڪليندا آهيو. (ڪڏهن) اسان انهن ماڻهن وٽ ويندا آهيون جيڪي اسان جي مهماني نہ ڪندا آهن. پوءِ توهان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون تہ جيڪڏهن اهڙن ماڻهن وٽ ترسو ٿا جيڪي توهان کي مهمان نوازيءَ جي مناسب پيروي ڪن ٿا تہ قبول ڪريو، جيڪڏهن ائين نہ ڪن تہ سندن حثيت مطابق مهمانيءَ جو حق (زوريءَ) حاصل ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤١٦٠) ابو هريره﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ ڏينهن يا هڪ رات ٻاهر نڪتا تہ ابو بڪر ۽ عمر کي (بيوقت) گهر کان ٻاهر ڏٺائون. فرمايائون تہ هن وقت ڪهڙي شيءِ توهان کي گهر کان ڪييو آهي؟ عرض ڪيائون تہ بک. فرمايائون تہ ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جنهن شيءِ توهان کي گهران ڪييو آهي، مون کي بہ انهيءَ ئي ڪييو آهي. چڱو مون سان گڏ هلو. پوءِ اهي ساڻن گڏ هليا تانجو هڪ انصاريءَ وٽ آيا جيڪو گهر ۾ موجود نہ هو.

جڏهن ان جي گهر واريءَ ڏٺو تہ انهيءَ کين مرحبا چئي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ فلاڻو ڪٿي آهي؟ عرض ڪيائين تہ مٺو پاڻي پرڻ ويو آهي. اوچتو اهو انصاري اچي ويو. رسول اللهﷺ جن ۽ سندن ٻن ساٿين ڪي ڏسي چيائين تہ ان ﷲ جي ساراهہ آهي، اڄ مون کان وڌيڪ ڪو عزت جوڳو ميزبان نہ آهي. پوءِ انهن کي ويهاري سندن خدمت ۾ ڪجيءَ جو ڇينگو آڻي پيش ڪيائين. جنهن ۾ ڪجهہ اڻ پڪيل تازيون ۽ سڪل ڪارڪون هيون. عرض ڪيائين تہ کائڻ فرمايو، پوءِ ڇري کنيائين. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ کير ڏيندڙ جانور ذبح نہ ڪجانءِ. انهيءَ سندن لاءِ ٻڪري ذبح ڪئي، جنهن جو گوشت کاڌائون ۽ ڪجيءَ جي گوشي مان کاڌائون ۽ پاڻي پيتائون. جڏهن ڍؤ ڪيائون تہ رسول اللهﷺ جن ابو بڪر ۽ عمر کي فرمايو تہ ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان کان هنن نعمتن جي باري ۾ قيامت جي ڏينهن ضرور پڇاڻو ٿيندو. بک توهان کي توهان جي گهرن مان ڪڍيو. پوءِ انهن نعمتن سان مالا مال ٿي گهر موٽي رهيا آهيو. (مسلم) ابو مسعود جي حديث باب الوليمه ۾ بيان ٿي چڪي تہ اهو شخص انصاري هو.

## ٻيو فصل

(٤١٦١) مقدام بن معدي ڪرب ﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو بہ مسلمان ڪنهن قوم وٽ مهمان ٿي وڃي، پوءِ (ميزبانيءَ کان) محروم ٿئي تہ هر مسلمان تي سندس مدد ڪرڻ فرض آهي، تانجو سندس مال يا پوک مان مناسب طريقي مطابق حق مهماني وٺي. (دارمي ۽ ابوداؤد) سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن قوم وٽ مهمان ٿي وڃي، اهي سندس مهمان نوازي نہ ڪن تہ کيس حق آهي تہ پنهنجي حثيت مطابق سندن مال مان (حق مهماني) وٺي.

(٤١٦٢) ابو الاحوص جشمي پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص جو مهمان ٿي وڃان، پوءِ اهو منهنجي خدمت نہ ڪري ۽ مهمان نوازيءَ جو حق ادا نہ ڪري، وري مون وٽ مهمان ٿي اچي تہ ان جي مهماني ڪريان يا ان کان بدلو وٺان؟ فرمايائون تہ نہ سندس ميزباني ڪر.(ترمذي)

(٤١٦٣) انس يا ڪنهن ٻئي صحابي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن سعد بن معاذ ﷺ کان (گهر ۾ داخل ٿيڻ جي) اجازت گهرندي فرمايو تہ السلام عليڪم ورحمة الله! سعد ﷺ (آهستي)چيو تہ وعليڪم السلام ورحمة الله پر نبيﷺ جن سندس آواز نہ ٻڌو، تانجو ٽي ڀيرا سلام ڪيائون. سعد ﷺ ٽي ڀيرا (آهستي) سلام جو جواب ڏنو پر نبيﷺ جن سندس آواز نہ ٻڌو. آخرڪار پاڻ ﷺ جن واپس وڃڻ لڳا تہ سعد ﷺ سندن پويان آيو ۽ چيائين تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! منهنجو پيءُ ماءُ توهان تي قربان! توهان جيترا ڀيرا مون تي سلام ڪيو، مون ٻڌو ۽

(آهستي) جواب بہ ڏنم. منهنجي مرضي هئي تہ توهان جي طرفان مون تي وڌ ۾ وڌ سلامتي ۽ برڪت نازل ٿئي. پوءِ اهي سندس گهر ۾ داخل ٿيا، سعد ﷛ سندن خدمت ۾ ڪشمش پيش ڪئي. فارغ ٿي پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ نيڪ ماڻهن توهان جو کاڌو کاڌو، فرشتن توهان لاءِ برڪت جي دعا ڪئي ۽ روزيدارن توهان وٽ افطار ڪيو. (شرح السنة)

(٤١٦٤) ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ مؤمن ۽ ايمان جو مثال رسيءَ ۾ ٻڌل گهوڙي وانگر آهي جيڪو هڪ حد اندر گهمندو ڦرندو آهي. ساڳيءَ طرح مؤمن کان ويسر ٿي ويندي آهي، پر نيٺ پنهنجي ايمان ڏانهن موٽي ايندو آهي، پنهنجو کاڌو پرهيزگار ماڻهن کي کارايو ۽ سيني ايمان وارن سان ڀلائي ڪريو. (بيهقي شعب الايمان_ الحلية)

(٤١٦٥) عبدالله بن بسر ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ هڪ وڏو پيالو هوندو هو جنهن کي چار ڄڻا کڻندا هئا، جنهن کي "غراءُ" چوندا هئا. نيرن جي وقت چاشت پڙهي پيالو آندو ويندو هو جنهن ۾ ثريد(ڪُٽي) هوندي هئي. سڀ گڏجي کائيندا هئا. جيڪڏهجن ماڻهو گهڻا هوندا هئا. (سوڙها ٿي ويهندا هئا ۽) رسول اللهﷺ جن بہ گوڏن ڀر ويهندا هئا. هڪ ڳوناٺي چيو تہ اهو ويهڻ جو ڪهڙو طريقو آهي؟ نبيﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ مون کي عاجز ٻانهو ڪيو آهي، متڪبر ۽ وڏائي ڪندڙ نہ ڪيو آهي. پوءِ فرمايائون تہ ٿانوَ جي پاسن کان کائو ۽ مٿئين پاسي کي ڇڏي ڏيو تہ ان ۾ برڪت نازل ٿئي. (ابوداؤد)

(٤١٦٦) وحشي بن حرب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏاي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن جي اصحابن عرض ڪيو تہ ﷲ جا رسولﷺ! اسين کائون ٿا پر ڍؤ نٿو ٿئي. فرمايائون تہ گڏجي کاڌو کائو ۽ ﷲ جو نالو وٺو، توهان کي برڪت عطا ڪندو. (ترمذي)

ٽيون فصل

(٤١٦٧) ابو عسيب﷛ کان روايت آهي تہ هڪ رات رسول اللهﷺ جن (گهر کان) ٻاهر نڪتا، سندن گذر مون وٽان ٿيو تہ مون کي سڏ ڪيائون، آئون حاضر خدمت ٿيس. پوءِ ابوبڪر﷛ وٽان سندن گذر ٿيو تہ ان کي بہ سڏ ڪيائون. اهو بہ وٽن حاضر خدمت ٿيو. پوءِ عمر﷛ وٽان سندن گذر ٿيو تہ ان کي بہ سڏ ڪيائون اهو بہ وٽن حاضر خدمت ٿيو. اتان روانا ٿي هڪ انصاريءَ جي باغ ۾ آياسون. باغ جي مالڪ کي چيائون تہ اسان کي ڏنگ ڏوڪا کاراءِ. انهيءَ هڪ گوشو آڻي پيش ڪيو. رسول اللهﷺ جن ۽ سندن ساٿين کارڪ کاڌي، پوءِ ٿڌو پاڻي گهريائون. اهو پيتائون. پوءِ فرمايائون تہ توهان کان قيامت جي ڏينهن هنن نعمتن جي باري ۾ ضرور پڇيو ويندو. عمر ﷛ گوشو کڻي زمين تي هنيو جنهن جي ڪري رسول اللهﷺ جي اڳيان ڏڏوڪا ڇڻي پيا. عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان کان قيامت جي ڏينهن هنن جي باري ۾ بہ سوال ڪيو ويندو؟ فرمايائون تہ هائو! پر ٽي شيون آهن (جن بابت پڇاڻو نہ ٿيندو:) ١_جسم ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي

ٽڪر، ٢_بک ختم ڪرڻ لاءِ مانيءَ ڳيو، ٣_گرميءَ ۽ سردي کان بچڻ لاءِ جهڳو. (ان کي احمد ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ مرسل بيان ڪيو آهي)

(٤١٦٨) ابن عمرﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جڏهن دستر خوان وڇايو وڃي ته ڪو شخص اتان ان وقت تائين نه اٿي جيستائين دسترخوان نه کڄي ۽ نه ئي ڪو هٿ ڌوئي، جيتوڻيڪ ڍؤ ڪري، جيستائين سڀ ماڻهو فارغ نه ٿين. ڇاڪاڻ ته جنهن جي ڪري اهو جلدي هٿ ڪڍندو، حالانڪ ٿي سگهي ٿو ته ڪيس کاڌي جي اڃا حاجت هجي. (ابن ماجہ ۽ شعب الايمان بيهقي)

(٤١٦٩) جعفر بن محمد پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن پنهنجن ساٿين سان گڏ کائيندا هئا ته سڀ کان آخر کاڌي تان اٿندا هئا. (بيهقي شعب الايمان، روايت مرسل آهي)

(٤١٧٠) اسماءُ بنت يزيد ﷺ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن وٽ کاڌو آندو ويو ته اسان کي به ڏنائون، اسان چيو ته اسان کي ضرورت نه آهي. فرمايائون ته بُک ۽ ڪوڙ ڪڏهن به گڏ نه ٿيندا. (ابن ماجه)

(٤١٧١) عمر بن خطابﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته گڏجي کائو ۽ ڌار نه کائو. ڇاڪاڻ ته گڏجي کائڻ ۾ برڪت آهي. (ابن ماجه)

(٤١٧٢) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺجن فرمايو ته سنت طريقو آهي ته ماڻهو گهر جي دروازي تائين مهمان کي رخصت ڪري. (ابن ماجه ۽ بيهقي جي شعب الايمان ۾ اها روايت ابو هريره ۽ ابن عباسﷺ جي حوالي سان آهي ۽ چوي ٿو ته ان جي سند ضعيف آهي)

(٤١٧٣) ابن عباسﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جنهن گهر ۾ (ٻين کي) کاڌو کارايو ويندو آهي، اتي برڪت جلدي ايندي آهي، جيئن ڇري اٺ جي ٿوهي کي جلدي وڍيندي آهي. (ابن ماجه)

# مجبور شخص جي کاڌي جو بيان

هي باب پهرين ۽ ٽئين فصل کان خالي آهي.

بيو فصل

(٤١٧٤) فجيع عامري ﷺ کان روايت آهي ته هو نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته اسان لاءِ مردار ڪهڙي صورت ۾ حلال آهي؟ فرمايائون ته توهان جو خوراڪ جو مقدار ڪيترو آهي؟

عرض ڪيوسون تہ هڪ پيالو کير صبح ۽ هڪ پيالو کير جو شام. فرمايائون تہ اها بک جي حالت آهي. تنهن جي ڪري انهيءَ حالت ۾ ڪين مردار کائڻ جي اجازت ڏنائون. (ابوداؤد)

(٤١٧٥) ابو واقد ليثي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ الله جا رسول صلي الله عليه وسلم ڪڏهن اسان (ڏوراهين) علائقي ۾ هوندا آهيون، جتي اسان کي بک ستائيندي آهي. پوءِ اسان لاءِ مردار کائڻ ڪڏهن حلال آهي؟ فرمايائون تہ جڏهن صبح يا شام توهان کي پيئڻ لاءِ کير يا کائڻ لاءِ سبزي نہ ملي، تڏهن توهان مٿل شيءِ کائي سگهو ٿا. (دارمي)

# پيئڻ جي شين جو بيان

## پهريون فصل

(٤١٧٦)انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٽن ساهي ۾ پاڻي پيئندا هئا. (بخاري، مسلم) جي هڪ روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمايائون تہ ائين چڱيءَ طرح اڃ اجهامي ٿي ۽ صحت بخش آهي.

(٤١٧٧) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مشڪ جو منهن موڙي ٽوڙي پيئڻ کان منع فرمائي. (بخاري، مسلم)

(٤١٧٨) ابو سعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مشڪ مان اونڌي منهن پاڻي پيئڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري، مسلم)

(٤١٧٩) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلمجن بيهي پاڻي پيئڻ کان منع فرمائي آهي. (مسلم)

(٤١٨٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلمجن فرمايو تہ توهان مان ڪو بيهي پاڻي نہ پيئي. جيڪڏهن وسري وڃي تہ کيس الٽي ڪرڻ گهرجي. (مسلم)

(٤١٨١) ابن عباس رضي الله عنهما چوي ٿو تہ مون نبي صلي الله عليه وسلمجن وٽ زمزم جي پاڻيءَ جو هڪ ڏول آندو. پاڻ صلي الله عليه وسلم اهو بيهي پيتائون. (بخاري ، مسلم)

(٤١٨٢) علي رضي الله عنه جي باري ۾ روايت آهي تہ ظهر پڙهي ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪوفي ۾ چبوتري تي وينو، تانجو عصر جو وقت ٿي ويو تہ پاڻي آندو ويو. پاڻي پي پنهنجو هٿ منهن ڌوتائين. (راويءَ) سندن مٿي ۽ پيرن يعني پوري وضوءَ جو بيان ڪيو. پوءِ بچيل پاڻي بيهي پيتائين ۽ چيائين تہ بيشڪ ماڻهو بيهي پيئڻ کي مڪروهہ ڄاڻن ٿا، حالانڪ نبي صلي الله عليه وسلم جن ائين ڪيو آهي، جيئن مون ڪيو. (بخاري)

(٤١٨٣) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن پنهنجي هڪ ساٿيءَ سميت هڪ انصاريءَ وٽ آيا. کيس سلام ڪيائون جنهن جواب ڏنو. اهو شخص باغ ۾ پاڻي ورائي رهيو هو. نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن تو وٽ مشڪ ۾ راتوڪو پاڻي آهي تہ آڻ، نہ تہ اسان واهيءَ مان ٻڪ ڀري پيئون ٿا. عرض ڪيائين تہ مشڪ ۾ راتوڪو پاڻي آهي. اهو شخص ڇپر وٽ ويو، پيالي ۾ پاڻي وجهي، ان ۾ ٻڪريءَ جو کير ڏڏائين. پوءِ نبيﷺ جن اهو پيتو وري ٻيو پيالو آندائين جيڪو ٻئي شخص پيتو. (بخاري)

(٤١٨٤) ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو چانديءَ جي برتن ۾ پيئي ٿو، اهو پنهنجي پيٽ جهنم جي باهہ ڀري ٿو. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو شخص سون ۽ چاندي جي ٿانوَن ۾ کائي ۽ پيئي ٿو (سو پنهنجي پيٽ ۾ باهہ ڀري ٿو).

(٤١٨٥) حذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺجن کان هينين شين جي ممانعت ٻڌي: ١_ريشم ۽ ديباج نہ پايو، ٢_سون ۽ چانديءَ جي ٿانون ۾ نہ پيئو، ٣_نہ ئي سون چاندي جي ٿانوَن ۾ کائو. دنيا ۾ اهي ڪافرن لاءِ ۽ آخرت ۾ اسان لاءِ آهن. (بخاي، مسلم)

(٤١٨٦) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن لاءِ گهريلو پاليل ٻڪريءَ جو کير ڏڌو ويو ۽ ان ۾ انس رضي الله عنه جي گهر جي کوهہ جو پاڻي ملايو ويو. پوءِ پيالو رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ڪيو ويو. سندس کابي ابوبڪر رضي الله عنه ۽ ساڄي پاسي ڳوناٺو وينو هو. عمررضي الله عنه عرض ڪيو تہ ايالله جا رسولﷺ! (پهريائين) ابو بڪررضي الله عنه کي ڏيو. پاڻﷺ ساڄي پاسي وينل ڳوناٺي کي ڏيندي فرمايائون تہ پهريان ساڄي پاسي وارن جو حق آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ پهريائين ساڄي پاسي وارا، پهريائين ساڄي پاسي وارا، ٻڌو! پهريائين ساڄي پاسي وارن کي ڏيندا ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤١٨٧) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽ پيالو آندو ويو، جنهن مان پيتائون. سندن ساڄي پاسي هڪ ٻار وينو هو ۽ کابي پاسي بزرگ هئا. فرمايائون تہ اي ٻارڙا ڇا اجازت ڏئين ٿو تہ پهريائين هنن بزرگن کي ڏيان "عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! آئون توهان جي اوبر ٻين کي ڏيڻ ڪيئن پسند ڪندس. (بخاري، مسلم) ابو قتاده جي حديث باب المعجزات ۾ بيان ڪنداسين، انشاءالله تعاليٰ.

## ٻيو فصل

(٤١٨٨) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ اسان رسول اللهﷺجن جي زماني ۾ گهمندي ڦرند کائيندا پيئندا هئاسون. (ترمزي، ابن ماجه ۽ دارمي.ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح غريب آهي)

(٤١٨٩) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت کري ٿو تہ مون رسول اللهﷺ جن کي بيني ۽ ويني پاڻي پيئندي ڏٺو. (ترمذي)

(٤١٩٠) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن ٿانوَ ۾ ساھ کڻڻ يا ڦوڪ ڏيڻ کان منع فرمائي. (ابوداؤد ۽ ابن ماجه)

(٤١٩١) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هک ساھ ۾ اُٺَ وانگر پاڻي نہ پيئو، پر ٽن ساهين پيئو. جڏهن پاڻين پيئڻ شروع کريو تہ بسم اللهؒ چئو ۽ ٿانوَ کي پنهنجي منهن کان پري کريو تہ الحمداللهؒ چئو. (ترمذي)

(٤١٩٢) ابو سعيد خدريؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ٿانوَ ۾ ڦوک ڏيڻ کان منع فرمائي. (ترمذي، دارمي) هک شخص چيو تہ ان ۾ مون کي کک نظر ايندو آهي، فرمايائون تہ کڍي اڇلاءِ، چيائين تہ هک دم پيئڻ سان منهنجو ڍؤ نٿو ٿئي. فرمايائون تہ منهن کان ٿانءُ پري کري ساھ کڻ.

(٤١٩٣) ابو سعيد خدري ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ٿانوَ جي سوراخ مان پيئڻ ۽ ان ۾ ڦوک ڏيڻ کان منع فرمائي. ابوداؤد)

(٤١٩٤) کبشه ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون وٽ آيا تہ ٽنگيل مشک مان بيهي پاڻي پيتائون. مون اٿي انهيءَ مشک جو منهن کٽي پاڻ وٽ رکيو. (ترمذي، ابن ماجه ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب صحيح آهي)

(٤١٩٥) عائشه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مني ۽ ٿڌي شيءِ گهڻي پسند کندا هئا. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ وڌيک صحيح هي آهي تہ اها زهريءَ جي مرسل روايت آهي)

(٤١٩٦) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان کو کاڌو کائي تہ هيءَ دعا گهري: اللهؒ! اسان کي ان ۾ برکت ڏيءَ ۽ اسان کي ان کان چڱو کاراءِ ۽ جڏهن کير پيئي تہ دعا گهري تہ : اي اللهؒ اسان کي ان ۾ برکت ڏي ۽ ان کان وڌيک ڏي. ڇاکاڻ تہ کير کان سواءِ کا شيءِ اهڙي نہ آهي. جيکا کائڻ پيئڻ ٻنهي جي بجاءِ کافي ٿئي.
(ترمذي، ابوداؤد)

(٤١٩٧) عائشه﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن لاءِ ”سقيا“ مان منو پاڻي گهرايو ويندو هو، ڪن جو چوڻ آهي تہ اهو هڪ چشمو آهي، جيڪو مديني کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي آهي. (ابوداؤد)

تيون فصل

(٤١٩٨) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن سون، چانديءَ يا انهن ٻنهي جي ملاوٽ مان نهيل ٿانوَ ۾ پيتو، انهيءَ پنهنجي پيٽ ۾ جهنم جي باھ ڀري. (دارقطني) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# پيئڻ جي شين جو بيان

## پهرين فصل

(٤١٩٩) انس ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي پنهنجي هن پيالي سان پيئڻ جي هر شيءَ يعني ماکي، نبيذ، پاڻي ۽ کير پياريو آهي. (مسلم)

(٤٢٠٠) عائشه ﷝ کان روايت آهي تہ اسان هڪ مشڪ ۾ رسول الله ﷺ جن لاءِ نبيذ ٺاهيندا هئاسون، جنهن کي مٿان بند ڪيو ويندو هو ۽ ان جي هيٺئين پاسي کان منهن هوندو هو. صبح جو نبيذ وجهي ڇڏيندا هئاسون تہ شام جو پاڻ پيئندا هئا. رات جو نبيذ پسائيندا هئاسون تہ صبح جو پيئندا هئا. (مسلم)

(٤٢٠١) ابن عباس﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن لاءِ شروع رات ۾ نبيذ پسائي ويندي هئي تہ صبح کان ٻئي ڏينهن جي رات ۽ ٽئين ڏينهن جي عصر تائين پيئندا رهندا هئا، بچندي هئي تہ خادم کي ڏيندا يا حڪم ڏيندا هئا تہ هاري ڇڏي. (مسلم)

(٤٢٠٢) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن لاءِ هڪ مشڪ ۾ نبيذ پسائي ويندي هئي. جيڪڏهن مشڪ نہ هوندي هئي تہ پٿر جي ٿانءُ ۾ پسائي ويندي هئي. (مسلم)

(٤٢٠٣) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هنن ٿانون ۾ نبيذ پسائڻ کان منع فرمائي آهي: ١_ ڪدوءَ جي ٿانءَ، ٢_ سائي گهڙي، ٣_ ڏامر ۾ پچايل ٿانوَ يا روغني ٿانوَ، ٤_ ڪاٺ جي پيالي ۾ ۽ حڪم ڏنائون تہ چمڙي جي مشڪ ۾ نبيذ پسائي وڃي. (مسلم)

(٤٢٠٤) بريده ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون توهان کي مٿي بيان ڪيل ٿانوَن ۾ نبيذ پسائڻ کان منع ڪئي آهي. ڪو ٿانوَ ڪنهن شيءِ کي حلال يا حرام نٿو ڪري. نشو

ڏيندڙ هر شيءِ حرام آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ مون توهان کي (مختلف ٿانوَن ۾) پيئڻ کان منع ڪئي آهي، سواءِ چمڙي جي ٿانوَن ۾. هر ٿانوَ ۾ پيئو پر نشو ڏيندڙ ڪا شيءِ نہ پيئو. (مسلم)

### ٻيو فصل

(٤٢٠٥) ابو مالڪ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ضرور منهنجي امت مان ڪي ماڻهو نالو مَٽائي شراب پيئندا. (ابو داؤد، ابن ماجه)

### ٽيون فصل

(٤٢٠٦) عبدالله بن ابي اوفيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سائي گھڙي ۾ نبيذ پسائڻ کان منع فرمائي. مون چيو تہ ڇا اسين اڇي گھڙي ۾ نبيذ پيئون؟ فرمايائون تہ نہ. (بخاري)

# ٿانوَن وغيره جي ڍڪڻ جو بيان

### پهريون فصل

(٤٢٠٧) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن رات شروع ٿئي يا فرمايائون تہ جڏهن شام ختم ٿئي، ان وقت ٻارن کي گهرن ۾ رکو ڇاڪاڻ تہ ان وقت شيطان پکڙجي ويندا آهن. رات جو ڪجھ حصو گذري تہ پوءِ پلي انهن کي ڇڏي ڏيو. دروازا بند ڪريو ۽ بسم الله پڙهو. شيطان بند ٿيل دروازو نہ کوليندو آهي. پنهنجي مشڪن جا منهن بند ڪريو ۽ الله جو نالو وٺو، پنهنجا ٿانوَ ڍڪي ڇڏيو ۽ الله جو نالو وٺو، جيتوڻيڪ ٿانوَن جي مٿان ڪا شيءِ رکي ڇڏيو. پنهنجا ڏيئا وسائي ڇڏيو. (بخاري، مسلم)

بخاري جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ٿانوَ ڍڪيندا ڪريو، مشڪن جا منهن بند ڪندا ڪريو. دروازا بند ڪندا ڪريو ۽ شام ٿئي تہ ٻارن کي روڪيو ڇاڪاڻ تہ اهو جنن جي پکڙجڻ ۽ اوچتو جهٽڻ جو وقت هوندو آهي. سمهڻ وقت ڏيئا وسايو ڪڏهن ائين ٿيندو آهي تہ ڪُئو ٻتي گهلي ويندو آهي ۽ گهر وارن کي ساڙي ڇڏيندو آهي. مسلم جي هڪ روايت  آهي تہ ٿانوَ ڍڪيو، مشڪن جا منهن بند ڪريو، دروازا بند ڪريو، ڏيئا وسايو ڇاڪاڻ تہ شيطان لاءِ بند مشڪ، بند دروازو ۽ بند ٿانءُ کولڻ ممڪن نہ هوندو آهي.  جيڪڏهن ڪا شيءِ ٿانوَ کي بند ڪرڻ لاءِ نہ ملي تہ ان مٿان ڪاٺي رکو ۽ الله جو نالو وٺو، ڪوئا گهر وارن کي ساڙي ڇڏيندا آهن. ان جي هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ سج لهي تہ جانور ۽ ٻار ٻاهر نہ ڇڏيو، تانجو رات جي اونداهي ختم ٿئي. سج لهندو آهي تہ ان وقت شيطان پکڙندا آهن، تانجو رات جو پهريون پهر گذري وجي مسلم جي روايت مطابق فرمايائون تہ ٿانون کي ڍڪيو، مشڪن جا منهن بند رکو، سال ۾ هڪ رات اهڙي ايندي آهي جنهن ۾ وبا لهندا آهن، پوءِ اها جنهن بہ مشڪ يا ٿانو وٽان لهندي آهي، ان ۾ داخل ٿيندي آهي.

(٤٢٠٨) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ ابو حميد انصاري ﷜ نقيع مان کير جو پريل ٺانءُ نبي ﷺجن لاءِ آندو، نبي ﷺ جن فرمايو تہ ان کي ڍڪيندو ڪر، جيتوڻيڪ ويڪر ۾ ان جي مٿان ڪاٺي رکين.(بخاري، مسلم)

(٤٢٠٩) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺجن فرمايو تہ باهہ وسائي پوءِ سمهندا ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤٢١٠) ابو موسىٰ ﷜ کان روايت آهي تہ مديني ۾ هڪ رات هڪ گهر کي باهہ لڳي. اها ڳالهہ نبي ﷺ جن کي ٻڌائي وئي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ اها باهہ توهان جي دشمن آهي. ان کي وسائي پوءِ سمهندا ڪريو. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٢١١) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ مون بني ﷺجن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن توهان رات جي وقت ڪتن جو ڀونڪڻ ۽ گڏهہ جي هينگ ٻڌو تہ شيطان مردود کان ﷲ جي پناهہ گهرو، ڇاڪاڻ تہ هو اُهي (ڪُتا ۽ گڏهہ) اهي شيون ڏسن ٿا، جيڪي توهان نٿا ڏسو. جڏهن پير هلڻ کان رڪجي وڃن (يعني ماڻهن جي اچ وڃ ختم ٿئي) تہ ٻاهر نڪرڻ گهٽ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ ﷲ تعالىٰ رات جي وقت پنهنجي جنهن مخلوق کي گهرندو آهي، پکيڙي ڇڏيندو آهي. دروازا بند ڪندا ڪريو ۽ ﷲ جو نالو وٺندا ڪريو ڇاڪاڻ تہ شيطان بند ٿيل دروازو نہ کوليندو آهي، جڏهن تہ ان تي ﷲ جو نالو ورتو وڃي. ٿانوَ ڍڪيو، يا اونڌا ڪريو ۽ مشڪن جا منهن بند ڪريو. (شرح السنة)

(٤٢١٢) ابن عباس﷠ کان روايت آهي تہ هڪ ڪوئو ٻتي گهلي آيو ۽ جنهن چادر تي رسول الله ﷺ جن وينا هئا، اتي ڦٽي ڪري ويو، جيڪا هڪ درهم برابر سڙي وئي. فرمايائون تہ سمهڻ وقت ڏيئا وسائيندا ڪريو ڇاڪاڻ تہ شيطان ايذاءُ ڏيندڙ اهڙن جانورن کي اهڙن ڪمن لاءِ ميڙائي، توهان کي ساڙائيندو آهي. (ابوداؤد)

هي باب ٽئين فصل کان خالي آهي.

## لباس جو بيان

### پهريون فصل

(٤٢١٣) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جو پسنديده لباس پٽا پٽي يمني چادر هئي. (بخاري، مسلم)

(٤٢١٤)مغيره بن شعبه رضي الله عنه كان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن تنگ ٻانهن وارو رمي جبو پاتو. (بخاري، مسلم)

(٤٢١٥) ابو برده رضي الله عنه كان روايت آهي تہ اسان کي عائشه رضي الله عنها چتين لڳل چادر ۽ ٿلهي گوڏ ڏيکاري ۽ چيائين تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هنن ٻنهي ڪپڙن ۾ وفات فرمائي. (بخاري، مسلم)

(٤٢١٦) عائشه رضي الله عنها كان راويت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو بسترو جنهن تي سمهندا هئا، چمڙي جو هو جنهن ۾ ڪجيءَ جا پن ڀريل هئا. (بخاري، مسلم)

(٤٢١٧) عائشه رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو ويهاڻو، جنهن تي ٽيڪ لڳائيندا هئا. چمڙي جو هو، جنهن ۾ ڪجيءَ جا پن ڀريل هئا. (مسلم)

(٤٢١٨) عائشه رضي الله عنها كان روايت آهي تہ هڪ ڀيري اسان گرميءَ ۾ ٻنپهرن جو وينا هئاسين. هڪ ايندڙ شخص ابوبڪر رضي الله عنه کي چيو تہ اجهو چادر ويڙهي. الله جو رسول صلي الله عليه وسلم اچي رهيو آهي. (بخاري)

(٤٢١٩) جابر رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ هڪ بسترو مرد لاءِ، ٻيو سندس گهرو واريءَ لاءِ، ٽيون مهمان لاءِ ۽ چوٿون شيطان لاءِ آهي. (مسلم)

(٤٢٢٠) ابو هريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسوالله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ الله تعاليٰ ان شخص ڏانهن قيامت جي ڏينهن نہ نهاريندو جيڪو وڏائيءَ وچان گوڏ گهلي گهمي ٿو. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢١) ابن عمر رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو وڏائيءَ وچان ڪپڙو گهلي گهمندو، الله تعاليٰ ان ڏانهن قيامت ڏينهن نہ نهاريندو. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢٢) ابن عمر رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ هڪ شخص تڪبر وچان پنهنجي گوڏ کي گهلي رهيو هو. الله تعاليٰ کيس زمين ۾ ڳهائي ڇڏيو ۽ قيامت تائين اهو زمين ۾ ڳهبو رهندو. (بخاري)

(٤٢٢٣) ابو هريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ پيڏين كان هيٺ گوڏ جو جيڪو حصو آهي. سو باهہ ۾ آهي. (بخاري)

(٤٢٢٤) جابرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هنن ڳالهين کان منع فرمائي: ١_ڪبي هٿ سان ڪائڻ کان، ٢_ هڪ جوتو پائي هلڻ کان، ٣_ اهڙي نموني چادر ويڙهڻ کان جو هٿ ٻاهر نڪري نہ سگهن، ٤_ هڪ ڪپڙي ۾ ڪانپ ٻڌي ويهڻ کان جو اگهڙ ظاهر ٿئي. (مسلم)

(٤٢٢٥) عمر، انس، ابن زبير ۽ ابو امامہ﷢ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪو دنيا ۾ ريشم پائيندو. الله آخرت ۾ ان کي نہ پارائيندو. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢٦) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ دنيا ۾ اهوئي ريشم پائيندو، جنهن جو آخرت ۾ ڪو حصو نہ آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢٧) حذيفهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي هنن ڳالهين کان منع فرمائي: ١_چانديءَ ۽ سون جي ٿانوَن ۾ کائڻ پيئڻ کان، ٢_ريشم ۽ ديباج جي پائڻ کان، ٣_ريشم ۽ ديباج جي فرش تي ويهڻ کان. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢٨) علي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ڏانهن تحفي ۾ پٽا پٽي ريشمي جوڙو موڪليو ويو. پاڻ ﷺ اهو مون ڏانهن موڪليائون. جيڪو مون پاتو تہ سندن منهن مبارڪ ۾ ناراضگي ڏٺم. فرمايائون تو ڏانهن پائڻ لاءِ نہ، پر هن مقصد لاءِ موڪليو اٿم تہ ڦاڙي ان مان عورتن لاءِ چادرون ٺاهہ. (بخاري، مسلم)

(٤٢٢٩) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ريشم پائڻ کان منع فرمائي، سواءِ هيتري ٽڪر جي ۽ رسول اللهﷺ جن وچين ۽ ڏسٽي آڱر مٿي ڪري. ملائي ڏيکاري. (بخاري، مسلم) مسلم جي روايت آهي تہ ابن عمر﷠ مقام جابيہ تي خطبو ڏيندي چيو تہ رسول اللهﷺ جن ريشم پائڻ کان منع فرمائي آهي، پر ٻہ يا ٽي يا چار آڱر.

(٤٢٣٠) اسمان بنت ابوبڪر﷠ کان روايت آهي تہ انهيءَ ايراني جبو (جنهن ۾ نالي ماتر ريشم پَٽُ شامل هو) ڪڍيو جنهن جي ڳچي ۽ ڪاجن ۾ ريشمي ڪپڙو هو ۽ چيائين تہ هي رسول اللهﷺ جن جو جبو آهي، جيڪو عائشہ﷠ وٽ هو. اها گذاري وئي تہ اهو مون ڪنيو، نبيﷺ جن اهو پائيندا هئا. اسان بيمارن لاءِ ان ڌوتل پاڻيءَ مان شفا حاصل ڪريون ٿا. (مسلم)

(٤٢٣١) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن زبير ۽ عبدالرحمٰن بن عوف کي ريشم پائڻ جي اجازت ڏني، ڇاڪاڻ تہ کين خارش هئي. (بخاري، مسلم) مسلم جي روايت ۾ آهي تہ انهن جوئن جي شڪايت ڪئي. پاڻ سڳورنﷺ کين ريشمي قميص پائڻ جي اجازت ڏني.

(٤٢٣٢) عبدالله بن عمرو بن العاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي بہ هيڊي رنگ جا ڪپڙا پاتل ڏٺا. فرمايائون ﷺ تہ اهو ڪافرن جو لباس آهي، پوءِ اهي نہ پاءِ ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ مون چيو تہ ڇا اهي ڌوئان؟ فرمايائون ﷺ تہ بلڪ انهن کي ساڙي ڇڏ. (مسلم) ۽ مناقب اهل بيت ۾ سڳهوئي عائشه رضي الله عنها جي حديث بيان ڪنداسون تہ هڪ صبح ﷺ جن ٻاهر نڪتا.

ٻيو فصل

(٤٢٣٣) ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي سڀ کان وڌيڪ پسند ڪپڙو قميص هوندي هئي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٢٣٤) اسماءُ بنت يزيد رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي قميص جون ٻانهون ڪرائي تائين هونديون هيون. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٤٢٣٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪا قميص پائيندا هئا تہ پنهنجي ساڄي طرف کان شروع ڪندا هئا. (ترمذي)

(٤٢٣٦) ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مؤمن جي گوڏ اڌ پنين تائين هوندي آهي. (گوڏ يا سلوار) پنين جي اڌ کان پيڏين تائين هجي تہ ان مٿس گناهہ جي ڳالهہ نہ آهي. ان کان هيٺ جيڪا شيءِ آهي، سا دوزخ ۾ آهي. ٽي ڀيرا اها ڳالهہ فرمايائون. (پوءِ فرمايائون ﷺ تہ) جيڪو شخص تڪبر وچان گوڏ گهلي هلندو، الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان ڏانهن نہ نهاريندو. (ابوداؤد، ابن ماجه)

(٤٢٣٧) سالم پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ (وڏائي وچان) ڪپڙو گهلڻ (مان مراد) گوڏ ۽ قميص گهلڻ ۽ پڳ (جو طرو) لڙڪائڻ آهي. جنهن تڪبر وچان ڪپڙو گهليو، قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ ان ڏانهن نہ نهاريندو. (ابوداؤد، نسائي، ابن ماجه)

(٤٢٣٨) ابو ڪبشه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي ساٿين جون ٽوپيون مٿي سان لڳل هونديون هيون، مٿي کان مٿي نہ هونديون هيون. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ اها حديث منڪر آهي)

(٤٢٣٩) ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن گوڏ مٿي ٻڌڻ جو حڪم ڪيو تہ مون عرض ڪيو تہ عورت ڇا ڪري؟ فرمايائون تہ (گوڏ يا سلوار) هڪ گرانٽ ظاهر هيٺ لٽڪائي. عرض ڪيم تہ تڏهن سندس اگهڙ ظاهر ٿي پوندي. فرمايائون تہ چڱو! هڪ نري هيٺ لٽڪائي، ان کان وڌيڪ هيٺ نہ ٻڌي. (مالڪ ابو داؤد، نسائي، ابن ماجه) ترمذي ۽ نسائيءَ ۾ ابن عمر رضي الله عنهما

عرض ڪيو تہ تڏهن تہ سندن قدم ڪلي پوندا. فرمايائون تہ پوءِ هٿ ڪن هيٺ ٻڌن، وڌيڪ هيٺ نہ ڪن.

(٤٢٤٠) معاويه بن قارة ﷛ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مزينه قوم جي هڪ وفد سان آئون رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿي. انهن پاڻ سڳورن ﷺ سان بيعت ڪئي. ان وقت پاڻ قميص جا بٽڻ کولي وينا هئا. مون سندن گريبان ۾ پنهنجو هٿ وجهي، مهر نبوت کي هٿ لاتو. (ابوداؤد)

(٤٢٤١) سمره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ اڇا ڪپڙا پائيندا ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اهي وڌيڪ پاڪ صاف رهن ٿا ۽ انهن ۾ ئي پنهنجن فوتين کي ڪفن ڏيندا ڪريو. (احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه)

(٤٢٤٢) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن پڳ ٻڌندا هئا تہ ڪلهن جي وچ ۾ طرو ڇڏيندا هئا. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٤٢٤٣) عبدالرحمٰن بن عوف ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي پڳ ٻڌائي ان جو طرو منهنجي اڳيان ۽ پويان لڙڪايائون. (ابوداؤد)

(٤٢٤٤) رڪانة ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ اسان ۽ مشرڪن ۾ فرق ٽوپين جي مٿان پڳ ٻڌڻ جو آهي. (ترمذي، چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ ان جي سند درست نہ آهي)

(٤٢٤٥) ابو موسيٰ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ سون ۽ ريشم منهنجي امت جي عورتن لاءِ حلال ۽ منهنجي امت جي مردن لاءِ حرام آهي. (ترمذي، نسائي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ حديث حسن صحيح آهي)

(٤٢٤٦) ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن نئون ڪپڙو پائيندا هئا. تہ ان جو نالو وٺندا هئا يعني پڳڙي يا قيمص يا چادر پوءِ فرمائيندا هئا تہ اي الله! تعريف تنهنجي آهي، جو تو مون کي اهو پارايو، توکان ان جي ڀلائي ۽ انهيءَ شيءِ جي ڀلائيءَ جو سوال ڪريا ٿو، جنهن لاءِ اهو ناهيو ويو ۽ ان جي شر ۽ ان شيءَ جي شر کان تنهنجي پناهہ وٺان ٿو، جنهن لاءِ اهو ناهيو ويو آهي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٢٤٧) معاذ بن انس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص کاڌو کائي تہ چوي: الله جي تعريف آهي جنهن مون کي هي کاڌو کارايو ۽ منهنجي سگهہ ۽ قوت کان سواءِ مون کي اهو نصيب ڪيائين تہ ان جا اڳيان سمورا گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا. (ترمذي) ابوداؤد ۾ وڌيڪ

آهي تہ جيڪو ڪپڙو پائي پوءِ چوي: ﷲ جي ساراهہ جنهن مون کي هي پارايو ۽ منهنجي سگهہ ۽ قوت کان سواءِ مون کي اهو عطا ڪيائين تہ ان جا اڳيان پويان سڀ گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا.

(٤٢٤٨) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي عائشه! جيڪڏهن تون (قيامت جي ڏينهن) مون سان ملڻ گهرين ٿين تہ دنيا مان ايترو پاڳو پراءِ جيڪو مسافريءَ ۾ هڪ سوار لاءِ ڪافي هوندو آهي ۽ مالدارن جي مجلس کان پاڻ کي بچاءِ ۽ ڪپڙي کي ان وقت تائين پراڻو سمجهي (ڦٽي نہ ڪر) جيستائين ان تي چتيون نہ لڳن. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٢٤٩) ابو امامه اياس بن ثعلبه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان نٿا ٻڌو، ڇا توهان نٿا ٻڌو تہ سادگي ايمان جي نشاني آهي، سادگي ايمان جي نشاني آهي.

(٤٢٥٠) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن دنيا ۾ شهرت خاطر ڪپڙو پاتو، قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ کيس ذلت جو لباس پارائيندو. (احمد ابو داؤد، ابن ماجه)

(٤٢٥١) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ڪنهن قوم سان مشابهت اختيار ڪندو، اهو انهن مان آهي. (احمد، ابوداؤد)

(٤٢٥٢) سويد بن وهب نبي ﷺ جن جي اصحابن مان ڪنهن جي پٽ کان. اهو پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو خوبصورت ڪپڙا سگهہ رکڻ جي باوجود نہ پائي، ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ عاجزيءَ وچان نٿو پائي، ﷲ ان کي عزت جو وڳو پارائيندو ۽ جيڪو ﷲ خاطر ڪنهن کي شادي ڪرائيندو، ﷲ ان کي شاهي تاج پارائيندو. (ابوداؤد) ۽ ترذيءَ ۾ اها روايت معاذ بن انس رضي الله عنه جي حوالي سان آهي جنهن ۾ آهي تہ جيڪو ڪنهن کي لباس پارائيندو.

(٤٢٥٣) عمر بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ پسند ڪري ٿو تہ پنهنجي نعمت جو اثر پنهنجي ٻانهي تي ڏسي. (ترمذي)

(٤٢٥٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان وٽ رسول الله ﷺ جن ملاقات لاءِ آيا. هڪ شخص کي ڏٺائون تہ ان جا وار وکريل آهن. فرمايائون تہ ڇا ان وٽ اهڙي شيءِ نہ آهي جنهن سان وار درست ڪري؟ ٻئي کي ڏٺائون تہ جنهن جي جسم تي ميرا ڪپڙا هئا. فرمايائون تہ ان وٽ ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ ڪا شيءِ نہ آهي؟ (احمد، نسائي)

(٤٢٥٥) ابو احوص پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ آئون رسول اللهﷺ جن وٽ هن حالت ۾ آيس جو مون ردي قسم جا ڪپڙا پاتا هئا. فرمايائون تہ ڇا توکي مال آهي؟ مون چيو تہ هائو! فرمايائون تہ ڪهڙي قسم جو مال تو وٽ آهي؟ عرض ڪيم تہ ﷲ تعاليٰ هر قسم جو مال عطا ڪيو آهي: اُٺ، ڳئون، گهوڙا، ٻڪريون، ٻانها. فرمايائون تہ جڏهن ﷲ توکي مال ڏنو آهي تہ جڳائي تہ ﷲ جي نعمت ۽ عزت جو اثر توتي ظاهر ٿئي. (احمد، نسائي) شرح السنة ۾ مصابيح جي لفظن ۾ اها روايت آهي.

(٤٢٥٦) عبدالله بن عمروؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص ٻہ ڳاڙها ڪپڙا پائي رسول اللهﷺ جن وٽا لنگهيو ۽ نبيﷺ کي سلام ڪيائين. پاڻ سڳورنﷺ سندس سلام جو جواب نہ ڏنو. (ترمذي، ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٢٥٧) عمران بن حصين ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ آئون ارغواني زين پوش تي سوار نٿو ٿيان ۽ نہ آئون هيڊا ڪپڙا پايان ٿو ۽ نہ اهڙي قميص پائيندو آهيان جنهن ۾ (اهڪ آڳر کان وڏيڪ) ريشم جو ڪپڙو شامل هجي. فرمايائون تہ ٻڌو! مرد جي خوشبو ۾ رنگ نہ هوندو آهي ۽ عورتن جي رنگ ۾ خوشبو نہ هوندي آهي. (ابوداؤد)

(٤٢٥٨) ابو ريحانه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ڏهن شين کان منع فرمائي: ١_ڏند تکا ۽ سنها ڪرڻ، ٢_ جسم ڳوهائڻ، ٣_وار پٽڻ، ٤_ٻن مردن جو هڪ ڪپڙي ۾ اگهاڙو سمهڻ، ٥_ ٻن عورتن جو هڪ ڪپڙي ۾ اگهاڙو سمهڻ، ٦_ عجمين وانگر ڪپڙي جي هيٺيان ريشمي استر وجهڻ، ٧_ يا عجمين وانگر ڪلهي تي ريشمي ڪپڙو رکڻ، ٨_ لٽ مار ڪرڻ، ٩_چيتي جي کل مان زين ٺاهڻ، ١٠_منڊي پائڻ پر حاڪم لاءِ جائز آهي. (ابوداؤد، نسائي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٢٥٩) علي ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مون کي سوني منڊي، گهري ڳاڙهي، ديباج ۽ ريشم جي پائڻ کان منع فرمائي. (ابوداؤد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه) ابو داؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ ڳاڙهي زين جي استعمال کان منع فرمايائون. جيڪا سواريءَ تي وڇائبي آهي.

(٤٢٦٠) معاويه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ ريشم ۽ چيتي جي کل مان جڙيل زين تي سوار نہ ٿيو. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٢٦١) براءِ بن عازب ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن چيتي جي کل جي ڳاڙهي زين کان منع فرمائي. (شرح السنة)

(٤٢٦٢) ابو رمثة تيميءَ کان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن وٽ آيس. ڪين ٻہ ساوا ڪپڙا پاتل هئا. سندن وارن ۾ ڪراڙپ جو اثر غالب هو ۽ وارن جو رنگ ڳاڙهو هو. (ترمذي) ابوداؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ سندن مٿي جا وار ڪنن جي پاپڙين تائين هئا ۽ اهي مينديءَ رنگيل هئا.

(٤٢٦٣) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن بيمار هئا. اسامه رضي الله عنه جي سهاري نڪتا جڏهن تہ قطري ڪپڙو پاتو هئائون، جنهن کي مٿي جي چوڌاري ويڙهيو هئائون ۽ پوءِ ماڻهن کي نماز پڙهايائون. (شرح السنة)

(٤٢٦٤) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن کي ٻہ ٿلها قطري ڪپڙا پاتل هئا. جڏهن ويهندا هئا ۽ پگهر ايندو هو تہ اهي آلاڻ سبب ڳورا ٿي پوندا هئا. هڪ ڀيري فلاڻي يهودي (تاجر) جو شام کان ڪپڙي (جو قافلو) آيو. مون عرض ڪيو تہ ان ڏانهن پيغام موڪلي آساني ٿيڻ تائين ڪانئس قرض تي ڪپڙو خريد ڪريو. پاڻﷺ ان ڏانهن پيغام موڪليائون. اهو چوڻ لڳو تہ ها! مون کي معلوم آهي تہ سندس ڪهڙو مقصد آهي؟ منهنجو مال ڦٻائڻ گهري ٿو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪوڙ ٿو ڳالهائي،ڪيس معلوم آهي تہ آئون سيني کان وڌيڪ پرهيزگار ۽ چڱيءَ طرح امانت جي ادائگي ڪندڙ آهيان. (ترمذي، نسائي)

(٤٢٦٥) عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مون کي ڏٺو تہ هيڊيءَ گلابي رنگ جا ٻہ ڪپڙا پاتا اٿم. فرمايائون تہ اهو ڇا آهي؟ آئون سمجهي ويس تہ ڪين پسند نہ آهن. مون (هڪدم) وڃي اهي ساڙي ڇڏيا. نبيﷺ جن فرمايو تہ پنهنجا ڪپڙا ڪيڏانهن ڪيئي؟ عرض ڪيم تہ (سائين!) ساڙي ڇڏيم. فرمايائون تہ پنهنجي گهر واريءَ کي نہ ڏنئي؟ (ابوداؤد)

(٤٢٦٦) هلال بن عامر پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون نبيﷺ جن کي منيٰ ۾ خچر تي خطبو ڏيندي ڏٺو. ڪين ڳاڙهي چادر پاتل هئي ۽ علي رضي الله عنه سندن اڳيان بيهي سندن ترجماني ڪري رهيو هو. (ابوداؤد)

(٤٢٦٧) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن لاءِ هڪڙي ڪاري چادر تيار ڪئي وئي، جيڪا پاتائون، پوءِ جڏهن ڪين پگهر آيو تہ منجهس اُنَ جي بوءِ محسوس ڪيائون. پوءِ اها لاهي ڦٽي ڪيائون. (ابوداؤد)

(٤٢٦٨) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن وٽ آيس. پاڻﷺ چادر ۾ ڪانڀ ٻڌي وينا هئا جنهن جا پلوَ سندن پيرن تي پيل هئا. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٢٦٩) دحيه بن خليفه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ قبطي (مصري) ڪپڙا آندا ويا، جن مان هڪ قبطي ڪپڙو مون کي ڏنائون ۽ فرمايائون تہ ڦاڙي ان جا ٻہ ٽڪر ڪر. هڪ مان چادر ٺاهہ ۽ ٻيو پنهنجي گهر واريءَ کي ڏي تہ لٽو ٺاهي. جڏهن روانو ٿيم تہ فرمايائون تہ پنهنجي زال کي حڪم ڏي تہ هن جي هيٺيان هڪ ٻيو ڪپڙو سبي، جيئن جسم نظر نہ اچي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٢٧٠) ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽس آيا. ان وقت ڪيس لٽو ويڙهيل هو. فرمايائون ان کي هڪ نہ پر ٻہ وڪڙ ڏي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

### ٽيون فصل

(٤٢٧١) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ آئون رسول اللهﷺ جن وٽان گذريس. منهنجي گوڏ (پيڏن کان) هيٺ هئي. فرمايائون تہ اي عبدالله! پنهنجي گوڏ مٿي ڪر. مون ان کي مٿي ڪيو. فرمايائون تہ اڃا مٿي ڪر. مون اڃا مٿي ڪئي ان کان پوءِ منهنجو هميشه معمول آهي تہ گوڏ مٿي ٻڌندو آهيان. هڪ شخص چيو تہ ڪيستائين (مٿي ٻڌجي؟) چيائين تہ اڌ پنين تائين. (مسلم)

(٤٢٧٢) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪو تڪبر وچان ڪپڙو گهلي گهمندو، الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان ڏانهن (ٻاجهہ جي نگاهہ سان) نہ نهاريندو. ابو بڪر رضي الله عنه چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي گوڏ ڍري ٿي ويندي آهي. پر آئون ان کي مٿي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهيان. رسول اللهﷺ جن کيس فرمايو تہ تون انهن مان نہ آهين، جيڪي تڪبر وچان ائين ڪندا آهن. (بخاري)

(٤٢٧٣) عڪرمه کان روايت آهي تہ مون ابن عباس رضي الله عنهما کي ڏٺو. گوڏ ٻڌڻ وقت اڳيئن پاسي کان چادر جو پلئہ پيرن جي پنيءَ تي رکندو هو ۽ پوئين پاسي کان ان کي مٿي ٻڌندو هو. مون چيو تہ ائين ڇو ٿا ٻڌو؟ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کي ائين گوڏ ٻڌندي ڏٺو آهي. (ابوداؤد)

(٤٢٧٤) عباده رضي الله عنه کان راويت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پڳ ٻڌندا ڪريو ڇاڪاڻ تہ اها فرشتن جي نشاني آهي. ان جو طرو پويان لڙڪائي ڇڏيو. (بيهقي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٢٧٥) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اسماءَ بنت ابي بڪر رضي الله عنهما رسول اللهﷺ جن وٽ آئي، ڪيس سنهڙا ڪپڙا پاتل هئا. پاڻﷺ ان کان منهن ڦيرايائون ۽ فرمايائون تہ اي اسماءَ جڏهن عورت بالغ ٿئي تہ جائز نہ آهي تہ ان جي منهن ۽ ان جي هٿن کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ نظر اچي. (ابوداؤد)

(٤٢٧٦) ابو مطر کان روايت آهي تہ عليﷺ هڪ ڪپڙو ٽن درهمن ۾ خريد ڪيو. پائي چيائين تہ ﷲ جي ساراهہ آهي جنهن مون کي زينت وارو لباس عطا ڪيو، جنهن سان ماڻهن ۾ رونق وٺان ٿو ۽ پنهنجي اگهڙ ڍڪيان ٿو. پوءِ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کي ائين فرمائيندي ٻڌو آهي. (احمد)

(٤٢٧٧) ابو امامه ﷺ کان روايت آهي تہ عمر بن خطابﷺ نئون ڪپڙو پاتو ۽ چيائين تہ ﷲ جي ساراهہ جنهن مون کي هي ڪپڙو پارايو، جنهن جي ذريعي پنهنجي اگهڙ ڍڪيان ٿو ۽ پنهنجي زندگيءَ جي زينت حاصل ڪريان ٿو. پوءِ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو شخص نئون ڪپڙو پائي، پوءِ چوي تہ ﷲ جي ساراهہ جنهن مون کي هيءُ ڪپڙو پارايو، جنهن جي ذريعي پنهنجي اگهڙ ڍڪيان ٿو ۽ زندگيءَ ۾ زينت حاصل ڪيان ٿو، پوءِ پراڻو ڪپڙو خيرات ڪري ڇڏي تہ اهو حياتي ۾ مماتيءَ ۾ ﷲ تعاليٰ جي پناهہ، حفاظت ۽ ڍڪ ۾ هوندو. (احمد، ترمذي، ابن ماجه) ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي.

(٤٢٧٨) علقمه بن ابي علقمه پنهنجي ماءُ جي حوالي سان حديث بيان ڪري ٿو تہ حفصه بنت عبدالرحمٰن عائشه ﷺ وٽ آئي. حفصه کي سنهڙو لٽو پاتل هو. عائشه ﷺ اهو ڦاڙي ڪيس ٿلهو لٽو پارايو. (مالڪ)

(٤٢٧٩) عبدالواحد بن ايمن پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ آئون عائشهﷺ وٽ ويس. ڪين قطري ڪرتو پاتل هو، جنهن جي قيمت پنج درهم هئي. مون کي چيائين تہ منهنجي هن ٻانهيءَ کي ڏس. گهر جي اندر بہ هي ڪپڙو پائڻ کان تکبر محسوس ڪري ٿي، حالانڪ رسول اللهﷺ جن جي زماني ۾ مون کي فقط هڪ ڪرتو هوندو هو ۽ اهو بہ مديني ۾ شادي جي موقعي تي (ڪنوار جي زينت لاءِ) مون کان اڌارو ورتو ويندو هو. (بخاري)

(٤٢٨٠) جابرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن تحفي ۾ مليل ريشمي قبا پاتي، پوءِ جلد لاهي عمر ﷺ ڏانهن موڪليائون. عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! هڪدم اها لاهي ڇڏيو؟ فرمايائين تہ مون کي جبرئيلﷺ ان جي پائڻ کان منع فرمائي. عمرﷺ روئيندو آيو. چيائين تہ ايﷲ جا رسول ﷺ! جنهن شيءِ کي توهان پاڻ پسند نٿا فرمايو، اها مون ڏانهن موڪليو ٿا، منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟ فرمايائون تہ توکي پائڻ لاءِ نہ ڏني اٿم. توکي هن ڪري ڏني اٿم تہ ان کي وڪڻ. پوءِ ٻن هزار درهمن ۾ وڪڻي ڇڏيائين. (مسلم)

(٤٢٨١) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن خالص ريشم جي ڪپڙي پائڻ کان منع فرمائي آهي. البتہ ڪپڙي جي ننڍين پٽين يا ان جي ڇڳن ۾ ڪو حرج نہ آهي. (ابو داؤد)

(٤٢٨٢) ابو رجاءُ کان روايت آهي تہ اسان وٽ عمران بن حصين ﷛ هن حالت ۾ آيو جو کيس هڪ چادر پاتل هئي، جنهن ۾ (ڦڪي رنگ جو) ريشم مليل هو. انهيءَ چيو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي تہ ﷲ تعاليٰ اها ڳالهہ پسند ڪري ٿو تہ جنهن ٻانهي تي نعمت ڪري، ان تي پنهنجي نعمت (جو اثر) ڏسي. (احمد)

(٤٢٨٣) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ جيڪي چاهين کاءُ ۽ جيڪي چاهن پاءِ، بشرطيڪ انهن ۾ بہ ڳالهيون نہ هجن: فضول خرچي ۽ وڏائي. (بخاري باب جي عنوان هيٺ)

(٤٢٨٤) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت بياڪ ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ کائو پيئو ۽ صدقو ڏيو ۽ (جيڪي گهرو) پايو جيستائين فضو خرچي ۽ تڪبر (جو جذبو ڪارفرما) نہ هجي. (احمد، نسائي، ، ابن ماجه)

(٤٢٨٥) ابو درداءُ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بهترين ڪپڙو جيڪو پائي توهان قبرن ۾ ۽ مسجدن ۾ﷲ جي بارگاهہ ۾ حاضري ڏيو، اڇو ڪپڙو آهي. (ابن ماجه)

# منڊيءَ جو بيان

## پهريون فصل

(٤٢٨٦) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن سني منڊي نهرائي ۽ هڪ روايت مطابق سڄي هٿ ۾ پاتي، پوءِ اها اڇلائي چانديءَ جي منڊي پاتائون جنهنتي هي نقش هو: "محمد رسول الله" ۽ فرمايائون تہ منهنجي منڊي جي هن نقش جهڙو نقش ڪونہ نهرائي. جڏهن اها پائيندا هئا تہ ان جي ٽِڪ هٿ ڏانهن ڪندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٤٢٨٧) علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن تيز ڳاڙهي لباس، سنهري رنگ جي لباس ۽ سوني منڊي پائڻ ۽ رڪوع ۾ قرآن جي پڙهڻ کان منع فرمائي آهي. (مسلم)

(٤٢٨٨) عبدالله بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ شخص جي هٿ ۾ سوني منڊي ڏٺي تہ اها لاهي ڦٽي ڪيائون ۽ فرمايائون تہ ڇا توهان مان ڪو شخص باهہ جو ٽانڊو پنهنجي هٿ ۾ پائڻ پسند ڪري ٿو؟ رسول اللهﷺ جن جي وڃڻ کان پوءِ ان شخص کي چيو تہ منڊي کڻ (۽ وڪڻي) ان مان فائدو وٺ. چيائين تہ ﷲ جو قسم! جنهن شيءِ کي ﷲ جي رسولﷺ اڇلائي ڇڏيو آهي، اها ڪڏهن بہ نہ کڻندس. (مسلم)

(٤٢٨٩) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ڪسريٰ، قيصر ۽ نجاشي ڏانهن خط لکڻ جو ارادو ڪيو. عرض ڪيو ويو تہ اهي (بادشاهہ) تيستائين خط نہ پڙهندا آهن جيستائين ان تي منڊيءَ سان مهر نہ لڳائجي. تنهن ڪري رسول اللهﷺ جن چانديءَ جي منڊي نهرائي، جنهن تي محمد

رسول الله ﷺ لکيل هو (مسلم) بخاري جي هڪ روايت ۾ آهي تہ انهيءَ منڊيءَ جو نقش ٽن سٽن ۾ هو. هڪ سٽ ۾ "محمد" ٻيءَ ۾ "رسول" ۽ ٽينءَ ۾ "الله" هو.

(٤٢٩٠) انس ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جي منڊي چانديءَ جي هئي ۽ ان جي ٽڪ بہ چانديءَ جي هئي. (بخاري)

(٤٢٩١)انس ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ساڄي هٿ ۾ چاندي جي منڊي پاتي، جنهن جي ٽڪ حبشي هئي. ٽڪ کي هٿ جي سامهون رکندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٤٢٩٢) انس ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هن آڱر ۾ منڊي پائيندا هئا ۽ کاٻي هٿ جي چيچ ڏانهن اشارو ڪيائين. (مسلم)

(٤٢٩٣) علي ؓ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن هِن ۽ هِن آڱر ۾ منڊي پائڻ کان منع ڪئي ۽ پنهنجي وچين ۽ ان جي پَر واري آڱر ڏانهن اشارو ڪيائين. (مسلم)

ٻيو فصل

(٤٢٩٤) عبدالله بن جعفر ؓ کان روايت آهي تہ رسول ﷺ جن پنهنجي ساڄي هٿ ۾ منڊي پائيندا هئا. ان کي ابن ماجه روايت ڪيو آهي. (ابوداؤد ۽ نسائيءَ ۾ اها حديث علي ؓجي حوالي سان آهي)

(٤٢٩٥) ابن عمر ؓ کان روايت کان آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي کاٻي هٿ ۾ مُنڊي پائيندا هئا. (ابوداؤد)

(٤٢٩٦) ابن عمر ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي ساڄي هٿ ۾ ريشم ۽ کاٻي هٿ ۾ سون کنيو ۽ فرمايائون تہ هي ٻئي شيون منهنجي امت جي مردن تي حرام آهن. (احمد، ابوداؤد، نسائي)

(٤٢٩٧) معاويه ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چيتي جي کل مان ٺهيل زين تي سوار ٿيڻ ۽ سون پائڻ کان منع فرمايو، سواءِ ان جي جو (ڪنهن شيءِ ۾) سون نالي ماتر هجي. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٢٩٨) بريده ؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص پتل جي منڊي پاتي، ڪيس رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪهڙو سبب آهي جو تو مان بُتن جي بوءِ اچي رهي آهي؟ انهيءَ اها منڊي لاهي ڇڏي.

وري لوهي منديٰ پائي آيو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ ڪهڙو سبب آهي جو تو دوزخين جو زيور پاتو آهي؟ انهيءَ اها بہ اچلائي ڇڏي ۽ چيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷲﷺ! ڇا جي منديءَ نهرايان؟ فرمايائون تہ چانديءَ جي، جيڪا هڪ مثقال کان گهٽ وزن جي هجي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي) ۽ محي السنة چوي ٿو تہ سهل بن سعد ؓ جي مهر جي باري ۾ حديث مان ثابت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ شخص کي فرمايو تہ پلي لوهي منديٰ ئي ڳولي (ڪٺي اچ).

(٤٢٩٩) ابن مسعود ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ڏهن ڳالهين کي پسند نہ ڪندا هئا: ١_زعفران وغيره هيڊي رنگ جي خوشبوءِ، ٢_اڇن وارن کي (خضاب ذريعي) مٽائڻ، ٣_پيڏين کان هيٺ گوڏ ٻڌڻ، ٤_سوني منديٰ پائڻ، ٥_ موقعي مناسبت کان سواءِ عورت جي زينت ظاهر ڪرڻ، ٦_نرد کيڏڻ، ٧_﴿قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ﴾ ۽ ﴿قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ النَّاسِ﴾ کان سواءِ (ٻين دعائن سان دم ڪرڻ، ٨_ڏاڳا ۽ ٽوٽڪا ٻڌڻ، ٩_ڏارئي مرد ۽ ڏارئي عورت سان صحبت ڪرڻ، ١٠_ کير پياريندڙ يا حمل واري زال سان صحبت ڪرڻ. (ابوداؤد، نسائي) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٠٠) ابن زبيرؓ کان روايت آهي تہ سندس هڪ ٻانهي سندس هڪ ڌيءُ کي حضرت ؓ وٽ وٺي آئي، جنهن جي پيرن ۾ گهنگهرن جي ڇير پاتل هئي. عمرؓ ان کي ڪپي فرمايو تہ مون رسول ﷲﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ هر گهنڊ سان شيطان هوندو آهي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٠١) عبدالرحمٰن بن حيان انصاري جي آزاد ڪيل ٻانهي بنانه کان روايت آهي تہ اها عائشه ؓ وٽ هئي، ان وٽ هڪ ٻانهي آئي، جنهن (پيرن ۾) گهنگهرن جي ڇير ٻڌي هئي، جيڪا ڇم ڇم ڪري رهي هئي. انهيءَ فرمايو تہ جيستائين سندس گهنگهرن جي ڇير نٿي ڪپين، ان کي مون وٽ وٺي نہ اچ. مون رسول ﷲﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جنهن گهر ۾ گهنگهرو هوندي آهن، اتي فرشتا نہ ايندا آهن. (ابوداؤد)

(٤٣٠٢) عبدالرحمٰن بن طرفه کان روايت آهي تہ سندس ڏاڏي عرفجه بن اسعد جو نڪ جنگ ڪلاب ۾ ڪٽجي ويو. انهيءَ چانديءَ جو نڪ نهرايو، جنهن مان بدبو اچڻ لڳي. نبي ﷺ جن کيس سونو نڪ نهرائڻ جو حڪم ڏنو. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٠٣) ابو هريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول ﷲﷺ جن فرمايو تہ جنهن کي پسند هجي تہ پنهنجي دوست کي باهہ جو ڪڙو پارائي، ان کي گهرجي تہ کيس سونو ڪڙو پارائي ۽ جيڪو پسند ڪري ٿو تہ پنهنجي دوست کي باهہ جو ڳٽ پارائي، اهو کيس سونو هار پارائي. جيڪو پسند ڪري ٿو تہ پنهنجو دوست کي باهہ جا ڪنگڻ پارائي، ان کي سونا ڪنگڻ پارائي. پر چانديءَ کي لازم ڪري وٺو ۽ ان سان پيا کيڏو. (ابوداؤد)

(٤٣٠٤) اسماءَ بنت يزيد کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪا عورت سونو هار پائيندي، قيامت جي ڏينهن سندس ڳچيءَ ۾ اهڙو ئي باهہ جو هار پارايو ويندو ۽ جيڪا عورت ڪنن ۾ سونيون واليون پائيندي، قيامت جي ڏينهن سندس ڪنن ۾ اهڙيون ئي باهہ جون واليون پارايون وينديون. (ابوداؤد، نسائي) ان جي سند ڪمزور آهي. (الباني)

(٤٣٠٥) حذيفه رضي الله عنه جي ڀيڻ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اي عورتن جي جماعت! چانديءَ جا زيور ڇو نٿيون ٺهرايو؟ ٻڌو! توهان مان جيڪا زينت ظاهر ڪرڻ جي غرض سان سون پائيندي (قيامت جي ڏينهن) ڪيس ان جي ذريعي عذاب ڏنو ويندو. (ابوداؤد، نسائي) ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

### ٽيون فصل

(٤٣٠٦) عقبه بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن زيور ۽ ريشم پائيندڙن کي منع ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن جنت جو زيور ۽ جنت جو ريشم پسند ڪريو ٿا تہ دنيا ۾ اهي نہ پايو. (نسائي)

(٤٣٠٧) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ منڊي ٺهرائي پاتي، پوءِ فرمايائون تہ اڄ سڄو ڏينهن هن (منڊيءَ) توهان کان مون کي غافل ڪري ڇڏيو. ڪڏهن ان ڏانهن ڏسان ٿو تہ ڪڏهن اوهان ڏانهن نهاريان ٿو. پوءِ لاءِ ڦٽي ڪيائون. (نسائي)

(٤٣٠٨) مالڪ کان روايت آهي تہ آئون هن ڳالهہ کي مڪروهہ سمجهان ٿو تہ ٻار سونو زور پائين، ڇاڪاڻ تہ مون کي حديث پهتي آهي تہ رسول اللهﷺ جن سوني منڊي پائڻ کان منع فرمائي آهي، تنهن ڪري مرد وڏو هجي يا ٻار، سيني لاءِ آئون منڊيءَ کي مڪروهہ ڄاڻان ٿو. (موطا)

## جوتن جو بيان

### پهريون فصل

(٤٣٠٩) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي ڏٺو، پاڻﷺ اهڙي جتي پاتي هئائون جنهن ۾ وار نہ هئا. (بخاري)

(٤٣١٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي جتيءَ جون ٻہ ڪنهيون هيون. (بخاري)

(٤٣١١) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ جنگ ۾ مون نبيﷺ جي کي فرمائيندي ٻڌو تہ وڌ ۾ وڌ جوتا ڪٽندا ڪريو. ڇاڪاڻ تہ جيستائين ماڻهو جتيءَ ۾ آهي، سوار ليکبو آهي. (مسلم)

(٤٣١٢) ابو هريرهﷺ كان روايت آهي تہ جڏهن توهان مان ڪو جتي پائي تہ ساڄي پير کان شروع ڪري ۽ جڏهن لاهي تہ کاٻي پير کان لاهي. جيئن شروعات ساڄي کان ٿئي ۽ آخر ۾ کاٻو پير لاهي. (بخاري، مسلم)

(٤٣١٣) ابو هريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ توهان مان ڪو شخص هڪ جتي پائي نہ گهمي، ٻنهي پيرن ۾ جتي پائي يا ٻئي پير اگهاڙا رکي. (بخاري، مسلم)

(٤٣١٤) جابرﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪنهن جي جتيءَ جي ڪنهي ڇڇي پوي تہ هڪ پير ۾ جتي پائي نہ گهمي، جيستائين سندس ٻئي پير جي جتي جي ڪنهي درست نہ ٿئي. نہ هڪ پير ۾ جوراب پائي هلي، نہ کٻي هٿ سان کا شيءِ کائي، نہ هڪ ڪپڙي سان ڪانپ ڪڍي ويهي ۽ نہ ڪپڙو ائين ويڙهي جو سندس جسم کي بند رکي. (مسلم)

بيو فصل

(٤٣١٥) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي جتين ۾ ٻہ ڪنهيون هونديون هيون، هر ڪنهي ٻٽي هوندي هئي.(ترمذي)

(٤٣١٦) جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن بيهي جتي پائڻ کان منع فرمائي. (ابوداؤد، ترمذيءَ ۽ ابن ماجه ۾ اها حديث ابوهريرهﷺ جي حوالي سان آهي)

(٤٣١٧) قاسم بن محمد عائشهﷺ روايت ڪري ٿو تہ ڪڏهن نبي ﷺ جن هڪ جتيءَ ۾ ٻہ گهمندا هئا. هڪ روايت ۾ آهي تہ عائشه ﷺ پاڻ ٻہ هڪ جتي پائي گهمندي هئي. (ترمذي ۽ چيائين تہ هيءَ حديث وڌيڪ صحيح آهي)

(٤٣١٨) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ سنت طريقو هي آهي تہ ماڻهو جڏهن ويهي تہ جتي لاهي پنهنجي پرسان رکي. (ابوداؤد)

(٤٣١٩) ابن بريده پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ نجاشيءَ نبيﷺ جن ڏانهن ٻہ ڪارا ۽ سادا جوراب موڪليا، جيڪي پاڻﷺ پاتائون. (ابن ماجه) ترمذيءَ ۾ سندس حديث ۾ وڌيڪ آهي تہ پوءِ پاڻﷺ وضو ڪري انهن تي مسح ڪيائون.

## ڦٽي ڏيڻ جو بيان

### پهريون فصل

(٤٣٢٠) عائشه ﷺ كان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺ جن جي مٿي ۾ ڦڻي ڏيندي هيس، جڏهن تہ حيض سان هوندي هيس. (بخاري، مسلم)

(٤٣٢١) ابو هريره ﷺ كان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنج ڳالهيون (انساني) فطرت شامل آهن: ١_طهر كرائڻ، ٢_ هينيان وار كوڙڻ، ٣_ مڇون كٽڻ، ٤_ ننهن لاهڻ، ٥_ بغل جا وارپٽڻ. (بخاري، مسلم)

(٤٣٢٢) ابن عمر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مشركن جي مخالفت كريو. ڏاڙهيون وڌايو ۽ مڇون كٽرايو هڪ روايت ۾ آهي تہ وڌ ۾ وڌ مڇون ننڍيون كريو ۽ ڏاڙهيون وڌايو. (بخاري، مسلم)

(٤٣٢٣) انس ﷺ كان روايت آهي تہ اسان لاءِ مڇون لهرائڻ، ننهن كٽائڻ، بغلن جا وار صاف كرائڻ، زير ناف صاف كرڻ لاءِ وقت مقرر كيو ويو تہ چاليهن ڏينهن كان وڌيڪ اهي نہ ڇڏيون. (مسلم)

(٤٣٢٤) ابو هريره ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ يهودي ۽ عيسائي خضاب نٿا كن، توهان سندن مخالفت كريو. (بخاري، مسلم)

(٤٣٢٥) جابر ﷺ كان روايت آهي تہ مكي جي فتح جي ڏينهن ابو قحافه (ابوبكر ﷺ جي پيءُ) كي آندو ويو. جنهن جو مٿو ۽ ڏاڙهي ثغامه (اڇي گاهہ) وانگر اڇا هئا. نبي ﷺ جن فرمايو تہ سندس وارن كي مٽايو ۽ كارو خضاب كرڻ كان پاسو كريو. (مسلم)

(٤٣٢٦)ابو عباس ﷺ كان روايت آهي تہ جن ڳالهين جي باري ۾ نبي ﷺ جن كي كم نہ هوندو هو، انهن ۾ اهلِ كتاب سان موافقت كرڻ كي پسند كندا هئا. اهلِ كتاب پنهنجا وار لڙكائيندا هئا ۽ مشرڪ مٿي جي سينڌ كڍندا هئا. نبي ﷺ جن پنهنجي پيشانيءَ جا وار ڇڏيا، پوءِ سينڌ كڍڻ لڳا. (بخاري، مسلم)

(٤٣٢٧) نافع ﷺ ابن عمر ﷺ كان روايت كري ٿو تہ مون نبي ﷺ جي كي فرمائيندي ٻڌو. پاڻ ﷺ قزع كان منع كيائون، نافع كان پڇيو ويو تہ قزع ڇا آهي؟ چيائين تہ ٻار جي مٿي جا كجهہ وار كوڙڻ ۽ كجهہ ڇڏڻ. (بخاري، مسلم) كن انهيءَ وضاحت كي حديث ۾ شامل كيو آهي.

(٤٣٢٨) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ڪنهن چوڪر کي ڏسندا هئا تہ سندس مٿي جو ڪجهہ حصو ڪوڙيل ۽ ڪجهہ حصو ڇڏيو آهي تہ ان کان منع ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ سڄو مٿو ڪوڙيو يا سڄو ڇڏي ڏيو. (مسلم)

(٤٣٢٩) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن انهن مردن تي جيڪي ڪدڙن جي مشابهت ڪن ۽ انهن عورتن تي جيڪي مردن جي مشابهت ڪن، لعنت ڪئي ۽ فرمايائون تہ انهن کي گهرن مان ڪڍي ڇڏيو. (بخاري)

(٤٣٣٠) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ اللهُ تعاليٰ عورتن سان مشابهت ڪندڙ مردن ۽ مردن سان مشابهت ڪندڙ عورتن تي لعنت ڪري. (بخاري)

(٤٣٣١) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ اللهُ (نقلي) وار ملائيندڙ عورت ۽ جنهن جا وار ملايا وڃن تا ۽ جسم تي سيون چيوئيندڙ عورت ۽ جنهن کي چيويون وڃن ٿيون. تي لعنت ڪري. (بخاري، مسلم)

(٤٣٣٢) عبدالله بن مسعودﷺ کان روايت آهي شل اللهُ هنن عورتن تي لعنت ڪري: ١ـجسم ڳوهيندڙ ۽ ڳوهائيندڙ، ٢ـ منهن جا وار پٽائيندڙ، ٣ـحسن جي اظهار لاءِ ڏند سنها ڪرائيندڙ، ٤ـاللهُ جي خلقت کي مٽائيندڙ. پوءِ وٽس هڪڙي عورت آئي. جنهن چيو تہ مون کي معلوم ٿيو آهي تہ توهان هنن ۽ هنن عورتن تي لعنت ڪريو ٿا. انهيءَ چيو تہ جن تي اللهُ جي رسول لعنت ڪئي آهي ۽اها ڳالهہ ڪتاب اللهُ ۾ آهي، آئون انهن تي لعنت چو نہ ڪريان؟ عورت چيو تہ ٻنهي پاٿن ۾ موجود قرآن مجيد مون پڙهيو آهي، تون جيڪا ڳالهہ چوين ٿو، اها تہ ان ۾ نہ آهي. انهيءَ جواب ڏنو تہ جيڪڏهن قرآن پڙهين ها تہ توکي معلوم ٿئي ها. ڇا تو هيءَ آيت نہ پڙهي آهي تہ "جيڪو حڪم توهان کي اللهُ جو رسول ﷺ ڏئي، ان کي وٺو ۽ جنهن کان پاڻ روڪين ان کان رڪجي وڃو". چيائين تہ هائو! ابن مسعودﷺ چيو تہ پاڻ سڳورنﷺ ائين ڪرڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٣٣٣) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نظر جو لڳڻ برحق آهي ۽ پاڻ جسم ڳوهائڻ کان منع ڪيائون. (بخاري)

(٤٣٣٤) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي ڏٺو تہ پنهنجا وار ڪؤنر سان چنبڙايا هئائون. (بخاري)

(٤٣٣٥) انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن مرد کي زعفران جي خوشبوءِ هڻڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٣٣٦) عائشهﷺ کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ جن کي بهترين خوشبوءِ هڻندي هيس، ايستائين جو خوشبوءِ جي چمڪ سندن ڏاڙهي ۽ مٿي ۾ ڏسندي هيس. (بخاري، مسلم)

(٤٣٣٧) نافع ﷺ کان روايت آهي تہ ابن عمرﷺ جنبر وغير خوشبوڪان سواءِ عود مليل ڪافور جو واس وٺندو هو ۽ چوندو هوس نبيﷺ جن ساڳيءَ طرح خوشبوءِ جو واس وٺندا هئا. (مسلم)

ٻيو فصل

(٤٣٣٨) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن پنهنجوين مڇون ڪتريندا هئا ۽ الله جو دوست ابراهيمﷺ پڻ ائين ڪندو هو، مٿس الله تعاليٰ جون رحمتون هجن. (ترمذي)

(٤٣٣٩) زيد بن ارقم ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مڇون نٿو ڪترائي، اهو اسان مان نہ آهي. (احمد، ترمذي، نسائي)

(٤٣٤٠) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺ جن ديگهہ ۽ ويڪر ۾ ڏاڙهي جو خط وٺندا هئا. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي) الباني چوي ٿو تہ هيءَ حديث ضعيف ۽ واهي آهي. (الباني)

(٤٣٤١) يعليٰ بن مره کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن منهنجي جسم تي هيڊي رنگ جي خوشبو ڏسي فرمايو تہ ڇا سگهرو (زال وارو) آهين؟ مون چيو تہ نہ؟ فرمايائون تہ پوءِ اها ڌوئي ڇڏ، وري اها ڌوئي ڇڏ ۽ آئنده ائين نہ ڪر. (ترمذي، نسائي)

(٤٣٤٢) ابو موسيٰ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ ان شخص جي نماز قبول نٿو فرمائي، جنهن جي جسم تي ڪجهہ هيڊي رنگ جي خلوق (خوشبوءِ) هجي (ابوداؤد) ان جي سند صعيف آهي. (الباني)

(٤٣٤٣) عمار بن ياسر ﷺ کان روايت آهي تہ آئون سفر تان موٽي پنهنجي گهر وارن وٽ آيس. مهنجا ٻئي هٿ ڦاٽي پيا هئا. منهنجي گهر واريءَ مون کي زعفران مليل هيڊي رنگ جي خوشبوءِ مکي. صبح جو نبيﷺ جن وٽ آيس ۽ کين سلام ڪيم تہ مون کي جواب نہ ڏنائون ۽ فرمايائون تہ وڃي اها ڌوئي ڇڏ. (ابوداؤد)

(٤٣٤٤) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مردن لاءِ اها خوشبوءِ (جائز) آهي. جنهن جي بوءِ ظاهر ۽ رنگ ڳجهو هجي ۽ عورتن لاءِ خوشبوءِ اها آهي جنهن جو رنگ ظاهر ۽ خوشبوءِ ڳجهي هجي. (ترمذي، نسائي)

(٤٣٤٥) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن گڏيل خوشبوءِ استعمال ڪندا هئا. (ابوداؤد)

(٤٣٤٦) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مٿي تي اڪثر تيل مکيندا ۽ ڏاڙيءَ کي ڦٽي ڏيندا هئا. سندن مٿي تي هڪڙو ڪپڙو هوندو هو، جيڪو وڌيڪ تيل مکڻ سبب تيلي ڪپڙو لڳندو هو. (شرح السنة)

(٤٣٤٧) ام هاني ﷞ کان روايت آهي تہ مڪي ۾ رسول اللهﷺ جن اسان وٽ آيا. سندن وارن جون چار چڳون هوندون هيون (احمد، ابوداؤد، ترمذي، ابن ماجه)

(٤٣٤٨) عائشه﷞ کان روايت آهي تہ جڏهن آئون رسول اللهﷺ جن جي مٿي ۾ سينڌ ڪڍندي هيس تہ تارونءَ وٽان سندن وار جدا ڪندي هيس ۽ پيشانيءَ جا وار ڀنهي اکين جي وچ ۾ ڇڏيندي هيس. (ابوداؤد)

(٤٣٤٩) عبدالله بن مغفل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن (وڌيڪ) ڦٽي ڏيڻ کان منع فرمائي آهي، سواءِ ان جي جو هڪ ڏينهن ڇڏي ٻئي ڏينهن ڦٽي ڪجي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٥٠) عبدالله بن بريده ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص فضاله بن عبيد کي چيو تہ ڪهڙو سبب آهي جو تنهنجا وار وکريل آهن؟ چيائين تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي وڌيڪ سکئي زندگي گذارڻ کان منع ڪئي آهي. چيو ويو تہ آئون توهان جي پيرن ۾ جتي بہ نٿو ڏسان. چيائين تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي حڪم ڪندا هئا تہ ڪڏهن ڪڏهن اگھاڙي پيرين بہ هلندا ڪريو. (ابوداؤد)

(٤٣٥١) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن جا (مٿي جا) وار هجن،انهن کي چڱيءَ طرح (سنواري) رکي. (ابوداؤد)

(٤٣٥٢) ابو ذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪراڙپ (اڇن وارن) کي مٽائڻ لاءِ بهترين شيءِ ميندي ۽ ڪيس (هڪ خوشبودار ٻوٽو) آهي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٥٣) ابن عباس ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ آخري زماني ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا جيڪي اڇا وار ڪاري خضاب سان مٽائيندا جيئن (اڪثر) ڪبوترن جي هيٺاهين پاسي جا پر ڪارا هوندا آهن. اهي جنت جي خوشبوءِ نہ سنگھندا. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٥٤) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وارن لٽل ۽ رنگيل کل مان جوڙيل جوتا پائيندا هئا ۽ پنهنجي ڏاڙهيءَ کي ورس ۽ زعفران سان رنگ ڪندا هئا. ۽ ابن عمر رضي الله عنه بہ ائين ڪندو هو. (نسائي)

(٤٣٥٥) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽان هڪ شخص لنگهيو جنهن وارن کي ميندي ڏني هئي. فرمايائون تہ ڪهڙو نہ چڱو (رنگ) آهي. پوءِ ٻيو لنگهيو جنهن وارن کي ميندي ۽ ڪيس هنيو هو. فرمايائون: هي شخص پهرئين کان وڌيڪ چڱو آهي. پوءِ ٽيون لنگهيو جنهن وارن کي هيڊو رنگ ڏنو هو. فرمايائون تہ هي سيني کان وڌيڪ چڱو آهي. (ابوداؤد)

(٤٣٥٦) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اڇن وارن کي مٽائيندا ڪريو ۽ يهودين سان مشابهت اختيار نہ ڪريو. (ترمذي) نسائيءَ ۾ اها روايت ابن عمر ۽ زبير رضي الله عنهم جي حوالي سان آهي.

(٤٣٥٧) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چوندي چوندي اڇا وار نہ پٽيو. اڇا وار مسلمان لاءِ نور آهي. اسلام ۾ جنهن جا وار اڇا ٿيندا. الله تعاليٰ ان لاءِ نيڪي لکندو ۽ انهيءَ سبب جي ڪري سندس گناهہ مٽائيندو ۽ سندس درجو بلند ڪندو. (ابوداؤد)

(٤٣٥٨) ڪعب بن مره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن جا وار اسلام ۾ اڇا ٿيندا، قيامت جي ڏينهن ان لاءِ نور هوندو . (ترمذي، نسائي)

(٤٣٥٩) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ آئون ۽ رسول الله ﷺ جن هڪ ٿانوَ مان غسل ڪندا هئاسون. سندن وار ڪلهن کان مٿي ۽ ڪنن جي پاپڙين کان ٿورو هيٺ هوندا هئا. (ترمذي، نسائي)

(٤٣٦٠) ابن حنظليه صحابي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ خريم اسدي ڪهڙو نہ چڱو ماڻهو آهي جيڪڏهن وار ڪنن کان ۽ گوڏ پيڏين کان هيٺ نہ ڪري، پوءِ اها ڳالهہ خريم اسدي رضي الله عنه تائين پهتي تہ انهيءَ قينچيءَ سان پنهنجا وار ڪنن تائين ڪٽي ڇڏيا ۽ پنهنجي گوڏ کي اڌ پنين کان مٿي ٻڌڻ لڳو. (ابوداؤد)

(٤٣٦١) انس رضي الله عنه کان راويت آهي تہ منهنجا وار (ڪنن کان) هيٺ لڙڪندا هئا. منهنجي ماءُ چوندي هئي تہ آئون اهي نہ ڪٽينديس. رسول الله ﷺ جن انهن کي وٺي ڇڪيندا هئا. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٦٢) عبدالله بن جعفر رضی اللہ عنہ کان روايت آهي تہ نبي صلی اللہ علیہ وسلم جن جعفر جي اولاد کي ٽن ڏينهن تائين مهلت ڏني پوءِ (چوٿين ڏينهن) وٽن ويا ۽ فرمايائون تہ اڄ کان پوءِ منهنجي ڀاءُ تي نہ روئو. پوءِ فرمايائون تہ منهنجي ڀاءُ جي پٽن کي سڏي اچو. اسان کي آندو ويو هن حالت ۾ جو ڄڻ تہ چوزا آهيون. فرمايائون تہ حجم کي سڏ ڪريو. کيس حڪم ڪيائون ۽ جنهن اسان جا وار لاٿا. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٦٣) ام عطيه انصاري رضی اللہ عنہا کان روايت آهي تہ هڪ عورت مديني ۾ عورتن جو طُهر ڪندي هئي، رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن کيس فرمايو تہ وڌيڪ ڪل نہ لاهيندي ڪر. عورت جي لذت ۽ سندس مڙس لاءِ اها ڳالهہ چڱي آهي. (ابوداؤد چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي ۽ هن جا راوي مجهول آهن)

(٤٣٦٤) ڪريمه بنت همام کان روايت آهي تہ هڪ عورت مينديءَ جي خضاب بابت عائشه رضی اللہ عنہا کان پڇيو. انهيءَ چيو تہ حرج نہ آهي پر آئون اها پسند نٿي ڪريان، ڇاڪاڻ تہ منهنجي پياري رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم کي ان جي بوءِ پسند نہ هوندي هئي. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٦٥) عائشه رضی اللہ عنہا کان روايت آهي تہ عتبه جي ڌيءُ هند چيو تہ اي الله جا نبي صلی اللہ علیہ وسلم! مون کان بيعت وٺو. فرمايائون تہ جيستائين پنهنجا ٻئي هٿ ڌوئي صاف نٿي ڪرين. توکان بيعت نہ وٺندس، ڄڻ تہ اهي درندن جا هٿ آهن. (ابوداؤد)

(٤٣٦٦) عائشه رضی اللہ عنہا کان روايت آهي تہ هڪ عورت جنهن جي هٿ ۾ ڪتاب هو، پردي جي پويان رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن ڏانهن اشارو ڪيو (تہ مون کان بيعت وٺو) نبي صلی اللہ علیہ وسلم پنهنجو هٿ پري ڪندي فرمايو تہ مون کي معلوم نہ آهي تہ مرد جو هٿ آهي يا عورت جو انهيءَ چيو تہ بلڪ عورت جو هٿ آهي. فرمايائون تہ جيڪڏهن عورت آهين تہ پنهنجن هٿن جا نُنهن مينديءَ سان مَٽاءِ. (ابوداؤد، نسائي)

(٤٣٦٧) ابن عباس رضی اللہ عنہما کان روايت آهي تہ جيڪا عورت (نقلي وار) جوڙي يا جوڙائي، وار پٽي يا پٽائي ۽ بغير بيماريءَ جي جسم ڳوهي يا ڳوهائي، ان تي لعنت ڪئي وئي آهي. (ابوداؤد)

(٤٣٦٨) ابو هريره رضی اللہ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن ان شخص تي لعنت ڪئي، جيڪو عورتن جو لباس پائي ۽ ان عورت تي لعنت ڪئي، جيڪا مردن جو لباس پائي. (ابوداؤد)

(٤٣٦٩) ابن ابي مليڪه کان روايت آهي تہ عائشه رضی اللہ عنہا کي چيو ويو تہ هڪ عورت مردن جهڙي جتي پائي ٿي. چيائين تہ رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن ان عورت تي لعنت ڪئي آهي، جيڪا مردن سان مشابهت ڪري ٿي. (ابوداؤد)

(٤٣٧٠) ثوبان ﷺ كان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن سفر تي ويندا هئا تہ پنهنجي گهر وارن مان سڀ کان آخر ۾ فاطمه ؓ كان رخصت ٿيندا هئا ۽ واپسيءَ وقت سڀ كان پهرين فاطمه ؓ سان ملندا هئا. هڪ جهاد تان واپس موٽيا (ڏنائون تہ) فاطمه ؓ دروازي تي ڳوڻ يا پردو ٽنگيو آهي ۽ حسن ۽ حسين ؓ ٻنهي کي چانديءَ جا ٻہ ڪنگڻ پاتل آهن، تنهنجي ڪري سندس گهر ۾ داخل نہ ٿيا. سيده سڳوري اها ڳالهہ سمجهي وئي تہ نبي ﷺ جن هن سبب جي ڪري منهنجي گهر نہ آيا آهن. پوءِ انهيءَ پردو ڦاڙيو. ٻنهي ٻارن جي هٿن جا ڪنگڻ لاهي ٽڪرا ٽڪرا ڪيائون. اهي روئيندا روئندا رسول الله ﷺ جن وٽ آيا. پاڻ سڳورن ﷺ ڪنگڻ انهن كان ورتا. فرمايائون تہ اي ثوبان! هي آلاڻ فلاڻي وٽ ڪٽي وڃ. هي منهنجا گهر وارا آهن، آئون پسند نٿو ڪريان تہ اها دنياوي لذت ۾ زندگي گذارين. اي ثوبان! فاطمه ؓ لاءِ عصب جو هڪ هار ۽ هاٿي ڏند جا ٻہ ڪنگڻ خريد ڪري اچ. (احمد، ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٧١) ابن عباس ؓ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اثمد سرمو پايو. نظر کي تيز ڪري ٿو ۽ وار ڦٽائي ٿو. نبي ﷺ جن وٽ هڪ سرمه داڻي هئي، جنهن مان هر رات ٽي سرايو هڪ اک ۾ ۽ ٽي سرايون ٻيءَ اک ۾ پائيندا هئا. (ترمذي)

(٤٣٧٢) ابن عباس ؓ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن سمهڻ كان اڳ هر اک ۾ سرمي جون ٽي سرايون پائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ علاج جا (چار) چڱا طريقا آهن: ١_دوا پيئڻ، ٢_ نڪ جي ذريعي دوا وجهڻ، ٣_رت ڪيائڻ، ٤_ جلاب وٺڻ ۽ بهترين سرمو "اثمد" (اصفهاني) آهي، جنهن سان نظر تيز ٿئي ٿي ۽ وار ڦٽن ٿا. رت ڪيائڻ لاءِ سترهين، اڻويهين اڪويهين تاريخ بهترين ڏينهن آهن ۽ معراج ۾ رسول الله ﷺ جن جتان بہ گذريا، فرشتن کين رت ڪيائڻ جي تاڪيد ڪندا رهيا. (ترمذي، چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٤٣٧٣) عائشه ؓ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مردن ۽ عورتن کي حمام ۾ داخل ٿيڻ كان منع ڪيو، پوءِ مردن لاءِ اجازت ڏنائون تہ (ٻلي) گوڏ ٻڌي داخل ٿين. (ابوداؤد، ترمذي)

(٤٣٧٤) ابو مليح كان روايت آهي حمص جون ڪجهہ عورتون حضرت عائشه ؓ وٽ آيون. پڇيائين تہ ڪٿان جون آهيون؟ چيائون تہ شام جون چيائين تہ شايد اتان جون آهيون، جتي عورتون حمام ۾ وهنجنديون آهن؟ چيائون تہ هائو! عائشه ؓ چيو تہ پوءِ بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ عورت پنهنجي مڙس جي گهر كان سواءِ جتي بہ ڪپڙا لاهيندي تہ سندس ۽ سندس رب جي وچ ۾ (حياءَ جو) جيڪو پردو آهي، اهو ڦاڙي ڇڏيندي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٣٧٥) عبد الله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان لاءِ عجمي علائقا فتح ڪيا ويندا. اتي توهان کي گهر (هوٽل) ڏسندا، جن کي حمام چئجي ٿو. انهن ۾ مرد بغير گوڏ جي نہ وڃن ۽ عورتون (بلڪل) نہ وڃن، سواءِ ان جي جو بيمار هجي يا نفاس جي حالت ۾ هجي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٧٦) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، اهو حمام ۾ گوڏ کان سواءِ نہ وڃي، جيڪو شخص الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، پنهنجي زال کي حمام ۾ نہ وڃڻ ڏي، جيڪو شخص الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، اهو اهڙي دسترخوان تي کاڌي لاءِ نہ ويهي، جنهن تي شراب هجي. (ترمذي، نسائي)

## ٽيون فصل

(٤٣٧٧) ثابت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ انس رضي الله عنه کان رسول الله ﷺ جن جي خضاب جي باري ۾ پڇيو ويو. چيائين تہ جيڪڏهن آئون پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿي جي اڇن وارن کي ڳڻڻ گهران ها تہ ڳڻي سگهان ها ۽ چيائين تہ پاڻ سڳورا ﷺ خضاب نہ ڪندا هئا. هڪ روايت ۾ وڌيڪ چوي ٿو تہ ابوبڪر رضي الله عنه ميندي ۽ ڪيس جو ۽ عمر رضي الله عنه مينديءَ جو خضاب ڪندو هو. (بخاري، مسلم)

(٤٣٧٨) ابن عمر رضي الله عنهما هيڊي رنگ سان ڏاڙهي رنگيندو هو، تانجو سندس ڪپڙن تي بہ هيڊو رنگ لڳي ويندو هو. ڪيس چيو ويو تہ توهان هيڊي رنگ جو خضاب ڇو ٿا ڪريو؟ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ ڪين اهو رنگ ڏاڍو وڻي ٿو. سمورن ڪپڙن، تانجو پڳ (مبارڪ) کي بہ اهو رنگ ڏيندا هئا. (ابوداؤد ،نسائي)

(٤٣٧٩) عثمان بن عبدالله بن موهب کان روايت آهي، چيائين تہ آئون ام سلمه رضي الله عنها وٽ ويس، هن نبي ﷺ جن جو هڪ وار ڏيکاريو جيڪو رنگيل هو. (بخاري)

(٤٣٨٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ هڪڙي کدڙي کي آندو ويو، جنهن پنهنجي هٿن ۽ پيرن تي ميندي هنئي هئي. رسول الله ﷺ جن پڇيو تہ هن ائين ڇو ڪيو آهي؟ عرض ڪيائون تہ عورتن سان مشابهت اختيار ڪري ٿو، تنهن ڪري ڪيس نقيع ڏانهن ديس نيڪالي ڏني وئي. چيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا اسان ڪيس قتل نہ ڪريون؟ فرمايائون تہ مون کي منع ڪئي وئي آهي تہ نمازين کي قتل ڪريان. (ابو داؤد)

(٤٣٨١) وليد بن عقبه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مکو فتح ڪيو تہ مکي وارن (دُعا لاءِ) پنهنجا ٻار سندن خدمت ۾ آڻڻ شروع ڪيا. پاڻ سڳورا ﷺ انهن کي برڪت جي دُعا ڏيندا رهيا ۽ سندن مٿن تي هٿ ڦيرائيندا رهيا. مون کي بہ سندن خدمت ۾ آندو ويو. منهنجي

جسم تي هيڊي رنگ جي زعفران جي خوشبو لڳل هئي، تنهن ڪري مون کي انهيءَ خوشبو جي ڪر هٿ نہ لاٿائون. (ابو داؤد)

(٤٣٨٢) ابو قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺ جن عرض ڪيو تہ منهنجا وار ڪلهن تائين آهن، ڇا انهن ۾ ڦڻي ڏيان؟ فرمايائون تہ هائو انهن کي سنوار. راوي چوي ٿو تہ پوءِ ابو قتاده رسول الله ﷺجن جي چوڻ جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن ڏينهن ۾ ٻہ ٻہ ڀيرا وارن ۾ تيل هڻندو هو ۽ انهن کي سنواريندو هو. (مالڪ)

(٤٣٨٣) حجاج بن حسان ﷛ کان روايت آهي تہ اسان انس ﷛ بن مالڪ وٽ آياسين. منهنجي ڀيڻ مون کي حديث ٻڌائي تہ جڏهن تون اجا ٻار هئين. تنهنجا وار ٻن پاسن ۾ ورايل هئا. رسول اللهﷺ جن تنهنجي مٿي تي هٿ گهمائي، برڪت جي دعا ڏني ۽ فرمايائون تہ اهي ٻئي ڪاٽي ڇڏ، ڇاڪاڻ تہ اهو يهودين جو طريقو آهي. (ابودائود) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٣٨٤) علي﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن عورت کي پنهنجي مٿي جا وار ڪوڙائڻ کان منع فرمائي آهي. (نسائي)

(٤٣٨٥) عطاءُ بن يسار﷛ کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري رسول اللهﷺ مسجد ۾ هئا تہ هڪ شخص آيو، جنهن جا مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار وکريل هئا. رسول اللهﷺ جن پنهنجي هٿ سان ان ڏانهن اشارو ڪيو، ڄڻ ڪيس پنهنجي مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جي وارن کي سنوارڻ جو حڪم ڏئي رهيا آهن. اهو شخص وارن کي سنواري وري آيو. ارشاد فرمايائون تہ اها ڳالهہ هن کان چڱي نہ آهي جو توهان مان ڪو (ماڻهن۾) ائين اچي ڄڻ تہ اهو شيطان آهي. (مالڪ)

(٤٣٨٦) سعيد بن مسيب﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ پاڪ آهي، پاڪائيءَ کي پسند ڪري ٿو. ﷲ صاف سٿرو آهي، صفائيءَ سٿرائيءَ کي پسند ڪري ٿو. ٻاجهارو آهي، ٻاجهہ کي پسند ڪري ٿو، سخي آهي سخاوت کي پسند ڪري ٿو. پوءِ صاف رکو (راوي چوي ٿو تہ) منهنجو خيال آهي تہ فرمايائون تہ پنهنجن گهرن جي اڱڻن کي ۽ يهودين سان مشابهت اختيار نہ ڪريو، پوءِ مون اها حديث مهاجر بن مسمار کي ٻڌائي، انهيءَ چيو تہ اهائي حديث مون کي عامر بن سعد پنهنجي پيءُ جي حوالي سان ٻڌائي، جنهن ۾ (وضاحت) آهي تہ ”گهرن جا اڱڻ صاف رکو“. (ترمذي)

(٤٣٨٧) سعيد بن مسيب﷬ چوندو هو تہ هي ڪم سڀ کان اڳ ﷲ جي دوست ابراهيم﷣ ڪيا: ١_مهمان نوازي، ٢_ختنو، ٣_مڇون لهرائڻ، ٤_ڪراڙپ (اڇن وارن) جو ڏسڻ. عرض ڪيائين تہ هي ڇا آهي؟ رب تبارڪ تعاليٰ فرمايو تہ اي ابراهيم اها عزت آهي! عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! مون کي عزت ۾ وڌاءِ. (مالڪ)

# تصويرن جو بيان

## پهدريون فصل

(٤٣٨٨) ابو طلحه ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ فرشتا ان گهر ۾ داخل نہ ٿيندا آهن جنهن ۾ ڪتو ۽ تصوير هجي. (بخاري، مسلم)

(٤٣٨٩) ابن عباس، ميمونه، ﷠ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن هڪ ڏينهن صبح جو غمگين هئا. فرمايائون تہ بيشڪ اڄ رات جبرئيل﵇ مون وٽ اچڻ جو وعدو ڪيو هو، پر (الائي چو) مون سان سندس ملاقات نہ ٿي. ﷲ جو قسم! ڪڏهن انهيءَ پنهنجي وعدي جي پيچڪڙي نہ ڪئي آهي، پوءِ سندن ڏيان گلر ڪتي ڏانهن ويو، جيڪو تنبو هينان هو، پاڻ ان کي ٻاهر ڪيڻ جو حڪم ڪيائون، پوءِ اتي پاڻي ڇمڪار ڪيائون، شام جو جبرئيل﵇ آيو تہ ڪيس چيائون تہ توهان مون سان رات ملاقات ڪرڻ جو وعدو ڪيو هو. انهيءَ فرمايو تہ هائو! پر اسان ان گهر نہ ايندا آهيون جتي ڪتو يا تصوير هجي. (ٻئي ڏينهن) صبح جو رسول اللهﷺ جن (مديني جي ڪتن کي مارڻ جو حڪم ڏنو، تانجو جيڪڏهن ڪو ننڍو ڪتو باغ ۾ هوندو هو تہ ان کي بہ ماري ڇڏيندا هئا ۽ باغ جي وڏي ڪتي کي ڇڏي ڏيندا هئا. (مسلم)

(٤٣٩٠) حضرت عائشه﵂ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن گهر ۾ ڪنهن شيءِ تي تصوير نہ ڇڏيندا هئا، پر ان کي ڊاهي ڇڏيندا هئا. (بخاري)

(٤٣٩١) عائشه﵂ کان روايت آهي تہ ان هڪ ويهاڻو خريد ڪيو جنهن تي تصويرون هيون. رسول اللهﷺ جن جي ان تي نظر پئي تہ دروازي تي بيهي رهيا ۽ اندر داخل نہ ٿيا. مون سندن منهن مبارڪ ۾ ناراضگي محسوس ڪئي عرض ڪيم تہ ﷲ ۽ ان جي رسول ﷺ ڏانهن موٽان ٿي. مون کان ڪهڙو گناهہ ٿي ويو آهي؟ فرمايائون تہ هي ويهاڻو ڇا جي ڪري ورتو اٿئي؟ مون عرض ڪيو تہ توهان جي ويهڻ ۽ ٽيڪ ڏيڻ لاءِ خريد ڪيو اٿم. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن اهڙيون تصويرون ٺاهيندڙن کي سخت قسم جو عذاب ڏنو ويندو. کين چيو ويندو تہ جيڪو تصويرون توهان ٺاهيون آهن، انهن ۾ روح وجهو ۽ فرمايائون تہ بيشڪ جنهن گهر ۾ تصويرون هونديون آهن، انهن ۾ (رحمت جا) فرشتا داخل نہ ٿيندا آهن. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٢) عائشه﵂ کان روايت آهي تہ انهيءَ دروازي تي پردو وڌو، جنهن ۾ تصويرون هيون نبيﷺ جن ان کي ڦاڙي ڦٽي ڪري ڇڏيو. مون ان مان بہ ويهاڻا ٺاهيا، جيڪي گهر ۾ استعمال ٿيندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ انهن تي ويهندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٣) عائشه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جهاد تي ويا. مون دروازي تي پردي لاءِ هڪڙو ڪپڙو ورتو. واپسيءَ تي ڏٺائون تہ ان کي سٽ ڏئي ڦاڙي ڇڏيائون پوءِ فرمايائون تہ اللّٰہ تعاليٰءِ اسان کي حڪم نہ ڏنو آهي تہ مٽي ۽ پٿرن کي ڪپڙا پارايون. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٤) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ کان سخت عذاب انهن ماڻهن کي ٿيندو جيڪي اللّٰہ جي خلقت ۾ مشابهت ڪن ٿا. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٥) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کان مون فرمائيندي ٻڌو تہ اللّٰہ تعاليٰ فرمايو ٿو: ان شخص کان وڏيڪ ظالم ڪير آهي جيڪو منهنجي مخلوق وانگر مخلوق ناهي ٿو، چڱو! (هي تصوير جوڙيندڙ) هڪ زور يا هڪ داڻو يا هڪ جو تہ پيدا ڪري ڏيکارين. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٦) عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ کان سخت عذاب تصوير ناهيندڙ کي ٿيندو. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٧) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هر تصوير ناهيندڙ دوزخي آهي، سندس ناهيل هر تصوير ۾ روح وڌو ويندو، پوءِ ساهواري شيءِ کيس دوزخ ۾ عذاب ڪندي رهندي. ابن عباس فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن هروڀرو تصوير ناهڻ ئي گهرين ٿو تہ پوءِ وڻن ٻوٽن ۽ انهن شين جي تصوير ناهہ جن ۾ روح نہ آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٣٩٨) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص نقلي خواب بيان ڪندو، (قيامت جي ڏينهن) ان کي مجبور ڪيو ويندو تہ ٻن جون ۾ ڳنڍ ڏي ۽ هر گز ائين ڪري نہ سگهندو ۽ جيڪو شخص ڪن ماڻهن جي ڳالهہ ٻڌندو، حالانڪ اهي کيس پسند نٿا ڪن يا ان کان نفرت ڪن ٿا تہ قيامت جي ڏينهن سندس ڪنن يا ان کان نفرت ڪن ٿا تہ قيامت جي ڏينهن سندس ڪنن ۾ سيهو (ٿهڪائي) وڌو ويندو ۽ جيڪو شخص ڪا تصوير ناهيندو، ان کي عذاب ڏنو ويندو ۽ کيس مجبور ڪيو ويندو تہ منجهس ساهہ وجهي ۽ اهو منجهس ساهہ وجهي نہ سگهندو. (بخاري)

(٤٣٩٩) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص نرد شير يعني چوپڙ راد سان کيڏنو، جڻ تہ اهو سوئر جي گوشت ۽ رت ۾ هٿ ٻيري ٿو. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٤٠٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مون وٽ جبريل عليه السلام آيو. چيائين تہ گذريل رات توهان وٽ آيس، پر دروازي تي تصويرون هيون، تنهن ڪري اندر داخل نہ

ٽيس. گھر (جي دروازي) تي پريل ھڪ پردو ٽنگيل ھو جنھن تي تصويرون نھيل ھيون ۽ گھر اندر ڪتو ھو. تنھن ڪري حڪم فرمايو تہ دروازي تي لڳل پردي ۾ جيڪي تصويرون آھن. انھن جا مٿا متايا ۽ ڦٽايا وڃن تہ پوءِ اھي وڻ جي صورت ۾ ٿينديون ۽ اھڙن ڪپڙن مان ويھاڻا ھجن. جيڪي ھت ھتي اڇلائبا آھن ۽ انھن تي ٽيڪ لڳائبي آھي ۽ ڪتي کي ڪڍڻ جو حڪم فرمايو. رسول اللهﷺ جن ائين ئي فرمايو. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٤٠١) ابو ھريرهؓ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينھن دوزخ مان ھڪ ڳچي ٻاھر نڪرندي جنھنجون ٻہ اکيون ھونديون، جن سان ڏسندي ۽ ٻہ ڪن ھوندا جن سان ٻڌندي، چوندي تہ مون کي ٽن قسمن جي ماڻھن تي مسلط ڪيو ويو آھي: ١_ھر تڪبر ڪندڙ، (دين جي) دشمن تي، ٢_ اللهﷻ سان شرڪ ڪندڙ تي، ٣_ تصويرون ناھيندڙ تي. (ترمذي)

(٤٤٠٢) ابن عباسؓ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ اللهﷻ تعاليٰ شراب، جوا ۽ دھل وڄائڻ کي حرام ڪيو آھي ۽ فرمايائون تہ نسو ڪندڙ ھي شيءِ حرام آھي. (بيھقي شعب الايمان)

(٤٤٠٣) ابن عمرؓ کان روايت آھي تہ نبيﷺ جن ھنن ڪمن کان منع فرمائي: ١_شراب، ٢_جوا، ٣_ دھل وڄائڻ، ٤_ جوئر مان نھيل شراب، جيڪو حبشي استعمال ڪندا آھن ۽ جنھن کي "سڪرڪه" چون ٿا. (ابوداؤد)

(٤٤٠٤) ابو موسي اشعري ؓ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص نرد سان کيڏندو، انھيءَ اللهﷻ ۽ سندس رسول ﷺ جي نافرماني ڪئي. (احمد، ابوداؤد)

(٤٤٠٥) ابو ھريره ؓ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺجن ھڪ شخص کي ڏٺو جيڪو ڪبوتر بازي ڪري رھيو ھو، فرمايائون تہ ھي ھڪ شيطان آھي، جيڪو شيطاڻيءَ جي پويان پيو آھي. (احمد، ابوداؤد، ابن ماجه، بيھقي سعب الايمان)

### ٽيون فصل

(٤٤٠٦) سعيد بن ابو الحسن کان روايت آھي تہ آئون ابن عباسؓ وٽ ھيس. وٽس ھڪ شخص آيو ۽ چوڻ لڳو تہ آئون ھنرمند ماڻھو آھيان. انھيءَ ذريعي سان روزگار حاصل ڪندو آھيا. آئون تصويرون ناھيندو آھيان، ابن عباس ؓ چيو تہ توکي رسول اللهﷺ جن جي ٻڌل حديث ئي ٻڌايان ٿو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آھي تہ جيڪو شخص تصوير ناھيندو. اللهﷻ تعاليٰ انکي (انھيءَ تصوير جي ذريعي) عذاب ڪندو رھندو. تانجو ان ۾ روح ڦوڪي ۽ منجھس ھرگز روح ڦوڪي نہ سگھندو. پوءِ انھيءَ شخص ٿڌو ساھ کنيو ۽ سندس مُنھن جو رنگ ڦڪو ٿي ويو. ابن عباسؓ

ڪيس فرمايو تہ جيڪڏھن اھڙو ئي لاچار اٿئي تہ وڻن ۽ اھڙين شين جون تصويرون ٺاھيندو ڪر جن ۾ ساھہ نہ آھي. (بخاري)

(٤٤٠٧) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن جي گھر واريءَ ام سلمه رضي الله عنها ۽ ام حبيبه رضي الله عنها "ماريہ" نالي گرجا گھر جو ذڪر ڪيو، جيڪي حبش (ھجرت ڪري) ويون ھيون تہ ڏاڍو خوبصورت ھو. منجھس تصويرون ھيون. پاڻ ڪريمن پنھنجو مٿو مٿي ڪٽي فرمايو تہ جڏھن انھن (عيسائين) ۾ ڪو نيڪ ماڻھو مري ويندو آھي تہ سندس قبر تي مسجد ٺاھي. منجھس اھي تصويرون ڪيندا ھئا. اھي الله جي مخلوق ۾ سڀ کان بڇڙا ماڻھو آھن. (بخاري، مسلم)

(٤٤٠٨) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينھن سڀ کان سخت عذاب ان شخص کي ٿيندو جنھن ڪنھن نبيءَ کي قتل ڪيو، يا جنھن کي ڪنھن نبيءَ قتل ڪيو، يا جنھن پنھنجي ماءُ پيءُ مان ڪنھن کي قتل ڪيو، يا جيڪو تصوير ٺاھيندو، يا اھو عالم جنھن پنھنجي علم مان نفعو حاصل نہ ڪيو.

(٤٤٠٩) علي رضي الله عنه چوندو ھو تہ شطرنج عجمي قومن جي جوا آھي. (بيھقي)

(٤٤١٠) ابن شھاب کان روايت آھي تہ ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه چوندو ھو تہ شطرنج تہ فقط گنھگار شخص ئي کيڏي سگھي ٿو. (بيھقي)

(٤٤١١) ابن شھاب کان روايت آھي تہ ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه کان شطرنج جي باري ۾ پڇيو ويو، چيائين تہ اھا راند باطل (ڪوڙي) آھي ۽ الله باطل کي پسند نٿو ڪري. (چارئي حديثون بيھقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيون)

(٤٤١٢) ابو ھريره رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن ھڪڙي انصاريءَ جي گھر ايندا ھئا ۽ ٻئي انصاريءَ جي گھر نہ ايندا ھئا. (جن جي گھر نہ ايندا ھئا) انھن کي اھا ڳالھہ ڏکي لڳي. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! توھان فلاڻي جي گھر اچو ٿا ۽ اسان جي گھر نٿا اچو. فرمايائون تہ توھان جي گھر ۾ ڪتو آھي. انھن چيو تہ ھنن جي گھر ۾ بہ ٻلي آھي. فرمايائون تہ ٻلي درندو آھي. (دارطني) ان جي سند ضعيف آھي. (الباني)

طب ۽ توڻن ڦيڻن جو ڪتاب

پھريون فصل

(٤٤١٣) ابو ھريره رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ جيڪا بہ بيماري لاٿي آھي، ان جو علاج بہ لاٿو آھي. (بخاري)

(٤٤١٤) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هر بيماري جي دوا آهي. پوءِ جڏهن دوا بيماري جي موافق هوندي آهي تہ ﷲ جي حڪم سان مريض چڱو ڀلو ٿيندو آهي. (مسلم)

(٤٤١٥) ابن عباس ﷟ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ شفا ٽن شين ۾ آهي: ١_رت ڪڍائڻ ۾، ٢_ ماکي پيئڻ ۾، ٣_ داغ لڳائڻ ۾، ۽ آئون پنهنجي امت کي داغ ڏيڻ کان روڪيان ٿو. (بخاري)

(٤٤١٦) جابر﷛ کان روايت آهي تہ ابي (بن ڪعب) کي جنگ احزاب جي ڏينهن ٻانهن جي وچين رڳ ۾ تير لڳو تہ رسول اللهﷺ جن ڪيس داغ ڏنو. (مسلم)

(٤٤١٧) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ سعد بن معاز ﷛ جي ٻانهن جي وچين رڳ ۾ تير لڳو. رسول اللهﷺ جن تير جي ڇهنب سان ڪيس پاڻ داغ ڏنو، پوءِ ٻانهن سڄي پئي تہ ان کي ٻيهر داغ ڏنائون. (مسلم)

(٤٤١٨) جابر﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ابي بن ڪعب ڏانهن طبيب موڪليو، جنهن سندس رڳ ڪٽي ڇڏي. (جنهن مان رت وهي رهيو هو) پوءِ ان کي داغ ڏنائين. (مسلم)

(٤٤١٩) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ڪلونجيءَ ۾ موت کان سواءِ هر بيماري لاءِ شفا آهي. (بخاري مسلم)

(٤٤٢٠) ابو سعيد خدري﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ منهنجي ڀاءُ کي پيچش آهي. (دوا تجويز فرمايو) رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ کيس ماکي پيار. اهو شخص ماکي پياري. وري آيو ۽ چيائين تہ مون کيس ماکي پياري، پر سندس پيچش رهندو وڌي وئي. پاڻ سڳورنﷺ ٽي ڀيرا ساڳي ڳالهہ ارشاد فرمائي. چوٿين ڀيري اچي ساڳي ڳالهہ عرض ڪيائين، پاڻ سڳورﷺ فرمايو تہ وڃي کيس ماکي پيار. عرض ڪيائين تہ مون کيس ماکي پياري پر سندس پيچش ويتر وڌي وئي آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ سچ فرمايو، پر تنهنجي ڀاءُ جو پيٽ ڪُوڙو آهي. پوءِ ماکي پياريائين تہ ان وقت اهو تندرست ٿي ويو. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢١) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بهترين علاج رڳ ڪڍائڻ ۽ قسط بحري آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٢) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ ڪاڪڙو ڪري پوي تہ ٻارن جي نڙيءَ ڪي مهٽا ڏيڻ جي بجاءِ قسط استعمال ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٣) ام قيس ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (عورتن کي) فرمايو تہ ڪاڪڙي ڪرڻ سبب ٻارن جي نڙي ڇو ٽيون دٻايو؟ اگر ڪاٺي استعمال ڪريو، ان ۾ ستن بيمارين جو علاج آهي، جن مان نمونيا بہ هڪ آهي. حلق جي بيمارين ۾ اها دوا نڪ ۾ وجهجي ۽ نمونيا ۾ وات ۾. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٤) عائشه ۽ رافع بن خديج ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ بخار جهنم جي ٻاڦ آهي، ان کي پاڻيءَ سان ٿڌو ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٥) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن نظر جو لڳڻ، (وڇونءَ وغيره) جي ڏنگ ۽ (پاسي وغيره) جي سوڄ ۾ دم ڪرڻ جا اجازت ڏني. (مسلم)

(٤٤٢٦) عائشه ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي حڪم ڏنو تہ نظر کان بچائڻ لاءِ (ٻارن تي) دم ڪريون. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٧) ام سلمه ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي گهر ۾ هڪ ڇوڪري ڏٺي، جنهن جي منهن جو رنگ بدليل هو، يعني ان ۾ هيداڻ هئي، فرمايائون تہ ان تي دم ڪريو، ڇاڪاڻ تہ کيس نظر لڳل آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٤٢٨) جابر﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دم ڪرڻ کان منع فرمائي تہ عمرو بن حزم جي گهر وارن اچي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان وڇونءَ جي ڏنگ کان ڪجهہ پڙهي دم ڪندا آهيون، هاڻي توهان منع فرمايو ٿا. پوءِ انهن اها دعا پڙهي ٻڌائي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ آئون ان ۾ ڪو حرج نٿو ڏسان. جيڪو شخص پنهنجي ڀاءُ کي نفعو پهچائي سگهي ٿو تہ ان کي گهرجي تہ کيس نفعو پهچائي. (مسلم)

(٤٤٢٩) عوف بن مالڪ اشجعي ﷜ کان روايت آهي تہ جاهليت جي زماني ۾ اسان هڪ ڦيٽو پڙهندا هئاسون. عرض ڪيو سون تہ يا رسول الله ﷺ! هن جي باري ۾ توهان جو ڪهڙو حڪم آهي، فرمايائون تہ پنهنجو ڦيٽو مون کي پڙهي ٻڌايو جيستائين ڦيٽي ۾شرڪ جي ڳالهہ نہ هجي، ان ۾ڪو حرج نہ آهي. (مسلم)

(٤٤٣٠) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ نظر جو لڳڻ برحق آهي. جيڪڏهن ڪا شيءِ تقدير ڪان اڳ ڪرڻ واري هجي ها تہ اها نظر آهي. جڏهن توهان کي ڌوئڻ لاءِ چئجي تہ ڌوئيندا ڪريو. (مسلم)

بيو فصل

(٤٤٣١) اسامه بن شريڪ کان روايت آهي تہ اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ! ڇا اسان بيماريءَ جو علاج ڪريون؟ فرمايائون تہ هائو! اي ﷲ جا ٻانهو علاج ڪريو، ڇاڪاڻ تہ جيڪا بہ بيماري آهي، ﷲ ان جي شفا لاتي آهي، سواءِ ڪراڙپ جي. (احمد، ترمذي، ابوداؤد)

(٤٤٣٢) عقبه بن عامر ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجن مريضن کي زوريءَ کاڌو نہ کارايو. ﷲ تعاليٰ ئي کين کارائي ۽ پياري ٿو. (ترمذي، ابن ماجه، ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٤٣٣) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن اسعد بن زراره کي (نڙيءَ ۾) ڳوڙهي کان ڏنب ڏنو. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

(٤٤٣٤) زيد بن ارقم ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي حڪم ڏنو تہ نمونيا جو علاج قسط بحري ۽ زيتون جي تيل سان ڪريون. (ترمذي)

(٤٤٣٥) زيد ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن نمونيا جي علاج ۾ ورس ۽ زيتون جو تيل ٻڌائيندا هئا. (ترمذي)

(٤٤٣٦) اسماءُ بنت عميس ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ان کان پڇيو تہ جلاب ڇا جو وٺندين آهين؟ انهيءَ چيو تہ لاسڙ ٿوهڙ جو. فرمايائون تہ اهو تہ ڏاڍو گرم آهي. پوءِ مون سنامڪي جو جلاب ورتو. نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ ۾ موت کان شفا هجي ها تہ اها سنامڪي آهي. (ترمذي، ابن ماجه ترمذيءَ چيو تہ حديث حسن غريب آهي)

(٤٤٣٧) ابو درداءُ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ دوا بہ لاتي تہ بيماري بہ لاتي ۽ هر بيماري لاءِ دوا مقرر آهي. دوا ڪريو، پر حرام شيءِ سان دوا نہ ڪريو. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٣٨) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ناپاڪ شين وسيلي علاج کان منع فرمائي آهي. (احمد، ابوداؤد، ترذي ۽ ابن ماجه)

(٤٤٣٩) نبي ﷺ جن جي خادمه سلميٰ ﷞ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن وٽ جيڪو به مٿي جي سور جي دانهن کڻي ايندو هو ته کيس حڪم فرمائيندا هئا ته رت ڪيراءِ ۽ جيڪو به پير ۾ سور جي شڪايت ڪندو هو، کيس پيرن ۾ مهندي هڻڻ جو حڪم ڪندا هئا، (ابوداؤد)

(٤٤٤٠) سلميٰ ﷞ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن کي ڦٽ ڦرڙي نڪرندي هئي ته مون کي حڪم فرمايئندا هئا ته ان تي مهندي هڻان. (ترمذي)

(٤٤٤١) ابو ڪبشه انماريءَ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن پنهنجي مٿي جي تارونءَ ۽ ڪلهن وٺان رت ڪيرائيندا هئا ۽ فرمائيند هئا ته جيڪو اتان رت ڪيرائي ۽ ڪو ٻيو علاج نه ڪرائي ته به کيس ڪا شيءِ نقصان نه ڏيندي. (ابوداؤد، ابن ماجه)

(٤٤٤٢) جابرﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن پير جي سڄي پوڻ سبب ران وٽان رت ڪيرائي. (ابوداؤد)

(٤٤٤٣) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن معراج جي رات بابت خبر ڏيندي فرمايو ته فرشتن جي جنهن به جماعت وٽان سندس گذر ٿيو، انهن چيو ته پنهنجي امت کي حڪم فرمايو ته رت ڪيرائين. (ترمذي، ابن ماجه، ترمذي چوي ٿو ته حديث حسن غريب آهي)

(٤٤٤٤) عبدالرحمٰن بن عثمان ﷺ کان روايت آهي ته هڪ طبيب نبيﷺ جن کان پڇيو ته ڇا آئون ڏيڏر دوا ۾ استعمال ڪريان؟ پاڻ کيس ان جي مارڻ کان منع فرمايائون. (ابوداؤد)

(٤٤٤٥) انس ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن ڪنڌ جي ٻن رڳڻ ۽ ڪلهن جي وچان رت ڪيرائيندا هئا. (ابوداؤد، ترمذي، ابن ماجه) ترمذيءَ ۾ وڌيڪ آهي ته سترهين، اڻويهين ۽ اڪويهين تاريخ رت ڪيرائيندا هئا.

(٤٤٤٦) ابن عباس ﷞ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن چنڊ جي سترهين، اڻويهين ۽ اڪويهين تاريخ رت ڪيرائڻ کي پسند ڪندا هئا. (شرح السنة)

(٤٤٤٧) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص چنڊ جي سترهين، اڻويهين ۽ اڪويهين تاريخ رت ڪيرائيندو ان کي هر بيماريءَ کان شفا نصيب ٿيندي. (ابوداؤد)

(٤٤٤٨) ڪبشه بنت ابي بڪره کان روايت آهي ته منهنجو پيءُ اڱاري جي ڏينهن رت ڪيرائڻ کان گهر وارن کي روڪيندو ۽ چوندو هو ته رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي ته اڱاري جي ڏينهن رت

۾ هيجان (جوش) هوندو آهي ۽ ان ۾ هڪ گهڙي اهڙي آهي جنهن ۾ رت نٽي بيهي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٤٩) زهري جي نبيﷺ جن کان مرسل روايت آهي ته جيڪو شخص اربع يا ڇنڇر جي ڏينهن رت ڪيرائي، پوءِ ڪوڙهي ٿئي ته فقط پاڻ کي ملامت ڪري. (احمد، ابوداؤد ۽ چيائين ته هيءَ حديث متصل سند سان به مروي آهي، پر صحيح نه آهي)

(٤٤٥٠) زهري جي مرسل روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص ڇنڇر يا اربع جي ڏينهن رت ڪيرائي يا (جسم تي دوا) مکرائي پوءِ ڪوڙهي ٿئي ته فقط پاڻ کي ملامت ڪري. (شرح السنة)

(٤٤٥١) عبدالله بن مسعودؓ جي گهر واري زينب ؓ کان روايت آهي ته عبدالله منهنجي ڳچيءَ ۾ هڪ ڌاڳو ڏٺو. چيائين ته اهو ڇا آهي؟ مون چيو ته اهو پڙهيل ڌاڳو آهي. ان کي سٽ ڏئي ٽڪرا ٽڪرا ڪري چيائين ته عبدالله جا گهر وارؤ! توهان شرڪ کان بي نياز آهيو. مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي منتر، تعويز ۽ ٽوٽا شرڪي ڳالهيون آهن. مون چيو ته تون اها ڳالهيون ڪيئن ٿو چوين؟ منهنجي اک ۾ سخت سور ٿيندو هو. آئون فلاڻي يهوديءَ وٽ ويندي هيس اهو دم ڪندو هو ته تڪليف ختم ٿيندي هئي. عبدالله چيو ته اهو شيطاني عمل دخل آهي. اهو اک چُنگ هڻندو هو، جڏهن دم ڪيو ويندو هو ته رڪجي ويندو هو. تنهنجي لاءِ اهائي دعا ڪافي آهي، جيڪا رسول اللهﷺ جن پڙهندا هئا "ماڻهن جا رب! تڪليف ختم فرماءِ ۽ شفا عطا ڪر، تون ئي شفا ڏيندڙ آهين، شفا فقط تنهنجي ئي آهي. اهڙي شفا عطا ڪر جنهن کان پوءِ ڪا بيماري باقي نه رهي." (ابوداؤد)

(٤٤٥٢) جابر ؓ کان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن کان نشره جي باري ۾ سوال ڪيو ويو. فرمائون ته اهو شيطاني عمل آهي. (ابوداؤد)

(٤٤٥٣) عبدالله بن عمر ؓ کان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته جيڪڏهن آئون ڪا دوا پيئان، يا ڪو تعويذ ٻڌان يا پنهنجي طرفان ڪو شعر پڙهان ته پرواهه جي ڪا ڳالهه نه آهي. (ابوداؤد) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٥٤) مغيره بن شعبه ؓ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته جنهن ڏنڀ ڏياريو يا دم ڪرايو، اهو توڪل کان بري آهي. (احمد، ترمذي، ابن ماجه)

(٤٤٥٥) عيسيٰ بن حمزه کان روايت آهي تہ آئون عبدالله بن عکيم وٽ داخل ٿيس. سندس جسم تي ڳوڙهو هو. مون چيو تہ ڇا تعويذ نٿو ٻڌين؟ چيائين تہ ان کان ﷲ جي پناهہ وٺان ٿو، رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو ڪا شيءِ ٽنگيندو، انکي ان جي حوالي ڪيو وڃي ٿو. (ابوداؤد)

(٤٤٥٦) عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ فقط نظر لڳڻ يا ڏنگ لڳڻ سبب دم ڪرڻ (جائز) آهي. (احمد، ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجه ان کي بريده کان روايت ڪيو ) بريده واري سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٥٧) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ دم ڪرڻ فقط نظر جي لڳڻ يا ڏنگ يا رت جي ڪري (جائز) آهي. (ابوداؤد) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٥٨) اسماءُ بنت عميس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ انهيءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! جعفر جي اولاد کي نظر جلدي لڳي ٿي. ڇا آئون انهن تي دم ڪريان؟ فرمايائون تہ هائو. جيڪڏهن ڪا شيءِ تقدير کان اڳرائي ڪندڙ هجي ها تہ نظر هجي ها. (احمد، ترمذي، ابن ماجه)

(٤٤٥٩) شفاءُ بنت عبدالله رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حفصه جن وٽ آيا ۽ آئون اتي هيس. فرمايائون تہ ڇا هن کي (پاسي جي) ڳوڙهيءَ سبب دم نٿي سيکارين جيئن تو ان کي لکڻ سيکاريو آهي. (ابوداؤد)

(٤٤٦٠) ابو امامه بن سهل بن حنيف کان روايت آهي تہ عامر بن ربيعه، سهل بن حنيف کي غسل ڪندي ڏٺو تہ ان تي نظر هنيائين. چوڻ لڳو تہ ﷲ جو قسم! مون اڄوڪي ڏينهن وانگر نہ ڪو ڏينهن ڏٺو ۽ نہ سهل جهڙو ڪنهن جو (سهڻو) جسم ڏٺو. پوءِ سهل تڙپڻ لڳو. رسول الله ﷺ جن کي سڌي عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! سهل بن حنيف جو ڪجهہ بندوبست ڪريو، ﷲ جو قسم! سندس حالت گهڻي خراب آهي. فرمايائون تہ ڇا توهان جو ان جي باري ۾ ڪنهن تي الزام آهي؟ چيائون تہ اسان جو الزام عامر بن ربيعه تي آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن عامر کي گهرايو ۽ کيس تنبيه ڪندي فرمايائون تہ توهان مان ڪو پنهنجي ڀاءُ کي ڇو ٿو قتل ڪري؟ تو کيس برڪت جي دعا ڇو نہ ڏني؟ (پنهنجي جسم جا عضوا ڌوئي پاڻي) ان کي ڏي. پوءِ عامر ان لاءِ پنهنجي منهن، پنهنجا هٿ ۽ ٺونيون ۽ گوڏا ۽ پيرن جا مختلف پاسا ۽ گوڏن ٻڌڻ کان اندريان حصا هڪ برتن ۾ ڌوئي ڏنا اهو پاڻي ان تي هاريو ويو تہ چڱو ڀلو ٿي ماڻهن ۾گهمڻ ڦرڻ لڳو. (شرح السنة، مالڪ) سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ بيشڪ اک لڳڻ برحق آهي، پنهنجي جسم جا عضوا ڌوءِ پاڻي ان کي ڏي تہ پوءِ انهيءَ ائين ڪيو.

(٤٤٦١) ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن، (مختلف دعائن سان) جنن (جي شر) ماڻهن جي نظر لڳڻ کان پناهہ گهرندا هئا ايستائين جو ﴿ قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ﴾ ۽ ﴿ قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ

النَّاسِ﴾ نازل ٿيون. جڏهن اهي نازل ٿيون ته پاڻ اهي پڙهندا ۽ ٻيون دعائون ڇڏي ڏنائون. (ترمذي، ابن ماجه) ترمذيءَ چيو ته حديث حسن غريب آهي.

(٤٤٦٢) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته منهنجي لاءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڇا توهان ۾ "مغربون" آهن؟ مون چيو ته اهي "مغربون" ڇا آهن؟ فرمايائون ته اهي ماڻهو جن ۾ جن شريڪ ٿيندا آهن. (ابوداؤد) باب الترجل ۾ ابن عباس جي حديث خير ماتداويتم گذري.

## ٽيون فصل

(٤٤٦٣) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته معدو بدن لاءِ حوض وانگر آهي. رڳون معدي ڏانهن اچن ٿيون. جيڪڏهن معدو تندرست آهي ته رڳون تندرستي وٺي واپس وڃن ٿيون ۽ جيڪڏهن معدو ڪمزور آهي ته رڳون بيماري وٺي واپس وڃن ٿيون. (بيهقي)

(٤٤٦٤) علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ رات نبي ﷺ جن نماز پڙهي رهيا هئا. پاڻ پنهنجو هٿ زمين تي رکيائون ته سندس آڱر ۾ وڇونءَ ڏنگ هنيو. رسول الله ﷺ جن ان کي پنهنجي جتي سان ماريو. جڏهن نماز کان واندا ٿيا ته فرمايائون ته الله تعاليٰ وڇونءَ تي لعنت ڪري، نمازي ۽ غير نمازي کي به نٿو ڇڏي يا فرمايائون ته نبي ۽ غير نبيءَ کي به نٿو ڇڏي. پوءِ لوڻ ۽ پاڻي گهرائي هڪ ٿانو ۾ وڌائون ۽ ڏنگيل جاءِ تي هٽي آڱر سان مهٽيندا رهيا ۽ ان تي ﴿ قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ﴾ ۽ ﴿ قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ النَّاسِ﴾ پڙهي دم ڪندا رهيا (هي ٻئي روايتون بيهقي شعب الايمان ۾ آهن)

(٤٤٦٥) عثمان بن عبدالله بن موهب کان روايت آهي ته مون کي گهر وارن پاڻيءَ جو هڪ پيالو ڏئي ام سلمه رضي الله عنها ڏانهن موڪليو. جڏهن ڪنهن کي اک لڳندي يا ڪا ٻي تڪليف پهچندي هئي ته ام سلمه رضي الله عنها ڏانهن پاڻيءَ جو پيالو موڪليندو هو. پاڻ نبي ﷺ جن جا وار چانديءَ جي دٻيءَ مان ڪڍي، پيالي ۾ وجهي گهمائيندي هئي ۽ (مريض) پاڻي پيئندو هو. مون دٻيءَ ۾ جهاتي پائي ڏٺو ته ان ۾ ڪجهه ڳاڙها وار هئا. (بخاري)

(٤٤٦٦) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کان ڪيترن اصحابن پڇيو ته اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ڪنيي زمين جي ماتا آهي؟ فرمايائون ته ڪنيي من جو هڪ قسم آهي ۽ ان جو پاڻي اکين لاءِ شفا آهي ۽ عجوه جنت جي کجي آهي، جنهن ۾ زهر کان شفا آهي. ابو هريره رضي الله عنه چوي ٿو ته مون ٽي يا پنج يا ست ڪنييون پٽي نپوڙي، پاڻي شيشي ۾ وڌو ۽ سرمي وانگر پنهنجي ٻانهيءَ کي پارائيندو رهيس جنهن جي نظر ڪمزور هئي ۽ سندس اکين مان پاڻي وهندو هو، پوءِ اها تندرست ٿي وئي . (ترمذي ۽ چيائين ته حديث حسن آهي)

(٤٤٦٧) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص هر مهيني ۾ ٽي ڏينهن صبح سوير ماکي چٽيندو، ان کي ڪا وڏي تڪليف نه پهچندي.

(٤٤٦٨) عبدالله بن مسعود ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ شفا ڏيندڙ ٻن شين کي لازمي پڪڙيو: ماکي ۽ قرآن. (هنن ٻنهي روايت کي ابن ماجه ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو) صحيح ڳالھ هي تہ آخري روايت ابن مسعود جي موقوف روايت آهي.

(٤٤٦٩) ابو ڪبشه انصاريﷺ كان راويت آهي تہ رسول اللهﷺ جن زهريلي ٻڪريءَ جو گوشت کائڻ سبب پنهنجي مٿي وٽان رت ڪيرائي. معمر چوي ٿو تہ مون بہ زهر جي تڪليف کان سواءِ انهيءَ جاءِ تان رت ڪيرائي تہ منهنجي ياد گيري ختم ٿي وئي، تانجو (ماڻهو نماز ۾ سوره فاتحه پڙهڻ مهل مون کي لقمو ڏيڻ لڳا. (زرين)

(٤٤٧٠) نافع ﷺ كان روايت آهي تہ ابن عمر ﷺ چيو تہ اي نافع! منهنجي ۾ رت هيجان(جوش) آهي. رت ڪيندڙ کي وٺي اچ، پر ڪنهن جوان کي وٺي اچ، پوڙهي ۽ ٻار کي نہ وٺي اچ، مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ نيراني رت ڪيرائڻ وڌيڪ مناسب آهي. ان سان عقل وڌي ٿو. يادگيري وڌي ٿي ۽ (قرآن جي) حافظ جو حافظو وڌي ٿو. اللهَ جو نالو وٺي خميس جي ڏينهن رت ڪيرايو. جمعي، ڇنڇر، آچر جي ڏينهن رت ڪيرائڻ کان بچو. (پلي) سومر ۽ اڱاري جي ڏنهن بہ رت ڪيرايو. (خاص ڪري) اربع جي ڏينهن رت نہ ڪيرايو. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ڏينهن ايوب ﷺ کي بيماري لڳي هئي. جذام يا برص جي بيماري اربع جي ڏينهن يا اربع جي رات ئي لڳندي آهي. (ابن ماجه) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٤٤٧١) معقل بن يسار ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن سترهين تاريخ اڱاري جو ڏينهن هجي تہ رت ڪيرائڻ سڄي سال جي بيمارين لاءِ دوا آهي. (رزين) ان کي امام احمد جي هڪ ساٿي نالي حرب بن اسماعيل بيان ڪيو، جنهن جي سند ڪجھ وڌيڪ ويساھ جوڳي نہ آهي. (منتقي) ابو هريره ﷺ كان بہ ساڳيءَ طرح روايت آهي.

# فال ڪڍڻ شگون وٺڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٤٤٧٢) ابو هريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بد شگونيءَ جي ڪا حقيقت نہ آهي ۽ بهترين شيءِ چڱو فال وٺڻ آهي. اصحابن عرض ڪيو تہ فال ڇا آهي؟ فرمايائون تہ چڱي ڳالھ جيڪا توهان مان ڪو ٻڌي. (بخاري، مسلم)

(٤٤٧٣) ابوهريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نہ ڪا بيماري وچڙي ٿي ۽ نڪي "هامه" جي ڪا حقيقت آهي ۽ نہ وري "صفر" ڪا شيءِ آهي ۽ جذاميءَ کان ائين ڀڄ، جيئن شينهن کان ڀڄندو آهين. (بخاري)

(٤٤٧٤) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نہ ڪا بيماري وچڙي ٿي ۽ نڪي "هامه" جي ڪا حقيقت آهي ۽ نہ وري "صفر" ڪا شيءِ آهي. هڪ اعرابيءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! انن جي باري ۾ توهان جي ڪهڙي راءِ آهي. اٺ هرڻ وانگر ريگستان ۾ چرندا آهن، منجهن ڪو خارشي اٺ اچي ملندو آهي جنهن جي ڪري سڀني کي خارش ٿي پوندي آهي. رسول اللهﷺجن فرمايو تہ پهريئين اٺ کي خارش ڪٿا ٿي؟ (بخاري)

(٤٤٧٥) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نہ ڪا بيماري وچڙي ٿي ۽ نڪي "هامه" جي ڪا حقيقت آهي ۽ نہ ستارن جي تاثير جي نظريي جو ڪو اصل آهي، نہ صفر ڪا شيءِ آهي. (مسلم)

(٤٤٧٦) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ نہ ڪا بيماري وچڙي ٿي، نہ صفر جو وجود آهي. نہ غول آهن. (مسلم)

(٤٤٧٧) عمرو بن ثريد پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ ثقيف قبيلي جي وفد ۾ هڪ ڪوڙهي شخص بہ هو. رسول اللهﷺ جن ان ڏانهن نياپو موڪليو تہ بيشڪ اسان تنهنجي بيعت قبول ڪئي، تو واپس موٽي وڃ. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٤٧٨) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن چڱي فال وٺندا هئا ۽ بدشگوني نہ وٺندا هئا ۽ سٺن نالن کي پسند ڪندا هئا. (شرح السنة)

(٤٤٧٩) قطن بن قبيصه پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺجن فرمايو تہ پکين جي وسيلي نياڳ سياڳ وٺڻ، ليڪن ذريعي ڍارا ڪيڻ ۽ بدشگوني وٺڻ شيطاني عمل آهي. (ابوداؤد)

(٤٤٨٠) عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ٽي ڀيرا فرمايو تہ پکين جي وسيلي نياڳ سياڳ وٺڻ شرڪ آهي. ﷲ تعاليٰ اسان مان هر هڪ سان توڪل مطابق معاملو فرمائي ٿو. (ابوداؤد، ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ مون امام بخاري ﷬ کي چوندي ٻڌو تہ هن حديث ۾ منهنجي نزديڪ هي لفظ ابن مسعود ﷛ جا آهن: ﷲ تعاليٰ اسان مان هر هڪ سان توڪل مطابق معاملو فرمائي ٿو.

(٤٤٨١) جابرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ڪوڙهيءَ کي هٿ کان وٺي ڪيس پاڻ سان گڏ کاڌي تي ويهاريو ۽ فرمايائون تہ ﷲ تعاليٰ تي ڀروسو ڪري کاءُ. (ابن ماجه) ضعيف روايت آهي. (الباني)

(٤٤٨٢) سعد بن مالڪ ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نہ هامه ڪا شيءِ آهي، نہ بيماري وچڙي ٿي، نہ پکين وسيلي نياڳ سياڳ ٿئي ٿو. جيڪڏهن نحوست ڪنهن شيءِ ۾ هجي ها تہ گهر، گهوڙي ۽ عورت ۾ هجي ها. (ابوداؤد)

(٤٤٨٣) انس ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن گهر مان ڪنهن ضرورت لاءِنڪرندا هئا تہ هن ڳالهہ ڪي پسند ڪندا هئا تہ هي لفظ ٻڌن: اي راشد! ۽ اي نجيح! (ترمذي)

(٤٤٨٤) بريده ﷛ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ ڪنهن شيءِ مان نحوست نہ وٺجي ۽ جڏهن ڪنهن کي عملدار ڪري موڪليندا هئا تہ ان ڪان سندس نالو پڇندا هئا. جيڪڏهن سندس نالو سٺو هوندو هو تہ خوش ٿيندا هئا ۽ خوشي منهن مبارڪ ۾نظر ايندي هئي. جيڪڏهن سندس نالي کي ناپسند ڪندا هئا تہ اها ناراضگي سندن منهن مبارڪ ۾ نظر ايندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن وسنديءَ ۾ داخل ٿيندا هئا. تہ ان جو نالو پڇندا هئا. جيڪڏهن ان جو نالو پسند ايندو هو تہ خوش ٿيندا هئا ۽ سندس منهن مبارڪ ۾اها خوشي نظر ايندي هئي ۽ جيڪڏهن ان جي نالي کي ناپسند ڪندا هئا تہ اها ناراضگي سندن منهن مبارڪ ۾ نظر ايندي هئي. (ابوداؤد)

(٤٤٨٥) انس ﷛ ڪان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان هڪ گهر ۾ هئاسين. اسان جو تعداد وڏي ويو ۽ اسان جو مال بہ وڏي ويو. اتان اسان هڪ ٻئي گهر ۾ منتقل ٿياسين، اتي اسان جو تعداد گهٽ ٿي ويو ۽ اسان جو مال بہ گهٽجي ويو. فرمايائون تہ انهيءَ خراب گهر کي ڇڏي ڏيو. (ابوداؤد)

(٤٤٨٦) يحييٰ بن عبدالله بن بحير ڪان روايت آهي تہ مون کي انهيءَ شخص ٻڌايو جنهن فروه بن مسيڪ ﷛ ڪان روايت ٻڌي تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان جي ”ابين“ نالي زرعي زمين آهي، جنهن مان اسان کي اناج حاصل ٿيندو آهي، پر اتي سخت قسم جي وبا آهي. فرمايائون تہ ان کي ڇڏي ڏي ڇاڪاڻ تہ بيمار علائقي ۾ رهڻ هلاڪت جو سبب آهي. (ابوداؤد) سند ضعيف آهي. (الباني)

ٽيون فصل

(٤٤٨٧) عروه بن عامر ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ نياڳ سياڳ جو ذڪر ڪيو ويو، فرمايائون تہ پهترين شيءِ چڱو فال وٺڻ آهي. ۽ مسلمان کي ڪنهن قسم جو شگون (چڱي ڪم ڪرڻ ڪان) نہ روڪي. جڏهن اوهان مان ڪو شخص اڻ وڻندڙ شيءِ ڏسي تہ دعا ڪري تہ اي ﷲ پلائي فقط تون ئي آڻين ٿو ۽ برائي بہ فقط تون ئي ختم ڪرين ٿو. نيڪي ڪر ۽ برائي ڪان باز رهڻ جي سگهہ فقط تو وٽ آهي. (ابوداؤد)

## نجومين جو بيان

## پهريون فصل

(٤٤٨٨) معاويه بن حکم ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! جاهليت جي زماني ۾ اسان ڪي ڪم ڪندا هئاسون. (ڳجهہ جون ڳالهيون معلوم ڪرڻ لاءِ) پوپن وٽ ويندا هئاسون. فرمايائون تہ پوپن وٽ نہ ويندا ڪريو. چيائين تہ اسان سوڻ بہ وٺندا هئاسون. فرمايائون تہ اها هڪ اهڙي ڳالهہ آهي. جيڪا توهان جي نفس ۾ پيدا ٿيندا آهي، توهان کي (اهڙي ڪا ڳالهہ چڱي ڪم کان) نہ روڪي. مون چيو تہ ڪي ماڻهو ليڪا ڪيندا آهن؟ فرمايائون تہ هڪڙو نبي ليڪا ڪيندو هو، جنهن جو ليڪو ان جي موافق هجي تہ نيڪ آهي. (مسلم)

(٤٤٨٩) عائشه ﷣ کان روايت آهي تہ ڪن ماڻهن رسول اللهﷺ جن کان پوپن جي باري ۾ پڇيو رسول اللهﷺ جن انهن کي فرمايو تہ انهن جي ڪا حقيقت نہ آهي. عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ڪڏهن اهي سچي ڳالهہ بہ ڪندا آهن. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اها سچي ڳالهہ شيطان (آسمان تي وجي فرشتن کان) جهٽي پنهنجي ڪنهن ساٿي (پوپو) جي ڪم ۾ ڪڪڙ جي ٺونگن وانگر وجهندو آهي، جنهن ۾ اهو سؤ کان وڌيڪ ڪوڙ ملائيندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٤٩٠) عائشه﷣ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کان ٻڌو تہ فرشتا عنان يعني ڪڪر ۾ لهندا آهن. انهن ڪمن جو ذڪر ڪندا آهن جن جو فصلو ٿي چڪو هجي. شيطان چوريءَ اهي ڳالهيون ٻڌي پوپن وٽ پهچائيندا آهن. اهي پنهنجي طرفان ان ۾ سؤ ڪوڙ ملائيندا آهن. (بخاري)

(٤٤٩١) حفصہ﷣ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص نجوميءَ وٽ ويو ۽ ان کان ڪا ڳالهہ پڇيائين تہ سندس چاليهن راتين جي نماز قبول نہ ٿيندي آهي (مسلم)

(٤٤٩٢) زيد بن خالد جهني ﷛ کان روايت تہ حديبيہ ۾ رسول اللهﷺ جن اسان کي صبح جي نماز پڙهائي. رات جو مينهن وسيو هو. جڏهن نماز پڙهائي واندا ٿيا تہ ما ڻهن ڏانهن متوجہ ٿي فرمايائون تہ ڇا توهان ڄاڻو ٿا تہ توهان جو رب ڇا ٿو فرمائي؟ اصحابين عرض ڪيو تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺوڌيڪ ڄاڻن ٿا .فرمايائون تہ ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ منهنجن ٻانهن مان ڪن مون تي ايمان جي حالت ۾ ڪئي ۽ ڪن ڪفر جي حالت ۾ جنهن شخص چيو تہ ﷲ جي فضل ۽ سندس رحمت سان اسان تي مينهن وسيو آهي. ان مون تي ايمان آندو ۽ ستارن جو ڪفر ڪيائين ۽ جنهن شخض چيو تہ فلاڻي ستاري جي ڪري اسان تي مينهن وسيو آهي. انهيءَ مون سان ڪفر ڪيو ۽ ستارن تي ايمان آندو. (بخاري، مسلم)

(٤٤٩٣) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ جڏهن آسمان مان ڪا برڪت نازل ڪندو آهي تہ ماڻهن جي هڪ جماعت ڪفر ڪندي آهي. ﷲ تعاليٰ مينهن وسائيندو آهي ۽ ماڻهو چوندا آهن تہ فلاڻي فلاڻي ستاري جي ڪري مينهن وسيو آهي.(مسلم)

(٤٤٩٤) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جنهن علم نجوم جو هڪ شاخ حاصل ڪئي. جنهن وڌيڪ حاصل ڪيو. (احمد، ابودائود، ابن ماجه)

(٤٤٩٥) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص پوپي وٽ اچي ۽ جيڪي ڪجھ اهو چوي. ان جي تصديق ڪري يا حيض جي حالت ۾ پنهنجي زال سان صحبت ڪري يا عورت جي مقعد ۾ بدفعلي ڪري، اهو ان شي کان بيزار آهي، جيڪا مُحَمَّد ﷺ تي لاٿي وئي آهي. (احمد، ابوداؤد)

ٽيون فصل

(٤٤٩٦) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن الله تعاليٰ آسمان ۾ ڪو حڪم فرمائيندو آهي ته خوف وچان فرشتان پر هڻندا آهن. الله جو اهو حڪم پٿر جي مٿان زنجير جي آواز وانگر هوندو آهي. جڏهن سندن دلين مان خوف ختم ٿي ويندو آهي ته (هڪ ٻئي کان پڇندا آهن ته توهان جي رب ڇا فرمايو آهي؟ چوندا آهن ته حق ڳالھ ۽ اهو الله بلند ۽ وڏي شان وارو آهي. انهيءَ ڳالھ کي لڪي ڇپي ٻڌندڙ (شيطان) ٻڌندا آهن. جيڪي هڪ ٻئي جي مٿان آهي. اها تشريح راوي سفيان جي آهي. (شيطان) اها ڳالھ هينين کي، اهو وري هينين کي، تانجو جادوگر يا پوپن کي ٻڌائيندا آهن. بعض اوقات ڳالھ ٻڌڻ کان اڳ ئي ان (شيطان) کي ستارو اچي لڳندو آهي ۽ بعض اوقات ڳالھ جھٽڻ کان پوءِ ان کي لڳندو آهي. پوءِ ان ۾ سؤ ڪوڙ ملائيندا آهن. چيو ويندو آهي ته ڇا (اسان جي استاد) فلاڻي ۽ فلاڻي ڏينهن هيءَ ۽ هيءَ ڳالھ نه چئي هئي؟ جنهن جي ڪري آسمان تان ٻڌل ڳالھ جي تصديق ٿي ويندي آهي. (بخاري)

(٤٤٩٧) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن جي هڪڙي انصاري صحابيءَ مون کي ٻڌايو ته هڪ رات اهو نبي ﷺ جن وٽ ويٺو هو ته هڪ ستارو ٽٽو ۽ گھڻي روشني پکڙجي وئي. رسول الله ﷺ جن اصحابن کي فرمايو ته جاهليت جي زماني ۾ ستارو ٽٽندو هو ته توهان ڇا چوندا هئا؟ اصحابن عرض ڪيو ته الله ۽ ان جو رسول ﷺ چڱي طرح ڄاڻڻ ٿا. اسان چوندا هئاسون ته اڄ رات ڪو وڏو ماڻهو پيدا ٿيو يا مئو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪنهن جي موت يا پيدائش جي ڪري ستارا نٽا ٽٽن. پر جڏهن اسان جو رب تبارڪ و تعاليٰ ڪنهن ڪم جو فيصلو فرمائيندو آهي ته عرش کڻندڙ فرشتا سندس ساراهه بيان ڪندا آهن. پوءِ اهي فرشتا ساراهه بيان ڪندا آهن جيڪي انهن جي ويجهو هوندا آهن، تانجو اها تسبيح دنياوي آسمان وارن فرشتن تائين پهچندي آهي. پوءِ عرش کڻندڙ فرشتن کان اهي فرشتا پڇندا آهن. جيڪي سندس ويجها هوندا آهن ته توهان جي رب ڇا فرمايو آهي؟ هي کين الله جو فرمان ٻڌائيندا آهن. اهڙيءَ طرح مختلف آسمانن جا فرشتا هڪ ٻئي کان پڇندا آهن تانجو اها ڳالھ دنياوي آسان تي پهچي ويندي آهي. جنات به اها ڳالھ جهٽڙي پنهنجين ساٿين (جادوگرن يا پوپن) ڏانهن اڇلائيندا آهن. ۽ انهن ڏانهن ستارا به اڇلايا ويندا آهن. پوءِ جيڪا ڳالھ (فرشتن جي ڳالھ جي) موافق هوندي آهي. اها برحق هوندي آهي، پر اهي ان ۾ ڪوڙ جي ملاوٽ ڪندا ۽ وڌائي بيان ڪندا آهن. (مسلم)

(٤٤٩٨) قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ ستارا ٽن سببن جي ڪري پيدا ڪيا ويا آهن: ١_اهي آسمان لاءِ زينت آهن. ٢_شيطانن جي ڇنڊ لاءِ، ٣_ نشاني آهن. جن جي ذريعي رستو معلوم ٿيندو آهي. جنهن انهن ٽن ڳالهين کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ بيان ڪئي، انهيءَ غلطي ڪئي ۽ پنهنجو حصو ضايع ڪيو ۽ تڪلف کان ڪم ورتو جنهن کي اهو نٿو ڄاڻي. (بخاري) رزين جي هڪ روايت ۾ آهي تہ اهڙي شخص بي فائده شيءِ ۾ ان تڪلف کان ڪم ورتو ۽ اهڙي ڳالهہ ۾ تڪلف ڪيو، جنهن جو ڪيس ڪو فائدو نٿو هجي ۽ اهڙو علم سکڻ ۾ تڪلف ڪيائين جنهن کان نبي سڳورا ۽ فرشتا بہ عاجز آهن. ربيع کان بہ اهڙي روايت آهي ۽ اهو وڌي بيان ڪري ٿو تہ ﷲ جو قسم! ﷲ تعاليٰ ستارن ۾ نہ ڪنهن جي زندگي رکي آهي ۽ نہ ان جو رزق رکيو آهي ۽ نہ ڪنهن جو موت رکيو آهي سواءِ ان جي جو اهي )(علم نجوم وارا) ﷲ تي ڪوڙ مڙهين ٿا ۽ ستارن سان پنهنجي نفسن کي ورغلائين ٿا.

(٤٤٩٩) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص علم نجوم جو هڪ باب ﷲ جي ذڪر کان بغير سکي ٿو، اهو جادو جو هڪ حصو حاصل ڪري ٿو. نجومي، پوپو آهي، پوپو جادو گر آهي ۽ جادوگر ڪافر آهي. (رزين)

(٤٥٠٠) ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ﷲ تعالي پنجن سالن تائين پنهنجن ٻانهن تي مينهن کي روڪي ڇڏي، پوءِ وسائي تہ ماڻهن جي هڪ جماعت ان سان ڪفر ڪندي ۽ چوندي آهي تہ اسان تي فلاڻي ستاري جي ڪري مينهن وسيو آهي. (نسائي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# خوابن جو ڪتاب

## پهريون فصل

(٤٥٠١) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نبوت جي نشانين مان رڳو مبشرات باقي آهن. اصحابين عرض ڪيو تہ مبشرات ڇا آهي؟ فرمايائون تہ چڱا خواب. (بخاري) امام مالڪ عطاءُ بن يسار کان وڌيڪ روايت ڪري ٿو تہ اهڙا خواب مسلمان ڏسندو آهي يا ان لاءِ ڏنا ويندا آهن.

(٤٥٠٢) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چڱو خواب نبوت جو ڇائيتاليهون حصو آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٥٠٣) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص خواب ۾ مون کي ڏٺو، تحقيق انهيءَ مون کي ئي ڏٺو ڇاڪاڻ تہ شيطان منهنجي صورت اختيار نٿو ڪري سگهي. (بخاري، مسلم)

(٤٥٠٤) ابو قتاده ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن مون کي ڏٺو تہ بيشڪ انهيءَ سچ کي ڏٺو. (بخاري، مسلم)

(٤٥٠٥) ابو هريره ﷜ کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن مون کي خواب ۾ ڏٺو، پوءِ جلد ئي بيداري جي حالت ۾ بہ مون کي ڏسندو ۽ شيطان منهنجي صورت اختيار نٿو ڪري سگهي. (بخاري، مسلم)

(٤٥٠٦) ابو قتاده ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چڱو خواب ﷲ جي طرفان آهي ۽ ڪوڙو خواب شيطان جي طرفان آهي. جڏهن توهان مان ڪو اهڙو خواب ڏسي جنهن کي پسند ڪري ٿو تہ اهو بيان نہ ڪري پر اهڙي شخص سان جنهن کي دوست رکي ٿو ۽ جڏهن خراب خواب ڏسي تہ ان جي شر ۽ شيطان جي شر کان ﷲ جي پناهہ وٺي ۽ ٽي ڀيرا ٿُڪي ۽ ڪنهن سان بيان نہ ڪري تہ پوءِ اهو ڪيس ڪو نقصان نہ پهچائيندو. (بخاري، مسلم)

(٤٥٠٧) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ رسو الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪو خراب خواب ڏسي تہ ٽي ڀيرا پنهنجي کاٻي پاسي ٿُڪ اڇلائي ۽ ﷲ وٽ شيطان کان پناهہ گهري ۽ پاسو بدلائي، (مسلم)

(٤٥٠٨) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن (قيامت جو) زمانو ويجهو ايندو تہ گهٽو ڪري مؤمن جو خواب ڪوڙو نہ ٿيندو. مؤمن جو خواب نبوت جو ڇائيتاليهون حصو آهن ۽ جيڪا ڳالهہ نبوت مان هجي اها ڪوڙي نٿي ٿي سگهي. محمد بن سيرين چوي ٿو تہ خواب ٽن قسمن جو هوندو آهي: ١_ نفس جو خيال، ٢_ شيطان جو ڊيڄارڻ، ٣_ ﷲ جي طرفان بشارت، جڏهن ڪو اڻوڻندڙ خواب ڏسي تہ ڪنهن کي نہ ٻڌائي، اٿي ٻيهي نماز پڙهي. ابن سيرين خواب ۾ ٻير جو وڻ ڏسڻ پسند هوندو هو. چيو وڃي ٿو تہ خواب ۾ ٻير جو وڻ ڏسڻ معني دين ۾ ثابت قدم رهڻ آهي. (بخاري، مسلم) امام بخاري چوي ٿو تہ اها حديث قتاده، يونس، هشيم ۽ ابو هلال ابن سيرين کان، اهو ابو هريره ﷜ کان بيان ڪري ٿو. يونس چوي ٿو تہ منهنجي خيال ۾ ٻير جي وڻ جي باري ۾ بيان نبيﷺ جن جي حديث جو حصو آهي. امام مسلم چوي ٿو تہ مون کي معلوم نہ آهي تہ اهو حديث جو حصو آهي.يا ابن سيرين جو قول آهي. هڪڙي روايت ۾ ساڳيءَ طرح آهي، ان ۾ اها وضاحت بہ آهي تہ ”آئون خواب ۾ ڳٽ ڏسڻ کي پسند نٿو ڪريان.“ کان آخر تائين راويءَ جو ڪلام آهي.

(٤٥١٠)انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ جيئن ننڊ ۾ ماڻهو خواب ڏسندو آهي، هڪ رات مون ڏٺو تہ ڄڻ اسان عقبه بن رافع جي گهر ۾ آهيون. اسان وٽ ابن طاب جون

تازيون پڪل ڪارڪون آنديون ويون. مون ان جي تاويل اها ڪئي ته اسان لاءِ دنيا ۾ بزرگي، آخرت ۾ سهڻي پڇاڙي آهي ۽ هي ته اسان جو دين چڱو آهي. (مسلم)

(٤٥١١) ابو موسيٰ ﷺ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته مون خواب ڏٺو ته مڪي کان اهڙي علائقي ڏانهن هجرت ڪري رهيو آهيان، جتي کجين جا باغ آهن. منهنجي خيال ۾ اها ڳالهه آئي ته اهو يمامه يا هجر جو علائقو آهي. پر پوءِ (ثابت ٿيو ته) اهو مدينو منوره آهي (جنهن جو پراڻو نالو) يثرب آهي ۽ مون خواب ڏٺو ته تلوار چوريان ٿو ته اها مٿان پڄي پئي، جنهن جو نتيجو احد جي ڏينهن اهل ايمان جي شهادت جي صورت ۾ نڪتو، وري مون ان کي چوريو ته اها اڳي کان وڌيڪ چڱي ٿي وئي. ان مان مراد (مڪي جي) فتح ۽ ايمان وارن جو استقامت آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٥١٢) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته آئون ستو پيو هيس ته مون وٽ زمين جا خزانا آندا ويا. پوءِ پنهنجن هٿن ۾ ٻه سونا ڪڙا ڏٺا. جيڪي مون تي ڏکيا گذريا. مون ڏانهن وحي ڪئي وئي ته انهن کي ڦوڪ ڏيان. مون انهن کي ڦوڪ ڏني ته اهي اڏري ويا. ان جي تاويل مون اها ڪئي ته اهي نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪندڙ ٻه ڄڻا صنعاءَ جو اسود عنسي ۽ يمامه جو مسيلمه آهن جن جي درميان ۾ آئون آهيان. هڪ روايت ۾ آهي، چيو وجي ٿو ته انهن مان هڪ مسيلمه يمامه وارو ۽ عنسي صنعاءَ وارو آهي. مون کي بخاري مسلم ۾ اها روايت نظر نٿي اچي. جامع الاصول جي مصنف اها حديث ترمذيءَ جي حوالي سان آندي آهي.

(٤٥١٣) ام العلاءِ انصاريه ﷺ کان روايت آهي ته مون عثمان بن مظعون ﷺ لاءِ خواب ۾ هڪ وهندڙ چشمو ڏٺو. مون پنهنجو خواب رسول اللهﷺ جن کي ٻڌايو. فرمايائون ته اهو سندس عمل آهي. جنهنجو ان کي بدلو ڏنو وجي ٿو. (بخاري)

(٤٥١٤) سمره بن جندب ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن جڏهن (فرض) نماز پڙهي وٺندا هئا ته اسان ڏانهن منهن مبارڪ ڪري اڪثر پنهنجن اصحابن کان پڇندا هئا ته توهان مان ڪنهن خواب ڏٺو هجي ته بيان ڪري. پوءِ جنهن جي باري ۾ ﷲ گهرندو هو، اهو (خواب) بيان ڪندو هو. هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ اسان کان پڇيو ته توهان مان ڪنهن خواب ڏٺو آهي؟ اسان چيو ته نه فرمايائون ته اڄ رات ٻه ڄڻا مون وٽ آيا مون کي پاڪ سرزمين (بيت المقدس) وٺي ويا. اسان هڪ شخص وٽ پهتاسون، جيڪو ويٺل هو ۽ ٻيو شخص ان وٽ لوهو ونگوڙو ڪڻي بيٺو هو ۽ ڪياڙيءَ تائين ان جي واڇ، انجي نڪ ۽ ان جي اک کي چيري رهيو هو. پوءِ ٻئي پاسي کان وٺي ان کي ٻه ساڳيءَ طرح چيري رهيو هو. هڪ پاسي کان واندو ٿيو ته ايتري ۾ ٻيو پاسو صحيح سالم ٿي ويو. برابر ساڳيو عمل دهرائيندو رهيو. فرمايائون ته مون پڇيو ته سبحان ﷲ! هي ٻئي ڪير آهن؟ چيائون ته اڳتي هلو، اڳتي هلو. تانجو هڪ اهڙي شخص وٽ پهتاسون، جيڪو ڪياڙيءَ پر ليٽيل هو، ٻيو شخص ان جي مٿان پٿر ڪڻي بيٺو هو ۽ ان جو مٿو پٿر سان چچري

رهيوهو، پٿر لڙهڪي پري پيو ته (عذاب ڏيندڙ شخص) پٿر کڻڻ لاءِ ان جي پويان ويو. اجا واپس مَسَ موٽيو ته سندس مٿو اڳي وانگرصحيح سالم ٿي ويو. پوءِبرابر ائين ئي ڪندو رهيو جيئن پهريائين ڪيو هئائين. فرمايائون ته مون انهن کان پڇيو ته هي ڇا آهي؟ مون کي چيائون ته اڳتي هلو، اڳتي هلو، اسان هڪ سوراخ وٽ پهتاسون جيڪو تنور وانگر هو، جنهن جو مٿيون پاسو سوڙهو ۽ هيٺيون ڪشادو هو. ان ۾ هيٺان باهه پڙڪي رهي هئي، باهه مٿي جرڪڻ لڳي ته ماڻهو به مٿي ٿي باهر نڪرڻ جي ويجهو پهتا. باهه جهڪي ٿيڻ لڳي ته اهي به هيٺ هليا ويا. منجهس اگهاڙا مرد ۽ عورتون هئا. مون انهن کان پڇيو ته هي ڇا آهي؟ مون کي چيائون ته اڳتي هلو، اڳتي هلو، پوءِ اسان رت جي هڪ نهر وٽ پهتاسون. هڪ شخص وچ واهه ۾ بيو ڪناري تي بيٺو هو. جنهن وٽ پٿرن (جو ڍڳ) هو. جيئن ئي اندرئين شخص واهه مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪناري تي بيٺل شخص سندس ٻوٿ ۾ پٿر هڻي کيس واپس موٽڻ تي مجبور ڪيو. اهڙي طرح جڏهن به انهيءَ باهر نڪرڻ چاهيو، ٻوٿ جا پٿر کائي ساڳيءَ جاءِ تي واپس ورڻ لڳو. مون انهن کان پڇيو تههي ڇا آهي؟ مونکي چيائون ته اڳتي هلو اڳتي هلو. پوءِ اسان هڪ خوبصورت سائي باغ وٽ پهتاسون. جنهن ۾ هڪ وڏو وڻ هو. جنهن وٽ هڪ بزرگ شخص ۽ ننڍا ٻارڙا هئا. وڻ جي ويجهو هڪ شخص هو جنهن جي آڏو باهه هئي جنهن کي هو ٻاري رهيو هو. پوءِ مون کي وڻ تي چاڙهي هڪ گهر ۾ وٺي ويا. اهڙو خوبصورت گهر مون ڪڏهن نه ڏٺو هو. اتي وڏي عمر جا، جوان مرد، عورتون ۽ ٻار هئا. پوءِ مون کي وڻ تي چاڙهي هڪ ٻئي وڌيڪ خوبصورت ۽ سهڻي گهر وٺي ويا. جتي وڏي عمر جا ۽ جوان ماڻهو هئا. مون انهن جي ٻنهي ڄڻن کي چيو ته توهان مون کي سڄي رات گهمايو آهي، هاڻي جيڪي ڪجهه مون ڏٺو آهي، ان جي باري ۾ مون کي معلومات ڏيو. چيائون ته هائو! جنهن کي توهان ڏٺو ته ان جون واڇون چيرجي رهيون آهن، اهو ڪوڙو شخص آهي، جنهن جو ڪوڙ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليو هو. قيامت جي ڏينهن تائين ان سان اهو سلوڪ ٿيندو رهندو، جيڪي توهان ڏٺو ته ان جو مٿو چيڀجي رهيو آهي، اهو هو آهي جنهن کي الله تعاليٰ قرآن جو علم عطا فرمايو، پوءِ به رات جو ان کي پڙهڻ جي بجاءِ غفلت جي ننڊ سمهندو هو ۽ ڏينهن ۾ ان تي عمل نه ڪندو هو، قيامت جي ڏينهن تائين ان سان اهو سلوڪ ٿيندو رهندو. تنور جهڙي سوراخ ۾ جيڪي ماڻهو توهان ڏٺا، اهي زناڪار آهن. توهان رت جي واهه ۾ ترندڙ جيڪو شخص ڏٺو، اهو وياج خور آهي. وڻ جي پاڙن وٽ ويٺل جيڪو شخص توهان ڏٺو، اهو ابراهيم عليه السلام آهي ۽ سندس چوڌاري ٻارڙا، انهن جي اولاد آهي (جيڪي ننڍي هوندي مرن ٿا) جيڪو شخص باهه ٻاري رهيو هو، سو دوزخ جو داروغو آهي. پهريون گهر جنهن ۾ توهان داخل ٿيا اهو عام مؤمنن جو آهي. باقي رهيو هي گهر ته اهو شهيدن جو آهي ۽ آئون جبريل ۽ هي ميڪائيل آهي. پنهنجو مٿو مٿي کڻو. مون پنهنجو مٿو کڻي نهاريو ته مٿا ڪڪر جهڙي ڪا شيءِ نظر آئي. چيائون ته اها توهان جي منزل آهي. مون چيو ته پوءِ مون کي ان ۾ داخل ٿيڻ ڏيو. چيائون ته اجا توهان جي زندگي باقي آهي جيڪا توهان پوري نه ڪئي آهي، جڏهن توهان اها پوري ڪندا ته ان ۾ داخل ٿيندا. (بخاري)

### ٻيو فصل

(٤٥١٥) ابو رزين عقيلي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مؤمن جو خواب نبوت جو ڇائيتاليهون حصو آهي ۽ خواب پکي جي پر تي آهي، جيستائين ان کي بيان نہ ڪجي. جڏهن اهو بيان ڪيو وڃي تہ اهو واقع ٿي ويندو آهي. منهنجي خيال ۾ آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ خواب صرف پنهنجي هوشيار دوست کي ٻڌائيندو ڪر. (ترمذي) ابوداؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ خواب پکيءَ جي پر تي آهي، جيستائين ان جي تعبير نہ ڪجي. جڏهن تون ان جي تعبير بيان ڪندين تہ اهو واقع ٿي ويندو آئون پايان ٿو تہ فرمايائون تہ خواب صرف پنهنجي ساٿي يا هوشيار شخص جي سامهون بيان ڪرڻ گهرجي.

(٤٥١٦) عائشهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن کان ورقه جي باري ۾ پڇيو ويو. خديجهﷺ چيو تہ انهيءَ توهان جي تصديق ڪئي، پر توهان جي نبوت جي دعويٰ کان اڳي گذاري ويو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ مون ان کي خواب ۾ اڇن ڪپڙن ۾ ڏٺو. جيڪڏهن دوزخي هجي ها تہ ان کي ٻيا ڪپڙا پاتل هجي ها. (احمد، ترمذي)

(٤٥١٧) ابن خزيمه ﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ خواب ڏٺو تہ نبيﷺ جن جي پيشانيءَ تي سجدو ڪري رهيو آهي. انهيءَ خواب پاڻ سڳورنﷺ کي ٻڌايو پاڻ ليٽي پيا ۽ فرمايائون تہ پنهنجو خواب پورو ڪر، انهيءَ پاڻ ڪريمن ﷺ جي پيشانيءَ تي سجدو ڪيو. (شرح السنة) ۽ سگهوئي ابوبڪر صديقﷺ جي حديث کان ميزانا نزل من السماءِ مناقب ابي بکر و عمر ﷺ ۾ بيان ڪنداسون. (انشاءَاللہ)

ٽيون فصل

(٤٥١٨) سمره بن جندب ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اڪثر پنهنجن اصحابن کان پڇندا هئا تہ ڇا توهان مان ڪنهن خواب ڏٺو آهي؟ پوءِ جنهن جي باري ۾ اللہ گهرندو هو، اهو (خواب) بيان ڪندو هو. هڪ ڏينهن اسان کي ٻڌايائون تہ اڄ رات مون وٽ ٻہ ڄڻا آيا. انهن مون چيو تہ اٿي هلو، آئون انهن سان گڏ هليس. پوءِ اها ڊگهي حديث بيان ڪيائين جيڪا پهرين فصل ۾ گذري چڪي ۽ هن حديث ۾ ڪجهہ وڌيڪ بيان آهي جيڪي پهرئين حديث ۾ نہ آهي. فرمايائون تہ پوءِ اسان خوبصورت باغ وٽ پهتاسون، جنهن ۾ موسم بهار جا هر قسم جا گل ڦل هئا. وچ باغ ۾ ڊگهي قد جو هڪ شخص هو، جنهن جي ڊيگهہ جي ڪري آئون ان جو مٿو ڏسي نہ سگهيس. ان جي چوڌاري ايترا گهڻا ٻارڙا هئا، جو اڳ ۾ مون ڪڏهن ايترا ٻار نہ ڏٺا هئا. مون پڇيو تہ هيءُ شخص ڪير آهي ۽ اهي ٻارڙا ڪير آهن؟ چيائون تہ اڳتي هلو. پوءِ هڪ وڏي باغ وٽ پهتاسون، اهڙو وڏو ۽ سهڻو باغ مون ڪڏهن نہ ڏٺو هو. مون کي چيائون تہ هن تي چڙهو. ان تي مٿي چڙهياسون، ڏٺو سون تہ اتي هڪ عظيم شهر آباد آهي، جنهنجي هڪ سِرَ سوني ۽ هڪ سِرَ چانديءَ جي آهي. شهر جي دروازي وٽ پهتاسون. اسان دروازو کولڻ لاءِ چيو ۽ اسان جي لاءِ دروازو کوليو ويو، جنهن ۾ داخل ٿياسون. اسان جي ملاقات اهڙن ماڻهن سان ٿي جن جو اڌ جسم ڏاڍو خوبصورت هو، اهڙا (سهڻا) ماڻهو مون ڪڏهن نہ ڏٺا ۽ انهن جو اڌ جسم ڏاڍو بدصورت هو،

اهڙا (خراب) ماڻهو به مون ڪڏهن نه ڏٺا هئا. منهنجي ساٿين انهن کي چيو ته وڃي نهر ۾ گهڙو. اتي پاڻي جي ڪشادي نهر وهي رهي هئي، جنهن جو پاڻي ڏاڍو اڇو خالص کير وانگر هو. اهي ان ۾ گهڙيا ۽ پوءِ اسان وٽ آيا ته سندن بدصورتي ختم ٿي چڪي هئي ۽ بي انتها خوبصورت ٿي ويا. ڊگهي قد جو صاحب جيڪو باغ ۾ هو، ان جي باري ۾ ٻڌايائين ته اهو ابراهيمعليه السلام آهي ۽ سندس چوڌاري ٻارڙا اهي آهن جيڪي ننڍپڻ ۾ فوت ٿي فوت ٿيندا آهن. راوي چوي ٿو ته ڪن مسلمانن عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! مشرڪن جي اولاد جي باري ۾ڪهڙو حڪم آهي؟ رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو ته مشرڪن جا ٻار به (جنتي آهن) ۽ جن ماڻهن جو اڌ جسم ڏاڍو خوبصورت ۽ اڌ جسم ڏاڍو بدصورت هو، اها آهن جن نيڪين سان گڏوگڏ گناهه به ڪمايا، الله تعاليٰ انهن کي معاف ڪري ڇڏيو. (بخاري)

(٤٥١٩) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته سڀ کان وڏو ڪوڙ هي آهي ته ماڻهو پنهنجين اکين کي اها شيءِ ڏيکاري جيڪا ان نه ڏٺي آهي، يعني ڪوڙو خواب بيان ڪري. (بخاري)

(٤٥٢٠) ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته وڌيڪ سچو خواب اهو هوندو آهي جيڪو اسر جي وقت ڏسجي (ترمذي، دارمي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

## ڪتاب الآداب

### سلام جو بيان

### پهريون فصل

(4521) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو ۽ سندس قد سٺ هٿ هو. الله تعاليٰ آدم عليه السلام کي پيدا ڪري فرمايو ته: هنن ويٺل ملائڪن وٽ وڃ ۽ کين سلام ڪر. پوءِ ٻڌ ته اهي توکي ڪهڙو جواب ڏين ٿا؟ اهو ئي تنهنجو ۽ تنهنجي اولاد جو سلام آهي. آدم عليہ السلام ملائڪن کي السلام عليڪم چيو. انهن جواب ڏنو ته السلام عليڪ ورحمة الله يعني "رحمة الله" جا الفاظ وڌايائون. هر شخص جيڪو جنت ۾ ويندو، آدم عليه السلام جي صورت تي هوندو، ۽ سندس قد سٺ هٿ ڊگهو هوندو. ان کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين ماڻهن جا قدڪاٺ لڳاتار گهٽجندا رهن ٿا. (بخاري، مسلم)

(4522) عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي ته هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ته ڪهڙو اسلام سڀ کان ڀلارو آهي؟ فرمايائون ته: کاڌو کاراءِ ۽ سڃاڻين يا نه سڃاڻين سڀ کي سلام ڪر. (بخاري، مسلم)

(4523) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: مؤمن تي مؤمن جا ڇهه حق آهن: 1- بيمار ٿئي ته سندس بيمار پرسي ڪري 2- مري وڃي ته سندس جنازي ۾ شريڪ ٿئي 3- ڪيس دعوت ڏئي ته قبول

ڪري 4- جڏهن ان سان ملي تہ ڪيس سلام ڪري 5- جڏهن ڪيس ڇڪ اچي تہ ان کي يرحمک الله چوي 6- غائب هجي يا موجود (هرصورت ۾) سندس خيرخواهي ڪري. بخاري مسلم ۽ حميديءَ جي ڪتاب ۾ مون کي اها حديث نظر نہ اچي. البتہ جامع الاصول ۾ بحوالہ نسائي جي اها حديث موجود آهي.

(4524) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان جنت ۾ داخل ٿي نٿا سگهو تانجو ايمان آڻيو ۽ مؤمن نٿا ٿي سگهو جيستائين پاڻ ۾ محبت نہ ڪريو. ڇا توهان کي اها ڳالهہ نہ ٻڌايان جنهن تي عمل ڪريو تہ توهان جي پاڻ ۾ محبت وڌي؟ پاڻ ۾ سلام عام ڪريو. (مسلم)

(4525) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سوار پيادي کي ۽ پيادو ويٺل کي ۽ ٿورا گهڻن کي سلام ڪن. (بخاري، مسلم)

(4526) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ننڍو وڏي کي سلام ڪري سوار پيادي کي ۽ ٿورا گهڻن کي سلام ڪن. (بخاري)

(4527) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جو گذر ڪجهہ ڇوڪرن وٽان ٿيو پاڻ کين سلام ڪيائون. (بخاري، مسلم)

(4528) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: يهودين ۽ عيسائين کي سلام جي شروعات نہ ڪريو ۽ جڏهن توهان کي انهن مان ڪو رستي ۾ ملي تہ کين تنگ رستي تي هلڻ لاءِ مجبور ڪريو. (مسلم)

(4529) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن يهودي توهان کي سلام ڪن ٿا تہ اهي توهان کي "السام عليک" يعني "توهان لاءِ موت هجي چون ٿا" تہ انهن کي جواب ۾ فقط "وعليک" يعني "اوهان تي" چوندا ڪريو. (بخاري، مسلم)

(4530) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اهل ڪتاب توهان کي سلام ڪن تہ انهن کي فقط "وعليکم" چوندا ڪريو. (بخاري، مسلم)

(4531) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ يهودين جي هڪڙ ي جماعت نبي ﷺ جن کان اچڻ جي اجازت گهري تہ (السلام عليکم جي بجاءِ) "السام عليکم" چيائون. يعني توهان تي موت هجي. مون چيو تہ بلڪ توهان تي موت ۽ الله جي لعنت هجي. پاڻ فرمايائون تہ: اي عائشہ! الله تعاليٰ ٻاجهارو آهي ۽ هر معاملي ۾ نرميءَ کي پسند فرمائي ٿو. مون عرض ڪيو تہ ڇا توهان نہ ٻڌو تہ انهن ڇا چيو؟ فرمايائون تہ: مون بہ کين جواب ڏنو تہ "توهان تي موت (هجي)" هڪ روايت ۾ "و" کان بغير "عليکم" آهي. بخاري جي روايت آهي تہ عائشہ رضي الله عنها

فرمايو تہ: يهودي نبي ﷺ جن وٽ آيا ۽ "السام عليڪم" چيائون. پاڻ سڳورن جواب ڏنو تہ "وعليڪم" عائشہ ﵂ کين جواب ڏنو تہ موت توهان تي هجي ۽ الله جي لعنت ۽ سندس ڏمر بہ توهان تي هجي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عائشہ! بس ڪر. عائشہ! نرمي کان ڪم وٺ سخت ۽ بري ڳالهہ زبان مان نہ ڪڍ! انهيءَ عرض ڪيو تہ توهان نہ ٻڌو تہ انهن ڇا چيو؟ فرمايائون تہ: تو نہ ٻڌو تہ مون کين ڇا چيو؟ انهن کي ساڳيو جواب ڏنم.انهن جي باري ۾ منهنجي دعا قبول ٿيندي پر منهنجي باري ۾ سندن دعا قبول نہ پوندي. مسلم جي روايت ۾ آهي تہ ارشاد فرمايائون تہ: بري ڳالهہ چوندڙ نہ ٿيءُ! بيشڪ الله تعاليٰ بري ۽ بڇڙي ڳالهہ کي پسند نٿو فرمائي.

(4532) اسامہ بن زيد ﵄ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جو هڪ مجلس وٽان گذر ٿيو جنهن ۾ مسلمان بت پرست مشرڪ ۽ يهودي (سڀ) موجود هئا. نبي ﷺ جن انهن کي سلام ڪيو. (بخاري، مسلم)

(4533) ابوسعيد خدري ﵁ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: رستن تي ويهڻ کان پاسو ڪريو. ماڻهن چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اتي ويهڻ کان سواءِ اسان لاءِ ڪو چارو نہ آهي ۽ اسان رستن تي ڪچهريون ڪندا آهيون. فرمايائون تہ: جيڪڏهن توهان لاءِ رستن تي ويهڻ ضروري ئي آهي تہ پوءِ ان جا حق ادا ڪريو. پڇيائون تہ رستي جا حق ڪهڙا آهن؟ فرمايائون تہ: نظر جهڪائڻ تڪليف ڏيندڙ شيءِ هٽائڻ سلام جو جواب ڏيڻ نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ ۽ برائيءَ کان روڪڻ (بخاري، مسلم)

(4534) ابوهريره ﵁ کان هن مسئلي بابت روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: رستو ٻڌائڻ بہ (رستي جي حقن مان آهي). ابودائود اها حديث ابوسعيد خدريءَ ﵁ جي حديث کان پوءِ آندي آهي.

(4535) عمر ﵁ هن سلسلي ۾ نبي ﷺ جن کان بيان ڪري ٿو تہ (رستي جي حقن مان) مظلوم جي مدد ڪرڻ ۽ ڀليل ڀٽڪيل کي رستو ڏيکارڻ بہ آهي. ابودائود اها حديث ابوهريره ﵁ جي حديث کان پوءِ آندي آهي. (ٻئي حديثون مون کي بخاري مسلم ۾ نٿيون ملن)

### ٻيو فصل

(4536) علي ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مسلمان جا مسلمان تي ڇهہ حق آهن: 1- جڏهن ان سان ملي تہ کيس سلام ڪري 2- جڏهن کيس دعوت ڏي تہ قبول ڪري 3- کيس ڇڪ اچي تہ يرحمڪ الله چوي 4- بيمار ٿئي تہ ان جي تيمارداري ڪري 5- مري وڃي تہ سندس جنازي ۾ حاضر ٿئي 6- ۽ جيڪي ڪجهہ پنهنجي لاءِ پسند ڪري ان لاءِ بہ اهوئي پسند ڪري. (ترمذي، دارمي)

(4537) عمران بن حصين ﵄ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ السلام عليڪم ڪيائين. پاڻ کيس جواب ڏنائون. پوءِ اهو ويهي رهيو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: "(توکي) ڏهہ نيڪيون ملنديون." پوءِ ٻيو شخص آيو، جنهن چيو تہ: السلام عليڪم ورحمةالله. پاڻ ان کي بہ جواب ڏنائون ۽ اهو ويهي رهيو. فرمايائون تہ:

(توکي) ويھہ نيڪيون ملنديون." پوءِ ٽيون شخص آيو، جنھن چيو تہ السلام عليڪمورحمة الله وبرڪاتہ. پاڻ ان کي بہ جواب ڏنائون ۽ اھو ويھي رھيو. فرمايائون تہ: (تو کي) ٽيھہ نيڪيون ملنديون. (ترمذي، ابوداٸود)

(4538) انھيءَ معنيٰ ۾ معاذ بن انس رضي الله عنه کان بہ نبي ﷺ جن جي حديث مروي آھي، جنھن ۾ وڌيڪ آھي تہ پوءِ ٻيو شخص آيو، انھيءَ چيو تہ السلام عليڪم ورحمةا الله و برڪاتہ و مغفرتہ. پاڻ فرمايائون تہ: (توکي) چاليھہ نيڪيون ملنديون. ائين نيڪيون وڌنديون رھنديون آھن. (ابوداٸود)

(4539) ابوامامہ رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻھن ۾ الله تعاليٰ کي وڌيڪ ويجھو شخص اھو آھي جيڪو سلام ۾ اڳرائي ڪري. (احمد، ترمذي، ابوداٸود)

(4540) جرير رضي الله عنه کان روايت آھي تہ نبي ﷺ جن جو گذر عورتن وٽان ٿيو تہ کين سلام ڪيائون. (احمد)

(4541) علي بن ابي طالب رضي الله عنه جي روايت آھي تہ ڪٿان جماعت جو گذر ٿئي تہ انھن لاءِ اھا ڳالھہ ڪافي آھي تہ انھن مان ڪو ھڪ ڄڻو سلام ڪري ۽ (گھڻا ڄڻا) ويٺا ھجن تہ انھن مان ڪو ھڪ ڄڻو سلام جو جواب ڏي. (اھا روايت بيھقي شعب الايمان ۾ مرفوع آھي. ساڳيءَ طرح ابوداٸود ۾ بہ آھي جيڪو چوي ٿو تہ ان کي سندس شيخ حسن بن علي مرفوع بيان ڪري ٿو)

(4542) عمرو بن شعيب پنھنجي پيءُ کان، اھو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اھو شخص اسان مان نہ آھي جيڪو ڌارين (ڪافرن) سان مشابھت اختيار ڪري. يھودين ۽ عيسائين سان مشابھت اختيار نہ ڪريو. يھودين جو سلام آڱرين سان ۽ عيسائين جو سلام ھٿ سان اشارو ڪرڻ آھي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ ان جي سند ضعيف آھي)

(4543) ابوھريرہ رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏھن توھان مان ڪو پنھنجي ڀاءُ سان ملي تہ کيس سلام ڪري. جيڪڏھن ٻنھي جي وچ ۾ وڻ، ڀت يا پٿر روڪ ٿئي، پوءِ وري ھڪ ٻئي جي سامھون اچن تہ ان کي سلام ڪري. (ابوداٸود)

(4544) قتادہ رضي الله عنه کان روايت آھي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏھن ڪنھن گھر ۾ داخل ٿيو تہ گھر وارن تي سلام ڪريو ۽ جڏھن ڪنھن گھر مان ٻاھر نڪرو تہ گھر وارن کي الوداعي سلام ڪريو. (بيھقي، شعب الايمان حديث مرسل آھي)

(4545) انس رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي پٽڙا! جڏھن پنھنجي گھر وارن وٽ داخل ٿئين تہ انھن کي سلام ڪندو ڪر. اھو تو لاءِ ۽ تنھنجي گھر وارن لاءِ برڪت جو سبب ٿيندو. (ترمذي)

(4546) جابر رضي الله عنه کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪلام کان اڳ سلام ڪرڻ گھرجي. (ان کي ترمذيءَ بيان ڪيو ۽ چوي ٿو تہ حديث منڪر آھي)

(4547) عمران بن حصين ﷺ کان روايت آهي تہ اسان جاهليت ۾ چوندا هئاسون تہ "تنهنجي ڪري اللهَ اکيون ٿڌيون رکي." ۽ "صبح جي وقت تون نعمتن سان مالامال هجين." جڏهن اسلام آيو تہ اسان کي ان (جاهليت جي سلام) کان منع ڪئي وئي. (ابودائود)

(4548) غالب کان روايت آهي تہ اسان حسن بصريءَ ﷺ جي دروازي تي ويٺا هئاسون. اوچتو هڪ شخص آيو جنهن چيو تہ مون کي منهنجي پيءُ منهنجي ڏاڏي جي حوالي سان حديث ٻڌائي تہ مون کي منهنجي پيءُ رسول الله ﷺ جن ڏانهن موڪليو ۽ چيائين تہ وڃي کين سلام ڪر. مون عرض ڪيو تہ منهنجو پيءُ توهان کي سلام چوي ٿو. پاڻﷺ فرمايائون تہ: توتي ۽ تنهنجي پيءُ تي بہ سلام هجي. (ابوداٸود)

(4549) ابوالعلاءِ حضرمي کان روايت آهي تہ علاءُ حضرمي ﷺ رسول اللهﷺ جن جو عملدار هو. جڏهن پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن خط لکندو هو تہ شروعات پنهنجي نالي سان ڪندو هو. (ابوداٸود)
(4550) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو خط لکي تہ خط ۾ تواضع وارا لفظ استعمال ڪري. اها ڳالهہ سندس حاجت کي وڌيڪ پوري ڪندڙ آهي. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث منڪر آهي)

(4551) زيد بن ثابتﷺ کان روايت آهي تہ مان نبيﷺ جن وٽ آيس، سندن سامهون ڪاتب ويٺو هو. کيس فرمايائون تہ: پنهنجو قلم ڪن تي رکندو ڪر، اها ڳالهہ لکندڙ کي ياد ڏياريندڙ آهي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث غريب آهي ۽ ان جي سند ضعيف آهي)

(4552) زيد بن ثابتﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي حڪم فرمايو تہ: سرياني ٻولي سکان. ٻي روايت ۾ آهي تہ مون کي حڪم ڪيائون تہ يهودين جا خط پڙهڻ سک ۽ فرمايائون تہ: مون کي يهودين جي لکت تي ويساهہ نہ آهي. پوءِ اڌ مهينو مس گذريو تہ مون سندن (ٻولي) سکي ورتي. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ يهودين ڏانهن خط موڪلڻ گهرندا هئا تہ مان لکندو هيس ۽ جڏهن سندن خط ايندو هو تہ بہ مان پڙ هندو هيس. (ترمذي)

(4553) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو مجلس ۾ اچي تہ سلام ڪري پوءِ جيڪڏهن ويهڻ چاهي تہ ويهي ۽ جڏهن مجلس مان اٿي وڃي تڏهن بہ سلام ڪري ڇاڪاڻ تہ پهريون سلام آخري سلام کان وڌيڪ فضيلت وارو نہ آهي. (ترمذي، ابوداٸود)
.
(4554) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: رستن ۾ ويهڻ ۾ ڪا ڀلائي نہ آهي، سواءِ انهن ماڻهن جي، جيڪي واٽ ڏسين ۽ سلام جو جواب ڏين ۽ نظر جهڪي رکن ۽ بار کڻائڻ ۾ مدد ڪن (شرح السنہ) "باب الصدقہ" ۾ ابوجري ﷺ جي حديث ذڪر ٿي چڪي.

## ٽيون فصل

(4555) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ﷲ تعاليٰ آدم کي خلقيو ۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيائين تہ کيس ڇڪ آئي. انهيءَ چيو تہ الحمد لله! يعني ﷲ جي حڪم سان الحمد چيائين. کيس سندس رب چيو تہ "توتي تنهنجو رب رحم ڪري." اي آدم! ملائڪن جي وينل هن ٽولي وٽ وڃ ۽ انهن کي سلام ڪر. انهن کي اچي چيائين تہ "السلام عليڪم" انهن جواب ڏنو تہ "عليڪ السلام ورحمہ الله" پوءِ پنهنجي رب ڏانهن موٽي آيو. (رب پاڪ) فرمايو تہ: اهو ئي تنهنجو ۽ تنهنجي اولاد جو پاڻ ۾ سلام آهي. ﷲ تعاليٰ پنهنجيون ٻئي مٺيون بند ڪري آدم کي فرمايو تہ: هنن ٻنهي مان جنهن کي گهرين پسند ڪر. عرض ڪيائين تہ مون پنهنجي رب جي هڪ ساڄي هٿ ۾ جيڪي ڪجھ آهي ان کي پسند ڪيو ۽ منهنجي رب جا ٻئي هٿ ساڄا ۽ برڪت ڀريا آهن. ﷲ تعاليٰ انهيءَ هٿ کي کوليو تہ ان ۾ آدم ۽ سندس اولاد هئي. عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! هي ڇا آهي؟ فرمايائين تہ هي تنهنجي اولاد آهي. هر انسان جي عمر سندس پيشانيءَ جي وچ ۾ لکيل هئي. انهن ۾ هڪڙو شخص سڀ کان وڌيڪ سهڻو هو. عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! هيءُ شخص ڪير آهي؟ فرمايائين تہ هيءُ تنهنجو پٽ دائود﷤ آهي. مون ان جي عمر چاليھ سال لکي آهي. عرض ڪيائين تہ سندس عمر وڌاءِ! فرمايائين تہ سندس عمر اهائي آهي جيڪا مان لکي چڪو آهيان. عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! مون پنهنجي عمر جا سٺ سال ان کي ڏنا. فرمايائين تہ تون ڄاڻ ۽ اهو ڄاڻي. پوءِ جيترو عرصو ﷲ گهريو، آدم جنت ۾ رهيو، پوءِ ان کي جنت مان زمين تي هيٺ لاٿائين. آدم پنهنجي عمر ڳڻيندو رهيو. جڏهن وٽس ملڪ الموت آيو تہ آدم کيس چيو تہ توهان تہ جلدي آيا آهيو! منهنجي عمر هڪ هزار سال لکيل آهي. انهيءَ فرمايو تہ: برابر پر توهان سٺ سال پنهنجي پٽ دائود﷤ کي ڏنا هئا. پوءِ آدم انڪار ڪيو، تنهن ڪري ان جي اولاد بہ (حق ڳالھ کان) انڪار ڪندي رهي ٿي. آدم کان وسر ٿي تنهن ڪري سندس اولاد کان بہ وسر ٿئي ٿي. (رسول الله ﷺ جن) فرمايو تہ: انهيءَ ڏينهن کان لکڻ ۽ گواھ مقرر ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. (ترمذي)

(4556) سماءَ بنت يزيد﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جو گذر اسان عورتن جي جماعت وٽان ٿيو تہ اسان کي سلام ڪيائون. (ابودائود، ابن ماجہ، دارمي)

(4557) طفيل بن ابي بن ڪعب کان روايت آهي تہ اهو عبدالله بن عمر﷞ وٽ ايندو ويندو هو، جيڪو ان کي بازار وٺي ويندو هو. جڏهن اسان صبح جو بازار ويندا هئاسون تہ عبد الله﷛ جنهن بہ ڪباڙي يا ڪاروباري يا مسڪين ماڻهوءَ وٽان لنگهندو هو يا ڪنهن بہ ماڻهوءَ وٽان لنگهندو هو تہ کين سلام ڪندو هو. طفيل چوي ٿو تہ آئون هڪ ڏينهن عبدالله بن عمر﷞ وٽ آيس. مون کي بازار هلڻ لاءِ چيائين. مون کين چيو تہ توهان بازار وڃي ڇا ڪندا؟ نہ توهان سودو سلف وٺڻ لاءِ بازار ۾ بيهو ٿا، نہ ان جو اگھ پڇو ٿا ۽ نہ بازار ۾ ڪنهن هنڌ ويهو ٿا. عرض آهي تہ هتي اسان سان ويهو تہ ڪجھ ڳالهيون ڪريون. فرمايائين تہ اسان صرف سلام لاءِ (بازار) ويندا آهيون. جيڪو اسان کي ملندو آهي، اسين ان کي سلام ڪندا آهيون. (مالڪ، بيهقي شعب الايمان)

(4558) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ دانهن ڪٽي آيو تہ فلاڻي شخص جو ڪجيءَ جو وڻ منهنجي باغ ۾ آهي.(پردي نہ ڪرڻ سبب) مون کي ان سان تڪليف ٿئي ٿي. نبيﷺ جن ان ڏانهن پيغام موڪليو تہ پنهنجو ڪجيءَ جو وڻ مون کي وڪرو ڪري ڏي. انهيءَ چيو تہ نہ! فرمايائون تہ: چڱو! مون کي هبو ڪري ڏي. انهيءَ چيو تہ نہ! فرمايائون تہ: ڀلا جنت جي وڻ جي بدلي ۾ ان جو سودو ڪر. انهيءَ چيو تہ نہ! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون توکان وڌيڪ ڪو بخيل شخص نہ ڏٺو سواءِ ان جي جيڪو سلام ۾ بخيلي ڪري ٿو. (احمد، بيهقي شعب الايمان)

(4559) عبد الله بن عمر﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سلام جي شروعات ڪندڙ شخص تڪبر کان آجو آهي.(بيهقي، شعب الايمان)

# اجازت وٺڻ جو بيان

## پهريون فصل

(4560) ابوسعيد خدري ﷜ کان روايت آهي تہ ابوموسي﷠ اسان وٽ آيو. چيائين تہ مون کي عمر﷜ طلب ڪيو تہ ان سان ملان. مون سندس دروازي تي وڃي ٽي ڀيرا سلام ڪيو. انهيءَ ڪو جواب نہ ڏنو. جنهن جي ڪري موٽي ويس. مون کي چيائين تہ مون وٽ ڇو نہ آئين؟ مون چيو تہ توهان جي دروازي تي آيو هيس، ٽي ڀيرا سلام بہ ڪيم، پر توهان ڪو جواب ئي نہ ڏنو، جنهن جي ڪري موٽي ويس ۽ رسول اللهﷺ جن فرمايو هو تہ جڏهن توهان مان ڪو ٽي ڀيرا اجازت گهري ۽ کيس اجازت نہ ملي تہ موٽي وڃي. عمر ﷜ چيو تہ انهيءَ حديث جو ڪو شاهد پيش ڪر. ابوسعيد ﷜ چوي ٿو تہ پوءِ مون وڃي عمر ﷜ وٽ ان حديث جي شاهدي ڏني. (بخاري، مسلم)

(4561) ابن مسعود ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مون کي فرمايو تہ: تنهنجي لاءِ منهنجي پاران اجازت هي آهي تہ تون پردو پرين ڪرين ۽ منهنجيون ڳجهيون ڳالهيون ٻڌين، تانجو توکي منع ڪريان. (مسلم)

(4562) جابر﷜ کان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن وٽ پنهنجي پيءُ جي قرض جي ادائگيءَ جي درخواست سان آيس. مون دروازو وڄايو تہ فرمايائون تہ: ڪير آهي؟ جواب ڏنم تہ (سائين!) آئون آهيان. فرمايائون تہ: " آئون آهيان، آئون آهيان." ڄڻ تہ انهيءَ جواب ڏيڻ کي پسند نہ ڪيائون.(بخاري، مسلم)

(4563) ابوهريره﷜ کان روايت آهي تہ آئون رسول اللهﷺ جن سان گهر ۾ داخل ٿيس. پاڻ کير جو پيالو لڌائون. فرمايائون تہ: اي ابوهريره! وڃي اصحاب صفہ کي مون وٽ وٺي اچ، مون وڃي کين سڏ ڪيو. اهي آيا . نبيﷺ جن کان اجازت ورتائون. پاڻﷺ کين اجازت ڏنائون تہ پوءِ گهر ۾ داخل ٿيا. (بخاري)

## ٻيو فصل

(4564) ڪلده بن حنبل کان روايت آهي تہ صفوان بن اميہ رسول الله ﷺ جن ڏانهن کير، هرڻ جو ڦر ۽ ڪڪڙي (تحفي ۾) موڪلي. ان وقت پاڻ ﷺ مڪي جي مٿانهين پاسي ۾ هئا. آئون وٽن آيس پر نہ سلام ڪيم ۽ نہ ئي اجازت ورتم. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: موٽي وڃ ۽ چئُ تہ السلام عليڪم! ڇا مان داخل ٿيان؟ (ترمذي، ابوداٸود)

(4565) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪنهن کي دعوت ڏجي ۽ اهو سڏيندڙ سان گڏ اچي تہ اهائي (مالڪ جي) اجازت آهي. (ابوداٸود) هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪنهن ڏانهن سڏيندڙ کي موڪلڻ سندس اجازت آهي.

(4566) عبد الله بن بسر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن ڪنهن شخص جي گهر تي ايندا هئا تہ بلڪل ان جي سامهون نہ بيهندا هئا، پر ساڄي يا کاٻي پاسي بيهي چوندا هئا: السلام عليڪم، السلام عليڪم! ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ گهرن تي (عام طرح) پردا نہ هوندا هئا. (ابوداٸود) باب الضيافة ۾ انس رضي الله عنه جي حديث بيان ٿي چڪي تہ نبي ﷺ جن (دروازي تي بيهي) فرمايو: السلام عليڪم ورحمة الله!

## ٽيون فصل

(4567) عطاءُ بن يسار کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ ڇا آئون پنهنجي ماءُ کان بہ اجازت وٺي پوءِ گهر وڃان؟ فرمايائون تہ: هائو! انهيءَ چيو تہ مان ان سان گهر ۾ گڏ رهندو آهيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان کان بہ اجازت وٺي پوءِ گهر ۾ داخل ٿيندو ڪر. چيائين تہ مان تہ سندس خادم آهيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان کان بہ اجازت وٺي پوءِ گهر ۾ داخل ٿيندو ڪر، ڇا گهرين ٿو تہ ڪيس اگهاڙي حالت ۾ ڏسين؟ چيائين تہ نہ! فرمايائون تہ: پوءِ اجازت وٺي پوءِ ان وٽ ويندو ڪر. (مالڪ روايت مرسل آهي)

(4568) علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون رات جو هڪ پيرو ۽ ڏينهن جو هڪ پيرو رسول الله ﷺ جن وٽ (ضرور) داخل ٿيندو هيس. جڏهن رات جو وٽن ويندو هيس تہ پاڻ ﷺ منهنجي (اجازت) لاءِ کنگهاريندا هئا. (نسائي)

(4569) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص سلام سان شروعات نہ ڪري ان کي اندر داخل ٿيڻ جي اجازت نہ ڏيو. (بيهقي، شعب الايمان)

# هٿ ملائڻ ۽ ڀاڪر پائڻ جو بيان

## پھريون فصل

(4570) قتاده کان روايت آهي تہ مون انسؓ کان پڇيو تہ ڇا رسول اللهﷺ جن جي اصحابن ۾ مصافحو هوندو هو؟ چيائين تہ هائو! (بخاري)

(4571) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن حسن بن عليؓ کي چمي ڏني. وٽن اقرع بن حابس وينو هو. انهيءَ چيو تہ منهنجا ڏهہ پٽ آهن، مون تہ ڪنهن کي بہ چمي نہ ڏني آهي. رسول اللهﷺ جن ان ڏانهن نهاري فرمايو تہ: جيڪو رحم نٿو ڪري، ان تي بہ رحم نٿو ڪيو وڃي. (بخاري مسلم) باب مناقب اهل بيت النبيﷺ ۾ ابوهريرهؓ جي حديث "اثم لڪع" انشاءَ الله سگھوئي بيان ڪنداسون. باب الامان ۾ ام هانيؓ جي حديث ذڪر ڪئي وئي.

## ٻيو فصل

(4572) براءُ بن عازب ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن بہ مسلمان پاڻ ۾ ملندا ۽ مصافحو ڪندا آهن تہ هڪ ٻئي کان جدا ٿيڻ کان اڳي ئي سندن بخشش ٿي ويندي آهي. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ) ابوداؤد جي روايت ۾ آهي تہ جڏهن بہ مسلمان پاڻ ۾ ملن هڪ ٻئي سان مصافحو ڪن الله جي ساراهہ ڪن ۽ ان کان بخشش گھرن تہ سندن مغفرت ڪئي ويندي آهي.

(4573) انسؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ يا رسول اللهﷺ! اسان مان ڪو شخص پنهنجي ڀاءُ يا دوست سان ملي تہ ڇا ان لاءِ جهڪي؟ فرمايائون تہ: نہ! عرض ڪيائين تہ ڇا ان کي ڀاڪر پائي ۽ چمي وٺي؟ فرمايائون تہ: نہ! عرض ڪيائين تہ ڇا هٿ کي وٺي ان سان مصافحو ڪري؟ فرمايائون تہ: هائو!

(4574) ابو امامہؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيمار جي پوري تيمارداري هيءَ آهي تہ توهان مان ڪو پنهنجو هٿ سندس پيشانيءَ تي رکي يا ان سان هٿ ملائي پوءِ ان کان پڇي تہ ڪيئن آهي ۽ پورو سلام هڪ ٻئي سان هٿ ملائڻ آهي. (احمد، ترمذي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي)

(4575) عائشہ ؓ کان روايت آهي تہ زيد بن حارثہ (مسافريءَ تان) مديني آيو ۽ رسول اللهﷺ جن منهنجي گھر ۾ هئا. انهيءَ اچي دروازو کڙڪايو. رسول اللهﷺ جن انهيءَ ڏانهن اگھاڙي پنيءَ سان ڪپڙو گھليندي نڪتا. الله جو قسم! مون ان کان اڳ ۽ ان کان پوءِ ڪڏهن بہ کين اگھاڙو نہ ڏٺو. پوءِ پاڻﷺ انهيءَ سان ڀاڪر پائي مليا ۽ چمي ڏنائون (ترمذي)

(4576) ايوب بن بشيرعنزه قبيلي جي هڪ شخص کان روايت ڪري ٿو تہ مون ابوذر ؓ کان پڇيو تہ جڏهن توهان رسول اللهﷺ جن سان ملندا هئا تہ ڇا پاڻ سڳوراﷺ توهان سان مصافحو ڪندا هئا؟ چيائين تہ جڏهن بہ منهنجي ساڻن ملاقات ٿي آهي، مون سان مصافحو فرمايو اٿن. هڪڙي ڏينهن مون کي سڏرايائون پر آئون گھر نہ

هيس. جڏهن گهر آيس تہ مون کي خبر ڏني وئي، پوءِ وٽن آيس جڏهن تہ پاڻﷺ کٽ تي هئا. پاڻﷺ مون کي ڀاڪر پاتائون ۽ اهو سڀ کان وڌيڪ (محبت ڀريو ڀاڪر) هو. (ابوداﺋود)

(4577) عڪرمہ بن ابوجهلؓ کان روايت آهي تہ جنهن ڏينهن آئون رسول اللهﷺ جن وٽ آيس، مون کي فرمايائون تہ: هجرت ڪري ايندڙ سوار ڀلي ڪري آيو. (ترمذي)

(4578) انصاري شخص اسيد بن حضير ؓ کان روايت آهي تہ انهيءَ دوران جو هو ماڻهن کي ڪلاڻي رهيو هو چاڪاڻ تہ سندس طبيعت ۾ مزاح جي حس هئي تہ نبيﷺ جن سندس پاسي ۾ ڪاٺيءَ سان رغو هنيو. انهيءَ چيو تہ مون کي بدلو ڏيو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: چڱو! بدلو وٺ. انهيءَ چيو تہ توهان کي قميص پاتل آهي، جڏهن تہ مون کي قميص پاتل نہ هئي. نبيﷺ جن پنهنجي قميص پري ڪئي، انهيءَ پاڻ سڳورنﷺ کي ڀاڪر پاتو ۽ سندن پٺيءَ کي چمي ڏني ۽ چيائين تہ اي اللهﷻ جا رسول ﷺ! منهنجو مقصد اهو هو. (ابوداﺋود)
(4579) شعبي کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جي (هجرت حبش کان واپسيءَ وقت) جعفر بن ابي طالبؓ سان ملاقات ٿي تہ کيس ڀاڪر پاتائون ۽ پيشانيءَ تي چمي ڏنائون. (ابوداﺋود، بيهقي، شعب الايمان ۾ اها روايت مرسل آهي ۽ مصابيح جي ڪن نسخن ۽ شرح السنہ ۾ اها روايت "بياضي" کان متصل بيان ڪيل آهي)

(4580) جعفر بن ابو طالب ؓ حبشہ جي هجرت کان واپسيءَ جو قصو بيان ڪري ٿو تہ اسان (اتان) نڪري مديني پهتاسون تہ رسول اللهﷺ جن مون سان مليا ۽ مون کي ڀاڪر پاتائون. پوءِ فرمايائون تہ: مون کي خبر نہ آهي تہ مون کي خيبر جي فتح جي ڪري وڌيڪ خوشي ٿي رهي آهي يا جعفر ؓ جي اچڻ جي ڪري. اهو واقعو فتح خيبر سان گڏ ٿيو. (شرح السنہ)

(4581) وفد عبد القيس ۾ شامل هڪ شخص زراع ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن اسان مديني پهتاسون تہ سوارين تان جلدي جلدي لٿاسون. اسان رسول اللهﷺ جن جي هٿن ۽ پيرن کي چميو. (ابوداﺋود)

(4582) عائشہ ؓ کان روايت آهي تہ مون فاطمہ ؓ کان وڌيڪ رسول اللهﷺ جن سان شڪل صورت، چال چلت ۽ نيڪ خصلتيءَ ۾ وڌيڪ مشابہ ڪنهن کي نہ ڏٺو. هڪ روايت ۾ آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي مشابہ ڳالهائڻ ۾ فاطمہؓ کان وڌيڪ ڪنهن کي نہ ڏٺو. جڏهن نبيﷺ جن وٽ ايندي هئي تہ پاڻﷺ ان لاءِ اٿي بيهندا هئا، سندس هٿ کي وٺي چمندا هئا، پنهنجي ويهڻ جي جاءِ تي کيس ويهاريندا هئا ۽ جڏهن پاڻ سڳوراﷺ وٽس ويندا هئا تہ اها سندن لاءِ اٿي بيهندي هئي. سندن هٿ کي وٺي چمندي هئي ۽ کين پنهنجي ويهڻ جي جاءِ تي ويهاريندي هئي. (ابوداﺋود)

(4583) براءُ بن عازب ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن ابوبڪر ؓ پهريون ڀيرو مديني ۾ آيو تہ مان سندس گهر آيس. سندس ڌيءُ عائشہؓ ليٽيل هئي کيس بخار هو. ابوبڪر ؓ ان وٽ آيو ۽ چيائين تہ ڌيئڙي! ڪيئن آهين ۽ ان کي ڳل تي چمي ڏنائين. (ابوداﺋود)

(4584) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ هڪ ٻار آندو ويو ان کي چمي ڏنائون ۽ فرمايائون تہ: اهي ٻار بخيلي ۽ بزدليءَ جو سبب آهن ۽ بيشڪ اهي ﷲ جي نعمت آهن. (شرح السنہ)

## ٽيون فصل

(4585) يعليٰ ﷛ کان روايت آهي تہ حسن ۽ حسين ﷟ ڊڪندا ڊڪندا رسول الله ﷺ جن وٽ آيا. پاڻﷺ کين پاڪر ۾ ورتائون ۽ فرمايائون تہ: بيشڪ اولاد بخيلي ۽ بزدليءَ جو سبب آهي. (احمد)

(4586) عطاءُ خرا ساني کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: هڪ ٻئي سان مصافحو ڪريو ان سان ڪينو ختم ٿئي ٿو ۽ هڪ ٻئي کي هديو ڏيو، ان سان محبت وڌي ٿي ۽ دشمني ختم ٿئي ٿي. (مالڪ روايت مرسل آهي)

(4587) براءُ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ٽاڪ منجهند کان اڳ چار رڪعتون پڙهندو چڻ تہ انهيءَ شب قدر ۾ چار رڪعتون پڙهيون ۽ جڏهن بہ مسلمان پاڻ ۾ ملي مصافحو ڪندا آهن تہ سندن سڀ گناهہ بخشيا ويندا آهن. (بيهقي، شعب الايمان)

## قيام جو بيان

## پهريون فصل

(4588) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن بنو قريظ (جي يهودين) سعد بن معاذ ﷛ جي فيصلي تي هٿيار رکيا تہ رسول اللهﷺ جن ان کي طلب فرمايو ۽ اهو هو بہ سندن ويجهو. (زخمي هئڻ سبب) گڏهہ تي چڙهي آيو. جڏهن مسجد نبويءَ جي ويجهو پهتو تہ رسول اللهﷺ جن انصار﷛ کي فرمايو تہ: پنهنجي سردار جو اٿي ڀيهي استقبال ڪريو. (بخاري مسلم پوري روايت باب حڪم الاسراءَ ۾ گذري چڪي)

(4589) ابن عمر﷟ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ڪو شخص ٻئي کي سندس ويهڻ جي جاءِ تان نہ اٿاري تہ جيئن پاڻ اتي ويهي پر سري پري ويهو ۽ ايندڙ کي جاءِ ڏيندا ڪريو.(بخاري مسلم)

(4590) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پنهنجي ويهڻ جي جاءِ تان اٿي وڃي پوءِ واپس اچي تہ اهو پنهنجي جاءِ تي ويهڻ جو وڌيڪ حقدار آهي. (مسلم)

## ٻيو فصل

(4591) انس ﷛ کان روايت آهي تہ اصحابن سڳورن وٽ رسول اللهﷺ جن کان وڌيڪ ڪير بہ محبوب نہ هوندو هو. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ ايندا هئا تہ اهي اٿي نہ بيهندا هئا، ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳوراﷺ ان ڳالهہ کي پسند نہ ڪندا هئا. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ حديث حسن صحيح آهي)

(4592) معاويہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص کي اها خوشي ٿئي ٿي تہ ماڻهو ان لاءِ اٿي بيهن ان کي پنهنجو ٺڪاڻو دوزخ ۾ ناهڻ گهرجي. (ترمذي، ابودائود)

(4593) ابوامامہ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ڏنڊي تي ٽيڪ ڏيندي نڪتا تہ اسان سندن استقبال لاءِ اٿي بيٺاسون. فرمايائون تہ: جيئن عجمي ماڻهو اٿي بيهي هڪ ٻئي جي تعظيم ڪندا آهن توهان ائين اٿي نہ بيهندا ڪريو. (ابودائود)

(4594) سعد بن ابوالحسن کان روايت آهي تہ ابوبڪرة اسان وٽ هڪ شاهديءَ جي سلسلي ۾ آيو. هڪ شخص ان لاءِ پنهنجي ويهڻ جي جاءِ تان اٿي بيٺو، پر پاڻ اتي ويهڻ کان انڪار ڪيائين ۽ چيائين تہ نبيﷺ جن ان کان منع فرمائي آهي ۽ نبيﷺ جن هن ڳالهہ کان بہ منع فرمائي آهي تہ ڪنهن جي اهڙي ڪپڙي سان پنهنجا هٿ اگهجن، جنهن کي اجا انهيءَ پاتو نہ آهي. (ابودائود)

(4595) ابودرداءَ ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن ويهندا هئا تہ اسان بہ سندن چوڌاري ويهندا هئاسون. پوءِ اٿي ويندا هئا ۽ واپس اچڻ جو ارادو ڪندا هئا تہ پنهنجي جتي يا وٽن جيڪي (ڪپڙ و وغيره) هوندو هو، رکي ويندا هئا. جنهن سان سندن ساٿين کي معلوم ٿيندو هو، تنهن ڪري اهي ويهي رهندا هئا. (ابودائود)

(4596) عبد الله بن عمرو﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪنهن شخص لاءِ حلال نہ آهي تہ ٻن ڄڻن جي وچ ۾ سندن اجازت کان سواءِ (اچي ويهي ۽ منجهن) جدائي وجهي.(ترمذي ابودائود)

(4597) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ٻن ڄڻن جي وچ ۾ سندن اجازت کان سواءِ نہ ويهہ. (ابودائود)

## ٽيون فصل

(4598) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان سان مسجدہ ويهي ڳالهہ ٻولهہ ڪندا هئا، جڏهن اٿي بيهندا هئا تہ اسان بہ ساڻن اٿي بيهندا هئاسون، تانجو ڏسندا هئاسون تہ پنهنجي ڪنهن گهر ۾ داخل ٿيا آهن.

(4599) واثلہ بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول اللهﷺ جن وٽ داخل ٿيو. پاڻ مسجد ۾ ويٺا هئا. رسول اللهﷺ جن ان لاءِ سرڪي ويٺا. انهيءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! جڳہ ڪافي ڪشادي آهي (تڪليف نہ فرمايو!) نبيﷺ جن فرمايو تہ: مسلمان جو حق آهي تہ جڏهن پنهنجي ڀاءُ کي ايندو ڏسي تہ سندس لاءِ سرڪي ويهي. (انهي ٻنهي حديثن کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيو)

# ويهڻ سمهڻ ۽ گهمڻ جو بيان

## پهريون فصل

(4600) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ مون ڏٺو تہ رسول اللهﷺ جن کي ڪعبي جي اڳڻ ۾ هٿن جي سهاري ويٺا هئا. (بخاري)

(4601) عباد بن تميم پنهنجي چاچي کان روايت ڪري ٿو تہ مون رسول اللهﷺ جن کي مسجد (نبويءَ) ۾ هڪ پير ٻي پير تي چاڙ هي پٺن پر ليٽيل ڏٺو. (بخاري، مسلم)

(4602) جابر ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هن ڳالهہ کان منع فرمائي آهي تہ ماڻهو هڪ ڄنگهہ ٻي ڄنگهہ تي چاڙ هي پٺن پر ليٽي. (مسلم)

(4603) جابرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هن ڳالهہ کان منع فرمائي تہ توهان مان ڪو پٺن پر ليٽي هڪ ڄنگهہ ٻي ڄنگهہ تي چاڙ هي. (مسلم)

(4604) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ شخص ٻہ پٽاپٽي چادرون پائي آڪڙجي هلي رهيو هو سندس نفس منجهس وڏائيءَ جو جذبو پيدا ڪيو. پوءِ ڪيس زمين ۾ ڳهايو ويو ۽ اهو قيامت جي ڏينهن تائين انهيءَ ۾ غرق ٿيندو رهندو. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(4605) جابر بن سمره ؓ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي ويهاڻي تي ٽيڪ ڏئي کابي پاسي ويٺل ڏٺو. (ترمذي)

(4606) ابوسعيد خدري ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن مسجد ۾ ويهندا هئا تہ ٻنهي هٿن جي سهاري ويهندا هئا. (رزين)

(4607) قيلہ ڌيءُ مخرمہ ؓ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺ جن کي مسجد ۾ چنڙ ن ۽ هٿن جي سهاري ويٺي ڏٺو. جڏهن منهنجي نظر رسول الله ﷺ جن تي عاجزي واري حالت ۾ پئي تہ سندن هيبت جي ڪري مون کي ڏڪڻي وٺي وئي. (ابوداؤد)

(4608) جابر بن سمره ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن فجر جي نماز پڙهي فارغ ٿيندا هئا تہ چڱيءَ طرح سج روشن ٿيڻ تائين چئني پاسن تي ويهندا هئا. (ابوداؤد)

(4609) ابوقتادهﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن سفر جي دوران رات جي پهرئين حصي ۾ جڏهن سمهڻ چاهيندا هئا تہ ساڄي پاسي ليٽندا هئا ۽ جڏهن صبح کان اڳيرو سمهڻ چاهيندا هئا تہ پنهنجي ٻانهن اڀي ڪري مٿو مبارڪ هٿ تي رکي ليٽندا هئا. (شرح السنہ)

(4610) ام سلمہ ﷺ جي ڪنهن اولاد کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جو بستر انهيءَ (ڳاڻ هي)ڪپڙي وانگر هو، جيڪو سندن قبر مبارڪ ۾ رکيو ويو هو ۽ سمهڻ وقت سندن مٿو مبارڪ مسجد ڏانهن هوندو هو. (ابوداٸود)

(4611) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ شخص کي ڏٺو تہ پيٽ ڀر (اونڌو) سمهي پيو آهي. فرمايائون تہ: اهڙ ي طرح ليٽڻ الله کي پسند نہ آهي. (ترمذي)

(4612) يعيش بن طخفہ بن قيس غفاري پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو، جيڪو اصحاب صفہ مان هو تہ هڪ ڏينهن مان پيٽ جي سور سبب اونڌو سمهي پيو هيس. اوچتو هڪ شخص پنهنجي پير سان مون کي چرڪو ڏنو ۽ چيائين تہ اهڙ يءَ طرح سمهڻ کان الله تعاليٰ نفرت ڪري ٿو. مون نهاريو تہ رسول اللهﷺ جن هئا. (ابوداٸود، ابن ماجہ)

(4613) علي بن شيبان ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص اهڙي گهر جي ڇت تي سمهي ، جنهن تي پردي ۽ هڪ روايت مطابق روڪ لاءِ پٿر رکيل نہ هجن، آئون ان جي ذميواريءَ کان آجو آهيان. (ابوداٸود خطابيءَ جي معالم السنن ۾ جيڪا روايت آهي ان ۾ لفظ "حجي" آهي)

(4614) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اهڙي ڇت تي سمهڻ کان منع فرمائي، جنهن تي روڪ (پردي) نہ هجي. (ترمذي)

(4615) حذيفہ ﷺ کان روايت آهي تہ اهو شخص محمد ﷺ جن جي زباني لعنتي آهي جيڪو ٽولي جي وچ ۾ ويهي. (ترمذي، ابوداٸود)

(4616) ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بهترين مجلسون اهي آهن، جن ۾ ڪشادگي هجي. (ابوداٸود)

(4617) جابر بن سمره ﷺ کان روايت آهي تہ (هڪ ڀيري) رسول اللهﷺ جن آيا، جڏهن تہ سندن ساٿي ويٺا هئا. فرمايائون تہ: توهان (هـِتي هـُتي) جدا جدا ڇو ويٺا آهيو. (ابوداٸود)

(4618) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو شخص ڇانوَ ۾ هجي ۽ اتان ڇانوَ هٽي وڃي ۽ سندس جسم جو ڪجهہ حصو اس ۾ ۽ ڪجهہ ڇانوَ ۾ هجي، اهو اتان اٿي وڃي. (ابوداٶد) شرح السنہ ۾ سندس ئي روايت ۾ آهي تہ جڏهن توهان مان ڪو ڇانوَ ۾ (ستل) هجي ۽ اها هٽي وڃي تہ کيس اٿي وڃڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اهڙي مجلس شيطاني مجلس هوندي آهي. ان کي معمر موقوف بيان ڪري ٿو.

(4619) ابواسيد انصاري﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو، جڏهن تہ پاڻ سڳوراﷺ مسجد کان ٻاهر نڪري رهيا هئا ۽ رستي ۾ مرد ۽ عورتون هڪ ٻئي سان رلي ملي ويا هئا. پاڻﷺ عورتن کي فرمايائون تہ: توهان پوئتي هٽي هلو. توهان کي وچ رستي ۾ هلڻ نہ گهرجي. رستي جي هڪ طرف هلنديون ڪريو. پوءِ عورتون پٽن سان ائين ملي هلڻ لڳيون، جو سندن ڪپڙا پٽ ۾ ڦاسي رهيا هئا. (ابوداٶد، بيهقي، شعب الايمان)

(4620) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مرد کي ٻن عورتن جي وچ ۾ هلڻ کان منع فرمائي آهي. (ابوداٶد)

(4621) جابر بن سمره ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن اسان نبيﷺ جن وٽ ايندا هئاسون تہ جتي بہ جڳهہ ملندي هئي ويهي رهندا هئاسون. (ابوداٶد)

### ٽيون فصل

(4622) عمرو بن شريد ﷛ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مان کابو هٿ پنيءَ جي پويان ڪري ان جي تريءَ تي ٽيڪ لڳائي ويٺو هيس تہ رسول اللهﷺ جن جو مون وٽان گذر ٿيو. فرمايائون تہ: ڇا تون انهن ماڻهن وانگر ويهين ٿو جن تي غضب ڪيو ويو آهي؟ (ابوداٶد)

(4623) ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ مان پيٽ ڀر (اونڌو) ليٽيل هيس تہ نبيﷺ جن مون وٽان لنگهيا. مون کي پير سان ٺوڪر هڻي فرمايائون تہ: اي جندب! اهڙي طرح دوزخي ليٽندا آهن. (ابن ماجہ)

# ڇڪ اچڻ ۽ اوٻاسي ڏيڻ جو بيان

### پهريون فصل

(4624) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ ڇڪ ڏيڻ کي پسند ڪري ٿو ۽ اوٻاسي ڏيڻ کي پسند نٿو ڪري. جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڇڪ اچي ﷲ جي ساراهہ بيان ڪري تہ هر انهيءَ مسلمان تي حق آهي جيڪو انهيءَ جي الحمد لله ٻڌي ٿو تہ اهو جواب ۾ يرحمڪ الله چوي. جيڪو مسلمان (سندس الحمد لله) ٻڌي، ان کي جواب ڏي تہ ﷲ توتي رحم ڪري. رهي اوٻاسي تہ اها شيطان جي طرفان آهي. جڏهن

توهان مان ڪنهن کي اوٻاسي اچي ته جيتري قدر ٿي سگهي، ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري، ڇاڪاڻ ته جڏهن توهان مان ڪو اوٻاسي ڏيندو آهي ته شيطان کلندو آهي. (بخاري) ۽ مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي جڏهن توهان مان ڪو (اوٻاسي ڏيڻ وقت) هاءِ ها! چوندو آهي شيطان ان تي کلندو آهي.

(4625) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڇڪ اچي، کيس الحمدلله چوڻ گهرجي ۽ سندس ڀاءُ يا سندس ساٿي يرحمک الله چوي. جڏهن اهو يرحمک الله چوي ته (ڇڪ ڏيندڙ) چوي ته ﷲ توکي هدايت عطا ڪري ۽ تنهنجا حالات درست ڪري. (بخاري)

(4626) انس﷛ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن وٽ ٻن ڄڻن کي ڇڪ آئي. پاڻ هڪ شخص کي ڇڪ جو جواب ڏنائون ۽ ٻئي کي نه ڏنائون. انهيءَ شخص چيو ته اي ﷲ جا رسولﷺ! هن کي توهان جواب ڏنو ۽ مون کي جواب نه ڏنو؟ فرمايائون ته: انهيءَ ﷲ جي ساراهه بيان ڪئي، تو ﷲ جي ساراهه بيان نه ڪئي. (بخاري، مسلم)

(4627) ابوموسيٰ ﷛ کان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڇڪ اچي، پوءِ ﷲ جي ساراهه بيان ڪري ته توهان ان کي جواب ڏيو ۽ جيڪڏهن ﷲ جي ساراهه بيان نه ڪري ته ان کي جواب نه ڏيو. (مسلم)

(4628) سلمه بن اڪوع ﷛ کان روايت آهي ته جڏهن نبيﷺ جن وٽ هڪ شخص کي ڇڪ آئي ته کين فرمائيندي ٻڌائين ته ﷲ توتي رحم ڪري. ان کي وري ڇڪ آئي. فرمايائون ته: هن شخص کي زڪام آهي. (مسلم) ترمذيءَ جي هڪ روايت ۾ آهي ته ٽئين ڀيري فرمايائون ته: کيس زڪام آهي.

(4629) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جڏهن توهان مان ڪنهن کي اوٻاسي اچي ته پنهنجي منهن تي هٿ رکي، ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري، ڇاڪاڻ ته شيطان ان جي اندر داخل ٿيندو آهي. (مسلم)

## ٻيو فصل

(4630) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته جڏهن نبيﷺ جن کي ڇڪ ايندي هئي ته پنهنجي هٿ يا پنهنجي ڪپڙي سان پنهنجي منهن کي ڍڪيندا هئا ۽ آواز جهڪو ڪندا هئا. (ترمذي ۽ ابوداءُد) ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث حسن صحيح آهي.

(4631) ابوايوب ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڇڪ اچي، ان کي چوڻ گهرجي ته هر حالت ۾ ﷲ جي ساراهه آهي ۽ جيڪو ان کي جواب ڏئي، اهو چوي ته ﷲ توتي رحم ڪري ۽ (ڇڪ ڏيندڙ) چوي ته ﷲ توکي هدايت ڪري ۽ تنهنجا حالات صحيح فرمائي. (ترمذي، دارمي)

(4632) ابوموسيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ يهودين کي نبيﷺ جن وٽ ڇڪ ايندي هئي تہ اميد رکندا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ کين يرحمکم الله چوندا، پر پاڻﷺ کين چوندا هئا تہ ﷲ توهان کي هدايت ڪري ۽ توهان جي حالت درست فرمائي. (ترمذي، ابودائود)

(4633) هلال بن يساف ﷛ کان روايت آهي تہ اسان سالم بن عبيد وٽ هئاسون. ماڻهن مان هڪ ڄڻي کي ڇڪ آئي. (ڇڪ ڏيندڙ) چيو تہ توهان تي سلام هجي. سالم چيو تہ توتي ۽ تنهنجي ماءُ تي بہ سلام هجي. پوءِ ڄڻ تہ انهيءَ شخص دل ۾ ناراضگي محسوس ڪئي. (سالم) چيس تہ مون اها ئي ڳالھ چئي، جيڪا نبيﷺ جن ان شخص کي چئي هئي، جنهن ڇڪ ڏيڻ وقت چيو هو تہ توهان تي سلام هجي. نبيﷺ جن فرمايو تہ: توتي ۽ تنهنجي ماءُ تي بہ سلام هجي. جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڇڪ اچي تہ ان کي الحمدلله رب العالمين چوڻ گهرجي ۽ جيڪو ان جو جواب ڏئي، ان کي يرحمک الله چوڻ گهرجي ۽ (موٽ ۾ ڇڪ ڏيندڙ) چوي تہ ﷲ منهنجي بہ مغفرت ڪري ۽ توهان جي بہ. (ترمذي، ابودائود)

(4634) عبيد بن رفا﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ڇڪ ڏيندڙ کي ٽي ڀيرا جواب ڏيو. ان کان وڌيڪ کيس ڇڪي اچيس تہ تنهنجي مرضي آهي، کيس جواب ڏي يا نہ ڏي. (ترمذي، ابودائود) ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي.

(4635) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن تنهنجي ڀاءَ کي ٽي دفعا ڇڪ اچي تہ ان کي جواب ڏي ۽ جيڪڏهن ٽن کان وڌيڪ ڀيرا ڇڪ اچي تہ اهو زڪام آهي. (ابودائود) ۽ چوي ٿو تہ آئون سمجهان ٿو تہ اها حديث انهيءَ نبيﷺ جن کان مرفوع بيان ڪئي آهي.

### ٽيون فصل

(4636) نافع ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص ابن عمر﷠ جي پرسان ڇڪ ڏني ۽ چيائين تہ سڀ ساراهہ ﷲ جي آهي ۽ سلامتي هجي ﷲ جي رسول ﷺ تي. ابن عمر ﷠ چيو تہ آئون بہ ائين ئي چوان ٿو تہ سڀ ساراهہ ﷲ جي آهي ۽ سلامتي هجي ﷲ جي رسولﷺ تي پر اسان کي رسول الله ﷺ جن اها تعليم نہ ڏني. (بلڪ) هر حال ۾ اسان کي الحمد لله چوڻ جو حڪم فرمايو اٿن. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

## کلڻ جو بيان

### پهريون فصل

(4637) عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي ڪڏهن پوريءَ طرح کلندي نہ ڏٺو جو نڙيءَ جو اندريون حصو نظر اچي. پاڻﷺ صرف مسڪرائيندا هئا. (بخاري)

(4638) جريرﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن کان مون اسلام آندو آهي، نبيﷺ جن مون کي ڪنهن شيءِ کان نہ روڪيو ۽ جڏهن بہ مون کي ڏسندا هئا، مسڪرائيندا هئا. (بخاري، مسلم)

(4639) جابر بن سمره ﷺ کان روايت آهي تہ جنهن جاءِ تي رسول اللهﷺ جن صبح جي نماز پڙهندا هئا، اتان سج اڀرڻ تائين نہ اٿندا هئا. سج اڀرندو هو تہ اٿندا هئا ۽ ماڻهو ڳالهيون شروع ڪندا هئا ۽ جاهليت جي زماني جون ڳالهيون ڪري کلندا هئا. رسول اللهﷺ جن مسڪرائيندا هئا. (مسلم ۽ ترمذي جي هڪ روايت ۾ آهي تہ شعر پڙهندا هئا)

### ٻيو فصل

(4640) عبدالله بن حارث بن جزءُ ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کان وڌيڪ مسڪرائيندڙ ڪنهن کي نہ ڏٺو. (ترمذي)

### ٽيون فصل

(4641) قتاده ﷺ کان روايت آهي تہ ابن عمرﷺ کان پڇيو ويو تہ ڇا رسول اللهﷺ جن جا ساٿي کلندا هئا؟ چيائين تہ هائو جڏهن تہ سندن دلين ۾ ايمان جبل کان وڏو هوندو هو. بلال بن سعد چوي ٿو تہ مون اصحابين کي ڏٺو تہ تير جي نشانن جي وچ ۾ ڊڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي کي ڏسي کلن ٿا، پر جڏهن رات ايندي هئي تہ الله جي خوف کان نماز پڙهندا هئا. (شرح السنہ)

## نالن رکڻ جو بيان

### پهريون فصل

(4642) انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن (هڪ ڀيري) بازار وچي رهيا هئا. هڪ شخص چيو تہ اي ابو القاسم! نبيﷺ جن ان ڏانهن نهاريو. اهو چوڻ لڳو تہ مون ٻئي شخص کي سڏيو آهي. نبيﷺ جن فرمايو (ٻلي) منهنجو نالو رکو، پر منهنجي ڪنيت نہ رکو. (بخاري، مسلم)

(4643) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: (ٻلي) منهنجو نالو رکو پر منهنجي ڪنيت نہ رکو ڇاڪاڻ تہ مون کي قاسم (مقرر ڪيو ويو آهي) توهان جي درميان (مال) ورهايان ٿو. (بخاري، مسلم)

(4644) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: الله وٽ سڀ کان پيارا نالا عبدالله ۽ عبدالرحمــن آهن. (مسلم)

(4645) سمرة بن جندب ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجن غلامن جا نالا يسار، رباح، نجيح ۽ افلح نہ رکو. توهان پڇندؤ تہ ڇا هتي فلاڻو آهي؟ جواب ۾ چيو ويندو تہ نہ! (مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ پنهنجي غلام جو نالو رباح، يسار، افلح ۽ نافع نہ رکو.

(4646) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ارادو فرمايو تہ: يعلي، برڪت، افلح، يسار، نافع ۽ اهڙا ٻيا نالا رکڻ کان روڪين. پوءِ پاڻﷺ خاموش رهيا، تانجو گذاري ويا ۽ انهن نالن کان نہ روڪيائون. (مسلم)

(4647) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ﷲ وٽ سڀ کان بڇڙو نالو ان شخص جو هوندو جيڪو پاڻ کي ملڪ الاملاڪ (شهنشاهہ) سڏائي ٿو. (بخاري) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ﷲ وٽ قيامت جي ڏينهن سڀ کان بڇڙو ۽ نفرت جوڳو نالو ان شخص جو هوندو جيڪو پاڻ کي شهنشاهہ سڏائي ٿو. ﷲ کان سواءِ ڪو بادشاهہ نہ آهي.

(4648) زينب بنت ابو سلمہ ﷺ کان روايت آهي تہ منهنجو نالو "بره" (نيڪوڪار عورت) رکيو ويو هو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ جي سامهون ڪنهن جي پاڪدامني بيان نہ ڪريو. ﷲ ان شخص کي وڌيڪ ڄاڻي ٿو جيڪو توهان مان نيڪي ڪندڙ آهي. سندس نالو زينب رکو. (مسلم)

(4649) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ جويريہ جو نالو بره (نيڪوڪار عورت) هو. رسول اللهﷺ جن ان کي مٽائي سندس نالو جويريہ رکيو ۽ هن ڳالهہ کي پسند نہ ڪندا هئا تہ چيو وڃي تہ پاڻ "بره" وٽان نڪتا آهن. (مسلم)

(4650) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ عمرﷺ جي هڪ ڌيءُ جو نالو عاصيہ هو. رسول اللهﷺ جن ان جو نالو جميلہ رکيو. (مسلم)

(4651) سهل بن سعد ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن منذر بن ابي اسيد پيدا ٿيو تہ ان کي نبيﷺ جن وٽ آندو ويو. پاڻﷺ کيس پنهنجي سٿر تي رکي پڇيائون تہ سندس نالو ڇا آهي؟ چيائون تہ فلاڻو! فرمايائون تہ: نہ! پر سندس نالو منذر آهي. (بخاري، مسلم)

(4652) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو هرگز نہ چوي تہ منهنجو ٻانهو ۽ منهنجي ٻانهي. توهان سڀ ﷲ جا ٻانها آهيو ۽ سڀ عورتون ﷲ جون ٻانهيون آهن، پر چوي تہ منهنجو غلام ۽ منهنجي ڇوڪري ۽ منهنجو جوان. غلام (پنهنجي مالڪ کي) منهنجو رب نہ چوي، پر چوي تہ منهنجا مالڪ يا منهنجا آقا. هڪ روايت مطابق چوي تہ منهنجا آقا يا منهنجا سردار. ٻي روايت ۾ آهي تہ غلام پنهنجي مالڪ کي "منهنجا موليٰ" نہ چوي. توهان جو موليٰ ﷲ آهي. (مسلم)

(4653) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: انگور کي "ڪرم" نہ چئو، ڇاڪاڻ تہ ڪرم مؤمن جي دل آهي. وائل بن حجر جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪرم نہ پر انگور ۽ "حبلہ" چئو.

(4654) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: انگور کي "ڪرم" نہ چئو ۽ هيئن بہ نہ چئو تہ هائي زماني جي ناڪامي! ڇاڪاڻ تہ ﷲ ئي زمانو هلائيندڙ آهي. (بخاري)

(4655) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو زماني کي گار نہ ڏئي ڇاڪاڻ تہ ﷲ ئي زمانو هلائيندڙ آهي. (مسلم)

(4656) عائشہ ﵞ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو هرگز نہ چوي تہ منهنجو نفس پليت ٿي ويو. پر چوي تہ منهنجي نفس ۾ سستي اچي وئي. (بخاري، مسلم) باب الايمان ۾ ابوهريره ﷜ جي حديث گذري تہ "يؤذيني ابن آدم".

## ٻيو فصل

(4657) شريح بن هاني پنهنجي پيءُ کان بيان ڪري ٿو تہ جڏهن اهو پنهنجي قوم جي وفد ۾ رسول اللهﷺ جن وٽ آيو، پاڻ ٻڌائون تہ منهنجي قوم جا ماڻهو مون کي " ابو الحڪم" جي ڪنيت سان پڪارين ٿا. ڪيس رسول اللهﷺ جن سڏي فرمايو تہ: حڪم تہ ﷲ آهي ۽ ان ڏانهن ئي حڪم موٽي ٿو. تو پنهنجي ڪنيت "ابو الحڪم" ڇو رکي آهي؟ چيائين تہ منهنجي قوم جا ماڻهو جڏهن ڪنهن شيءِ ۾ اختلاف ڪندا آهن تہ مون وٽ ايندا آهن. آئون سندن وچ ۾ فيصلو ڪندو آهيان. ٻئي ڌريون منهنجي فيصلي کان راضي ٿينديون آهن. رسول اللهﷺ جن فرمايو اها تہ ڏاڍي چڱي ڳالهہ آهي. تنهنجي اولاد ڪيتري آهي؟ چيائين تہ شريح، مسلم، عبدالله. فرمايائون انهن مان وڏو ڪير آهي؟ چيائين تہ شريح. فرمايائون تہ: پوءِ تنهنجي ڪنيت ابو شريح آهي. (ابودائود، نسائي)

(4658) مسروق ﷜ کان روايت آهي تہ منهنجي ملاقات عمر ﷜ سان ٿي. چيائين تہ تون ڪير آهين؟ مون چيو تہ مسروق بن اجدع آهيان. عمر ﷜ چيو تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ اجدع شيطان جو نالو آهي. (ابودائود، ابن ماجہ)

(4659) ابودرداءُ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن توهان کي توهانجن نالن ۽ توهان جي پيئرن جي نالن سان سڏيو ويندو، تنهن ڪري پنهنجا سهڻا نالا رکو. (احمد، ابودائود)

(4660) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هن ڳالهہ کان منع فرمائي تہ ڪو ماڻهو پاڻ سڳورنﷺ جو نالو ۽ ڪنيت ٻئي گڏي رکي جو ڪيس "محمد ابو القاسم" پڪاريو وڃي. (ترمذي)

(4661) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان منهنجو نالو رکو تہ پاڻ تي منهنجي ڪنيت نہ رکو. (ترمذي، ابن ماجہ) ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. ابودائود جي هڪ روايت ۾ آهي، فرمايائون تہ: جيڪو شخص منهنجو نالو رکي اهو منهنجي ڪنيت نہ رکي ۽ جيڪو منهنجي ڪنيت رکي اهو منهنجو نالو نہ رکي.

(4662) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ عورت چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ! مون کي پٽ ڄائو آهي، جنهن جو نالو مون "ابو القاسم" رکيو آهي. پوءِ مون کي ٻڌايو ويو تہ توهان انهيءَ ڳالهہ کي پسند نٿا فرمايو. فرمايائون تہ: ڪهڙو سبب آهي جو منهنجو نالو حلال ڪيو ۽ منهنجي ڪنيت کي حرام ڪيو آهي؟ يا ڪهڙو سبب آهي جو منهنجي ڪنيت کي تو حرام ڪيو ۽ منهنجي نالي کي حلال ڪيئي؟ (ابودائود) محي السنہ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي.

(4663) محمد بن حنفيہ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ! ٻڌايو جيڪڏهن توهان کان پوءِ مون کي پٽ پيدا ٿئي، ڇا ان تي توهان جو نالو رکان ۽ ان جي ڪنيت توهان جي ڪنيت رکان؟ فرمايائون تہ: هائو! (ابودائود)

(4664) انس ﷺ کان روايت آهي تہ مان ساڳ پٽي رهيو هيس تہ رسول اللهﷺ جن منهنجي ڪنيت "ساڳ" رکي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث اسان صرف انهيءَ سند سان ڄاڻون ٿا ۽ مصابيح ۾ آهي تہ ان کي صحيح ڄاڻائي ٿو)

(4665) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن خراب نالا بدلائي ڇڏيندا هئا. (ترمذي)

(4666) بشير بن ميمون پنهنجي چاچي اسامہ بن اخدري کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ وفد رسول اللهﷺ جن وٽ آيو، جنهن ۾ اصرم نالي شخص بہ هو. رسول اللهﷺ جن ان کان پڇيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ چيائين تہ "اصرم!" فرمايائون تہ: بلڪ تون "زره" آهين. (ابودائود) ابودائود چوي ٿو تہ نبيﷺ جن هنن ماڻهن جا نالا بدلايا: عاص، عزيز، شيطان، حڪم، غراب، حباب، شهاب ۽ چوي ٿو تہ اختصار جي غرض سان مون انهن حديثن جون سندون حذف ڪيون آهن.

(4667) ابو مسعود انصاري ﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ ابو عبدالله کي چيو، يا ابو عبدالله ابو مسعود کي چيو تہ توهان رسول اللهﷺ جن کان لفظ "زعموا" (يائين ٿا) جي باري ۾ ڇا ٻڌو آهي؟ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ ماڻهوءَ لاءِ (اهڙو اسلوب بيان) ڏاڍي خراب سواري آهي. (ابو دائود) ۽ چوي ٿو تہ" ابو عبدالله" حذيفہ ﷺ جي ڪنيت آهي.

(4668) حذيفہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: هيئن نہ چئو تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ گهري ۽ جيڪي ڪجهہ فلاڻو گهري، پر چئو تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ گهري، پوءِ جيڪي فلاڻو گهري. (احمد ابودائود) هڪ منقطع روايت ۾ آهي تہ هن طرح نہ چئو تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ گهري ۽ جيڪي ڪجهہ محمدﷺ گهري، پر چئو تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ گهري. (شرح السنہ)

(4669) حذيفہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: منافق کي سردار نہ چئو، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهو سردار هوندو تہ پوءِ بيشڪ توهان پنهنجي رب کي ناراض ڪري ڇڏيو. (ابودائود)

## ٽيون فصل

(4670) عبدالحميد بن جبير بن شيبہ کان روايت آهي تہ مان سعيد بن مسيب وٽ ويٺو هيس. مون کي حديث ٻڌايائين تہ سندس ڏاڏو "حزن" نبيﷺ جن وٽ آيو. پاڻ سڳورنﷺ پڇيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ انهيءَ چيو تہ منهنجو نالو "حزن" (غم) آهي. فرمايائون تہ: بلڪ تون "سهل" آهين. انهيءَ چيو تہ جيڪو نالو منهنجي پيءُ رکيو آهي، آئون ان کي تبديل ڪرڻ وارو نہ آهيان. سعيد بن مسيب چوي ٿو تہ پوءِ اسان (جي خاندان) ۾ سدائين غم ۽ ڏک باقي رهيو. (بخاري)

(4671) ابو وهب جشمي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: پاڻ تي نبين سڳورن جا نالا رکو ۽ بيشڪ ﷲ وٽ سڀ کان پيارا نالا عبد الله ۽ عبدالرحمٰن ۽ سڀ کان سچا نالا حارث ۽ همام آهن ۽ بڇڙا نالا حرب ۽ مره آهن. (ابودائود)

# بيان ۽ شعر جو بيان

## پهريون فصل

(4672) ابن عمر ﷟ کان روايت آهي تہ اوڀر پاسي کان بہ ڄڻا آيا، جن خطبو ڏنو. ماڻهن کي سندن بيان جي (فصاحت ۽ بلاغت جي) ڪري ڏاڍو تعجب ٿيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ بيان ۾ جادوءَ (جو اثر) هوندو آهي. (بخاري)

(4673) ابي بن ڪعب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ شعر ۾ بہ دانائي هوندي آهي. (بخاري مسلم)

(4674) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ٽي ڀيرا فرمايو تہ: وڌاءُ (مبالغو) ڪندڙ هلاڪ ٿي ويا. (مسلم)

(4675) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان سچي ڳالهہ جيڪا شاعر چئي آهي، سا لبيد شاعر جي هيءَ ڳالهہ آهي تہ "ٻڌو! اللهَ کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ آهي، سا فاني آهي". (بخاري، مسلم)

(4676) عمرو بن شريد پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن آئون رسول اللهﷺ جن سان سواريءَ تي پيلهہ چڙهيل هيس. فرمايائون تہ: ڇا توکي اميہ بن صلت جا ڪي شعر ياد آهن؟ مون چيو تہ هائو(سائين!) فرمايائون تہ: ٻڌاءِ! مون کين هڪ شعر ٻڌايو. فرمايائون تہ: ٻيو ٻڌاءِ. مون کين ٻيو شعر ٻڌايو. فرمايائون تہ: اڃا ٻڌاءِ، تانجو مون کين سؤ شعر ٻڌايا. (مسلم)

(4677) جندب ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جي ڪنهن جنگ ۾ آڱر مبارڪ زخمي ٿي پئي. پاڻﷺ هي شعر چيائون: "تون تہ هڪڙي آڱر آهين جيڪا زخمي ٿي پئي آهي، توکي جيڪا تڪليف پهتي آهي، اها اللهَ جي واٽ ۾ پهتي آهي". (بخاري، مسلم)

(4678) براءُ ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن قريظہ جي(جنگ جي) ڏينهن حسان بن ثابت ﷺ کي فرمايو تہ: مشرڪن جي برائيءَ ۾ شعر چوندو رهہ، بيشڪ جبريل ﷺ توسان گڏ آهي. رسول اللهﷺ جن حسان کي فرمائيندا هئا تہ منهنجي طرفان انهن کي جواب ڏي. اي اللهَ! روح القدس سان سندس مدد ڪر. (بخاري، مسلم)

(4679) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قريش جي برائيءَ ۾ شعر چوندا رهو، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ انهن لاءِ نيزي بازيءَ کان وڌيڪ سخت آهي. (مسلم)

(4680) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کان ٻڌو، پاڻﷺ حسان ﷺ کي فرمائي رهيا هئا تہ جيستائين تو اللهَ ۽ ان جي رسولﷺ جي طرفان دفاع ڪندو رهندين، جبريل ﷺ تنهنجي مدد ڪندو رهندو. فرمائي ٿي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ حسانﷺ ڪافرن جي برائي ۾ شعر چئي مسلمانن کي شفا ڏئي ٿو ۽ پاڻ بہ شفا لهي ٿو. (مسلم)

(4681) براءُ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن خندق جي جنگ جي ڏينهن مٽي ڍوئي رهيا هئا، تانجو پيٽ مبارڪ تي مٽي لڳي وين (۽ هي شعر پڙهي رهيا هئا): " اللهَ جو قسم! جيڪڏهن اللهَ نہ هجي ها تہ نہ اسان هدايت لهون ها ۽ نہ خيرخيرات ڪريون ها ۽ نہ ئي نماز پڙهون ها. (اي اللهَ!) اسان تي تسلي نازل فرماءِ ۽ جيڪڏهن اسان جو دشمن سان مقابلو ٿئي تہ اسان کي ثابت قدم رک. انهن اسان تي تعدي ڪئي آهي. جڏهن بہ اهي فتني بازي ڪن ٿا، اسان (سندن فتني ۾ اچڻ کان) انڪار ڪريون ٿا. آخري حرف ڏاڍيان فرمائي رهيا هئا. (بخاري، مسلم)

(4682) انس ﷺ كان روايت آهي تہ مهاجر ۽ انصاري اصحابي (مديني جي حفاظت لاءِ) كاهي كوٽي ۽ مٽي ڍوئي رهيا هئا ۽ هي شعر پڙهي رهيا هئا: "اسان اهي آهيون، جن آخري پساهن تائين محمدﷺ سان جهاد تي بيعت ڪئي آهي. نبيﷺ جن جواب ۾ فرمايو تہ: "اي ﷲ! عيش تہ فقط آخرت جو عيش آهي، پوءِ انصار ۽ مهاجرن جي مغفرت فرماءِ." (بخاري، مسلم)

(4683) ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهو جو بيماريءَ وچان پونءِ سان پيٽ پرجي وڃي، اها ڳالهہ هن كان وڌيڪ چڱي آهي تہ پنهنجي پيٽ ۾ (خراب) شعر پري. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(4684) ڪعب بن مالڪ ﷺ كان روايت آهي تہ انهيءَ نبيﷺ جن كي عرض ڪيو تہ بيشڪ ﷲ تعاليٰ شاعرن جي برائيءَ ۾ جيڪي ڪجهہ نازل ڪيو، سو نازل ڪيو آهي. نبيﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مؤمن پنهنجي تلوار ۽ پنهنجي زبان سان جهاد ڪندو آهي. قسم آهي ﷲ جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان ڪافرن كي شعر سان ائين ماريو ٿا جيئن تير سان ماربو آهي. (شرح السنہ) ابن عبدالبر جي الاستيعاب ۾ آهي تہ انهيءَ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! شعر چوڻ جي باري ۾ چا ٿا فرمايو؟ فرمايائون بيشڪ مؤمن پنهنجي تلوار ۽ پنهنجي زبان سان جهاد ڪندو آهي.

(4685) ابو امامہﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: حياءُ ۽ زبان بندي ايمان جون ٻہ شاخون آهن. فحش ڳالهائڻ ۽ بيهوده بڪواس بازي نفاق جون ٻہ شاخون آهن. (ترمذي)

(4686) ابو ثعلبہ خشني ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن مون كي توهان مان سڀ كان وڌيڪ پيارو ۽ سڀ كان وڌيڪ ويجهو اهو هوندو، جنهن جا اخلاق سهڻا هوندا ۽ منهنجو سڀ كان وڌيڪ ويري ۽ مون كان سڀ كان پري اهو هوندو جنهن جا اخلاق بڇڙا آهن ۽ جيڪي ڳالهائڻ ۾ تڪلف، تصنع ۽ وڏائي ڪن ٿا. (بيهقي، شعب الايمان) ساڳئي حديث ترمذيءَ ۾ جابر ﷺ كان آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! تصنع ۽ تڪلف ڪندڙن كي ڄاڻون ٿا، پر هي "متفيهق" ڪير آهن؟ فرمايائون تہ: وڏائي ڪندڙ.

(4687) سعد بن ابي وقاص ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي، جيستائين اهڙ ي قوم پيدا نہ ٿيندي جيڪا پنهنجي زبانن سان ائين ڪائيندي جيئن ڳئون زبان سان (گاهہ) ڪائيندي آهي. (احمد)

(4688) عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ انهيءَ فصيح ۽ بليغ شخص سان دشمني رکي ٿو، جيڪو پنهنجي زبان سان ائين ڪائي ٿو جيئن ڳئون پنهنجي زبان سان گاهہ ڪائيندي آهي. (ابودائود، ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.

(4689) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: معراج جي رات منهنجو گذر انهن ماڻهن وٽان ٿيو، جن جون زبانون باهہ جي قينچين سان وڍي رهيا هئا. مون پڇيو تہ اي جبرئيل ؑ! اهي ماڻهو ڪير آهن؟ فرمايائون تہ: توهان جي امت جا خطيب جيڪي اهي ڳالهيون ڪن ٿا، جن تي عمل نٿا ڪن. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(4690) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ماڻهن جي دلين کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرڻ لاءِ تقرير جا مختلف انداز سکي ٿو، قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ ان جو نہ فرض قبول ڪندو ۽ نہ نفل. (ابودائود)

(4691) عمرو بن عاص ﷜ کان روايت آهي تہ هڪ شخص اٿي بيهي تقرير ڪئي. تہ عبد الله بن عمرو ﷜ چيو تہ جيڪڏهن هيءُ شخص پنهنجي تقرير ۾ وچٽري واٽ اختيار ڪري ها تہ سندس لاءِ ڏاڍو چڱو هو. مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ مختصر تقرير ڪريان ڇاڪاڻ تہ مختصر ڳالهہ ئي چڱي آهي.(ابودائود)

(4692) صخر بن عبدالله بن بريده پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت آڻي ٿو تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ بيان ۾ جادو (جهڙو اثر) آهي ۽ بيشڪ ڪي علم جهالت تي مبني هوندا آهن ۽ بيشڪ شاعريءَ ۾ حڪمت هوندي آهي ۽ ڪي ڳالهيون بار آهن. (ابودائود)

## ٽيون فصل

(4693) عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مسجد ۾ حسان بن ثابت لاءِ منبر رکرائيندا هئا، جنهن تي بيهي رسول اللهﷺ جن جي نعت چوندو هو يا (شعرن ذريعي) رسول اللهﷺ جو دفاع ڪندو هو ۽ ﷲ جو رسولﷺ فرمائيندو هو تہ جيستائين حسان﷜ ﷲ جي رسولﷺ جي نعت بيان ڪندو يا سندس دفاع ڪندو، جبرئيل ؑ سندس مدد ڪندو رهندو. (بخاري)

(4694) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جو اوناري انجشہ هو جنهن جو آواز ڏاڍو سهڻو هوندو هو. (هڪ ڏينهن) ڪيس نبيﷺ جن فرمايو تہ: اي انجشہ! ائين ڪي هوريان ڪاهي هل، متان شيشا ڀڃي نہ وجهين. قتاده چوي ٿو تہ يعني متان ڪمزور عورتن کي تڪليف نہ پهچي. (بخاري، مسلم)

(4695) عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ شعر جو ذڪر نڪتو. ﷲ جي رسولﷺ فرمايو تہ: اهو هڪ ڪلام آهي، چڱو شعر هوندو تہ چڱو ڪلام ليکبو، خراب شعر هوندو تہ خراب ڪلام ليکبو. (دارقطني) ۽ شافعيءَ ان کي عروه کان مرسل بيان ڪري ٿو.

(4696) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ هن دوران جو اسان رسول اللهﷺ جن سان گڏ عرج جڳهہ وٽ هلي رهيا هئاسون، اوچتو هڪ شاعر شعر پڙهندي سامهون آيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: هن شيطان کي پڪڙيو يا هن شيطان کي روڪيو. ماڻهو پنهنجو پيٽ پونءِ سان ڀري اهو وڌيڪ چڱو آهي تہ ان کي شعر سان ڀري. (مسلم)

(4697) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: راڳ دل ۾ منافقت کي پيدا ڪندو آهي، جيئن پاڻي پوک کي ڦُٽائيندو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(4698) نافع چوي ٿو تہ مان ابن عمر ﷠ سان گڏجي هڪ رستي تان گذري رهيو هيس تہ پاڻ ڳائڻ وڄائڻ جو آواز ٻڌائين، پوءِ پنهنجن ڪنن ۾ آڱريون وڌائين ۽ رستي کان هٽي هلڻ لڳو. ڪافي پري وڃڻ کان پوءِ مون کي چيائين تہ اي نافع! ڇا اڃا آواز اچي رهيو آهي؟ مون چيو تہ نہ پوءِ ڪنن مان آڱريون ڪڍيائين ۽ چيائين تہ مان رسول اللهﷺ جن سان گڏ هيس، پاڻﷺ "نيءَ" جو آواز ٻڌائون تہ ائين ڪيائون، جيئن مون ڪيو. نافع چوي ٿو تہ ان وقت مان ننڍو هيس. (احمد، ابوداڻود)

## غيبت ۽ گارگند ڪرڻ ۽ زبان جي حفاظت جو بيان

### پهريون فصل

(4699) سهل بن سعد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مون کي ٻنهي ڪاڏين جي وچ واري شيءِ (زبان) ۽ ٻن ڄنگهن جي وچ واري شيءِ (اگهڙ) جي ضمانت ڏيندو، آئون ان کي جنت جي ضمانت ڏيان ٿو. (بخاري)

(4700) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ٻانهو ﷲ جي رضامنديءَ جي ڪا ڳالهہ ڪندو آهي، جنهن جي پرواه نہ ڪندو آهي ۽ ﷲ ان جي ڪري سندس درجا بلند ڪندو آهي ۽ بيشڪ ٻانهو ﷲ جي ناراضگيءَ جي ڳالهہ ڪندو آهي، جنهن جي پرواه نہ ڪندو آهي ۽ ان جي ڪري ڪيس جهنم ۾ اڇلايو ويندو آهي. (بخاري) هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪيس دوزخ ۾ اوڀر کان اولهہ جيترو پري اڇلايو ويندو آهي.

(4701) عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مسلمان جو گار ڏيڻ، گناهہ ۽ ان جو وڙهڻ ڪفر جو ڪم آهي. (بخاري، مسلم)

(4702) ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنھن شخص پنھنجي ڀاءُ کي ڪافر چيو تہ ٻنهي مان هڪ تي (ڪافر جو لفظ) موٽي ايندو. (بخاري، مسلم)

(4703) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو مسلمان ٻئي مسلمان تي فسق ۽ ڪفر جي تهمت نہ هڻي، جيڪڏهن سندس ساٿي ساڳئيءَ طرح نہ هوندو تہ الزام مٿس موٽي ايندو. (بخاري)

(4704) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ڪنهن کي ڪافر چئي پڪاريندو يا کيس الله جو دشمن چوندو ۽ اهو ائين نہ هوندو تہ اها ڳالهہ مٿس موٽي ايندي. (بخاري، مسلم)

(4705) انس ۽ ابوهريره رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻہ ڄڻا هڪ ٻئي کي گاريون ڏين تہ جنھن شروعات ڪئي گناهہ ان تي آهي جيستائين مظلوم حد کان نہ وڌي. (مسلم)

(4706) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪنھن سچي انسان کي نٿو جڳائي تہ لعنت ڪندڙ هجي. (مسلم)

(4707) ابودرداءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قيامت جي ڏينهن لعنت ڪندڙ ماڻهو نہ گواهي ڏيندڙ ٿيندو ۽ نہ شفاعت ڪندڙ. (مسلم)

(4708) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ڪو چوي تہ ماڻهو هلاڪ ٿي ويا تہ اهو سيني کان وڌيڪ هلاڪت جو حقدار آهي. (مسلم)

(4709) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهن ۾ سڀ کان ٻچڙو ٻچاپڙي شخص کي لھندا. جيڪو ڪنھن وٽ هڪڙي ۽ ڪنھن وٽ ٻي ڳالهہ ڪندو آهي. (بخاري، مسلم)

(4710) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ چغلخور جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾" نمام" (چغلخور) جو لفظ آهي.

(4711) عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پاڻ تي سچائيءَ کي لازم ڪريو، ڇاڪاڻ تہ سچائي نيڪيءَ جو رستو ڏيکاري ٿي ۽ نيڪي جنت جي واٽ وٺائي ٿي. ماڻهو سدائين سچ ڳالهائيندو ۽ سچ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، تانجو الله وٽ "سچار" لکيو ويندو آهي ۽ پاڻ کي ڪوڙ کان بچايو ڇاڪاڻ تہ ڪوڙ گناهہ تائين پهچائي ٿو ۽ گناهہ دوزخ ۾ پهچائي ٿو. ماڻهو سدائين ڪوڙ ڳالهائيندو آهي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، تانجو الله وٽ کيس "ڪوڙو" لکيو ويندو آهي. مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ نيڪي جنت ۾ پهچائي ٿي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ گناهہ جو ڪم آهي ۽ گناهہ دوزخ ۾ پهچائي ٿو.

(4712) ام ڪلثوم رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اهو شخص ڪوڙو نہ آهي جيڪو ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ چڱيون ڳالهيون ڪري ۽ ماڻهن تائين چڱيون ڳالهيون پهچائي. (بخاري، مسلم)

(4713) مقداد بن اسود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان (منهن تي) تعريف ڪندڙن کي ڏسو تہ سندن منهن ۾ مٽي اڇلايو. (مسلم)

(4714) ابوبڪرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن جي سامهون ٻئي جي تعريف ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا فرمايو تہ: توتي افسوس! تو پنهنجي ڀاءُ جي سسي لاهي ڇڏي. توهان مان جيڪو هروڀرو ڪنهن جي تعريف ڪرڻ ئي گهري ان کي چوڻ گهرجي تہ آئون فلاڻي شخص کي ائين سمجهان ٿو ۽ الله ان کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن انهيءَ کي ائين سمجهي ٿو. الله جي سامهون ڪنهن جي تعريف نہ ڪريو (بخاري، مسلم)

(4715) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي خبر آهي تہ غيبت ڇا آهي؟ چيائون تہ الله ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: تنهنجو پنهنجي ڀاءُ جي اڻوڻندڙ ڳالهہ کي ذڪر ڪرڻ. عرض ڪيو ويو تہ جيڪڏهن منهنجي ڀاءُ ۾ اها ڳالهہ موجود هجي، جيڪا آئون چوان؟ فرمايائون تہ: جيڪڏهن منجهس اها ڳالهہ موجود هجي جيڪا تون چوين ٿو تڏهن تہ تو سندس غيبت ڪئي ۽ جيڪڏهن جيڪا ڳالهہ سندس باري ۾ چوين ٿو اها منجهس نہ هجي تہ بيشڪ تو ان تي بهتان هنيو. (مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪڏهن تون پنهنجي ڀاءُ جي باري ۾ اها ڳالهہ چوين جيڪا منجهس موجود آهي تہ بيشڪ تو سندس غيبت ڪئي ۽ جيڪڏهن سندس باري ۾ اها ڳالهہ چوين جيڪا منجهس نہ آهي تہ تو مٿس بهتان هنيو.

(4716) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن کان اندر اچڻ جي اجازت گهري. فرمايائون تہ: کيس اندر اچڻ جي اجازت ڏيو. پنهنجي قوم جو ڏاڍو بڇڙو ماڻهو آهي. جڏهن وٽن اچي وينو تہ ان سان کلمک ٿي ڳالهايائون ۽ سندس سامهون مسڪرائڻ لڳا. جڏهن اهو هليو ويو تہ عائشہ رضي الله عنها چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! سندس باري ۾ توهان هيءَ ۽ هيءَ ڳالهہ فرمائي ٿي ۽ پوءِ کلمک انداز ۾ ان سان پيش آيا ۽ ان سان مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تو مون کي خراب ڳالهائيندڙ ڪڏهن لڌو آهي؟ قيامت جي ڏينهن الله وٽ سڀ کان بڇڙا اهي ماڻهو هوندا جن کي ماڻهو خراب ڳالهائڻ جي ڪري ڇڏي ڏين ٿا. (بخاري، مسلم)

(4717) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي پوري امت جا گناهہ معاف ٿيندا سواءِ انهن جي جيڪي گناهن کي ظاهر ڪن ٿا. گناهن کي ظاهر ڪرڻ هي آهي تہ ماڻهو رات جو ڪو ڪم ڪري. حالانڪ الله تعاليٰ ان جو ڍڪ رکيو آهي، پوءِ هن حالت ۾ صبح ڪري جو چوي تہ اڙي فلاڻا! گذريل رات مون هيءُ هيءُ ڪم ڪيو. يا رات هن حالت ۾ گذاري جو سندس رب سندس پردو رکيو ۽ صبح جو الله جي پردي داريءَ کي پاڻ کان پري ڪري. باب الضيافہ ۾ ابوهريره رضي الله عنه جي حديث گذري چڪي تہ "من کان يومن بالله".

## ٻيو فصل

(4718) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪوڙ کي ڇڏي ڏي جڏهن تہ اهو ناحق تي آهي تہ جنت جي ڪناري تي ان لاءِ هڪ گهر ناهيو وڃي ٿو ۽ جيڪو حق تي هجڻ جي باوجود جهيڙو ڇڏي ڏي ٿو، ان لاءِ جنت جي وچ ۾ هڪ گهر ناهيو وڃي ٿو، جنهن پنهنجا اخلاق چڱا ڪيا ان لاءِ جنت جي مٿانهين جڳهہ ۾ گهر ناهيو وڃي ٿو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ حديث حسن آهي. شرح السنہ ۾ بہ ساڳي طرح آهي. مصابيح ۾ آهي تہ حديث غريب آهي)

(4719) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي خبر آهي تہ ڪهڙي ڳالهہ ماڻهن کي جنت ۾ اڪثر داخل ڪندي؟ الله جو خوف ۽ سهڻو اخلاق. ڇا توهان کي معلوم آهي تہ ڪهڙي سبب جي ڪري ماڻهو گهڻا دوزخ ۾ داخل ٿيندا؟ ٻہ سوراخ منهن ۽ اگهڙ (ترمذي)

(4720) بلال بن حارثہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ماڻهو ڀلائيءَ جي ڳالهہ ڪندو آهي جو نتيجو اهو نہ ڄاڻندو آهي الله تعاليٰ ان جي ڪري قيامت جي ڏينهن تائين ان لاءِ پنهنجي رضامندي لکندو آهي ۽ بيشڪ ماڻهو خراب ڳالهہ ڪندو آهي جنهن جو نتيجو نہ ڄاڻندو آهي، ان جي ڪري الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن تائين ان لاءِ ناراضگي لکندو آهي. (شرح سنہ) ساڳيءَ طرح موطا مالڪ، ترمذي ۽ ابن ماجہ ۾ بہ اها حديث آهي.

(4721) بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: خرابي آهي ان شخص لاءِ جيڪو ماڻهن کي کلائڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائي ان لاءِ خرابي آهي، ان لاءِ خرابي آهي. (احمد، ترمذي، ابوداءُد، دارمي)

(4722) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ٻانهو فقط ماڻهن کي کلائڻ لاءِ ڪا ڳالهہ ڪندو آهي تہ ان جي ڪري آسمان ۽ زمين۾ جيترو مفاصلو آهي ان کان وڌيڪ پري جهنم ۾ وڃي ڪرندو آهي ۽ ماڻهو پنهنجي پيرن سان ايترو نہ ترڪندو آهي جيترو پنهنجي زبان سان ترڪندو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(4723) عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن خاموشي اختيار ڪئي انهيءَ نجات حاصل ڪئي. (احمد، ترمذي، دارمي، بيهقي، شعب الايمان)

(4724) عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ منهنجي ملاقات رسول اللهﷺ جن سان ٿي. عرض ڪيم تہ نجات ڇا ۾ آهي؟ فرمايائون تہ: پنهنجي زبان کي بند رک، پنهنجي گهر ۾ ٽڪيو رهہ ۽ پنهنجن گناهن تي روئيندو رهہ. (احمد، ترمذي)

(4725) ابوسعيد خدريءَ رضي الله عنه جي مرفوع روايت آهي تہ صبح جي وقت انسان جا عضوا زبان وٽ زاري ڪندا آهن تہ اسان جي باري ۾ خدا کان خوف ڪر ڇاڪاڻ تہ اسان تنهنجي سهاري آهيون، تون سڌي رهندينءَ تہ اسان سڌا رهنداسون ۽ جيڪڏهن تون ڏنگي رهندينءَ تہ اسان ڏنگا ٿي وينداسون. (ترمذي)

(4726) علي بن حسن رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ماڻهو جي اسلام جي چڱائي اها آهي تہ اجائي ڳالهين کي ڇڏي ڏي. (مالڪ، احمد) هيءَ حديث ابن ماجہ ۾ ابوهريره رضي الله عنه کان ۽ ترمذي ۽ بيهقي، شعب الايمان ۾ ٻنهي کان مروي آهي.

(4727) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪڙو اصحابي گذاري ويو، هڪ شخص چيو تہ تو کي جنت جي خوشخبري هجي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: تو کي معلوم نہ آهي تہ شايد انهيءَ ڪا فضول ڳالهہ چئي هجي يا هروڀرو بخيلي ڪئي هجيس. (ترمذي)

(4728) سفيان بن عبدالله ثقفي کان روايت آهي تہ مون چيو تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم ! سڀ کان وڌيڪ ڊيڄاريندڙ ڳالهہ ڪهڙي آهي، جنهن جو توهان منهنجي باري ۾ خوف رکو ٿا. پنهنجي زبان پڪڙي فرمايائون تہ: هيءَ. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث صحيح آهي)

(4729) ابن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن ٻانهو ڪوڙ ڳالهائيندو آهي تہ فرشتو سندس بدبوءَ جي ڪري هڪ ميل پري هليو ويندو آهي. (ترمذي)

(4730) سفيان بن اسيد حضرميءَ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ اها وڏي خيانت آهي جو تون پنهنجي ڀاءُ کي ڪا ڳالهہ ٻڌائين، اهو توکي سچو سمجهي پر تون ان سان ڪوڙ ڳالهائين. (ابودائود)

(4731) عمار رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جيڪو دنيا ۾ ٻچاپڙو هوندو قيامت جي ڏينهن سندس باهہ جون ٻہ زبانون هونديون. (دارمي)

(4732) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مؤمن نہ طعنو ڏيندڙ هوندو آهي، نہ لعنت ڪندڙ، نہ فحش ڳالهائيندڙ ۽ نہ زبان جو کهرو ڪندڙ هوندو آهي. (ترمذي، بيهقي) بيهقيءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ مؤمن فحش ڳالهائيندڙ ۽ زبان جو کهرو نہ هوندو آهي (ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

(4733) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مؤمن لعنت ڪندڙ نہ هوندو آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ مؤمن کي نٿو جڳائي تہ لعنت ڪندڙ هجي. (ترمذي)

(4734) سمره بن جندبؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: هڪ ٻئي تي اللهؒ جي لعنت ۽ اللهؒ جو ڏمر نہ وجهو ۽ نہ هن طرح چئو تہ تون جهنم ۾ وڃين. هڪ روايت ۾ آهي تہ تون باهہ ۾ وڃين. (ترمذي، ابوداءُد)

(4735) ابودرداءؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهو جڏهن ڪنهن تي لعنت ڪندو آهي تہ لعنت آسمان تي چڙهندي آهي، پر آسمان جا دروازا ان لاءِ بند ڪيا ويندا آهن. پوءِ زمين تي لهندي ايندي آهي تہ زمين جا دروازا ان لاءِ بند ڪيا ويندا آهن. پوءِ ساڄي ۽ کاٻي پاسي واجهائيندي آهي. آخرڪار جڏهن ڪا واٽ نہ لهندي آهي تہ ان شخص ڏانهن موٽندي آهي جنهن تي لعنت ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن اهو ان جو حقدار هوندو آهي تہ ٺيڪ نہ تہ چوندڙ ڏانهن موٽندي آهي. (ابوداءُد)

(4736) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص جي چادر هوا اڏاري وئي، انهيءَ مٿس لعنت ڪئي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ان تي لعنت نہ ڪر اها اللهؒ جي حڪم سان هلي ٿي. جيڪو ڪنهن شيءِ تي لعنت ڪندو ۽ اها ان جي حقدار نہ هوندي تہ چوندڙ ڏانهن لعنت موٽي ايندي. (ترمذي، ابوداءُد)

(4737) ابن مسعودؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪو شخص مون وٽ منهنجي ساٿيءَ جي شڪايت نہ پهچائي. بيشڪ آئون گهران ٿو تہ توهان ڏانهن هن حالت ۾ نڪران جو منهنجو سينو صاف هجي. (ابوداءُد)

(4738) عائشہؓ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي چيو تہ صفيہ هھڙي ۽ هھڙي آهي يعني قد جي ڇوٽي آهي. فرمايائون تہ: تو اهڙي ڳالهہ چئي آهي جو سمنڊ ۾ وجهجي تہ ان جو پاڻي بہ تبديل ٿي وڃي. (احمد، ترمذي، ابوداءُد)

(4739) انس ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن بہ شيءِ ۾ ڳالهہ جي سختي شامل هوندي ان کي عيب دار ڪري ڇڏيندي ۽ جنهن بہ شيءِ ۾ حيا ۽ نرمي شامل هوندي ان کي زينت بخشيندي. اهڙي حديث عائشہؓ جي بہ آهي. (ترمذي)

(4740) خالد بن معدان معاذ ؓ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پنهنجي ڪنهن مسلمان ڀاءُ کي گناهہ تي طعنو ڏياريندو، اهو ان وقت تائين نہ مرندو جيستائين پاڻ اهو گناهہ نہ ڪندو. يعني اهڙي گناهہ تي عار ڏياري جنهن کان توبهہ ڪري چڪو آهي (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي۽ ان جو سند لڳاتار نہ آهي ڇاڪاڻ تہ خالد جي ملاقات معاذ بن جبل ؓ سان ثابت نہ آهي)

(4741) واثلہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجي مسلمان ڀاءُ کي تڪليف ۾ ڏسي خوشي ظاهر نہ ڪر. نہ تہ اللهُ ان تي رحم ڪندو ۽ تو کي ان ۾ مبتلا ڪندو. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(4742) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: مون کي اها ڳالهہ پسند نہ آهي تہ ڪنهن جو نقل (يا اهل) ڪريان ۽ مون کي هي ۽ هي ملي. (ترمذي چوي ٿو تہ حديث حسن ۽ غريب آهي)

(4743) جندب ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ اعرابي آيو ۽ پنهنجو اٺ ويهاري ان کي ٻڌائين. پوءِ مسجد ۾ داخل ٿي رسول اللهﷺ جن جي پويان نماز پڙهڻ لڳو. سلام ڦيرائي پنهنجي سواريءَ وٽ ويو ۽ ان کي ڇوڙيائين. جڏهن ان تي سوار ٿيو تہ ڏاڍيان چوڻ لڳو تہ اي اللهُ! مون تي ۽ محمدﷺ تي رحم ڪر ۽ اسان جي رحمت ۾ ڪنهن ٻئي کي شريڪ نہ ڪر. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: توهان ڇا ٿا چئو اهو وڌيڪ گمراهہ آهي يا سندس اٺ. ٻڌو نٿا ڇا ٿو چوي؟ چيائون تہ هائو! (ابوداؤد) ابوهريره ﷺ جي حديث ڪفيٰ بالمرءِ ڪذبا باب الاعتصام جي پهرئين فصل ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(4744) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن فاسق جي تعريف ڪئي ويندي آهي تہ رب تعاليٰ ناراض ٿيندو آهي جنهن جي ڪري سندس عرش ڏڪي ويندو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(4745) ابو امامہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن جي طبيعت ۾ خيانت ۽ ڪوڙ کان سواءِ هر خصلت ٿي پيدا ٿي سگهي. (احمد ۽ بيهقيءَ اها حديث شعب الايمان ۾ سعد بن ابي وقاصﷺ جي حوالي سان آندي آهي)

(4746) صفوان بن سليم ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ ڇا مؤمن بزدل ٿي سگهي ٿو؟ فرمايائون تہ: هائو! عرض ڪيو ويو تہ ڇا مؤمن بخيل ٿي سگهي ٿو؟ فرمايائون تہ: هائو! چيائون تہ ڇا مؤمن ڪوڙو ٿي سگهي ٿو؟ فرمايائون تہ: نہ! (مالڪ، بيهقي، شعب الايمان. روايت مرسل آهي)

(4747) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ شيطان مرد جي صورت ۾ هڪ جماعت وٽ ايندوآهي. ڪين ڪوڙيون ڳالهيون ٻڌائيندو آهي پوءِ ماڻهو ڇڙ وڇڙ ٿي ويندا آهن تہ انهن مان هڪ شخص چوندو آهي تہ هڪ شخص کان مون هيءَ ڳالهہ ٻڌي، منهن سان ان کي سڃاڻان ٿو پر ان جو نالو نٿو اچي. (مسلم)

(4748) عمران بن حطان چوي ٿو تہ آئون ابوذرﷺ وٽ آيس. مسجد ۾ ڪاري چادر ويڙهي اڪيلو وينو هو. مون چيو تہ اي ابوذر! اڪيلا ڇو وينا آهيو؟ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ خراب

ساٿيءَ کان اڪيلائي چڱي آهي. نيڪ ساٿي اڪيلائيءَ کان چڱو آهي ڀلائي سيکارڻ خاموش رهڻ کان چڱي ڳالهه آهي ۽ برائيءَ سيکارڻ کان خاموشي چڱي آهي. (بيهقي)

(4749) عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: چپ رهڻ سان ماڻهوءَ کي جيڪو مقام حاصل ٿيندو آهي اهو سٺ سالن جي عبادت کان وڌيڪ افضل آهي. (بيهقي)

(4750) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي ته آئون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيس. پوءِ ڊگهي حديث بيان ڪندي چيائين ته مون عرض ڪيو ته اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! مون کي ڪا وصيت ڪريو. فرمايائون ته: توکي خدا جو خوف ڪرڻ جي وصيت ڪريان ٿو. اها ڳالهه تنهنجي سيني ڪمن جي زينت آهي. عرض ڪيم ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: قرآن مجيد جي تلاوت ۽ الله عزوجل جو ذڪر پاڻ تي لازم ڪر اها ڳالهه آسمانن ۾ تنهنجي يادگيري ۽ زمين ۾ تنهنجي لاءِ نور ثابت ٿيندي. مون چيو ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: دير تائين خاموش رهندو ڪر اها ڳالهه شيطان کي ڌتڪارڻ ۽ ديني معاملن ۾ تنهنجي لاءِ مدد جو سبب ٿيندي. مون چيو ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: گهڻو کلڻ کان پاڻ کي بچاءِ ان سان دل مري ٿي ۽ منهن جو نور ختم ٿئي ٿو. مون چيو ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: حق ڳالهه چئُ جيتوڻيڪ ڪوڙي هجي. مون چيو ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: الله جي باري ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ جي ملامت کان نه ڊڄ. عرض ڪيم ته وڌيڪ نصيحت فرمايو. فرمايائون ته: پنهنجي نفس جي باري ۾ جيڪي ڪجهه ڄاڻين ٿو اها ڳالهه تو کي ماڻهن کان پري رکي. (بيهقي)

(4751) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: اي ابوذر! ڇا تو کي ٻه چڱيون عادتون نه ٻڌايان جيڪي پٺيءَ تي هلڪيون ۽ ميزان ۾ وزني آهن؟ عرض ڪيم ته هائو! فرمايائون ته: دير تائين خاموش رهڻ ۽ سهڻا اخلاق اختيار ڪرڻ. قسم آهي الله جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي مخلوق اهڙو عمل نٿي ڪري. (بيهقي)

(4752) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي صلي الله عليه وسلم جن جو گذر ابوبڪر رضي الله عنه وٽان ٿيو جيڪو پنهنجي ڪنهن غلام کي لعنت ملامت ڪري رهيو هو. ان ڏانهن متوجهه ٿي فرمايائون ته: ڪعبي جي رب جو قسم! لعنت ڪندڙ ۽ صديق هرگز (گڏ نٿا ٿي سگهن) تنهن تي ابوبڪر رضي الله عنه پنهنجا ڪي غلام آزاد ڪيا. پوءِ نبي صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيو ۽ چيائين ته آئنده ائين هرگز نه ڪندس. (پنج ئي حديثون شعب الايمان ۾ بيهقي بيان ڪيون آهن)

(4753) اسلم کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن عمر ابوبڪر صديق رضي الله عنهما وٽ آيو جيڪو پنهنجي زبان کي ڇڪي رهيو هو. عمر رضي الله عنه چيو ته بس بس! الله توهان جي مغفرت فرمائي. ابوبڪر رضي الله عنه ڪيس چيو ته هن مون کي هلاڪت جي جڳهن ۾ داخل ڪيو آهي. (مالڪ)

(4754) عباده بن صامت﷛ ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجي باري ۾ مون کي ڇهن ڳالهين جي ضمانت ڏيو توهان کي مان جنت جي ضمانت ڏيان ٿو: 1- سچ ڳالهايو، 2- وعدو پورو ڪريو، 3- امانت ادا ڪريو، 4- پنهنجي اگهڙ ن جي حفاظت ڪريو، 5- نگاهون جهڪيون رکو، 6- پنهنجا هٿ بند رکو. (احمد، بيهقي)

(4755) عبدالرحمن بن غنم ۽ اسماءَ بنت يزيد ﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: الله جي ٻانهن مان سڀ کان پيارا اهي آهن جڏهن انهن تي نظر پوي تہ الله ياد اچي ۽ الله تعاليٰ جا بڇڙا ٻانها اهي آهن جيڪي مجلسن ۾ چغلي هڻندا آهن، پيارن ۾ جدائي وجهندا آهن، ناحق ماڻهن کي مصيبت ۾ وجهندا آهن. (احمد، شعب الايمان، بيهقي)

(4756) ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ ٻن ماڻهن ظهر يا عصر جي نماز پڙهي ۽ انهن کي روزو بہ هو. نبيﷺ جن نماز پڙهائي فارغ ٿيا تہ فرمايائون تہ: وضو ورائي ڪيو ۽ نماز بہ ورائي پڙهو روزو پورو ڪريو ۽ ان جي بجاءِ ٻئي ڏينهن بہ روزو رکو. چيائون تہ اي الله جا رسولﷺ! اهو ڇاجي ڪري؟ فرمايائون تہ: توهان فلاڻي شخص جي غيبت ڪئي آهي. ( بيهقي، شعب الايمان )

(4757) ابوسعيد ۽ جابر﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: غيبت زنا ڪان وڌيڪ بڇڙو گناهہ آهي. عرض ڪيو ويو تہ غيبت زنا ڪان وڌيڪ بڇڙو گناهہ ڪيئن آهي؟ فرمايائون تہ: ماڻهو زنا ڪري پوءِ توبہ ڪندو آهي تہ الله سندس توبہ قبول ڪندو آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ الله سندس مغفرت ڪندو آهي ۽ غيبت واري جي مغفرت نٿي ٿئي، تانجو جنهن شخص جي غيبت ڪئي وئي آهي، اهو ڪيس معاف ڪري. انس ﷛ جي روايت ۾ آهي تہ زنا ڪندڙ جي توبہ قبول ٿئي ٿي ۽ غيبت واري جي توبہ قبو نٿي ٿئي.(هي ٽيئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيون آهن)

(4758) انس﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: غيبت جو ڪفارو هي آهي تہ جنهن جي تو غيبت ڪئي آهي، ان لاءِ استغفار ڪرين دعا گهر تہ اي الله! اسان کي بہ بخش ۽ ان کي بہ بخش. (بيهقي، الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪري چوي ٿو ان جي سند ضعيف آهي)

# وعدي جو بيان

## پهريون فصل

(٤٧٥٩) جابر﷛ ڪان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن وفات فرمائي ۽ ابوبڪر﷛ بحرين جي گورنر علاءُ بن حضرمي وٽان مال آيو تہ اعلان ڪريائين تہ جنهن جو نبيﷺ تي قرض هجي يا پاڻ سڳورنﷺ ان سان وعدو ڪيو هجي، اهو اسان وٽ اچي. جابر﷛ چوي ٿو تہ مون چيو تہ رسول اللهﷺ جن مون سان وعدو ڪيو هو تہ مون کي هيترو ۽ هيترو مال عنايت ڪندا ۽

پنهنجا ٻئي هٿ کولي اشارو فرمايائون. ابوبڪر ﷺ مون کي لپ ڀري مال ڏنو، مون اهو ڳڻيو ته پنج سؤ درهم هئا. چيائين ته ان جيترا ٻيا ٻه کڻ. (بخاري، مسلم)

ٻيو فصل

(٤٧٦٠) ابو جحيفه کان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن کي ڏٺو سندس رنگ اڇو هو، پوڙها ٿي چڪا هئا، حسن بن عليؓ سندن مشابه هو. اسان کي تيرهن ڏاچيون ڏيڻ جو حڪم ڏنائون. اهو ڪاهڻ وياسون ته (واٽ تي) اسان کي سندن وفات جي خبر پهتي پوءِ اسان کي مال نه ڏنائون. جڏهن ابوبڪرؓ خليفو ٿيو ته اعلان ڪيائين ته جنهن سان رسول اللهﷺ جن وعدو ڪيو هجي، اهو اسان وٽ اچي. آئون ان ڏي ويس ۽ کيس خبر ڏني. پاڻ اسان کي ڏاچيون ڏيڻ جو حڪم ڪيائين. (ترمذي)

(٤٧٦١) عبدالله بن ابي حسماءَ کان راويت آهي ته مون نبيﷺ جن سان نبوت کان اڳ ڏيتي ليتي ڪئي. پاڻ سڳورنﷺ جي منهنجي ذمي ڪجهه رقم باقي رهيل هئي. مون چيو ته انهيءَ هنڌ ترسو اجهو اچان ٿو. پوءِ مون کان وسري ويو. ٽن ڏينهن کان پوءِ ياد آيو. ڇا ٿو ڏسان ته پاڻ سڳوراﷺ ساڳي جاءِ تي موجود آهن. فرمايايون ته تو مون کي تڪليف ڏني. ٽن ڏينهن کان تنهنجو انتظار ڪري رهيو آهيان. (ابودائود)

(٤٧٦٢) زيد بن ارقمؓ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته جڏهن ماڻهو پنهنجي ڀاءُ سان وعدو ڪري ۽ سندس نيت وعدي پوري ڪرڻ جي هجي پر ڪنهن سبب جي ڪري پورو نه ڪري سگهي ۽ وقت تي اچي نه سگهي ته مٿس گناهه نه آهي. (ابودائود، ترمذي)

(٤٧٦٣) عبدالله بن عامرؓ کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن منهنجي ماءُ مون کي سڏ ڪيو. جڏهن ته رسول اللهﷺ جن اسان جي گهر ۾ هئا. چيائين ته اچ تو کي ڪجهه ڏيان. رسول اللهﷺ جن کيس فرمايو ته کيس ڪهڙي شيءِ جي ڏيڻ جو ارادو اٿئي؟ چيائين ته کيس کارڪ ڏيڻ جو ارادو آهي. فرمايائون ته جيڪڏهن کيس ڪجهه نه ڏئين ها ته ڪوڙ تنهنجي نامه اعمال ۾ لکيو وڃي ها. (ابوداؤد، بيهقي، شعب الايمان)

ٽيون فصل

(٤٧٦٤) زيد بن ارقمؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جيڪو ڪنهن شخص سان وعدو ڪري ۽ نماز جي وقت تائين نه اچي ۽ ٻيو نماز پڙهڻ لاءِ وڃي ته ان تي گناهه نه آهي.(رزين)

# مذاق جو بيان

## پهريون فصل

(٤٧٦٥) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن اسان سان ملي جلي رهندا هئا ۽ خوش طبعي ڪندا هئا تانجو منهنجي ننڍي ڀاءُ کي فرمايائون تہ اي عمير! جهرڪي ڪاڏي ڪئي؟ سندس هڪ جهرڪي هئي جنهن سان کيڏندو هو. پوءِ اها مري وئي. (بخاري، مسلم)

بيو فصل

(٤٧٦٦) اهو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ فرمايائون تہ آئون فقط حق ڳالهہ چوان ٿو. (ترمذي)

(٤١٦٧) انس﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول اللهﷺ جن کان سواري گهري. فرمايائون توکي ڏاچيءَ جو ڦر ڏيندس. چيائين تہ (سائين سڳوراﷺ) ڏاچيءَ جو ڦر ڪاڏي ڪندس؟ فرمايائون تہ اٺ ڏاچيءَ جو ئي تہ ڦر هوندو آهي. (ترمزي، ابوداؤد)

(٤٧٦٨) انس﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن کيس فرمايو تہ اي ٻن ڪنن وارا! (ترمذي، ابودائود)

(٤٧٦٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ پوڙهي عورت کي فرمايو تہ جنت ۾ ڪا پوڙهي داخل نہ ٿيندي. چيائين تہ ڇا جي ڪري پوڙهي عورت جنت ۾ نہ ويندي؟ اها قرآن پڙهيل هئي. فرمايائون تہ ڇا تو قرآن نہ پڙهيو آهي تہ (ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو) ."اسان جنتي عورتن کي پيدا ڪيو ۽ انهن کي ڪنواريون بنايو آهي "(رزين) ۽ شرح السنه ۾ الفاظ مصابيع جا آهن.

(٤٧٧٠) انس﷛ کان روايت آهي تہ زاهر بن حرام نالي هڪ ڳوناٺو نبيﷺ جن ڏانهن هديو موڪليندو هو. نبيﷺ جن کين تياري ڪرائيندا هئا، جڏهن اهو وڃڻ جو ارادو ڪندو هو تہ ان لاءِ سوڪڙي پاڪڙي تيار ڪندا هئا. نبيﷺ وسلم جن فرمايو تہ زاهر اسان جو ڳوناٺو ۽ اسان ان جا شهري (دوست) آهيون. نبيﷺ جن ان سان محبت ڪندا هئا ۽ زاهر شڪل جو ڪوجهو هو. هڪ ڏينهن نبيﷺ جن وٽس آيا تہ اهو سامان وڪڻي رهيو هو. پاڻﷺ سندس پويان (لڪي) ان جي اکين تي هٿ رکيائون، جنهن جي ڪري زاهر کي ڪجهہ نظر نہ آيو. چوڻ لڳو تہ مون کي ڇڏ، هي ڪير آهي، پنيان ڏنائين تہ نبيﷺ جن آهي. تڏهن پنهنجي پٺي نبيﷺ جن جي پٺيءَ سان ملائڻ لڳو. نبيﷺ جن فرمايو تہ مون کان هي ٻانهو ڪير خريد ڪندو؟ چيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ﷲ جو قسم! مون کي تہ توهان سستو ۽ بياڪار لهندا. نبيﷺ جن فرمايو تہ پر تون ﷲ وٽ بيڪار نہ آهين. (شرح السنة)

(٤٧٧١) عوف بن مالڪ اشجعي﷛ کان روايت آهي تہ آئون رسول اللهﷺ جن وٽ غزوه تبوڪ ۾ آيس جڏهن تہ پاڻﷺ چمڙي جي هڪ تنبوءَ ۾ هئا، کين سلام ڪيم، مون کي جواب ڏنائون ۽ فرمايائون داخل ٿيءُ مون چيو تہ ڇا پوري جو پورو اي ﷲ جا رسولﷺ! اندر اچان؟ فرمايائون

تہ هائو پوري جو پورو اندر اچ! پوءِ آئون تنبوءَ ۾ اندر داخل ٿيس. عثمان بن ابو عاتڪه چوي ٿو تہ تنبوءِ جي ننڍي هئڻ سبب چيائين تہ چا پورو داخل ٿيان؟ (ابوداؤد)

(٤٧٧٢) نعمان بن بشيرﷺ کان روايت آهي تہ ابوبڪرﷺ کان روايت آهي تہ ابوبڪرﷺ، رسولﷺ جن کان اندر اچڻ جي اجازت طلب ڪئي تہ ٻڌائين تہ عائشهؓ نبيﷺ جن جي سامهون ڏاڍيان ڳالهائي رهي آهي. جڏهن اندر داخل ٿيو تہ ان کي مارڻ لاءِ ورتائين ۽ چيائين تہ (آئنده) رسول اللهﷺ جي سامهون توکي ڏاڍيان ڳالهائيندي نہ ٻڌان. نبيﷺ جن کيس روڪيندا رهيا. ابوبڪرﷺ اجازت طلب ڪئي تہ ٻنهي کي صلح جي حالت ۾ ڏٺائين. چيائي تہ مون کي بہ پنهنجي صلح ۾ شامل ڪريو جيئن توهان مونکي پنهنجي لڙائي ۾ شامل ڪيو هو. نبيﷺ جن فرمايو تہ ائين ڪوسون. ائين ڪيوسون. (ابوداؤد)

(٤٧٧٣) ابن عباسؓ کان راويت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي ڀاءَ سان جهڳڙو نہ ڪر، نہ ان سان مذاق ڪر ۽ نڪي ان سان وعدي جي ڀڃڪڙي ڪر. (ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

# وڏائي ۽ فخر جو بيان

### پهريون فصل

(٤٧٧٤) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کان پڇيو ويو تہ سڀ کان وڌيڪ عزت وارو انسان ڪير آهي؟ فرمايائون تہ جيڪو اللهؐ کان وڌيڪ ڊڄندڙ هجي، اهو وڌيڪ عزتدار انسان آهي. عرض ڪيائون تہ ان جي باري ۾ توهان کان نٿا پڇون. فرمايائون تہ ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ عزت وارو اللهؐ جو نبي يوسف آهي، جيڪو اللهؐ جي نبيءَ جو پٽ آهي جيڪو ابراهيم خليل الله جو پٽ آهي. چيائون تہ توهان کان ان جي باري ۾ بہ نٿا پڇون. فرمايائون تہ پوءِ عربن جي ذاتين جي باري ۾ پڇو ٿا؟ عرض ڪيائون تہ هائو. فرمايائون تہ جيڪي جاهليت جي زماني ۾ توهان ۾ ڀلارا هئا، اسلام ۾ بہ اهي ئي ڀلارا آهن بشرطيڪ دين جي سمجه حاصل ڪن. (بخاري، مسلم)

(٤٧٧٥) ابن عمر ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ عزتدارشخص عزت واري جو پٽ، عزت واري جو پٽ يوسف بن يعقوب بن اسحاق بن ابراهيم آهي. (بخاري)

(٤٧٧٦) براءُ بن عازبؓ کان روايت آهي تہ حنين جي جنگ ۾ ابو سفيان بن حارث رسول اللهﷺ جي خچر جي واڳ پڪڙي هلي رهيو هو. جڏهن مشرڪين کين گهيري ۾ آندو تہ پاڻﷺ هيٺ لٿا ۽ فرمايائون تہ آئون نبي آهيان، اها ڳالهہ ڪوڙي نہ آهي، آئون عبدالمطلب جو پٽ آهيان. پوءِ ان ڏينهن نبيﷺ کان وڌيڪ ڪنهن کي بهادر نہ ڏٺو ويو. (بخاري، مسلم)

(٤٧٧٧) انس ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ اي مخلوق ۾ سڀ کان بهترين انسان! ﷻ جي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو تہ ابراهيم ﷺ آهي. (مسلم)

(٤٧٧٨) عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون کي ائين حد کان نہ وڌايو جيئن عيسائين عيسيٰ بن مريم کي حد کان وڌايو. آئون تہ فقط سندس ٻانهو آهيان پوءِ (مون کي) ﷻ جو ٻانهو ۽ سندس رسول ﷺ چئو. (بخاري، مسلم)

(٤٧٧٩) عياض بن حمار مجاشعي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ﷻ تعاليٰ مون ڏانهن وحي فرمائي تہ عاجزي اختيار ڪريو، تانجو ڪو ڪنهن تي فخر نہ ڪري ۽ نہ ڪنهن تي ظلم ڪري.(مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٧٨٠) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ اهي ماڻهو ضرور باز اچن جيڪي مري ويل ابن ڏاڏن تي فخر ڪن ٿا. اهي ﷻ وٽ دوزخ جا ڪوئلا يا ﷻ وٽ گندگيءَ جي انهيءَ جيتامڙي کان بہ وڌيڪ بڇڙا آهن جيڪو نڪ سان گندگي پري ڪندو آهي. بيشڪ ﷻ تعاليٰ توهان جي جاهليت جي وڏائي ۽ ابن ڏاڏن جي فخر (جي ريت ۽ روايت) کي ختم ڪري چڪو آهي. ماڻهو يا پرهيزگار مؤمن هوندو يا گنهگار بدبخت. سمورا انسان آدم جو اولاد آهن ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي. (ترمذي، ابوداڻود)

(٤٧٨١) مطرف بن عبد الله بن شخير کان روايت آهي تہ آئون بنو عامر جي وفد سان رسول الله ﷺ جن وٽ آيس. عرض ڪيوسون تہ توهان اسان جا سردار آهيو. فرمايائون تہ سردار ﷻ آهي. عرض ڪيوسون تہ (ڀلا) فضليت ۾ اسان کي وڌيڪ ڀلارا ۽ عزت احترام ۾ اسان کان مٿانهين درجي وارا. فرمايائون تہ اها يا ان مان ڪجهہ ڳالهہ (ڀلي) چئو. شيطان توهانکي (وڌاءُ ۽ مبالغي آميزيءَ تي) نہ اڀاري . (ابوداؤد)

(٤٧٨٢) حسن سمره ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ حسن مال ۽ ڪرم پرهيزگاري آهي. (ترمذي، ابن ماجه)

(٤٧٨٣) ابي بن ڪعبه ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص پاڻ کي جاهليت جي ڪنهن دعويٰ ڏانهن منسوب ڪري تہ ان کي چئو تہ پنهنجي پيءُ جي اگڙ کي وڍ ۽ ان ۾ ڪنايه کان ڪم نہ وٺو. (شرح السنة)

(٤٧٨٤) عبدالرحمٰن بن ابي عقبه، ابو عقبه، جيڪو فارس وارن جو آزاد ڪيل غلام هو، کان روايت ڪري ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن سان احد ۾ شرڪت ڪئي، مون هڪ مشرڪ تي

تلوار جو وار ڪندي چيو تہ هڪ فارسي غلام جو وار قبول ڪر. نبيﷺ جن مون ڏانهن نهاري فرمايو تہ تو هينئن ڇو نہ چيو تہ هڪ انصاري غلام جو وار قبول ڪر؟ (ابوداؤد)

(٤٧٨٥) ابن مسعودؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص ڪنهن قوم جي ناحق تي مدد ڪئي، ان جو مثال انهيءَ اٺ وانگر آهي جيڪو کوهہ ۾ ڪري ۽ ان کي پڇ کان وٺي ٻاهر ڇڪجي. (ابوداؤد)

( ٤٧٥٦) واثله بن اسقعؓ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ ايﷲ جا رسولﷺ ! عصبيت ڇا آهي؟ فرمايائون تہ (عصبيت هيءَ آهي) تہ پنهنجي قوم جي ظلم تي مدد ڪرين. (ابوداؤد)

(٤٧٨٧) سراقه بن مالڪ بن جعشم ؓ کان راويت آهي تہ رسول اللهﷺ جن خطبو ڏيندي ارشاد فرمايو تہ پنهنجي قوم جو ظلم کان دفاع ڪر جيستائين گناهہ جو ڪم نہ هجي (ابوداؤد)

(٤٧٨٨) جبير بن مطعمؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اهو شخص اسان مان نہ آهي، جيڪو عصبيت ڏانهن سڏي، اهو شخص اسان مان نہ آهي جيڪو عصبيت تي وڙهي، اهو شخص اسان مان نہ آهي جيڪو عصبيت تي وڙهي مري. (ابوداؤد)

(٤٧٨٩) ابودرداءُؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ڪنهن شيءِ سان تنهنجي محبت توکي انڌو ۽ گونگو ڪري ڇڏيندي. (ابوداؤد)

ٽيون فصل

(٤٧٩٠) عباده بن ڪثير شامي، فلسطيني پنهنجي قبيلي جي هڪ عورت نالي فسيله کان روايت ڪري ٿو تہ مان پنهنجي پيءُ کان ٻڌو تہ مون رسولﷺ جن کان پڇيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ڇا اها ڳالهہ عصبيت مان آهي تہ ماڻهو پنهنجي قوم سان محبت ڪري؟ فرمايائون نہ، پر عصبيت هيءَ آهي تہ ماڻهو پنهنجي قوم جي ظلم مدد ڪري. (احمد، ابن ماجه)

(٤٧٩١) عقبه بن عامرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ توهان جا هي نسب ڪنهن کي گار ڏيڻ جو سبب نہ ٿين. توهان سڀ آدم جو اولاد آهيو جيئن ٽويو ڀئي ٽوئي جي برابر هوندو آهي. دينداري ۽ پرهيزگاريءَ کان سواءِ ڪنهن کي ڪنهن تي فضيلت نہ آهي. ماڻهوءَ جي گنهگار هئڻ لاءِ ايتري ڳالهہ ئي ڪافي آهي تہ زبان جو ڪرو، فحش بڪواس ڪندڙ ۽ بخيل هجي. (احمد، بيهقي، شعب الايمان)

# نيڪي ۽ مٽي مائٽي جوڙڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٤٧٩٢) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول الله ﷺ! منهنجي سهڻي سلوڪ جو وڌيڪ حقدار ڪير آهي؟ فرمايائون تہ تنهنجي ماءُ. چيائين تہ پوءِ ڪير آهي؟ فرمايائون تہ تنهنجي ماءُ. چيائين تہ پوءِ ڪير آهي؟ فرمايائون تہ تنهنجي ماءُ. چيائين تہ پوءِ ڪير آهي؟ فرمايائون تہ تنهنجو پيءُ. هڪ روايت ۾ آهي: فرمايائون تہ تنهنجي ماءُ، پوءِ تنهنجي ماءُ، پوءِ تنهنجي ماءُ، پوءِ تنهنجو پيءُ، پوءِ جيڪو ان ڪان ويجهو هجي. (بخاري، مسلم)

(٤٧٧٩٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سندس نڪ مٽي سان پرجي. سندس نڪ مٽيءَ سان پرجي. سندس نڪ مٽيءَ سان پرجي. عرض ڪيو ويو تہ ڪنهن جو اي الله جا رسول ﷺ فرمايو تہ جيڪو پنهجي ماءُ پڻيءَ يا ٻنهي مان هڪ کي ڪراڙپ جي حالت ۾ لهي، پوءِ بہ (سندن خدمت ڪري) جنت ۾ داخل نہ ٿئي، (مسلم)

(٤٧٩٤) اسماءَ بنت ابوبڪر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ منهنجي مشڪرياڻي ماءُ، قريش سان صلح جي زماني ۾ پنهنجي پيءُ سان گڏجي مون وٽ (مديني ۾) آئي، مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ منهنجي ماءُ مون وٽ آئي آهي ۽ (ڪنهن شيءَ جي) رغبت رکي ٿي تہ ڇا ساڻس سهڻو سلوڪي ڪريا؟ فرمايائون تہ هائو ان سان سهڻو سلوڪ ڪر. (بخاري، مسلم)

(٤٧٩٥) عمرو بن عاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ فلاڻو گهراڻو منهنجي آل مان نہ آهي. مهنجو دوست الله ۽ نيڪ مؤمن آهن. البتہ ساڻن منهنجي مٽي قائم آهي. جنهن کي برقرار رکندس. (بخاري، مسلم)

(٤٧٩٦) مغيره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ الله توهان تي ماءُ پيءُ جي نافرماني، نياڻين کي زنده دفن ڪرڻ، بخيلي ۽ ٻين کي توهان تي حرام ۽ وڌيڪ سوال ڪرڻ ۽ مال ضايع ڪرڻ کي مڪروھ قرار ڏنو آهي. ( بخاري، مسلم)

( ٤٧٩٧) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪبيره گناهن مان هيءُ بہ آهي تہ ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ کي گاريون ڏي. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ کي بہ گاريون ڏئي سگهي ٿو؟ فرمايائو تہ هائو! ٻئي جي پيءُ کي گار ڏي تہ (موٽ ۾) اهو سندس پيءُ کي گار ڏي. ٻئي جي ماءُ کي گار ڏي تہ (موٽ ۾) اهو سندس ماءُ کي گار ڏي. ( بخاري، مسلم)

(٤٧٩٨) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بهترين سهڻو سلوڪ هي آهي تہ ماڻهو پنهنجي پيءُ جي دوستن سان سندس غير موجودگيءَ ۾ سهڻو سلوڪ ڪري. (مسلم)

(٤٧٩٩) انس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو گهري ٿو تہ سندس رزق ۾ ڪشادگي ۽ سندس موت ۾ دير ٿئي، ان کي گهرجي تہ مٽي مائٽي ڳنڍي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٠٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ مخلوق پيدا فرمائي. جڏهن ان مان فارغ ٿيو تہ رحم اٿي ۽ رحمٰن جي چيلهہ پڪڙي. فرمائين تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ عرض ڪيائين تہ هيءَ جاءِ مٽي چنڻ جي مقابلي ۾ توکان پناهہ وٺڻ جي آهي. فرمايائين تہ ڇا تون هن ڳالهہ کان راضي نہ آهين تہ آئون ان کي ڳنڍيان جيڪو توکي ڳنڍي ۽ ان کي ڇنان جيڪو توکي ڇني؟ چيائين تہ هائو اي منهنجا رب؟ فرمايائين تہ اهو ئي (توسان) وعدو آهي. (بخاري)

(٤٨٠١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ رحم رحمٰن مان نڪتل آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو جيڪو توکي ڳنڍيندو آئون ان کي ڳنڍيندس ۽ جيڪو توکي ڇنندو. آئون ان کي ڇنندس. (بخاري)

(٤٨٠٢) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ رشتو عرش کي چنبڙي بيٺو آهي. چوي ٿو تہ جيڪو مون کي ڳنڍيندو، الله ان کي ڳنڍيندو، ۽ جيڪو مونکي ڇندو. الله ان کي ڇندو. (بخاري، مسلم)

(٤٨٠٣) جبير بن مطعم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنت ۾ مٽي ٽوڙيندڙ داخل نہ ٿيندو. (بخاري، مسلم)

٤٨٠٤) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بدلي طور مٽي مائٽي ڳنڍيندڙ (حقيقي معنيٰ ۾) مٽي مائٽي ڳنڍيندڙ نہ آهي. پر مٽي ڳنڍيندڙ اهو آهي، جنهن سان مٽي ڇنجي تڏهن بہ اهو ان کي ڳنڍي. ( بخاري)

(٤٨٠٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ منهنجا ڪي مائٽ آهن، انهن سان مٽي ڳنڍيان ٿو. اهي مون سان مٽي ڇنن ٿا. آئون ان سان سهڻو سلوڪ ڪريان ٿو، اهي مون سان خراب سلوڪ ڪن ٿا. آئون ساڻن نهنائپ سان پيش اچان ٿو، اهي مون سان جهالت ۽ جٽ ڪن ٿا. فرمائون ﷺ تہ جيڪڏهن تون ائين ئي آهين جيئن چوين ٿو تہ جڻ تون (سندن منهن ۾) گرم چار وجهي رهيو آهين. ۽ جيستائين تون (حالت) تي قائم رهندين، الله جي طرفان سدائين تنهنجي لاءِ مدد گار رهندو. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٨٠٦) ثوبان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ تقدير کي فقط دعا ئي ٽاري ٿي عمر کي فقط سهڻو سلوڪ ئي وڌائي ٿو ۽ بيشڪ گناهہ جي ڪري ماڻهو ملندڙ رزق کان محروم ڪيو ويندو آهي. (ابن ماجہ)

٤٨٠٧) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ آئون جنت ۾ داخل ٿيس تہ اتي قرآن پڙهڻ جو آواز ٻڌم، مون پڇيو تہ اهو ڪير آهي؟ چيائون تہ حارثه بن نعمان آهي. ماءُ پيءُسان سهڻو سلوڪ ڪرڻ جو بدلو اهو ئي آهي. حارثه رضي الله عنه ماڻهن مان پنهنجي ماءُ سان سڀ کان وڌيڪ سهڻو سلوڪ ڪندڙ هو. (شرح السنة ۽ بيهقي، شعب الايمان) هڪ روايت ۾ جنت ۾ داخل ٿيڻ جي بجاءِ آهي تہ "مون خواب ۾ جنت ۾ ڏٺو."

(٤٨٠٨) عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ رب تعاليٰ جي رضا مندي پيءُ جي رضامنديءَ ۾ آهي ۽ رب تعاليٰ جي راضگيءَ پيءُ جي ناراضگيءَ ۾ آهي. (ترمذي)

(٤٨٠٩) ابو درداءُ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص ان وٽ آيو. چيائين تہ منهنجي ماءُ مون کي حڪم ڏئي ٿو تہ پنهنجي زال کي طلاق ڏيان. ابو درداءُ رضي الله عنه کيس چيو تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمايئندي ٻڌو آهي تہ پيءُ جنت جو بهترين دروازو آهي، تون گهري تہ انهيءَ دروازي جي حفاظت ڪر يا (گهري تہ) ان کي ضايع ڪر (ترمذي، ابن ماجه)

(٤٨١٠) بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏاي کان روايت ڪري ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول الله صلي الله عليه وسلم! ڪنهن سان سهڻو سلوڪ ڪريان؟ فرمايائون تہ پنهنجي ماءَ سان مون چيو تہ پوءِ ڪنهن سان؟ فرمايائون تہ پنهنجي ماءُ سان. مون چيو تہ پوءِ ڪنهن سان؟ فرمايائون تہ پنهنجي ماءُ سان، مون چيو تہ پوءِ ڪنهن سان؟ فرمايائون تہ پنهنجي پيءُ سان، پوءِ ڪي ان کي وڌيڪ ويجهو هجي، پوءِ جيڪي ان کي وڌيڪ ويجهو هجي.(ترمذي، ابوداؤد)

(٤٨٠١١) عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ الله تبارڪ و تعاليٰ فرمائي ٿو تہ آئون الله آهيان ۽ آئون رحمٰن آهيان. مون رحم کي پيدا ڪيو سندس نالو پنهنجي نالي مان ڪڍيو. پوءِ جيڪو ان کي ڳنڍيندو، آئون ان کي ڳنڍيندس ۽ جيڪي ان کي ڇنندو آئون ان کي ڇنندس. (ابو دائود)

(٤٨١٢) عبدالله بن ابي اوفيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن قوم ۾ مٽي ٽوڙيندڙ هوندو، اُتي الله جي رحمت نازل نہ ٿيندي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٨١٣) ابوبڪرةﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بہ گناهہ اهڙا آهن،جن جي سزا دنيا ۾ جلدي ملي ٿي ۽ آخرت ۾ بہ انهن جو عذاب ذخيرو ڪيو وڃي ٿو، وقت جي امام جي خلاف بغاوت ڪرڻ ۽ مٽي مائٽي ڇنڻ. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٨١٤) عبدالله بن عمروؓ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنت ۾ نہ احسان جتائيندڙ داخل ٿيندو ۽ نہ ماءُ پيءُ جو نافرمان ۽ نہ سدائين شراب پيئندڙ. (نسائي، دارمي)

(٤٨١٥) ابوهريرهؓ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نسبن جي ڄاڻ حاصل ڪريو تہ جيئن انهن جي ذريعي مٽي مائٽي ڳنڍيو ڇاڪاڻ تہ مٽي ڳنڍڻ عزيز قريبن ۾ محبت، مال ۾ واڌاري ۾ دير جو سبب آهي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث غريب آهي)

(٤٨١٦) ابن عمرؓ ڪان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ آيو. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کان هڪ وڏو گناهہ ٿي ويو آهي. ڇا منهنجي لاءِ توبه جي ڪا صورت آهي؟ فرمايائون ڇا تنهنجي ماءُ (جيئري) آهي؟ چيائين تہ نہ. فرمايائون تہ ڇا تنهنجي ماسي آهي؟ چيائين تہ هائو. فرمايائون تہ ان سان سهڻو سلوڪ ڪر. (ترمذي)

(٤٨١٧) ابو اسيد ساعديؓڪان روايت آهي تہ هڪ ڀيري اسان رسول اللهﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون. اوچتو بنو سلمه جو هڪ شخص آيو. عرض ڪيائن تہ اي الله جا رسولﷺ! ماءُ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ انهن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ جي ڪا صورت آهي؟ فرمايائون تہ هائو! انهن جي لاءِ رحمت ۽ بخشش جي دعا گهرڻ. انهن کان پوءِ سندن وعدي کي پورو ڪر ۽ سندن مٽي مائٽي ڳنڍڻ جيڪا فقط انهن جي ڪري ڳنڍجي ۽ سندن دوستن جي عزت ڪرڻ. (ابوداؤد، ابن ماجه)

(٤٨١٨) ابو طفيلؓ چوي ٿو تہ مون نبيﷺ جن کي ڏٺو تہ جعرانه (نالي هنڌ) گوشت ورهائي رهيا هئا. اوچتو هڪ عورت نبيﷺ جن جي ويجهو آئي. پاڻ ان لاءِ چادر وڇايائون. اها ان تي ويٺي. مون پڇيو تہ اها ڪير آهي چيائون تہ اها سندن کير پيارينڌڙ ماءُ آهي. (ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(٤٨١٩) ابن عمرؓ ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ٽي ماڻهو سفر تي وڃي رهيا هئا تہ بارش اچي وئي ۽ انهن هڪ جبل جي غار ۾ پناه ورتي. غار جو منهن تي جبل تان هڪ وڏو پٿر اچي ڪريو ۽ ان جو منهن بند ٿي ويو. پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ ڪو اهڙو نيڪ عمل سوچيو. جيڪو توهان صرف الله ڪان دعا گهرو، شايد هيءَ مشڪل آسان ٿي وڃي. انهن مان هڪڙي چيو تہ اي الله جڏهن منهنجا ماءُ پيءُ ڪافي پوڙها ٿي ويا. منهنجا ننڍڙا ننڍڙا ٻار بہ هئا مان انهن لاءِ ٻڪريون چاري، جڏهن شام جو واپس ايندو هيس تہ ٻڪريون ڏهي پنهنجي ٻارن کان اڳ پنهنجي ماءُ پيءُ کي کير پياريندو هئس هڪ ڏينهن جهنگ ۾ پري نڪري ويس ۽ شام جو دير سان واپس موٽيس.

ان وقت تائين منهنجا ماءُ پيءُ سمهي چڪا هئا. مون معمول مطابق کير ڏڌر ۽ کير کڻي، سندس مٿن کان اچي بيٺس، نه ڪين اٿارڻ پسند ڪيم ۽ نه انهن کان اڳ ٻارن کي کير پيارڻ پسند ڪيم، حالانڪ ٻار منهنجا پير پٽي روئي رهيا هئا، اهڙيءَ طرح مان بيٺو رهيس تانجو صبح ٿي وئي. اي الله سائين! تون ڄاڻين ٿو، جيڪڏهن مون اهو ڪم صرف تنهنجي رضا لاءِ ڪيو ته هن ڇپ کي هٽان هٽاءِ جيئن آسمان ڏسي سگهون. الله تعاليٰ انهن تان ڇپ هٽائي ۽ ڪين آسمان نظر اچڻ لڳو. ٻئي چيو ته اي الله! منهنجي هڪ سوٽ هئي جنهن سان ڏاڍي گهڻي محبت ڪندو هيس، جيئن مرد عورتن سان محبت ڪندا آهن. ان سان پنهنجي دلي خواهش ظاهر ڪيم، جنهن سؤ دينار ڏيڻ کان سواءِ (منهنجي خواهش پوري ڪرڻ کان) انڪار ڪيو. مون محنت مزدوري ڪري سؤ دينار جمع ڪري ان کي ڏنا، جنهن اهي ورتا. جڏهن صحبت لاءِ ٻنهي ٽنگن جي وچ ۾ ويٺس ته انهيءَ وقت چوڻ لڳي ته اي الله جا ٻانها! الله کان ڊڄ ۽ (منهنجي عصمت جي) مهر کي نه ٽوڙ. ڪيس ڇڏي مان هڪدم اٿي بيٺس. اي الله سائين! تون ڄاڻين ٿو، جيڪڏهن مون اهو ڪم صرف تنهنجي رضا لاءِ ڪيو ته هن ڇپ کي هتان هٽاءِ. پوءِ پٿر ڪجهه وڌيڪ هٽي ويو. ٽئين چيو ته اي الله! مون وٽ هڪ فرق (تقريباً اٺ ڪلو گرام) سارين جي مزدوري تي هڪ مزدور رکيو. ڪم پورو ڪري پنهنجي مزدوريءَ جي گهر ڪيائين، مون سندس حق سندس سامهون رکيو. پر (انڪي گهٽ سمجهي) ونڻ کان سواءِ هليو ويو. آئون سندس ساريون پوکرائيندو رهيس، تانجو انهيءَ اناج مان ڪيتريون ڍڳيون خريد ڪيم ۽ هڪ ڌنار رکيو. ڪجهه وقت کان پوءِ مون وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته الله کان ڊڄ. مون تي ظلم نه ڪر ۽ منهنجو حق مون کي ادا ڪر. مون ان کي چيو ته انهن ڍڳين ۽ ڌنار ڏانهن وڃ اهو سڀ تنهنجو مال آهي. انهيءَ چيو ته الله کان ڊڄ ۽ مون سان چرچو نه ڪر، مون چيو ته توسان چرچو نه ٿو ڪريان، اهي ڍڳيون ڪاهي ۽ ڌنار ساڻ ڪري وڃ، اهو ڪاهي هليو ويو. اي الله سائين! تون ڄاڻين ٿو، جيڪڏهن مون اهو ڪم صرف تنهنجي رضا لاءِ ڪيو ته باقي ڇپ به هٽائي ڇڏ، پوءِ الله تعاليٰ انهن تان (پورو) پٿر هٽائي ڇڏيو. (بخاري)

(٤٨٢٠) معاويه بن جاهمه رضي الله عنه کان روايت آهي ته جاهمه نبي ﷺ جن وٽ آيو. عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول ﷺ! مون جهاد تي وڃڻ جو ارادو ڪيو آهي ۽ توهان کان مشورو وٺڻ آيو آهيان. فرمايائون ته ڇا تنهنجي ماءُ (جيئري) آهي؟ چيائين ته هائو. فرمايائون ته ان جي خدمت ڪر، جنت سندس پيرن هيٺان آهي. (احمد، نسائي، بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٢١) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته منهنجي هڪ پياري زال هئي جنهن کي عمر رضي الله عنه پسند نه ڪندو هو. مون کي چيائين ته ڪيس طلاق ڏي. مون انڪار ڪيو. پوءِ عمر رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ سندس سامهون اها ڳالهه بيان ڪيائين. مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪيس طلاق ڏي. (ترمذي، ابوداؤد)

(٤٨٢٢) ابو امامهﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اولاد تي ماءُ پيءُ جو ڪهڙو حق آهي” فرمايائون تہ اهي ٻئي تنهنجي لاءِ جنت ۽ تنهنجي لاءِ دوزخ آهن. (ابن ماجه)

(٤٨٢٣) انسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ٻانهي جو پيءُ ماءُ يا انهن مان هڪڙو مري ويندو آهي جڏهن تہ اهو پيءُ ماءُ جو نافرمان هوندو آهي. پوءِ هميشہ سندس حق ۾ دعا گهرندو ۽ سندن لاءِ استغفار ڪندو رهندو آهي، تانجو ﷲ کيس فرمانبردار لکندو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٢٤) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو هن حالت ۾ صبح ڪري جو پنهنجي پيءُ ماءُ جي باري ۾ ﷲ جو فرمانبردار هجي تہ ان لاءِ صبح جو جنت جا ٻہ دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ جيڪڏهن انهن مان هڪڙو (جيئرو) آهي تہ سندس لاءِ جنت جو هڪڙو دروازو کوليو وڃي ٿو ۽ جيڪو شخص پنهنجي ماءُ پيءُ جي باري ۾ ﷲ جي نافرماني ڪري ٿو، صبح جي وقت ان لاءِ دوزخ جا ٻہ دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ جيڪڏهن انهن مان هڪڙو (جيئرو) آهي تہ سندس لاءِ دوزخ جو هڪڙو دروازو کوليو وڃي ٿو. هڪ شخص چيو تہ جيتوڻيڪ ماءُ پيءَ اولاد تي ظلم ڪن. فرمايائون تہ جيتوڻيڪ مٿن ظلم ڪن. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٢٥) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو بہ فرمانبردار اولاد پنهنجي ماءُ پيءُ ڏانهن رحمت جي نظر ڪٽي نهاريندو، ﷲ ان لاءِ هر نظر جي بدلي ۾ قبول پيل حج جو ثواب لکي ٿو. چيائين تہ جيتوڻيڪ هر روز ان ڏانهن سؤ ڀيرا نهاري؟ فرمايائون تہ هائو! ﷲ وڏو ۽ گهڻوپاڪ آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٢٦) ابوبڪرةﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ چاهي تہ ماءُ پيءُ جي نافرمانيءَ کان سواءِ هر گناه بخشي ٿو. بيشڪ نافرمان اولاد کي موت کان اڳ زندگيءَ ۾ ئي جلد عذاب ملندو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٢٧) سعيد بن عاصﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ننڍن ڀائرن تي وڏي ڀاءُ جو حق ائين آهي جيئن اولاد تي پيءُ جو حق آهي. (بيهقي، شعب الايمان )

# مخلوق تي رحم ۽ ٻاجهہ ڪرڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٤٨٢٨) جرير بن عبداللهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهن تي رحم نٿو ڪري، ﷲ ان تي رحم نٿو ڪري. (بخاري، مسلم)

(٤٨٢٩) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هڪ اعرابي نبيﷺ جن وٽ آيو. چيائين تہ ڇا توهان ٻارن کي چميو ٿا؟ اسان تہ ٻارن کي نٿا چميون. نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ تنهنجي دل مان رحمت ڪڍي ڇڏي آهي تہ ڇا (ان کي واپس آڻڻ تي) آئون وس وارو آهيان؟ (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٠) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون وٽ هڪ عورت سوال ڪرڻ آئي. ساڻس گڏ ان جون ٻہ نياڻيون هيون. مون وٽ کيس ڏيڻ لاءِ فقط هڪ کارڪ هئي، جيڪا مون کيس ڏني. ان کي ٻہ اڌ ڪري ٻنهي کي ڏنائين ۽ پاڻ ڪجهہ نہ کاڌائين. پوءِ اٿي هلي وئي. نبيﷺ جن مون وٽ آيا تہ کين اها ڳالهہ ٻڌايم. ارشاد فرمايائون تہ جيڪو هنن نياڻين کي ذريعي ڪنهن آزمائش ۾ وڌو وڃي. پوءِ انهن سان سهڻو سلوڪ ڪري تہ اهي ان لاءِ دوزخ کان بچاءُ جو ذريعو ٿيندو. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ٻن نياڻين جي پرورش ڪندو، تانجو اهي بالغ ٿين، قيامت جي ڏينهن هن حالت ۾ ايندو جو مان ۽ اهو هن طرح هونداسون ائين چئي پنهنجيون ٻئي آڱريون ملايائون. (مسلم)

(٤٨٣٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بيوائون ۽ مسڪين جي سار سنڀال لهندڙ الله جي واٽ ۾ ڊڪ ڊوڙ ڪندڙ وانگر آهي ۽ پانيان ٿو تہ فرمايائون تہ رات جو اٿي سدائين تهجد پڙهندڙ ۽ سدائين روزو رکندڙ وانگر آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٣) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آئون ۽ يتيم جي پرورش ڪندڙ شخص، چاهي سندس عزيز هجي يا ڪو ڌاريو هجي، جنت ۾ هن طرح هونداسون ۽ ڏسڻي ۽ وچين آڱر ڏانهن اشارو ڪري ٻنهي ۾ ٿورو فرق ڪري ڏيکاريائون . (بخاري)

(٤٨٣٤) نعمان بن بشير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هڪ ٻئي سان رحم، محبت ۽ جذبو ڪرڻ ۾ تون مؤمن کي جسم وانگر ڏسندين. جڏهن ڪنهن عضوي کي تڪليف پهچندي آهي تہ پوري جسم کي اوجاڳو ۽ بخار محسوس ٿيندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٥) نعمان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ سڀ ايماندار هڪ شخص وانگر آهن. جيڪڏهن سندس اکين ۾ تڪليف هوندي تہ پورو بدن تڪليف محسوس ڪندو آهي، جيڪڏهن مٿي ۾ سور هوندو تہ پوري بدن ۾ سور محسوس ٿيندو آهي. (مسلم)

(٤٨٣٦) ابو موسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ مؤمن، مؤمن لاءِ عمارت وانگر آهي، جنهن جي هڪ سِرَ ٻي سِرَ کي جوڙي مضبوط ڪندي آهي. پوءِ هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ ۾ وجهي ڏيکاريائون تہ هن طرح. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٧) ابو موسيٰ ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ جڏهن ڪو سوالي يا حاجتمند ايندو هو، فرمائيندا هئا تہ سندس سفارش ڪريو، توهان کي اجر ڏنو ويندو ۽ ﷲ پنهنجي رسولﷺجي زباني جيڪي گهري ٿو، حڪم جاري فرمائي ٿو. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٨) انسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪر، ظالم هجي يا مظلوم. هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺمظلوم هجي تہ آئون سندس مدد ڪريان، ظآلم هجي تہ سندس مدد ڪيئن ڪريان؟ فرمايائون تہ ڪيس ظلم کان منع ڪر. تنهنجي طرفان سندس اها ئي مدد آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٣٩) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مسلمان، مسلمان جو ڀاءُ آهي. نہ ان تي پاڻ ظلم ڪري ۽ نہ ان کي (ظالم جي) حوالي ڪري. جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي ضرورت پوري ڪندو، ﷲ ان جي ضرورت پوري ڪندو ۽ جيڪو مسلمان تان مصيبت ٽاريندو، ﷲ تعاليٰ سندس قيامت جي ڏينهن جي مصيبتن مان ڪا مصيبت ٽاريندو. ۽ جيڪو ڪنهن مسلمان جي عيب تي ڍڪ رکندو، قيامت جي ڏينهن ﷲ سندس عيب تي ڍڪ رکندو. (بخاري، مسلم)

(٤٨٤٠) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مسلمان مسلمان جو ڀاءُ آهي. نہ ان تي ظلم ڪندو آهي ۽ نہ ڪيس خوار ڪندو آهي ۽ نہ ان کي حقير ڄاڻندو آهي. پرهيزگاري هتي آهي ۽ ٽي ڀيرا پنهنجي سيني ڏانهن اشارو ڪيائون. ڪنهن شخص جي برائي لاءِ ايتري ئي ڳالهہ ڪافي آهي تہ پنهنجي مسلمان ڀاءُ کي حقير سمجهي، مسلمان تي مسلمان جو رت، مال ۽ عزت حرام آهي. (مسلم)

(٤٨٤١) عياض بن حمارؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنتي ٽن قسمن جا ماڻهو آهن: ١_عادل بادشاه، جيڪو احسان ڪندڙ هجي ۽ جنهن کي ڀلائيءَ جي توفيق ملي ٿي. ٢_مٺ مائٽ هجي يا ڏاريو، هر شخص لاءِ رحمدلي ۽ نرمي ڪندڙ سان. ٣_ پاڪدامن ٻچڙيوال، جيڪو سوال کان بچندڙ هجي ۽ دوزخي پنجن قسمن جا ماڻهو آهن: ١_ توهان جن خادمن مان عقل کان عاري ماڻهو، جن کي اهل و عيال (زال) جو فڪر هجي ۽ نہ (حلال) رزق حاصل ڪرڻ جي ڳڻتي. ٢_خيانت ڪندڙ شخص جنهن جي لالچ ڳجهي نہ هجي، تانجو معمولي ڳالهہ ۾ بہ خيانت ڪري. ٣_ جيڪو شخص صبح شام توکي تنهنجي گهر وارن ۽ تنهنجي مال جي باري ۾ ڌوڪو ۾ ڌوڪو ڏيندو رهي، ٤، ٥_۽ (ان ڏس ۾) بخيل ڪوڙي ۽ بدشد ڳالهائيندڙ بداخلاق جو ذڪر ڪيائون. (مسلم)

(٤٨٤٢) انسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ الله جو قسم جنهنجي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ٻانهو ان وقت تائين مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيستائين پنهنجي ڀاءُ لاءِ اهو پسند نہ ڪري، جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو. ( بخاري، مسلم)

(٤٨٤٣) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله جو قسم! اهو شخص مؤمن نٿو ٿي سگهي، اهو شخص مؤمن نٿو ٿي سگهي، اهو شخص مؤمن نٿو ٿي سگهي. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول اللهﷺ! ڪير؟ فرمايائون تہ جنهن جي شرارتن کان سندس پاڙيسري محفوظ نہ هجي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٤٤) انسﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو شخص جنت ۾ داخل نہ ٿيندو، جن جي شرارت کان سندس پاڙيسري محفوظ نہ رهي. (مسلم)

(٤٨٤٥) عائشه ۽ ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جبرئيلﷺ مون کي پاڙيسريءَ جي باري ۾ برابر وصيت ڪندو رهيو، تانجو ڀانيم تہ اجهو ٿو ان کي منهنجو وارث مقرر ڪري. (بخاري، مسلم)

(٤٨٤٦) عبدالله بن مسعودﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ٽي ڄڻا هجن تہ ٽئين کي ڇڏي ٻہ ڄڻا پاڻ ۾ سرگوشي نہ ڪن، تانجو ماڻهن ۾ ملي وڃن، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ ٽئين شخص کي رنج رسائيندي. (بخاري، مسلم)

(٤٨٤٧) تميم داريﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ٽي ڀيرا فرمايو تہ دين خير خواهيءِ جو نالو آهي. عرض ڪيوسون تہ ڪنهن جي لاءِ؟ فرمايائون تہ الله، سندس ڪتاب، سندس رسولﷺ! مسلمانن جي حڪمرانن ۽ سندس عوام لاءِ. (مسلم)

(٤٨٤٨) جرير ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺجن سان هنن ڳالهين تي بيعت ڪئي:
١_نماز قائم ڪرڻ، ٢_زڪواة ڏيڻ ۽ ٣_هر مسلمان سان خير خواهي ڪرڻ تي. (بخاري، مسلم)

### ٻيو فصل

(٤٨٤٩) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ مون سچ ڳالهائيندڙ ۽ سچ جي تصديق ڪندڙ ابو القاسمﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ رحمت فقط بدبخت انسان جي دل مان ڪڍي وڃي ٿي. (احمد، ترمذي)

(٤٨٥٠) عبدالله بن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ رحم ڪندڙن تي ٻاجهارو اللهؓ رحم ڪري ٿو. جيڪي زمين ۾ آهن، انهن تي رحم ڪريو، توهان تي اهو رحم ڪندو جيڪو آسمانن ۾ آهي. (احمد، ترمذي)

(٤٨٥١) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اهو شخص اسان مان نہ آهي جيڪو اسان جي ننڍن تي رحم نٿو ڪري ۽ اسان جي وڏن جي عزت نٿو ڪري. ڀلائيءَ جو حڪم نٿو ڪري ۽ برائيءَ کان نٿو روڪي. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٨٥٢) انسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو نوجوان ڪنهن ڪراڙي جي سندس وڏي عمر هئڻ سبب عزت ڪندو تہ جڏهن پاڻ وڏي عمر جو ٿيندو، اللهؓ تعاليٰ ان لاءِ (اهڙي نوجوان ڪي) مقرر ڪندو جيڪو سندس عزت ڪندو. (ترمذي)

(٤٨٥٣) ابو موسيٰ ؓکان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اللهؓ جي تعظيم هيءِ آهي تہ: ١_ ڪراڙي مسلمان جي عزت ڪجي، ٢_مبالغي ۽ ڪوتائي کان پاڪ، قرآن جي عالم ۽ عامل جي عزت ڪجيۡ ٣_ انصاف ڪندڙ بادشاهہ جي عزت ڪجي. (ابوداؤد، بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٥٤) ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مسلمانن جو سڀ کان ڀلارو گهر اهو آهي، جتي يتيم سان سهڻو سلوڪ ڪجي ٿو ۽ مسلمانن جو سڀ کان بڇڙو گهر اهو آهي، جتي يتيم سان خراب سلوڪ ڪجي ٿو. (ابن ماجہ)

(٤٨٥٥) ابوامامه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو اللهؓ جي رضامندي لاءِ يتيم جي مٿي تي هٿ گهمائيندو، سندس هٿ جي هيٺان جيترا بہ وار ايندا، انهن جي بدلي ۾ سندس لاءِ نيڪيون لکيون وينديون ۽ جيڪو پاڻ وٽ موجود يتيم نياٽي يا ٻار سان سهڻو سلوڪ ڪندو، اهو ۽ آئون جنت ۾ هيئن هونداسون ۽ پنهنجيون ٻئي آڱريون ملايائون. (احمد ۽ ترمذي، ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٨٥٦) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪنهن يتيم کي پنهنجي کائڻ پيئڻ ۾ شريڪ ڪندو، اللهؓ ان لاءِ جنت واجب ڪندو سواءِ ان جي جو اهڙو گناهہ ڪري، جنهن جي مغفرت نہ ٿئي ۽ جيڪو شخص ٽن ڀينرن جي پالنا ڪندو، کين ادب سيکاريندو ۽ مٿن مهرباني ڪندو، تانجو اللهؓ تعاليٰ کين بي پرواهہ ڪري، انهيءَ لاءِ اللهؓ تعاليٰ جنت واجب ڪندو. هڪ شخص پڇيو تہ اي اللهؓ جا رسولﷺ! جيڪڏهن ٻن جي پالنا ڪري تہ؟ فرمايائون تہ جيڪڏهن هڪ جي پالنا ڪري؟ فرمايائون تہ جيتوڻيڪ هڪ جي پالنا ڪري . جنهن شخص کي اللهؓ تعاليٰ سندس ٻن پيارين شين کان محروم رکي، ان لاءِ جنت واجب آهي. عرض ڪيائون تہ اي اللهؓ جا رسولﷺ! بہ پيارين شيون ڪهڙيون آهن؟ فرمايائون تہ سندس اکيون. (شرح السنة)

(٤٨٥٧) جابر بن سمرةﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو پنهنجي اولاد کي سنو ادب سيکاري. اها ڳالهہ هن کان وڌيڪ چڱي آهي تہ (اناج جو) هڪ ٽويو خيرات ڪري. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. ناصح نالي راوي حديث وارن وٽ قوي نہ آهي)

(٤٨٥٨) ايوب بن موسيٰ پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پيءُ پنهنجي اولاد کي سهڻي ادب کان پلاري ڪا شيءِ عطا نٿو ڪري. (ترمذي ۽ بيهقي، شعب الايمان. ترمذي چوي ٿو تہ مون وٽ اها حديث مرسل آهي)

(٤٨٥٩) عوف بن مالڪ اشجعي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آئون ۽ ڪارن ڳلن واري اها عورت قيامت جي ڏينهن هن طرح هونداسون ۽ يزيد بن زريع وچين ۽ ڏسڻي آڱر ڏانهن اشارو ڪيو، جنهن جو مڙس گذاري وڃي، منصب ۽ حسن واري هجي پر يتيمن جي پر گهور لهڻ لاءِ (ٻي شاديءَ کان) پاڻ ﷺ کي روڪي ٿي، تانجو اهي جدا ٿي وڃن يا مري وڃن. (ابو داؤد)

(٤٨٦٠) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن وٽ نياڻي هجي، نہ کيس جيئرو قبر ۾ دفن ڪري، نہ کيس ذليل ڪري ۽ نہ پنهنجن پٽن کي مٿس ترجيح ڏئي، الله تعالىٰ کيس جنت ۾ داخل ڪندو. (ابوداؤد)

(٤٨٦١) انسﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص وٽ سندس مسلمان ڀاءُ جي غيبت ڪئي وڃي ۽ اهو سندس مدد تي وس وارو هجي ۽ سندس مدد ڪري تہ الله تعالىٰ دنيا ۽ آخرت ۾ سندس مدد ڪندو ۽ مدد جي قدرت رکڻ جي باوجود سندس مدد نہ ڪري تہ الله تعالىٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ان کان پڇاڻو ڪندو. (شرح السنة)

(٤٨٦٢) اسماءُ بنت يزيدﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص مسلمان ڀاءُ جي غير موجودگيءَ ۾ سندس گوشت کائڻ (غيبت ڪرڻ) کان منع ڪري، الله تي حق آهي تہ کيس دوزخ کان آزاد ڪري. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٦٣) ابو درداءُﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو مسلمان پنهنجي مسلمان ڀاءَ جي عزت جي حفاظت ڪندو، الله تعاليٰ تي حق آهي تہ قيامت جي ڏينهن کيس دوزخ نجات ڏي. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: ۽ ايماندارن جي مدد ڪرڻ اسان تي واجب آهي. (شرح السنة)

(٤٨٦٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪنهن مسلمان جي انهيءَ هنڌ مدد نہ ڪندو جتي سندس عزت لٿاڙي وڃي ۽ سندس وقار کي نقصان پهچائي ٿو، اللہ تعاليٰ انهيءَ هنڌ سندس مدد نہ ڪندو جتي ڪيس اللہ تعاليٰ جي مدد جي ضرورت هوندي ۽ جيڪو مسلمان ٻئي جي ان هنڌ مدد ڪندو جتي سندس عزت کي نقصان پهچائجي ٿو ۽ ان جي بيعزتي ٿي رهي هجي، اللہ تعاليٰ ان جي اتي مدد ڪندو جتي ڪيس پسند هوندو تہ سندس مدد ڪئي وڃي. (ابوداؤد)

(٤٨٦٥) عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪنهن مسلمان جي عيب تي پردو وجهندو، اهو ائين ئي آهي جيئن قبر ۾ پوريل جيئري نياڻي کي زندگي بخشي. (احمد) ۽ فرمايائون تہ بيشڪ توهان مان هر شخص پنهنجي ڀاءُ لاءِ آئينو آهي. جيڪڏهن منجهس ڪا برائي ڏسي تہ ان کي هٽائي. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي) ابوداؤد جي روايت ۾ آهي تہ مسلمان مسلمان لاءِ آئينو آهي. ان کان هلاڪت واري شيءِ هٽائيندو آهي ۽ سندس غير موجودگيءَ ۾ حفاظت ڪندو آهي.

(٤٨٦٦) معاذ بن انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان کي منافق جي شرارت کان بچائيندو، اللہ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن هڪ فرشتو موڪليندو جيڪو سندس جسم کي دوزخ جي باھ کان بچائيندو ۽ جيڪو ڪنهن مسلمان تي تهمت هڻندو، اللہ تعاليٰ ان کي جهنم جي پل تي روڪيندو، تانجو جيڪا ڳالھ چئي اٿس، ان مان نڪري. (ابوداؤد)

(٤٨٦٧) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اللہ وٽ چڱا دوست اهي آهن جيڪي پنهنجن دوستن لاءِ چڱا هجن ۽ اللہ وٽ چڱا پاڙيسري اهي آهن جيڪي پنهنجي پاڙيسري لاءِ چڱا هجن. (ترمذي، دارمي ۽ ترمذيءَ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٤٨٦٨) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪڙي شخص چيو تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! مون کي ڪيئن معلوم ٿئي تہ مون نيڪي ڪئي آهي يا برائي؟ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن تون ٻڌين تہ تنهنجا پاڙيسري چون ٿا تہ تو نيڪي ڪئي ۽ جڏهن ڪين چوندين ٻڌين تہ تو برائي ڪئي آهي تہ بيشڪ تو خراب ڪم ڪيو. (ابن ماجه)

(٤٨٦٨) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪڙي شخص چيو تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! مون کي ڪيئن معلوم ٿئي تہ مون نيڪي ڪئي آهي يا برائي؟ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن تون ٻڌين تہ تنهنجا پاڙيسري چون ٿا تہ تو نيڪي ڪئي آهي، پوءِ بيشڪ تو نيڪي ڪئي ۽ جڏهن ڪين چوندي ٻڌين تہ تو برائي ڪئي آهي تہ بيشڪ تو خراب ڪم ڪيو. (ابن ماجه)

(٤٨٦٩)عائشهﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ماڻھن سان سندن حيثيت مطابق سلوڪ ڪري. (ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(٤٨٧٠) عبدالرحمٰن بن ابي قراد ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ ڀيري وضو ڪيو تہ اصحابي سڳوارا سندن وضوءِ مان ڪرندڙ پاڻي پنهنجي جسم تي ملڻ لڳا. نبيﷺ جن فرمايو تہ توهان ائين ڇو ٿا ڪريو؟ چيائين تہ الله ۽ سندس رسولﷺ جي محبت جي ڪري. نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ٿو تہ اهو الله ۽ سندس رسول اللهﷺ ساڻس محبت ڪري، ان کي گهرجي تہ جڏهن بہ ڳالهائي، سچ ڳالهائي ۽ جڏهن وٽس امانت رکي وڃي. اها ادا ڪري ۽ پنهنجي پاڙيسري سان چڱو سلوڪ ڪري. (بيهقي)

(٤٨٧١) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ اهو شخص مؤمن نہ آهي جيڪو پاڻ ڍؤ ڪري کائي ۽ سندس پاريسري بکيو رهي. (ٻئي حديثون بيهقيءَ، شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

(٤٨٧٢) هڪ شخص رسول اللهﷺ جن کي عرض ڪيو تہ فلاڻي عورت جي نماز، روزي ۽ خير خيرات جو ڏاڍو چرچرو آهي، پر پنهنجي زبان سان پاڙيسرين کي ايذائي ٿي. فرمايائون تہ اها دوزخي آهي. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! پلا فلاڻي عورت جي نماز ۽ روزي جي مشهوري گهٽ آهي، خير خيرات بہ واجبي ڪندي آهي، بس! پنير جا ڪي ٽڪرا صدقي ۾ ڏيندي آهي پر زبان سان پنهنجي پاڙيسرين کي نٿي ايذائي. فرمايائون تہ اها جنتي آهي. (احمد، بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٧٣) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ماڻھن جي هڪ جماعت ۾ اچي بيٺا ۽ فرمايائون تہ ڇا توهان کي نہ ٻڌايان تہ توهان مان چڱو ۽ لڳو ڪير آهي ماڻھو ماٺ ۾ رهيا. پاڻ ساڳئي ڳالھ ٽي ڀيرا فرمايائون. هن شخص چيو تہ هائو! اي الله جا رسولﷺ! ضرور ٻڌايو تہ اسان مان ڪير چڱا ۽ ڪير لڳا آهن ۽ فرمايائون تہ توهان مان چڱو اهو آهي جنهن مان چڱائيءَ جي اميد هجي ۽ سندس برائيءَ کان امن ۾ رهجي ۽ توهان مان برو اهو آهي جنهن ۾ نہ چڱائي جي اميد هجي ۽ نہ (ماڻھن کي) سندس برائيءَ کان امن هجي، (ترمذي، بيهقي، شعب الايمان ۽ ترمذيءَ چوي ٿو تہ حديث حسن صحيح آهي)

(٤٨٧٤) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ الله تعاليٰ توهان ۾ اخلاقن جي ورهاست فرمائي. جيئن توهان ۾ رزق جي ورهاست فرمائي آهي. جيئن توهان ۾ رزق جي ورهاست فرمائي آهي. جيڪو ڪيس پيارو هجي يا پيارو نہ هجي، پر دين فقط ان کي ڏيندو آهي جيڪو ڪيس پيارو هوندو آهي. پوءِ جنهن کي الله تعاليٰ دين نصيب ڪيو تہ بيشڪ ان

ڪي پيارو رکيائين قسم آهي الله جو، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ٻانهو ان وقت تائين مسلمان نٿو ٿي سگهي جيستاين سندس دل ۽ زبان مسلمان نہ ٿين ۽ ڪو شخص ان وقت تائين مؤمن نٿو ٿي سگهي جيستائين سندس پاڙيسري سندس برائين کان امن ۾ نہ رهن. (احمد، بيهقي)

(٤٨٧٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن الفت (محبت) جو پتلو هوندو آهي ۽ ان شخص ۾ ڪا ڀلائي نہ آهي جيڪو (ماڻهن سان) محبت نٿو ڪري ۽ جنهن سان (ماڻهو) محبت نٿا ڪن. (احمد، بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٧٦)انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص منهنجي امت مان ڪنهن کي خوش ڪرڻ لاءِ سندس ضرورت پوري ڪئي، ان مون کي خوش ڪيو ۽ جنهن مون کي خوش ڪيو ان الله کي خوش ڪيو ۽ جنهن الله کي خوش ڪيو ان کي جنت ۾ داخل ڪندو. (بيهقي)

(٤٨٧٧)انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ڪنهن مظلوم جي مدد ڪري ٿو، الله تعاليٰ ان لاءِ ٽيهتر بخششون لکي ٿو، جن مان هڪ (بخشش جو حال) هيءَ آهي ۽ ٻاهتر بخششن جي ذريعي قيامت جي ڏينهن سندن درجا بلند ٿيندا. (بيهقي)

(٤٨٧٨) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سموري مخلوق الله تعاليٰ جو ڪٽنب آهي. الله جو مخلوق مان وڌيڪ پيارو اهو آهي جيڪو سندس ڪٽنب تي احسان ڪري. (ٽئي حديثون بيهقيءَ، شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

(٤٨٧٩)عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ کان اڳ جهڳڙو ڪندڙ ٻہ پاڙيسري هوندا. (احمد)

(٤٨٨٠)ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ پنهنجي دل جي سختيءَ جي شڪايت ڪئي. فرمايائون تہ يتيم جي مٿي تي هٿ ڦير ۽ مسڪين کي کاڌو کاراءِ. (احمد)

(٤٨٨١) سراقہ بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان کي بهترين صدقو ڪرڻ آهي، جيڪا (طلاق ملڻ يا مڙس جي مرڻ جي صورت ۾) تو ڏانهن موٽي اچي. توکان سواءِ ان لاءِ ڪمائڻ وارو ڪو بہ نہ هجي. (ابن ماجه)

## الله لاءِ محبت ڪرڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٤٨٨٢) عائشه ﷝ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته روح منظم لشڪرن وانگر هئا. پوءِ جن جي (عالم ارواح ۾) ملاقات ٿي، اُهي (دنيا ۾ به) پاڻ ۾ ملن ٿا ۽ جيڪي (اتي) اڻڄاڻ هئا، اهي (هتي) به هڪ ٻئي کان جدا آهن. (بخاري ۾ مسلم ۾ اها حديث ابوهريره ﷜ کان ذڪر ٿيل آهي)

(٤٨٨٣) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن ﷲ ڪنهن ٻانهي کي پسند ڪندو آهي، جبرئيل ؑ کي سڏي فرمائيندو آهي ته آئون فلاڻي کي پسند ڪريان ٿو، تون به ان کي پسند ڪر. پوءِ جبرئيل ؑ کيس پسند ڪندو آهي. پوءِ آسمان تي اعلان ڪندو آهي ته بيشڪ ﷲ تعاليٰ فلاڻي کي پسند ڪري ٿو، توهان به ان کي پسند ڪريو. پوءِ آسمان وارا ان کي پسند ڪندا آهن. ان کان پوءِ زمين ۾ ان لاءِ مقبوليت پيدا ڪئي ويندي آهي ۽ جڏهن (ﷲ) ڪنهن ٻانهي سان دشمني رکندو آهي ته جبرئيل ؑ کي سڏي فرمائيندو آهي ته بيشڪ آئون فلاڻي سان دشمني رکان ٿو، تون به ان سان دشمني رک. پوءِ جبرئيل ؑ ان سان دشمني رکندو آهي. پوءِ آسمان وارن (فرشتن) ۾ اعلان ڪندو آهي ته بيشڪ ﷲ فلاڻي سان دشمني رکي ٿو، توهان به ان سان دشمني رکو. پوءِ زمين ۾ ان لاءِ دشمني عام ٿي ويندي آهي. (مسلم)

(٤٨٨٤) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ فرمائيندو: ڪٿي آهن منهنجي تعظيم جي ڪري پاڻ ۾ محبت ڪرڻ وارا؟ اڄ انهن کي پنهنجي ”عرش“ ڇانو هيٺان جاءِ ڏيندس جڏهن ته منهنجي ”عرش“ جي ڇانو کان سواءِ ٻي ڪا ڇانوَ نه آهي. (مسلم)

(٤٨٨٥) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هڪ شخص ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي پنهنجي ڀاءُ جي زيارت جو ارادو ڪيو. ﷲ تعاليٰ رستي ۾ ان لاءِ فرشتو انتظار ۾ ويهاري ڇڏيو. انهيءَ کيس چيو ته ڇا ان توتي ڪو احسان ڪيو آهي، جنهن جو بدلو چڪائڻ وڃين ٿو؟ چيائين ته نه! ان سان فقط ﷲ ڪارڻ محبت آهي. انهيءَ کيس چيو ته بيشڪ آئون تو ڏانهن ﷲ جو موڪليل آهيان. بيشڪ ﷲ توسان ائين محبت ڪري ٿو جيئن تون سندن خاطر ساڻس محبت ڪرين ٿو. (مسلم)

(٤٨٨٦)ابن مسعود ﷜ کان روايت آهي ته هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو. عرض ڪيائين ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! ان شخص جي باري ۾ ڇا ٿا فرمايو جيڪو ڪنهن قوم سان محبت رکي ٿو پر اجا انهن تائين نه پهتو آهي فرمايائون ماڻهو انهن سان هوندو جن سان محبت ڪري ٿو. (بخاري، مسلم)

(٤٨٨٧) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص پڇيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! قيامت ڪڏهن ايندي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ توتي افسوس هجي، تو ان لاءِ ڪهڙي تياري ڪئي آهي؟ چيائين تہ مون ٻي تہ ڪجهہ گهڻي تياري نہ ڪئي آهي، پر الله ۽ سندس رسول ﷺ سان محبت ڪريان ٿو. فرمايائون تون جنهن سان محبت ڪرين ٿو، ان سان گڏ هوندين. انس رضي الله عنه چوي ٿو تہ مون اسلام آڻڻ کان پوءِ مسلمانن کي ڪڏهن ايترو خوش نہ ڏٺو جيترو اها ڳالهہ ٻڌي اهي خوش ٿيا. (بخاري، مسلم)

(٤٨٨٨) ابو موسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نيڪ ساٿي ۽ خراب ساٿي جو مثال مشڪ وڪڻندڙ ۽ ڏونڪڻي ڌوندڙ شخص وانگر آهي. مشڪ وڪڻندڙ يا توکي ذرو پرزو ڏيندڙ يا تون ان کان خريد ڪندين يا (گهٽ ۾ گهٽ) سندس خوشبوءِ توکي رسندي. (ان جي ابتڙ) ڏونڪڻي سان باهہ ٻاريندڙ شخص يا تنهنجا ڪپڙا ساڙيندو يا سندس بدبوءِ تو تائين پهچندي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٨٨٩) معاذ بن جبل رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ منهنجي لاءِ پاڻ ﷺ ۾ محبت ڪندڙ، منهنجي لاءِ پاڻ ۾ گڏجي ويهندڙ، منهنجي لاءِ هڪ ٻئي جي زيارت ڪندڙ ۽ منهنجي لاءِ هڪ ٻئي تي مال خرچ ڪندڙن لاءِ منهنجي محبت واجب ٿي چڪي. (مالڪ) ترمذيءَ جي روايت ۾ آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: منهنجي عظمت جي ڪري هڪ ٻئي سان محبت ڪندڙ (قيامت جي ڏينهن) نور جي منبرن تي هوندو جن تي نبي ۽ شهيد نہ ريس ڪندا.

(٤٨٩٠) عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ بيشڪ الله جي ٻانهن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي نہ نبي آهن ۽ نہ شهيد. قيامت جي ڏينهن الله وٽ سندن مان مرتبو ڏسي، نبي ۽ شهيد بہ مٿن ريس ڪندا. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان کي ٻڌايو تہ اهي ڪير آهن؟ فرمايائون تہ: جيڪي رشتيداري ۽ مالي (تعلقات کان سواءِ) الله ڪارڻ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا. الله جو قسم! انهن جا منهن نور جا هوندا ۽ اهي نور جي "منبرن تي" ويهندا. جڏهن ماڻهو خوف ۾ هوندا، ان وقت ڪين ڪو خوف نہ هوندو ۽ جڏهن ماڻهو غمگين هوندا، انهن کي ڪو غم نہ هوندو، پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: "ٻڌو! بيشڪ الله جي دوستن کي نڪو خوف هوندو ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا." (ابوداﺋود) شرح السنة ۾ مصابيح جي لفظن سان ابو مالڪ جي روايت آهي جنهن ۾ ڪجهہ واڌارو آهي . (شعب الايمان)

(٤٨٩١) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ابوذر کي فرمايو تہ اي ابوذر! ايمان جو ڪهڙو ڪڙو وڌيڪ مضبوط آهي؟ چيائين تہ الله ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو.

فرمايائون تہ ﷲ لاءِ هڪ ٻئي سان دوستي رکڻ، ﷲ لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ ۽ ﷲ لاءِ دشمني رکڻ. (بيهقي، شعب الايمان)

(٤٨٩٢)ابوهريرهؓ ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جڏهن مسلمان پنهنجي ڀاءُ جي تيمارداري ڪندو آهي يا سندس زيارت ڪندو آهي ﷲ فرمائيندو آهي تہ تنهنجي لاءِ خوشخبري هجي. تنهنجو هلڻ ڏاڍو چڱو آهي. تو جنت ۾ وڏي منزل ٺاهي ورتي. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٨٩٣) مقدام بن معدي ڪرب ؓ ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ماڻهو پنهنجي ڀاءُ سان محبت ڪري تہ ان کي اها ڳالهہ ٻڌائي تہ اهو ساڻس محبت ڪري ٿو. (ابوداؤد، ترمذي)

(٤٨٩٤) انسؓ ڪان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽان گذريو. وٽن ماڻهو ويٺا هئا. انهن مان هڪ شخص چيو تہ مون کي هن (همراه) سان ﷲ ڪارڻ محبت آهي. نبيﷺ جن فرمايو تہ ڇا تو کيس اها ڳالهہ ٻڌائي آهي؟ چيائين تہ نہ! فرمايائون تہ وڃي ان کي اها ڳالهہ ٻڌاءِ. اهو اٿي ان ڏانهن ويو ۽ ان کي اها ڳالهہ ٻڌائي. انهيءَ چيو تہ اهو (ﷲ) توسان محبت ڪري جنهن لاءِ مون سان محبت رکين ٿو. نبيﷺ جن وٽ موٽي آيو تہ ان کان پڇيو. انهيءَ سندس ڳالهہ کين ٻڌائي. نبيﷺ جن فرمايو تہ (قيامت ۾ تون ان سان گڏ هوندين جنهن سان محبت ڪرين ٿو ۽ تو کي اهو ئي اجر ملندو جنهن جي تو نيت ڪئي آهي. (بهيقي، شعب الايمان) ترمذيءَ جي روايت ۾ آهي تہ ماڻهو ان سان گڏ هوندو جنهن سان محبت ڪري ٿو ۽ ان لاءِ اهو ڪجهہ آهي، جيڪي اهو ڪمائي ٿو.

(٤٨٩٥)ابو سعيدؓ ڪان روايت آهي. انهيءَ نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مؤمن ڪان سواءِ ڪنهن سان دوستي نہ رک ۽ تنهنجو کاڌو فقط پرهيزگار ماڻهو کائي. (ترمذي، ابو داؤد، دارمي)

(٤٨٩٦)ابوهريرهؓ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو پنهنجي دوست جي دين تي هوندو آهي. پوءِ توهان کي ڏسڻ گهرجي تہ ماڻهو ڪنهن سان دوستي رکي ٿو؟ (احمد، ترمذي، ابوداؤد، بيهقي، شعب الايمان. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي. نووي چوي ٿو تہ ان جي سند صحيح آهي)

(٤٨٩٧) يزيد بن نعامهؓ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ماڻهو ڪنهن سان ڀائپي ڪري تہ ان جو نالو ۽ سندس پيءُ جو نالو پڇي ۽ ان جي قبيلي جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري. اها ڳالهہ محبت کي پڪي پختي ڪندڙ آهي. (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٤٨٩٨) ابوذرﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن اسان ڏانهن نڪري آيا. فرمايائون ته ڇا ڄاڻو ٿا ته ﷲ وٽ سڀ کان پيارو عمل ڪهڙو آهي؟ هڪ شخص چيو ته جهاد، نبيﷺ جن فرمايو ته بيشڪ ﷲ وٽ سڀ کان پيارو عمل ﷲ لاءِ محبت ڪرڻ ۽ ﷲ لاءِ دشمني رکڻ آهي. (احمد، ابوداؤد ۾ حديث جو آخري حصو آهي)

(٤٨٩٩) ابو امامهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جيڪو ٻانهو ﷲ لاءِ ڪنهن ٻانهي سان محبت رکي ٿو، اهو رب عزوجل جي تعظيم ڪري ٿو. (احمد)

(٤٩٠٠) اسماءُ بنت يزيدﷺ کان روايت آهي ته انهيءَ رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته ڇا توهان کي سڀ کان ڀلاري انسان جي باري ۾ نه ٻڌايان؟ عرض ڪيائون ته هائو اي ﷲ جا رسولﷺ! فرمايائون ته توهان ۾ سڀ کان ڀلارا اهي ماڻهو آهن، جڏهن انهن تي نظر پوي ته ﷲ تعاليٰ ياد اچي. (ابن ماجه)

(٤٩٠١)ابوهريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جيڪڏهن ٻن ٻانهن مان هڪڙو اوڀر ۾ ۽ ٻيو اولهه ۾ هجي ۽ ﷲ عزوجل جي رضامنديءَ لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ته قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ انهن ٻنهي کي گڏ ڪندو ۽ فرمائيندو ته هي آهي اهو شخص جنهن سان توهان منهنجي خاطر محبت ڪندو هئين. (بيهقي)

(٤٩٠٢)ابو رزينﷺکان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن کيس فرمايو ته ڇا توکي هن معاملي (دين اسلام) جي سرچشمي جي باري ۾ ٻڌايان، جنهن جي ذريعي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي حاصل ڪرين؟ ذڪر وارن جي مجلس ۾ لازمي شرڪت ڪر ۽ جڏهن تون (انهن کان) جدا ٿئين ته جيستائين توکان ٿي سگهي پنهنجي زبان کي ﷲ جي ياد کي قائم رکڻ لاءِ ڇوريندو رهه ۽ ﷲ لاءِ محبت ڪر ۽ ﷲ لاءِ دشمني ڪري. اي ابو رزين! ڇا ڄاڻين ٿو ته ماڻهو جڏهن پنهنجي ڀاءُ جي زيارت لاءِ پنهنجي گهر مان نڪرندو آهي ته ستر هزار فرشتا ان جي پويان هلندا آهن. سڀ سندس لاءِ رحمت جي دعا ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته رب اسان جا! هن شخص فقط تنهنجي لاءِ ميل ميلاپ رکيو آهي. پوءِ کيس پنهنجي رحمت سان ملاءِ. جيڪڏهن تنهنجي اندر سگهه آهي ته پنهنجي جسم کي ضرور هن ڪم ۾ لڳاءِ. (بيهقي)

(٤٩٠٣) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن سان گڏ هيس. رسول اللهﷺ جن فرمايو ته بيشڪ جنت ۾ ياقوت جا ٿنڀ آهن، جن تي زبرجد (پٿر سان نهيل) ماڙيون آهن، جن جا دروازا کليل آهن جيڪي روشن ستارن وانگر چمڪن ٿا. عرض ڪيائون ته اي ﷲ جا رسولﷺ! انهن ۾ ڪير رهندو؟ فرمايائون ته ﷲ لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ وارا ۽ ﷲ لاءِ هڪ ٻئي سان

گڏ ويهڻ وارا ۽ الله لاءِ هڪ ٻئي سان ملاقات ڪرڻ وارا. (بيهقيءَ، شعب الايمان ۾ اهي ٽئي حديثون بيان ڪيون)

# ڳالهه ٻولهه بند ڪرڻ، رشتا ٽوڙڻ ۽ عيب تلاش ڪرڻ جي ممانعت جو بيان

## پهريون فصل

(٤٩٠٤)ابوايوب انصاريؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ڪنهن شخص لاءِ جائز نه آهي ته ٽن ڏينهن تائين پنهنجي ڀاءُ کان ڌار رهي. ٻئي پاڻ ۾ ملن ته هڪڙو ٻنهي مان ڀلارو اهو آهي جيڪو سلام جي شروعات ڪري. (بخاري، مسلم)

(٤٩٠٥)ابوهريرهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته پاڻ کي گمان کان بچايو، ڇاڪاڻ ته گمان سڀ کان وڏيڪ ڪوڙي ڳالهه آهي. ٻين جا حالات معلوم ڪرڻ جي پويان نه لڳو، جاسوسي نه ڪريو، ڌوکو نه ڪريو، هڪ ٻئي سان حسد نه ڪريو، پاڻ ۾ بغض نه رکو، هڪ ٻئي کان منهن نه موڙيو ۽ الله جا ٻانهؤ! پاڻ ۾ ڀائر ٿي رهو. هڪ روايت ۾ آهي ته حرص نه ڪريو. (بخاري، مسلم)

(٤٩٠٦)ابوهريرهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته سومر ۽ خميس جي ڏينهن جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا. پوءِ هر ان ٻانهي جي مغفرت ٿئي ٿي جيڪو الله سان ڪنهن کي شريڪ نٿو ڪري سواءِ ان شخص جي جنهن جي پنهنجي ڀاءُ سان ناراضگي هجي. فرمايو ويندو آهي ته صبح تائين ڪين مهلت ڏيو. (مسلم)

(٤٩٠٧)ابوهريرهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جمعي (يعني هر هفتي ۾) سومر ۽ خميس جي ڏينهن ٻه ڀيرا عمل الله تعاليٰ جي سامهون پيش ڪيا وڃن ٿا. پوءِ هر مؤمن ٻانهي جي مغفرت ٿئي ٿي، سواءِ ان جي جنهن جي پنهنجي سان ناچاقي هجي. فرمايو ويندو آهي ته هنن ٻنهي کي پاڻ ۾ نهڻ تائين ڇڏي ڏيو. (مسلم)

(٤٩٠٨) ام ڪلثوم بنت عقبه بن ابي معيط ؓ کان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته اهو شخص ڪوڙو نه آهي جيڪو ماڻهن ۾ صلح ڪرائي ۽ چڱي ڳالهه چوي ۽ چڱي ڳالهه جي (ٻي ڌر ڏانهن) نسبت ڪري. (بخاري، مسلم) مسلم ۾ وڌيڪ آهي ته مون نبيﷺ جن کي فقط ٽن ڳالهين ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ جي اجازت ڏيندي ٻڌو: جنگ، ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ ۽ هي نه ماڻهو پنهنجي زال يا زال پنهنجي مڙس جي باري ۾ ڪا (ڪوڙي) ڳالهه ڪري. (مثلاً نهه ڪرائندڙ مڙس کي چوي ته تنهنجي زال تنهنجي ڏاڍي تعريف ڪري رهي آهي) باب الوسوسة ۾ جابرؓ جي حديث بيان ٿي ته: ان شيطان قد ايس.

## ٻيو فصل

(٤٩٠٩) اسماءُ يزيدﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته فقط ٽن موقعن تي ڪوڙ ڳالهائڻ جائز آهي: ١_ مڙس پنهنجي زال سان ڪوڙ ڳالهائي ته جيئن ڪيس راضي ڪري، ٢_ جنگ ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ ٣_ ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻ. (احمد، ترمذي)

(٤٩١٠) عائشهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ڪنهن مسلمان کي نٿو جڳائي ته ٻئي مسلمان سان ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ڳالهائڻ ڇڏي ڏي. پوءِ جڏهن ساڻس ملاقات ڪري ۽ ٽي ڀيرا ڪيس سلام ڪري ۽ ان کي جواب نه ڏئي ته گناهه ان تي آهي. (ابو داؤد)

(٤٩١١) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ڪنهن مسلمان لاءِ جائز نه آهي ته پنهنجي ڀاءُ سان ٽن ڏينهن کان مٿي ڳالهائڻ ڇڏي ڏئي. جيڪڏهن ٽن ڏينهن کان مٿي ڪيس ڇڏي ڏيندو، پوءِ مري ويندي ته دوزخ ۾ داخل ٿيندو. (احمد، ابوداؤد)

(٤٩١٢) ابو خراش سلميءﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمائيندي ٻڌو ته جيڪو پنهنجي ڀاءُ کي هڪ سال تائين ڇڏي ڏئي ته اهو (ٻائيڪاٽ) ڄڻ سندس قتل وانگر آهي، (ابوداؤد)

(٤٩١٣) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ڪنهن مؤمن لاءِ حلال نه آهي ته ٽن ڏينهن کان وڌيڪ مؤمن کي ڇڏي ڏئي. ٽن ڏينهن کان پوءِ هڪڙو ٻئي کي سلام چوي ۽ ٻيو سلام جو جواب ڏئي ته ثواب ۾ ٻئي کي سلام ۾ ٻئي کي سلام چوي ۽ ٻيو سلام جو جواب ڏئي ته ثواب ۾ ٻئي شريڪ آهن. جيڪڏهن سلام جو جواب نه ڏئي ته (جواب نه ڏيندڙ) پنهنجي مٿي تي گناهه کنيو ۽ سلام ڪندڙ (ٻائيڪاٽ) جي گناه کان بچي ويو. (ابوداؤد)

(٤٩١٤) ابودرداءَ ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ڇا توهان کي نه ٻڌايان ته (نفلي) روزي، صدقي ۽ نماز کان افضل درجو ڪهڙي ڪم سان حاصل ٿئي ٿو؟ چيوسون ته هائو! فرمايائون ته ٻن ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ. ٻن ڄڻن ۾ فساد وجهڻ (دين کي) ڪوڙڻ ڇڏڻ واري ڳالهه آهي. (ابودائود، ترمذي) ۽ ترمذي چوي ٿو ته حديث صحيح آهي)

(٤٩١٥) زبيرﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته اڳين ماڻهن جي بيماري آهي. اها ڳالهه ڪوڙڻ واري آهي. مان نٿو چوان ته وار ڪوڙڻ واري آهي. مان نٿو چوان ته وار ڪوڙڻ واري آهي، پر دين کي ڪوڙڻ واري آهي. (احمد، بيهقي، شعب الايمان)

(٤٩١٦) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته پاڻ کي حسد کان بچايو ڇاڪاڻ ته حسد نيڪين کي ائين کائيندو آهي جيئن باهه سُڪين ڪاٺين کي. (ابوداؤد)

(٤٩١٧) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺجن فرمايو تہ ٻن ڇڙن ۾ فساد وجهڻ کان پاسو ڪريو.اها ڳالهہ (دين کي) جي پاڙهہ پٽڻ واري آهي. (ترمذي)

(٤٩١٨)ابوصرمه﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ڪنهن کي نقصان پهچائيندو، ضرور ﷲ ان کي نقصان پهچائيندو ۽ جيڪو ڪنهن کي تڪليف ۾ وجهندو، ضرور ﷲ ان کي تڪليف ۾ وجهندو. (ابن ماجه، ترمذي، ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

(٤٩١٩)ابو بڪرصديق ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جو شخص لعنتي آهي جيڪو ڪنهن مؤمن کي تڪليف ڏئي ٿو يا ان جي خلاف سازش ڪري ٿو. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٩٢٠) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن منبر تي چڙهيا تہ ڏاڍيان اعلان فرمايائون تہ اي اهي انسانؤ جن زبان سان اسلام آندو، پر سندس دلين ۾ ايمان نہ پهتو آهي، مسلمانن کي نہ ايذايو، انهن کي طعنو نہ ڏيارو، سندن عيب نہ ڳولهيو. جيڪو پنهنجي مسلمان ڀاءُ جا عيب ڳولهندو، ﷲ تعاليٰ ان جا عيب ڳولهندو ۽ جنهن جو عيب ﷲ ڳولهي، ان کي خوار ڪندو جيتوڻيڪ پنهنجي گهر جي اندر هجي. (ترمذي)

(٤٩٢١) سعيد بن زيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ سڀ کان ٻچڙو وياج مسلمان جي عزت ۾ ناحق زبان کولڻ آهي. (ابو داؤد، بيهقي شعب الايمان)

(٤٩٢٢) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ص جن جن فرمايو تہ جڏهن مون کي منهنجي رب معراج ڪرايو، تہ منهنجو گذر اهڙو ماڻهن وٽان ٿيو، جن جا ننهن ٽامي جا هئا. پنهنجن منهن ۽ سينن کي ڪوري رهيا هئا. مون پڇيو تہ اي جبرئيل﵇! اهي ڪير آهن؟ چيائين تہ هي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي ماڻهن جو گوشت کائيندا هئا ۽ سندن عزتن تي حملا ڪندا هئا. (ابو داؤد)

(٤٩٢٣) مستورد ﷛کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص مسلمان جي غيبت جو گرهہ کائي ٿو، بيشڪ ﷲ تعاليٰ کيس جهنم مان اهڙو ئي گرهہ کارائيندو ۽ جيڪو مسلمان جي توهين جو لباس پائي ٿو، ﷲ تعاليٰ اهڙو ئي لباس کيس جهنم ۾ پارائيندو ۽ جيڪو ڪنهن شخص کي ٻڌائڻ ۽ ڏيکارڻ واري جاءِ تي بيهاريندو، ﷲ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان کي ٻڌائڻ ۽ ڏيکارڻ جي جاءِ تي بيهاريندو. (ابو داؤد)

(٤٩٢٤) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سهڻو گمان رکڻ سهڻي عبادت مان آهي. (احمد، ابو داؤد)

(٤٩٢٥) عائشهﷺ کان روايت آهي تہ صفيه ﷺ جو اٺ بيمار ٿيو ۽ زينب وٽ واڌاري سواري هئي. رسول الله ﷺ جن زينب کي فرمايو تہ اهو اٺ ڏينديس؟ رسول الله ﷺ جن ڏاڍا ناراض ٿيا ۽ ذولحج، محرم ۽ صفر جا ڪجهہ ڏينهن ان سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنائون. (ابوداؤد) ۽ معاذ بن انسﷺ جي حديث: من حميٰ مؤمنا باب الشفاعة والرحمة ۾ بيان ٿي چڪي.

ٽيون فصل

(٤٩٢٦)ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ عيسيٰ بن مريم عليهما السلام هڪ شخص کي چوري ڪندي ڏٺو. ڪيس چيائين تہ چوري ٿو ڪرين؟ انهيءَ چيو تہ هرگز نہ! الله جو قسم جنهن کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. عيسيٰﷺ چيو تہ مون الله تي ايمان آندو ۽ پنهنجي نفس کي ڪوڙو ڪيو.

(٤٩٢٧) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ويجهو آهي تہ فقيري ڪفر جو سبب ٿئي ۽ ويجهو آهي تہ حسد تقدير تي غالب اچي. (بيهقي)

(٤٩٢٨) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص پنهنجي ڀاءُ کان معذرت ڪري ۽ اهو سندس معذرت قبول نٿو ڪري تہ ان تي ناجائز ٽيڪس وصول ڪندڙ جيترو گناهہ آهي. (ٻئي حديثون شعب الايمان ۾ بيهقيءَ بيان ڪيون)

(معاملن ۾ احتياط ۽ سنجيدگي اختيار ڪرڻ جو بيان)

پهريون فصل

(٤٩٢٩) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مؤمن هڪ ٻر مان ٻہ ڀيرا نہ ڏنگبو آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٩٣٠) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن عبدالقيس جي (سردار) اشج کي فرمايو تہ تنهنجي اندر ٻہ چڱيون خصلتون آهن جن کي الله پسند فرمائي ٿو: نهٺائپ ۽ وقار. (مسلم)

ٻيو فصل

(٤٩٣١) سهل بن سعد ساعدي ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ احتياط ڪرڻ الله جي طرفان ۽ جلدبازي شيطان جي طرفان آهي. (ترمذي) ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. حديث جي علم وارن راوي عبدالمهيمن بن عباس جي حافظي جي باري ۾ شڪ، شهبو ظاهر ڪيو آهي.

(٤٩٣٢)ابو سعيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪامل بردبار اهو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو ڏڪ ڪائي ۽ ڪامل داناءُ اهو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو تجربيڪار هجي. (احمد، ترمذي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٤٩٣٣) انس ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن کي عرض ڪيو تہ مون کي وصيت فرمايو. ارشاد فرمايائون تہ ڪنهن ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ تدبير اختيار ڪندو ڪر. جيڪڏهن ڏسين تہ ان جي پڇاڙي چڱي آهي تہ ان تي عمل ڪر ۽ جيڪڏهن ڏسين تہ ان ۾ نقصان آهي تہ ان کي ڇڏي ڏي. (شرح السنة)

(٤٩٣٤) مصعب بن سعد ﷺپنهنجي پيءُ کان روايتڪري ٿو، جنهن جي باري ۾ (راوي) اعمش چوي ٿو تہ مان سمجهان ٿو تہ اها روايت نبي ﷺ جي حوالي سان بيان ڪري ٿو تہ آخرت جي ڪم کان سواءِ هر ڪم ۾ احتياط ڪرڻ چڱي ڳالهہ آهي. (ابوداؤد)

(٤٩٣٥) عبدالله بن سرجس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ سهڻي واٽ اختيار ڪرڻ، احتياط ڪرڻ ۽ وچٿري هلت هلڻ، نبوت جو چوٽيهون حصو آهي.(ترمذي)

(٤٩٣٦) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ چڱو طريقو، صحيح طرف ۽ وچٿري هلت هلڻ، نبوت جو پنجويهون حصو آهي. (ابوداؤد)

(٤٩٣٧) جابر بن عبداللهﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪو توهان سان ڪا ڳالهہ بيان ڪري، پوءِ هيڏي هوڏي ڏيان ڏي تہ سندس ڳالهہ امانت آهي.(ترمذي، ابوداؤد)

(٤٩٣٨) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ابوالهيثم بن تيهان کي فرمايو تہ ڇا تو وٽ ڪو غلام آهي؟ چيائين تہ نہ. فرمايائون تہ جڏهن قيدي اچن تہ مون وٽ اچجانءِ. رسول اللهﷺ جن وٽ ٻہ قيدي آندا ويا تہ ابوالهيثم وٽن آيو. فرمايائون تہ هنن ٻنهي مان هڪ کي پسند ڪر. چيائين تہ توهان پاڻ مون کي پسند ڪري ڏيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن کان مشورو ورتو وڃي اهو امانتدار آهي، هن کي وٺ. مون کيس نماز پڙهندي ڏٺو آهي ۽ منهنجي وصيت قبول ڪر، ساڻس سهڻو سلوڪ ڪر. (ترمذي)

(٤٩٣٩) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مجلسون امانت آهن، مگر ٽن قسمن جي مجلسن (جون ڳالهيون) لڪائڻ جائز نہ آهن: ١_ ناحق خونريزي ٢_ ناحق ڪنهن جي لڄ لٽڻ ٣_ ناحق مال ڦٻائڻ (ابوداؤد) ۽ ابو سعيد جي حديث ان اعظم الامانة باب المباشرة جي پهرئين فصل ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(٤٩٤٠) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ﷲ تعاليٰ عقل کي پيدا ڪيو تہ ڪيس فرمايائين اٿي بيهہ تہ اهو اٿي بيٺو، پوءِ ڪيس چيائين تہ پٺي ڦيرائي وڃ. انهيءَ پٺي ڦيرايائين، پوءِ ڪيس چيائين تہ مون ڏانهن اچ، تہ اهو آيو. پوءِ ڪيس چيائين تہ ويهي رهہ، تہ اهو ويٺو. پوءِ ڪيس چيائين تہ توکان وڌيڪ پيلاري، توکان وڌيڪ افضل ۽ توکان وڌيڪ سهڻي شيءِ مون پيدا نہ ڪئي آهي. تنهنجي ذريعي (گناهن تي) پڪڙ ڪندس، تنهنجي ذريعي (نيڪيءَ جو) اجر ڏيندس، تنهنجي ذريعي مان سڃاتو وڃان ٿو، تنهنجي ذريعي سزا ڏيندس، تنهنجي ذريعي اجر ڏيندس ۽ توتي ئي عذاب جو دارومدار آهي. هن حديث بابت ڪن عالمن کي اعتراض آهي تہ موضوع آهي.

(٤٩٤١) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الل ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ ماڻهو نمازي روزيدار، زڪوات ڏيندڙ، حج ۽ عمرو ڪندڙ هوندو آهي، پوءِ پلائيءَ جا سڀ ڪم بيان ڪري فرمايائون تهن پر ان کي قيامت جي ڏينهن بدلو سندس عقل جي آڌار تي ڏنو ويندو.

(٤٩٤٢) ابو ذر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي ابو ذر! تدبير کان وڌيڪ ڪا عقلمندي نہ آهي ۽ احتياط کان وڌيڪ ڪا پرهيز گاري نہ آهي ۽ سهڻن اخلاقن کان وڌيڪ ڪو حسب نہ آهي.

(٤٩٤٣) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ خرچ ڪرڻ ۾ وچٿري وات هلڻ اڌ معيشت آهي . ماڻهن سان محبت ڪرڻ اڌ عقل آهي. سهڻي نموني سوال ڪرڻ اڌ علم آهي. (چارئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

## نرمي ۽ حيا ڪرڻ ۽ سهني اخلاق جو بيان

### پهرين فصل

عائشه ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ﷲ مهران آهي، مهبراني کي پسند ڪري ٿو ۽ مهربانيءَ تي اهو ڪجهہ عطا ڪري ٿو جيڪي شختيءَ تي عطا نٿو ڪري ۽ نرمي تي اهو ڪجهہ عطا ڪري ٿو جيڪي ڪنهن ٻي شيءِ تي عطا نٿو ڪري. (مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن عائشه ﷠ کي فرمايو تہ نرمي ڪندي ڪر، سختي ۽ بدشد ڳالهائڻ کان پاسو ڪر. جنهن شيءِ ۾ نرمي هوندي. اها ان کي سينگاري ڇڏيندي ۽ جنهن شِءِ ۾ دنرمي نہ هوندي، اها ان کي بگاڙي ڇڏيندي.

(٤٩٤٥) جرير ﷛ کان روايت آهي تہ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو نرميءَ کان محروم ڪيو ويو، اهو نيڪيءَ کان محروم ڪيو ويو. ( مسلم)

(٤٩٤٦) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن هڪ انصاري شخص وٽان گذريا جيڪو پنهنجي ڀاءُ کي حياءَ جيباري ۾ نصيحت ڪريرهيو هو (تہ هرويرو ايترو حياءُ نہ ڪر) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ کيس ڇڏي ڏي. بيشڪ حياءُ ايمان جو حصو آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٩٤٧) عمران بن حصين﷛ کان رواي ت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ حياءُ سان ڀلائي ئي حاصل ٿيندي آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ حياءُ پوري جو پورو ڀلائي آهي. (بخاري، مسلم)

(٤٩٤٨) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اڳئين نبوت مان ماڻهن کي جيڪا شيءِ حاصل ٿي، سا هيءَ آهي تہ جڏهن تون بيحيا ٿي وڃين تہ پوءِ جيڪي وڻئي سو ڪر. (بخاري)

(٤٩٤٩) نواس بن سمعان ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان نيڪيءَ ۽ گناهہ جي باري ۾ پڇيو. فرمايائون تہ نيڪي سهڻو اخلاق ۽ برائي اها شيءِ آهي جيڪا تنهنجي سيني ۾ ڪٽڪي ۽ تون هن ڳالهہ کي پسند نہ ڪرين تہ ماڻهو ان کين باخبر ٿين. (مسلم)

(٤٩٥٠) عبد الله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايوتہ توهان مان مون کي سڀ کان پيارو اهو شخص آهي، جنهن جا اخلاق وڌيڪ سهڻا هجن. (بخاري)

(٤٩٥١) عبدالله بن عمرو﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ توهان مان سڀ کان ڀلارو اهو آهي جنهن جا اخلاق وڌيڪ سهڻا هجن. (بخاري، مسلم)

ٻيو فصل

(٤٩٥٢) عائشه ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن کي نرميءَ جو حصو ڏنو ويو، ان کي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائيءَ مان ڀاڱو ڏنو ويو ۽ جيڪو نرميءَ کان محروم ڪيو ويو، اهو دنيا ۽ آخرت جي ڀاڱي کان محروم ڪيو ويو. (شرح السنة)

(٤٩٥٣) ابو هريره﷛ کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ حياءُ ايمان (جو حصو) آهي ۽ ايمان جي جاءِ جنت ۾ آهي ۽ بيحيائي برائي آهي ۽ برائي جي جاءِ دوزخ ۾ آهي. ( احمد، ترمذي)

(٤٩٥٤) مزينه قبيلي جي هڪ شخص کان روايت آهي تہ عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! انسان کي سڀ کان وڌي ڀلائي ڪهڙي عطا ٿئي ٿي؟ فرمايائون تہ سهڻو اخلاق (بيهقي شعب الايمان)اها روايت شرح السنة ۾ اسامه جي شريڪ جي حوالي سان آهي.

(٤٩٥٥) حارثه بن وهب ﵄ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سخت ڳالهائيندڙ ۽ سخت طبيعت وارو شخص جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. راوي چوي ٿو تہ سخت ڳالهائيندڙ مان مراد جنهن جي عادت ۾ سختي ۽ وڏائي هجي. (ابو دائود، بيهقي شعب الايمان) اها روايت جامع الاصول ۽ شرح السنه ۾ حارثة جي حوالي سان آهي ۽ن ان ۾ آهي تہ جيڪوماڻهو مال جمع ڪري ۽ﷲ جي واٽ ۾خرچ نہ ڪري ان کي "جواظ" ۽ جيڪو سخت ڳالهائيندڙ هجي، ان کي "جعظري" چوندا آهن.

(٤٩٥٦) ابو درداءُ ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن مؤمن جي ميزان ۾ سڀ کان وزني شيءِ سهڻو اخلاق هوندو ۽ بيشڪ ﷲ بدشد ۽ سخت ڳالهائيندڙ کي دشمن رکي ٿو. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءِ حديث حسن صحيح آهي. ابو دائود ۾ هن حديث جو پهريون ڀاڱو آهي)

(٤٩٥٧) عائشه﵄ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ مؤمن پنهنجي سهڻي اخلاق جي ڪري تهجد گذار ۽ روزي رکندڙ شخص وارو درجو ماڻي ٿو. (ابوداؤد)

(٤٩٥٨) ابوذر ﷜ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جتي بہ هجين، ﷲ جو خوف ڪر ۽ گناه ٿي وڃي تہ ان جي پويان ڀلائي ڪر جيڪا ان کي مٽائيندي ۽ ماڻهن سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچ. (احمد، ترمذي، دارمي)

(٤٩٥٩) عبدالله بن مسعود ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان کي ان شخص جي باري ۾ نہ ٻڌايان جيڪو دوزخ تي حرام آهي ۽ جنهن تي دوزخ حرام آهي؟ هر ٿڌي طبيعت، نرم مزاج رکندڙ، (ماڻهن کي) ويجهو، سهڻن اخلاقن وارو انسان. (احمد، ترمذي ۽ ترمذي چيگي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي.

(٤٩٦٠) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن سڌو سادو معزز قسم جو ماڻهو ۽ فاسق بخيل ۽ بداخلاق هوندو آهي. (احمد، ترمذي، ابوداؤد)

(٤٩٦١) مڪحول تابعي کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن ٿڌي طبيعت جا هوندا آهن. جيئن اٺ جي نڪ ۾ مهار وجهي ان کي ڪاهجي ۽ جيڪڏهن ان کي پٿريلي جاءِ تي ويهارجي تہ اتي بہ ويهي رهي. (ترمذي چوي ٿو تہ حديث مرسل آهي)

(٤٩٦٢) ابن عمر﵄ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان ماڻهن سان اٺ ويهہ رکي ۽ سندن تڪليفن تي صبر ڪري، اهو انهيءَ کان افضل آهي جيڪو ماڻهن سان اٺ ويهہ نٿو رکي ۽ سندن تڪليفن تي صبر نٿو ڪري. (ترمذي، ابن ماجه)

(٤٩٦٣) سهل بن معاذ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته نبيﷺ جن فرمايو ته جيڪو سگهه رکڻ جي باوجود ڪاوڙ ڪائي ٿو. قيامت جي ڏينهن اللهﷻ تعاليٰ کيس ماڻهن جي سامهون سڏي کيس چوندو ته جيڪا حور توکي وڻي. ان جو انتخاب ڪر. (ترمذي، ابوداؤد، ۽ ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب آهي) ابو داؤد ۾ سويد بن وهب نبيﷺ جي اصحابن جي اولاد کان، اهو پنهنجي پيءُ کان بيان ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته اللهﷻ تعاليٰ اهڙي شخص جي دل کي امن ۽ ايمان سان ڀري، سويد رضي الله عنه جي حديث "من ترک لبس ثوب جمال" ڪتاب اللباس ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(٤٩٦٤) زيد بن طلحه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته هر دين جي ڪانه ڪا خلصت هوندي آهي ۽ اسلام جي خصلت حياءُ آهي (ن کي مالڪ مرسل بيان ڪيو هي. ابن ماجه ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ هي ءَ حديث انس ۽ ابن عباس رضي الله عنهم جي حوالي سان آهي)

(٤٩٦٥) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته بيشڪ حياءُ ۽ ايمان کي پاڻ ۾ ڳنڍيو ويو آهي. جڏهن انهن مان هڪ کنيو وڃي ٿو ٻيو خود بخود ختم ٿي وڃي ٿو. ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت آهي ته جڏهن کنهن کي ٻنهي مان هڪ کان محروم ڪيو وڃي ٿو ته ٻيو سندس پويان لڳي ٿو. (بيهقي شعب الايمان)

(٤٩٦٦) معاذ رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون پنهنجو پير (سواريءَ جي) رڪاب ۾ رکيو ته رسول اللهﷺ جن مون کي آخري وصيت هيءَ فرمائي ته ماڻهن لاءِ پنهنجا اخلاق سهڻا ڪر. (مالڪ)

(٤٩٦٧) امام مالڪ کي حديث پهتي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي ته مون کي سهڻن اخلاقن جي پورائي لاءِ موڪليو ويو آهي. (موطا مالڪ) مسند احمد ۾ اها حديث ابو هريره رضي الله عنه کان بيان ڪئي وئي آهي.

(٤٨٦٨) جعفر بن محمد پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت ڪري ٿو ته جڏهن رسول اللهﷺ جن آئينو ڏسندا هئا ته فرمائيندا هئا ته سڀ ساراهه اللهﷻ جي آهي جنهن منهنجي خلقت سهڻي ڪئي ۽ اها زينت عطا ڪيائين، جيڪا ٻين کي نصيب نه آهي. (بيهقي شعب الايمان ۽ حديث مرسل آهي)

(٤٩٦٩) عائشه رضي الله عنها کان روايت اهي ته رسول اللهﷺ جن دعا گهرندا هئا ته اي اللهﷻ! تو منهنجي خلقت (جسماني ساخت) ڏاڍاي چڱي بڻائي هي، پوءِ منهنجي اخلاق به سهڻا ڪر. (احمد)

(٤٨٧٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان کي نہ ٻڌايان توهان مان وڌيڪ پيارو ڪير آهي؟ چيائين تہ هائو. فرمايائون توهان مان وڌيڪ پيارو اهو شخص آهي جنهن جي عمر وڏي ۽ اخلاق چڱا هجن. (احمد)

(٤٨٧١) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ايمان جي اعتبار سان وڌيڪ ڪامل اهو مؤمن آهي، جنهن جا اخلاق سهڻا هجن. (ابوداؤد، دارمي)

(٤٨٧٢) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص ابوبڪر رضي الله عنه کي گاريون ڏيڻ لڳو ۽ نبي ﷺ جن ويهي تعجب ڪري ۽ مسڪرائي رهيا هئا. جڏهن سندس گاريون حد کان وڌي ويون تہ ابوبڪر رضي الله عنه سندس هڪڙي ڳالهہ موٽائي سندس منهن ۾ هنئي تڏهن نبي ﷺ جن ناراض ٿي، اٿي هليا ويا ابوبڪر رضي الله عنه سندس پويان آيو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيستائين اهو مون کي گاريون ڏيندو رهيو، توهان ويهي ٻڌندا رهيا. پوءِ جڏهن مون سندس ئي هڪ ڳالهہ موٽائي منهن ۾ هنئي تہ توهان ناراض ٿي هليا ويا. فرمايائون تہ توسان گڏ هڪ فرشتو هو جيڪو تنهنجي طرفان جواب ڏئي رهيو هو. جڏهن تو پاڻ ان کي جواب ڏنو شيطان اچي ويو. پوءِ فرمايائون تہ اي ابوبڪر رضي الله عنه ٽي ڳالهيون برحق آهن. ١_جنهن ٻانهي تي ظلم ٿئي ۽ الله عزوجل جي رضا منديءَ لاءِ صبر ڪري تہ ان جي ذريعي الله کيس عزت عطا ڪندو ۽ سندس مدد ڪندو. ٢_ جيڪو مٽي ڳنڍڻ لاءِ بخشش جو دروازو کوليندو، الله تعاليٰ سندس مال وڌائيندو. ٣_ جيڪو مال وڌائڻ جي غرض سان سوال ڪرڻ جو دروازو کوليندو، الله تعاليٰ سندس مال گهٽائيندو. (احمد)

(٤٩٧٣) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن گهر وارن سان الله تعاليٰ نرميءَ جو ارادو ڪندو آهي انهن کي فائدو ڏيندو آهي ۽ جنهن کي محروم رکندو آهي ان کي نقصان ۾ وڌائيندو آهي. (بيهقي شعب الايمان)

## ڪاوڙ ۽ وڏائيءَ جو بيان

### پهريون فصل

(٤٩٧٤) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ مون کي وصيت ڪريو. فرمايائون تہ ڪاوڙ نہ ڪندو ڪر. انهيءِ ڪيترا ڀيرا ساڳيو سوال ڪيو. پاڻ فرمائيندا رهيا تہ ڪاوڙ نہ ڪندو ڪر. (بخاري)

(٤٩٧٥) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ مون کي وصيت ڪريو. فرمايائون تہ ڪاوڙ نہ ڪندو ڪر. انهيءَ ڪيترا ڀيرا ساڳيو سوال ڪيو. پاڻ فرمائيندا رهيا تہ ڪاوڙ نہ ڪندو ڪر. (بخاري)

(٤٩٧٦) حارثه بن وهب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان کي جنتين جي باري ۾ نہ ٻڌايان؟ هر ضعيف جنهن کي ماڻهو حقير ۽ ڪمزور سمجهڻ. جيڪڏهن ﷲ جو قسم کڻي تہ ﷲ ان کي پورو ڪندو آهي، ڇا توهان کي دوزخين جي باري ۾ نہ ٻڌايان؟ سخت مزاج، ٿلهو متارو، وڏائي ڪندڙ دوزخي آهي (بخاري، مسلم) مسلم جي روايت ۾ آهي تہ هر مال جمع ڪندڙ، حرام جو اولاد، تڪبر ڪندڙ.

(٤٩٧٧) ابن مسعود﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ جنهن شخص جي دل ۾ اهر جي داڻي جيترو بہ ايمان هوندو، دوزخ داخل نہ ٿيندو ۽ جنهن جي دل ۾ اهر جي داڻي جيترو بہ تڪبر هوندو، جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. (مسلم)

(٤٩٧٨) ابن مسعود﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص جي دل ۾ اهر جي داڻي جيترو بہ تڪبر هوندو، جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. هڪ شخص چيو تہ ماڻهو اها ڳالهہ پسند ڪندو آهي تہ ان جا ڪپڙا سنا هجن. ان جي جتي سني هجي (ڇا اهو بہ تڪبر آهي؟) فرمايائون تہ ﷲ سهڻو آهي سهڻائپ کي پسند ڪري ٿو. تڪبر حق ڳالهہ کي رد ڪرڻ ۽ ماڻهن کي حقير ڄاڻڻ آهي. (مسلم)

(٤٩٧٩) ابو هريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ ٽن ڄڻن سان نہ ڳالهائيندو، نہ کين پاڪ ڪندو. هڪ روايت ۾ آهي تہ نہ انهن ڏانهن نهاريندو ۽ سندن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي. ١_پوڙهو زاني، ٢_ ڪوڙو بادشاهہ ٣_ تڪبر ڪندڙ فقير. (مسلم)

(٤٩٨٠) ابو هريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو: وڏائي منهنجي چادر ۽ عظمت منهنجي رداءُ (گوڏ) آهي جيڪو بہ مون کان انهن مان ڪا شيءِ کسيندو ان کي دوزخ ۾ داخل ڪندس ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ کيس دوزخ ۾ اڇلائيندس. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٤٩٨١) سلمة بن اکوع ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هڪ شخص پڻ کي هميشه وڏو ماڻهو سمجهندو آهي تانجو سرڪش ۾ لکيو ويندو آهي. پوءِ جيڪا بہ مصيبت انهن ( متڪبرن) کي پهچندي، اهائي انهيءَ کي بہ پهچندي. (ترمذي)

(٤٩٨٢) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏاي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن وڏائي ڪندڙن کي هن حالت ۾ گڏ ڪيو ويندو جو انهن جون صورتون انسانن جون ۽ (قد ڪاٺ) ڪولين جيترا هوندا. هر طرف کان مٿن ذلت مسلط هوندي کين جهنم جي جيل "بولس" ڏانهن هڪليو ويندو. سڀ کان وڏيڪ تيز باهہ انهن کي وڪوڙيندي. کين دوزخين جي پونءِ، "طينة الخبال" پياري ويندي. (ترمذي)

(٤٩٨٣) عطيمة بن عروه سعديءَ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪاوڙ شيطان جي طرفان آهي ۽ شيطان باھ مان پيدا ڪيو ويو آهي. ۽ باھ کي پاڻيءَ سان وسائبو آهي. جڏهن توهان مان ڪنهن کي ڪاوڙ اچي. ان کي وضو ڪرڻ گهرجي. (ابوداؤد)

(٤٩٨٤) ابو ذرؓ جي روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪنهن کي بيٺل حالت ۾ ڪاوڙ اچي تہ ان کي ويهڻ گهرجي. جيڪڏهن سندس ڪاوڙ ختم ٿئي تہ ٺيڪ آهي نہ تہ ليٽي پوي.

(٤٩٨٥) اسماءُ بنت عميسؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جيڪو پاڻ کي چڱو ڄاڻي، وڏائي ڪري ۽ وڏي، بلند مرتبي واري الله کي وساري ويهي. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي. جيڪو پاڻ کي پلارو ڄاڻي. (ماڻهن تي) ظلم ڪري، وڏي هر شيءَ تي غالب الله تعاليٰ کي وساري ڇڏي. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جيڪو غفلت ۾ هجي، پاڻ کي اجائين ڳالهين ۾ مشغول رکي ۽ قبرستان ۽ پنهنجي جسم جي ڳري سري وڃڻ واري حالت کي وساري ڇڏي. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جيڪو فساد وجهي، حد کان وڌي وڃي، پنهنجي شروعات ۽ پنهنجي پڇاڙيءَ کي وساري ڇڏي. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جيڪو دينجي ذريعي دنيا هاصل ڪري. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جيڪو دين کي شبهات جي ذريعي خراب ڪري. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي جنهن کي حرص (هرطرف) گهليندو وتي. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي، جنهن کي خواهشون گمراھ ڪن. سڀ کان بڇڙو ٻانهو اهو آهي، جنهن کي (دنيا جي) رغبت خوار ڪري. (ترمذي، بيهقي شعب الايمان. بيهقي چوي ٿو تہ ان جي سند قوي نہ آهي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

## ٽيون فصل

(٤٩٨٦) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله عزوجل وٽ ٻانهو ڪاوڙ کان وڌيڪ ڪڙو ڍڪ نٿو پيئي، يعني جيڪو الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاوڙ ڪائيندو آهي. (احمد)

(٤٩٨٧) ابن عباسؓ هن آيت " بهترين نموني سان ٽار" جي تفسير ۾ فرمائي ٿو تہ يعني ڪاوڙ وقت صبر ڪر، برائيءَ وقت معاف ڪر. جڏهن ماڻهو ائين ڪندو تہ الله کيس آفتن کان بچائيندو ۽ دشمن کي سندس سامهون بيوس ڪندو جڻ تہ ٻئي ڄڻا ويجها دوست آهن. بخاريءَ اها حديث معلق آندي آهي.

(٤٩٨٨) بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏاي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪاوڙ ايمان کي ائين خراب ڪري ٿي جيئن ٿوھ ماکيءَ کي. (بيهقي)

(٤٩٨٩) عمر ﷛ منبر تي تقرير ڪري رهيو هو تہ فرمايائين اي انسانؤ! عاجزي اختيار ڪريو. بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو ﷲ لاءِ عاجزي ڪندو، ﷲ ان کي سربلند ڪندو. اهڙو شخص پنهنجي نگاهہ ۾ ننڍو ۽ ماڻهو جي نگاهن ۾ وڏو هوندو آهي ۽ جيڪو وڏائي ڪندو ﷲ ان کي ذليل ڪندو. اهڙو شخص ماڻهن جي نگاهن ۾ حقير ۽ پنهنجي نفس ۾ وڏو هوندو آهي تانجو اهو شخص، ماڻهن وٽ ڪتي ۽ سوئر کان بہ گهٽ درجي جو هوندو آهي. (بيهقي)

(٤٩٩٠) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ موسيٰ بن عمران ؑ عرض ڪيو تہ رب منهنجا! تنهنجي ٻانهن مان تو وٽ سڀ کان وڌيڪ عزتدار ڪير آهي؟ فرمايائيني تہ اهو شخص جيڪو (بدلي جي) سگهہ رکڻ جي باوجود بخشي ڇڏي. (بيهقي)

(٤٩٩١) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو زبان بند رکي ٿو، ﷲ ان جا عيب ڍڪي ٿو ۽ جيڪو ڪاوڙ کي روڪي ٿو، قيامت جي ڏينهن ﷲ ان جي عذاب کي روڪيندو ۽ جيڪو ﷲ وٽ معذرت پيش ڪندو. ﷲ سندس معذرت قبول فرمائيندو. (بيهقي)

(٤٩٩٢) ابو هريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ ٽي شيون نجات ڏيندڙ ۽ ٽي هلاڪ ڪندڙ آهن. نجات ڏيندڙ ٽي شيون هي آهن: ١_باطن ۽ ظاهر ۾ ﷲ جو خوف ڪرڻ. ٢_ رضا ۽ ناراضگيءَ ۾ حق ڳالهہ چوڻ، ٣_ مالداري ۽ فقيري ۾ وچٽري واٽ هلڻ. هلاڪ ڪندڙ ٽي شيون هي آهي: ١_ خواهشن جي پيروي ڪرڻ. ٢_ لالچ جي غلامي ڪرڻ، ٣_پاڻ کي سڀ ڪجهہ سمجهڻ ۽ اها خصلت سڀ کان سخت آهي. (اهي پنجئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون آهن)

## ظلم جو بيان

### پهريون فصل

(٤٩٩٣) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ظلم قيامت جي ڏينهن اوندهہ جو سبب ٿيندو. (بخاري، مسلم)

(٤٩٩٤) ابو موسيٰ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ ظالم کي مهلت ڏيندو آهي، تانجو جڏهن ڪيس پڪڙندو آهي تہ ڪيس نہ ڇڏيندو آهي. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون "۽ اهڙي طرح آهي تنهنجي رب جو ڳوڻن وارن کي پڪڙڻ، جڏهن اهي ظلم تي سندورو ٻڌي بيهندا آهن." (بخاري، مسلم)

(٤٩٩٥) ابن عمر﷠ کان روايت آهي تہ جڏهن اسان حجر جي علائقي مان گذرياسون تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جن ماڻهن پاڻ تي ظلم ڪيو آهي. انهن جي وسندين وٽان نہ لنگهو، مگر هن حالت

۾ جو توهان روئيندڙ هجو. متان توهان کي بہ اهو (عذاب) پهچي جيڪو انهن کي پهتو هو. پوءِ پنهنجو مٿو هيٺ جهڪايائون ۽ انهيءَ ماٿريءَ مان جلدي نڪري ويا. (بخاري، مسلم)

(٤٩٩٦) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن تي ٻئي جي عزت يا ڪنهن ٻي شيءِ مان حق هجي، ان کي گهرجي تہ انهيءَ ڏينهن جي اچڻ کان اڳ ان کان معاف ڪرائي، جڏهن وٽس نہ درهم هوندو ۽ نہ دينار. جيڪڏهن وٽس نيڪ عمل هوندا تہ سندس ظلم مطابق ورتا ويندا ۽ جيڪڏهن وٽس نيڪيون نہ هونديون تہ مظلوم جون برايون ڪٽي ان تي وڌيون وينديون. (بخاري)

(٤٩٩٧) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان کي خبر آهي تہ مفلس ڪير آهي؟ چيائيون تہ اسان مفلس ان شخص کي چئون ٿا جنهن وٽ پيسو ڏوڪڙ نہ هجي ۽ نہ ئي وٽس ڪو سامان هجي. فرمايائون تہ منهنجي امت مان مفلس اهو آهي جيڪو قيامت جي ڏينهن نماز، روزو ۽ زڪوات ڪٽي ان حالت ۾ ايندو جو ڪنهن کي گار ڏني هوندائين، ڪنهن تي تهمت هنئي هوندائين ڪنهن جو مال کاڌو هوندائين، ڪنهن کي قتل ڪيو هوندائين ڪنهن کي ماريو هوندائين سندس نيڪيون ان ”مظلوم“ کي ڏنيون وينديون، جيڪڏهن سندس ذمي جيڪي حق هوندا اهي پورا ٿيڻ کان اڳ سندس نيڪيون ختم ٿي ويون تہ انهن جي گناهن جو بار مٿس وڌو ويندو، پوءِ کيس دوزخ ۾ اڇلايو ويندو. (مسلم)

(٤٩٩٨) ابو هريره﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن حقدار کي سندس حق ڏنا ويندا ايستائين جو بنا سڱن واري ٻڪري کان سڱن واري ٻڪريءَ کي بدلو وٺي ڏنو ويندو. (مسلم) ۽ جابر جي حديث انقوا الظلم باب الانفاق ۾ گذري چڪي.

## ٻيو فصل

(٤٩٩٩) حذيفه ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ادلو بدلو چڪائيندڙ نہ ٿيو جو چئو تہ ماڻهو اسان سان نيڪي ڪندا تہ اسان بہ ساڻن نيڪي ڪنداسون، جيڪڏهن اهي اسان تي ظلم ڪندا تہ اسان بہ ساڻن ظلم ڪنداسون، پر هن ڳالهہ جي عادت وجهو تہ جيڪڏهن ماڻهو توهان سان نيڪي ڪن تہ توهان بہ ساڻن نيڪي ڪريو ۽ جيڪڏهن اهي برائي ڪن تہ توهان انهن تي ظلم نہ ڪريو. (ترمذي)

(٥٠٠٠) معاويه ﷜ عائشه ﵂ ڏانهن خط لکيو تہ مون ڏانهن مختصر وصيت لکي موڪليو. انهيءَ ڪس لکيو تہ امام بعد! بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو شخص ماڻهن کي ناراض ڪري ﷲ جي رضا ڳولهيندو تہ ماڻهن جي مصيبت کان کيس ﷲ

بچائيندو ۽ جيڪو ﷲ کان ناراض ڪري ماڻهن جي رضا مندي ڳولهيندو ته ﷲ ڪيس ماڻهن جي حوالي ڪندو ۽ خط ۾ لکيائون ته توتي سلامتي هجي. (ترمذي)

ٽيون فصل

(٥٠٠١) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي: ”اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ ايمان ۾ ظلم جي ملاوٽ نٿا ڪن“ ته رسول الله ﷺ جن جي اصحابن تي اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي ۽ عرض ڪيائون ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! جن فرمايو ته اهو (عام) ظلم مراد نه آهي. بلڪ مراد شرڪ آهي. ڇا توهان لقمان جي ڳالهه نه ٻڌي آهي ته جنهن پنهنجي پٽ کي چيو ته ”اي منهنجا پٽڙا! ﷲ سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪر. بيشڪ شرڪ وڏو ظلم آهي. “هڪ روايت ۾ آهي ته جيئن توهان سمجهو ٿا ائين نه آهي، بلڪ اهو شرڪ مراد آهي جنهن کان بچڻ لاءِ لقمان پنهنجي پٽ کي وصيت ڪئي هئي. (بخاري، مسلم)

(٥٠٠٢)ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن ماڻهن ۾ سڀ کان درجي ۾ بڇڙو اهو شخص هوندو، جنهن ٻئي جي دنيا ناهڻ لاءِ پنهنجي آخرت کي برباد ڪيو. (ابن ماجه)

(٥٠٠٣) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته اعمالناما ٽن قسمن جا آهن. ١_ اهو اعمالنامو جيڪو ﷲ نه بخشيندو ۽ اهو ﷲ سان شرڪ ڪرڻ آهي (ان جي باري ۾) ﷲ عزوجل فرمائي ٿو” بيشڪ ﷲ تعاليٰ شرڪ معاف نٿو فرمائي. ٢_ اهو اعمالنامو جنهن کي ﷲ نه ڇڏيندو يعني ٻانهن جو هڪ ٻئي تي ظلم ڪرڻ تانجو هڪ ٻئي کان پنهنجا حق حاصل ڪن. ٣_اهو اعلمالنامو جنهن جي ﷲ پرواهه نه ڪندو يعني ٻانهن ۽ ﷲ جي وچ ۾ جيڪي ظلم آهن، ان جو دارو مدار ﷲ تي آهي. جيڪڏهن گهرندو ته عذاب ڪين ڪندو ۽ جيڪڏهن گهرندو ته ڪين معاف ڪندو. (بيهقي)

(٥٠٠٤) علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته پاڻ کي مظلوم جي بددعا کان بچايو ڇاڪاڻ ته اهو ﷲ تعاليٰ کان پنهنجو حق گهنردو آهي ۽ ﷲ تعاليٰ ڪنهن حقدار جي حق کي نه روڪيندو آهي. (بيهقي)

(٥٠٠٥) اوس بن شرجيل رضي الله عنه کان روايت آهي ته انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته جيڪو ظالم کي زور وٺائڻ لاءِ ان سان گڏ هلندو جڏهن ته اهو ڄاڻي ٿو ته اهو ظالم آهي ته بيشڪ اهو اسلام مان نڪري چڪو. (بهيقي)

(٥٠٠٦) ابو هريره ﷺ كان روايت آهي ته انهيءَ هڪ شخص کي چوندي ٻڌو ته ظالم رڳو پاڻ کا نقصان پهچائي ٿو. ابو هريره چيو ته هائو، ﷲ جو قسم! حباره پکي پنهنجي آکيري ۾ ظالم جي ظلم جي ڪري مري ويندو آهي. (چارئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

## نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ جو بيان

### پهريون فصل

(٥٠٠٧) ابو سعيد خدريﷺ كان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته توهان مان جيڪو شخص شريعت جي خلاف ڪو ڪم ٿيندي ڏسي ته ان کي هٿ سان روڪي، جيڪڏهن ان جي طاقت نه هجي ته زبان سان روڪي، ان جي به طاقت نه هجي ته دل ۾ خراب ڄاڻي ۽ اهو ايمان جو سڀ کان ڪمزور درجو آهي. (مسلم)

(٥٠٠٨) نعمان بن بشيرﷺ كان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ﷲ جي حدن ۾ سستي ڪندڙ ۽ انهن تي عمل ڪندڙ جو مثال هڪ قوم وانگر آهي جيڪا ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ۽ پاڻ ۾ پُڪو وجهن. هڪڙا ٻيڙيءَ جي مٿانهين حصي ۾ ٻيا هيٺاهين حصي ۾ چڙهن ٿا. هيٺاهين حصي وارا پاڻي پرڻ لاءِ مٿانهين حصي وارن وٽ وڃن ٿا، جنهن جي ڪري کين تڪليف ٿئي ٿي. هيٺين مان ڪنهن ڪهاڙو کڻي ٻيڙيءَ کي تري ۾ ٽنگ ڪرڻ شروع ڪيو. مٿيان انهن وٽ آيا. ۽ کيس چيائون ته توهان کي ڇا ٿيو آهي؟ انهن چيو ته اسان جي اچڻ وڃڻ جي ڪري توهان کي تڪليف ٿئي ٿي ۽ اسان کي پاڻي جي ضرورت آهي. هاڻي جيڪڏهن اهي انهن کي روڪيندا ته انهن کي به بچائيندا ۽ پاڻ به بچي ويندا. جيڪڏهن کين ڇڏي ڏيندا ته انهن کي به هلاڪ ڪندا ۽ پاڻ به هلاڪ ٿيندا. (بخاري)

(٥٠٠٩) اسامه بن زيدﷺ كان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن هڪ شخص کي آندو ويندو ۽ کيس باهه ۾ اڇلايو ويندو، جيڪو پنهنجي آنڊن جي چوڌاري دوزخ ۾ ائين هلندو، جيئن جانڊهه ۾ گڏهه هلندو آهي. ماڻهو کيس چوندا ته اڙي فلاڻا! تنهنجو اهو حال ڇو ٿيو آهي؟ تون ته اسان کي نيڪيءَ جو حڪم ڪندو هئين ۽ برائيءَ کان روڪيندو هئين. چوندو ته برابر مان توهان کي چڱائي جو حڪم ڪندو هيس پر پاڻ چڱائي نه ڪندو هيس ۽ مان توهان کي برائيءَ کان روڪيندو هيس پر پاڻ ان تي عمل نه ڪندو هيس. (بخاري، مسلم)

### ٻيو فصل

(٥٠١٠) حذيفهﷺ كان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ﷲ جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان ضرور نيڪيءَ جو حڪم ڪندا ۽ برائيءَ کان روڪندا يا ويجهو آهي ته ﷲ تعاليٰ توهان تي پنهنجو عذاب لاهي. پوءِ توهان دعائون گهرندا پر اها قبول نه ٿيندي. (ترمذي)

(٥٠١١) عرس بن عميرهﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ زمين تي گناهہ ٿيندو آهي. ڪو شخص اتي موجود هوندو آهي، جيڪو ان کي خراب سمجهندو آهي تہ اهڙو ماڻهو ان شخص وانگر آهي جيڪو اتان غائب هجي ۽ ڪو شخص غائب هوندو آهي، جيڪو ان کان راضي هوندو آهي. تہ اهو انهيءَ شخص وانگر آهي جيڪو اتي موجود آهي. (ابوداؤد)

(٥٠١٢) ابو بڪر صديقﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اي انسانؤ! توهان هيءَ آيت پڙهو ٿا ”اي انسانؤ! توهان پنهنجو فڪر ڪريو، جيڪڏهن توهان پاڻ هدايت تي هوندا تہ اهي ماڻهو توهان کي نقصان نہ پهچائي سگهندا. جيڪي گمراهہ آهن.“ بيشڪ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جڏهن ماڻهو برائيءَ کي ڏسن ۽ ان کي نہ روڪين تہ ويجهو آهي تہ الله تعاليٰ سيني تي عام غذاب موڪلي. (ابن ماجه ۽ ترمذيءَ هن کي صحيح چيو آهي) هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ جڏهن ماڻهو ظالم کي ڏسن ۽ ان جو هٿ نہ جهلين، ويجهو آهي تہ الله پنهنجو عام عذاب انهن تي نازل ڪري. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ ڪا اهڙي قوم جنهن ۾ گناهہ ڪيا ويندا آهن، پوءِ اها ان جي روڪڻ تي قادر آهي پر نٿي روڪي، ويجهو آهي تہ عام عذاب ان تي نازل ٿئي. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ ڪا اهڙي قوم نہ آهي جنهن ۾ گناهہ ڪيا ويندا هجن. حالانڪہ اهي گناهہ نہ ڪندڙ کان وڌيڪ هوندا آهن.

(٥٠١٣) جرير بن عبداللهﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هڪ شخص ڪنهن قوم ۾ گناهہ ڪري ۽ ماڻهو روڪڻ جي سگهہ رکڻ جي باوجود بہ کيس نہ روڪين تہ مرڻ کان اڳ الله تعاليٰ انهن تي (عام) عذاب موڪليندو. (ابوداؤد، ابن ماجه)

(٥٠١٤) الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ ”توهان پنهنجو فڪر ڪريو. جيڪڏهن توهان هدايت تي آهيو تہ اهو شخص توهان کي نقصان نہ ڏيندو، جيڪو گمراهہ آهي. ان جي تفسير ۾ ابو ثعلبهﷺ چوي ٿو تہ الله جو قسم! ان جي باري ۾ مون رسول اللهﷺ جن کان پڇيو. فرمايائون تہ: بلڪہ توهان ڀلائيءَ جو حڪم ڪريو ۽ برائي کان روڪيو، جڏهن ڏسين تہ بخيليءَ جي پيروي ۽ خواهشات جي غلامي ڪئي وڃي ٿي، دنيا کي آخرت تي ترجيح ڏني وڃي ٿي. هر ماڻهو پنهنجي ئي ڳالهہ کي سنو سمجهي ٿو ۽ (اڻوڻندڙ) معاملا ڏسين جن کان سواءِ تنهنجي لاءِ ڪو چارو نہ هجي تہ پوءِ پنهنجي فڪر ڪر ۽ عوامي معاملن کي ڇڏي ڏي. اڳتي صبر جو زمانو ڏسندين، جيڪو ان (زماني) ۾ صبر ڪندو ڄڻ تہ پنهنجي مٺ ۾ اڱر جهلندو. انهن ڏينهن ۾ (شريعت تي هلندڙ کي) پنجاهہ ڄڻن جو اجر ملندو عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسولﷺ! انهن مان پنجاهہ ڄڻن جو؟ فرمايائون تہ توهان مان پنجاهہ ڄڻن جو. (ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠١٥) ابو سعيد خدريﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي عصر کان پوءِ اسان کي خطبو ڏنو، جنهن ۾قيامت تائين ايندڙ حالتون بيان فرمايائون تہ جنهن انهن کي ياد رکيو تنهن انهن کي ياد رکيو ۽ جنهن کان اهي ڳالهيون وسري ويون، تنهن کان وسري ويون. ارشاد

فرمايائون تہ بيشڪ دنيا مٺي ۽ سرسبز (سهڻي) آهي، ﷲ توهان کي منجهس پنهنجو جانشين ڪرڻ وارو ۽ ڏسڻ وارو آهي تہ توهان ڪهڙا عمل ڪريو ٿا؟ ٻڌو پوءِ دنيا ۽ عورتن کان پاڻ کي بچايو. قيامت جي ڏينهن هر غدار لاءِ سندس دنيا ۾ ڪيل غداريءَ جي مناسبت سان جهنڊو هوندو عوام تي حڪمراني ڪندڙ کان وڏو ڪو غداري نٿو ڪري سگهي، سندس پاخاني جي جاءِ تي جهنڊو ڪوڙيو ويندو. جڏهن توهان مان ڪنهن کي حق ڳالهہ جي ڄاڻ هجي تہ ماڻهن جي هيبت کيس ان جي چوڻ کان نہ روڪي، هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪڏهن ڪا برائي ڏسي تہ ان کي روڪي. پوءِ ابو سعيد ﷛ روئي چيو تہ اسان برائي ڏٺي پر ماڻهن جي هيبت سبب ان جي خلاف زبان کولڻ جي همت نہ ٿي نبي ڪريم ﷺ جن وڌيڪ فرمايو تہ ٻڌو! ماڻهو مختلف قسمن تي پيدا ڪيا ويا آهن. ڪو مؤمن پيدا ٿئي ٿو، ڪو ڪافر پيدا ٿئي ٿو، ڪافر تي زنگي گذاري ٿو ۽ ڪافر تي مري ٿو. ڪو مؤمن پيدا ٿئي ٿو مؤمن تي زندگي گذاري ٿو ۽ ڪافر تي مري ٿو. ڪو ڪافر تي پيدا ٿئي ٿو، ڪافر تي زندگي گذاري ٿو ۽ مؤمن تي مري ٿو. ڪاوڙ جي باري ۾ فرمايائون تہ ڪنهن کي جلدي ڪاوڙ ايندي آهي ۽ جلدي سندس ڪاوڙ ختم ٿيندي آهي، ٻئي حالتون هڪ ٻئي جي برابر سرابر آهن. ڪنهن کي ڪاوڙ دير سان ايندي آهي. ۽ دير سان سندس ڪاوڙ ختم ٿيندي آهي، ٻئي حالتون هڪ ٻئي جي برابر سرابر آهن. توهان مان سڀ کان ڀلارو اهو شخص آهي، جنهن کي دير سان ڪاوڙ اچي ۽ جلدي ختم ٿئي. توهان مان سڀ کان خراب اهو آهي، جنهن کي جلدي ڪاوڙ اچي ۽ دير سان ختم ٿئي، پاڻ کي ڪاوڙ کان بچايو، ڇاڪاڻ تہ اها باهہ جو ٽانڊو آهي جيڪو اسان جي دل ۾ (شيطان ٻاري ٿو) ڇا اهڙي شخص جي ڪنڌ جون ڦوڪيل رڳون ۽ ڳاڙهيون اکيون نہ ڏسندا آهيو؟ توهان مان جنهن کي ڪاوڙ محسوس ٿئي، ان کي ليٽڻ گهرجي، زمين سان چنبڙي پوي. قرض جو ذڪر ڪندي فرمايائون تہ توهان مان ڪو قرض ادا ڪرڻ ۾ چڱو هوندو آهي ۽ جڏهن سندس ٻئي تي قرض هوندو آهي تہ حاصل ڪرڻ ۾ سختي ڪندو آهي، ٻئي حالتون هڪ ٻئي جي برابر سرابر آهن. ڪو قرض ادا ڪرڻ ۾ سست ۽ وصول ڪرڻ ۾ چست هوندو آهي. ٻئي خلصتون هڪ ٻئي جي برابر سرابر آهن. توهان مان چڱو اهو آهي. جيڪ سهڻي نموني قرض ادا ڪري ۽ سهڻي نموني وصول ڪري، توهان مان خراب اهو آهي، جيڪو قرض ادا ڪرڻ ۾ سست ۽ وصول ڪرڻ ۾ تکڙو هجي. جڏهن سج ڪجين جي وڻن جي چوٽين ۽ ڀتين جي ڪنارن تي پهتو تہ فرمايائون تہ ٻڌو! دنيا باقي ايتري وجي بچي آهي، جيئن توهان جي هن ڏينهن جي هيءَ روشني باقي بچي آهي. (ترمذي)

(٥٠١٦) ابو بختري هڪ صحابي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيستائين ماڻهو جا گناهہ ( سندن نيڪين کان) نہ وڌندا آهن. ان وقت تسئين ڪين هلاڪ نہ ڪيو ويندو آهي.

(٥٠١٧) عدي بن عدي ڪندي چوي ٿو. اسان کي اسان جي آزاد ڪيل غلام ٻڌايو، انهيءَ اسان جي ڏاڏي کان ٻڌو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ ﷲ تعاليٰ عام ماڻهن تي عذاب نہ ڪندو آهي، تانجو منجهن برائي ڪئي وجي ۽ روڪڻ جي سگهہ رکڻ جي باوجود اهي

ان کي نہ روڪين. جڏهن ائين ڪندا آهن تہ پوءِ ﷲ تعاليٰ عام ۽ خاص سڀني تي عذاب ڪندو آهي. (شرح السنة)

(٥٠١٨) عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ جڏهن بنواسرائيل گناهن ۾ ڪاهي پيا تہ سندن عالمن کين روڪيو، پر اهي باز نہ آيا. پوءِ انهن جا علماءَ انهن سان سندن مجلسن ۾ اٿڻ ويهڻ لڳا ۽ انهن سان گڏ کائڻ پيئڻ لڳا. تڏهن ﷲ انهن جون دليون هڪجهڙيون ڪري ڇڏيون ۽ دائود ۽ عيسيٰ بن مريم جي زباني مٿن لعنت ڪيائين. ڇاڪاڻ تہ اهي نافرماني ڪندا ۽ حد کان لنگهندڙ هئا. راوي چوي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ٽيڪ ڏئي وينا هئا، پوءِ سڌا ٿي وينا ۽ فرمايائون تہ نہ! ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان ضرور انهن کي روڪيندا. (ترمذي، ابوداؤد)

سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ هر گز نہ! ﷲ جو قسم توهان ضرور نيڪيءَ جو حڪم ڪندا ۽ ضرور برائيءَ کان روڪيندا ۽ ضرور ظالمن کي هٿ کان پڪڙيندا ۽ ضرور کين حق ڏانهن موڙيندا ۽ ضرور کين حق تي قائم رکندا، نہ تہ ﷲ توهان سڀني جون دليون هڪجهڙيون ڪري ڇڏيندو، پوءِ توهان تي لعنت ڪندو، جيئن انهن (بني اسرائيل) تي لعنت ڪيائين.

(٥٠١٩) انس ﷛ کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ معراج جي رات مون ڪيترا ماڻهو ڏٺا. جن جا چپ باهہ جي قينچين سان ڪٽيا پئي ويا. مون پڇيو تہ اي جبرئيل ﷵ! هي ڪير آهن؟ فرمايائين تہ هي تنهنجي امت جا خطيب آهن، جيڪي ماڻهن کي نيڪيءَ جو حڪم ڪندا ۽ پاڻ کي وساريندا هئا. (شرح السنة بيهقي شعب الايمان) هڪ روايت ۾ آهي تہ جبرئيل ﷵ چيو تہ تنهنجي امت جا اهي خطيب آهن جيڪي اها ڳالهہ چوندا آهن جنهن تي پاڻ عمل نہ ڪندا آهن. ۽ ﷲ جو ڪتاب پڙهندا آهن پر ان تي عمل نہ ڪندا آهن.

(٥٠٢٠) عمار بن ياسر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آسمان مان دستر خوان لاٿو ويو جنهن ۾ ماني، گوشت جو ٻوڙ هو ۽ کين حڪم ڪيو ويو تہ نہ ان ۾ خيانت ڪن، نہ سڀاڻي لاءِ بچائي رکن، پوءِ انهن خيانت ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن لاءِ بچائي رکيائون. تنهن ڪري سندس شڪليون ٻولڙن ۽ سوئرن جون ڪيون ويون. (ترمذي)

ٽيون فصل

(٥٠٢١) عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ منهنجي امت کي آخري زماني ۾ حڪمرانن جي طرفان مصيبتون پوڳٽيون پونديون صرف اهو شخص نجات حاصل ڪندو، جيڪو دين جو شعور رکندو ۽ سندن خلاف پنهنجي زبان، پنهنجي هٿ پنهنجي دل سان جهاد ڪندو. اهو ئي اهو شخص آهي جو ثواب ۾ ڪمال درجي تي پهتو. ٻيو اهو شخص آهي، جنهن ديني شعور حاصل ڪيو ۽ دين جي تصديق ڪيائين ٽيون اهو شخص جنهن دين جو شعور حاصل ڪيو، پوءِ ان تي خاموش رهيو يعني صبر سان قائم رهيو. جيڪڏهن ڪنهن کي

پلائي ڪندي ڏسي تہ ڪيس پسند ڪري ۽ جيڪڏھن ڪنھن ڪي غلط ڪم ڪندي ڏسي تہ ساڻس دشمني رکي اھوئي اھو شخص آھي جيڪو نيڪيءَ سان محبت ۽ باطل سان دشمني جي ڪري نجات لھندو. (بيھقي)

(٥٠٢٢) جابرﷺ کان روايت اھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله عزوجل جبريل ﷺ ڏانھن وحي ڪئي تہ وڃي فلاڻي ۽ فلاڻي شھر ۽ رھواسين کي منجھس تنھنجو ھڪ فلاڻو ٻانھو آھي. جنھن اک ڇنڀ جيتري دير بہ تنھنجي نافرماني نہ ڪئي آھي. حڪم فرمايائين تہ ان کي ۽ سيني کي اونڌو ڪري ڇڏ. ڇاڪاڻ تہ منھنجي (دين جي پائمالي ڏسي) سندس منھن تي گھڙي سوا بہ گھنج نہ اچي. (بيھقي)

(٥٠٢٣) ابو سعيد ﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله عزوجل قيامت جي ڏينھن ٻانھي کان پڇندو تہ جڏھن تو (دنيا ۾) برائي ڏٺي تہ ڇو ان کي روڪڻ جي ڪوشش نہ ڪيئي؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪيس دليل سيکاريو ويندو. عرض ڪندو تہ رب منھنجا، ماڻھن جو خوف ۽ تنھنجي بخشش جي اميد جي ڪري. (ھي ٽئي حديثون بيھقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

(٥٠٢٤) ابو موسيٰ اشعري ﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله جو قسم جنھن جي ھٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آھي، پلائي ۽ برائي ٻہ صفتون آھن، اھي قيامت جي ڏينھن ماڻھن لاءِ اٿي بيھنديون. نيڪي خوشخبري ۽ پلائي جو دلاسو ڏيندي. برائي چوندي تہ ماڻھن (دوزخ ڏانھن) دفع ٿيءُ، دفع ٿيءُ، پوءِ ان (برائي) کي ٽاري نہ سگھندو. (احمد، بيھقي شعب الايمان)

## دل نرم ڪندڙ حديثون

### پھريون فصل

(٥٠٢٥) ابن عباس ﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ٻن نعمتن ۾ اڪثر ماڻھو نقصان ۾ رھن ٿا: تندرستي ۽ واندڪائي. (بخاري)

(٥٠٢٦) مستورد بن شداد ﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آخرت جي مقابلي ۾ دنيا جو مثال ائين آھي جڻ ڪو پنھنجي آڱر درياھ ۾ وجھي، پوءِ ڏسي تہ سندس آڱر تي ڇا آيو آھي؟ (مسلم)

(٥٠٢٧) جابر ﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن ٻڪريءَ جي ھڪ مئل ڦر وٽان گذريا جبھن جا ڪن ننڍڙا وڍيل ھئا. فرمايائون تہ توھان مان ڪير ھن کي ھڪ درھم ۾ خريد ڪندو؟

اصحابين عرض ڪيو تہ اسان تہ مفت ۾ بہ ان کي نہ وٺنداسون. فرمايائون تہ ﷲ جو قسم! ﷲ وٽ دنيا ان کان بہ وڌيڪ خسيس آهي، جيئن توهان وٽ ٻڪريءَ جو هيءُ ڦر آهي. (مسلم)

(٥٠٢٨) ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ دنيا مؤمن لاءِ قيد خانو ۽ ڪافر لاءِ جنت آهي. (مسلم)

(٥٠٢٩) انسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ ڪنهن شخص جي نيڪي ضايع نہ ڪندو آهي. ان جو بدلو کيس دنيا ۾ آخرت ٻنهي جهانن ۾ ڏنو ويندو آهي. پر ڪافر جيڪي چڱايون ﷲ ڪارڻ ڪندو آهي، انهن جو بدلو کيس دنيا ۾ ئي ڏنو ويندو آهي، تانجو قيامت جي ڏينهن وٽس ڪا نيڪي باقي نہ بچندي جنهن جو کيس اجر ڏنو وڃي. (مسلم)

(٥٠٣٠) ابو هريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ دوزخ کي شهوتن سان سينگاريو ويو آهي ۽ جنت کي ڏکين ڪمن سان سينگاريو ويو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٠٣١) ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هلاڪ ٿئي دينار جو لالچي، درهم جو لالچي ۽ ڪپڙي جو لالچي، جيڪڏهن کيس ڏجي تہ راضي ٿئي ۽ جيڪڏهن کيس نہ ڏجي تہ ناراض ٿئي خوار ۽ هلاڪ ٿئي ۽ جڏهن سندس پير ۾ ڪنڊو لڳي تہ نہ ڪڍيو وڃيس. انهيءَ ٻانهي کي خوشخبري هجي جيڪو پنهنجي گهوڙي جي واڳ ﷲ جي واٽ ۾ (سدائين) پڪڙي بيهي. سندس مٿي جا وار وکريل ۽ سندس پير مٽيءَ سان ڀريل هجن. جيڪڏهن کيس حفاظتي (ڊيوٽي) تي مقرر ڪجي تہ حفاظت ( ڊيوٽي) ادا ڪري ۽ جيڪڏهن سندس ڊيوٽي لشڪر جي پوئين حصي ۾ هجي تہ پوئين حصي ۾ ڊيوٽي ڏي جيڪڏهن اجازت گهري تہ کيس اجازت نہ ملي ۽ جيڪڏهن سفارش ڪري تہ سندس سفارش قبول نہ ڪجي. (بخاري)

(٥٠٣٢) ابو سعيد ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پاڻ کان پوءِ توهان جي باري ۾ مون کي دنيا جي نعمتن ۽ ان جي زينت جو وڌيڪ ڊپ آهي. هڪ شخص پڇيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا برائيءَ سا ڀلائي اچي سگهي ٿي؟ پاڻ سڳوراﷺ خاموش رهيا تانجو ڀانيو سون تہ مٿن وحي نازل ٿي رهي آهي. پوءِ پنهنجو پگهر اگهندي فرمايائون تہ رسول پڇندڙ ڪٿي آهي؟ جڏهن تہ سندس ساراهہ ڪيائون. پوءِ فرمايائون تہ بيشڪ برائيءَ سان ڀلائي نٿي اچي سگهي پر بهار جي موسم ۾ ڦٽندڙ گاهہ جانور کي هلاڪ يا هلاڪت جي ويجهو بہ ڪندو آهي، مگر جيڪو جانور گاهہ چري ۽ جڏهن سندس ڪکيون ڀرجي وڃن تہ اس ۾ وڃي ويهي، ڇيڻو لاهي ۽ پيشاب ڪري. پوءِ وري گاهہ کائي وڃي. بيشڪ هيءُ مال ڏاڍو سرسبز ۽ منو آهي. جنهن ان کي حق سان ورتو ۽ حق سان استعمال ڪيو، اهو سندس جي مدد ڪندڙ آهي. جيڪو ان کي بغير حق جي حاصل ڪندو، اهو ان شخص وانگر آهي جيڪو کائي، پر سندس پيٽ نہ ڀرجي. قيامت جي ڏينهن اهو (مال) سندس خلاف شاهدي ڏيندو. (بخاري، مسلم)

(٥٠٣٣) عمرو بن عوف ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان جي باري ۾ مون کي مسڪيني جو (ايترو) خوف نہ آهي پر ڊڃان ٿو تہ دنيا توهان تي ڪشادي ڪئي ويندي جيئن توهان کان اڳين تي ڪشادي ڪئي وئي. پوءِ توهان ان لاءِ هڪ ٻئي سان وڙهندا جيئن اڳيان پاڻ ۾ وڙهيا ۽ پوءِ اها توهان کي هلاڪ ڪندي جيئن اڳين کي هلاڪ ڪيائين. (بخاري، مسلم)

(٥٠٣٤) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا گهري تہ اي ﷲ! مُحَمَّد ﷺ! جي گهر وارن جو رزق، بس گذر بسر جيترو (مقرر) فرماءِ. هڪ روايت ۾ آهي تہ پورو سارو رزق عطا فرماءِ. (بخاري، مسلم)

(٥٠٣٥) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ اهو شخص ڪامياب ٿيو جنهن اسلام آندو ۽ کيس پورو سارو رزق ڏنو ويو ۽ جيترو رز کيس عطا ٿئي. ﷲ ان تي کيس قناعت بخشي.(مسلم)

(٥٠٣٦) ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٻانهو چوي ٿو تہ منهنجو مال، منهنجو مال! دراصل سندس مال جا ٽي حصا آهن: ١_جيڪي کائي ختم ڪري، ٢_ جيڪي پائي پراڻو ڪري، ٣_ جيڪي ﷲ جي رستي ۾ ڏئي محفوظ ڪري. ان کان سواءِ جيڪي ڪجهہ آهي، سو (ٻين) ماڻهن لاءِ ڇڏي وڃڻ وارو آهي. (مسلم)

(٥٠٣٧) انس ﷛ کان روايت اهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ميت سان ٽيون شيون گڏ وينديون آهن، ٻہ واپس اينديون آهن ۽ هڪ ان سان گڏ هوندي آهي. ان جا عزيز قريب ۽ ان جو مال متاع واپس ايندو آهي ۽ ان جو عمل ان سان گڏ رهندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٠٣٨) عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان مان ڪير آهي جنهن کي پنهنجي مال جي بجاءِ پنهنجي وارث جو مال پيياروهجي؟ چيائون تہ اسان مان تہ ڪوبہ نہ آهي جنهن کي پنهنجي مال جي بجاءِ سندس وارث جو مال پيارو هجي. فرمايائون تہ پوءِ بيشڪ سندس مال اهوئي آهي جيڪي (آخرت لاءِ) اڳتي موڪلي ٿو ۽ جيڪي مال پوئتي ڇڏي وڃي ٿو اهو سندس وارثن جو آهي. (بخاري)

(٥٠٣٩) مطرف پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مان نبي ﷺ جن وٽ آيس، پاڻ سڳورا ﷺ سوره الهاڪم التڪاثر پڙهي رهيا هئا. فرمايائون تہ آدم ؑ جو اولاد چوي ٿو تہ منهنجو مال، منهنجو مال. اي آدم ؑ جا اولاد! تولاءِ ان کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي جيڪي تون کائين ۽ ختم ڪرين، جيڪي تو پائين ۽ پراڻو ڪرين يا صدقو ڪرين ۽ آخرت لاءِ بچائين. (مسلم)

(٥٠٤٠) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مالداري مال جي گھڻائي نہ پر دل جي بي پرواهي جو نالو آهي. (بخاري، مسلم)

بيو فصل

(٥٠٤١) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مون کان هي ڳالهيون ڪير وٺندو، جيڪو پاڻ ان تي عمل ڪري ۽ جيڪي ٻيا ماڻهو ان تي عمل ڪن، انهن کي سيکاري؟ مون چيو تہ اي ﷲ جا رسول اللهﷺ! مان. پوءِ مون کي هٿ کان وٺي پنج ڳالهيون ڳڻي ٻڌايائون تہ:١_ (شريعت جي) حرام ڪيل ڪمن کان پاڻ کي بچاءِ، سڀ کان وڏيڪ عبادت گذار ٿيندين ٢_ ﷲ تعاليٰ تنهنجي قسمت ۾ تنهنجي لاءِ جيڪي ڪجھ لکيو آهي، ان تي راضي ٿيءُ، سڀ کان وڏيڪ مالدار ٿيندين ٣_ پنهنجي پاڙيسريءَ سان سهڻو سلوڪ ڪر، تہ (ڪامل) مؤمن ٿيندين ٤_ جيڪا شيءِ پنهنجي لاءِ پسند ڪرين ٿو، ٻين لاءِ بہ پسند ڪر تہ (ڪامل) مسلمان ٿيندين ٥_ گهڻو نہ ڪلندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ وڏيڪ کلڻ سان دل مري ٿي. (احمد، ترمذي ۽ ترمذيءَ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٠٤٢) ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اي انسان! منهنجي عبادت لاءِ پاڻ کي فارغ ڪر، آئون تنهنجي دل مالداري سان ڀريندس ۽ تون فقر کي روڪيندس ۽ جيڪڏهن ائين نہ ڪندين تہ توکي مشغوليت ۾ ڦاسائي ڇڏيندس ۽ توکان فقر کي نہ روڪيندس. (احمد، ابن ماجه)

(٥٠٤٣) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ شخص جي گهڻي عبادت ۽ سخت محنت جو ۽ ٻئي جي پرهيزگاريءَ جو ذڪر ڪيو ويو، پاڻ ﷺ فرمايائون تہ عبادت جي گهڻائي ۽ پرهيزگاريءَ کي برابر نہ سمجھہ. (ترمذي)

(٥٠٤٤) عمرو بن ميمون اودي کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ شخص کي نصيحت ڪندي فرمايو تہ پنجن ڳالهين کي پنجن ڳالهين کان اڳ غنيمت ڄاڻ: ١_ جوانيءَ کي پوڙهائپ کان اڳ ٢_ صحت کي بيماريءَ کان اڳ ٣_ خوشحاليءَ کي فقر کان اڳ٤_ واند ڪائي کي مشغوليت کان اڳ ۽٥_ زندگي کي موت کان اڳ. (ترمذيءَ هيءَحديث مرسل روايت ڪئي آهي)

(٥٠٤٥) ابوهريرهﷺکان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ توهان ٿا انتظار ڪريو پر: ١_ گنهگار ڪندڙ مالداريءَ جو ٢_ (ﷲ جي ياد) وساريندڙ فقر جو ٣_ برباد ڪندڙ بيماريءَ جو ٤_ ختم ڪندڙ ڪراڙپ جو ٥_ مٿان ايندڙ موت جو ٦_غير حاضر، شرپسند دجال جو ٧_ قيامت جو جيڪا ڏاڍي ڪوڙي (حقيقت) آهي. (ترمذي، نسائي)

(٥٠٤٦) ابو هريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٻڌو! دنيا ڌتڪاريل آهي ۽ ان جي هر شيءِ ڌتڪاريل آهي، سواءِ الله جي ذڪر جي ۽ جيڪي شيون ان ۾ مدد ڪن ۽ ديني علم رکندڙ يا ديني علم سکندڙ (ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٤٧) سهل بن سعد ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن دنيا الله وٽ مڇر جي پَرَ جي برابر بہ هجي ها تہ ان مان ڪنهن ڪافر کي پاڻيءَ جو هڪ ڍڪ بہ نہ پياري ها. (احمد، ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٤٨) ابن مسعود﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ دنيا جو مال متاع نہ ميڙيو نہ تہ توهان جي اندر دنيا جي محبت پيدا ٿيندي. (ترمذي، بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٤٩) ابو موسيٰ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو دنيا کي دوست رکي ٿو، اهو پنهنجي آخرت کي نقصان پهچائي ٿو ۽ جيڪو پنهنجي آخرت کي دوست رکي ٿو، اهو پنهنجي دنيا کي نقصان پهچائي ٿو. توهان باقي رهندڙ شيءِ اختيار ڪريو. فاني شيءِ کي اختيار نہ ڪريو. (احمد، بيهقي)

(٥٠٥٠) ابو هريره ﷜کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ درهم ۽ دينار جي لالچي تي لعنت ڪئي وئي آهي. (ترمذي)

(٥٠٥١) ڪعب بن مالڪ جو پٽ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ٻہ بکيا بگهڙ ٻڪرين جي ڌڻ ۾ ڇڏي ڏجن تہ اهي ٻڪرين کي ايترو نقصان نہ پهچائيندا، جيترو مال ۽ مرتبي جو حرص ماڻهوءَ جي دين کي نقصان پهچائيندو آهي. (ترمذي، دارمي)

(٥٠٥٢) خباب ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن جيڪي بہ مال خرچ ڪري ٿو، ان تي ان کي ثواب ملي ٿو پر جيڪي مٽيءَ (عمارت سازيءَ) ۾ خرچ ڪري ٿو (ان تي ڪيس ڪو اجر ثواب نٿو ملي) (ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٥٣) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ (شريعت مطابق جيڪو بہ) مال خرچ ڪبو آهي، اهو الله جي واٽ ۾ آهي سواءِ محلات ناهڻ جي، جي ضرورت کان وڌيڪ ان ۾ ڪا نيڪي نٿي ملي. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٠٥٤) انس ﷜ کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن رسول اللهﷺ جن ٻاهر نڪتا تہ هڪڙي ماڙي ڏٺائون. پڇيائون تہ اها ڪنهن جي آهي؟ عرض ڪيائون تہ فلاڻي انصاريءَ جي. پاڻﷺ خاموش

رهيا ۽ اها ڳالھ پنهنجي دل ۾ رکيائون. جڏهن ان جو مالڪ آيو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ کي ماڻهن جي ميڙ ۾ سلام ڪيائين ته پاڻ ﷺ ان کان منهن موڙيائون. ڪيترا ڀيرا ائين ڪيائون تانجو ان شخص کي معلوم ٿيو ته (سرڪار ﷺ) ناراض آهن. انهيءَ اصحابن وٽ شڪايت ڪئي ته الله جو قسم! آئون رسول الله ﷺ جن کي پاڻ کان ناراض ڏسان ٿو. انهن چيو ته (هائو!) پاڻ ﷺ (گهران) نڪتا ته تنهنجي ماڙي ڏٺائون (جيڪا ڪين ناپسند آهي) انهيءَ شخص وڃي پنهنجي ماڙي ڊاهي پٽ ڪئي. پوءِ هڪڙي ڏينهن رسول الله ﷺ جن وري نڪتا ته ان جي ماڙي نظر نه آين. پڇيائون ته اها ماڙي ڪاڏي وئي؟ عرض ڪيائون ته ان جي مالڪ اسان وٽ توهان جي منهن ڦيرائڻ جي شڪايت ڪئي، اسان ان کي اصل ڳالھ ٻڌائي، جنهن جي ڪري ان کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيائين. ارشاد فرمايائون ته ضرورت کان سواءِ (هر غير ضروري) عمارت مالڪ لاءِ وبال آهي. (ابو داؤد)

(٥٠٥٥) ابو هاشم بن عتبه رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون کي رسول الله ﷺ جن وصيت ڪئي ته سموري مال مان تنهنجي لاءِ رڳو خادم ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ هڪ سواري ڪافي آهي. (احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه)

(٥٠٥٦) عثمان رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته انسان لاءِ هنن شين کان سواءِ ڪو حق نه آهي: ١_ گهر جنهن ۾ رهي ٢_ ڪپڙو جنهن سان پنهنجي اگهڙ ڍڪي ٣_ (پيٽ ڀرڻ لاءِ) رکي سڪي ماني ۽ پاڻي. (ترمذي)

(٥٠٥٧) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص آيو ۽ عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول ﷺ! مون کي اهڙو عمل ٻڌايو، جنهن جي ڪرڻ سان مون کي الله به دوست رکي ۽ ماڻهو به دوست رکن. فرمايائون ته دنيا کان نفرت ڪر، توکي الله دوست رکندو ۽ ماڻهن وٽ جيڪي آهي، ان ڏانهن رغبت نه ڪر، ماڻهو توکي پسند ڪندا. (ترمذي، ابن ماجه )

(٥٠٥٨) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن تڏي ته ننڊ فرمائي اٿيا ته سندن جسم مبارڪ تي تڏي جا نشان ٿي پيا. ابن مسود رضي الله عنه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! جيڪڏهن حڪم فرمايو ته توهان لاءِ بستر وڇايون ۽ (توهان جي ڪجھ خدمت) ڪريون. فرمايائون ته مون کي ڀلا دنيا سان ڪهڙو واسطو؟منهنجو ۽ دنيا جو مثال هڪ سوار وانگر آهي، جيڪو (جهٽ سوا) ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي، پوءِ اٿي هليو وڃي. (احمد، ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٥٩) ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته منهنجن دوستن ۾ مون وٽ سڀ کان وڌيڪ ريس جوڳو هلڪو ڦلڪو مؤمن آهي، جنهن کي نماز ۾ چڱو خاصو ڀاڱو نصيب هجي. پنهنجي رب جي سهڻي نموني عبادت ڪري ۽ ڳجھ ۾ به سندس اطاعت ڪري. ماڻهن ۾ گمنام رهي، تانجو آڱرين سان ان ڏانهن اشارو به نه ڪجي ۽ سندس رزق پورو پُسنو

هجي، جنهن تي صبر سان زندگي گذاري. پوءِ آڱر سان چٽڪي وڄائي فرمايائون ته سندس موت جلدي اچي وڃي ۽ مٿس روئڻ واريون عورتون به گهٽ هجن، سندس ميراث به نالي ماتر هجي. (احمد، ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٦٠) ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته منهنجي رب مون کي پيشڪش فرمائي ته مڪي جي جبلن کي منهنجي لاءِ سونو ڪري ڇڏي، مون عرض ڪيو ته نه اي رب منهنجا! بس هڪ ڏينهن پيٽ ڀري کاوان ۽ هڪ ڏينهن بکيو رهان. جڏهن بک ستائي ته تنهنجي اڳيان ليلايان ۽ تو کي ياد ڪريان ۽ جڏهن پيٽ ڀري کاوان ته تنهنجي ساراهه ۽ تنهنجو شڪر ڪريان. (احمد، ترمذي)

(٥٠٦١) عبيد الله بن محسن رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته توهان مان جيڪو هن حالت ۾ صبح ڪري جو ڪيس امن ۽ تندرستي نصيب هجي. وٽس هڪ ڏينهن جو گذر بسر موجود هجي ته ڄڻ ڪيس پوري دنيا جون نعمتون ڏنيون ويون. (ترمذي ۽ چوي ٿو ته حديث غريب آهي)

(٥٠٦٢) مقدام بن معديڪرب رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته ماڻهو پيٽ کان بڇڙو ٿانو نٿو ڀري. انسان لاءِ ڪجهه گرهه، جن سان سندس پٺي سڌي ٿئي، ڪافي آهن جيڪڏهن هرورورو(گهڻو کائڻو) هجي ته (پيٽ جا) ٽي حصا ڪري. هڪ حصو کاڌي جو، هڪ حصو پيتي جو ۽ هڪ حصو ساهه کڻڻ جي لاءِ. (ترمذي، ابن ماجه)

(٥٠٦٣) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ شخص کي اوڳرائي ڏيندي ٻڌو. فرمايائون ته گهٽيون اوڳرايون نه ڏي. قيامت جي ڏينهن ماڻهو ۾ سڀ کان وڌيڪ بکيو اهو رهندو جيڪو دنيا ۾ گهڻو پيٽ ڀري کائيندو. (شرح السنة) ۽ ترمذيءَ ۾ به ساڳي طرح آهي.

(٥٠٦٤) ڪعب بن عياض رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته هر امت لاءِ هڪ فتنو هوندو آهي ۽ منهنجي امت لاءِ فتنو مال آهي. (ترمذي)

(٥٠٦٥) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن انسان کي هن حالت ۾ آندو ويندو جو ڄڻ ٻڪريءَ جو ڦر آهي، پوءِ الله جي سامهون بيهندو. ڪيس رب تعاليٰ فرمائيندو: مون تو کي مال عطا ڪيو، توتي انعام ڪيو ۽ توتي احسان ڪيو. تو ڪهڙا ڪم ڪيا؟ عرض ڪندو: اي رب منهنجا! مون مال جمع ڪيو، ان کي وڌايو ۽ ان کي اڳي کان وڌيڪ ترقي ڏني. مون کي واپس (دنيا ۾) موڪل ته اهو سڀ کڻي اچان. الله فرمائيندو ته جيڪي تو اڳتي موڪليو آهي، مون کي اهو ڏيکار! عرض ڪندو ته رب منهنجا! مون مال گڏ ڪيو، ان کي وڌايو ويجهايو ۽ ان کي اڳي کان وڌيڪ ترقي ڏني. مون کي (دنيا ۾) واپس موڪل ته سمورو

مال تو وٺ کٽي اچان. پوءِ جڏهن (ثابت) ٿيندو تہ هن ٻانهي اڳتي پلائي تہ موڪلي آهي، تہ کيس دوزخ ڏانهن اماڻڻ جو فيصلو ڪيو ويندو. (ترمذي چوي ٿو حديث ضعيف آهي)

(٥٠٦٦) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن ٻانهي کان نعمتن جي باري ۾ سڀ کان پهريائين جيڪو سوال ٿيندو، اهو هي آهي تہ ان کان پڇيو ويندو تہ ڇا اسان توکي جسماني تندرستي نہ ڏني؟ توکي ڍؤ ڪري ٿڌو پاڻي نہ پياريو؟ (ترمذي)

(٥٠٦٧) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن آدمؑ جي پٽ جا پير پنهنجي جاءِ تان نہ هٽندا، تانجو ان کان پنجن ڳالهين جي باري ۾ پڇاڳاڇا ٿئي: ١_ عمر ڪيئن گذاريائين؟ ٢_ جواني ڪيئن ختم ڪيائين؟ ٣_ مال ڪٿان ڪمايائين؟ ٤_ ڪيئن خرچ ڪيائين؟ ٥_ علم تي ڪيتري قدر عمل ڪيائين؟ (ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي)

ٽيون فصل

(٥٠٦٨) ابو ذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کيس فرمايو تہ توکي نہ ڪنهن ڳاڙهي رنگ واري تي فضيلت آهي ۽ نہ ڪاري رنگ واري تي، سواءِ ان جي جو توکي تقويٰ ۾ ان تي فضيلت حاصل هجي. (احمد)

(٥٠٦٩) ابو ذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ٻانهو دنيا کان بي رغبتي ڪندو، الله تعاليٰ سندس دل ۾ دانائي پيدا ڪندو، سندس زبان تي حڪمت جاري ڪندو، کيس دنيا جا عيب ڏيکاريندو، سندس بيماريءَ کان واقف ڪندو، ان کان کيس شفا عطا ڪندو ۽ ان مان کيس سلامتيءَ سان ڪڍيندو. (بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٧٠) ابو ذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو شخص ڪامياب ٿيو، جنهن جي دل کي الله تعاليٰ ايمان لاءِ خالص ڪري ۽ کيس قلب سليم، سچي زبان، مطمئن نفس، سڌي طبيعت (نصيحت) ٻڌندڙ ڪنَ، ڏسندڙ نگاهون عطا ڪري. ڪنَ ٻڌاندا آهن ۽ جيڪا شيءِ اکيون ڏسنديون آهن، اها دل ۾ وهيجي ويندي آهي. بيشڪ اهو شخص ڪامياب ٿيو، جنهن کي الله تعاليٰ روشن ۽ ياد ڪندڙ دل عطا ڪئي. (احمد، بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٧١) عقبه بن عامر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن تون ڏسين تہ ڪنهن ٻانهي کي نافرمانين جي باوجود گهربل دنيا ملي ٿي تہ (پڪ ڄاڻ تہ) ان جي آزمائش ٿي رهي آهي. پوءِ آيت پڙهيائون: ”پوءِ جڏهن انهيءَ شيءِ کي وساريائون، جنهن سان کين نصيحت ڪئي وئي هئي تہ اسان مٿن سڀني (نعمتن) جا دروازا کولي ڇڏيا، تانجو جڏهن انهن شين ۾

مشغول ۾ مست ٿي ويا، جيڪي ڪين ڏنيون ويون هيون تہ ڪين اوچتو پڪڙيوسون. پوءِ ان وقت اهي نااميد ٿي ويا.“(احمد)

(٥٠٧٦) ابو امامه ﷛ ڪان روايت آهي تہ صفه وارن مان هڪ شخص گذاري ويو ۽ ورثي ۾ هڪ دينار ڇڏيائين تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو(باھ جو) هڪ داغ آهي. وري ٻيو گذاري ويو، جنهن ٻہ دينار ڇڏيا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهي (باھ جا) ٻہ داغ آهن. (احمد، بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٧٣) معاويه ﷛ ڪان روايت آهي تہ هو پنهنجي مامي ابوهاشم بن عتبه جي تيمارداري لاءِ ويو تہ ابو هاشم روئي ڏنو. چيائينس تہ ماما! ڇا جي ڪري روئين ٿو؟ تنهنجي تڪليف وڌي وئي يا دنيا جو حرص زور پري رهيو آهي؟ چيائين تہ هرگز نہ! پر رسول الله ﷺ جن اسان ڪان هڪ عهد ورتو هو، جنهن تي عمل نہ ڪيم. پڇيائين تہ اهو ڪهڙو عهد هو؟ چيائين تہ مون کين فرمائيندي ٻڌو تہ مال مان تنهنجي لاءِ ايترو ڪافي آهي تہ وٽ هڪ خادم ۽ اللّٰہ جي واٽ ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ هڪ سواري هجي. آئون سمجهان ٿو تہ مون مال جمع ڪيو آهي. (احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه)

(٥٠٧٤) ام درداءِ﷞ ڪان روايت آهي تہ مون ابو درداءَ کي چيو تہ ڪهڙو سبب آهي جو جيئن فلاڻومال ميڙي ٿو، تون مال نٿو ميڙن؟ جواب ڏنائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ توهان جي اڳيان هڪ ڏکيو گهٽ آهي، جنهن کي ٿلها متارا ماڻهو پار نہ ڪري سگهندا. گهران ٿو تہ هلڪو ٿي انهيءَ گهٽ مان پار لنگهي وڃان.

(٥٠٧٥) انس ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪو اهڙو بہ آهي، جيڪو پاڻيءَ ۾ هلي ۽ سندس پيرپاڻيءَ ۾ نہ پسن؟ چيائون تہ نہ اي اللّٰہ جا رسول ﷺ! فرمايائون تہ اهڙي طرح دنيادار ماڻهو گناهن ڪان محفوظ نٿو رهي سگهي. (ٻئي روايتون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

(٥٠٧٦) جبير بن نفير جي مرسل روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون ڏانهن اها وحي نہ ڪئي وئي آهي تہ مال ميڙيان ۽ واپارين مان ٿيان. پر مون ڏانهن وحي ڪئي وئي آهي تہ پنهنجي رب جي ساراھ سان تسبيح بيان ڪر ۽ سجدو ڪندڙن مان ٿيءُ ۽ موت جي اچڻ تائين پنهنجي رب جي عبادت ڪر. (شرح السنة) ابو نعيم حليه ۾ اها روايت ابو مسلم جي حوالي سان آندي آهي.

(٥٠٧٧) ابو هريره ﷛ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص حلال مال، سوال ڪان بچڻ، ٻارن ٻچن تي خرچ ڪرڻ ۽ پاڙي وارن تي مهرباني ڪرڻ لاءِ ڪمائيندو، قيامت

جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ سان هن حالت ۾ ملندو جو سندس منهن چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر هوندو ۽ جيڪو حلال مال هڪ ٻئي کان وڌيڪ مال جمع ڪرڻ، فخر ڪرڻ ۽ رياڪاريءَ لاءِ گڏ ڪندو ته اهو ﷲ تعاليٰ کان هن حالت ۾ ملندو جو اهو مٿس ناراض هوندو. (بيهقي شعب الايمان، ۽ حليه ابو نعيم)

(٥٠٧٨) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ اهي مال انهن خزانن مان ڪي خزانا آهن، جن جون چاٻيون (ﷲ وٽ) آهن، پوءِ انهيءَ ٻانهي ڪي خوشخبري هجي، جنهن کي ﷲ تعالي ڀلائيءَ لاءِ چاٻي ۽ برائيءَ جو دروازو بند ڪرڻ جو سبب ڪيو ۽ انهيءَ ٻانهي لاءِ هلاڪت آهي، جنهن کي ﷲ تعاليٰ برائيءَ لاءِ چاٻي ۽ ڀلائيءَ جو دروازو بند ڪرڻ جو سبب بنايو آهي. (ابن ماجه)

(٥٠٧٩) علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن ٻانهي جي مال ۾ بي برڪتي پوندي آهي ته اهو ان کي پاڻي ۽ مٽي ۾ خرچ ڪندو آهي. (بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٨٠) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايوته تعميراتي ڪمن ۾حرام ڪمائي خرچ ڪرڻ کان پاسو ڪريو، ڇاڪاڻ ته اها ان جي بربادئ جو سبب آهي. (بيقهي شعب الايمان)

(٥٠٨١) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته دنيا ان جو گهر آهي، جنهن جو (آخرت ۾) گهر نه هجي ۽ ان جو مال آهي جنهن جو (آخرت ۾) مال نه آهي ۽ اهوئي مال گڏ ڪندو،جنهن کي عقل نه آهي . (احمد بيقهي شعب الايمان )

(٥٠٨٢) حذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن کي خطبي ۾ فرمائيندي ٻڌو ته شراب گناهن جو ٻڻ بنياد آهي. عورتون شيطان جو ڄار آهن ۽ دنيا جي محبت هر برائيءَ جو بنياد اهي، پڻ فرمايائون ته عورتن کي پوئتي رکو، جيئن ﷲ تعاليٰ انهن کي پوئتي رکيو آهي. (رزين) ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ حسن بصريءَ کان مرسل روايت آندي آهي ته دنيا جي محبت هر گناهه جو بنياد آهي.

(٥٠٨٣) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته مون کي پنهنجي امت جي باري ۾ سڀ کان وڌيڪ خوف، خطرو سندن نفس پرستي ۽ ڊگهيون سنڌون وابسته ڪرڻ جو آهي، نفس پرستي حق قبول ڪرڻ کان روڪي ٿي. ڊگهين اميدن سبب (ماڻهو) آخرت کي وساري ويهي ٿو، هيءَ دنيا ڪوچ ڪري، اڳتي وڃي رهي آهي، اها آخرت ڪوچ ڪري، (اسان ڏي) اچي رهي آهي. انهن ٻنهي مان هر هڪ جا پٽ آهن. توهان کان ٿي سگهي ته آخرت جا پٽ ٿيو ۽ دنيا جا پٽ

نہ ٿيو. ڇاڪاڻ تہ اڄ توهان عمل جي جهان ۾ آهيو ۽ (اڄ) حساب نہ آهي ۽ سڀاڻي توهان آخرت جي جهان ۾ هوندا، جتي حساب هوندو ۽ عمل نہ هوندو. (بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٨٤) علي ﷺ کان روايت آهي تہ دنيا پٺي ڦيرائي اڳتي ڪوچ ڪري چڪي ۽ آخرت اجهو سامهون اچي رهي آهي ۽ انهن ٻنهي مان هر هڪ جا پٽ آهن، پوءِ توهان آخرت جا پٽ ٿيو، دنيا جا پٽ نہ ٿيو. اڄ عمل جو ڏينهن آهي ۽ حساب نہ آهي ۽ سڀاڻي حساب هوندو ۽ عمل نہ هوندو. (ان کي بخاري ترجمة الباب ۾ روايت ڪيو)

(٥٠٨٥) عمرو ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن هڪ ڏينهن خطبي ۾ فرمايوتہ ٻڌو! دنيا جي زندگيءَ جو سامان عارضي آهي، جنهن مان نيڪ ۽ بد هر هڪ کائي ٿو. ٻڌو! بيشڪ آخرت هڪ سچو (۽ لا محدود) جهان آهي، جنهن ۾ ( هر شيءِ تي) قدرت رکندڙ (الله تعاليٰ) فيصلو ڪندو. ٻڌو! هر قسم جي ڀلائي جنت ۾ آهي. ٻڌو هر قسم جي خرابي دوزخ ۾ آهي. ٻڌو! (انهيءَ حقيقت) کي چڱيءَ طرح ڄاڻو. الله تعاليٰ جي طرفان توهان کي خبردار ڪيو ويو آهي. ٻڌو! توهان جا عمل توهان جي آڏو پيش ڪيا ويندا. جيڪو ذري جيتري ڀلائي ڪندو، ان کي ڏسندو ۽ جيڪو ذري جيتري برائي ڪندو، ان کي ڏسندو. (شعافي)

(٥٠٨٦) شداﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ دنيا جي زندگيءَ جو سامان عارضي آهي. ان مان نيڪ بہ کائي ٿو تہ بد بہ کائي ٿو ۽ بيشڪ آخرت جو وعدو سچو آهي. انهيءَ ڏينهن انصاف ڪندڙ، قدرت رکندڙ بادشاھ حق کي برحق ۽ ڪوڙ کي باطل ثابت ڪندو. آخرت جا پٽن مان ٿيو ۽ دنيا جي پٽن مان نہ ٿيو، ڇاڪاڻ تہ هر پٽ ٻنهنجي ماءُ جو تابعدار هوندو آهي. (ابونعيم حليه)

(٥٠٨٧) ابودرداءﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ سج اڀرندو آهي تہ ان جي ٻنهي پاسن کان ٻہ فرشتا اعلان ڪندا آهن. جنهن کي انسانن ۽ جنن کان سواءِ سموري مخلوق ٻڌندي آهي تہ ”اي انسانؤ! پنهنجي رب ڏانهن (عبادت لاءِ) اچو. گهٽ ۽ ڪفايت جندڙ مال، گهڻي ۽ غفلت ۾ وجهندڙ مال کان چڱو آهي. (ابونعيم حليه)

(٥٠٨٨) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪو مرندو آهي تہ فرشتا چوندا آهن تہ اڳتي ڇا موڪليو اٿس ۽ ماڻهو چوندا آهن تہ پويان ڇا ڇڏي ويو آهي؟ (بيهقي شعبالايمان)

(٥٠٨٩) مالڪ کان روايت آهي تہ لقمان پنهنجي پٽ کي چيو تہ منهنجا ٻچڙا! ماڻهن سان (آخرت جو) جيڪو وعدو ڪيو ويو آهي، تحقيق ان کي ڏاڍو ڊگهو زمانو گذري چڪو آهي ۽ اهي تيزيءَ سان آخرت ڏانهن وڌي رهيا آهن. جڏهن کان تون پيدا ٿيو آهين، دنيا کان پٺي ڦيرائي آخرت ڏينهن

وڏي رهيو آهين. جنهن گهر ڏانهن تون وڃي رهيو آهين، اهو ان گهر کان وڌيڪ ويجهو آهي، جنهن کي تون ڇڏيندين. (رزين)

(٥٠٩٠) عبدالله بن عمروؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن کان پڇيو ويو ته ماڻهن ۾ ڪير افضل آهي؟ فرمايائون ته هر ساڙ کان پاڪ دل ۽ سچي زبان رکندڙ انسان. عرض ڪيائون ته سچي زبان ته سمجهه ۾ اچي ٿي، *ساڙ کان پاڪ دل* جو ڇا مطلب آهي؟ فرمايائون ته پاڪ، پرهيزگار دل، جنهن ۾ نه گناهه هجي ۽ نه ظلم، خيانت ۽ حسد نه ڪري. (ابن ماجه، بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٩١) عبدالله بن عمروؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته تو ۾ چار خصلتون هجن ته توکي دنيا فوت ٿيڻ جو غم نه ٿيندو: ١_ امانت جي حفاظت ڪرڻ ٢_ سچ چوڻ ٣_ سهڻا اخلاق ٤_ کائڻ پيئڻ ۾ پرهيزگاري ڪرڻ. (احمد، بيهقي شعب الايمان)

(٥٠٩٢) امام مالڪؒ کان روايت آهي ته مون کي حديث پهتي ته لقمان حڪيم کان پڇيو ويو ته توکي انهيءَ مرتبي ۽ فضيلت تي ڪهڙي شيءِ پهچايو آهي، جيڪا اسان ڏسون ٿا؟ چيائين ته سچي ڳالهه چون، امانت ادا ڪرڻ ۽ فضول ڳالهين کي ڇڏي ڏيڻ. (مؤطا)

(٥٠٩٣) ابو هريره ؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته (قيامت ۾) عمل (مجسم شڪل ۾) ايندا. نماز اچي چوندي ته رب منهنجا!مان نماز آهيان. (اللهﷻ) فرمائيندو ته بيشڪ تون ڀلائيءَ تي آهين. صدقو اچي چوندو ته رب منهنجا! مان صدقو آهيان. (اللهﷻ) فرمائيندو ته بيشڪ تون ڀلائيءَ تي آهين. روزو اچي چوندو ته رب منهنجا! مان روزو آهيان. (اللهﷻ) فرمائيندو ته بيشڪ تون ڀلائيءَ تي آهين. سمورا عمل انهيءَ طرح ايندا. اللهﷻ پاڪ (سيني کي) فرمائيندو ته بيشڪ تون ڀلائيءَ تي آهين. پوءِ اسلام اچي چوندو ته رب منهنجا! تون سلامتيءَ وارو آهين ۽ مان اسلام آهيان. اللهﷻ فرمائيندو تون ڀلائيءَ تي آهين. اڄ تنهنجي ذريعي ماڻهن جي پڪڙ ڪندس ۽ تنهنجي ئي ذريعي (ڪين) اجر عطا ڪندس. اللهﷻ تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:* ۽ جيڪو شخص اسلام کان سواءِ ٻيو دين اختيار ڪندو، ان کان هرگز قبول نه ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ نقصانڪارن مان هوندو.* (آل عمران :٨٥) (احمد)

(٥٠٩٤) عائشهؓ کان روايت آهي ته اسان جي (گهر ۾) پردو (تنگيل) هو، جنهن تي پکين جون تصويرون هيون. اللهﷻ جي رسولﷺ جن فرمايو ته اي عائشهؓ! اهي مٽائي ڇڏ، ڇاڪاڻ ته جڏهن اهي ڏسان ٿو ته مون کي دنيا ياد ٿي اچي. (احمد)

(٥٠٩٥) ابو ايوب انصاريؓ کان روايت آهي ته هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ آيو. عرض ڪيائين مون کي مختصر نصيحت فرمايو. فرمايائون ته نماز ائين پڙهندو ڪر، ڄڻ ته تنهنجي

زندگيءَ جي آخري نماز آهي، زبان مان اهڙي ڪا ڳالهه نه ڪڍ جو سڀاڻي توکي معذرت ڪرڻي پوي ۽ جيڪي ڪجهه ماڻهن وٽ آهي، ان کان بلڪل نا اميد ٿي وڃ. (احمد)

(٥٠٩٦) معاذ بن جبلﷺ کان روايت آهي ته جڏهن کيس رسول اللهﷺ جن يمن (عملدار ڪري) موڪليو ته ﷲ جو رسولﷺ کيس وصيت ڪندي ساڻس گڏ نڪتو. معاذ سواريءَ تي ۽ رسول اللهﷺ جن سندس سواريءَ سان پنڌهلي رهيا هئا. (وصيت کان) فارغ ٿي فرمايائون ته اي معاذ! ممڪن آهي ته هن سال کان پوءِ مون سان تنهنجي ملاقات نه ٿئي ۽ شايد تنهنجو منهنجي هن مسجد يا منهنجي قبر وٽان گذر ٿئي. رسول اللهﷺ جن جي جدائيءَ جو ٻڌي معاذ ھڏڪون پري روئڻ لڳو. پوءِ پاڻ سڳوراﷺ منهن مبارڪ مديني ورائي روانا ٿي ويا. پوءِ فرمايائون ته بيشڪ ماڻهن ۾ مون کي وڌيڪ ويجهو اهي هوندو جيڪي پرهيزگار آهن، چاهي جيڪي نه هجن. (اهي چارئي حديثون احمد بيان ڪيون آهن)

(٥٠٩٧)ابن مسعودﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن هيءَ آيت پڙهي: "پوءِ ﷲ جنهن کي هدايت ڏيڻ گهرندو آهي، سندس سيني کي اسلام لاءِ کوليندو آهي." پوءِ فرمايائون ته جڏهن نور سيني ۾ داخل ٿيندو آهي ته سينو کلي پوندو آهي. عرض ڪيو ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! چا انهيءَ ڳالهه جي ڪا نشاني آهي، جنهن سان سڃاڻپ ۾ اچي؟ فرمايائون ته هائو! دوکي جي هن گهر (دنيا) کان پري ٿيڻ، آخرت ڏانهن رغبت ۽ رجوع ڪرڻ ۽ موت جي اچڻ کان اڳ ان لاءِ تياري ڪرڻ.

(٥٠٩٨)ابو هريرهﷺ ۽ ابوخلاد کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جڏهن توهان ڏسو ته ڪنهن کي دنيا کان بي رغبتي ۽گهٽ ڳالهائڻ جي توفيق ڏني وئي آهي ته ان جي ويجها ٿيو، چاڪاڻ ته کيس حڪمت سيکاري وڃي ٿي. (ٻئي حديثون بيهقي، شعب الايمان ۾ آهن) ٻنهي جي سند ضعيف آهي. (الباني)

باب فضل الفقراءِ وما كان من عيش النبيﷺ

## غريبن جي فضيلت ۽ نبيﷺ جن جي زندگيءَ جو بيان

### پهريون فصل

(5099) ابو هريرهﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته گهٽائي وڪريل وارن وارا، جن کي دروازن تان ڌڪيو وڃي ٿو جيڪڏهن اهي ﷲ جو قسم کڻن ته ضرور ﷲ تعاليٰ ان کي سچو ثابت ڪري. (مسلم)

(٥١٠٠) مصعب بن سعدﷺ کان روايت آهي ته سعد کي گمان ٿيو ته (مالداريءَ جي ڪري) ڪيس ٻين تي فضيلت آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته توهان کي (جهاد ۾) جيڪا مدد ملي ٿي ۽ جيڪي رزق توهان کي عطا ٿئي ٿو، اهو توهان جي ضعيفن، مسڪينن جي ڪري آهي. (بخاري)

(٥١٠١) اسامه بن زيد ﷺ کان روايت آهي ته نبي ڪريمﷺ جن فرمايو ته: آءُ جنت جي دروازي تي بيٺس منجهس عام داخل ٿيندڙ مسڪين ماڻهو هئا، مالدارن کي (ميدانِ حشر ۾) روڪيو ويو هو، جڏهن ته دوزخين کي دوزخ ۾ اماڻڻ جو حڪم ٿي چڪو هو ۽ دوزخ جي دروازي تي بيٺس. ڇا ٿو ڏسان ته اڪثر دوزخي عورتون آهن. (بخاري، مسلم)

(٥١٠٢) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: مون جنت ۾ جهاتي پائي ڏٺو ته اڪثر جنتي فقير ۽ مسڪين هئا ۽ دوزخ ۾ جهاتي پائي ڏٺو ته اڪثر دوزخي عورتون هيون. (بخاري، مسلم)

(٥١٠٣) عبدالله بن عمرو ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ قيامت جي ڏينهن فقير مهاجر جنت ۾ مالدار ماڻهن کان چاليهه سال اڳ ويندا. (مسلم)

(٥١٠٤) سهل بن سعد ﷺ کان روايت آهي ته هڪ شخص رسول اللهﷺ جن وٽان گذريو. رسول اللهﷺ جن پاڻ وٽ ويٺل ماڻهن مان هڪ کان پڇيائون ته هن شخص متعلق تنهنجو ڇا خيال آهي؟ چيائين ته شاهوڪار ماڻهن مان آهي. خدا جو قسم! ان لائق آهي جو جيڪڏهن ڪنهن کي نڪاح جو پيغام موڪلي ته سندس پيغام قبول ڪجي ۽ جيڪڏهن سفارش ڪري ته سندس سفارش قبول ڪئي وڃي. رسول اللهﷺ جن خاموش ٿي ويا. پوءِ هڪڙو شخص گذريو. فرمايائون ته: هن شخص متعلق تنهنجو ڇا خيال آهي؟ چيائين ته هي شخص فقير مسلمانن مان آهي. ان لائق آهي ته جيڪڏهن نڪاح جو پيغام موڪلي ته سندس پيغام قبول نه ڪيو وڃي ۽ جيڪڏهن سفارش ڪري ته سندس سفارش قبول نه ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڪري ته سندس ڳالهه ٻڌي نه وڃي. رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: هي شخص بهتر آهي جيتوڻيڪ هن جهڙن ٻين کان زمين ڀريل هجي. (بخاري، مسلم)

(٥١٠٥) عائشهﷺ کان روايت آهي ته مُحَمَّدﷺ جي گهر وارن ساندهه ٻه ڏينهن جَون جي ماني پيٽ ڀري نه کاڌي ايستائين جو رسول اللهﷺ جن گذاري ويا. (بخاري، مسلم)

(٥١٠٦) سعيد مقبري ابوهريره ﷺ کان روايت ڪري ٿو هو هڪ قوم وٽان لنگهيو، جنهن جي سامهون پُڇل ٻڪري، جو گوشت هو. انهن ڪيس سڏ ڪيو ته کائڻ کان انڪار ڪندي چيائين ته رسول اللهﷺ جن هن حالت ۾ دنيا مان لاڏاڻو ڪيو جو جَون جي ماني به پيٽ ڀري نه کاڌائون. (بخاري)

(٥١٠٧) انس ﷺ کان روايت آهي ته اهو نبي ڪريمﷺ جن وٽ جون جي ماني ۽ بدبودار چرٻي کڻي آيو. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي زره مديني جي يهوديءَ وٽ گروي رکي گهر وارن لاءِ جَوَ ورتا هئا. مون کين فرمائيندي ٻڌو

تہ اڄ شام آل محمد ﷺ جي گھر ۾ نہ ڪٽڪ جو ٿويو آهي ۽ نہ ڪنهن ٻئي اناج جو. انهيءَ وقت سندن نوَ زالون هيون. (بخاري)

(٥١٠٨) عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺ جن وٽ آيس. پاڻ ﷺ کجيءَ جي تڏي تي بستر کان سواءِ پوتن جي هڪ ويهاڻي تي ليٽيا پيا هئا. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! دعا گھرو تہ الله تعاليٰ توهان جي امت تي ڪجھہ ڪشادگي فرمائي ڇاڪاڻ تہ ايران ۽ روم وارا الله جي عبادت نہ ڪرڻ جي باوجود ڪشادي رزق سان مالا مال آهن. فرمايائون تہ: اي خطاب جا پٽ! ڇا تون بہ اهڙيون ڳالهيون ڪرين ٿو؟ اهي تہ اهي قومون آهن، جن کي دنياوي زندگيءَ ۾ چڱايون جلدي ڏنيون ويون آهن. هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون: ڇا هن ڳالھہ تي راضي نہ آهين تہ سندن لاءِ دنيا ۽ اسان لاءِ آخرت هجي؟ (بخاري، مسلم)

(٥١٠٩) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون صفہ وارن مان ستر ڄڻن کي ڏٺو انهن مان هر هڪ وٽ فقط هڪ چادر يا گوڏ يا لوئي هوندي هئي، جنهن کي ڪنڌ ۾ ٻڌندا هئا. ڪنهن جو ڪپڙو اڌ پنيءَ تائين تہ ڪنهن جو پيڏين تائين هوندو هو، جنهن کي هٿ سان قابو ڪندو هو تہ جيئن سندس اگھڙ نہ کلي. (بخاري)

(٥١١٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو اهڙي شخص کي ڏسي، جنهن کي مال ۽ ظاهري صورت ۾ مٿس فضيلت ڏني وئي آهي تہ کيس گھرجي تہ انهيءَ شخص کي ڏسي جيڪو انهن شين ۾ ان کان گھٽ آهي. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ کان گھٽ درجي وارن کي ڏسندا ڪريو ۽ پاڻ کان وڏيڪ درجي وارن کي نہ ڏسندا ڪريو. ان جو نتيجو اهو نڪرندو تہ توهان الله جي نعمتن کي گھٽ نہ سمجھندا. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥١١١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فقير جنت ۾ دولتمندن کان پنج سؤ سال يعني اڌ ڏينهن اڳي ويندا. (ترمذي)

(٥١١٢) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: اي الله! مون کي مسڪين ڪري زندهہ رک، مسڪين ڪري مار ۽ مسڪينن جي جماعت ۾ منهنجو حشر ڪر. عائشہ رضي الله عنها پڇيو تہ ڇا جي ڪري اي الله جا رسول ﷺ؟ فرمايائون تہ: اهي جنت ۾ (مسلمان) مالدارن کان چاليھہ سال اڳ داخل ٿيندا. اي عائشہ! مسڪين کي نہ موٽائيندي ڪر، جيتوڻيڪ هڪ اڌ کارڪ هجي تہ اها بہ ڏي. اي عائشہ! مسڪينن کي دوست رک ۽ کين ويجھو رک تہ پوءِ الله پاڪ قيامت جي ڏينهن توکي ويجھو رکندو. (ترمذي، بيهقي، شعب الايمان) ۽ هيءَ حديث ابن ماجہ ابوسعيد رضي الله عنه کان "في زمرة المساكين" تائين آندي آهي.

(٥١١٣) ابودرداءُ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي ضعيفن ۾ تلاش ڪريو ڇاڪاڻ تہ توهان کي توهان جي ضعيفن ۽ ڪمزورن جي ڪري ئي رزق يا مدد ملي ٿي. (ابودائود)

(٥١١٤) اميہ بن خالد بن عبدالله بن اسيد ﵁ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فقير مهاجرن جي برڪت سان فتحيابيءَ جي دعا گهرندا هئا. (شرح السنہ) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١١٥) ابوهريره ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فاسق فاجر ماڻهوءَ ڪي نعمتن ۾ ڏسي متس ريس نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ توهان کي خبر نہ آهي تہ مرڻ کان پوءِ ڪين ڇا پوڳڻو پوندو؟ الله وٽ ان لاءِ قتل ڪندڙ يعني باھ جو عذاب آهي. (شرح السنہ)هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١١٦) عبدالله بن عمرو ﵄ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن لاءِ دنيا قيدخانو ۽ ڏڪار آهي. جڏهن دنيا کان ڌار ٿيندو آهي تہ پنهنجي قيدخاني ۽ ڏڪار کان ڌار ٿيندو آهي. (شرح السنہ)هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١١٧) قتاده بن نعمان ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن شخص سان محبت ڪندو آهي تہ کيس دنيا کان ائين بچائيندو آهي جيئن توهان مان ڪو پنهنجي بيمار کي پاڻيءَ کان بچائيندو آهي. (احمد، ترمذي)

(٥١١٨) محمود بن لبيد ﵁ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: ٻن شين کي آدم جو اولاد پسند نٿو ڪري: 1- موت کي پسند نٿو ڪري حالانڪ موت مؤمن لاءِ فتني کان بهتر آهي ۽ 2- مال جي گهٽتائي کي پسند نٿو ڪري، حالانڪ مال جي گهٽتائي، گهٽ حساب جو سبب آهي. (احمد)

(٥١١٩)عبدالله بن مغفل ﵁ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ڪريمﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ بيشڪ آئون توهان سان محبت ڪريان ٿو. فرمايائون تہ: جيڪي ڪجھ چوين ٿو ان تي غور ڪر. چيائين تہ الله جو قسم! مون کي توهان سان محبت آهي. اها ڳالھ ٽي ڀيرا چيائين. فرمايائون تہ: جيڪڏهن تون سچو آهين تہ پاڻ کي فقر جي لاءِ تيار رک. بيشڪ جيڪو شخص مون سان محبت رکندو آهي، ان وٽ فقيري، لاهيءَ ڏانهن ٻوڏ کان وڌيڪ تيزيءَ سان پهچندي آهي. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ حديث غريب آهي) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١٢٠) انس﵁ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مون کي الله جي باري ۾ جيترو ڊيڄاريو ويو ڪنهن ٻئي کي ايترو نہ ڊيڄاريو ويو ۽ الله جي واٽ ۾ جيترو ايذاءُ مون کي ڏنو ويو، ايترو ايذاءُ ڪنهن کي نہ ڏنو ويو. بيشڪ مون تي ٽيھ ڏينهن راتيون (ساندھ) اهڙا گذريا جو منهنجي ۽ بلال جي کائڻ لاءِ اهڙي ڪا شيءِ نہ هئي، جنهن کي ڪو ساهوارو کائي سواءِ ٿوري شيءِ جي، جنهن کي بغل ۾ بلال لڪائي آڻيندو هو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪندي چوي ٿو تہ هي ان وقت جو واقعو آهي جڏهن پاڻﷺ مڪي کان ڀڄي نڪتا ۽ بلال سندن ساڻ هو، جنهن وٽ فقط ايترو کاڌو هوندو هو جيترو بغل ۾ لڪائي آڻيندو هو.

(٥١٢١) ابو طلحہ ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول اللهﷺ جن وٽ بک جي شڪايت ڪندي ڪپڙو پري ڪري پيٽ سان ٻڌل هڪ هڪ پٿر ڏيکاريو، پوءِ رسول الله ﷺ جن اسان کي پنهنجي پيٽ تان ڪپڙو هٽائي ٻہ پٿر ٻڌل ڏيکاريا. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥١٢٢) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ اصحابن کي سخت بک لڳي تہ رسول الله ﷺ جن کين هڪ هڪ کجي ڏني. (ترمذي)

(٥١٢٣) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي، اهو رسول اللهﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ ٻہ خصلتون جنهن ۾ هونديون، ﷲ تعاليٰ ان کي شڪر ڪندڙ ۽ صبر ڪندڙ لکندو جيڪو ديناريءَ ۾ پاڻ کان مٿانهين انسان کي ڏسي، ان جي پيروي ڪري ۽ دنيا داريءَ ۾ پاڻ کان گهٽ انسان کي ڏسي، پاڻ تي ﷲ تعاليٰ جي عطا ڪيل فضيلت تي سندس ساراهہ ڪندو، اهڙ ي شخص کي ﷲ تعاليٰ صبر ۽ شڪر ڪندڙ لکندو ۽ جيڪو ديناريءَ ۾ پاڻ کان گهٽ ۽ دنياداريءَ ۾ پاڻ کان مٿانهين شخص ڏانهن ڏسندو تہ ﷲ تعاليٰ ان کي صبر ۽ شڪر ڪندڙ نہ لکندو. (ترمذي) ابوسعيد خدريﷺ جي حديث "ابشروا يا معشر صعاليک" فضائل القرآن کان بعد واري باب ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(٥١٢٤) ابو عبدالرحمـن حبلي کان روايت آهي تہ عبدالله بن عمروﷺ کان ڪنهن پڇيو تہ ڇا اسان فقير مهاجرن مان نہ آهيون؟ ڪانئس پڇيائين تہ ڇا توکي زال آهي، جنهن وٽ قرار وٺين؟ چيائين تہ هائو! پڇيائينس تہ ڇا توکي گهر آهي، جتي سڪون وٺين؟ چيائين تہ هائو! چيائينس تہ پوءِ تون مالدارن مان آهين. انهيءَ چيو تہ مون وٽ هڪ خادم بہ آهي. چيائينس تہ پوءِ تون بادشاهن مان آهين. پوءِ منهنجي موجودگيءَ ۾ وٽس ٽي ڄڻا آيا، جن چيو تہ اي محمد جا پيءُ! ﷲ جو قسم! اسان کي ڪنهن شيءِ جي قدرت نہ آهي، نہ خرچ ڪرڻ جي، نہ سواريءَ جي ۽ نہ مال اسباب جي. ڪانئن پڇيائين تہ توهان ڇا ٿا گهرو؟ جيڪڏهن گهرو ٿا تہ توهان کي انهيءَ مال مان ڪجهہ ڏيون، جيڪي اسان کي ﷲ تعاليٰ عطا ڪيو آهي. جيڪڏهن گهرو ٿا تہ توهان جي اها حالت بادشاهہ وٽ بيان ڪريون، پر جيڪڏهن توهان صبر ڪريو تہ (اها ڳالهہ توهان لاءِ چڱي آهي) بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ فقراءَ مهاجر مالدارن کان چاليهہ سال اڳ جنت ۾ ويندا. انهن چيو تہ چڱو اسان صبر ڪريون ٿا ۽ ڪنهن کان ڪجهہ نٿا گهرون. (مسلم)

(٥١٢٥) عبدالله بن عمرو ﷺ کان روايت آهي تہ آئون مسجد ۾ هيس ۽ فقراءُ مهاجرن جي جماعت بہ مسجد ۾ ويٺي هئي. انهيءَ وقت نبي ڪريم ﷺ جن وٽن اچي ويٺا. آئون سندن (خدمت) لاءِ اٿي بيٺس. نبي ڪريم ﷺ جن انهن کي فرمايو تہ: فقراءُ مهاجرن کي خوشخبري هجي تہ اهي جنت ۾ مالدار(مؤمنن) کان چاليهہ سال اڳ داخل ٿيندا. مون ڏٺو تہ سندن منهن (خوشيءَ وچان) ٻهڪڻ لڳا تانجو منهنجي دل ۾ تمنا پيدا ٿي تہ جيڪر آئون بہ انهن مان هجان ها. (دارمي)

(٥١٢٦) ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ مون کي منهنجي دوست (نبي ڪريم ﷺ) جن ستن ڳالهين جو حڪم فرمايو: 1- مسڪينن سان محبت ڪريان 2- سندن ويجهو رهان. 3- جيڪو مون کان گهٽ هجي ان کي ڏسان ۽ جيڪو مون کان مٿي هجي، ان کي نہ ڏسان 3- مٿي ڳنڍيان جيتوڻيڪ مون سان مٽي ٽوڙ ي وجي 4- ڪنهن کان ڪا شيءِ نہ گهران 5- حق ڳالهہ چوان جيتوڻيڪ اها ڪوڙ ي هجي. 6- ﷲ جي باري ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ جو خوف نہ ڪريان ۽ 7- وڌ ۾ وڌ لا حول ولا قوة الا بالله پڙ هان ڇاڪاڻ تہ اها دعا عرش هيٺان خزاني منجهان آهي. (احمد)

(٥١٢٧) عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي دنيا مان ٽي شيون ڏاڍيون پسند هيون: کاڌو، زالون، خوشبو. ٻہ شيون کين حاصل ٿيون: زالون ۽ خوشبو ۽ کاڌو (پيٽ پري) نصيب نہ ٿي سگهيو. (احمد)

(٥١٢٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي لاءِ ٽي شيون پياريون ڪيون ويون آهن: خوشبو، زالون ۽ منهنجي اکين جو ٺار نماز ۾ آهي. (احمد نسائي) ابن جوزي هي اکر وڌيڪ بيان ڪيا آهن تہ منهنجي لاءِ دنيا مان اهي ٽي شيون پياريون ڪيون ويون آهن.

٥١٢٩) معاذ بن جبل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مون کي يمن روانو ڪيو تہ فرمايائون تہ: پاڻ کي تن آسانيءَ کان بچاءِ، ڇاڪاڻ تہ ﷲ جا ٻانها آرام پسند نہ هوندا آهن. (احمد)

(٥١٣٠) علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص گهٽ رزق تي ﷲ کان راضي رهندو، ﷲ ان کان گهٽ عمل تي راضي ٿيندو.

(٥١٣١) ابن عباس ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي بک يا محتاجي ستائي ۽ پوءِ اها ڳالهہ لڪائي تہ ﷲ تي حق آهي تہ کيس هڪ سال تائين حلال روزي رسائي. (ٻئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾ آنديون آهن)

(٥١٣٢) عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ پنهنجي مؤمن، فقير، پاڪدامن ۽ ٻچڙيوال ٻانهي کي پسند ڪندو آهي. (ابن ماجہ) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١٣٣) زيد بن اسلم کان روايت آهي تہ عمر ﷛ هڪ ڏينهن پاڻي گهريو. وٽن ماکيءَ جو شربت پيش ڪيو ويو. چيائين تہ بيشڪ شربت تہ ڏاڍو مزيدار آهي پر ﷲ تعاليٰ هڪ قوم جي نفس پرستيءَ جو عيب بيان ڪندي فرمايو تہ: "توهان پنهنجيون چڱايون پنهنجي دنيا جي زندگيءَ ۾ ختم ڪري ڇڏيون ۽ ان مان فائدي وٺڻ ۾ پوريون ڪري

ڇڏيون." ڊچان ٿو تہ متان اسان جي نيڪين جو بدلو اسان کي جلدي (دنيا ۾ ئي) نہ ڏنو وڃي، پوءِ اهو شربت نہ پيتائون. (رزين)

(٥١٣٤) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ خيبر فتح ٿيڻ تائين اسان ڪڏهن ڍؤ ڪري ڪارڪون بہ نہ کاڌيون. (بخاري)

# اميد ۽ حرص ڪرڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٥١٣٥) عبدالله ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن همچورس ليڪا ڪڍيا. وچ ۾ ٻاهر تائين هڪ (ڊگهو) ليڪو ڪڍيائون. وچين ليڪي جي پرسان ننڍا ننڍا ليڪا ڪڍيائون. پوءِ فرمايائون تہ: هيءُ انسان آهي، هيءُ ان جو موت آهي، جيڪو ان جو گهيراءُ ڪري بيٺو آهي ۽ هي ننڍا ننڍا ليڪا حادثا آهن جيڪي زندگيءَ ۾ پيش ايندا آهن. جيڪڏهن هڪڙي حادثي مان بچندو تہ ٻئي ۾ ڦاسندو آهي، ٻئي مان بچندو آهي تہ ٽئين ۾ ڦاسندو آهي. (بخاري)

(٥١٣٦) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪجھ ليڪا ڪڍي فرمايو تہ: هيءَ انسان جي اميد آهي ۽ هي سندس موت آهي. ماڻهو انهيءَ (اميد جي) حالت ۾ هوندو آهي تہ ڪيس ويجهڙو ليڪو (موت) اچي پهچندو آهي. (بخاري)

(٥١٣٧) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: انسان پوڙهو ٿيندو آهي تہ سندس ٻہ خواهشون جوان ٿينديون آهن: ١- مال جو حرص ٢- ڊگهي عمر جو حرص. (بخاري، مسلم)

(٥١٣٨) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: وڏي چمار واري ماڻهوءَ جي دل هميشہ ٻن ڳالهين ۾ جوان رهندي آهي: ١- دنيا جي محبت ٢- ڊگهيون اميدون رکڻ. (بخاري، مسلم)

(٥١٣٩)ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ ان شخص جو عذر ختم ڪري ڇڏيو آهي، جنهن کي سٺ سالن جي ڄمار عطا ڪيائين.(بخاري)

(٥١٤٠) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن انسان وٽ مال جون ٻہ ماٽريون هونديون، تہ بہ ضرور ٽين ماٽريءَ جي تمنا ڪندو ۽ انسان جي پيٽ کي تہ فقط مٽي (قبر) ئي ڀري ٿي ۽ ﷲ تعاليٰ ان شخص تي ٻاجھ سان موٽندو آهي جيڪو توبھ ڪندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥١٤١) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منهنجي جسم تي هٿ رکي فرمايو تہ: دنياءِ ائين رهہ جڻ تہ مسافر يا واٽهڙو آهين ۽ پاڻ کي قبر وارن ۾ شمار کر.(بخاري)

## ٻيو فصل

(٥١٤٢) عبدالله بن عمروؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان وٽان گذريا. آئون ۽ منهنجي ماءُ (گهر) گاري ۽ سرن سان جوڙي رهيا هئاسون. فرمايائون تہ: عبدالله! ڇا ٿي رهيو آهي؟ عرض ڪيم تہ گهر جي مرمت ڪري رهيا آهيون. فرمايائون تہ: (موت جو) معاملو ان جي ناهڻ کان وڌيڪ ويجهو آهي. (احمد، ترمذي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥١٤٣)ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پاڻي وجهي پوءِ مٽيءَ سان تيمم ڪندا هئا. آئون چوندو هيس تہ اي الله جا رسول ﷺ! پاڻي توهان کي ويجهو آهي. فرمائيندا هئا تہ مون کي ڪهڙي خبر شايد ڪٽي نہ سگهان.(شرح السنہ ۽ ڪتاب الوفا ابن جوزي)

(٥١٤٤) انس ؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: هيءُ انسان آهي ۽ هي سندس موت آهي. پنهنجو هٿ پنهنجي ڪياڙ يءَ تي رکي پوءِ کولي فرمايائون تہ: هتي سندس آرزوئن (جو مرڪز) آهي. (ترمذي)

(٥١٤٥) ابوسعيد خدري ؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن هڪ ڪاٺي پنهنجي سامهون، ٻي پنهنجي پاسي ۾ ۽ ٽين ان کان پريرو کوڙ ي، فرمايو تہ: ڄاڻو ٿا تہ هي ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ الله ۽ سندس رسولﷺ بهتر ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: هي انسان آهي. هي سندس موت آهي. (راوي چوي ٿو تہ) ڀانيان ٿو تہ فرمايائون هيءَ سندس اميد آهي. انسان آرزوئن جا محلات جوڙيندو رهندو آهي پر موت سندس پوري ٿيڻ کان اڳ اچي ويندو آهي. (شرح السنہ)

(٥١٤٦) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت جي عمر سٺ سال کان ستر سال تائين آهي. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥١٤٧)ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت جي ماڻهن جي عمر سٺ کان ستر سال يا ڪجهہ گهٽ وڌ هوندي. (ترمذي، ابن ماجہ) عبدالله بن شخير جي حديث مريض جي بيمار پرسي واري باب ۾ گذري چڪي.

## ٽيون فصل

(٥١٤٨)عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: هن امت جي اصلاح جو پهريون (ڏاڪو) يقين ۽ دنيا کان بي رغبتي ۽ ان جي فساد جو پهريون (ڏاڪو) بخيلي ۽ آرزو آهي. (بيهقي، شعب الايمان)

(٥١٤٩) سفيان ثوري جي روايت آهي تہ دنيا کان بي رغبتي اها نہ آهي تہ تلها ۽ سخت ڪپڙا پائجن ۽ رکي سُڪي ماني کائجي. بلڪ دنيا کان بي رغبتي هيءَ آهي تہ اميدون گهٽ رکجن. (شرح السنہ)

(٥١٥٠) زيد بن حسين کان روايت آهي تہ مون امام مالڪ کان ٻڌو، جڏهن ان کان پڇيو ويو تہ دنيا کان بي رغبتي ڇا آهي؟ چيائين تہ حلال ڪمائڻ ۽ آرزو گهٽ رکڻ. (بيهقي، شعب الايمان)

## اطاعت لاءِ مال ۽ عمر جو مستحب هجڻ

### پهريون فصل

(٥١٥١) سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله متقي، غني ۽ گمنام ٻانهي کي پسند فرمائي ٿو. (مسلم) ابن عمر رضي الله عنهما جي حديث: رڳو ٻن شين ۾ ريس ڪرڻ جائز آهي،فضائل القرآن جي باب ۾ گذري چڪي.

### ٻيو فصل

(٥١٥٢) ابوبڪرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ کان پڇيو تہ ڪهڙو ماڻهو وڌيڪ چڱو آهي؟ فرمايائون تہ: جنهن جي عمر ڊگهي ۽ سندس عمل چڱا هجن. پڇيائين تہ ڪهڙو ماڻهو وڌيڪ خراب آهي؟ فرمايائون تہ: جنهن جي عمر ڊگهي هجي ۽ سندس عمل خراب هجن. (احمد، ترمذي، دارمي)

(٥١٥٣) عبيد بن خالد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ٻن ڄڻن ۾ ڀائيپي قائم ڪئي، جن مان هڪڙو الله جي واٽ ۾ شهيد ٿيو ۽ ٻيو هفتي سوا کان پوءِ گذاري ويو، جنهن تي اسان جنازي جي نماز پڙهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (سندس ٻاري ۾) ڇا ٿا چئو؟ چيوسون تہ اسان سندس حق ۾ الله کان دعا گهري ۽ چيوسون تہ سندس مغفرت فرماءِ ۽ مٿس رحم فرماءِ ۽ کيس پنهنجي ساٿيءَ سان ملاءِ. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: ڀلا سندس اهي نمازون ڪاڏي ويون، جيڪي انهيءَ (شهيد ساٿي) کان پوءِ پڙهيون؟ ۽ ٻيا عمل ڪيائين يا روزا رکيائين بيشڪ ٻنهي جي درجن ۾ زمين ۽ آسمان جيترو فرق آهي. (ابوداؤد، نسائي)

(٥١٥٤) ابوڪبشہ انماري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو تہ آئون ٽن ڳالهين تي قسم کڻان ٿو ۽ توهان کي هڪڙي حديث ٻڌايان ٿو، ان کي ياد رکو: ١- ٻانهي جو مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ سان هرگز گهٽ نٿو ٿئي. ٢- جنهن ٻانهي تي ظلم ٿئي ۽ ان تي صبر ڪري تہ ضرور الله ان جي عزت وڌائيندو. ٣جيڪو ٻانهو سوال جو دروازو کوليندو، الله ان لاءِ فقر، فاقي جو دروازو کوليندو. ياد رکڻ جوڳي حديث هيءَ آهي تہ دنيا چئن قسمن جي ماڻهن لاءِ آهي: ١- اهو ٻانهو جنهن کي الله تعاليٰ مال ۽ علم عطا ڪري ۽ اهو ان جي

باري ۾ پنهنجي رب کان ڊڄي ٿو مائٽي ڳنڍي ٿو ۽ ﷲ جو حق ادا ڪري ٿو. اهڙو شخص افضل درجن وارو آهي. ٢- جنهن ٻانهي کي ﷲ تعاليٰ علم ڏنو ۽ مال نه ڏنو پر سندس نيت سچي آهي. چوي ٿو ته جيڪڏهن مون کي مال هجي ها ته فلاڻي وانگر (خير جو) ڪم ڪريان ها. اهي ٻئي شخص اجر ۾ برابر آهن. ٣- جنهن ٻانهي کي ﷲ تعاليٰ مال ڏنو ۽ علم نه ڏنو. اهو بغير علم جي مال خرچ ڪري ٿو. ان جي باري ۾ نه پنهنجي رب کان ڊڄي ٿو نه مٽي ڳنڍي ٿو ۽ نه ان جو حق ادا ڪري ٿو. اهڙو شخص بدترين مرتبن وارو آهي. ٤- جنهن ٻانهي کي ﷲ تعاليٰ نه مال ڏنو ۽ نه علم ڏنو ۽ اهو چوي ته جيڪڏهن مون کي مال هجي ها ته فلاڻي ماڻهوءَ وانگر (ڪٺا) ڪم ڪريان ها. اها سندس (سچي) نيت آهي ۽ انهن ٻنهي جو گناهه هڪجهڙو آهي. (ترمذي چوي ٿو ته حديث صحيح آهي)

(٥١٥٥) انس ﷺ کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته: جڏهن ﷲ تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان چڱائيءَ جو ارادو ڪندو آهي ته ڪانئس ڀلائيءَ جا ڪم ڪرائيندو آهي. پڇيو ويو ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڀلائيءَ جا ڪم ڪيئن ڪرائيندو آهي؟ فرمايائون ته: موت کان اڳ کيس نيڪ عمل ڪرڻ جي توفيق ڏيندو آهي. (ترمذي)

(٥١٥٦) شداد بن اوس ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: داناءُ انسان اهو آهي، جيڪو نفس کي ﷲ تعاليٰ جو فرمانبردار ڪري ۽ موت کان پوءِ لاءِ عمل گڏ ڪري ۽ بيوقوف اهو آهي جيڪو نفس کي خواهشن جو فرمانبردار ڪري ۽ اميد ﷲ تعاليٰ ۾ رکي. (ترمذي، ابن ماجہ) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

## ٽيون فصل

(٥١٥٧) نبي ﷺ جن جو هڪ صحابي روايت ڪري ٿو ته اسان هڪ مجلس ۾ هئاسون ته رسول الله ﷺ جن آيا ۽ سندن مٿي مبارڪ ۾ پاڻيءَ جو اثر هو. عرض ڪيوسون ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان خوش نظر اچي رهيا آهيو. فرمايائون ته: هائو! پوءِ ماڻهو مالداريءَ جو ذڪر ڪرڻ لڳا ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ان شخص جي مالداريءَ ۾ ڪو حرج نه آهي جيڪو ﷲ عزوجل کان ڊڄي. پرهيزگار ماڻهوءَ لاءِ جسماني تندرستي دولتمنديءَ کان چڱي آهي ۽ دلي خوشي سيني نعمتن کان چڱي آهي. (احمد)

(٥١٥٨) سفيان ثوري جو قول آهي ته اڳئين زماني ۾ مال مڪروهه هو ۽ موجوده زماني ۾ مال مؤمن لاءِ ڍال آهي. جيڪڏهن دينار درهم نه هجن ها ته اسان کي بادشاهه ذليل ڪن ها. جنهن جي هٿ ۾ مال هجي ان کي گهرجي ته ان جي ترقيءَ جي فڪر ڪري ڇاڪاڻ ته هن زماني ۾ ڪو محتاج هوندو ته سڀ کان پهريائين پنهنجي دين کي پنهنجي هٿ سان ضايع ڪندو. پڻ چوي ٿو ته اسراف حلال مال ۾ نه هوندو آهي. (شرح السنہ)

(٥١٥٩) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: قيامت جي ڏينهن اعلان ڪندڙ اعلان ڪندو ته ڪٿي آهن سٺ ورهين جي ڄمار وارا ماڻهو؟ اها اُها عمر آهي، جنهن جي باري ۾ ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو ته "ڇا اسان توهان کي ايتري عمر نه ڏني جو جيڪڏهن ڪو نصيحت وٺڻ گهري ها ته ان ۾ نصيحت حاصل ڪري ها ۽ توهان وٽ ڊيڄاريندڙ آيو." (بيهقي، شعب الايمان)

(٥١٦٠) عبدالله بن شداد ﷜ کان روايت آهي تہ بنو عذره جا ٽي ڄڻا رسول الله ﷺ جن وٽ اچي مسلمان ٿيا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هنن جي سنڀال ڪير ڪندو؟ طلحہ ﷜ چيو تہ آئون. اهي وٽس هئا تہ نبي ڪريم ﷺ جن هڪ لشڪر روانو فرمايو. تنهي مان هڪڙو ڄڻو لشڪر ۾ شامل ٿيو ۽ شهيد ٿي ويو. پوءِ ٻيو لشڪر موڪليائون تہ ٻيو ڄڻو ﷻ جي واٽ ۾ نڪتو ۽ شهيد ٿيو. ٽيون شخص بستري تي مري ويو. طلحہ﷜ ٽنهي کي خواب ۾جنت۾ ڏٺو. جيڪو بستري تي گذاري ويو اهو سڀ کان اڳ جنت ۾ ويو، پوءِ جيڪو شهيد ٿيو ۽ آخر ۾ جيڪو اڳ ۾ شهيد ٿيو. اها ڳالھ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ عرض ڪيائين. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: توکي معلوم نہ آهي تہ سبحان ﷻ الحمد لله ۽ ﷻ اڪبر پڙ هندو رهيو، هي ۽ هي (نيڪيءَ جا ڪم) ڪندو رهيو. (احمد)

(5161) محمدبن ابي عميره ﷜ کان روايت آهي تہ(رسول الله ﷺ جن فرمايو) جيڪڏهن ﷻ جي ٻانهن مان ڪو پيدائش کان مرڻ تائين ﷻ جي اطاعت ڪندي سجدن (عبادت) ۾ زندگي گذاري تہ ان کي قيامت جي ڏينهن گهٽ سمجهندو ۽ گهرندو تہ جيڪر دنيا ۾ وري ڪيس موڪليو وڃي تہ جيئن وڌيڪ اجر ۽ ثواب حاصل ڪري. (ٻئي حديثون احمد بيان ڪيون آهن)

# توڪل ۽ صبر جو بيان

## پهريون فصل

(5162) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت مان ستر هزار ماڻهو بغير حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندا. جيڪي نہ منتر پڙهائيندا آهن ۽ نہ برو شگون وٺندا آهن ۽ پنهنجي رب تي ڀروسو ڪندا آهن. (بخاري، مسلم)

(٥١٦٣) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي سڀ امتون ڏيکاريون ويون. مون ڏٺو تہ هڪڙي نبي سان هڪ جماعت آهي ۽ هڪڙي نبي سان گڏ هڪڙ و ۽ ٻہ امتي هئا ۽ ڪنهن نبي سان ڪو هڪ امتي بہ نہ هو. اوچتو مون کي هڪڙي وڏي جماعت نظر آئي جنهن سان اپ پريل هو. مون تمنا ڪئي تہ (جيڪر) اها منهنجي امت هجي. چيو ويو تہ اها موسىٰ جي امت آهي پر اپ ڏانهن نهار. پوءِ مون بيشمار ماڻهو ڏٺا. پوءِ مون کي چيو ويو تہ ٻئي اپ ڏانهن نهار مون وري بہ بيشمار ماڻهو ڏٺا. چيو ويو تہ اها توهان جي امت آهي ۽ ساڻن گڏ ستر هزار ماڻهو آهن جيڪي جنت ۾ بغير حساب ۽ عذاب جي داخل ٿيندا. پوءِ اٿي گهر هليا ويا. (اصحابي سڳورا) انهن ماڻهن جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا جيڪي بغير حساب ڪتاب ۽ عذاب جي جنت ۾ داخل ٿيندا. ڪنهن چيو تہ شايد اهي ﷻ جي رسول ﷺ جا ساٿي آهن. ڪنهن چيو تہ شايد اهي ماڻهو آهن جيڪي اسلام ۾ پيدا ٿيا ۽ انهن ڪڏهن شرڪ نہ ڪيو. اهڙيون ٻيون ڳالهيون بہ ڪيون ويون. پوءِ رسول الله ﷺ جن انهن ڏانهن نڪري آيا. فرمايائون تہ: ڇاجي باري ۾ بحث ٿي رهيو آهي. انهن اها ڳالھ عرض رکي. فرمايائون تہ: اُهي اهي ماڻهو آهن، جيڪي نہ برو شگون وٺن ٿا نہ منتر پڙهائين ٿا ۽ نہ (جسم تي) داغ ڏين ٿا ۽ فقط

پنهنجي رب تي ڀروسو ڪن ٿا. عڪاشہ بن محصن اٿي بيهي چيو تہ منهنجي لاءِ دعا گهرو تہ ﷲ مون کي انهن مان ڪري. پاڻﷺ دعا گهريائون تہ اي ﷲ! ڪيس منجهن شامل ڪر. ٻوءِ ٻئي شخص اٿي بيهي عرض ڪيو تہ منهنجي لاءِ دعا گهرو تہ ﷲ مون کي بہ انهن مان ڪري. فرمايائون تہ: توکان عڪاشہ اڳ ڪٿي ويو. (بخاري، مسلم)

(٥١٦٤) صهيب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن جو معاملو بہ عجيب آهي. سندس هر معاملي ۾ ڀلائي ئي ڀلائي آهي. اها ڳالهہ فقط مؤمن لاءِ خاص آهي. جيڪڏهن ڪيس خوشي پهچي ۽ شڪر ڪري تہ ان لاءِ ڀلائي (اجر) آهي ۽ جيڪڏهن ڪيس تڪليف پهچي ۽ صبر ڪري تہ ان لاءِ ڀلائي آهي.

(٥١٦٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ وٽ ڪمزور مؤمن جي ڀيٽ ۾ طاقتور مؤمن وڌيڪ ڀلارو ۽ پيارو آهي ۽ ڀلائي ٻنهي ۾آهي. جيڪا ڳالهہ توکي فائدو ڏي ان جو حرص رک، ﷲ کان مدد وٺ ۽ سستي نہ ڪر. جيڪڏهن توکي ڪا (مصيبت) پهچي تہ هيئن نہ چؤ تہ جيڪر هيئن ڪريان ها تہ هيئن ۽ هيئن نہ ٿئي ها. پر چؤ تہ اها ئي ﷲ جي تقدير آهي ۽ ﷲ جيڪي گهري ٿو ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ "جيڪڏهن" (جو لفظ) شيطاني ڪم جو دروازو کولي ٿو. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥١٦٦) عمر بن خطابرضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪڏهن توهان ﷲ تي توڪل ڪريو جيترو ان جو حق آهي تہ ضرور توهان کي ائين رزق نصيب ڪري جيئن پکين کي رزق ڏي ٿو جيڪي صبح جو خالي پيٽ نڪرن ٿا ۽ شام جو پيٽ ڀري (آکيرن ۾) موٽن ٿا. (ترمذي، ابن ماجہ)

(٥١٦٧) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي انسانؤ! جيڪا بہ شيءِ توهان کي جنت جي ويجهو ڪري ۽ دوزخ کان پري ڪري سگهي ٿي، ان جو توهان کي حڪم ڪري چڪو آهيان ۽ جيڪا بہ شيءِ توهان کي دوزخ جي ويجهو ڪري ۽ جنت کان پري ڪري سگهي ٿي ان کان توهان کي روڪي چڪو آهيان ۽ بيشڪ جبرئيل امينعليه السلام، ٻي روايت مطابق روح القدس منهنجي دل ۾ هيءَ ڳالهہ وڌي تہ ڪو ساهوارو پنهنجو رزق پورو ڪرڻ کان اڳ نٿو مري. ٻڌو! بس ﷲ کان ڊڄو ۽ رزق جي تلاش مختصر ڪريو ۽ رزق ۾ دير توهان کي هن ڳالهہ تي نہ اياري تہ ان کي ﷲ جي نافرمانين سان حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو، ڇاڪاڻ تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ وٽ آهي، ان کي سندس فرمانبرداريءَ سان ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. (شرح السنة، بيهقي، شعب الايمان) شعب الايمان ۾ "روح القدس" جا لفظ نہ آهن.

(٥١٦٨) ابوذررضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: دنيا کان بي رغبتي، حلال کي پاڻ تي حرام ڪرڻ ۽ مال ضايع ڪرڻ جو نالو نہ آهي پر دنيا کان بي رغبتي هيءَ آهي تہ جيڪي ڪجهہ ﷲ وٽ آهي، ان جي ڀيٽ ۾ جيڪي ڪجهہ تو وٽ آهي، ان تي وڌيڪ ويساهہ نہ ڪر ۽ مصيبت (تي صبر ڪري) ثواب حاصل ڪرڻ

وارو ٿيءُ ۽ جيڪڏهن مصيبت باقي هجي ته ان جي وڌ ۾ وڌ رغبت رک (يعني صبر ڪري اجر جي اميد رک) (ترمذي، ابن ماجه. ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب آهي ۽ راوي عمرو بن واقد منڪر آهي.

(٥١٦٩) ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي ته هڪ ڏينهن آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏ پيلهه سوار هيس. فرمايائون ته: اي ڇوڪرا! جن ڪمن جي پابندي ڪرڻ جو ﷲ حڪم ڪيو آهي (انهن تي عمل سان) ﷲ جي حفاظت ڪر. تون ﷲ جي حفاظت ڪر ڪيس پنهنجي سامهون لهندين ۽ جڏهن سوال ڪرين ته ﷲ ڪان سوال ڪر ۽ جڏهن مدد گهرين ته ﷲ ڪان ئي مدد گهر ۽ پڪ ڄاڻ ته جيڪڏهن سموري مخلوق گڏجي توکي نفعو پهچائڻ گهري، تڏهن به توکي نفعو پهچائي نه سگهندي، مگر جيڪي ﷲ تنهنجي لاءِ لکيو آهي ۽ جيڪڏهن سڀ گڏجي توکي نقصان پهچائڻ گهرن ته به نقصان پهچائي نه سگهندا، مگر جيڪي ﷲ تنهنجي لاءِ لکي ڇڏيو آهي. قلم کڻي ڇڪا ۽ ڪتاب سکي ويا. (احمد، ترمذي)

(٥١٧٠) سعد ﷛ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: انسان جي نيڪ بختي هن ۾ آهي ته جيڪا تقدير ﷲ تعاليٰ سندس لاءِ لکي آهي، ان تي راضي رهي. انسان جي بدبختي هن ۾ آهي ته ﷲ ڪان استخارو ڪرڻ ڇڏي ڏئي. پڻ سندس بدبختي هن ۾ آهي ته ﷲ تعاليٰ سندس لاءِ جيڪا تقدير لکي آهي ان تي ناراض رهي. (احمد، ترمذي ۽ ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب آهي)

## ٽيون فصل

(٥١٧١) جابر ﷛ ڪان روايت آهي ته انهيءَ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ نجد ڏانهن جهاد ۾ شرڪت ڪئي. رسول الله ﷺ جن واپس موٽيا ته جابر ﷛ به ساڻن گڏ واپس موٽيو. منجهند ٿي ته هڪ جهنگ ۾ لٿا، جتي ٻېرن جا گهاٽا وڻ هئا. رسول الله ﷺ جن (سواريءَ تان) لٿا ته ماڻهو به وڻن جي ڇانو وٺڻ لاءِ هيڏي هوڏي ڇڙ وڇڙ ٿي ويا. پاڻ سڳورا ﷺ ٻېر جي هڪ وڻ هينان لٿا ۽ ان جي ٽاريءَ ۾ پنهنجي تلوار ٽنگي ڇڏيائون. جهٽ سوا ننڊ ڪئي سون ته اوچتو رسول الله ﷺ جن اسان کي سڏيو. وٽن هڪ ڳوناٺو هو. فرمايائون ته: هن شخص ننڊ ۾ منهنجي تلوار ڪڍي مون تي اُيي ڪئي. منهنجي اک کلي ته ڇاٽو ڏسان ته تلوار اڀي ڪري ڇٽي رهيو آهي ته مون ڪان توکي ڪير بچائيندو؟ مون ٽي ڀيرا چيو ته ﷲ! (ته اوچتو تلوار سندس هٿن مان ڪري پئي) پر پاڻ ڪيس ڪا سزا نه ڏنائون ۽ ويهي رهيا. (بخاري، مسلم)

ابوبڪر اسماعيلي پنهنجي صحيح ڪتاب ۾ جيڪا روايت آندي آهي، ان ۾ آهي ته اعرابيءَ چيو ته توکي مون ڪان ڪير بچائيندو؟ فرمايائون ته: ﷲ! پوءِ تلوار سندس هٿ مان ڪري پئي ۽ رسول الله ﷺ جن اها کڻي فرمايو ته: هاڻي توکي مون ڪان ڪير بچائيندو؟ انهيءَ چيو ته توهان بهترين تلوار کڻندڙ ٿيو. فرمايائون ته: ڇا تون شاهدي ڏئين ٿو ته ﷲ ڪان سواءِ ڪو معبود نه آهي ۽ آئون سندس رسول ﷺ آهيان؟ انهيءَ چيو ته نه پر توهان سان عهد ڪريان ٿو ته نه توهان سان وڙهندس ۽ نه ان قوم سان شريڪ ٿيندس جيڪا توهان سان وڙ هندي. پاڻ ﷺ ڪيس ڇڏي ڏنائون. پوءِ پنهنجن ساٿين وٽ ويو ۽ ڪين چيائين ته آئون توهان وٽ سڀ ڪان ڀلاري انسان وٽان آيو آهيان. حميدي جي ڪتاب ۽ رياض الصالحين ۾ اهڙي طرح آهي.

(٥١٧٢) ابوذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون هڪ آيت ڄاڻان ٿو. جيڪڏهن ماڻهو ان تي عمل ڪن تہ البتہ سندن لاءِ ڪافي ٿئي ۽ جيڪو شخص اللہ کان ڊڄندو، اللہ ان لاءِ نجات جي واٽ ڪڍندو ۽ ڪيس اتان رزق ڏيندو جتان ڪيس گمان بہ نہ هوندو. (احمد، ابن ماجہ، دارمي)هن جي سند منقطع آهي. (الباني)

(٥١٧٣) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت سيکاري "(اللہ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ) بيشڪ آئون ئي رزق ڏيندڙ طاقتور ۽ مضبوط آهيان." (ترمذي، ابوداڻود) ۽ ترمذي چوي ٿو تہ حديث صحيح آهي.

(٥١٧٤) انسﷺ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن جي زماني ۾ ٻہ ڀائر هئا، هڪڙو پاڻ سڳورنﷺ جي مجلس ۾ رهندو هو ۽ ٻيو روزي ڪمائيندو هو. روزي ڪمائيندڙ نبي ڪريمﷺ جن وٽ نہ ڪمائيندڙ ڀاءُ جي شڪايت ڪئي. فرمايائون تہ: شايد توکي هن جي ڪري رزق ڏنو وڃي ٿو. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح غريب آهي)

(5175) عمرو بن عاصﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: انساني دل لاءِ هر ماڙيءَ ۾ هڪ گهٽ آهي. جيڪو پنهنجي دل کي مختلف گهٽن ۾ رلائيندو رهندو، اللہ تعاليٰ ان ڳالهہ جي پرواهہ نہ ڪندو تہ ڪيس ڪهڙ ي ماڙيءَ ۾ هلاڪ ڪري ۽ جيڪو اللہ تي ڀروسو ڪندو، اللہ تعاليٰ ان لاءِ سيني فڪرن کان ڪافي ٿيندو. (ابن ماجہ)

(٥١٧٦) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: توهان جو رب عزوجل فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن منهنجا ٻانها منهنجي اطاعت ڪن تہ ضرور انهن تي رات جو بارش وسايان ۽ ڏينهن جو سج اڀاريان ۽ ڪين گاجوءَ جي گجگوڙ جو آواز بہ نہ ٻڌايان. (احمد) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١٧٧) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص پنهنجي گهر وارن وٽ آيو. سندن بک جي حالت ڏسي جهنگ ڏانهن نڪري ويو. جڏهن سندس گهر واريءَ (اها حالت) ڏٺي تہ جنڊ هلائي تنور گرم ڪري دعا گهريائين تہ اي اللہ! اسان کي رزق عطا ڪر. اوچتو ڇا ٿي ڏسي تہ جنڊ اٽي سان ۽ تنور مانين سان ڀريو پيو آهي. پوءِ سندس مڙس واپس آيو تہ کانئس پڇا ڪيائين تہ ڇا مون کان پوءِ توهان کي ڪا شيءِ نصيب ٿي؟ گهر واريءَ چيس تہ هائو اسان جي رب جو اسان تي فضل آهي. جنڊ وٽ وڃي (ان جو پڙ مٿي ڪري ڏٺائين تہ ڪجهہ بہ نہ هو). اهو واقعو نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻڌايو ويو. فرمايائون تہ: پڪ ڄاڻو تہ جيڪڏهن اهو جنڊ جو پڙ مٿي ڪٽي نہ ڏسي ها تہ جنڊ قيامت تائين هميشہ هلندو رهي ها. (احمد)

(٥١٧٨) ابودرداءُﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ رزق ٻانهي کي ائين تلاش ڪندو آهي، جيئن سندس موت کيس تلاش ڪندو آهي. (ابونعيم حليہ)

(٥١٧٩) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ چڻ تہ آئون رسول الله ﷺ جن ڏانهن ڏسي رهيو آهيان. پاڻﷺ هڪ نبيءَ سڳوري جو قصو بيان ڪري رهيا هئا، جنهن کي سندس قوم ماري زخمي ڪري ڇڏيو ۽ اهو پنهنجي منهن تان رت اگهي چئي رهيو هو تہ اي ﷲ! منهنجي قوم کي بخش ڇاڪاڻ تہ اهي نٿا ڄاڻن. (بخاري، مسلم)

# ڏيکاءُ ۽ شهرت لاءِ ڪم ڪرڻ

## پهريون فصل

(٥١٨٠) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ توهان جي صورتن ۽ توهان جي مالن ڏانهن نٿو ڏسي پر توهان جي دلين ۽ توهان جي عملن ڏانهن ڏسي ٿو. (مسلم)

(٥١٨١) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ آئون شريڪن ۽ شرڪ کان بيپرواهہ آهيان. جيڪو اهڙو ڪم ڪندو، جنهن ۾ مون سان گڏ ٻئي کي بہ شريڪ ڪيائين تہ ان کي ۽ سندس شرڪ کي ڇڏي ڏيان ٿو. ٻي روايت ۾ آهي تہ پوءِ آئون ان کان بيزار آهيان ۽ اهو عمل ان لاءِ آهي، جنهن لاءِ ڪيو اٿس. (مسلم)

(٥١٨٢) جندب﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ٻڌائڻ لاءِ ڪم ڪندو، ﷲ تعاليٰ (ماڻهن کي) ٻڌائيندو ۽ جيڪو ڏيکاءَ لاءِ ڪم ڪندو، ﷲ ان کي ڏيکاريندو. (بخاري، مسلم)

(٥١٨٣) ابوذر﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ ارشاد فرمايو تہ: هڪ شخص ڀلائيءَ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ماڻهو ان تي سندس ساراهہ ڪن ٿا ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ ساڻس محبت ڪن ٿا. فرمايائون تہ: اها ڳالهہ مؤمن لاءِ جلدي حاصل ٿيندڙ ڀلائي آهي. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥١٨٤) ابوسعيد بن ابوفضالہ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن قيامت جي ڏينهن جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي، ﷲ تعاليٰ ماڻهن کي گڏ ڪندو، تہ اعلان ڪندڙ اعلان ڪندو تہ جنهن ﷲ لاءِ ڪيل ڪم ۾ ٻئي کي شريڪ ڪيو، ان کي گهرجي تہ ان جو ثواب غيرﷲ کان گهري ڇاڪاڻ تہ ﷲ شريڪن جي شرڪ کان بي نياز آهي. (احمد)

(٥١٨٥) عبدالله بن عمروﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو ماڻهن ۾ شهرت لاءِ پنهنجو عمل ڪندو، ﷲ بہ ان جي شهرت ڪندو تہ هي رياڪار آهي ۽ ڪيس حقير ۽ ذليل ڪندو. (بيهقي، شعب الايمان)

(٥١٨٦) انسؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: جنهن جي نيت آخرت جي ثواب طلب ڪرڻ جي هوندي، الله تعاليٰ سندس دل کي بي نياز ڪندو آهي ۽ ان جي پريشانين کي پري ڪندو ۽ دنيا وٽس ذليل ٿيندي آهي ۽ جنهن جي نيت دنيا طلبي جي هوندي، ان جي سامهون دنيا کي حاضر ڪندو آهي، ان جي معاملن ۾ مونجهارا پيدا ٿيندا آهن ۽ کيس دنيا مان فقط اهو ئي ملندو آهي، جيڪو ان لاءِ لکيل هوندو آهي. (ترمذي) احمد ۽ دارميءَ ۾ اها حديث ابان زيد بن ثابت جي حوالي سان بيان ڪري ٿو.

(٥١٨٧) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! هڪ ڀيري آئون پنهنجي گهر ۾ مصلي تي هيس. اوچتو هڪ شخص ڪي مون وٽ گهر ۾ اندر آيو. مون کان سندس (خراب) حالت ڏٺي نہ وئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله توتي رحم ڪري اي ابوهريره! تنهنجي لاءِ ٻہ اجر آهن: رازداريءَ جو اجر ۽ ظاهر جو اجر. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥١٨٨) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: آخري زماني ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا، جيڪي دين وسيلي دنيا حاصل ڪندا. همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي لاءِ رڍن جي کل پائيندا. سندن زبانون کنڊ کان مٺيون ۽ سندن دليون بگهڙن جهڙيون هونديون. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ ڇا اهي مون کي دوکو ڏئي رهيا آهن يا مون تي جرئت ڪري رهيا آهن؟ مون کي پنهنجي ذات جو قسم! مٿن اهڙو فتنو مسلط ڪندس جيڪو عقلمند ماڻهوءَ کي بہ حيران ڪري وجهندو. (ترمذي)

(٥١٨٩) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمائي ٿو: مون اهڙي مخلوق بہ پيدا ڪئي آهي جن جون زبانون کنڊ کان مٺيون ۽ سندن دليون ايريي کان وڌيڪ ڪوڙيون آهن. مون کي پنهنجي ذات جو قسم تہ انهن تي اهڙو فتنو مسلط ڪندس جيڪو عقلمندن کي بہ حيران ڪري ڇڏيندو. ڇا مون سان دوکي بازي ڪري رهيا آهن ۽ ڇا مون تي جرئت ڪري رهيا آهن؟ (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥١٩٠) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪا شيءِ جلد ايرندي آهي، اها جلد مٽندي آهي. جيڪڏهن جلدباز انسان وچٽري واٽ اختيار ڪري، (دين کي) ويجهو اچي تہ ان جي باري ۾ (نيڪيءَ جي) اميد رکو ۽ جيڪڏهن آڱرين سان کنهن طرف اشارو ڪري تہ ان کي شمار نہ ڪريو (ترمذي)

(٥١٩١) انسؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهوءَ جي خرابيءَ لاءِ ايتري ڳالهہ ڪافي آهي تہ دين يا دنيا جي باري ۾ آڱرين سان ان ڏانهن اشارو ڪيو وڃي پر جنهن کي الله تعاليٰ بچائي. (بيهقي، شعب الايمان)

## ٽيون فصل

(٥١٩٢) ابوتميمہ کان روايت آهي تہ آئون صفوان ۽ سندس ساٿين وٽ هيس، جن کي جندب نصيحت ڪري رهيو هو. مون پڇيو تہ ڇا توهان رسول الله ﷺ جن کان ڪجهہ فرمائيندي ٻڌو آهي؟ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شهرت (پبلسٽي) لاءِ نيڪي ڪندو، ﷲ بہ قيامت جي ڏينهن سندس شهرت (پبلسٽي) ڪندو (يعني ڪيس ماڻهن ۾ بدنام ڪندو) ۽ جيڪو (ٻين تي) سختي ڪندو، ﷲ قيامت جي ڏينهن ان تي سختي ڪندو. انهن چيو تہ اسان کي ڪا نصيحت ڪريو. چيائين تہ (قبر ۾) سڀ کان اڳ جيڪو انساني عضوو خراب ٿئي ٿو، اهو سندس پيٽ آهي. جنهن کان ٿي سگهي، اهو فقط پاڪ ڪمائي کائي ۽ جنهن کان ٿي سگهي، پنهنجي ۽ جنت جي وچ ۾ (ناحق) رت جو هڪ وهائڻ کان پاڻ کي بچائي. (بخاري)

(٥١٩٣) عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ رسول الله ﷺ جن جي مسجد ڏانهن نڪتو جتي معاذ بن جبل کي نبي ڪريم ﷺ جن جي قبر وٽ روئندي ڏٺائين. ڪيس چيائين تہ توکي ڪهڙي ڳالهہ روئاري رهي آهي؟ چيائين تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان هڪڙي ڳالهہ ٻڌي هيم جيڪا مون کي روئاري رهي آهي. فرمايو هئائون تہ معمولي رياڪاري بہ شرڪ آهي ۽ جيڪو ﷲ جي ڪنهن دوست سان دشمني رکندو انهيءَ (دراصل) جنگ ۾ ﷲ تعاليٰ سان مقابلو ڪيو. بيشڪ ﷲ تعاليٰ نيڪ، متقي ۽ گمناميءَ جي زندگي گذاريندڙن کي پسند ڪري ٿو. جيڪڏهن اهي غائب هجن تہ انهن جي باري ۾ پڇا ڳاڇا نہ ٿئي ۽ حاضر هجن تہ ڪين دعوت نہ ڏني وڃي. سندن دليون هدايت جا ڏيئا آهن. اهي هر اونداهين فتني مان (سلامتيءَ سان) نڪرندا آهن. (ابن ماجہ، بيهقي، شعب الايمان) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١٩٤) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ٻانهو ظاهر۾ بہ سهڻي طرح نماز پڙهندو آهي ۽ ڳجهہ ۾ بہ سهڻي طرح نماز پڙهندو آهي تہ ﷲ تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ هي منهنجو سچو ٻانهو آهي. (ابن ماجہ) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥١٩٥) معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: آخري زماني ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا جيڪي ظاهر ۾ دوست ۽ ڳجهہ ۾ دشمن هوندا. عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اهو ڪيئن ٿيندو؟ فرمايائون تہ: ڇاڪاڻ تہ هڪ ٻئي ۾ لالچ رکندا ۽ هڪ ٻئي کان ڊڄندا. (احمد)

(٥١٩٦) شداد بن اوس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو ڏيکاءَ لاءِ نماز پڙهندو، انهيءَ شرڪ ڪيو ۽ جيڪو ڏيکاءَ لاءِ روزو رکندو، انهيءَ شرڪ ڪيو ۽ جيڪو ڏيکاءَ لاءِ صدقو ڏيندو، انهيءَ شرڪ ڪيو. (احمد)

(٥١٩٧) شداد بن اوس رضي الله عنه روئي رهيو هو. پڇيو ويو تہ توهان کي ڪهڙي شيءِ روئاري رهي آهي؟ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کان هڪ ڳالهہ ٻڌي هئي جيڪا مون کي ياد اچي وئي، جنهن مون کي روئاريو. مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون کي پنهنجي امت جي باري ۾ شرڪ ۽ ڳجهي شهوت جو خوف آهي. مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا توهان کي پنهنجي امت جي باري ۾ پاڻ کان پوءِ شرڪ جو خوف آهي؟

فرمايائون تہ: هائو! نہ اهي سج جي عبادت ڪندا، نہ چنڊ جي، نہ پٿر جي، نہ بت جي پر ڏيکاءَ ۽ ڳجهي شهوت لاءِ ڪم ڪندا. صبح جو هڪ شخص روزيدار هوندو. پوءِ سندس آڏو شهوت جو ڪم پيش ڪيو ويندو تہ پنهنجو روزو ڇڏيندو. (احمد، بيهقي، شعب الايمان)

(٥١٩٨) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان وٽ آيا ۽ اسان دجال جو ذڪر ڪري رهيا هئاسون. ارشاد فرمايائون تہ: ڇا آئون توهان کي اهڙي شيءِ جي خبر ڏيان جيڪا مون وٽ توهان لاءِ مسيح دجال کان وڌيڪ پوائتي آهي؟ عرض ڪيوسون تہ ضرور اي الله جا رسول ﷺ. فرمايائون تہ: ڳجهو شرڪ، جو هڪ شخص نماز پڙ هي، پوءِ جڏهن ڪيس ڄاڻ ٿئي تہ ڪو ڪيس ڏسي رهيو آهي تہ ڊگهي نماز پڙ هڻ لڳي. (ابن ماجہ)

(٥١٩٩) محمود بن لبيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي پنهنجي امت جي باري ۾ ننڍي شرڪ جو وڌيڪ خوف آهي؟ چيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! ننڍو شرڪ ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: رياڪاري. (احمد) بيهقيءَ جي شعب الايمان ۾ وڌيڪ آهي تہ جنهن ڏينهن الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي سندن عملن جو بدلو ڏيندو انهن (رياڪارن) کي فرمائيندو تہ انهن ڏانهن وڃو جن کي ڏيکارڻ لاءِ توهان دنيا ۾ ڀلائيءَ جا ڪم ڪندا هئا. ڏسو تہ ڇا وٽن بدلو يا ڀلائي آهي؟

(٥٢٠٠) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن ڪو شخص پٿر جي اندر بہ عمل ڪندو، جنهن ۾ نہ دروازو هجي ۽ نہ سوراخ تہ سندس عمل ماڻهن جي سامهون ظاهر ٿيندو ڇاهي جيڪي بہ ڪم ڪري.

(٥٢٠١) عثمان بن عفان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن جي نيڪ يا خراب خصلت ڳجهي هوندي تہ الله تعاليٰ ان جي ظاهري نشاني مقرر ڪندو جنهن سان اهو سڃاتو ويندو.

(٥٢٠٢) عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: آئون پنهنجي امت جي باري ۾ هر انهيءَ منافق کان ڊڄان ٿو جيڪو دانشمنديءَ جون ڳالهيون ڪري ۽ ظلم وارا ڪم ڪري. (ٽئي حديثون امام بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيون)

(٥٢٠٣) مهاجر بن حبيب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ فرمائي ٿو: آئون داناءَ شخص جي ڳالهہ نٿو قبول ڪريان پر سندس ارادي ۽ خواهش کي جاچيان ٿو. جيڪڏهن سندس نيت ۽ ارادو منهنجي اطاعت ڪرڻ جو هوندو آهي تہ آئون سندس خاموشيءَ کي پنهنجي ساراهہ ۽ وقار سمجهندو آهيان جيتوڻيڪ نہ ڳالهائي. (دارمي) هن جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# رئڻ ۽ ڏڄڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٥٢٠٤) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ ابوالقاسم ﷺ فرمايو تہ: اللہ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي جيڪڏهن توهان کي انهن ڳالهين جي ڄاڻ هجي جيڪي آئون ڄاڻان ٿو تہ البتہ توهان گهڻو روئندا ۽ گهٽ کلندا. (بخاري)

(٥٢٠٥) ام العلاءُ انصاريہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:اللہ جو قسم مون کي معلوم نہ آهي اللہ جو قسم مون کي معلوم نہ آهي جڏهن تہ آئون اللہ جو رسول ﷺ آهيان تہ مون سان ۽ اوهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو ويندو؟(بخاري)

(٥٢٠٦) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي سامهون دوزخ کي پيش ڪيو ويو. مون منجهس بني اسرائيل جي اها عورت ڏٺي، جنهن کي ٻليءَ (تي تشدد) سبب عذاب ٿي رهيو هو. انهيءَ عورت ٻليءَ کي ٻڌي ڇڏيو هو نہ ان کي کاڌڻ لاءِ ڪجهہ ڏئي رهي هئي ۽ نہ ڇوڙ ي رهي هئي تہ جيئن زمين جا جانور (ڪوئا وغيره) کائي تانجو بک وگهي مري وئي. مون عمرو بن عامر خزاعي کي دوزخ ۾ پنهنجا آنڊا گهليندي ڏٺو جنهن سڀ کان پهريائين بتن تي جانور قربان ڪرڻ جي رسم ڪڍي. (مسلم)

(٥٢٠٧) زينب بنت جحش﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ ڏينهن وڏس خوف واري حالت ۾ آيا. فرمايائون تہ: اللہ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. انهيءَ برائيءَ جي ڪري عربن لاءِ مصيبت آهي جيڪا ويجهي اچي چڪي. اڄ ياجوج ماجوج جي روڪ مان هيترو سوراخ کلي چڪو ۽ آڱوٺي ۽ ڏسٽيءَ سان گول دائرو ناهي ڏيکاريائون. زينب ﷞ چوي ٿي تہ مون چيو تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! ڇا نيڪ ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ بہ اسان هلاڪ ٿينداسون؟ فرمايائون تہ: هائو! جڏهن خباثت وڌي ويجي. (بخاري، مسلم)

(٥٢٠٨) ابوعامر يا ابومالڪ اشعريءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ضرور منهنجي امت ۾ اهڙ يون قومون پيدا ٿينديون جيڪي ريشم شراب ۽ ڳائڻ وڄائڻ کي حلال سمجهنديون ۽ ضرور ڪي قومون جابلو علائقن ۾ رات جي وقت لهنديون. سندن (سواريءَ جا) جانور وٽن چرندا. وٽن سوالي اچي پنهنجي حاجت پيش ڪندو. ان کي چوندا تہ اڄ موٽي وڃ سڀاڻي اچجانءِ. پوءِ اللہ تعاليٰ رات جو مٿن پنهنجو عذاب موڪليندو. جبل انهن تي اڇلائيندو ۽ ٻين جون شڪليون مٽائي ڪين پولڙ و ۽ سوئر ڪري ڇڏيندو جيڪي قيامت تائين ان حالت ۾ رهندا. (بخاري)

(٥٢٠٩) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اللہ تعاليٰ ڪنهن قوم کي عذاب ڪندو آهي تہ سڀني تي عام عذاب موڪليندو آهي. پوءِ (قيامت جي ڏينهن) هر هڪ کي سندس عملن مطابق اٿاريو ويندو. (بخاري، مسلم)

(٥٢١٠) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر ٻانهي کي انهيءَ (نيت ۽ عمل) تي اٿاريو ويندو جنهن تي اهو مئو هوندو. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٢١١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ جهڙي (خطرناڪ) شيءِ مون نہ ڏٺي جنهن کان ڀڄندڙ شخص سمهي رهي ۽ جنت جهڙ ي (عظيم) نعمت مون نہ ڏٺي جنهن جو طالب سمهي پوي. (ترمذي)

(٥٢١٢) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جيڪي شيون توهان نٿا ڏسو آئون ڏسان ٿو ۽ جيڪي شيون توهان نٿا ٻڌو آئون ٻڌان ٿو. آسمان چنگهي رهيو آهي ۽ درحقيقت ان کي چنگهڻ ئي گهرجي. الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي آسمان تي چئن آڱرين جي برابر بہ اهڙي جاءِ نہ آهي جتي ڪنهن نہ ڪنهن فرشتي رب ڪريم جي حضور ۾ پنهنجي پيشاني سجدي ۾ نہ جهڪائي هجي. جيڪي ڪجهہ آئون ڄاڻان ٿو جيڪڏهن توهان بہ ڄاڻو تہ گهٽ کلو ۽ گهڻو روئو ۽ بسترن تي زالن سان لذت حاصل نہ ڪريو ۽ توهان جهنگ جر ڏانهن نڪري الله کي راضي ڪريو. ابوذر رضي الله عنه چيو تہ ڪاش! آئون وڻ هجان ها جنهن کي وڍيو وڃي ها. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ)

(٥٢١٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي خوف هوندو آهي، اهو رات جي پهرئين پهر ۾ روانو ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو جلدي روانو ٿيندو آهي، اهو پنهنجي منزل تي پهچندو آهي. ٻڌو! الله جو سامان ڏاڍو قيمتي آهي ٻڌو! بيشڪ الله جو سامان جنت آهي. (ترمذي)

(٥٢١٤) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: الله عزوجل قيامت جي ڏينهن فرمائيندو تہ هر ان شخص کي دوزخ مان ڪڍو، جنهن مون کي هڪ ڏينهن بہ ياد ڪيو يا ڪنهن بہ جاءِ تي مون کان ڊنو. (ترمذي ۽ بيهقي ڪتاب البعث والنشور)

(٥٢١٥) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان هن آيت جي باري ۾ پڇيو: "۽ جيڪي مال کين ڏنو ويو آهي ان مان (الله جي واٽ ۾) خرچ ڪن ٿا ۽ سندن دليون ڊنل رهن ٿيون." ڇا اهي ماڻهو مراد آهن جيڪي شرابي ۽ چور آهن؟ فرمايائون تہ: صديق جي ڌيءُ! پر اُهي ماڻهو مراد آهن جيڪي روزا رکن ٿا نماز پڙ هن ٿا صدقو ڏين ٿا پوءِ بہ ڊڄندا رهن ٿا تہ متان سندن نيڪي قبول نہ ٿئي. اِهي ئي آهن جيڪي ڀلائين ۾ اڳرائي ڪن ٿا. (ترمذي، ابن ماجہ)

(٥٢١٦) ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن رات جا ٻہ پهر گذرڻ کان پوءِ ننڊ مان اٿندا هئا ۽ فرمائيندا هئا: اي انسانؤ! الله کي ياد ڪريو، الله کي ياد ڪريو. قيامت متان قيامت (يعني هلاڪت متان هلاڪت) اچي چڪي، موت پنهنجين مصيبتن سان اچي چڪو، موت پنهنجين مصيبتن سان اچي چڪو. (ترمذي)

(٥٢١٧) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن نماز پڙهڻ لاءِ نڪتا. ماڻهن کي ڏنائون تہ اهي کلي رهيا آهن. فرمايائون تہ: جيڪڏهن توهان لذتن کي ختم ڪندڙ يعني موت جو ذڪر ڪريو تہ توهان کي انهيءَ کل پوڪ کان روڪي ڇڏيندو، تنهن ڪري لذتن کي فنا ڪندڙ موت کي وڌ ۾ وڌ ياد ڪريو ڇاڪاڻ تہ قبر هر روز چوندي آهي تہ آئون وحشت جو گهر آهيان ۽ آئون اڪيلائپ جو گهر آهيان، آئون مٽيءَ جو گهر آهيان، آئون ڪيئن جو گهر آهيان. جڏهن مؤمن ٻانهو دفن ڪيو ويندو آهي تہ ان کي چوندي آهي تہ توکي خوشخبري هجي. بيشڪ تون زمين تي هلندڙن مان مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارو هئين جڏهن تہ اڄ مون کي توتي مسلط ڪيو ويو آهي ۽ تون منهنجي حوالي ڪيو ويو آهين تہ پوءِ اجهو تو ڏسين تہ آئون توسان ڪهڙو سلوڪ ڪريان ٿي؟ پوءِ حدِ نگاهہ تائين ان لاءِ قبر ڪشادي ٿي ويندي آهي ۽ ان لاءِ جنت جو دروازو کوليو ويندو آهي ۽ جڏهن گنهگار يا ڪافر ٻانهي کي دفن ڪيو ويندو آهي تہ ان کي قبر چوندي آهي تہ تنهنجي لاءِ خوشخبري نہ هجي. زمين تي هلندڙن مان تون مون کي سڀ کان وڌيڪ دشمن هئين. اڄ آئون تنهنجي مٿان مسلط ڪئي وئي آهيان ۽ توکي منهنجي حوالي ڪيو ويو آهي. اجهو تو ڏسين تہ آئون توسان ڪهڙو سلوڪ ڪريان ٿي؟ اهو چئي اها گهلي وڃي ٿي تانجو سندس پاسيريون هڪ ٻئي ۾ داخل ٿي وڃن ٿيون. نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجيون آڱريون هڪ ٻئي ۾ وجهي اشارو ڪري ڏيکاريائون تہ هن طرح ۽ ان تي ستر نانگ مسلط ڪيا وڃن ٿا جيڪڏهن انهن مان هڪ بہ زمين ۾ ڦوڪ ڏئي تہ منجهس قيامت تائين ڪا شيءِ نہ ڦٽي. اهي ان کي چڪيندا ۽ ڏنگيندا رهندا آهن تانجو حساب جو ڏينهن اچي. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ قبر جنت جي باغن مان هڪ باغ يا دوزخ جي کڏن مان هڪ کڏ آهي. (ترمذي)

(٥٢١٨) ابوجحيفہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ توهان (وقت کان اڳي) ڪراڙا ٿي ويا آهيو. فرمايائون تہ: مون کي سوره هود ۽ اهڙين ٻين سورتن ڪراڙو ڪري ڇڏيو آهي. (ترمذي)

(٥٢١٩) ابن عباس ﭭ کان روايت آهي تہ ابوبڪر﷛ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان (وقت کان اڳ) پوڙها ٿي ويا آهيو. فرمايائون تہ: مون کي سوره هود، واقعہ، مرسلات، عم يتساءلون ۽ اذا الشمس، ڪورت پوڙهو ڪري ڇڏيو آهي(ترمذي) ڪتاب الجهاد ۾ ابوهريره ﷛ جي حديث "لا يلج النار" ذڪر ٿي چڪي.

## ٽيون فصل

(٥٢٢٠) انس ﷛ کان روايت آهي تہ توهان اهڙا ڪم ڪريو ٿا جيڪي توهان جي نظرن ۾ وار کان بہ وڌيڪ سنها آهن. اسان انهن کي رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ تباهہ ڪندڙ خيال ڪندا هئاسون. (بخاري)

(٥٢٢١) عائشہ ﭭ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي عائشہ! حقير گناهن کان بہ پاڻ کي بچاءِ ڇاڪاڻ تہ ﷲ تعاليٰ جي طرفان انهن جي لاءِ بہ هڪ پڇاڻو ڪرڻ وارو آهي. (ابن ماجہ، دارمي، بيهقي، شعب الايمان)

(٥٢٢٢) ابوبرده بن ابوموسيٰ کان روايت آهي تہ مون کي عبدالله بن عمر ﷠ چيو تہ چا توکي خبر آهي تہ منهنجي پيءُ تنهنجي پيءُ کي چا چيو هو؟ چيائين تہ منهنجي پيءُ تنهنجي پيءُ کي چيو هو تہ اي ابوموسيٰ! چا توکي اها ڳالھہ پسند آهي تہ رسول الله ﷺ تي اسان جو اسلام آڻڻ، اسان جي هجرت ڪرڻ، ساڻن گڏ اسان جو جهاد ڪرڻ ۽ ساڻن گڏ ٻيا عمل ڪرڻ اسان لاءِ باقي رهن ۽ جيڪي ڪم اسان رسول الله ﷺ جن جي وفات کان پوءِ ڪيا آهن، انهن کان برابر سرابر نجات لهون. تنهنجي پيءُ منهنجي پيءُ کي چيو هو تہ نہ ﷲ جو قسم! اسان رسول الله ﷺ جن کان پوءِ جهاد ڪيو، نماز پڙهي روزا رکيا ۽ گهڻا چڱا ڪم ڪيا. اسان جي هٿن تي گهڻا ماڻهو مسلمان ٿيا. اسان کي انهن جي بہ ثواب جي اميد آهي. منهنجي پيءُ چيو تہ ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ عمر جي جان آهي، آئون گهران ٿو تہ اسان جا اهي عمل باقي رهن ۽ جيڪي عمل اسان بعد ۾ ڪيا آهن انهن ۾ اسان برابر سرابر ڇٽي وڃون. مون چيو تہ ﷲ جو قسم! تنهنجو پيءُ منهنجي پيءُ کان ڀلارو آهي. (بخاري)

(٥٢٢٣) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي رب مون کي نون ڳالهين جو حڪم ڪيو: 1- باطن ۾ ۽ ظاهر ۾ ﷲ کان ڊڄان. 2- ڪاوڙ ۾ هجان يا راضي هجان هر حالت ۾ حق ڳالھہ چوان 3- فقيري هجي يا مالداري وچٿري واٽ هلان. 4- جيڪو مون سان مٽي چني آئون ان سان مٽي ڳنڍيان. 4- جيڪو مون کي محروم ڪري آئون ان کي ڏيان. 5- جيڪو مون تي ظلم ڪري آئون ان کي معاف ڪريان. 6- منهنجي خاموشي منهنجو فڪر ۽ منهنجو ڳالهائڻ منهنجو ذڪر ۽ منهنجي نظر عبرت هجي. 7- نيڪيءَ جو حڪم ڪريان. (رزين)

(٥٢٢٤) عبدالله بن مسعود﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن بہ مؤمن ٻانهي جي اکين مان خوفِ خدا جي ڪري ڳوڙها وهي نڪتا، جيتوڻيڪ مک جي مٿي جي برابر هجن پوءِ ان کي منهن جي گرمي پهچي تہ ﷲ تعاليٰ ان کي باھہ تي حرام ڪري ڇڏيندو. (ابن ماجہ)

## ماڻهن جي حالتن جي بدلجڻ جو بيان

### پهريون فصل

(٥٢٢٥) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن جو مثال سؤ اٺن وانگر آهي جن ۾ تون ڪنهن هڪ کي بہ سواريءَ جي لائق نہ لهندين. (بخاري، مسلم)

(٥٢٢٦) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان ضرور انهن ماڻهن جي پيروي ڪندا جيڪي توهان کان اڳي هئا. گرانٺ جي مٽان گرانٺ هٿ جي مٽان هٿ تانجو جيڪڏهن اهي ڳوهہ جي ٻر ۾ گهڙيا هوندا تہ توهان بہ انهن جي پيروي ڪندؤ. عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! يهودين ۽ عيسائين جي پيروي ڪنداسون؟ فرمايائون: نہ تہ بہ ڪنهن جي؟ (بخاري، مسلم)

(٥٢٢٧) مرداس اسلمي کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: اڳيان هڪ ٻئي کان پوءِ ختم ٿيندا ويندا، تانجو جون جي ڇاڻ يا ڪجين جي ٻور وانگر (فاسق فاجر) ماڻهو باقي بچندا. اللّٰه تعاليٰ کي سندن ڪا پرواه نہ هوندي. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٥٢٢٨) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن منهنجي امت وڏائي خورن جي هلت هلندي ۽ ايران ۽ روم جي بادشاهن جا پٽ سندن خدمت ڪندا ان وقت اللّٰه امت جي شرير ماڻهن کي نيڪ ماڻهن تي مسلط ڪندو. (ترمذي) ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.

(٥٢٢٩) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي جيستائين توهان پنهنجي امام کي قتل نہ ڪريو ۽ هڪ ٻئي کي تلوارن سان نہ ماريو ۽ توهان جي دنيا جا وارث توهان جا شرير ماڻهو ٿيندا. (ترمذي)

٣ب٣٣(٥٢٣٠) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي تانجو دنيا ۾ ماڻهن مان سڀ کان ڀاڳ وارو ڪمينو پٽ ڪميني جو ٿيندو. (ترمذي، بيهقي، دلائل النبوة)

(٥٢٣١) محمد بن ڪعب قرظيءَ کان روايت آهي تہ علي بن ابي طالب رضي الله عنه کان ٻڌندڙ هڪ شخص مون کي ٻڌايو تہ اسان رسول الله ﷺ جن وٽ مسجد ۾ ويٺا هئاسون تہ ان وچ ۾ اسان وٽ مصعب بن عمير رضي الله عنه آيو جنهن جي جسم تي چتين لڳل هڪڙي چادر هئي. رسول الله ﷺ جن کيس ڏسي روئي ڏنو، ڇاڪاڻ تہ سندن سامهون ان جي ناز نعمت واري اڳئين زندگي ۽ موجوده حالت اچي وئي. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان وقت توهان جي حالت ڪهڙي هوندي جڏهن توهان مان هر شخص صبح شام ڪپڙن جو جوڙو مٽائيندو. سندس سامهون کاڌي جو هڪڙو دسترخوان رکبو تہ ٻيو کنيو ويندو. پنهنجي گهرن کي ائين ڪپڙا ڍڪيندؤ، جيئن ڪعبي کي(غلاف) ڍڪايو وڃي ٿو. عرض ڪيائون تہ اي اللّٰه جا رسول ﷺ! ان ڏينهن اسان اڄوڪي ڏينهن کان چڱا هونداسون فراغت سان عبادت ڪنداسون ۽ محنت مشقت کان بچي پونداسون. فرمايائون نہ! توهان انهيءَ ڏينهن جي ڀيٽ ۾ اڄ چڱا آهيو. (ترمذي)

(٥٢٣٢) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن تي اهڙو زمانو ايندو، جنهن ۾ دين تي صبر ڪندڙ شخص ائين هوندو جيئن مٺ ۾ ٽانڊو ڪٺندڙ. (ترمذي) چوي ٿو تہ هن حديث جي سند غريب آهي.

(٥٢٣٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان جا امير توهان ۾ سڀ کان ڀلارا ۽ توهان جا مالدار توهان جا سخي هجن ۽ توهان جا معاملا هڪ ٻئي جي مشوري سان طئي ٿين تہ زمين جي پٺي ان جي پيٽ کان توهان لاءِ چڱي آهي ۽ جڏهن توهان جا امير توهان مان وڏيڪ شرير هجن ۽ توهان جا مالدار

توهان ۾ سڀ کان وڌيڪ بخيل هجن ۽ توهان جا معاملا توهان جي عورتن جي حوالي هجن تہ زمين جو پيٽ ان جي پٺيءَ کان توهان لاءِ وڌيڪ چڱو آهي. (ترمذي) چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.

(٥٢٣٤) ثوبان ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ويجهو آهي تہ توهان تي امتون ائين ٽٽي پون جيئن کاڌو کائيندڙ کاڌي جي ٿانوَ تي ٽٽي پوندا آهن. چوندڙ عرض ڪيو تہ (رسول اللهﷺ) ڇا ان ڏينهن اسان تعداد ۾ گهٽ هونداسون؟ فرمايائون نہ بلڪ انهيءَ ڏينهن توهان تعداد ۾ گهڻا هوندا پر ٻوڏ جي گج وانگر هوندا. توهان جي دشمنن جي سينن مان ﷲ تعاليٰ توهان جو رعب ڪڍي ڇڏيندو ۽ توهان جي دلين ۾ ﷲ تعاليٰ ڪمزوري وجهي ڇڏيندو. پڇندڙ پڇيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! "ڪمزوري" مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون: دنيا جي محبت ۽ موت کي پسند نہ ڪرڻ. (ابوداؤد، بيهقي، دلائل النبوة)

### ٽيون فصل

(5235) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ جيڪا بہ قوم غنيمت ۾ خيانت ڪندي ﷲ انهن جي دلين ۾ رعب وجهي ڇڏيندو ۽ جنهن قوم ۾ زنا عام ٿي ويندي انهن ۾ موت وڌي ويندو ۽ جيڪا قوم ماپ تور ۾ گهٽتائي ڪندي انهن جو رزق ختم ڪيو ويندو ۽ جيڪا قوم ناحق سان فيصلا ڪندي انهن ۾ قتل و غارت گري عام ٿي ويندي ۽ جيڪا قوم عهد کي ٽوڙ يندي ان تي سندس دشمن کي مسلط ڪيو ويندو. (مالڪ)

# ڊيڄارڻ ۽ خبردار ڪرڻ جو بيان

### پهريون فصل

(٥٢٣٦) عياض بن حمار مجاشعي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ ڏينهن پنهنجي خطبي ۾ ارشاد فرمايو تہ: ٻڌو! بيشڪ منهنجي رب مون کي حڪم ڪيو آهي تہ توهان کي اهي ڳالهيون سيکاريان جيڪي نٿا ڄاڻو ۽ جيڪي مون کي اڄ سيکاريون اٿس. ﷲ فرمائي ٿو تہ مون پنهنجي ٻانهي کي جيڪو بہ مال ڏنو آهي اهو ان لاءِ حلال آهي ۽ مون پنهنجن ٻانهن کي هن مقصد سان پيدا ڪيو تہ يڪسو ٿي منهنجي عبادت ڪن. پوءِ شيطان وٽن آيا ۽ کين دين کان گمراهہ ڪيائون ۽ انهن لاءِ اهي شيون حرام ڪيائون جيڪي مون مٿن حلال ڪيون هيون ۽ کين حڪم ڪيائون تہ مون سان انهن کي شريڪ ڪن جن جي باري ۾ مون ڪو دليل نہ لاٿو آهي ۽ بيشڪ ﷲ تعاليٰ زمين وارن ڏانهن نهاريو تہ عربن ۽ عجمين سڀني تي ناراض ٿيو سواءِ اهل ڪتاب جي هڪ جماعت جي ۽ فرمايائين تہ بيشڪ مون توکي رسول بنائي موڪليو آهي تہ توکي آزمايان ۽ تنهنجي ذريعي (ماڻهن کي) آزمايان. توتي اهڙو ڪتاب نازل ڪيو اٿم جنهن کي پاڻي مٽائي نٿو سگهي جنهن کي تون ننڊ ۾ هجين يا سجاڳ پڙهين ٿو ۽ بيشڪ مون کي ﷲ تعاليٰ حڪم فرمايو تہ: قريش کي ساڙي ڇڏيان. مون عرض ڪيو تہ اي رب منهنجا! پوءِ تہ اِهي منهنجو مٿو ڇتي ڇڏيندا ۽ ان کي ڪيهہ وانگر ڪري ڇڏيندا. ﷲ فرمايو تہ: کين سندن گهرن مان ڪڍ جيئن توکي تنهنجي گهر مان ڪڍيائون ۽ ساڻن جهاد ڪر. اسان تنهنجي مدد ڪنداسون ۽ خرچ ڪر اسان توتي خرچ ڪنداسون. ساڻن وڙهڻ لاءِ لشڪر روانو ڪر اسان اهڙا پنج لشڪر موڪليندا سون ۽ جيڪي تنهنجي اطاعت ڪن انهن کي ساڻ ڪري انهن سان جنگ ڪر جيڪي تنهنجي نافرماني ڪن ٿا. (مسلم)

(٥٢٣٧) ابن عباس ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت لٿي: "پنهنجن ويجهن کي ڊيڄار" تہ نبي ڪريم ﷺ جن صفا ٽڪريءَ تي چڙهي پڪارڻ لڳا: اي فهد جا اولاد! اي عديءَ جا اولاد! قريش جي قبيلن جا نالا وٺي انهن کي پڪاريائون تانجو سڀ گڏ ٿيا. فرمايائون ٻڌايو جيڪڏهن توهان کي خبر ڏيان تہ هن ماٿريءَ ۾ هڪ لشڪر توهان سان جنگ ڪرڻ لاءِ حملو ڪرڻ وارو آهي، ڇا توهان مون کي سچو سمجهندؤ؟ انهن چيو تہ هائو! اسان هميشہ توهان کي سچ ڳالهائيندي ڏٺو آهي. فرمايائون تہ: پوءِ آئون سخت عذاب جي اچڻ کان اڳ توهان کي ڊيڄارڻ وارو آهيان. ابولهب چيو تہ سڄو ڏينهن تون هلاڪ ٿئين ڇا تو اسان کي هن لاءِ گڏ ڪيو آهي؟ پوءِ سوره تبت يدا ابي لهب لٿي. (بخاري، مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻﷺ پڪاري فرمايائون تہ: اي عبدمناف جا اولاد! بيشڪ منهنجو ۽ توهان جو مثال انهيءَ شخص وانگر آهي، جيڪو دشمن کي ايندي ڏسي پنهنجي گهر وارن کي ڊيڄارڻ لاءِ پڄي پوءِ جڏهن ڪيس خوف ٿئي تہ (دشمن) اڳ ڪڍي ويندو تہ اتان ئي "يا صباح، يا صباح" پڪارڻ لڳو (يعني هاءِ دشمن! هاءِ دشمن)

(٥٢٣٨) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت سڀوري لٿي: "۽ پنهنجن ويجهن مٽن مائٽن کي ڊيڄار" (سوره شعراءَ آيت:214) تہ نبي ﷺ جن قريش کي پڪاريو. پوءِ اهي (سڀ) عام ۽ خاص گڏ ٿيا تہ فرمايائون تہ: اي ڪعب بن لوي جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي مره بن ڪعب جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي عبدشمس جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي عبد مناف جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي هاشم جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي عبدالمطلب جا اولاد! پاڻ کي دوزخ کان بچايو، اي فاطمہ! پاڻ کي باهہ کان بچاءِ. ﷲ جي مقابلي ۾ آئون توهان جي ڪنهن ڪم نہ ايندس. سواءِ ان جي جو مون سان توهان جي مٽي مائٽي آهي جنهن کي آئون ڳنڍيندو رهندس. (مسلم) بخاري ۽ مسلم ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: اي قريش جي جماعت! پاڻ کي بچايو، ﷲ جي مقابلي ۾ آئون توهان کي بچائي نٿو سگهان. اي عبد مناف جا اولاد! پاڻ کي بچايو، ﷲ جي مقابلي ۾ آئون توهان کي بچائي نٿو سگهان. اي عباس بن مطلب! پاڻ کي بچاءِ ﷲ جي مقابلي ۾ آئون توکي بچائي نٿو سگهان. اي ﷲ جي رسول ﷺ جي پڦي صفيہ! پاڻ کي بچاءِ. ﷲ جي مقابلي ۾ آئون توکي بچائي نٿو سگهان. اي محمد ﷺ جي ڌيءُ فاطمہ! منهنجي مال مان جيڪي ڪجهہ وٺڻ سو مون کان گهر آئون تو کي ﷲ کان نٿو بچائي سگهان.

### ٻيو فصل

(5239) ابوموسيٰ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي هيءَ امت رحم ڪيل آهي آخرت ۾ سندس لاءِ عذاب نہ آهي. سندس عذاب دنيا ۾ فتني فساد زلزلن ۽ قتل (جي صورت ۾) آهي. (ابوداؤد)

(٥٢٤٠) ابوعبيده معاذ بن جبل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هن (ديني) حڪومت نبوت ۽ رحمت سان شروع ٿي. پوءِ خلافت ۽ رحمت ايندي، پوءِ ڇڪ پائيندڙ (يعني ظالم) حڪومت ايندي، پوءِ سخت جبر ۽ تشدد واري حڪومت ايندي جنهن سان زمين ۾ فتنو فساد برپا ٿيندو (ماڻهو) ريشم پائڻ زنا ڪرڻ ۽ شراب

پيئڻ کي حلال سمجهندا. ان جي باوجود کين رزق ڏنو ويندو ۽ سندن مدد ڪئي ويندي تانجو ﷲ سان ملن. (بيهقي شعب الايمان)

(5241) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سڀ کان پهريائين جيڪا شيءِ ٽانوَ وانگر اونڌي ڪئي ويندي، حديث جو راوي زيد بن يحيٰ چوي ٿو تہ يعني سڀ کان پهريائين مسلمانن ۾ جيڪا تبديلي آندي ويندي، سا شراب نوشي هوندي. چيو ويو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو جڏهن تہ ﷲ تعاليٰ شراب جو حڪم بيان فرمائي چڪو آهي. ارشاد فرمايائون تہ: ٻئي نالي سان شراب پيئندا ۽ ان کي حلال سمجهندا. (دارمي)

## ٽيون فصل

(٥٢٤٢) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيستائين ﷲ گهرندو، توهان ۾ نبوت قائم رهندي، پوءِ ﷲ تعاليٰ ان کي ختم ڪندو. پوءِ توهان ۾ نبوت جي طريقي تي خلافت قائم ٿيندي ۽ جيستائين ﷲ گهرندو قائم رهندي. پوءِ ان کي بہ ﷲ تعاليٰ ختم ڪندو، ان کان پوءِ چڪ پائيندڙ بادشاهي (يعني ظالمانہ نظام) حڪومت قائم ٿيندي. پوءِ جيستائين ﷲ گهرندو، اها قائم رهندي، پوءِ ان کي بہ ﷲ ختم ڪندو. پوءِ جبري نظام (ڊڪٽيٽرشپ) قائم ٿيندي، پوءِ ﷲ تعاليٰ ان کي بہ ختم ڪندو. پوءِ نبوت جي طريقي تي خلافت قائم ٿيندي. پوءِ پاڻ خاموش رهيا. حديث جو راوي حبيب چوي ٿو تہ جڏهن عمر بن عبدالعزيز رحمه الله خليفو ٿيو تہ ان ڏانهن هيءَ حديث لکي موڪليم ۽ عرض ڪيم تہ مون کي اميد آهي تہ توهان ظالمانہ نظام حڪومت کان پوءِ مؤمنن جا (انصاف پسند) امير آهيو. اها حديث ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس اها ڳالهہ گهڻي پسند آئي. (بيهقي دلائل النبوة)

## كتاب الفتن

# فتنن جو بيان

## پهريون فصل

(٥٢٤٣) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا ۽ قيامت تائين جيڪي ڪجهہ ٿيڻو آهي، ان جو ذڪر فرمايائون. جنهن ياد رکيو، تنهن ياد رکيو ۽ جنهن وساري ڇڏيو، تنهن وساري ڇڏيو. بيشڪ انهيءَ (حقيقت) کي منهنجا هي ساٿي بہ ڄاڻن ٿا. انهن مان ڪا وسريل شيءِ ظاهر ٿيندي آهي تہ مون کي ائين ياد اچي ويندي آهي، جيئن ڪو ماڻهو غائب ٿيل شخص جو منهن ڏسي کيس سڃاڻي وٺندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٢٤٤) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ فتنا دلين تي پيش ڪيا ويندا آهن، جيئن هڪ هڪ پوٽي سان تڏي کي جوڙيو ويندو آهي. پوءِ جيڪا بہ دل ان کي قبول ڪندي آهي ان ۾ هڪ

ڪارو داغ پيدا ٿيندو آهي ۽ جيڪا دل ان کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندي آهي ان تي اڇو داغ رهجي ويندو آهي، تانجو اها سنگ مرمر وانگر اڇي ٿي ويندي آهي. پوءِ جيستائين آسمان ۽ زمين قائم آهن ان کي ڪو فتنو نقصان نہ پهچائيندو. (ان جي ابتڙ) جيڪا دل اونڌي ڪاري ٿئي وانگر هوندي آهي اها نفس جي خواهشن کان سواءِ نيڪيءَ ۽ برائيءَ جي ڪا ڳالهہ سڃاڻي نہ سگهندي آهي. (مسلم)

(٥٢٤٥) حذيفہ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي ٻہ حديثون ٻڌايون جن مان هڪڙي مان ڏسي چڪو آهيان ۽ ٻيءَ جو انتظار ڪري رهيو آهيان. پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي ٻڌايو تہ امانت ماڻهن جي دلين جي گهرائيءَ ۾ لهندي آهي پوءِ ان کي قرآن مان پوءِ سنت مان سڃاڻندا آهن ۽ اسان کي امانت جي ختم ٿيڻ جي باري ۾ ٻڌائيندي فرمايائون تہ: (هڪ وقت ايندو جو) ماڻهو سمهندو تہ امانت سندس دل مان ڪڇي ويندي. سندس دل ۾ ان جو تر جيترو نشان باقي بچندو. وري ٻيهر ننڊ ڪندو تہ اهو نشان ڦوڪٽي وانگر رهجي ويندو، جيئن ڪا چڻنگ پير تي ڪري پوندي آهي تہ ڦوڪٽو ٿي پوندو آهي، منجهس اندر ڪا شيءِ نہ هوندي آهي. (انهيءَ زماني ۾) ماڻهو هڪ ٻئي سان ڏيتي ليتي ڪندا، پر ڪو بہ امانتداري جي تقاضا پوري نہ ڪندو. چيو ويندو تہ فلاڻي قبيلي ۾ هڪ امانتدار شخص آهي ۽ ڪنهن شخص جي باري ۾ چيو ويندو تہ ڪيڏو نہ عقلمند ۽ سچار آهي حالانڪ سندس دل ۾ اهر جي داڻي جيترو بہ ايمان نہ هوندو. (بخاري، مسلم)

(٥٢٤٦) حذيفہ ﷜ کان روايت آهي تہ ماڻهو رسول الله ﷺ جن کان خير جي باري ۾ پڇندا هئا، آئون ڪانئن شر جي باري ۾ پڇندو هيس، مبادا ان جي وڪڙ ۾ نہ اچي وڃان. عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان جاهليت ۽ شر ۾ هئاسون، پوءِ الله تعاليٰ اسان وٽ هن خير کي آندو ڇا پوءِ انهيءَ خير کان پوءِ شر ايندو؟ فرمايائون تہ: هائو! مون عرض ڪيو تہ ڇا انهيءَ شر کان پوءِ خير ايندو؟ فرمايائون تہ: هائو ۽ ان ۾ "دونهون" هوندو. عرض ڪيم تہ ان جو"دونهون" ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: اهڙا ماڻهو ايندا، جيڪي منهنجي طريقي کي ڇڏي ٻئي طريقي کي اختيار ڪندا ۽ منهنجي هدايت جي بجاءِ ٻي واٽ وٺندا. منجهن نيڪي بہ ڏسندين تہ برائي بہ. مون عرض ڪيو تہ ڇا پوءِ انهي خير کان پوءِ شر ايندو؟ فرمايائون تہ: هائو! اهڙا اڳواڻ پيدا ٿيندا جيڪي دوزخ ڏانهن سڏيندا. جيڪو سندن سڏ ورنائيندو کيس جهنم ۾ اڇلائيندا. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کي سندن نشانيون ٻڌايو. فرمايائون تہ: اهي اسان جي قوم مان هوندا، اسان جي ٻولي ڳالهائيندا. عرض ڪيم تہ جيڪڏهن مان اهو زمانو لهان تہ مون کي ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا؟ فرمايائون تہ: مسلمانن جي جماعت ۽ امام سان گڏ رهجانءِ. عرض ڪيم تہ جيڪڏهن سندن نہ ڪا هڪ جماعت هجي ۽ نہ سندن ڪو هڪ امام هجي(تہ ڇاڪريان؟) فرمايائون تہ: انهن سيني فرقن کان جدا ٿي زندگي گذار جيتوڻيڪ توکي وڻن جو پاڙون ڪاٽيون پون، تانجو توکي انهيءَ حالت ۾ موت اچي. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: مون کان پوءِ اهڙا اڳواڻ پيدا ٿيندا، جيڪي نہ منهنجي هدايت تي هلندا ۽ نہ منهنجي طريقي کي اختيار ڪندا. منجهن اهڙا ماڻهو هوندا، جن جون دليون شيطانن جون ۽ سندن جسم انسانن جا هوندا. عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيڪڏهن اهو زمانو لهان تہ مان ڇا ڪريان؟ فرمايائون تہ: امير جي ڳالهہ ٻڌ ۽ اطاعت ڪر، جيتوڻيڪ تنهنجي پنيءَ تي ڦٽڪا هنيا وڃن ۽ تنهنجو مال کسي تڏهن بہ (سندس) ڳالهہ ٻڌ ۽ مڃ.

(٥٢٤٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: اونداهين رات وانگر ايندڙ فتنن جي اچڻ کان اڳ جلدي ڀلائيءَ جا ڪم ڪري وٺو، ماڻهو صبح جو مؤمن تہ شام جو ڪافر ۽ شام جو مؤمن تہ صبح جو ڪافر ٿي ويندو. دنيا جي معمولي موڙ ڀيءَ جي بدلي ۾ دين کي وڪڻندو. (مسلم)

(٥٢٤٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: سگهوئي اهڙا فتنا برپا ٿيندا جنهن ۾ ويٺل، بيٺل کان، بيٺل هلندڙ کان ۽ هلندڙ ڊڪندڙ کان چڱو هوندو. جيڪو ان ۾ جهاتي پائيندو ان کي (اهو فتنو) گهلي وٺندو. جيڪو شخص (انهيءَ حالت) ۾ نجات يا پناهہ جي جاءِ لهي، ان کي جڳائي تہ ان ۾ پناهہ وٺي. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ اهڙا فتنا برپا ٿيندا، جنهن ۾ ستل جاڳندڙ کان، جاڳندڙ بيٺل کان، چڱو هوندو، پوءِ جيڪو نجات يا پناهہ جي جاءِ لهي ان کي جڳائي تہ ان ۾ پناهہ وٺي.

(٥٢٤٩) ابوبڪرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ٻڌو! سگهوئي اهڙا فتنا برپا ٿيندا، جنهن ۾ ويٺل، هلندڙ کان ۽ هلندڙ ڊڪندڙ کان چڱو هوندو. پوءِ جنهن وٽ اٺ هجن، سو انن ۾ ۽ جنهن وٽ ٻڪريون هجن، اهو ٻڪرين ۾ ۽ جنهن وٽ ٻني ٻارو هجي، اهو پنهنجي ٻني ٻاري ۾ وڃي رهي. هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! ارشاد فرمايو تہ: جنهن وٽ نہ اٺ هجن نہ ٻڪريون ۽ نڪي ٻني ٻارو(اهو ڇا ڪري؟) فرمايائون تہ: پنهنجي تلوار پٿر تي هڻي ان کي مڏو ڪري هڪدم ڀڄي نجات حاصل ڪري. اي الله! بيشڪ مون (تنهنجو پيغام) پهچائي ڇڏيو، اي الله! بيشڪ مون (تنهنجو پيغام) پهچائي ڇڏيو، اي الله! بيشڪ مون (تنهنجو پيغام) پهچائي ڇڏيو. هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! ارشاد فرمايو تہ: جيڪڏهن مون کي انهن ٻنهي ڌرين مان ڪا هڪ ڌر مجبور ڪري (ويڙ هہ لاءِ) صفن ۾ وٺي وڃي، جتي مون کي ڪو تلوار هڻي ماري يا اوپرو تير مون کي ماري وڃهي؟ (تہ ڪهڙو حڪم آهي؟) فرمايائون تہ: اهو شخص پنهنجي گناهہ جو بہ ۽ تنهنجي گناهہ جو بہ ذميوار آهي ۽ اهو دوزخي آهي. (مسلم)

(٥٢٥٠) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ويجهو آهي تہ مؤمن جو سڀ کان چڱو مال ٻڪريون هجن، جيڪي ڪاهي جابلو يا مينهوڳيءَ وارن علائقن ۾ هليو وڃي تہ جيئن پنهنجي دين کي فتني فساد کان بچائي. (بخاري)

(٥٢٥١) اسامہ بن زيد رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مديني جي دڙن ڏانهن نهاري فرمايو تہ: جيڪي ڪجهہ آئون ڏسان ٿو ڇا توهان ڏسو ٿا؟ عرض ڪيائون تہ نہ! فرمايائون تہ: پوءِ بيشڪ آئون توهان جي گهرن ۾ فتنن کي ائين ڏسان ٿو جيئن مينهن وسندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٢٥٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: منهنجي امت جي هلاڪت قريش جي ڇوڪرن جي هٿان ٿيندي. (بخاري)

(٥٢٥٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: زمانو ويجهو ٿي ويندو، علم ختم ٿي ويندو، فتنا ظاهر ٿيندا، بخيلي وڌي ويندي ۽ "هرج" گهڻو ٿي ويندو. عرض ڪيائون تہ"هرج" ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: قتل ۽ خونريزي. (بخاري، مسلم)

(٥٢٥٤) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ دنيا ان وقت تائين ختم نہ ٿيندي، جيستائين ماڻهن تي اهڙو زمانو نہ ايندو جنهن ۾ نہ قاتل کي خبر پوندي تہ ڇاجي ڪري قتل ڪري ٿو ۽ نہ مقتول کي معلوم ٿيندو تہ ڇاجي ڪري قتل ڪيو وڃي ٿو. عرض ڪيو ويو تہ اهڙو زمانو ڇاجي ڪري ايندو؟ فرمايائون تہ: هرج يعني فتنو فساد عام ٿي ويندو، جنهن ۾ قاتل ۽ مقتول ٻئي دوزخي آهن. (مسلم)

(٥٢٥٥) معقل بن يسار رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: فساد جي زماني ۾ عبادت ڪرڻ ڄڻ مون ڏانهن هجرت ڪرڻ آهي. (مسلم)

(٥٢٥٦) زبير بن عدي کان روايت آهي تہ اسان انس بن مالڪ رضي الله عنه وٽ حجاج بن يوسف جي ظلم جي شڪايت ڪئي، انهيءَ چيو تہ صبر ڪريو، ڇاڪاڻ تہ توهان تي جيڪو بہ زمانو ايندو، اهو اڳئين زماني کان وڌيڪ بڇڙو هوندو، تانجو پنهنجي رب سان وڃي ملو، اها ڳالهہ مون توهان جي نبيءَ سڳوري ﷺ کان ٻڌي آهي. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٥٢٥٧) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ الله جو قسم! مون کي معلوم نہ آهي تہ منهنجن دوستن کان وسري ويو آهي، يا اهي ڄاڻي واڻي ويسر ظاهر ڪري رهيا آهن؟ الله جو قسم! رسول اللهﷺ جن دنيا جي ختم ٿيڻ تائين جيڪي ٽي سوء يا ڪجهہ مٿي فتنا قائم ٿيندا، انهن جو نالو سندن اڳواڻن جو نالو، انهن جي پيئرن ۽ قبيلن جو نالو بہ ٻڌايو. (ابوداؤد)

(٥٢٥٨) ثوبان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مون کي پنهنجي امت جي باري ۾ گمراهہ ڪندڙ اڳواڻن جو (وڌيڪ) خوف آهي ۽ جڏهن منهنجي امت ۾ تلوار اپي ٿي وئي تہ قيامت جي اچڻ تائين اها (نيام ۾) نہ رکي ويندي. (ابوداؤد، ترمذي)

(٥٢٥٩) سفينہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ خلافت ٽيهہ سال هلندي پوءِ بادشاهي قائم ٿيندي. سفينہ رضي الله عنه چيو تہ ابوبڪر رضي الله عنه جي خلافت بہ سال عمر رضي الله عنه جي خلافت چار سال عثمان رضي الله عنه جي خلافت ٻارنهن سال ۽ عليءَ رضي الله عنه جي خلافت ڇهہ سال آهي. (احمد، ترمذي، ابوداؤد)

(٥٢٦٠) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا هن خير کان پوءِ اڳي وانگر شر ايندو؟ فرمايائون تہ: هائو! مون چيو تہ ان کان بچڻ جي ڪهڙي صورت آهي؟ فرمايائون تہ: تلوار. عرض ڪيم

تہ ڇا تلوار (يعني ويڙ ھ) کان پوءِ (مسلمان) باقي بچندا؟ فرمايائون تہ: فساد جي بنياد تي حڪومت قائم ٿيندي ۽ "دونهين" جي بنياد تي صلح ٿيندا. عرض ڪيم تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ فرمايائون تہ: پوءِ گمراهيءَ جا اڳواڻ زور وٺندا. پوءِ جيڪڏهن زمين ۾ خدا تعاليٰ جو خليفو هجي جيڪو تنهنجي پٺيءَ تي ڦٽڪا بہ هڻي ۽ تنهنجو مال بہ کسي تہ سندس اطاعت ڪر نہ تہ تو کي انهيءَ حالت ۾ موت اچي جو ڪنهن وڻ جي پاڙن ۾ (لڪي) زندگي گذارين. عرض ڪيم تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ فرمايائون تہ: ان کان پوءِ دجال نڪرندو جنهن سان گڏ پاڻيءَ جو درياهہ ۽ باهہ هوندي، جيڪو ان جي باهہ ۾ ٽپو ڏيندو، ان جو اجر واجب ۽ سندس گناهہ معاف ٿيا ۽ جيڪو سندس درياهہ ۾ ٽپو ڏيندو ان جا گناهہ واجب ۽ ان جو اجر ضايع ٿيو. مون چيو تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ فرمايائون تہ: پوءِ گھوڙي ڦر ڄڻندي اجا اهو سواريءَ جي قابل نہ هوندو تہ اوچتو قيامت قائم ٿيندي. هڪ روايت ۾ فرمايائون تہ: "دونهين" جي بنياد تي صلح ۽ فساد تي جماعتون قائم ٿينديون. عرض ڪيم تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! "دونهين" تي صلح مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون تہ: ماڻهن جون دليون انهيءَ حالت ڏانهن نہ موٽنديون جنهن تي اهي اڳي هئا. مون چيو تہ ڇا ان خير کان پوءِ شر ايندو؟ فرمايائون تہ: (هائو!) انڌا، ٻوڙا فتنا برپا ٿيندا، جنهن ۾ دوزخ جا داعي عام هوندا. پوءِ اي حذيفہ! جيڪڏهن ڪنهن وڻ جي پاڙ کي چنبڙي پوين ۽ ان حالت ۾ توکي موت اچي تہ اها ڳالهہ تنهنجي لاءِ چڱي آهي بجاءِ ان جي جو اهڙن اڳواڻن مان ڪنهن جي پيروي ڪرين. (ابوداؤد)

(٥٢٦١) ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ مان رسول اللهﷺ جن جي پويان هڪ ڏينهن گڏهہ جي سواريءَ تي ويٺو هيس. جڏهن مديني جا گهر لنگهياسون تہ فرمايائون تہ: اي ابوذر! ان وقت تنهنجو ڪهڙو حال هوندو، جڏهن مديني ۾ بک عام ٿيندي بک جي سختيءَ جي ڪري پنهنجي بستري تان اٿي مسجد بہ پهچي نہ سگهندين چو تہ بک توهان کي ڪمزور ڪري ڇڏيندي. مون عرض ڪيو تہ ﷲ ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻن ٿا. فرمايائون تہ: پاڪدامني اختيار ڪر. اي ابوذر! ان وقت تنهنجو ڪهڙو حال هوندو جڏهن مديني ۾ موت عام ٿيندو، غلام جي قيمت برابر گهروڪامبو، تانجو قبر کي غلام جي قيمت برابر خريد ڪيو ويندو. مون چيو تہ ﷲ ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻن ٿا. فرمايائون تہ: صبر کان ڪم وٺ. اي ابوذر! ان وقت تنهنجو ڪهڙو حال هوندو جڏهن مديني ۾ قتل ۽ خونريزي برپا ٿيندي، جنهن جي ڪري "احجار الزيت" تائين رت ئي رت هوندي. مون عرض ڪيو تہ ﷲ ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻن ٿا. فرمايائون تہ: تون جنهن مان آهين ان ڏانهن هليو وڃ. مون چيو تہ ڇا هٿياربند ٿيان؟ فرمايائون تہ: تڏهن تہ تون انهن (فسادي) ماڻهن ۾ شامل ٿي ويندين. عرض ڪيم تہ پوءِ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا ڪريان؟ فرمايائون تہ: جڏهن تلوار جي چمڪ ويجهي ڏسين تہ پنهنجي منهن تي ڪپڙي جو پلاند ورائي ڇڏ، تہ جيئن (قاتل) تنهنجي ۽ پنهنجي گناهہ جو ذميوار ٿئي. (ابوداؤد)

(5262) عبدالله بن عمرو بن عاص ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: ان وقت تنهنجي ڪهڙي حالت هوندي جڏهن تون خسيس ماڻهن ۾ هوندين. منجهن عهد ۽ امانتداري (نالي ماتر بہ) نہ هوندي ۽ هڪ ٻئي کان جدا ٿي هن طرح ٿي ويندا، پوءِ آڱريون جدا ڪري ڏيکاريائون. انهيءَ چيو تہ مون کي ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا؟ فرمايائون تہ: نيڪيءَ جي ڪم کي لازم سمجهہ ۽ برائي کان ٽارو ڪر ۽ خاص پنهنجي جان جو لحاظ ڪر ۽ عام ماڻهن کي ڇڏي ڏي هڪ روايت ۾ آهي تہ پنهنجي گهر ۾ ٻارن ٻچن ۾ رهي زندگي گذار پنهنجي زبان

تي ڪنٽرول ڪر نيڪيءَ جو ڪم ڪر ۽ برائيءَ کي ڇڏي ڏي. خاص پنهنجو ئي فڪر ڪر ۽ عام ماڻهن جي معاملن کي ڇڏي ڏي. (هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث صحيح آهي)

(٥٢٦٣) ابو موسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ قيامت کان اڳ اونداهين رات وانگر فتنا برپا ٿيندا جنهن ۾ ماڻهو صبح جو مؤمن ۽ شام جو ڪافر ۽ شام جو مؤمن ۽ صبح جو ڪافر هوندو. انهيءَ زماني ۾ ويٺل شخص بيٺل کان ۽ هلندڙ ڊوڙيندڙ کان چڱو هوندو. انهيءَ زماني ۾ پنهنجيون ڪمانون ڀڃي ڇڏيو ۽ انهن جا ڀٽا ٽوڙ ي ڇڏيو. تلوارون پٿرن تي هڻي مڏيون ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن تو وٽ (قاتل) داخل ٿئي تہ توکي آدم عليه السلام جي چڱي پٽ (هابيل) وانگر ٿيڻ گهرجي. (ابودائود) سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ (انهيءَ زماني ۾) هلندڙ ڊوڙيندڙ کان چڱو هوندو. عرض ڪيائون تہ اسان کي ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا فرمايائون تہ: پنهنجن گهرن ۾ بند ٿي ويهي رهو ۽ ترمذيءَ جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فتني جي باري ۾ فرمايو تہ: پنهنجيون ڪمانيون ڀڃي ڇڏيو ۽ پنهنجا اوزار مڏا ڪري ڇڏيو ۽ گهرن ۾ لڪي پئو ۽ آدم عليه السلام جي پٽ (هابيل) وانگر ٿي وڃو ( ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح غريب آهي)

(٥٢٦٤) ام مالڪ بهزيہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فتني جو بيان ڪندي فرمايو تہ: اهو ويجهو اچي چڪو.عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ ! انهيءَ زماني ۾ ماڻهن ۾ سڀ کان ڀلارو ڪير هوندو؟ فرمايائون تہ: جيڪو پنهنجي جانورن جي سار سنڀال ڪري، سندن حق ادا ڪري، پنهنجي رب جي عبادت ڪري ۽ جيڪو پنهنجي گهوڙ ي جي واڳ وٺي دشمن کي ڊيڄاري ۽ اهي کيس ڊيڄارين.(ترمذي)

(٥٢٦٥) عبد الله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي هڪ فتنو برپا ٿيندو جيڪو پوري عرب (دنيا) کي وڪوڙي ويندو، ان ۾ قتل ٿيندڙ دوزخي آهن. انهيءَ ۾ بيان بازي تلوار سان مارڻ کان وڌيڪ خطرناڪ هوندي. (ترمذي، ابن ماجہ)

(5266) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا فتنا برپا ٿيندا، جيڪو انهن ڏانهن واجهائيندو، ان کي گهلي ويندا، انهيءَ فتني ۾ بيان بازي ڪرڻ ڄڻ تہ (ڪنهن کي) تلوار سان مارڻ آهي. (ابودائود)

(5267) عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن وٽ هئاسون تہ فتنن جو تفصيلي ذڪر ڪندي فرمايائون تہ: پوءِ "احلاس فتنو" برپا ٿيندو. ڪنهن پڇندڙ عرض ڪيو تہ ان مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون تہ: حملو ڪري ڀڄڻ ۽ جنگ ڪرڻ (مراد آهي) پوءِ خوشحاليءَ واري فتني ۽ ان جي "دونهين" يعني فساد جو ذڪر ڪيائون تہ اهو منهنجي خاندان جي هڪ شخص جي ذريعي برپا ٿيندو، جيڪو پائيندو تہ مون مان آهي، حالانڪ اهو مون مان نہ هوندو. منهنجا دوست تہ پرهيزگار ماڻهو آهن. ان کان پوءِ (بددليءَ سان) ماڻهو هڪ شخص (جي اطاعت) تي گڏ ٿيندا جيئن ڪلهي جي هڏي ڏنگي هوندي آهي. پوءِ هڪ انڌو فتنو ايندو جيڪو هن امت جي هر شخص کي چنبو وهائي ڪڍندو. جڏهن خيال ڪيو ويندو تہ هاڻي فتنو ختم ٿي چڪو آهي (تہ اوچتو) اهو ڪَرَ ڪڍندو جنهن ۾

ماڻهو صبح جو مؤمن تہ شام جو ڪافر هوندو، تانجو ماڻهو ٻن ٻلاڪن ۾ ورهائجي ويندا، هڪڙو ايمان جو ٻلاڪ، جنهن ۾ نفاق نہ هوندو، ٻيو منافقت جو ٻلاڪ جنهن ۾ ايمان نہ هوندو، جڏهن اها صورتحال پيدا ٿئي تہ انهيءَ ڏينهن يا ٻئي ڏينهن دجال جو انتظار ڪريو. (ابوداؤد)

(5268) ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: عربن لاءِ ان شر جي ڪري خرابي آهي، جيڪو ويجهو اچي چڪو آهي جيڪو شخص (انهيءَ زماني ۾) پنهنجي هٿ کي روڪيندو، ڪامياب ٿيندو. (ابوداؤد)

(5269) مقداد بن اسود ﷺ ڪان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ خوش قسمت اهو آهي جنهن کي فتنن ڪان بچايو وڃي، خوش قسمت اهو آهي جنهن کي فتنن ڪان بچايو وڃي، خوش قسمت اهو آهي جنهن کي فتنن ڪان بچايو وڃي ۽ جنهن کي فتني ۾ آزمايو ويو پوءِ ان تي صبر ڪيائين تہ اهو بہ ڪامياب آهي. (ابوداؤد)

(٥٢٥٢) ثوبان ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: هيڪر منهنجي امت ۾ تلوار يعني گهرو لڙائي شروع ٿي وئي تہ قيامت تائين وري بند نہ ٿيندي ۽ قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي، جيستائين منهنجي امت جا قبيلا مشرڪن سان نہ ملندا، تانجو منهنجي امت جا قبيلا بتن جي پوڄا ڪندا ۽ منهنجي امت ۾ ٽيهہ ڪوڙا (دعويدار) پيدا ٿيندا، جن مان هرهڪ پائيندو تہ ﷲ جو نبي آهي حالانڪ آئون سڀ ڪان آخري نبي آهيان، مون ڪان پوءِ ڪو نبي نہ آهي ۽ منهنجي امت جو هڪ گروهہ سدائين حق تي غالب رهندو، سندن مخالف ڪين نقصان نہ پهچائي سگهندا، تانجو ﷲ جو حڪم اچي. (ابوداؤد، ترمذي)

(٥٢٧١) عبد الله بن مسعود ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اسلام جي چڪي پنجٽيهہ، ڇٽيهہ يا ستٽيهہ سال هلندي. جيڪڏهن ماڻهو هلاڪ ٿي ويا تہ اها ئي اڳين جي واٽ آهي. جيڪڏهن سندن دين قائم رهيو تہ ستر سال قائم رهندو. مون عرض ڪيو تہ (اها مدت) باقي رهيل زماني ڪان آهي يا نبوت جي زماني ڪان؟ فرمايائون تہ: (نبوت جي) زماني ڪان آهي. (ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(٥٢٧٢) ابو واقد ليثيﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جڏهن حنين جي جنگ لاءِ نڪتا تہ سندن گذر مشرڪن وٽان ٿيو، جن پنهنجا هٿيار "ذات انواط" نالي (ٻير جي) وڻ ۾ ٽنگي رکيا هئا، (ماڻهن) چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! جيئن مشرڪن لاءِ ذات انواط آهي، اسان لاءِ بہ ڪو ذات انواط يعني ٻير جو وڻ مقرر فرمايو. رسول اللهﷺ جن فرمايو سبحان ﷲ (ﷲ پاڪ آهي) اها ئي ڳالهہ تہ موسيٰ قوم چئي هئي تہ (اي موسيٰ!) جيئن سندن معبود آهي، تيئن اسان لاءِ بہ ڪو معبود مقرر ڪر. قسم آهي ﷲ جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ضرور توهان انهن قومن جي طريقي تي هلندا جيڪي توهان ڪان اڳ گذري چڪا آهن. (ترمذي)

(٥٢٧٣) سعيد بن مسيب کان روايت آهي تہ جڏهن عثمان غني ﷛ جي قتل سبب پهريون فتنو ظاهر ٿيو تہ بدري اصحابن مان ڪو باقي نہ بچيو. پوءِ جڏهن ٻيو فتنو يعني حره جو فتنو برپا ٿيو تہ صلح حديبيہ وارن مان ڪو باقي نہ بچيو. پوءِ جڏهن ٽيون فتنو برپا ٿيو تہ ماڻهن ۾ فتنو ختم ٿيڻ تائين ڪا ڀلائي باقي نہ بچندي. (بخاري)

# جنگين جو بيان

## پهريون فصل

(٥٢٧٤) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو 1- ٻہ وڏيون جماعتون پاڻ ۾ وڙهنديون، منجهن زبردست خونريزي ٿيندي. هر هڪ جي دعويٰ هڪڙ ي هوندي (تہ آئون حق تي آهيان) 2- تقريبا= ٽيهہ ڪوڙا (نبي) ۽ دجال پيدا ٿيندا، انهن مان هر هڪ جي دعويٰ هوندي تہ هو الله جو رسول آهي 3- علم ختم ٿي ويندو 4- زلزلا وڌي ويندا 5- زمانو ويجهو ٿي ويندو 6- فتنا ظاهر ٿيندا 7- خونريزي وڌي ويندي 8- توهان ۾ مال وڌي ويندو تانجو مالدار ماڻهو پريشان هوندو تہ سندس صدقي ڪي قبول ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ تانجو هڪ شخص ڪي صدقو ڏيندو تہ اهو ڪيس چوندو تہ مون ڪي ضرورت نہ آهي 9- تانجو ماڻهو ڊگهيون عمارتون اڏيندا 10- تانجو ماڻهو ڪنهن شخص جي قبر وٽان لنگهندو تہ تمنا ڪندو تہ جيڪر (آئون) ميت جاءِ (قبر) ۾ هجان ها 11- تانجو سج اولهہ کان اڀرندو، جڏهن (سج اولهہ کان) اڀرندو ۽ ماڻهو ان کي ڏسندا تہ ايمان آڻيندا حالانڪ ان وقت ڪنهن کي ايمان آڻڻ فائدو نہ ڏيندو، مگر جنهن اڳ ۾ ايمان آندو هجي يا ايمان جي حالت ۾ ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا هجن. ٻن ڄڻن جي ڪپڙي جي تاڻَ جي ڏيتي ليتي ڪرڻ يا ان کي ويڙهڻ کان اڳ ئي قيامت اچي ويندي. هڪ شخص پنهنجي ڏاچيءَ جو کير ڏهندو تہ ان جي پيئڻ کان اڳ ئي قيامت اچي ويندي. ماڻهو پنهنجي حوض جي مرمت ڪندو تہ ان کي ڀرڻ کان اڳ ئي قيامت اچي ويندي. ماڻهو منهن تائين گرهہ کڻندو تہ ان جي کائڻ اڳ ئي قيامت اچي ويندي.(بخاري مسلم)

(٥٢٧٥) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي جيستائين انهيءَ قوم سان جنگ نہ ڪندا جن جون جتيون وارن مان ٺهيل هونديون ۽ تانجو ننڍن اکين وارن، نڪ ڦينا هوندا، سندن منهن ڊکيل ڍال وانگر معلوم ٿيندا. (بخاري مسلم)

(٥٢٧٦) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي جيستائين توهان عجمين مان خوز ۽ ڪرمان جي رهڻ وارن سان جنگ نہ ڪندا جن جا منهن ڳاڙها، نڪ ڦينا، اکيون ننڍيون ۽ منهن ڍڪيل ڍال وانگر هوندا، سندن جتيون وارن جون هونديون (بخاري) بخاري ۾ عمرو بن تغلب جي روايت۾ آهي تہ سندن منهن ڪشادا هوندا.

(٥٢٧٧) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو مسلمان يهودين سان وڙهندا، مسلمان انهن کي قتل ڪندا تانجو يهودي پٿر ۽ وڻ جي پويان لڪندو تہ پٿر ۽ وڻ چوندو تہ اي

مسلمان يا اي ﷲ جا ٻانها! هي يهودي منهنجي پويان آهيِ پوءِ اچ ان کي قتل ڪر. سواءِ ڪانڊيري جي ڇاڪاڻ تہ اهو يهودين جو وڻ آهي. (مسلم)

(٥٢٧٨) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو قحطان قبيلي جو هڪ شخص پيدا ٿيندو جيڪو ماڻهن کي ڏنڊي سان هڪليندو (بخاري مسلم)

(٥٢٧٩) ابوهريره﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڏينهن رات يعني زمانو ان وقت تائين ختم نہ ٿيندو، جيستائين جهجا نالي هڪ شخص حڪومت نہ ڪندو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ تانجو غلامن مان هڪ شخص جهجاه حڪومت نہ ڪري. (مسلم)

(٥٢٨٠) جابر بن سمره﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ضرور مسلمانن جي هڪ جماعت ڪسريٰ خاندان جي خزانن کي فتح ڪندي، جيڪي اڇي محل (وائيٽ هائوس)۾ آهن (مسلم)
(٥٢٨١) ابوهريره﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪسريٰ هلاڪ ٿيو، ان کان پوءِ وري ڪسريٰ پيدا نہ ٿيندو ۽ ضرور قيصر بہ هلاڪ ٿيندو ان کان پوءِ وري قيصر پيدا نہ ٿيندو ۽ ضرور توهان ٻنهي جا خزانا ﷲ جي واٽ ورهائيندا ۽ پاڻ ﷺ جن جنگ کي ڌوڪو قرار ڏنو (بخاري مسلم)

(٥٢٨٢) نافع بن عتبه﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ توهان عربستان جي جزيري ۾ وڙهندا، پوءِ ﷲ تعاليٰ ان تي فتح عطا فرمائيندو، پوءِ فارس (ايران)۾ وڙهندا تہ ﷲ ان کي بہ فتح فرمائيندو پوءِ توهان رومين (عيسائين) سان وڙهندا تہ ﷲ تعاليٰ ان تي بہ فتح عطا فرمائيندو، پوءِ توهان دجال سان وڙ هندا تہ ﷲ ان کي بہ فتح فرمائيندو (مسلم)

(٥٢٨٣) عوف بن مالڪ﷜ کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ جن وٽ تبوڪ جي جنگ ۾ حاضر ٿيس. پاڻ ﷺ چم جي نهيل هڪ خيمي ۾ هئا، فرمايائون تہ: قيامت اچڻ کان اڳ ڇهہ ڳالهيون ڳڻي ڇڏ: ١- منهنجي وفات، ٢-پوءِ بيت المقدس جي فتح، ٣- پوءِ توهان ۾موت مار بيماري جو پکڙجڻ جيئن ٻڪرين ۾بيماري پکڙبي آهي، ٤- پوءِ مال جي گهڻائي تانجو هڪ شخص کي سؤ دينار ڏنا ويندا تڏهن بہ ناراض رهندو، ٦- پوءِ اهڙو فتنو قائم ٿيندو جيڪو عربن جي هر گهر ۾ داخل ٿيندو، پوءِ عيسائين ۽ توهان جي وچ ۾ امن معاهدو قائم ٿيندو، پوءِ اهي غداري ڪري توهان تي اسي جهنڊن جو لشڪر وني ڪاهہ ڪندا، هر جهنڊي ٻارنهن هزار ماڻهو هوندا. (بخاري)

(٥٢٨٤) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي، جيستائين رومي اعماق يا دابق ۾ نہ لهندا. شهر مان سندن مقابلي لاءِ هڪڙو لشڪر نڪري ايندو جيڪي روءِ زمين جا بهترين ماڻهو هوندا. جڏهن اهي صفون ٻڌندا تہ رومي چوندا: اسان کي ۽ انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏيو، جن اسان جا قيدي پڪڙيا آهن تہ اسان ساڻن جنگ ڪريون. مسلمان چوندا: ﷲ جو قسم! اسان پنهنجن ڀائرن کي

اڪيلو نہ ڇڏيندا‌سين. پوءِ مسلمان رومين سان وڙهندا. انهن مان هڪڙو حصو شڪست کائي ڀڄي ويندو. الله تعاليٰ سندن توبہ هرگز قبول نہ ڪندو. هڪڙو حصو قتل ٿي ويندو، الله وٽ اهي سڀ کان ڀلارا شهيد آهن ۽ هڪڙو حصو فتح حاصل ڪندو، اهي وري ڪڏهن بہ فتني ۾ نہ وڌا ويندا. اهي ئي شهر قسطنطنيہ کي فتح ڪندا ۽ جڏهن غنيمت جو مال ورهائيندا تہ پنهنجيون تلوارون زيتون جي وڻن ۾ ٽنگي ڇڏيندا. اوچتو شيطان رڙ ڪري کين چوندو تہ توهان جي پويان مسيح دجال توهان جي گهرن ۾ ڪاهي پيو آهي. اهي پنهنجن گهرن (عالم عرب) ڏانهن واپس ورندا تہ اها ڳالهہ ڪوڙي ثابت ٿيندي. پوءِ جڏهن شام ۾ هوندا تہ دجال ظاهر ٿيندو، جنهن سان جنگ لاءِ صفون ٻڌندا. جڏهن باجماعت نماز لاءِ اقامت چئي ويندي تہ عيسيٰ پٽ مريم ظاهر ٿيندو ۽ سندن امامت ڪرائيندو. جڏهن الله جو دشمن (دجال) کين ڏسندو تہ ائين ڳرندو جيئن لوڻ پاڻيءَ ۾ ڳرندو آهي، جيڪڏهن ان کي ڇڏي ڏجي تہ ڳري هلاڪ ٿي وڃي، پر الله کيس عيسيٰ عليہ السلام جي هٿان قتل ڪرائيندو. پوءِ اهو سڳورو پنهنجي نيزي ۾ سندس رت ڏيکاريندو. (مسلم)

(5285) عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو ميراث نہ ورهائجي ۽ مال غنيمت (ملڻ) سبب خوشي نہ ٿئي. پوءِ چيائين تہ دشمن شام تي حملي ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا. اهل اسلام ساڻن يعني عيسائين سان وڙهڻ لاءِ گڏ ٿيندا. مسلمان هڪ لشڪر تيار ڪندا جيڪو مرڻ مارڻ يا غالب ٿيڻ جو عهد ڪندو. جنگ ڪندي کين رات ٿي ويندي. ٻنهي مان ڪنهن کي ڪاميابي نہ ٿيندي ۽ هر فوج پنهنجي پنهنجي ڪيمپ ۾ موٽي ايندي. تانجو (شهادت جو عهد ڪندڙ) مارجي ويندا. مسلمان وري هڪ لشڪر تيار ڪندا جيڪي مرڻ مارڻ يا غالب ٿيڻ جو عهد ڪندا. جنگ ڪندي کين رات ٿي ويندي. ٻنهي مان ڪنهن کي ڪاميابي نہ ٿيندي ۽ هر فوج پنهنجي پنهنجي ڪيمپ ۾ موٽي ايندي، تانجو (شهادت جو عهد ڪندڙ) مارجي ويندا. مسلمان وري هڪ لشڪر تيار ڪندا، جيڪي مرڻ مارڻ يا غالب ٿيڻ جو عهد ڪندو. جنگ ڪندي کين رات ٿي ويندي. ٻنهي مان ڪنهن کي ڪاميابي نہ ٿيندي ۽ هر فوج پنهنجي پنهنجي ڪيمپ ۾ موٽي ايندي، تانجو (شهادت جو عهد ڪندڙ) مارجي ويندا. چوٿين ڏينهن سڀ مسلمان (ڪافرن تي) ڪاهہ ڪندا ۽ الله ڪافرن کي شڪست ڏيندو. اهڙي تہ چتي جنگ لڳندي جو ڪڏهن اهڙي جنگ ڏٺي نہ وئي هئي، تانجو پکي (لاشن جي) مٿان اڏرندي ڪري پوندا، پر لاش ختم نہ ٿيندا. ڪنهن قبيلي جي سؤ ڄڻن کي ڳڻيو ويندو تہ انهن مان صرف هڪ شخص زنده بچندو. پوءِ ڪهڙي غنيمت سبب خوشي ٿيندي ۽ ڪهڙي ميراث ورهائي ويندي. انهيءَ حالت ۾ هوندا تہ اوچتو ان کان وڏيڪ خطرناڪ ڳالهہ ٻڌندا. وٽن پڪاريندڙ اچي چوندو تہ دجال توهانجن گهرن ۾ ڪاهي پيو آهي. پوءِ جيڪي (مال غنيمت) سندن هٿن ۾ هوندو، ان کي ڦٽو ڪري دجال ڏانهن متوجہ ٿيندا. (حالات معلوم ڪرڻ لاءِ) اڳئينءَ صف ۾ وڙهندڙ ڏهن سوارن کي (بيت المقدس) موڪليندا. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بيشڪ مان انهن جا سندن پيئرن جا نالا ۽ سندن گهوڙن جا رنگ بہ ڄاڻان ٿو. اهي انهيءَ زماني ۾ روءِ زمين جا بهترين سوار هوندا. (مسلم)

(٥٢٨٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ڇا توهان انهيءَ شهر جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌو آهي جنهن جو هڪڙو پاسو سڪ ۾ ۽ هڪڙو پاسو سمنڊ ۾ آهي؟ عرض ڪيائون تہ هائو! اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! فرمايائون تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي، تانجو اسحاق عليہ السلام جي اولاد مان ستر هزار ان تي ڪاهہ ڪندا. اتي اچي اهي نہ هٿيارن سان وڙهندا ۽ نڪي (ميزائيل وغيره) اڇلائيندا، پر ڪلمہ لا الہ الا الله والله اڪبر پڙهندا

تہ ان جو هڪڙو حصو ڪري پوندو. راوي ثور بن يزيد چوي ٿو تہ منهنجي ڄاڻ مطابق پاڻﷺ فرمايائون تہ: انهيءَ جو ساموندي ڪري پوندو. پوءِ ٻيهر ڪلمہ لا الہ الا الله والله اڪبر پڙهندا تہ انهيءَ جو ٻيو حصو ڪري پوندو. وري ٽيهر ڪلمہ لا الہ الا الله والله اڪبر پڙهندا تہ ڪين شهر تي فتح حاصل ٿي ويندي. منجهس داخل ٿي غنيمت جو مال ورهائي رهيا هوندا تہ اوچتو اعلان ڪندڙ وٽن اچي چوندو تہ دجال نڪري چڪو آ تنهن ڪري (غنيمت جي) هر شيءِ ڇڏي (دارالاسلام) ڏانهن موٽي ايندا. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٢٨٧) معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيت المقدس (اسرائيل) جو آباد ٿيڻ يثرب جي خرابيءَ جو سبب آهي، يثرب جي خرابي عالمي جنگين جو سبب آهي، عالمي جنگين جي نتيجي ۾ (مسلمانن کي) قسطنطنيہ جي (ٻيهر) فتح نصيب ٿيندي. قسطنطنيہ جي فتح جي نتيجي ۾ دجال ظاهر ٿيندو. (ابودائود)

(٥٢٨٨) معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مهاڀاري جنگ قسطنطنيہ جي فتح ۽ دجال جو ظاهر ٿيڻ ستن مهينن ۾ ٿيندو. (ترمذي، ابودائود)

(٥٢٨٩) عبدالله بن بسر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: (عالمي) جنگ ۽ (روم جي) شهر جي فتح جي وچ ۾ ڇهن سالن جو عرصو آهي. ستين سال دجال نڪرندو. (ان کي ابودائود روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث وڌيڪ صحيح آهي)

(٥٢٩٠) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ ويجهو آهي تہ مسلمانن جو مديني تائين گهيراءُ ڪيو وڃي، تانجو سندن ڏوراهين سرحد خيبر لڳ "سلاح" هوندي. (ابودائود)

(٥٢٩١) ذي مخبر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ويجهو آهي تہ توهان رومين سان صلح سانت سان رهڻ جو معاهدو ڪريو. توهان ۽ اهي گڏجي هڪ ٽئين دشمن سان جنگ ڪندا. توهان کي فتح ۽ غنيمت حاصل ٿيندي، تانجو هڪ ساوڪ واري جابلو علائقي ۾ لهندا. اتي هڪ عيسائي صليب کڻي چوندو تہ اها ڪاميابي صليب جي ڪري حاصل ٿي آهي. مسلمانن مان هڪ شخص کي ڪاوڙ ايندي جيڪو صليب کي ٽوڙي ڇڏيندو. تنهن ڪري رومي پنهنجو عهد پيچي ڇڏيندا ۽ خوني جنگ جي تياريون ڪندا. ڪن روايتن ۾ وڌيڪ لفظ آهن تہ پوءِ مسلمان هٿيار گڏ ڪري جنگ شروع ڪندا ۽ الله تعاليٰ انهيءَ جماعت کي شهادت جي موت سان عزت عطا ڪندو. (ابودائود)

(٥٢٩٢) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جيستائين حبشي توهان کي ڇڏي ڏين، توهان بہ انهن کي ڇڏي ڏيو، ڇاڪاڻ تہ بيت الله شريف جو خزانو سنهين پنين حبشي (بادشاهہ) ئي ڪڍندو. (ابودائود)

(٥٢٩٣) نبيﷺ جن جي هڪ صحابيءَ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: جيستائين حبشي توهان کي ڇڏي ڏين، توهان بہ کين ڇڏي ڏيو ۽ جيستائين ترڪ توهان کي ڇڏي ڏين، توهان بہ کين ڇڏي ڏيو. (ابودائود)

(٥٢٩٤) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: توهان سان ننڍين اکين وارا يعني ترڪ وڙهندا. توهان کين ٽي ڀيرا ڀڄائي ڪڍندا. تانجو انهن کي جزيرة العرب ۾ پهچائيندا. پهرئين ڀيري ڪانئن اهوئي نجات لهندو، جيڪو ڀڄي جان ڇڏائيندو. ٻئي ڀيري ڪجهہ ماڻهو نجات لهندا ۽ ڪجهہ هلاڪ ٿي ويندا ۽ ٽئين ڀيري سندن پاڙ پٽجي ويندي يا جيئن پاڻ ﷺفرمايائون. (ابودائود)

(٥٢٩٥) ابوبڪرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت جا ماڻهو هڪڙي ماڻريءَ ۾ لهندا (جتي) بصره شهر آباد ڪندا، جيڪو دجلہ نالي درياءَ جي ويجهو آهي، جنهن تي هڪ پل هوندي. اتان جا رهاڪو گهڻا ٿي ويندا. مسلم علائقن جا ماڻهو اتي اچي آباد ٿيندا. آخري زماني ۾ متن قنطوراءَ جو اولاد (تاتاري) ڪاهہ ڪري ايندو، جن جا منهن ويڪرا اکيون ننڍيون هونديون، تانجو درياءَ جي ڪناري تي اچي لهندا. شهر جا رهاڪو ٽن حصن ۾ ورهائجي ويندا: 1- ڪي ماڻهو پنهنجا ڏاند يعني جانور ڪاهي جهنگ جر ڏانهن ڀڄي ويندا ۽ هلاڪ ٿي ويندا.2- ڪي ماڻهو امان طلب ڪندا اهي بہ هلاڪ ٿي ويندا 3- ڪي ماڻهو پنهنجن ٻارن ٻچن کي ڇڏي ساڻن جنگ ڪندا ۽ شهيد ٿي ويندا. (ابودائود)

(٥٢٩٦) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اي انس! ماڻهو ڪيترائي شهر آباد ڪندا، جن مان هڪڙي شهر جو نالو بصره آهي. جيڪڏهن تنهنجو اتي وڃڻ ٿئي تہ ان جي پٽريلي ۽ آباد علائقن ۽ باغن ۾ داخل نہ ٿجانءِ، نہ ان جي اميرن وٽ وڃجانءِ ۽ نڪي ان جي بازارين ۾ داخل ٿجانءِ، بلڪ ان جي ڪنارن (ڳوٺن)۾ وڃي رهہ ڇاڪاڻ تہ اتي هي عذاب ايندا: 1- صورتن جو بدلجڻ، 2- پٿرن جو وسڪارو، 3- زلزلن جو اچڻ. (ابودائود)

(٥٢٩٧) صالح بن درهم کان روايت آهي تہ اسان حج تي وياسون. اتي هڪ شخص پڇيو تہ ڇا توهان جي علائقي ۾ "ايلہ" نالي ڳوٺ آهي؟ اسان چيو تہ هائو! انهيءَ چيو تہ منهنجي طرفان ان ڳوٺ جي مسجد العشار ۾ ٻہ چار رڪعتون پڙهڻ جي مون کي ڪير ضمانت ڏيندو ۽ چوي تہ اها نماز ابوهريره رضي الله عنه جي طرفان پڙهان ٿو. مون پنهنجي دوست ابو القاسم (نبي ڪريم) ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن مسجد عشار مان شهيدا اتاريندو، جن کان سواءِ ڪو بدر جي شهيدن سان مقابلو ڪرڻ جهڙو نہ هوندو. (ابودائود) انشاءَ الله سگهوئي ابودرداءَ جي حديث: "فسطاط المسلمين" باب ذکر اليمن والشام ۾ بيان ڪنداسون.

## ٽيون فصل

(٥٢٩٨) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان عمر رضي الله عنه وٽ هئاسون. انهيءَ پڇيو تہ توهان مان فتني جي باري ۾ رسول اللهﷺ جن جي حديث ڪنهن کي ياد آهي؟ مون چيو تہ جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو اهي تيئن مون

کي ياد آهي. چيائين تہ پوءِ پلا ٻڌاءِ! مون چيو تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ روزو، نماز، صدقو، نيڪيءَ جو حڪم ۽ برائي کان روڪڻ، گهروارن، مال، جان، اولاد ۽ پاڙيسريءَ جي فتني جو ڪفارو آهي. عمر رضي الله عنه چيو تہ منهنجي مراد اهو فتنو نہ آهي، بلڪ اهو فتنو مراد آهي، جيڪو درياءَ جي موجن وانگر موجون هڻندو. مون چيو تہ اي امير المؤمنين! توهان کي انهيءَ فتني جي ڳڻتيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي. ان جي ۽ توهان جي وچ ۾ هڪ بند دروازو آهي. چيائين تہ اهو دروازو ٽوڙيو ويندو يا کوليو ويندو؟ مون چيو تہ نہ بلڪ ان کي ٽوڙيو ويندو! چيائين تہ يعني پوءِ تہ ڪڏهن بہ بند نہ ٿيندو، (شقيق) چيو تہ مون حذيفہ رضي الله عنه کان پڇيو تہ ڇا عمر رضي الله عنه کي انهيءَ دروازي جي باري ۾ ڄاڻ هئي؟ چيائين تہ هائو! (ڪيس ان جو ائين يقيني علم هو) جيئن ڏينهن کان پوءِ ڪيس رات اچڻ جو يقين آهي. مون ڪيس غلطين کان پاڪ صحيح حديث ٻڌائي هئي. پوءِ اسان حذيفہ رضي الله عنه کان "دروازي" جي باري ۾ پڇڻ کان ڊڄي وياسون ۽ مسروق کي چيوسون تہ ان بابت تون پڇا ڪر! انهيءَ پڇا ڪئي حذيفہ رضي الله عنه چيو تہ (دروازي مان مراد) عمر رضي الله عنه پاڻ آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٢٩٩) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ قسطنطنيہ (ٻيو ڀيرو) قيامت (کان اڳ) فتح ٿيندي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)

# قيامت جي علامتن جو بيان

## پهريون فصل

(٥٣٠٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قيامت جون نشانيون هي آهن: 1- (ديني) علم ختم ٿيڻ، 2- جهالت ڦهلجڻ، 3-زناڪاري وڌي وڃڻ، 4- شراب نوشي وڌي وڃڻ، 5- مردن جو گهٽجڻ، 6- عورتن جو گهڻو ٿيڻ، تانجو پنجاهہ عورتن جي نگراني ڪندڙ هڪ مرد هوندو. هڪ روايت ۾ آهي تہ علم گهٽجي ويندو ۽ جهالت وڌي ويندي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٠١) جابر بن سمرہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ قيامت کان اڳ ڪوڙا (نبي) پيدا ٿيندا، بس انهن کان ڊڄو. (مسلم)

(٥٣٠٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن حديث بيان ڪري رهيا هئا تہ اوچتو هڪڙي ڳوناٺي اچي پڇيو تہ قيامت ڪڏهن ايندي؟ پاڻﷺ فرمايائون تہ: جڏهن امانت ضايع ٿئي تہ قيامت جي اچڻ جو انتظار ڪر. عرض ڪيائين تہ امانت ڪيئن ضايع ٿيندي؟ فرمايائون تہ: جڏهن (حڪومتي) معاملا نااهلن جي حوالي ٿين تہ پوءِ قيامت جو انتظار ڪر. (بخاري)

(٥٣٠٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو مال گهڻو ۽ عام ٿي ويندو، تانجو ماڻهو پنهنجي مال جي زڪوة ڏيڻ لاءِ نڪرندو تہ ڪيس قبول ڪرڻ لاءِ ڪو بہ نہ ملندو ۽

تانجو عرب دنيا جي (غيرآباد ۽ پٽريلي) سرزمين ۾ (هر طرف) ساوڪ ئي ساوڪ ۽ نهرون ئي نهرون نظر اينديون. (مسلم) ۽ مسلم جي ئي هڪ روايت ۾ آهي ته تانجو (مديني جي) آبادي "اهاب" يا "يهاب" (نالي ڳوٺ) تائين پکڙجي ويندي.

(٥٣٠٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: آخري زماني ۾ هڪ خليفو ٿيندو، جيڪو ڳڻڻ کان سواءِ مال ورهائيندو. هڪڙي روايت ۾ آهي ته آخري زماني ۾ منهنجي امت ۾ هڪڙو خليفو پيدا ٿيندو، جيڪو ڳڻڻ کان سواءِ لپون ڀري ڀري مال ڏيندو. (مسلم)

(٥٣٠٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ويجهو آهي ته (عراق جي) درياءَ فرات تي سونو جبل نڪري، پوءِ جيڪو اتي موجود هجي ان مان ڪجهه به نه کڻي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٠٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: قيامت ان وقت تائين قائم نه ٿيندي جيستائين فرات درياءَ (يعني عراق) ۾ سونو جبل ظاهر نه ٿيندو، جنهن تي ماڻهن ۾ ويڙهه ٿيندي ۽ نوانوي سيڪڙو ماڻهو قتل ٿي ويندا. انهن مان هر هڪ شخص چوندو ته شايد مان ئي نجات حاصل ڪرڻ وارو ٿيان. (مسلم)

(٥٣٠٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: زمين سون ۽ چانديءَ جي ٿنين جي صورت ۾ پنهنجي جگر جا ٽڪر ٻاهر ڪڍندي. قاتل ان کي ڏسي چوندو ته هن جي ڪري مون کي قتل ڪيو ۽ مائٽي ڇنڻ وارو ايندو، چوندو ته مون هن جي ڪري مٽي ڇڳي هئي ۽ چور ايندو، چوندو ته هن جي ڪري منهنجو هٿ وڍيو ويو، پوءِ انهن کي ڇڏي هليا ويندا ۽ انهيءَ مان ڪجهه نه کڻندا. (مسلم)

(٥٣٠٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي دنيا ختم نه ٿيندي، تانجو ماڻهو قبر وٽان گذرندو ته ان تي ليٽڙيون پائيندو. چوندو ته جيڪر هن قبر واري جي جاءِ تي آئون هجان ها. ائين ديناريءَ جي ڪري نه پر مصيبتن جي (سختي) جي ڪري چوندو. (مسلم)

(٥٣٠٩) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: قيامت قائم نه ٿيندي، تانجو حجاز جي سرزمين مان هڪڙي باهه نڪرندي جنهن جي روشنيءَ ۾ بصريٰ شهر جي اٺن جو ڳچيون به نظر اينديون. (بخاري، مسلم)

(٥٣١٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: قيامت جي پهرئين علامت باهه آهي، جيڪا ماڻهن کي اوڀر کان اولهه طرف هڪليندي. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٥٣١١) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي، تانجو زمانو ويجهڙو ٿيندو، تانجو سال، مهيني وانگر، مهينو جمعي وانگر، جمعو ڏينهن وانگر، ڏينهن هڪ گهڙي وانگر ۽ گهڙي باهہ جي چٽنگ وانگر ٿيندي. (ترمذي)

(٥٣١٢) عبدالله بن حوالہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي پيادل جهاد تي موڪليو تہ جيئن غنيمتون حاصل ڪريون. واپس ورياسون تہ ڪا غنيمت نہ ملي ۽ اسان جي چهرن ۾ تڪليف جو اثر ڏٺائون. پوءِ خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا ۽ فرمايائون تہ: اي الله! ڪين منهنجي حوالي نہ ڪر، آئون ضعيف آهيان. انهن کي سندن نفسن جي حوالي بہ نہ ڪر اهي ان کان عاجز آهن. ڪين ماڻهن جي حوالي نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ (ماڻهو) پنهنجين حاجتن کي انهن جي حاجتن کان اهم سمجهندا. پوءِ پنهنجو هٿ منهنجي هٿ تي رکي فرمايائون تہ: اي حوالہ جا پٽ! جڏهن ڏسين تہ خلافت بيت المقدس اچي ڇڪي آهي تہ سمجهہ تہ هاڻي زلزلا، مصيبتون ۽ وڏيون وڏيون نشانيون ويجهيون آهن. انهيءَ وقت قيامت ائين ويجهي هوندي، جيئن منهنجو هيءُ هٿ تنهنجي مٿي جي ويجهو آهي. (ابودائود)

(٥٣١٣) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن غنيمتن کي ذاتي جاگير ۽ امانتن کي غنيمت زڪوٰة کي ڇٽي سمجهيو وڃي، ديني علم جي بجاءِ دنياوي علم پڙهيو وڃي ماڻهو پنهنجي زال جي فرمانبرداري ۽ ماءُ جي نافرماني ڪري، دوست کي ويجهو ۽ پنهنجي پيءُ کي پري رکي، مسجدن ۾ ڏاڍيان ڳالهائڻ شروع ڪن، فاسق فاجر شخص پنهنجي قبيلي جو سردار هجي، ذليلۦ لچو شخص قوم جو سردار هجي، ماڻهوءَ جي برائيءَ کان ڊڄندي سندس عزت ڪئي وڃي، ڳائڻيون ۽ ڳائڻ وڄائڻ جا اوزار ظاهر ٿين، شراب پيتو وڃي، هن امت جا آخري ماڻهو اڳين تي لعنت ملامت ڪن تہ انهيءَ وقت ڳاڙهن طوفانن زلزلن، زمين ۾ غرق ٿيڻ شڪلين جي بدلجڻ، پٿرن جي وسڪارن ۽( قيامت جي) لڳاتار نشانين ظاهر ٿيڻ جو انتظار ڪر، جيئن هار جو ڌاڳو ڇڄي پوي تہ مٽيا هڪ ٻئي جي پويان ڪرندا آهن.(ترمذي)

(٥٣١٤) علي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن منهنجي امت ۾ (هيٺيون) پندرهن خصلتون پيدا ٿينديون، تڏهن مٿن اهي آفتون ۽ آزمائشون وسڪارا ڪنديون. انهن ۾ هن خصلت جو ذڪر نہ آهي تہ دنياوي علم سکيو ويندو ۽ فرمايائون تہ: ماڻهو پنهنجي دوست سان سهڻو سلوڪ ڪندو ۽ پنهنجي پيءُ تي ظلم ڪندو ۽ شراب (عام جام ) پيتو ويندو ۽ ريشم پاتو ويندو.(ترمذي)

(٥٣١٥) عبدالله بن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دنيا ختم نہ ٿيندي، تانجو منهنجي اهلبيت مان هڪ شخص عرب دنيا تي حڪومت ڪندو، جنهن جو نالو منهنجي نالي مطابق هوندو.(ترمذي) ابودائود جي روايت ۾ آهي تہ جيڪڏهن دنيا جو صرف هڪ ڏينهن باقي بچي، تڏهن بہ الله ان کي ڊگهو ڪري ڇڏيندو، تانجو مون مان يا منهنجي اهلبيت مان هڪ شخص پيدا ڪندو، جنهنجو نالو منهنجي نالي

سان ۽ سندس پيءُ جو نالو منهنجي پيءُ جي نالي سان موافقت رکندو. اهو زمين کي انصاف سان ائين ڀري ڇڏيندو جيئن ظلم سان ڀرجي وئي هوندي.

(٥٣١٦) ام سلمہ رضی اللہ عنہا کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مهدي رضی اللہ عنہ منهنجي خاندان فاطمہ رضی اللہ عنہا جي اولاد مان هوندو. (بودائود)

(٥٣١٧) ابوسعيد خدري رضی اللہ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مهدي مون مان اهي روشن پيشاني ۽ وڏي نڪ وارو هوندو، زمين کي عدل انصاف سان ائين ڀري ڇڏيندو، جيئن اها ظلم سان ڀرجي وئي هوندي. زمين تي ست سال حڪومت ڪندو.

(٥٣١٨) ابوسعيد خدري رضی اللہ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مهدي رضی اللہ عنہ جي باري ۾ فرمايو تہ: هڪڙو شخص وٽس ايندو، جيڪو ان کان مال گهرندو. مهدي رضی اللہ عنہ کيس ڀري ٻڌي مال ڏيندو، جنهن کي کڻي نہ سگهندو. (ابودائود)

(٥٣١٩) ام سلمہ رضی اللہ عنہا کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هڪڙي خليفي جي موت جي ڪري اختلاف ۽ ڦيٿڙو وڏي ويندو. پوءِ مديني وارن مان هڪڙو شخص (يعني مهدي) ڀڄي مڪي ۾ پناهہ وٺندو.(ماڻهو) سندس بيعت ڪرڻ جي لاءِ ايندا ۽ کيس (سندس گهر مان) ڪڍندا. مجبوراً ڪائنن حجر اسود ۽ مقام ابراهيم وٽ بيعت وٺندو ۽ کيس (گرفتار ڪرڻ جي لاءِ) شام کان هڪڙو لشڪر ايندو، جيڪو مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ واقع "بيداءَ" (ميدان) ۾ غرق ڪيو ويندو. ماڻهو اهو واقعو ڏسندا تہ ان وٽ شام جا ابدال ۽ عراقي جماعتون بيعت لاءِ اينديون. پوءِ قريش مان هڪڙو شخص جنهن جا مامان بنوڪلب مان هوندا ظاهر ٿيندو، (جيڪو مهدي رضی اللہ عنہ سان) مقابلي لاءِ پنهنجي فوج موڪليندو، جنهن کي شڪست ٿيندي ۽ اهوئي بنوڪلب جو لشڪر هوندو. (مهدي رضی اللہ عنہ) ماڻهن ۾ سندن نبيءَ سڳوري ﷺ جي سنت مطابق عمل ڪندو ۽ علائقي ۾ اسلام کي زور وٺرائيندو. منجهن ست سال رهندو پوءِ گذاري ويندو ۽ مسلمان سندس جنازي جي نماز پڙهندا. (ابودائود)

(٥٣٢٠) ابوسعيد رضی اللہ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪڙي فتني جو ذڪر ڪندي فرمايو تہ: هن امت (محمديہ ﷺ) تي سخت آزمائشون اينديون. تانجو ماڻهو ظلم کان بچاءَ لاءِ ڪا بہ پناهہ نہ لهندو. پوءِ الله تعاليٰ منهنجي خاندان ۽ منهنجي ئي اولاد مان هڪ شخص (امام مهدي رضی اللہ عنہ) کي پيدا ڪندو، جنهن جي ذريعي الله زمين کي عدل انصاف سان ائين ڀري ڇڏيندو، جيئن ظلم سان ڀرجي وئي هوندي. انهيءَ کان آسمان وارا بہ راضي ٿيندا تہ زمين وارا بہ راضي ٿيندا. آسمان تان لڳاتار مينهن جا وسڪارا ٿيندا رهندا ۽ زمين پنهنجي سموري اپت اپائيندي، تانجو زنده ماڻهن کي اها اميد ٿيندي تہ (شايد) مري ويل ماڻهو بہ جيئرا ٿي ويندا. ست يا اٺ يا نو سال اها (خوشحالي) قائم رهندي. (احمد، حاڪم)

(٥٣٢١) علي ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ماوراءُ النهر ۾ هڪ شخص نالي حارث حراث نڪرندو، جنهن جي فوج جو هڪ ڪمانڊر منصور هوندو، اهو آل محمدﷺ کي پناهہ ڏيندو، جيئن قريش رسول اللهﷺ کي پناهہ ڏني هئي، هر مسلمان تي ان جي مدد ڪرڻ يا فرمايائون تہ: سندس دعوت قبول ڪرڻ واجب آهي. (ابودائود)

(٥٣٢٢) ابوسعيد خدري ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ قيامت قائم نہ ٿيندي، تانجو درندا انسانن سان ڳالهائيندا ۽ تانجو ڦٽڪي جو ڦندو ۽ جتيءَ جي ڪهين ماڻهوءَ کي ٻڌائيندي تہ سندس غيرموجودگيءَ ۾ سندس گهرن وارن ڇا ڇا ڪيو آهي. (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٣٢٣) ابوقتاده ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: نشانيون ٻہ سؤ سال بعد ظاهر ٿيڻ شروع ٿينديون. (ابن ماجہ)

(٥٣٢٤) ثوبان ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان خراسان جي طرفان ڪارين جهنڊين وارو لشڪر ايندي ڏسو تہ انهن ۾ اچي شامل ٿيو ڇاڪاڻ تہ انهيءَ لشڪر ۾ الله جو خليفو مهدي هوندو. (احمد ۽ بيهقيءَ ان کي دلائل النبوة ۾ بيان ڪيو)

(٥٣٢٥) ابواسحاق کان روايت آهي تہ علي ﷜ پنهنجي پٽ حسن ﷜ ڏانهن نهاري فرمايو تہ: رسول اللهﷺ جن منهنجي هن پٽ جو نالو "سيد" (سردار) رکيو آهي ۽ سگهوئي هن جي پيڙهہ مان هڪ شخص نڪرندو، جنهن جو نالو توهان جي نبيءَ جي نالي تي هوندو. جيڪو پيدائش ۾ نہ پر اخلاق ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي مشابہ هوندو، پوءِ قصو بيان ڪيائون تہ اهو زمين کي عدل انصاف سان پريندو. (ان کي ابودائود بيان ڪيو ۽ "قصو" بيان نہ ڪيائين) هن حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٣٢٦) جابر بن عبد الله ﷜ کان روايت آهي تہ عمر ﷜ جي وفات واري سال ماڪڙ غائب ٿي وئي، جنهن تي کيس سخت رنج ٿيو. تنهن ڪري يمن، عراق ۽ شام ملڪن ڏانهن ماڻهو موڪلي معلوم ڪرايائين تہ ڇا ڪنهن ماڪڙ بہ ڏٺي آهي؟ پوءِ يمن کان قاصد ماڪڙ جي مٺ پري سندس سامهون آڻي رکي، عمر ﷜ ان کي ڏسي چيو تہ ﷲ اڪبر! ۽ فرمايائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو آهي تہ ﷲ تعالىٰ هڪ هزار امتون پيدا فرمايون، جن مان ڇهہ سو امتون سڪ تي آهن ۽ چار سو سمنڊ ۾ آهن. پوءِ انهن امتن مان سڀ کان پهريائين ماڪڙ هلاڪ ٿيندي. جڏهن ماڪڙ مئي تہ پوءِ ٻيون امتون بہ هلاڪ ٿيڻ شروع ٿينديون، جيئن هار ڇڄندو آهي تہ موتي يا مڻيا بہ هڪ ٻئي جي پويان ڪرندا ويندا آهن. (بيهقي، شعب الايمان)

# قيامت جي نشانين ۽ دجال جو بيان

## پهريون فصل

(٥٣٢٧) حذيفہ بن اسيد الغفاري ﷛ کان روايت آهي تہ اسان ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون تہ نبي ﷺ جن اسان ڏانهن جهاتي پاتي. فرمايائون تہ: ڪهڙو ذڪر هلي رهيو آهي؟ عرض ڪيوسون تہ قيامت جو ذڪر ڪري رهيا آهيون. فرمايائون تہ: جيستائين ان کان اڳ هي ڏهہ نشانيون ظاهر نہ ٿين، قيامت هرگز نہ ايندي: 1- دونهون، 2- دجال، 3- زمين مان جانور جو نڪرڻ، 4- سج جو اولهہ کان اڀرڻ، 5- آسمان تان عيسيٰ بن مريم ؑ جو لهڻ، 6- ياجوج ماجوج جو ظاهر ٿيڻ، 7-ٽن هنڌن تي زمين جو ڌماڪي سان ڦاٽڻ: اوڀر ۾ ڌماڪو، اولهہ ۾ ڌماڪو ۽ جزيرة العرب ۾ ڌماڪو، 8- آخر ۾ يمن مان باهہ جو نڪرڻ جيڪا ماڻهن کي ميدان محشر ڏانهن هڪليندي. هڪ روايت ۾ آهي تہ يمن جي عدن شهر مان باهہ جو نڪرڻ جيڪا ماڻهن کي حشر جي ميدان ڏانهن هڪليندي، 9-هڪڙي طوفاني هوا جو گهلڻ جيڪا ماڻهن کي سمنڊ ۾ اڇلائيندي. (مسلم)

(٥٣٢٨) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: (قيامت جي هيٺين) ڇهن نشانين جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ چڱا عمل ڪرڻ ۾ جلدي ڪريو: 1-دونهون 2- دجال 3- زمين مان جانور جو نڪرڻ 4- سج جو اولهہ کان اڀرڻ 5- عام ۽ خاص ماڻهن ۾ فتني جو برپا ٿيڻ (مسلم)

(٥٣٢٩) عبدالله بن عمرو﷟ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ (قيامت جي) نشانين مان سڀ کان پهرئين نشاني اولهہ کان سج جو اڀرڻ ۽ ڪچڙي منجهند ڌاران ڌرتيءَ مان جانور جو نڪرڻ آهي. انهن ٻنهي مان جيڪا بہ نشاني اڳ ۾ ظاهر ٿئي، ان کان پوءِ ٻي نشاني ظاهر ٿيندي. (مسلم)

(٥٣٣٠) ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ٽي نشانيون ظاهر ٿين تہ ان وقت جنهن اڳ ۾ ايمان نہ آندو هوندو، يا ايمان ۾ چڱائي نہ ڪئي هوندائين، ان کي ايمان آڻڻ فائدو نہ ڏيندو: 1- اولهہ کان سج جو اڀرڻ 2- دجال جو ظاهر ٿيڻ 3-زمين مان جانور جو نڪرڻ. (مسلم)

(٥٣٣١) ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن سج لهندو آهي تہ ڪٿي ويندو آهي؟ مون چيو تہ ﷲ ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: اهو عرش جي هيٺان وڃي ﷲ تعاليٰ کي سجدو ڪندو آهي، پوءِ اڀرڻ جي اجازت گهرندو آهي تہ کيس اجازت ڏني ويندي آهي. ويجهو آهي تہ اهو سجدو ڪندو، پر سندس سجدو قبول نہ پوندو ۽ اجازت گهرندو، پر کيس اجازت نہ ملندي ۽ کيس چيو ويندو تہ جتان آيو آهين، اتي واپس وڃ، پوءِ اولهہ کان اڀرندو. اهوئي ﷲ تعاليٰ جو فرمان آهي: " ۽ سج پنهنجي مدار ۾ هلي ٿو" ۽ سندس مدار عرش هيٺان آهي. (مسلم)

(٥٣٣٢) عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ آدم عليه السلام جي پيدائش کان قيامت قائم ٿيڻ تائين دجال کان وڏو کو فتنو نہ آهي. (مسلم)

(٥٣٣٣) عبدالله رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ:(قيامت جي ڏينهن) الله تعاليٰ توهان کان ڳجهو نہ رهندو. بيشڪ توهان جو رب ڪاڻو نہ آهي، جڏهن تہ (خدائيءَ جي دعويٰ ڪندڙ) دجال ساڄي اک کان ڪاڻو هوندو، جڻ تہ سندس هڪ اک ڦٽل انگور آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٣٤) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: هر نبيءَ پنهنجي امت کي ڪاڻي، ڪوڙي دجال کان ڊيڄاريو آهي. ٻڌو! دجال ڪاڻو آهي ۽ توهان جو رب ڪاڻو نہ آهي. سندس ٻنهي اکين جي وچ ۾ ڪ - ف - ر لکيل هوندو. (بخاري، مسلم)

(٥٣٣٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ٻڌو! توهان کي دجال جي باري ۾ اهڙي ڳالهہ ٻڌايان ٿو، جيڪا ڪنهن نبيءَ پنهنجي قوم کي نہ ٻڌائي آهي. بيشڪ اهو ڪاڻو هوندو ۽ وٽس جنت ۽ دوزخ جهڙيون بہ شيون هونديون. جنهن کي جنت سڏيندو، اها دوزخ هوندي. آئون توهان کي ان کان ائين ڊيڄاريان ٿو، جيئن نوح عليه السلام پنهنجي قوم کي ڊيڄاريو. (بخاري، مسلم)

(٥٣٣٦) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: دجال نڪرندو ۽ ان سان گڏ پاڻي ۽ باهہ بہ هوندي. جيڪا شيءِ ماڻهن کي پاڻي نظر ايندي، اها باهہ هوندي ۽ جنهن کي ماڻهو باهہ سمجهندا اهو ٿڌو مٺو پاڻي هوندو. پوءِ توهان مان جيڪو ان زماني کي لهي اهو نظر ايندڙ ان باهہ ۾ ٽپو ڏي، ڇاڪاڻ تہ اها باهہ نہ پر مٺو ۽ سٺو پاڻي هوندو. (بخاري، مسلم) ۽ مسلم ۾ وڌيڪ آهي تہ دجال جي اک ڦٽل هوندي، جنهن تي ڦلو هوندو. سندس پيشانيءَ تي "ڪافر" لکيل هوندو، جنهن کي پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل هر مؤمن پڙهي سگهندو.

(٥٣٣٧) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دجال کاٻي اک کان ڪاڻو ۽ گهاٽن وارن وارو هوندو. ساڻس گڏ جنت ۽ دوزخ هوندي. سندس باهہ جنت ۽ سندس جنت دوزخ هوندي.(مسلم)

(٥٣٣٨) نواس بن سمعان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪڙي صبح رسول اللهﷺ جن دجال جو ذڪر ڪندي فرمايو تہ: جيڪڏهن منهنجي موجودگيءَ ۾ نڪتو تہ توهان جي بجاءِ آئون ان جو مقابلو ڪندس ۽ جيڪڏهن منهنجي غيرموجودگيءَ ۾ نڪتو تہ پوءِ هر شخص پاڻ ذميوار آهي ۽ منهنجي بجاءِ الله تعاليٰ هر مسلمان جو محافظ آهي. دجال جوان هوندو، سندس وار گهنڊيدار هوندا. سندس اک ڇٽيل آهي، جڻ تہ اهو عبدالعزيٰ بن قطن جهڙو آهي. توهان مان جيڪو دجال (جو زمانو) لهي اهو سورة ڪهف جون شروعاتي آيتون پڙهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ اهو سوره فاتحہ جون شروعاتي آيتون پڙهندو تہ دجال کان امن نصيب لهندو. بيشڪ دجال شام ۽ عراق جي وچين علائقي مان نڪرندو ۽ ساڄي کاٻي طرف فساد ڦهلائيندو. اي الله جا ٻانهو! ثابت قدم رهجو. عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڪيترو عرصو زمين ۾ رهندو؟ فرمايائون تہ: چاليهہ ڏينهن، هڪڙو ڏينهن سال برابر، ٻيو

ڏينهن مهيني برابر ۽ ٽيون ڏينهن هفتي برابر ۽ باقي ڏينهن توهان جي ڏينهن جيترا هوندا. عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيڪو ڏينهن سال برابر هوندو ڇا ان ۾ هڪ ڏينهن جون نمازون اسان لاءِ ڪافي ٿينديون؟ فرمايائون تہ: نہ! بلڪ حساب سان نماز پڙهو. عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! زمين ۾ ان جي تيزرفتاريءَ جي حد ڪيتري قدر هوندي؟ فرمايائون تہ: مينهن وانگر جنهن کي تيز هوا هلائي. هڪ قوم وٽ وڃي ڪيس دعوت ڏيندو اهي مٿس ايمان آڻيندا ۽ سندس ڳالهہ مڃيندا. آسمان کي حڪم ڪندو تہ مينهن وسائيندو، زمين کي حڪم ڪندو تہ ساوڪ پيدا ڪندي، جنهن سبب سندن جانور ڊؤ ڪري پريل اوهن ۽ ڍڳهن ٿڻن وارا ٿي پوندا. هڪڙي قوم وٽان لنگهندو ۽ کين دعوت ڏيندو ۽ اهي سندس ڳالهہ کي رد ڪري ڇڏيندا. دجال انهن وٽان واپس هليو ويندو تہ هڪدم ڏڪار ۾ پئجي ويندا ۽ سندن مال مويشيءَ مان ڪا شيءِ باقي نہ بچندي ۽ هڪڙي غيرآباد علائقي مان لنگهندو، ان کي چوندو تہ پنهنجا خزانا ٻاهر ڪڍ تہ ان جا خزانا ماکيءَ جي مکين وانگر ان جي پويان هلندا. پوءِ هڪ ڀرپور جوان کي سڏيندو ۽ ان کي تلوار سان ٻہ ٽڪرا ڪري، تير جي نشاني جيترو پري اڇلائي، سڏيندو تہ اهو جيئرو جاڳندو وٺس ايندو، جنهن جو منهن ٻهڪندو ۽ اهو کلندو. انهيءَ وچ ۾ الله تعاليٰ مسيح بن مريم عليهما السلام کي موڪليندو، جيڪو دمشق جي اڀرندي پاسي اڇي مناري تي لهندو. ڪيس ٻہ زعفراني چادرون ڍڪيل هونديون ۽ ٻن فرشتن جي پرن تي هٿ رکيل هوندس. جڏهن مٿو هيٺ جهڪائيندو تہ پاڻيءَ جا ڦڙا سندس پيشانيءَ تي ترندا ۽ جڏهن مٿي ڪڍندو تہ موتين جي داڻن وانگر هيٺ ڪِرندا. جيڪو بہ ڪافر سندس ساهہ جي هوا لهندو (ڦتڪي) مرندو ۽ سندس ساهہ جي هوا سندس نظر جي آخر تائين پهچندي. پوءِ دجال جي پويان لڳندو ۽ ڪيس "لد" جي دروازي وٽ پڪڙي قتل ڪندو. پوءِ عيسيٰ عليه السلام ڪن ماڻهن وٽ ايندو جن کي الله تعاليٰ دجال کان محفوظ رکيو هوندو. سندن چهرن تي هٿڙا گهمائي کين جنّت ۾ سندن مرتبن کان آگاهہ ڪندو. ان حالت ۾ هوندو تہ الله تعاليٰ عيسيٰ عليه السلام ڏانهن وحي موڪليندو تہ بيشڪ مون پنهنجا اهڙا ٻانها ٻاهر ڪڍيا آهن، جن سان وڙهڻ جي ڪنهن ۾ طاقت نہ آهي. منهنجن ٻانهن کي جبل طور ڏانهن وٺي وڃ. پوءِ الله تعاليٰ ياجوج ماجوج کي موڪليندو ۽ اهي هر مٿاهينءَ کان ڊوڙندا ايندا. انهن جا اڳيان ٽولا درياءَ طبريہ وٽ پهچندا تہ پاڻي پي ختم ڪري ڇڏيندا. پويان ماڻهو انهيءَ سڪل درياءَ کي ڏسي چوندا تہ هتي بہ ڪڏهن پاڻي هوندو! الله جي نبي عيسيٰ عليه السلام ۽ سندس ساٿين جو گهيراءُ ڪيو ويندو، تانجو سندن لاءِ ڍڳي جي منڍي توهان جي اڄوڪي سئو دينارن کان وڌيڪ قيمتي هوندي. پوءِ عيسيٰ عليه السلام ۽ سندس ساٿي رضي الله عنهم الله کان دعا گهرندا. الله تعاليٰ ياجوج ماجوج جي ڪنڌن وٽ ڪينئان وجهي ڇڏيندو، جنهن ڪري سمورا هڪ جان وانگر (ڦتڪي) مري ويندا. پوءِ عيسيٰ عليه السلام ۽ سندس ساٿي زمين تي لهي ايندا تہ زمين ۾ هڪ گرانٺ جيتري جاءِ بہ نہ لهندا، جيڪا انهن جي لاشن ۽ بدبوءِ سان ڀريل نہ هجي. عيسيٰ عليه السلام ۽ سندس ساٿي الله تعاليٰ کان دعا گهرندا ۽ الله تعاليٰ بُختي اٺن جي ڳچين جهڙا پکي موڪليندو، جيڪي کين کڻي اتي اڇلائيندا، جتي الله جو حڪم هوندو. پوءِ الله مينهن وسائيندو جنهن کان ڪو مٽيءَ جو گهر يا خيمو خالي نہ رهندو. زمين ڌوپي آئيني وانگر صاف ٿي ويندي. پوءِ زمين کي چيو ويندو تہ پنهنجا ميوا اپاءِ ۽ پنهنجيون برڪتون ٻاهر ڪڍ. انهن ڏينهن ۾ هڪڙي جماعت هڪ ڏاڙهون مس کائي سگهندي، تانجو ان جي کل هيٺان ڇانوَ وٺندي. کير ۾ ايتري برڪت پوندي جو هڪ ڏاچيءَ جو کير ماڻهن جي ڪيترين جماعتن کي ۽ هڪ ٻڪريءَ جو کير هڪ قبيلي کي پورو ٿيندو. انهيءَ حالت ۾ هوندا تہ الله تعاليٰ هڪ وڻندڙ هوا موڪليندو، جيڪا ماڻهن جي ٻغلن جي هيٺان پهچندي ۽ هر مؤمن، هر مسلمان جو روح قبض ڪندي ۽ باقي بڇڙا ماڻهو بچندا. جيڪي گڏهن وانگر کلم کلا بدڪاري ڪندا ۽ مٿن ئي قيامت قائم ٿيندي. (ترمذي)

(٥٣٣٩) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دجال نڪرندو تہ انهيءَ ڏانهن هڪڙو مؤمن ايندو. دجال جا محافظ ان سان ملندا ۽ پڇندا تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ اهو جواب ڏيندو تہ هن شخص ڏانهن ٿو وڃان جيڪو ظاهر ٿيو آهي. ان کان پڇندا تہ ڇا تون اسان جي رب تي ايمان نٿو آڻين؟ جواب ڏيندو تہ رب اسان جو ڪو ڳجهو تہ نہ آهي. پاڻ ۾ چوندا تہ هن کي قتل ڪرڻ گهرجي. وري هڪ ٻئي کي چوندا تہ ڇا توهان کي توهان جي رب (يعني دجال) حڪم نہ ڏنو آهي تہ سندس اجازت کان سواءِ ڪنهن کي قتل نہ ڪريو؟ پوءِ کيس دجال وٽ وٺي ويندا. اهو مؤمن دجال کي ڏسندو تہ اعلان ڪندو: اڙي انسانو! هي اهوئي تہ دجال آهي جنهن جي اچڻ جو ذڪر رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي. پوءِ دجال حڪم ڏيندو تہ کيس پڪڙي پٽرن سان ڇتي ماريو. پوءِ کيس ماري سندس پيٽ ۽ پنيءَ کي ڦهلائي ڇڏيندا. دجال ان کان پڇندو تہ ڇا اجا بہ مون تي ايمان نٿو آڻين؟ اهو جواب ڏيندو تہ تون ڪوڙو مسيح آهين. وري دجال حڪم ڏيندو تہ ان جو مٿو ڪارائيءَ سان چيريو وڃي، تانجو ان کي مٿي کان پيرن تائين چيري ڇڏيندا ۽ دجال ان جي ٻنهي ڦاڪن جي وچ ۾ گهمندو. پوءِ حڪم ڪندو تہ اٿي بيهہ! تہ اهو اٿي سڌو ٿي بيهندو. پوءِ کانئس پڇندو تہ ڇا هاڻي تون مون تي ايمان آڻين ٿو؟ اهو شخص جواب ڏيندس تہ تنهنجي باري ۾ هاڻي تہ منهنجي ايماني بصيرت اڳي کان بہ وڌي وئي آهي. پوءِ (مؤمن) اعلان ڪندو تہ اي انسانو! هاڻي دجال مون کان پوءِ ڪنهن ماڻهو سان اهڙو سلوڪ نہ ڪري سگهندو. وري ان کي ذبح ڪرڻ لاءِ پڪڙيندو تہ الله تعاليٰ سندس ڪنڌ کان نڙ يءَ تائين سندس جسم کي ٽامي جو بنائي ڇڏيندو ۽ ان تي سندس وس نہ هلندو. پوءِ دجال ان کي هٿن پيرن کان پڪڙي اڇلائيندو. ماڻهو پائيندا تہ ان کي دوزخ ۾ اڇلايو اٿس مگر درحقيقت ان کي جنت ۾ اڇلائبو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اهو شخص رب العالمين وٽ ماڻهن ۾ سڀ کان عظيم شهيد آهي. (مسلم)

(٥٣٤٠) ام شريڪ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: البتہ ماڻهو دجال جي خوف وچان جبلن ڏانهن ڀڄي ويندا. ام شريڪ رضي الله عنها چوي ٿي تہ مون پڇيو تہ يا رسول الله ﷺ! ڀلا انهيءَ ڏينهن عرب ڪٿي هوندا؟ فرمايائون تہ: اهي ان ڏينهن تمام گهٽ هوندا. (مسلم)

(٥٣٤١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دجال سان ستر هزار يهودي هوندا، جن کي جبو پاتل هوندو. (مسلم)

(٥٣٤٢) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ دجال تي حرام آهي تہ اهو مديني جي رستن تان لنگهي. اهو مديني جي ٻاهران ڪلراٺي زمين ۾ لهندو، پوءِ دجال ڏانهن هڪ شخص ويندو جيڪو سيني ماڻهن کان ڀلو هوندو. کيس چوندو تہ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ تون اهو دجال آهين جنهن جي باري ۾ اسان کي رسول الله ﷺ جن حديث ٻڌائي هئي. پوءِ دجال (ماڻهن کي) چوندو تہ توهان مون کي ٻڌايو جيڪڏهن آئون هن کي ماري وري جيئرو ڪريان تہ ڇا توهان منهنجي معاملي ۾ (خدا هجڻ ۾) شڪ ڪندؤ؟ ماڻهو چوندا تہ نہ. پوءِ کيس ماريندو ۽ وري جيئرو ڪندو، پوءِ اهو مؤمن شخص (جڏهن انهي کي دجال جيئرو ڪندو) دجال

ڪي چوندو تہ خدا جو قسم! مون کي اڄ تہ اڳي کان بہ وڌيڪ پڪ ٿي ويئي آهي تہ تون دجال ڪذاب آهين. دجال ان کي ٻيهر قتل ڪرڻ چاهيندو پر ڪري نہ سگهندو. (بخاري، مسلم)

(٥٣٤٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: دجال اوير ڏانهن ايندو ۽ مديني ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ احد جي پويان لهندو. فرشتا ان جو منهن شام ڏانهن موڙيندا ۽ اهو اتي هلاڪ ٿيندو. (بخاري، مسلم)

(٥٣٤٤) ابوبڪره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مديني ۾ مسيح دجال جو رعب داخل نہ ٿيندو تـَن ڏينهن ۾ ان جا ست دروازا هوندا، هر دروازي تي ٻہ فرشتا مقرر هوندا. (بخاري)

(٥٣٤٥) فاطمہ بنت قيس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي طرفان اعلان ڪندڙ کي پڪاريندي ٻڌو تہ نماز لاءِ گڏ ٿيو. آئون بہ مسجد ڏانهن نڪتيس ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ نماز پڙهيم. جڏهن نماز مان فارغ ٿيا تہ منبر تي ويٺا ۽ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم کلي رهيا هئا. فرمايائون تہ: هر شخص پنهنجي پنهنجي نماز جي جاءِ تي ويهي. پوءِ فرمايائون تہ: ڇا توهان کي معلوم آهي تہ مون توهان کي ڇاجي لاءِ گڏ ڪيو آهي؟ عرض ڪيائون تہ الله ۽ ان جو رسول صلي الله عليه وسلم وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: مون توهان کي نہ ڪنهن رغبت واري ڳالهہ جي ڪري گڏ ڪيو آهي ۽ نہ ڪنهن خوف واري ڳالهہ جي ڪري گڏ ڪيو آهي پر تميم داري جيڪو عيسائي هو ۽ هاڻي اسلام قبول ڪيو اٿس، انهيءَ مون کي مسيح دجال جي باري ۾ اهڙي ئي ڳالهہ ٻڌائي آهي، جيڪا آئون توهان کي ٻڌائيندو رهيو آهيان. تميم داري لخم ۽ جذام قبيلي جي ٽيهن ڄڻن سان ٻيڙي ۾ سامونڊي سفر تي نڪتو. کين هڪ مهيني تائين سامونڊي طوفان هيڏي هوڏي ڌڪيندو رهيو، تانجو اهي ماڻهو سج لٿي ڌاران هڪڙي ٻيٽ وٽ پهتا ۽ ٻيڙي جي ويجهو ويهي رهيا. پوءِ اتان ٻيٽ ۾ اندر لٿا. جتي کين گهڻن وارن وارو هڪ جانور مليو، جنهن جي وارن جي گهڻائيءَ جي ڪري معلوم نہ پئي ٿي سگهيو تہ سندس اڳيون حصو ڪهڙو آهي ۽ پويون حصو ڪهڙو آهي؟ هنن ماڻهن انهيءَ جانور کي چيو تہ تنهنجي لاءِ خرابي هجي، تون ڪير آهين؟ انهيءَ کين جواب ڏنو تہ آئون جساسہ آهيان، پر توهان هن مندر ۾ وڃو جتي هڪ شخص آهي، جنهن کي توهان کان خبرچار وٺڻ جو ڏاڍو شوق آهي. جڏهن "ماڻهو" جو نالو ورتائين تہ اسان ان وٽان هن خوف سبب ڇڙ وڇڙ ٿي وياسون تہ متان (جساسہ) شيطانڙي نہ هجي. پوءِ تڙتڪڙ ۾ انهيءَ مندر ۾ داخل ٿياسين. اتي هڪ وڏي انسان کي ڏٺوسون (اڄ تائين اهڙو خطرناڪ) ماڻهو نہ ڏٺو هئوسون. سندس هٿ زنجيرن سان گوڏن کان ورائي ڳچيءَ تائين ٻڌل هئا. ان کي چيوسون تہ تنهنجي لاءِ خرابي هجي ڪير آهين؟ انهيءَ چيو تہ توهان کي منهنجي باري ۾ ڄاڻ ٿي چڪي، ٻڌايو تہ توهان ڪير آهيو؟ چيوسون تہ اسان عرب قوم جا ڪجهہ ماڻهو آهيون، سامونڊي سفر تي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿياسون تہ هڪ مهيني تائين طوفان جي گهيري ۾ اچي وياسون تانجو هن جزيري ۾ لٿا آهيون. هتي اسان کي گهڻن وارن وارو هڪ جانور مليو، جنهن چيو تہ آئون جّساسه آهيان، بس! هن مندر ۾ وڃو، تنهن ڪري اسان تڪڙ ڪري تو وٽ آيا آهيون. انهيءَ چيو تہ مون کي بيسان جي نخلستان جي باري ۾ خبر ڏيو، ڇا اتي کجين ۾ ڦر لڳي ٿو؟ چيوسون تہ هائو! چيائين تہ اهو وقت ويجهو آهي، جڏهن انهن ۾ ڦر نہ لڳندو. چيائين تہ مون کي درياءَ طبريہ جي باري ۾ ٻڌايو، ڇا منجهس پاڻي آهي؟ چيوسون تہ ان ۾ پاڻي جام آهي. چيائين تہ اهو وقت ويجهو آهي، جڏهن ان جو پاڻي

سڪي ويندو. چڱو! زغر چشمي جي چاڻ ڏيو، ڇا منجهس پاڻي آهي ۽ ماڻهو ان تي پوک ڪن ٿا؟ چيوسون تہ ان ۾ پاڻي گهڻو آهي ۽ اتان جا رهاڪو ان جي پاڻيءَ تي پوک ڪن ٿا.مون کي نبي امي ﷺ جي باري ۾ خبر ڏيو، سندس ڪهڙو حال آهي؟ چيوسون تہ مڪي کان هجرت ڪري مديني پهتو آهي. چيائين تہ ڇا عربن ان سان ويڙهہ ڪئي؟ چيوسون تہ هائو! چيائين تہ پوءِ پلا انهن سان ڪهڙو معاملو ڪيائين؟ ڪيس ٻڌايو سون تہ پاڻ سڳورا ﷺ عربستان جي قريبي علائقن تي غالب اچي چڪا آهن ۽ ماڻهن سندن تابعداري اختيار ڪئي آهي. چيائين تہ اهائي ڳالهہ سندن لاءِ چڱي آهي تہ سندن تابعداري ڪن. (هاڻي) آئون توهان کي پنهنجي باري ۾ خبر ڏيان ٿو. آئون مسيح دجال آهيان. ويجهو آهي تہ مون کي نڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي پوءِ نڪري دنيا روءِ زمين ۾ تيزيءَ سان هرهنڌ پهچي ويندس. چاليهن راتين جي اندر هر شهر ۽ ڳوٺ کي لتاڙي ڇڏيندس، سواءِ مڪہ مڪرمہ ۽ طيبہ جي، اهي ٻئي شهر مون تي حرام آهن. جڏهن بہ انهن مان ڪنهن ۾ داخل ٿيڻ جو ارادو ڪندس، پنهنجي هٿ ۾ تلوار سونتيل فرشتو مون کي ان کان روڪي ڇڏيندو. سندن هر رستي تي حفاظت لاءِ فرشتو مقرر آهي. (راوي) چوي ٿو تہ پوءِ رسول اللهﷺ جن منبر تي پنهنجو عصا مبارڪ هڻي فرمايو تہ:" هيءُ (شهر) ئي طيبہ آهي، هيءُ (شهر) ئي طيبہ آهي، هيءُ (شهر) ئي طيبہ آهي." يعني مدينہ منوره. ڇا اها ئي ڳالهہ مون توهان کي (اڳي بہ) ٻڌائي هئي؟ ماڻهن چيو تہ هائو سائين! فرمايائون تہ: ٻڌو اهو ملڪ شام جي سامونڊي علائقي ۾ آهي، يا يمن جي سامونڊي علائقي ۾ آهي، نہ پر اهو اوڀر جي طرف آهي ۽ اوڀر جي طرف اشارو ڪري فرمايائون تہ: بلڪ اهو ايرندي پاسي آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٤٦) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اڄ رات مون ڪعبت الله شريف وٽ هڪ ڪڻڪ رنگو ڏاڍو سهڻو انسان ڏٺو، اهڙو شخص تو ڪڏهن نہ ڏٺو هوندو. سندس خوبصورت وار ڪلهن تائين هئا، اهڙن سهڻن وارن وارو ماڻهو تو ڪڏهن نہ ڏٺو هوندو. سندس وارن کي ڦڻي ڏنل هئي، جن مان پاڻيءَ جا ڦڙا هيٺ ڪري رهيا آهن. اهو ٻن ماڻهن جي سهاري بيت الله جو طواف ڪري رهيو آهي. مون پڇيو تہ اهو ڪير آهي؟ چيائون تہ اهو مريم جو پٽ عيسيٰ (عليه السلام) آهي. وري ٻيو شخص ڏٺم، جنهن جا وار سخت گهنڊيدار هئا ۽ ساڄي اک کان ڪاڻو هو، ڄڻ تہ سندس اک ڦٽل انگور وانگر آهي، جيڪي ماڻهو مون ڏٺا آهن، انهن مان ڄڻ تہ ابن قطن سان مشابہ هو. اهو ٻن ڄڻن جي ڪلهن تي هٿ رکي بيت الله جو طواف ڪري رهيو هو. مون پڇيو تہ اهو ڪير آهي؟ چيائون تہ مسيح دجال آهي. (بخاري، مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ دجال جي باري ۾ فرمايائون تہ: ڳاڙهہ رنگو تلهو متارو، گهنڊيدار وارن وارو،کاٻيءَ اک کان ڪاڻو، ماڻهن ۾ ابن قطن سان مشابہ آهي. باب الملاحم ۾ ابوهريره رضي الله عنه جي حديث "لا تقوم الساعہ" گذري چڪي ۽ انشاءَ الله تعاليٰ باب قصہ ابن صياد ۾ ابن عمر رضي الله عنهما جي حديث بيان ڪنداسون تہ "رسول اللهﷺ جن ماڻهن کي خطاب ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا".

## ٻيو فصل

(٥٣٤٧) فاطمہ بنت قيس رضي الله عنها تميم داري رضي الله عنه جو قول نقل ڪري ٿي تہ اوچتو هڪڙي عورت منهنجي پرسان آئي جيڪا پنهنجي وارن کي ڇڪي رهي هئي. ڪيس چيائين تہ ڪير آهين؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ آئون جساسہ آهيان، هن محل ۾ وڃ. پوءِ آئون اتي آيس. ڇاتو ڏسان تہ هڪڙو شخص پنهنجن وارن کي ڇڪي رهيو آهي جيڪو زنجيرن ۾

ٻڌل آهي، آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ٻـل ڏئي رهيو هو. مون کيس چيو تہ تون ڪير آهين؟ انهيءَ چيو تہ آئون دجال آهيان. (ابوداءُد)

(٥٣٤٨) عباده بن صامت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مون توهان کي دجال جي باري ۾ (گهڻو ڪجهہ) ٻڌايو آهي، تڏهن بہ مون کي خوف آهي تہ متان توهان کي (سندس باري ۾) ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي هجي. مسيح دجال قد جو بندرو، ڦڏين ٽنگن، وارو گهنڊيدار وارن وارو ۽ ڪاڻو آهي. سندس هڪ اک ميساريل آهي نہ مٿي اڀريل اٿس ۽ نہ اندر ڦتل اٿس. تڏهن بہ توهان کي ڪا ڳالهہ شڪ ۾ وجهي تہ پڪ ڄاڻو تہ توهان جو رب ڪاڻو نہ آهي. (ابوداءُد)

(٥٣٤٩) ابوعبيده بن جراح رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بيشڪ نوح عليه السلام کان پوءِ هر نبي پنهنجي قوم کي دجال کان ڊيڄاريو ۽ بيشڪ آئون بہ توهان کي ان کان ڊيڄاريان ٿو. پوءِ سندس صفت بيان ڪندي فرمايائون تہ: شايد جنهن مون کي ڏٺو يا ٻڌو آهي، انهن مان ڪو کيس ڏسي. چيائون تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! پوءِ انهيءَ زماني ۾ اسان جي دلين جي حالت ڪهڙي هوندي؟ فرمايائون تہ: جيئن توهان جون دليون اڄ آهن يا ان کان بہ چڱي حالت ۾ هونديون. (ترمذي، ابوداءُد)

(٥٣٥٠) ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن اسان کي دجال جي باري ۾ ڳالهيون ٻڌايون. فرمايائون تہ: اهو اڀرندي علائقي خراسان مان نڪرندو، گهڻيون قومون جن جا منهن تهہ بہ تهہ ڍال وانگر هوندا، سندس تابعدار ٿينديون. (ترمذي)

(5351) عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن دجال جي باري ۾ فرمايو تہ: جنهن کي ان جي باري ۾ خبر پوي ان کان پري ڀڄي. الله جو قسم! هڪ شخص وٽس ايندو، پاڻ کي مؤمن سمجهندو، پر سندس شڪ شبهي ۾ وجهندڙ ڳالهيون ڏسي سندس پوئلڳ ٿي ويندو. (ابوداءُد)

(٥٣٥٢) اسماءَ بنت يزيد بن سڪن رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: دجال زمين ۾ چاليهہ سال رهندو. هڪ سال مهيني جيترو، مهينو جمعي جيترو، جمعو هڪ ڏينهن جيترو ۽ ڏينهن ايترو ننڍڙو ٿيندو جيتري دير ۾ ڪَکَ پن باهہ ۾ سڙي رک ٿي وڃن. (شرح السنہ)

(٥٣٥٣) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: منهنجي امت جا ستر هزار ماڻهو دجال جا پوئلڳ ٿيندا، جن کي سبز چادرون ويڙهيل هونديون. (شرح السنہ)

(٥٣٥٤) اسماءَ بنت يزيد رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن منهنجي گهر ۾ هئا. اتي دجال جو ذڪر ٿيو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ: سندس ظاهر ٿيڻ کان اڳ ٽي سال (ڏاڍا خطرناڪ) هوندا: پهرئين سال آسمان ٽيون حصو مينهن روڪيندو ۽ زمين پنهنجيون ٽي حصا برڪتون روڪيندي، ٻئي سال آسمان بہ حصا مينهن روڪيندو ۽

زمين بہ حصا پنهنجيون برڪتون روڪيندي، ٽئين سال آسمان پورو مينهن ۽ زمين سڀ برڪتون روڪيندي. ڪرن ۽ ڏندن وارو هر جانور هلاڪ ٿي ويندو. سندس سخت فتني جو هي حال هوندو، جو هڪڙي ڳوٺاڻي عرب وٽ ايندو، جنهن کي چوندو تہ جيڪڏهن تنهنجن اٺن کي زنده ڪريان تہ چا پوءِ بہ تون ايمان نہ آڻيندين تہ آئون تنهنجو رب آهيان؟ اهو چوندو تہ هائو! پوءِ (سندس حڪم سان) شيطان سندس اٺن جي بهترين روپ ۾ ايندا، ڏاچين جا اوهہ پريل ۽ اٺن جا ڪوهان سيٽيل هوندا. هڪ شخص وٽ ويندو، جنهن جو ڀاءُ ۽ جنهن جو پيءُ مري ويو هوندو. کيس چوندو تہ ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن تنهنجي ڀاءُ ۽ پيءُ کي زنده ڪريان چا تون ايمان نہ آڻيندين تہ آئون تنهنجو رب آهيان. اهو چوندو تہ هائو! شيطان سندس پيءُ ۽ سندس ڀاءُ جي روپ ۾ ايندا. پوءِ رسول الله ﷺ جن ڪنهن ڪم سانگي نڪري ويا. جڏهن موٽي آيا ۽ ماڻهن کي دجال جي ڳالهين سبب رنج ۽ غم ۾ ڏٺائون. دروازي جي ٻنهي ڏاڪن تي هٿَ رکي فرمايائون تہ: اسماءُ! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! دجال جو ذڪر فرمائي توهان اسان جي دلين کي ڏوڏي ڇڏيو آهي. فرمايائون تہ: جيڪڏهن منهنجي موجودگي ۾ نڪتو تہ آئون پاڻ ان سان حجت بازي ڪندس نہ تہ منهنجو رب منهنجي طرفان هر مؤمن لاءِ خليفو آهي. عرض ڪيم تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ﷲ جو قسم! (اسان جو تہ هي حال آهي تہ) اٽو ڳوهينديون آهيون تہ ماني پچڻ تائين بک برداشت ڪري نہ سگهندي آهيون، پوءِ دجال جي زماني ۾ مؤمنن جو حال ڪهڙو هوندو؟ فرمايائون تہ: سندن لاءِ تسبيح ۽ تقديس ڪافي هوندي، جيئن آسمان وارن (فرشتن) لاءِ اها ڪافي آهي. (احمد) ان جي سند ۾ شهرين بن حوشب راوي ضعيف آهي (الباني)

### ٽيون فصل

(٥٣٥٥) مغيره بن شعبہ ﷛ کان روايت آهي تہ دجال جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن کان جيترو مون پڇيو اوترو ٻئي ڪنهن نہ پڇيو. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: توکي ان کان ڪهڙو خطرو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ ماڻهو چون ٿا تہ ان وٽ مانين جا جبل ۽ پاڻيءَ جا درياءَ هوندا، فرمايائون تہ: اهو ﷲ تعاليٰ وٽ انهيءَ کان وڌيڪ ذليل آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٥٦) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دجال اڇي رنگ جي گڏھ تي نڪرندو جنهن جي ٻنهي ڪنن جي وچ ۾ ستر هٿن جو فاصلو هوندو. (بيهقي، ڪتاب البعث والنشور)

## ابن صياد جو قصو

### پهريون فصل

(٥٣٥٧) عبد الله بن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اصحابن جي هڪڙي جماعت ساڻ ڪري ابن صياد ڏانهن ويا جنهن ۾ عمر بن خطاب ﷛ بہ هو. ابن صياد بنومغالہ محلي جي دڙي تي ٻارن سان کيڏي رهيو هو. تن ڏينهن ۾ اهو بالغ ٿيڻ جي ويجهو هو. کيس رسول الله ﷺ جن جي اچڻ جي خبر نہ پئي تانجو پاڻ ﷺ سندس پٺيءَ تي پنهنجو هٿ هڻي فرمايائون تہ: چا شاهدي ڏئين ٿو تہ آئون ﷲ جو رسول آهيان؟ انهيءَ نهاري چيو

تہ توھان اڻ پڙ ھلين جا رسول آھيو. وري فرمايائون تہ: ڇا توھان شاھدي ڏيو ٿا تہ آئون ﷲ جو رسول آھيان؟ نبي ﷺ جن کيس زور ڏنو تڏھن ڇيائين تہ مون ﷲ ۽ سندس رسولن تي ايمان آندو. پوءِ ابن صياد کي فرمايائون تہ: تون ڇا ٿو ڏسين؟ انھيءَ چيو تہ مون وٽ سچو بہ ايندو آھي، تہ ڪوڙو بہ. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: معاملو توتي گڏيل ٿي ويو آھي. (پوءِ سوره دخان جي آيت سڳوري) "يوم تاتي السماءَ بدخان مبين" دل ۾ پڙھي ان کان پڇيائون تہ ٻڌاءِ تہ ڇا ٿو پڙھان؟ انھيءَ جواب ڏنو تہ توھان" الدخ" پڙھي رھيا آھيو. فرمايائون تہ: دفع ٿيءُ ان کان وڌيڪ ٻڌائي بہ نٿو سگھين. عمر ﷛ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا توھان مون کي اجازت ڏيو ٿا تہ سندس سسي اڏاريان؟ فرمايائون تہ: جيڪڏھن ھي اھوئي دجال آھي تہ تون ان کي قتل ڪري نہ سگھندين ۽ جيڪڏھن اھو نہ آھي تہ پوءِ کيس قتل ڪرڻ ۾ تنھنجي لاءِ ڪا ڀلائي نہ آھي. ابن عمر ﵄ چوي ٿو تہ ان کان بہ ڏينھن پوءِ رسول اللهﷺ جن ۽ ابي بن ڪعب انصاري ﷛ انھيءَ باغ ڏانھن نڪتا جتي ابن صياد ھو. رسول اللهﷺ جن کجين جي وڻن مان لڪي ڇپي ابن صياد ڏانھن اھڙي طرح وڃڻ لڳا تہ جيئن کيس پاڻ سڳورن ﷺ جي اچڻ جي خبر نہ پوي. ابن صياد چادر ويڙ ھي بستري تي ليٽيو پيو ھو ۽ بڙبڙائي رھيو ھو. نبي ﷺ جن کي ابن صياد جي ماءُ ڏسي ورتو ۽ (ڏاڍيان) چوڻ لڳي تہ اڙي صاف! (ابن صياد!) اجھو ھي محمد ﷺ اچي ويو! جنھن جي ڪري (انتر منتر پڙھڻ) ڇڏي ڏنائين. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪر سندس ماءُ کيس نہ ٻڌائي ھا تہ ھوندَ معاملو ظاھر ٿي وڃي ھا. پوءِ رسول اللهﷺ جن ماڻھن کي خطاب ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا ۽ جيئن ﷲ حقدار آھي، سندس ساراھ بيان ڪري دجال جو ذڪر فرمايائون تہ: آئون توھان کي ان کان ڊيڄاري ڇڪو آھيان ۽ ھر نبيءَ سڳوري ان کان پنھنجي قوم کي ڊيڄاريو آھي ۽ نوح ؈ بہ پنھنجي قوم کي ان کان ڊيڄاريو ھو، پر سندس باري ۾ ھڪڙي ڳالھ جيڪا ڪنھن نبيءَ بيان نہ ڪئي آھي سا ھيءَ آھي جيئن توھان ڄاڻو ٿا تہ اھو ڪاڻو آھي ۽ ﷲ ڪاڻو نہ آھي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٥٨) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن ابوبڪر ۽ عمر ﵄ جي ابن صياد سان مديني جي ڪنھن رستي ۾ ملاقات ٿي. کيس رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڇا شاھدي ڏئين ٿو تہ آئون ﷲ جو رسول آھيان؟ انھيءَ چيو تہ ڇا توھان شاھدي ڏيو ٿا تہ آئون ﷲ جو رسول آھيان؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مون ﷲ، سندس فرشتن، سندس ڪتابن ۽ سندس رسولن تي ايمان آندو. توکي ڇا ٿو نظر اچي؟ انھيءَ چيو تہ مون کي پاڻيءَ تي تخت نظر اچي ٿو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: تون سمنڊ ۾ ابليس جو تخت ڏسي رھيو آھين. فرمايائون تہ: ٻيو ڇا ٿو ڏسين؟ چيائين تہ ھڪڙي سچي کي بہ ڏسان ٿو تہ ڪوڙي کي بہ! رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ان تي معاملو منجھيل ۽ مشتبہ آھي، کيس ڇڏي ڏيو. (مسلم)

(٥٣٥٩) ابوسعيد خدري﷛ کان روايت آھي تہ ابن صياد نبيﷺ جن کان جنت جي مٽيءَ جي باري ۾ پڇيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: اڇي رنگ جي، ميدي وانگر خالص مشڪ جي آھي. (مسلم)

(٥٣٦٠) نافع کان روايت آھي تہ ابن عمر ﵄ جي ابن صياد سان مديني جي ڪنھن رستي ۾ ملاقات ٿي کيس ڪا اھڙ ي ڳالھ چيائين جنھن تي اھو ناراض ٿيو ۽ ميرجي پيو تانجو سڄي ويو، ۽ ماڻھن جو ھجوم گڏ ٿي ويو. پوءِ

ابن عمر ﷠ امر المؤمنين حفصه ﷠ وٽ آيو جنهن کي اها ڳالهه معلوم ٿي هئي ڪيس چيائين ته الله توتي رحم ڪري، ابن صياد ڪان ڇا ٿو گهرين ڇا توکي معلوم نه آهي ته رسول الله جن فرمايو آهي ته دجال ڪنهن ڳالهه تي مچرجي نڪرندو. ( مسلم )

(٥٣٦١) ابوسعيد خدري﷛ ڪان روايت آهي ته آئون مڪي ڏانهن ابن صياد سان وچي رهيو هيس. چوڻ لڳو ته ماڻهن جي ڳالهين جي ڪري مون کي ڏاڍي تڪليف پهچي ٿي، گمان ڪن ٿا ته آئون دجال آهيان، ڇا تو رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي نه ٻڌو آهي ته دجال کي اولاد نه ٿيندو ۽ منهنجو اولاد آهي. ڇا پاڻ نه فرمايو اٿن ته اهو ڪافر هوندو ۽ آئون مسلمان آهيان ڇا پاڻ نه فرمايو اٿن ته دجال مديني ۽ مڪي ۾ داخل نه ٿيندو حالانڪ آئون مديني مان آيو آهيان ۽ مڪي وچي رهيو آهيان. پوءِ آخر ۾ مون کي چيائين ته الله جو قسم! آئون دجال جي پيدائش جي جاءِ کي ڄاڻان ٿو ۽ ان جي گهر کي به ڄاڻان ٿو ۽ هي به ڄاڻان ٿو ته اهو ڪٿي آهي ۽ سندس پيءُ ۽ ماءُ کي به ڄاڻان ٿو. پوءِ ان مون کي شبهي ۾ وجهي ڇڏيو. مون ڪيس چيو ته تنهنجو بيڙو غرق ٿئي ۽ ان کي چيو ويو ته ڇا تو کي ان ڳالهه ڪان خوشي ٿيندي ته تون ئي دجال هجين؟ چوڻ لڳو ته جيڪڏهن "دجاليت" مون تي پيش ڪئي وچي ته آئون ان کي ناپسند نه ڪندس. (مسلم )

(٥٣٦٢) ابن عمر ﷛ ڪان روايت آهي ته آئون ان سان ان وقت مليس جڏهن سندس اک سڄيل هئي، ڪيس چيم ته تنهنجي اکين جو اهو حال ڪڏهن ٿيو آهي؟ چيائين ته مون کي خبر نه آهي. مون چيو ته تنهنجي مٿي ۾ آهي، توکي خبر نه آهي؟ چوڻ لڳو ته جيڪڏهن الله گهري ته ان کي تنهنجي لٺ ۾ به پيدا ڪري. پوءِ انهيءَ گڏهه وانگر اهڙ ي هينگ ڪئي جو ان جو آواز مون ٻڌو. (مسلم )

(٥٣٦٣) محمد بن منڪدر ڪان روايت آهي ته مون جابر بن عبدالله﷛ کي چوندي ٻڌو اهو الله جو قسم کڻندو هو ته ابن صياد ئي دجال آهي. مون چيو ته (ان تي) توهان الله جو قسم کڻو ٿا؟ چيائين ته مون عمر﷛ کي نبي ڪريم ﷺ جن جي سامهون (ان تي) قسم کڻندي ٻڌو ۽ پاڻ سڳورا انڪار نه ڪندا هئا (بخاري مسلم )

## ٻيو فصل

(٥٣٦٤) نافع ﷛ ڪان روايت آهي ته ابن عمر چوندو هو ته الله جو قسم! مون کي ان باري ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ابن صياد ئي مسيح دجال آهي. (ابودائود ۽ بيهقي ڪتاب البعث والنشور)

(٥٣٦٥) جابر﷛ ڪان روايت آهي ته اسان ابن صياد کي حره جي ڏينهن ڪان غائب ڏٺو (ابودائود )

(٥٣٦٦) ابوبڪرة﷛ ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: ٽيهن سالن تائين دجال جي ماءُ پيءُ کي اولاد ڪانه ٿيندو، پوءِ کين ڪاڻو ۽ ڏندرو ٻار ڄمندو، جنهن ۾ فائدو ڪو واجبي هوندو. سندس اکيون سمهنديون ۽ سندس دل نه سمهندي. پوءِ رسول اللهﷺ جن اسان کي سندس ماءُ پيءُ جي صفت ٻڌائيندي فرمايو ته: سندس پيءُ قد جو ڊگهو سنهو سيڪو هوندو، جنهن جو نڪ (پکيءَ جي) چهنب وانگر هوندو ۽ سندس ماءُ ٿلهي متاري ۽

ڏگهن هٿن واري عورت هوندي. ابوبڪرة رضي الله عنه چوي ٿو تہ پوءِ اسان مديني جي يهودين ۾ هڪ اهڙي ٻار جي پيدا ٿيڻ جي خبر ٻڌي تہ آئون ۽ زبير بن عوام رضي الله عنه سندس پيءُ ماءُ وٽ وياسون ۽ سندن باري ۾ رسول الله ﷺ جون ٻڌايل نشانيون ڏٺيون سين. انهن کان پڇيوسون تہ ڇا توهان جو ڪو اولاد بہ آهي؟ چوڻ لڳا تہ ٽيهن سالن کان پوءِ اسان وٽ ڪاڻو ۽ ڏندرو ٻار پيدا ٿيو آهي جنهن ۾ فائدو ڪو واجبي آهي. سندس اکيون سمهن ٿيون ۽ سندس دل نٿي سمهي. خير! اتان اٿي ٻاهر آياسون تہ اهو (ڇوڪرو) چادر ويڙهي زمين تي اُس ۾ ستل نظر آيو، جيڪو ٻڙٻڙ ڪري رهيو هو. ايتري ۾ چادر مان پنهنجو مٿو ٻاهر ڪڍي چوڻ لڳو تہ توهان ٻنهي ڇا ٿا چئو؟ چيوسون تہ جيڪي ڪجهہ اسان چيو، ڇا تو ٻڌي ورتو؟ چوڻ لڳو تہ هائو! منهنجي اکيون سمهن ٿيون ۽ منهنجي دل نٿي سمهي. (ترمذي)

(٥٣٦٧) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مديني جي هڪ يهودياڻيءَ وٽ ٻار پيدا ٿيو، جنهن جي اک ميساريل ۽ ڏند وڏا هئا. رسول الله ﷺ جن کي ڳڻتيءَ ورتو تہ ڪٿي هي اهو دجال ئي نہ هجي. (احوال معلوم ڪرڻ لاءِ وٽس ويا تہ ان وقت اهو ڇوڪرو) چادر ويڙهي سيڙهي ستو پيو هو ۽ ٻڙٻڙ ڪري رهيو هو. ايتري ۾ سندس ماءُ کيس سڏي چيو تہ: اڙي عبد الله! اجهو هي ابو القاسم ﷺ اچي رهيو آهي. انهيءَ پنهنجو منهن چادر مان ٻاهر ڪڍيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا ٿئي ها، خدا مٿس لعنت ڪري، جيڪڏهن ڇڏيس ها تہ سندس ڪجهہ ڳالهيون ٻڌي وٺون ها. پوءِ ابن عمر رضي الله عنهما جي مٿئين حديث وانگر واقعو بيان ڪيائين. تنهن تي عمر بن خطاب رضي الله عنه چيو تہ: اي الله جا رسول ﷺ ! مون کي اجازت ڏيو تہ کيس قتل ڪريان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن هي اهوئي دجال آهي تہ ان کي تون قتل ڪرڻ وارو نہ آهين ان کي تہ عيسيٰ بن مريم عليهما السلام قتل ڪندو ۽ جيڪڏهن هي اهو دجال نہ آهي تہ پوءِ توکي حق نہ آهي تہ ڪنهن ذميءَ کي قتل ڪرين. پوءِ هميشہ رسول الله ﷺ جن کي ڳڻتي رهندي هئي تہ متان هي اهوئي دجال نہ هجي. (شرح السنہ)

هي باب ٽئين فصل کان خالي آهي.

# عيسيٰ عليه السلام جو آسمان تان نازل ٿيڻ

## پهريون فصل

(٥٣٦٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جو قسم! جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، ويجهو آهي تہ توهان ۾ عيسيٰ بن مريم عليه السلام (آسمان تان) عدل ڪندڙ حاڪم جي حيثيت ۾ لهي، جيڪو صليب کي ٽوڙيندو، خنزير کي قتل ڪندو، جزيو ختم ڪندو، مال عام جام ٿي ويندو ۽ ڪو شخص ان کي قبول ڪرڻ وارو نہ هوندو، تانجو دنيا ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس آهي، سڀ کان هڪ سجدو وڌيڪ چڱو ليکيو ويندو. ابوهريره رضي الله عنه چيو تہ جيڪڏهن گهرو تہ هيءَ آيت پڙهو:" ۽ جيڪي بہ اهل ڪتاب آهن، انهيءَ (عيسيٰ عليه السلام) جي موت کان اڳ ضرور مٿس ايمان آڻيندا. (بخاري، مسلم)

(٥٣٦٩) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: عيسيٰ بن مريم ﷤ عادل حڪمران جي حيثيت ۾ توهان ۾ لهندو، صليب کي ٽوڙيندو، خنزير کي قتل ڪندو، جزيو معاف ڪندو، جوان ڏاچين تي سواري ڪرڻ جي بجاءِ انهن کي ڇڏي ڏنو ويندو، دلي دشمني، ڪينو ۽ حسد ختم ٿي ويندو، ماڻهن کي مال وٺڻ لاءِ سڏيندو، پر ان کي قبول ڪرڻ وارو ڪوبہ نہ هوندو. (مسلم) بخاري، مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ان وقت توهان جو ڪهڙو حال هوندو، جڏهن توهان ۾ عيسيٰ بن مريم ﷤ لهندو ۽ توهان جو امام توهان مان هوندو.

(٥٣٧٠) جابر بن سمره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: هميشہ منهنجي امت جي هڪڙي جماعت قيامت تائين حق تي وڙهندي رهندي، پوءِ (نماز فجر مهل) عيسيٰ بن مريم ﷤ آسمان تان (جامع مسجد دمشق جي اڀرندي مناري تي) لهندو. مسلمانن جو امير کين چوندو تہ اچي اسان کي نماز پڙهايو. هو ﷲ تعاليٰ جي طرفان امت مسلمہ کي ڏنل عزت افزائي کي پيش نظر رکي فرمائيندو تہ بلڪ توهان ۾ توهان جا ڪي آهن. (مسلم)

هي باب ٻئي فصل کان خالي آهي.

### ٽيون فصل

(٥٣٧١) عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: عيسيٰ بن مريم ﷤ (آسمان تان) زمين تي لهي ايندو، شادي ڪندو سندس اولاد ٿيندو. پنجيتاليهہ سال زمين ۾ جيئرو رهندو. پوءِ وفات ڪندو ۽ ڪيس مون سان گڏ هڪ قبر ۾ دفنايو ويندو. قيامت جي ڏينهن آئون ۽ عيسيٰ بن مريم ﷤ هڪڙي قبر مان ابوبڪر ۽ عمر جي وچ ۾ اٿنداسون. (ابن جوزي ڪتاب الوفاء)

# قرب قيامت جو بيان ۽ جيڪو مري ويو، ان تي قيامت قائم ٿي چڪي.

### پهريون فصل

(٥٣٧٢) شعبہ قتاده کان اهو انس ﷛ کان روايت بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺجن ٻن آڱرين سان اشارو ڪندي فرمايو تہ: مون کي هيتري قدر قيامت جي ويجهو موڪليو ويو آهي. شعبہ چوي ٿو تہ مون قتاده جي تقرير ۾ اها ڳالهہ ٻڌي تہ جيئن هڪڙي آڱر ٻيءَ کي ويجهي آهي پر معلوم نہ آهي تہ اها ڳالهہ انس کان ٻڌائين يا پنهنجي طرفان چيائين. (بخاري، مسلم)

(5373) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺجن کي سندن وفات کان هڪ مهينو اڳ فرمائيندي ٻڌو تہ: توهان مون کان قيامت جي باري ۾ پڇو ٿا، حالانڪ ان جو علم صرف ﷲ وٽ آهي. البتہ آئون قسم کڻي چوان ٿو تہ هن وقت روءِ زمين تي جيڪي بہ ساهوارا آهن، سؤ سال کان پوءِ انهن مان ڪو بہ جيئرو نہ رهندو. (مسلم)

(٥٣٧٤) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: اڄ زمين تي جيڪو بہ ساهوارو موجود آهي، اهو سؤ سال جي اندر مري ويندو. (مسلم)

(٥٣٧٥) عائشہ ﷝ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: ڪيترن ڳوناڻن نبي ڪريم ﷺجن کان قيامت جي اچڻ جي باري ۾ پڇا ڪئي، پاڻﷺ انهن مان ننڍي عمر واري شخص ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ: هن جي پوڙهي ٿيڻ کان اڳ توهان تي قيامت(يعني موت) اچي ويندي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٣٧٦) مستورد بن شداد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن پنهنجين ٻن آڱرين ڏانهن اشارو ڪندي فرمايو تہ: مون کي قيامت کان هيئن اڳي موڪليو ويو آهي، جيئن ڏسٽي ۽ وچئين آڱر هڪٻئي کان اڳي پوءِ آهن. (ترمذي)

(٥٣٧٧) سعد بن ابي وقاص ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺجن فرمايو تہ: بيشڪ مون کي اميد آهي تہ رب تعاليٰ منهنجي امت جي عمر اڌ ڏينهن کان گهٽ نہ ڪندو. سعد ﷛ کان پڇيو ويو تہ"اڌ ڏينهن" ڪيترو آهي؟ چيائين تہ پنج سؤ سال. (ابودائود)

## ٽيون فصل

(٥٣٧٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: هن دنيا جو مثال انهيءَ ڪپڙي وانگر آهي جنهن کي اول کان آخر تائين ڦاڙيو ويو هجي ۽ آخر ۾ صرف هڪڙي تند وسيلي لڙڪي رهيو هجي، ويجهو آهي تہ اها تند بہ ڇڄي پوي. (بيهقي شعب الايمان)

# قيامت سڀ کان شرير ماڻهن تي قائم ٿيندي

## پهريون فصل

(٥٣٧٩) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: قيامت ان وقت قائم ٿيندي، جڏهن الله الله چوڻ وارو ڪوبہ باقي نہ هوندو. هڪڙي روايت ۾ آهي تہ ڪنهن اهڙي شخص تي قيامت قائم نہ ٿيندي جيڪو الله الله چوندو هوندو. (مسلم)

(٥٣٥٣) عبد الله بن مسعود﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: قيامت رڳو شرير مخلوق تي قائم ٿيندي. (مسلم)

(٥٣٨١) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي تانجو دوس قبيلي جي عورتن جا چتڙ ذوالخلصہ بت جي چوڌاري (طواف ڪندي) ٿڙڪندا. "ذوالخلصہ" (يمني) قبيلي دوس جو بت هو جنهن جي جاهليت جي زماني ۾ پوڄا ڪندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٥٣٨٢) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺجن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: رات ڏينهن جي ڦيرگهير هلندي رهندي تانجو لات ۽ عزيٰ جي پوڄا ٿيندي. مون عرض ڪيو تہ: اي الله جا رسول ﷺ! جڏهن الله تعاليٰ هي فرمان نازل فرمايو تہ: "الله اهوئي آهي، جنهن پنهنجي رسول کي دين حق ۽ هدايت ڏيئي موڪليو، جيئن ان کي سيني دينن تي غالب فرمائي جيتوڻيڪ مشرڪن کي اها ڳالهہ نہ وڻي." تہ منهنجو خيال هو تہ دين اسلام هر هنڌ غالب ٿي ويندو. فرمايائون تہ: (اهو وعدو) جڏهن اللهگهرندو پورو ٿيندو. پوءِ الله تعاليٰ هڪ پاڪ هوا گهلائيندو، جنهن سان هر اهو شخص گذاري ويندو جنهن جي دل ۾ آهر جي داڻي جيترو بہ ايمان هوندو، پوءِ اهي ماڻهو باقي بچندا جن ۾ ڪا بہ ڀلائي نہ هوندي ۽ پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين ڏانهن موٽي ويندا. (مسلم)

(٥٣٨٣) عبد الله بن عمرو بن عاص ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دجال نڪرندو ۽ چاليهن تائين رهندو. نٿو ڄاڻان تہ چاليهہ ڏينهن چاليهہ مهينا يا چاليهہ سال ارشاد فرمايائون. پوءِ الله تعاليٰ عيسيٰ ابن مريم ﷺ کي موڪليندو جڻ تہ عروه بن مسعود ﷺ آهي. پاڻ دجال کي ڳولهي ماريندو. پوءِ ماڻهو ست سال زمين تي ائين زندگي گذاريندا جو ٻن ڄڻن ۾ بہ دشمني نہ هوندي. پوءِ الله تعاليٰ ملڪ شام طرفان ٿڌي هير موڪليندو ۽ روءِ زمين ۾ ڪو انسان نہ هوندو جنهن جي دل ۾ ذري برابر ايمان يا ڀلائي هوندي پر اها هوا ان جو روح قبض ڪري ڇڏيندي تانجو جيڪڏهن توهان مان ڪو جبل جي اندر بہ هوندو تہ هوا اتي بہ سندس روح قبض ڪري ونندي. باقي بدڪار بچندا جيڪي شهوت ۾ پکين وانگر ٽپا ڏيندڙ ۽ جانورن وانگر ڪڏندڙ هوندا. منجهن نيڪيءَ ۽ برائيءَ جي سڃاڻپ نہ هوندي. شيطان انساني صورت ۾ سندن اڳيان ايندو ۽ کين چوندو تہ ڇا توهان منهنجي ڳالهہ نٿا مڃيو؟ چوندس تہ اسان کي ڪهڙو حڪم ڪرين ٿو؟ اهو کين بتن جي پوڄا جو حڪم ڪندو. ان حالت ۾ بہ کين رزق ملندو ۽ سندن زندگي سٺي گذرندي. پوءِ صور ڦوڪيو ويندو ۽ جيڪو بہ ان جو آواز ٻڌندو اهو پنهنجو ڪنڌ نوائي وري مٿي کڻندو (يعني ڦتڪي مرندو) سڀ کان پهريائين هڪ شخص اهو آواز ٻڌندو جيڪو پنهنجي اٺن لاءِ حوض ناهي رهيو هوندو تہ بيهوش ٿي ڪري پوندو. پوءِ ٻيا ماڻهو بيهوش ٿي ڪرندا. وري الله تعاليٰ مينهن وسائيندو، جيڪو ماڪ يا نميءَ وانگر هوندو، جنهن سان ماڻهن جا جسم زمين مان ڦٽي نڪرندا. پوءِ ٻيهر صور ڦوڪيو ويندو تہ ان وقت سڀ ماڻهو اٿي ڪڙا ٿيندا. پوءِ اعلان ٿيندو تہ اي انسانو! پنهنجي رب وٽ پيش ٿيو، کين بيهاريو کائنن پڇا ڳاڇا ٿيندي. پوءِ حڪم ٿيندو تہ دوزخين جي جماعت کي جدا ڪريو. عرض ڪيو ويندو تہ (رب سائين!) ڪيتري جماعت؟ جواب ملندو تہ هڪ هزار مان نو سؤ نوانوي! اهوئي ڏينهن هوندو، جيڪو ٻارن کي بہ پوڙهو ڪري ڇڏيندو ۽ اهوئي ڏينهن هوندو، جڏهن پني کولي ويندي. (مسلم)"باب التوبہ" ۾ معاويہ جي حديث بيان ٿي تہ "هجرت سدائين جاري رهندي."

## ڪتاب صفة القيامة والجنة والنار

# قيامت ۽ ٻيهر اٿارڻ جو بيان

# صور ۾ ڦوڪڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٥٣٨٤) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: صور جي ٻن ڦوڪن جي وچ ۾ چاليهن جو وقفو هوندو. ماڻهن پڇيو تہ اي ابوهريره! چاليهن ڏينهن جو؟ چيائين تہ آئون انڪار ڪريان ٿو. پڇيائون تہ چاليهن سالن جو؟ چيائين تہ آئون ان جو بہ انڪار ڪريان ٿو. پڇيائون تہ چاليهن مهينن جو؟ چيائين تہ آئون ان جو بہ انڪار ڪريان ٿو ۽ مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ انسان جي ڪرنگهي جي هڪ مهري کان سواءِ سمورو جسم ڳري سڙي وڃي ٿو. ان مان ئي انسان پيدا ٿيو ۽ پيهر بہ ان مان ئي سندس پيدائش ٿيندي.(بخاري، مسلم)

(٥٣٨٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ زمين کي پنهنجي مٺ ۾ وٺندو ۽ آسمانن کي ويڙهي سيڙهي ساڄي هٿ ۾ وٺندو پوءِ فرمائيندو تہ: بادشاهہ آئون آهيان، ڪٿي آهن زمين جا بادشاهہ؟ (بخاري، مسلم)

(٥٣٨٦) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ آسمانن کي ويڙهيندو پوءِ انهن کي پنهنجي ساڄي هٿ ۾ وٺي فرمائيندو تہ: بادشاهہ آئون آهيان، ڪٿي آهن (دنيا ۾) ظلم ۽ وڏائي ڪندڙ (بادشاهہ؟) (بخاري، مسلم) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ انهن کي ٻئي هٿ ۾ وٺندو، پوءِ فرمائيندو تہ: آئون آهيان بادشاهہ، ڪٿي آهن (دنيا ۾) ظلم ۽ وڏائي ڪندڙ؟(مسلم)

(٥٣٨٧) عبد الله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ يهودين جو هڪ عالم آيو، چوڻ لڳو تہ اي محمد ﷺ! بيشڪ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن آسمانن کي هڪ آڱر تي، زمين کي هڪ آڱر تي، جبلن ۽ وڻن کي هڪ آڱر تي، پاڻي مٽي ۽ سموري مخلوق کي هڪ آڱر تي رکي پوءِ انهن کي هيٺ مٿي ڪري چوندو تہ: بادشاهہ آئون آهيان، الله آئون آهيان. يهودي عالم جي ڳالهہ ٻڌي رسول الله ﷺ جن تعجب وچان سندس تصديق ڪندي مشڪيا. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون:"۽ انهن الله جو قدر نہ ڪيو، جيتري قدر سڃاڻڻ جو حق آهي ۽ قيامت جي ڏينهن سموري زمين ۽ سڀ آسمان سندس مٺ ۾ هوندا. جيڪي شرڪ ڪن ٿا، ان کان اهو الله پاڪ ۽ بلند آهي.(بخاري، مسلم)

(٥٣٨٨) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان الله تعاليٰ جي هن فرمان جي بابت پڇيو:" انهيءَ ڏينهن زمين ۽ آسمانن کي بدلايو ويندو" تہ ان ڏينهن انسان ڪٿي هوندا؟ فرمايائون تہ: پل صراط تي.(مسلم)

(٥٣٨٩) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن سج ۽ چنڊ کي ويڙهيو ويندو.(بخاري)

### ٻيو فصل

(٥٣٥٤) ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: آئون آرام جي زندگي ڪيئن ٿو گذاري سگھان، حالانڪ اسرافيل صور منهن ۾ جهليو، ڪَن لائي ۽ پيشاني جهڪائي (حڪم جي انتظار ۾) آهي تہ ڪڏهن صور ڦوڪڻ جو حڪم ٿئي تہ آئون صور ڦوڪيان. اصحابن عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان کي ڪهڙي ڳالھ جو حڪم ڏئي رهيا آهيو؟ فرمايائون تہ: توهان چئو تہ:"اسان لاءِ ﷲ ڪافي آهي ۽ اهوئي بهترين ڪارساز آهي." (ترمذي)

(٥٣٩١) عبد الله بن عمرو ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: "صور" هڪ سڱ آهي، جنهن کي ڦوڪيو ويندو. (ترمذي، ابودائود، دارمي)

### ٽيون فصل

(٥٣٩٢) ابن عباس ﷺ فرمائي ٿو تہ: (قرآن مجيد ۾ بيان ڪيل) "ناقور" مان مراد صور "الراجفة" مان مراد پهرئين صور جو ۽ "الرادفة" مان مراد ٻئي صور جو ڦوڪڻ آهي. (ان کي بخاريءَ باب جي عنوان هيٺ روايت ڪيو آهي)

(٥٣٩٣) ابوسعيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن اسرافيل جو ذڪر ڪندي فرمايو تہ: سندس ساڄي پاسي جبريل ۽ سندس کاٻي پاسي ميڪائيل آهي.

(٥٣٩٤) ابورزين عقيلي ﷺ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ﷲ تعاليٰ پنهنجي مخلوق کي ٻيهر ڪيئن جياريندو ۽ سندس مخلوق ۾ ان جي ڪهڙي نشاني آهي؟ فرمايائون تہ: ڇا ڪڏهن پنهنجي قوم جي ويران ماٿريءَ مان گذريو آهين، پوءِ وري تنهنجو اتان هن حالت ۾ گذر ٿيو آهي جو اها ساوڪ واري ٿي وئي هجي؟ مون چيو تہ هائو! فرمايائون تہ: اهائي ﷲ تعاليٰ جي سندس مخلوق ۾ نشاني آهي. اهڙيءَ طرح ﷲ تعاليٰ مئن کي جياريندو. (ٻنهي حديثن کي رزين بيان ڪيو)

# حشر جو بيان

### پهريون فصل

(٥٣٩٥) سهل بن سعد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهن کي اهڙي سرزمين تي گڏ ڪيو ويندو، جيڪا ميدي جي مانيءَ وانگر اڇي ڳاڙهي سري هوندي، منجهس ڪنهن لاءِ ڪو نشان نہ هوندو. (بخاري، مسلم)

(٥٣٩٦) ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ قيامت جي ڏينهن زمين هڪ مانيءَ وانگر هوندي، جنهن کي ﷲ تعاليٰ اٿلائيندو پٿلائيندو، جيئن توهان مان ڪو سفر ۾ مانيءَ کي اٿلائيندو پٿلائيندو آهي، تہ جيئن جنتين لاءِ

مهماني تيار ڪري. ايتري ۾ هڪڙو يهودي عالم آيو، جنهن چيو تہ: اي ابوالقاسم ﷺ! الله ﷻ پاڇهارو توهان کي برڪت عطا فرمائي، ڇا توهان کي نہ ٻڌايان تہ قيامت جي ڏينهن جنتين جي مهماني ڇا هوندي؟ فرمايائون تہ: هائو! چيائين تہ: پوري زمين هڪڙي ماني هوندي، جيئن نبي ﷺ جن بيان فرمايو هو. نبي ڪريم ﷺ جن اسان ڏانهن نهاري مشڪيا، تانجو سندن ڏند مبارڪ ظاهر ٿيا. يهوديءَ وري چيو تہ ڇا توهان کي نہ ٻڌايان تہ جنتين جو بوڙ ڇا جو هوندو؟ "بالام" ۽ "نون" هوندو؟ ماڻهن پڇيو تہ اهو ڇا آهي؟ چوڻ لڳو تہ ڏاند ۽ مڇيءَ جي جيري جو واڌو حصو جنهن کي ستر هزار ماڻهو کائيندا. (بخاري، مسلم)

(٥٣٩٧) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن کي ٽن طريقن سان حشر جي ميدان ۾ آندو ويندو. 1- ڪي (جنت جي) رغبت رکندڙ هوندا، 2- ڪي (دوزخ کان) ڊڄندڙ هوندا. (اهڙا ماڻهو) اٺن تي ٻہ ٻہ چڙها، ٽي ٽي چڙها، چار چار چڙها ۽ ڏهہ ڏهہ چڙها ٿي (محشر جي ميدان ۾) ايندا. 3- انهن کان سواءِ ٻين کي باهہ هڪليندي. جتي اهي ڏينهن جو ساهہ پٽيندا، باهہ بہ اتي بيهندي ۽ جتي اهي رات ڪندا، باهہ بہ اتي رات ڪندي. جتي اهي صبح ڪندا، باهہ بہ اتي صبح ڪندي ۽ جتي اهي شام ڪندا، باهہ بہ اتي ئي شام ڪندي. (بخاري، مسلم)

(٥٣٩٨) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان الله ﷻ ڏانهن اگهاڙن پيرين، اگهاڙي بدن، بغير طهر جي گڏ ڪيا ويندؤ. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: "جيئن اسان توهان کي پهريون ڀيرو خلقيو، تيئن توهان کي موٽائينداسون، اسان جو وعدو آهي (جنهن تي) اسين عمل ڪرڻ وارا آهيون" (الانبياءُ:103) ٻڌو! قيامت جي ڏينهن سڀ کان اڳ ابراهيم کي ڪپڙا پارايا ويندا ۽ ٻڌو! سگهوئي منهنجي امت جي ڪن ماڻهن کي (حوض ڪوثر تان) تڙيو ويندو، پوءِ انهن کي کاٻي پاسي (دوزخ ڏانهن) ڌڪيو ويندو. آئون چوندس اهي تہ منهنجا ساٿي آهن، منهنجا ساٿي آهن. پوءِ چوندو تہ توهان نٿا ڄاڻو تہ توهان کان پوءِ اهي پنهنجي پيرين پَـر ڦري ويا هئا. پوءِ جيئن نيڪ ٻانهو (عيسيٰ ؑ) چوندو، تيئن آئون بہ چوندس تہ: "جيستائين آئون منجهن موجود هيس انهن تي گواهہ هيس." عزيز حڪيم تائين. (بخاري، مسلم)

(٥٣٩٩) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهن کي اگهاڙي پيرين، اگهاڙي بدن، بغير ختني جي حالت ۾ گڏ ڪيو ويندو. مون چيو تہ: اي الله ﷻ جا رسول ﷺ! مرد ۽ عورتون گڏ هوندا تہ هڪ ٻئي کي (نہ) ڏسندا؟ فرمايائون تہ: اي عائشہ! ان ڏينهن جو معاملو ان کان وڌيڪ سخت هوندو جو هڪڙا ٻين کي ڏسن. (بخاري، مسلم)

(٥٤٠٠) انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ: اي الله ﷻ جا نبي ﷺ! الله ﷻ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ڪافرن کي اونڌي منهن ڪيئن هلائيندو؟ فرمايائون تہ: جنهن (الله ﷻ) کين دنيا ۾ پيرن تي هلڻ جي سگهہ ڏني آهي، اهو هن ڳالهہ تي بہ وَس وارو آهي تہ قيامت جي ڏينهن کين منهن ڀر (اونڌو) هلائي.(بخاري، مسلم)

(٥٤٠١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ابراهيم عليه السلام جي ملاقات سندس پيءُ آزر سان ٿيندي، جنهن جو منهن ڪارنهن ۽ مٽيءَ سان ڀريل هوندو. ابراهيم عليه السلام کيس چوندو تہ ڇا مون توکي نہ چيو هو تہ منهنجي نافرماني نہ ڪر! سندس پيءُ چوندو تہ چڱو! اڄ تنهنجي نافرماني نٿو ڪريان. ابراهيم عليه السلام عرض ڪندو تہ رب منهنجا! تو مون سان وعدو ڪيو آهي تہ مون کي قيامت جي ڏينهن خوار نہ ڪندين. هاڻي ان کان وڌي خواري ڪهڙي ٿي سگهي ٿي تہ (اڄ) منهنجو پيءُ تنهنجي رحمت کان محروم آهي. الله تعاليٰ فرمائيندو تہ: مون ڪافرن لاءِ جنت کي حرام ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ فرمائيندو تہ: اي ابراهيم! پنهنجي پيرن ڏانهن نهار! ڇا ڏسندو تہ مٽيءَ ۾ ڀريل لڏڙو سندس پيرن ۾ ليٽڙيون پائي رهيو آهي. پوءِ کيس ٽنگن کان پڪڙي دوزخ ۾ اڇلايو ويندو. (بخاري)

(٥٤٠٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهو پگهر ۾ ٻڏل هوندا، تانجو سندن پگهر زمين ۾ هيٺ ستر هٿ اونهو هوندو ۽ ڪنن تائين پگهر ۾ ٻڏل هوندا. (بخاري، مسلم)

(٥٤٠٣) مقداد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: قيامت جي ڏينهن سج کي ماڻهن کان هڪ ميل جي مفاصلي جيترو ويجهو ڪيو ويندو. پوءِ ماڻهو پنهنجن عملن مطابق پگهر ۾ غرق هوندا، ڪو پيڏين تائين ڪو گوڏن تائين ڪو ڌُن تائين پگهر ۾ ٻڏل هوندو ۽ ڪو منهن تائين پگهر ۾ ٻڏل هوندو ۽ رسول الله ﷺ جن پنهنجي آڱر سان منهن ڏانهن اشارو فرمايو. (مسلم)

(5404) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (قيامت جي ڏينهن) الله تعاليٰ فرمائيندو تہ: اي آدم! عرض ڪندو تہ حاضر آهيان، نيڪ بختي ۽ ڀلائي تنهنجي هٿ ۾ آهي. فرمائيندو تہ: (پنهنجي اولاد مان) دوزخ جو لشڪر جدا ڪر. عرض ڪندو تہ"دوزخ جو لشڪر" ڪيترو آهي؟ فرمائيندو تہ: هر هزار مان نوسوءُ نوانوي ماڻهو. انهيءَ وقت ننڍڙو ٻار پوڙهو ٿي ويندو ۽ پيٽ واري عورت جو ٻار ڪري پوندو ۽ تون ماڻهن کي مدهوش ڏسندين، حالانڪ اهي مدهوش نہ هوندا، پر الله جو عذاب سخت هوندو. عرض ڪيائون تہ: اي الله جا رسول ﷺ ! پوءِ اسان مان ڪير جنت ۾ ويندو؟ فرمايائون تہ: توهان کي خوشخبري هجي، جو هڪ توهان مان ۽ هڪ هزار ياجوج ماجوج مان هوندا. پوءِ فرمايائون تہ: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، اميد آهي تہ توهان جنتين جو چوٿون حصو هوندا. تڏهن اسان الله اڪبر چيو. فرمايائون تہ: مون کي اميد آهي تہ توهان جنتين جو ٽيون حصو هوندا. اسان وري الله اڪبر چيو. پوءِ فرمايائون تہ: مون کي اميد آهي تہ توهان جنتين جو اڌواڌ هوندا. اسان وري الله اڪبر چيو. پوءِ فرمايائون تہ: ماڻهن ۾ توهان جي تعداد جو تناسب ائين آهي، جيئن بگي ڏاند ۾ ڪارن وارن جو ٽڪو يا (فرمايائون تہ:) جيئن ڪاري ڏاند ۾ اڇن وارن جو ٽڪو هوندو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٠٥) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ: (قيامت جي ڏينهن) اسان جو رب پنهنجي پني مبارڪ کوليندو، پوءِ ان کي هر مؤمن مرد ۽ مؤمن عورت سجدو ڪندا، پر جيڪي دنيا

۾ رياڪاري ۽ شهرت جي ارادي سان سجدو ڪندا هئا، اهي رهجي ويندا. سجدو ڪرڻ گهرندا، پر سندن پٺي هڏي وانگر سخت ٿي ويندي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٠٦) ابوهريره ﷛ ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺجن فرمايو ته: قيامت جي ڏينهن ٿلهو متارو ماڻهو ايندو، ﷲ وٽ سندس وزن مڇر جي پَر جيترو به نه هوندو ۽ فرمايائون ته: (هيءَ آيت) پڙهو: "پوءِ اسان قيامت جي ڏينهن سندن لاءِ (سندن عملن ڪي) ڪو وزن نه ڏينداسون." (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٤٠٧) ابوهريره ﷛ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت پڙهي: "انهيءَ ڏينهن زمين پنهنجيون خبرون ٻڌائيندي." فرمايائون ته: ڇا توهان کي خبر آهي ته ان جون خبرون ڇا آهن؟ چيائون ته: ﷲ ۽ ان جو رسولﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون ته: ان جون خبرون هي آهن ته اها هرهڪ ٻانهي يا ٻانهياڻيءَ جي خلاف شاهدي ڏيندي ته انهيءَ منهنجي مٿان ههڙو ۽ ههڙو ڪم ڪيو. چوندي ته هن (شخص) مون تي فلاڻي ڏينهن هيءُ ۽ هيءُ ڪم ڪيو ته اهي سندس خبرون آهن. (ان کي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته حديث صحيح غريب آهي)

(٥٤٠٨) ابوهريره﷛ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺجن فرمايو ته: جيڪو به مري ٿو پڇتائي ٿو. عرض ڪيائون ته: اي ﷲ جا رسولﷺ! سندس پڇتائڻ مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون ته: جيڪڏهن ڀلارو انسان هوندو ته پڇتائيندو ته انهيءَ وڌيڪ نيڪيون ڇو نه ڪيون ۽ جيڪڏهن گنهگار هوندو ته هي سوچي پڇتائيندو ته انهيءَ گناهه ڇو نه ڇڏيا. (ترمذي)

(5409) ابوهريره ﷛ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺجن فرمايو ته: قيامت جي ڏينهن ماڻهن کي ٽن طريقن سان حشر جي ميدان ۾ گڏ ڪيو ويندو. 1- هڪڙا پيادل آندا ويندا. 2- ٻيا سوارين تي آندا ويندا. 3- ٽيان اونڌي منهن آندا ويندا. عرض ڪيو ويو ته اي ﷲ جا رسول ﷺ! اونڌي منهن ڪيئن هلندا؟ فرمايائون ته: جيڪو ﷲ انهن کي پيرن تي هلائي ٿو، اهو ڪين اونڌي منهن هلائڻ تي به قدرت رکندڙ آهي، پر اهي پاڻ کي منهن سان هر هيٺاهين مٿاهين ۽ ڪنڊي ڪانيءَ کان بچائيندا ايندا. (ترمذي)

(5410) ابن عمر﷠ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺجن فرمايو ته: جنهن کي خوشي ٿئي ٿي ته ڇڻ ته قيامت جي ڏينهن کي ڏسي ان کي گهرجي ته هي سورتون پڙهي: اذا الشمس ڪورت اذا السماءُ انفطرت ۽ اذا السماءُ انشقت. (احمد، ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٤١١) ابوذر ﷛ ڪان روايت آهي ته سچ ڳالهائيندڙ ۽ سچي نهرايل يعني رسول الله ﷺ جن مون کي ٻڌايو ته: (حشر جي ميدان ۾) ماڻهو ٽن طريقن سان گڏ ڪيا ويندا. 1- ڪي جماعتون سوارين تي کائيندي پيئندي ايندي يون،

2- ڪي جماعتون اهي هونديون جن کي فرشتا گهليندا اونڌي منهن هڪليندا ايندا، 3- ڪي جماعتون هلنديءَ ڊوڙينديءَ ايندي. اَللّٰهُ تعاليٰ سوارين تي اهڙي آفت وجهندو، جو ڪا سواري باقي نہ بچندي، تانجو ماڻهو باغ جي بدلي ۾ سواري وٺڻ لاءِ تيار هوندو پر ان جي بہ قدرت نہ رکندو. (نسائي)

# حساب، بدلي ۽ ڏيڻ، وٺڻ ۽ عملن جي تورڻ جو بيان

## پهريون فصل

(٥٤١٢) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن جنهن کان بہ حساب ورتو ويو، اهو هلاڪ ٿيو. مون عرض ڪيو تہ اَللّٰهُ تعاليٰ نٿو فرمائي تہ:" پوءِ ان کان آسان حساب ورتو ويندو."فرمايائون تہ: اها تہ(عملن جي) پيشي ٿيندي، پر جنهن سان حساب ۾ سختي ڪئي وئي، اهو هلاڪ ٿيو. (بخاري، مسلم)

(٥٤١٣) عدي بن حاتم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: اَللّٰهُ تعاليٰ ضرور توهان مان هر هڪ سان ترجمان ۽ پردي کان سواءِ ڳالهائيندو. ماڻهو پنهنجي ساڄي پاسي ڏسندو تہ ڪيس پنهنجا عمل نظر ايندا جيڪي ڪمايا هوندائين. پنهنجي کابي پاسي ڏسندو تہ بہ ڪيس پنهنجا عمل نظر ايندا، جيڪي ڪمايا هوندائين ۽ سامهون ڪيس دوزخ کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ ايندو. بس! پاڻ کي باهہ جي عذاب کان بچايو، جيتوڻيڪ هڪ اڌ کجي هجي (تہ اها بہ صدقي ۾ ڏيو). (بخاري، مسلم)

(٥٤١٤) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: اَللّٰهُ تعاليٰ مؤمن کي ويجهو ڪري مٿس پنهنجو پلاند رکي ڍڪي فرمائيندو تہ: ڇا تون پنهنجا هي ۽ هي گناهہ ڄاڻين ٿو؟ چوندو تہ هائو! اي منهنجا رب! تانجو پنهنجن گناهن جو اقرار ڪندو ۽ دل ۾ سمجهندو تہ آئون هلاڪ ٿي چڪس. اَللّٰهُ فرمائيندو تہ: مون دنيا ۾ تنهنجا گناهہ لڪايا، اڄوڪي ڏينهن بہ توکي بخشيان ٿو. پوءِ ڪيس سندس نيڪين جو نامہ اعمال ڏيندو. رهيو منافق ۽ ڪافر تہ ماڻهن جي سامهون علي الاعلان سندن باري ۾ چيو ويندو تہ ٻڌو! هي اُتو اهي جن پنهنجي رب جي باري ۾ ڪوڙ ڳالهايو، ٻڌو! ظالمن تي اَللّٰهُ جي لعنت آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤١٥) ابوموسيٰ اشعري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن قيامت جو ڏينهن ايندو تہ اَللّٰهُ تعاليٰ هر مسلمان جي حوالي هڪ يهودي يا هڪ عيسائي ڪندو ۽ فرمائيندو تہ: هيءُ آهي تنهنجي لاءِ دوزخ کان بدلو. (مسلم)

(٥٤١٦) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن نوح عليه السلام کي آندو ويندو، ڪيس چيو ويندو تہ ڇا تو (اَللّٰهُ جو) پيغام پهچايو؟ چوندو تہ هائو اي رب منهنجا! پوءِ سندس امت کان پڇيو ويندو تہ ڇا انهيءَ توهان کي (اَللّٰهُ جو) پيغام پهچايو؟ چوندا تہ اسان وٽ ڪو ڊيڄاريندڙ نہ آيو هو. (نوح عليه السلام کي) چيو ويندو تہ تنهنجا شاهد ڪير آهن؟ چوندو تہ محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس امت. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن

فرمايو تہ: پوءِ توهان کي آندو ويندو ۽ توهان شاهدي ڏيندا تہ واقعي (نوحؑ) اللہ جو پيغام پهچايو هو. پوءِ رسول اللہ ﷺ جن هيءَ آيت پڙهي:" اهڙيءَ طرح اسان توهان کي وچٿري امت بڻايو تہ جيئن توهان ماڻهن تي شاهد ٿيو ۽ رسول سڳورو توهان تي شاهد ٿئي. (بخاري)

(٥٤١٧) انس ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول اللہ ﷺ جن وٽ هئاسون تہ پاڻ ﷺ مشڪي فرمايائون تہ: ڇا ڄاڻو ٿا تہ آئون ڪهڙي ڳالهہ جي ڪري کلي رهيو آهيان. عرض ڪيائون تہ اللہ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻن ٿا. فرمايائون تہ: (قيامت جي ڏينهن) هڪڙو ٻانهو پنهنجي رب سان ڳالهائيندو. چوندو تہ اي رب منهنجا! ڇا تو مون کي ظلم کان پناهہ نہ ڏني آهي؟ اللہ فرمائيندو تہ: بيشڪ! چوندو تہ پوءِ اڄ آئون پنهنجي خلاف پاڻ کان سواءِ ڪنهن جي شاهدي نہ مڃيندس. اللہ فرمائيندو تہ: اڄ تون پاڻ ئي پنهنجي خلاف شاهدي ڏيندڙ ڪافي آهين ۽ ڪراما ڪاتبين تنهنجي خلاف شاهد ڪافي آهن. پوءِ سندس منهن تي مهر هنئي ويندي ۽ سندس جسم جي عضون کي چيو ويندو تہ ڳالهايو. اهي سندس (ڪيل) ڪرتوتن جي باري ۾ ٻڌائيندا. ڪيس وري ڳالهائڻ جي اجازت ڏني ويندي. چوندو تہ پري ٿيو ۽ هلاڪ ٿيو توهان، آئون تہ توهان جي طرفان جهڳڙو ڪري رهيو هيس. (مسلم)

(٥٤١٨) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ: يا رسول اللہ ﷺ! ڇا قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب کي ڏسنداسون؟ فرمايائون تہ: ٽاڪ منجهند جو جڏهن آسمان ۾ ڪڪر نہ هجن، ڇا توهان کي سج جي ڏسڻ ۾ اختلاف هوندو آهي؟ عرض ڪيائون تہ نہ! فرمايائون تہ: پلا چوڏهين تاريخ جو جڏهن آسمان ۾ ڪڪر نہ هجن، ڇا توهان کي چنڊ جي ڏسڻ ۾ اختلاف هوندو آهي؟ عرض ڪيائون تہ نہ! فرمايائون تہ: پوءِ مون کي اللہ جو قسم! آهي جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ توهان کي پنهنجي رب ڪريم جي ڏسڻ ۾ بہ ائين اختلاف نہ ٿيندو، جيئن سج ۽ چنڊ جي ڏسڻ ۾ توهان کي اختلاف نہ ٿيندو آهي. (پوءِ) فرمايائون تہ:(اللہ تعاليٰ) پنهنجي ٻانهي سان ملندو، ڪيس چوندو تہ اڙي فلاڻا! ڇا مون توکي بزرگي نہ ڏني؟ توکي سرداري نہ ڏني هئي؟ توکي زال نہ ڏني هئي؟ توکي گهوڙن ۽ اٺن جو مالڪ نہ ڪيو هو؟ توکي رئيس (۽ وڏيرو) نہ ڪيو تہ چوٿون حصو ڀتائي وصول ڪرين؟ چوندو تہ هائو! فرمائيندو تہ: ڇا توکي منهنجي ملاقات جو يقين هو؟ چوندو تہ نہ! فرمائيندو تہ: جيئن تو مون کي (دنيا ۾) وساري ڇڏيو، تيئن (اڄ) آئون توکي وساري ڇڏيان ٿو. پوءِ ٻئي ٻانهي سان ملاقات ڪندو ۽ ڪيس بہ ساڳيءَ طرح فرمائيندو. وري ٽئين سان ملندو تہ ڪيس بہ اها ئي ڳالهہ چوندو. عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون ايمان آندو تو تي تنهنجن ڪتابن تي ۽ تنهنجن رسولن تي، مون نماز پڙهي، روزا رکيا، خير خيرات ڪئي ۽ سگهہ آهر (اللہ تعاليٰ جي) پلائيءَ سان ساراهہ ڪندو. اللہ فرمائيندو تہ: چڱو بيهہ! اجهو ٿا تنهنجي خلاف شاهد پيش ڪريون. اهو شخص دل ۾ چوندو تہ پلا منهنجي خلاف ڪير شاهدي ڏئي سگهندو؟ پوءِ سندس منهن تي مهر هنئي ويندي ۽ سندس سٿرن کي حڪم ڪيو ويندو تہ ڳالهايو. پوءِ سندس سٿر سندس گوشت ۽ سندس هڏيون سندس ڪرتوتن کي بيان ڪنديون تہ جيئن ٻانهو پنهنجي طرفان عذر پيش نہ ڪري سگهي. اهو شخص منافق هوندو. اهوئي هوندو جنهن تي اللہ تعاليٰ ناراض ٿيندو. (مسلم) ۽ توڪل جي باب ۾ ابوهريره ﷛ جي حديث گذري تہ "منهنجي امت مان ستر هزار بغير حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندا."

## ٻيو فصل

(٥٤١٩) ابوامامہ ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: منهنجي رب مون سان وعدو ڪيو آهي تہ منهنجي امت جي ستر هزار ماڻهن کي بغير حساب ۽ بغير عذاب جي جنت ۾ داخل ڪندو، انهن مان هر هزار سان ستر هزار هوندا ۽ منهنجي رب جون ٽي لپون ان کان سواءِ هونديون. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ)

(٥٤٢٠) حسن بصري، ابوهريره ﷛ جي حوالي سان بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهن جون ٽي حاضريون ٿينديون. ٻن حاضرين ۾ جهڳڙو ۽ عذر پيش ڪيا ويندا ۽ آخري حاضريءَ ۾ اعمالناما ڏنا ويندا، ڪنهن کي ساڄي هٿ ۾ تہ ڪنهن کي کاٻي هٿ ۾. (احمد، ترمذي) ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن بصري ؒ جي حوالي سان صحيح نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس ابوهريره ﷛ کان ٻڌڻ ثابت نہ آهي. ۽ ڪن حضرات اها حديث حسن بصري کان بحوالہ ابوموسيٰ اشعري﷛ بيان ڪئي آهي) حديث ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٢١) عبد الله بن عمرو﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ منهنجي امت جي هڪ شخص کي ماڻهن جي سامهون علي الاعلان نجات عطا ڪندو. سندس اعمالنامن جا نوانوي دفتر کولي حد نگاه تائين پکيڙيا ويندا. ڪيس فرمائيندو تہ: ڇا تون پنهنجن هنن (گناهن) جو انڪار ڪرين ٿو؟ ڇا توتي منهنجي طرفان حفاظت سان لکندڙن ظلم ڪيو آهي؟ چوندو تہ نہ منهنجا رب سائين! فرمائيندو تہ: ڇا تو وٽ ڪو عذر آهي؟ عرض ڪندو تہ نہ رب سائين! فرمائيندو تہ: هائو! اسان وٽ تنهنجي هڪڙي نيڪي آهي ۽ اڄ توسان ظلم نہ ڪيو ويندو. پوءِ سندس هڪڙي پرچي ڪڍي ويندي، جنهن تي لکيل هوندو تہ " آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ محمد ﷺ سندس ٻانهو ۽ سندس رسول آهي. الله فرمائيندو تہ: وڃي هن کي ترازو ۾ توراءِ. عرض ڪندو تہ رب منهنجا! ايڏن وڏن دفترن جي مقابلي ۾ هيءَ پرچي ڀلا ڇا ڪندي؟ الله فرمائيندو تہ: اڄ توتي ظلم نہ ڪيو ويندو. سندس گناهن جا دفتر ترازو جي هڪ پڙ ۾ ۽ ڪلمہ شهادت جي پرچي ٻئي پڙ ۾ رکي ويندي تہ (گناهن جا) دفتر هلڪا ۽ ڪلمي پاڪ جي پرچي ڳري ٿيندي. مطلب تہ الله جي اسم مبارڪ کان ڪا شيءِ ڳري نہ آهي. (ترمذي، ابن ماجہ)

(٥٤٢٢) عائشہ ﷞ کي دوزخ ياد آئي تہ روئڻ لڳي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توکي ڪهڙي شيءِ روئاري ٿي؟ عرض ڪيائين تہ مون کي دوزخ ياد اچي وئي، تنهن ڪري روئي رهي آهيان. ڇا توهان قيامت جي ڏينهن پنهنجن گهر وارن کي ياد فرمائيندا؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽي جايون اهڙيون آهن، جتي ڪوبہ ڪنهن کي بہ ياد نہ ڪندو: 1- جڏهن ترازوءَ ۾ عمل توريا ويندا، تانجو ڄاڻ ٿئي تہ سندس عملن جو پڙ هلڪو آهي يا ڳرو؟ 2- جڏهن اعمالناما ملندا ۽ (مؤمن) چوندو تہ اچو منهنجو اعمالنامو پڙهو. تانجو ڄاڻ ٿئي تہ ڪيس ساڄي هٿ ۾ اعمالنامو ڏنو وڃي ٿو يا کاٻي هٿ ۾ يا سندس پٺيءَ جي پويان، 3- ۽ جڏهن پل صراط کي جهنم جي مٿان رکيو ويندو. (ابوداﺋود) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

## ٽيون فصل

(٥٤٢٣) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول اللهﷺ جن جي سامهون اچي ويهي رهيو. عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! منهنجا ٻانها مون سان ڪوڙ ڳالهائين ٿا، خيانت ۽ نافرماني ڪن ٿا ۽ آئون انهن کي گاريون بہ ڏيندو آهيان تہ ماريندو بہ آهيان. (ارشاد فرمايو تہ:) منهنجو ۽ سندن معاملو ڪيئن ٿيندو؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن سندن ڪوڙ، خيانت ۽ نافرمانيءَ ۽ انهن سان تنهنجي سزا جو حساب ڪيو ويندو. جيڪڏهن تنهنجي پاران ڏنل سزا سندن گناهن مطابق هوندي تہ توکي نہ ثواب ملندو ۽ نہ عذاب. جيڪڏهن تنهنجي سزا سندن گناهن کان گهٽ هوندي تہ توکي تنهنجو حق ڏياريو ويندو، پر جيڪڏهن تنهنجي سزا سندن گناهن کان وڌي وئي تہ توکان سندن بدلو ورتو ويندو. اهو شخص پري ٿي روئڻ ۽ رڙيون ڪرڻ لڳو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا تو ﷲ تعاليٰ جو هي فرمان ناهي پڙهيو تہ" قيامت جي ڏينهن انصاف جي ترازو رکنداسون، پوءِ ڪنهن نفس تي ظلم نہ ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن آهر جي داڻي جيترو بہ (عمل) هوندو تہ اسان ان کي آڻينداسون ۽ اسان حساب وٺڻ لاءِ ڪافي آهيون." اهو شخص چوڻ لڳو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! آئون پنهنجي ۽ سندن لاءِ هن کان وڌيڪ چڱي واٽ نٿو لهان تہ کين آزاد ڪريان. پوءِ توهان کي شاهد ڪريان ٿو تہ (اڄ) اهي سڀ آزاد آهن.(ترمذي)

(٥٤٢٤) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي ڪنهن نماز ۾ هيءَ دعا گهري تہ اي ﷲ! منهنجو حساب آسان فرماءِ. مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا نبي ﷺ! آسان حساب مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون تہ: (آسان حساب) هي آهي تہ ﷲ ٻانهي جي اعمالنامي ڏانهن نهاري، پوءِ ڪيس بخشي ڇڏي. اي عائشہ! انهيءَ ڏينهن جنهن کان پڇاڻو ٿيو تہ اهو هلاڪ ٿيو. (احمد)

(٥٤٢٥) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ هو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ مون کي ٻڌايو تہ (پنجاهہ هزار سالن تائين) ڪير بيهي سگهندو، جنهن جي باري ۾ ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ انهيءَ ڏينهن ماڻهو ٻنهي جهانن جي رب جي آڏو بيٺا هوندا. فرمايائون تہ: مؤمن لاءِ اهو ڏينهن ايترو هلڪو ڪيو ويندو، جيتري دير ۾ فرض نماز پڙهبي آهي.

(٥٤٢٦) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کان پڇيو ويو تہ (قيامت جي) ڏينهن جي پنجاهہ هزار سالن جي ڊيگهہ جي حالت ڪيئن هوندي؟ فرمايائون تہ: ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، اهو ڏينهن مؤمن لاءِ ان کان بہ وڌيڪ هلڪو ڪيو ويندو، جيتري دير ۾ دنيا ۾ فرض نماز پڙهبي آهي. (بيهقي ڪتاب البعث والنشور ۽ هي ئي حديث مسند احمد ۾ ضعيف سند سان بيان ٿيل آهي)

(٥٤٢٧) اسماءَ بنت يزيد ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ماڻهو هڪ ڪليل ڪشادي ميدان ۾ گڏ ڪيا ويندا. پوءِ اعلان ڪرڻ وارو چوندو تہ ڪٿي آهن اهي ٻانها جن جا پاسا بسترن کان پري هوندا هئا(يعني رات جو اٿي تهجد پڙهندا هئا) پوءِ اهي اٿندا ۽ اهي ڪي گهٽ ماڻهو هوندا ۽ بغير حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندا. پوءِ بين سيني ماڻهن کان حساب وٺڻ جو حڪم ٿيندو. (بيهقي شعب الايمان)

# حوض ڪوثر ۽ شفاعت جو بيان

## پهريون فصل

(٥٤٢٨) انس رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون جنت ۾ گهمي رهيو هيس تہ هڪڙي نهر وٽان منهنجو گذر ٿيو، جنهن جا ڪنارا اندران ڪوريل موتين سان جوڙيل هئا. مون پڇيو تہ: اي جبريل عليه السلام! هيءَ ڇا آهي؟ فرمايائين تہ: هيءَ اها نهر ڪوثر آهي، جيڪا توهان کي توهان جي رب عطا ڪئي آهي، ان جي مٽي جي خوشبوءِ مشڪ کان بہ وڌيڪ تيز آهي. (بخاري)

(٥٤٢٩) عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجو حوض ڪوثر هڪ مهيني جي مفاصلي جيترو (ڊگهو) آهي. ان جا ڪنارا برابر آهن ۽ ان جو پاڻي کير کان وڌيڪ اڇو ۽ ان جي خوشبو مشڪ کان وڌيڪ تيز آهي ۽ ان تي پاڻي پيئڻ جا پيالا آسمان جي ستارن جيترا آهن، جيڪو هڪ ڀيرو ان مان پيئندو، ڪيس وري ڪڏهن اڃ نہ لڳندي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٠) ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي حوض ڪوثر جو مفاصلو ايلہ ۽ عدن جي مفاصلي کان وڌيڪ آهي. ان جو پاڻي برف کان وڌيڪ اڇو ۽ ماکيءَ مليل کير کان وڌيڪ مٺو آهي. ان جا ٿانوَ آسمان جي ستارن جيترا آهن. جيئن هڪ شخص پنهنجي حوض تان ٻين جي اٺن (يا جانورن) کي روڪيندو آهي، تيئن آئون بہ ٻين ماڻهن کي اتان روڪيندس. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ان ڏينهن توهان اسان کي سڃاڻندا؟ فرمايائون تہ: هائو! توهان ۾ هڪڙي نشاني هوندي، جيڪا ڪنهن ٻي امت ۾ نہ هوندي. توهان مون وٽ هن حالت ۾ ايندا جو وضوءَ ۾ جيڪي عضوا ڌوئبا آهن، اهي روشن هوندا. (مسلم) مسلم ۾ انس رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ تون ان تي آسمان ۾ ستارن جي تعداد برابر سون ۽ چانديءَ جا پيالا ڏسندين. ثوبان رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان حوض ڪوثر جي پاڻيءَ جي باري ۾ پڇيو ويو، فرمايائون تہ: کير کان وڌيڪ اڇو ۽ ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو هوندو. منجهس جنت مان سون ۽ چانديءَ جا بہ نيسارا نڪري ڇوڙ ڪن ٿا.

(٥٤٣١) سهل بن سعد رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون حوض ڪوثر تي توهان جو استقبال ڪندس. جيڪو مون وٽ ايندو، اهو ان جو پاڻي پيئندو ۽ جيڪو هيڪر ان مان پاڻي پيئندو، ان کي وري اڃ نہ لڳندي. ضرور مون وٽ ڪي ماڻهو ايندا، ڪين آئون سڃاڻندس ۽ اهي مون کي سڃاڻندا. پوءِ ڪين مون وٽ اچڻ کان روڪيو ويندو. آئون چوندس تہ اهي مون مان آهن. چيو ويندو تہ توهان نٿا ڄاڻو تہ توهان کان پوءِ انهن ڪهڙا (ڪرتوت) سرانجام ڏنا؟ تڏهن آئون چوندس تہ پري ٿين، پري ٿين اهي جيڪي مون کان پوءِ بدلجي ويا هئا. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٢) انس رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن مؤمنن کي روڪيو ويندو، تانجو ڪين ڳڻتي وٺندي. (پاڻ ۾) چوندا تہ جيڪر پنهنجي رب وٽ ڪنهن جي شفاعت پيش ڪريون تہ هن مصيبت کان نجات عطا ڪري. پوءِ آدم عليه السلام وٽ ويندا ۽ چوندا تہ اي آدم عليه السلام! تون سڀني انسانن جو پيءُ آهين، الله تعالىٰ

توکي پنهنجي هٿ سان پيدا ڪيو، توکي پنهنجي جنت ۾ رهايو، توکي ملائڪن سجدو ڪيو ۽ توکي سڀني شين جا نالا سيکاريائين. پنهنجي رب وٽ اسان جي سفارش ڪر تہ اسان کي هن مصيبت کان نجات ڏي. فرمائيندو تہ: منهنجو اهو مقام نہ آهي ۽ منع ڪيل وڻ جي ميوي کائڻ جي غلطي ياد ڪري چوندو تہ نوح‎عليه السلام وٽ وڃو، جيڪو دنيا ۾ الله جو سڀ کان پهريون نبي آهي. پوءِ اهي نوح عليه السلام وٽ ايندا. کين چوندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ پٽ جي بخشش جي دعا گهرڻ جي غلطيءَ کي ياد ڪري چوندو تہ الله جي دوست ابراهيم عليه السلام وٽ وڃو. پوءِ ابراهيم‎عليه السلام وٽ ايندا. اهو کين چوندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي ۽ ٽن ڪوڙن جي ڳالهائڻ (جي غلطيءَ) کي ياد ڪندو، پر توهان موسيٰ عليه السلام وٽ وڃو، جيڪو (الله جو خاص) ٻانهو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ توريت ڏنو، ساڻس ڪلام ڪيائين ۽ رازداري ڪرڻ لاءِ کيس ويجهو ڪيائين. پوءِ اهي موسيٰ‎عليه السلام وٽ ايندا. اهو فرمائيندو تہ: منهنجو اهو مقام نہ آهي ۽ (فرعونيءَ کي) قتل ڪرڻ جي غلطي ياد ڪندو، پر توهان عيسيٰ عليه السلام ڏي وڃو، جيڪو الله جو ٻانهو، سندس رسول، سندس روح ۽ ڪلمو آهي. پوءِ اهي عيسيٰ‎عليه السلام وٽ ايندا. اهو فرمائيندو تہ: منهنجو اهو مقام نہ آهي، توهان محمد ﷺ جن وٽ وڃو، جيڪو الله جو اهڙو ٻانهو آهي، جنهن جا الله تعاليٰ اڳيان ۽ پويان گناهہ بخشي ڇڏيا آهن. پاڻ‎ﷺ فرمايائون تہ: پوءِ مون وٽ ايندا. آئون الله جي گهر (عرش) وٽ اچي اجازت گهرندس. مون کي اجازت ڏني ويندي. جڏهن آئون الله تعاليٰ کي ڏسندس تہ سجدي ۾ ڪري پوندس ۽ جيستائين الله پاڪ گهرندو، انهيءَ حالت ۾ مون کي ڇڏي ڏيندو. پوءِ فرمائيندو تہ: اي محمد! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ، جيڪي چوڻو اٿئي چئہ، تنهنجي ڳالهہ ٻڌبي ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي، جيڪي گهرندين توکي ڏنو ويندو. پوءِ آئون پنهنجو مٿو مٿي ڪڍندس ۽ پنهنجي رب پاڪ جي انهن لفظن سان ساراهہ ۽ تعريف ڪندس، جيڪا مون کي (انهيءَ وقت پاڻ) سيکاريندو. پوءِ مون کي محدود شفاعت جي اجازت ڏني ويندي. اتان نڪري (دوزخ وٽ اچي امتين) کي ٻاهہ مان ٻاهر ڪڍي جنت ۾ داخل ڪندس. وري ٻيهر موٽي ويندس. پنهنجي رب جي گهر (عرش) وٽ اچي اجازت گهرندس. مون کي اجازت ڏني ويندي. جڏهن آئون رب تعاليٰ کي ڏسندس تہ سجدي ۾ ڪري پوندس ۽ جيستائين گهرندو انهيءَ حالت ۾ مون کي ڇڏي ڏيندو. پوءِ فرمائيندو تہ: اي محمد! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ، جيڪي چوڻو اٿئي چئہ، تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي ۽ جيڪي گهرندين توکي ڏنو ويندو. پوءِ آئون پنهنجو مٿو مٿي ڪڍندس ۽ پنهنجي رب جي انهن لفظن ۾ ساراهہ ۽ تعريف ڪندس، جيڪي مون کي پاڻ سيکاريندو، وري مون کي هڪ حد تائين شفاعت جي اجازت ڏني ويندي. اتان نڪري (دوزخ وٽ اچي) کين ٻاهہ مان ٻاهر ڪڍي جنت ۾ داخل ڪندس. پوءِ ٽيون ڀيرو موٽي الله جي گهر(عرش) وٽ ايندس ۽ اجازت گهرندس. مون کي اتي اچڻ جي اجازت ڏني ويندي. جڏهن آئون ان کي ڏسندس تہ سجدي ۾ ڪري پوندس. پوءِ جيستائين الله گهرندو انهيءَ حالت ۾ مون کي ڇڏي ڏيندو. پوءِ فرمائيندو تہ: اي محمد! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ جيڪي چوڻو اٿئي چئہ تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي، شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي ۽ جيڪي گهرندين توکي ڏنو ويندو. پوءِ آئون پنهنجو مٿو مٿي ڪڍندس ۽ پنهنجي رب جي انهن لفظن ۾ ساراهہ ۽ تعريف ڪندس، جيڪي مون کي پاڻ سيکاريندو، وري مون کي هڪ حد تائين شفاعت جي اجازت ڏني ويندي. اتان نڪري (دوزخ وٽ اچي) کين ٻاهہ مان ٻاهر ڪڍي، جنت ۾ داخل ڪندس. تانجو دوزخ ۾ ڪوبہ باقي نہ رهندو، مگر جنهن کي قرآن مجيد روڪيندو يعني جيڪي (ڪافر) سدائين دوزخ ۾ رهندا. پوءِ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائون: ويجهو آهي تہ توکي تنهنجو رب مقام محمود عطا ڪري ۽ فرمايائون تہ: اهوئي"مقام محمود" آهي، جنهن جو توهان جي نبيءَ سان (الله تعاليٰ) وعدو فرمايو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٣) انسﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن قيامت جو ڏينهن ايندو، ماڻهو پاڻ ۾ ملي آدم ﷺ وٽ ايندا ۽ چوندا تہ پنهنجي رب وٽ سفارش ڪر. فرمائيندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي، پر ابراهيم ﷺ وٽ وڃو، جيڪو الله جو دوست آهي. پوءِ ابراهيم ﷺ وٽ ايندا. اهو چوندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي، پر موسيٰﷺ وٽ وڃو، جنهن سان الله تعاليٰ ڪلام فرمايو. پوءِ موسيٰﷺ وٽ ايندا. اهو فرمائيندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي، پر توهان عيسيٰﷺ وٽ وڃو، جيڪو الله جو ڪلمو ۽ سندس روح آهي. پوءِ عيسيٰ ﷺ وٽ ايندا. اهو فرمائيندو تہ منهنجو اهو مقام نہ آهي، توهان محمد ﷺجن وٽ وڃو. پوءِ مون وٽ ايندا. آئون چوندس تہ مان ئي ان (شفاعت) جو حقدار آهيان. آئون پنهنجي رب وٽ اچي اجازت گهرندس تہ مون کي اجازت ڏني ويندي، ۽ اهڙا ساراهہ جوڳا ڪلما مون کي سيکاريا ويندا، جيڪي هن وقت مون کي نٿا اچن. آئون انهن ڪلمن سان الله جي ساراهہ ڪندس ۽ سجدي ۾ ڪري پوندس. فرمايو ويندو تہ: اي محمد ﷺ! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ ۽ چؤ تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي، گهر توکي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي. آئون چوندس تہ اي منهنجا رب، منهنجي امت، منهنجي امت. (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ: وڃ جنهن جي بہ دل ۾ آهر جي داڻي جيترو ايمان هجي، ان کي دوزخ مان ڪڍ. آئون وڃي ائين ڪندس. وري ٻيهر موٽي ويندس ۽ انهن ئي ڪلمن سان الله جي ساراهہ ڪندس ۽ سجدي ۾ ڪري پوندس. فرمايو ويندو تہ: اي محمدﷺ! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ ۽ چؤ، تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي، گهُر توکي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي. آئون چوندس تہ اي منهنجا رب، منهنجي امت، منهنجي امت. (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ وڃ جنهن جي بہ دل ۾ ذري جيترو يا آهر جي داڻي جيترو ايمان هوندو، ان کي دوزخ مان ڪڍ. آئون وڃي ائين ڪندس. وري ٽيهر موٽي ويندس ۽ انهن ئي ڪلمن سان الله جي ساراهہ ڪندس ۽ سجدي ۾ ڪري پوندس. فرمايو ويندو تہ: اي محمدﷺ! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ ۽ چؤ، تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي، گهُر توکي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي. آئون چوندس تہ اي منهنجا رب، منهنجي امت، منهنجي امت. (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ: وڃ جنهن جي بہ دل ۾ آهر جي داڻي کان گهٽ بہ ايمان هوندو، ان کي دوزخ مان ڪڍ. آئون وڃي ائين ڪندس. وري چوٿون ڀيرو موٽي ويندس ۽ انهن ئي ڪلمن سان الله جي ساراهہ ڪندس ۽ سجدي ۾ ڪري پوندس. فرمايو ويندو تہ: اي محمدﷺ! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ ۽ چؤ، تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ويندي، گهُر توکي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبول ٿيندي. آئون چوندس تہ اي منهنجا رب! مون کي انهن جي باري ۾ (شفاعت جي) اجازت ڏي جن لا اله الا الله چيو آهي. (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ: اهو تنهنجو ڪم نہ آهي، پر مون کي پنهنجي عزت، جلال، وڏائي ۽ عظمت جو قسم آهي تہ جنهن بہ لا اله الا الله چيو آهي، ضرور آئون پاڻ ان کي دوزخ مان ڪڍندس. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٤) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن مان جيڪو بہ دل جي خلوص سان لا اله الا الله چوندو، قيامت جي ڏينهن ان کي منهنجي شفاعت جي سعادت نصيب ٿيندي. (بخاري)

(٥٤٣٥) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ دعوت ۾ اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسين. سندن سامهون ران جو گوشت ڪٺي رکيو ويو، جيڪو کين پسند هوندو هو. ان کي چکيائون، پوءِ فرمايائون تہ: آئون قيامت جي ڏينهن ماڻهن جو سردار هوندس. جنهن ڏينهن ماڻهو جهانن جي رب جي آڏو بيٺا هوندا. سج (سوا نيزي تي) ويجهو ايندو. ماڻهن کي تہ سخت تڪليف ۽ غم پهچندو. ماڻهو چوندا تہ پنهنجي رب وٽ ڪنهن شفاعت ڪندڙ کي نٿا تلاش ڪريو؟ پوءِ آدم ﷤ وٽ ايندا ۽ شفاعت واري حديث بيان ڪندي فرمايائون تہ: پوءِ آئون عرش هيٺان اچي پنهنجي رب کي سجدو ڪندس. الله تعاليٰ مون کي پنهنجي سهڻي ساراهہ ۽ تعريف ڪرڻ جا اهڙا ڪلمات سيکاريندو، جيڪي مون کان اڳ ڪنهن کي سيکاريا نہ ويا هئا. پوءِ (الله تعاليٰ) فرمائيندو تہ: اي محمد ﷺ ! پنهنجو مٿو مٿي ڪڻ، گهـــر توکي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت مڃي ويندي. آئون مٿو مٿي ڪٽي چوندس تہ: اي رب منهنجا! منهنجي امت، اي رب منهنجا! منهنجي امت. مون کي چيو ويندو تہ اي محمد ﷺ ! پنهنجي امت مان جن تي حساب، ڪتاب نہ آهي، جنت جي ساڄي پاسن وارن دروازن کان داخل ڪر ۽ ٻين دروازن مان داخل ٿيڻ ۾ بہ ماڻهن سان اهي ڀاڱي ڀائيوار آهن. فرمايائون تہ: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جنت جي ٻنهي دروازن جو وچيون فاصلو ايترو آهي، جيترو مڪي ۽ هجر(بحرين جو هڪ شهر) جي وچ ۾ مفاصلو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٦) حذيفہ ﷛ جي شفاعت جي حديث ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: امانت ۽ مٽيءَ کي ڇڏيو ويندو، جيڪي منهنجي ساڄي ۽ کاٻي پاسي پل صراط وٽ بيهنديون. (مسلم)

(٥٤٣٧) عبدالله بن عمرو بن عاص ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ابراهيم ﷤ جي باري ۾ الله تعاليٰ جو هي فرمان پڙهيو: "رب منهنجا! انهن (بتن) گهڻن ئي ماڻهن کي گمراهہ ڪيو آهي، پوءِ جيڪو منهنجي پيروي ڪندو، اهو مون مان آهي." (سوره ابراهيم:36) پوءِ عيسيٰ﷤ جو قول پڙهيائون تہ: "جيڪڏهن کين عذاب ڪندين تہ بيشڪ تنهنجا ئي ٻانها آهن ۽ جيڪڏهن کين بخشيندين تہ بيشڪ تون غالب حڪمت وارو آهين." (المائده:118) پوءِ دعا لاءِ هٿڙا مٿي ڪٽي چوندا رهيا تہ " اي منهنجا الله! منهنجي امت! منهنجي امت!" ۽ روئڻ لڳا. الله تعاليٰ جبريل ﷤ کي فرمايو تہ: "محمد ﷺ وٽ وڃي پڇ تہ ڇو ٿا روئو؟" حالانڪ تنهنجي رب کي سڀ خبر آهي. جبريل ﷤ وٽن آيو. رسول الله ﷺ جن ان جو سبب ٻڌايو ۽ جبريل ﷤ الله وٽ اچي سبب عرض ڪيو. حالانڪ الله کي سمورو علم آهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ: اي جبريل ﷤! محمد ﷺ وٽ وڃي چئو تہ اسان توهان کي توهان جي امت جي باري ۾ سگهوئي راضي ڪنداسون ۽ توهان کي نہ رنجائينداسون. (مسلم)

(٥٤٣٨) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ ڪن ماڻهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! ڇا اسان قيامت جي ڏينهن پنهنجي پالڻهار کي ڏسنداسون؟ فرمايائون تہ: هائو! ڇا ٿاڪ منجهند جو سج کي، جنهن جي آڏو ڪڪر نہ هجن، ڏسڻ ۾ اختلاف ڪندا آهيو ۽ چوڏهينءَ رات جي چنڊ کي، جنهن جي آڏو ڪڪر نہ هجن، ڏسڻ ۾ اختلاف ڪندا آهيو؟ عرض ڪيائون تہ نہ! اي الله جا رسول ﷺ ! فرمايائون تہ: پوءِ توهان ساڳيءَ طرح الله کي ڏسڻ ۾ بہ ڪو اختلاف نہ ڪندا، جيئن سج ۽ چنڊ جي ڏسڻ ۾ اختلاف نٿا ڪريو. قيامت جي ڏينهن اعلان ڪرڻ وارو اعلان ڪندو تہ هر ماڻهو، جنهن بہ (معبود) جي عبادت ڪندو هو، اهو سندس پويان لڳي. پوءِ بت پرست ۽ قبر پرست

قومن مان هر امت دوزخ ۾ وجي ڦهڪو ڪندي، تانجو باقي اهي بچندا جيڪي ﷲ تعاليٰ جي عبادت ڪندا هئا، نيڪ هجن يا بد. وٽن جهانن جو رب ايندو ۽ فرمائيندو ته: جڏهن هر امت پنهنجي پنهنجي معبود جي اڳواڻيءَ ۾ هلي وئي آهي ته توهان کي ڪهڙي شيءِ جو انتظار آهي؟ چوندا ته رب اسان جا! جڏهن دنيا ۾ اسان کي انهن جي ماڻهن جي گهڻي محتاجي هئي، تڏهن به اسان انهن کان پري رهياسون ۽ پسند نه ڪيوسون ته سندن ساٿي ٿيون. ابوهريره رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي ته چوندا ته اسان اتي ئي هونداسون، تانجو اسان جو پالڻهار اسان وٽ اچي. جڏهن اسان جو پالڻهار ايندو ته اسان ڪيس سڃاڻينداسون. ابوسعيد رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي ته (ﷲ تعاليٰ) فرمائيندو ته: ڇا توهان وٽ ڪا نشاني آهي، جنهن سان توهان ان کي سڃاڻو؟ چوندا ته هائو! پوءِ پني کولي ويندي ته ﷲ جي حڪم سان سڀ سجدي ۾ ڪري پوندا، مگر جيڪي (دنيا ۾) ڏيکاءَ لاءِ سجدو ڪندا هئا، انهن جون پٺيون تختي وانگر سخت ٿي پونديون. جڏهن به سجدو ڪرڻ گهرندا، پٺيءَ ڀر ڪري پوندا. ان کان پوءِ جهنم تي پل صراط رکي ويندي ۽ شفاعت ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي ۽ اهي دعا گهرندا ته اي اسان جا ﷲ! سلامت رک، سلامت رک. ڪو مؤمن پل صراط تان اک ڇنڀ ۾، ڪو بجلي وانگر، ڪو هوا وانگر، ڪو پکيءَ وانگر، ڪي عمده گهوڙن ۽ سوارين وانگر گذري ويندا. ڪي سلامتيءَ سان لنگهي ويندا ته ڪي زخمي حالت ۾ پار پوندا. جڏهن ته ڪي زخمي ٿي جهنم ۾ ڪري پوندا. جڏهن مؤمن دوزخ مان نڪرندا ته مون کي قسم آهي ﷲ جو، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، توهان مان ڪو شخص ڪنهن ڳالهه تي ايترو جهڳڙو ڪندڙ نه هوندو، جيترو قيامت جي ڏينهن توهان ﷲ تعاليٰ سان پنهنجن انهن ڀائرن جي باري ۾ جهڳڙو ڪندا، جيڪي دوزخ ۾ هوندا. (سفارش ڪندڙ) چوندا ته رب اسان جا! اهي اسان سان گڏجي روزا رکندا هئا، نماز پڙهندا هئا، حج ڪندا هئا. نيٺ کين چيو ويندو ته ڇڱو! جن کي توهان ڄاڻو ٿا، تن کي دوزخ مان ڪڍو. سندن صورتون باهه تي حرام ڪيون وينديون. اهي وڏي خلق کي ٻاهر ڪڍندا. پوءِ چوندا ته رب اسان جا! جن جي ڪڍڻ جي باري ۾ تو اسان کي حڪم ڏنو، هاڻي منجهائن هڪ به دوزخ ۾ باقي نه آهي. فرمائيندو ته وري واپس وڃو ۽ جنهن جي به دل ۾ هڪ دينار برابر ايمان هجي، ان کي ٻاهر ڪڍو. پوءِ وڏي خلق کي ٻاهر ڪڍندا. وري کين فرمائيندو ته: واپس وڃو ۽ جنهن جي به دل ۾ اڌ دينار جي برابر به ايمان هجي، ان کي به ٻاهر ڪڍو. وري وڏي خلق کي ٻاهر ڪڍندا. ٽيهر کين فرمائيندو ته واپس وڃو ۽ جنهن جي به دل ۾ ذري برابر به خير هجي، تنهن کي ٻاهر ڪڍو. وري به وڏي خلق کي ٻاهر ڪڍندا ۽ چوندا ته رب اسان جا! هاڻي ڪنهن اهڙي دوزخيءَ کي نٿا ڄاڻون، جنهن ۾ خير هجي. ﷲ فرمائيندو ته فرشتن به شفاعت ڪئي، نبين به شفاعت ڪئي، مؤمنن به شفاعت ڪئي، هاڻي ته صرف ارحم الراحمين جي ذات باقي آهي. پوءِ ﷲ تعاليٰ مٺ ڀري انهن دوزخين کي ٻاهر ڪڍندو، جن ڪڏهن خير جو ڪم نه ڪيو آهي. اهي سڙي ڪوئلو ٿي چڪا هوندا. کين جنت جي دروازن وٽ آب حيات جي نهر ۾ وڌو ويندو. اهي ائين ڦٽي نڪرندا، جيئن ڪکن ڪانن ۾ گاهه جا سلا ڦٽندا آهن. اهي موتين وانگر نڪري نروار ٿيندا. سندن پيشانين تي مهر لڳل هوندي. جنتي چوندا ته اهي ٻاجهاري ﷲ جا آزاد ڪيل ٻانها آهن، جن کي بغير نيڪي ۽ ڀلائي ڪرڻ جي جنت ۾ داخل فرمايو اٿس. کين چيو ويندو ته توهان لاءِ اهو سڀ ڪجهه آهي، جيڪي ڏسي رهيا آهيو ۽ ايترو ئي ٻيو به آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٣٩) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جڏهن جنتي جنت ۾ ۽ دوزخي دوزخ ۾ داخل ٿيندا ته (آخر ۾) ﷲ تعاليٰ فرمائيندو ته: جنهن جي به دل ۾ آهر جي داڻي جيترو ايمان آهي، ان کي دوزخ مان ڪڍو. پوءِ هن حالت ۾ کين ڪڍيو ويندو جو سڙي ڪوئلو ٿي چڪا هوندا. کين نهر آب حيات ۾ داخل ڪيو

ويندو تہ ائين ڦٽي نڪرندا جيئن (پاڻيءَ جي پوسل ۾ ) ڪکن, ڪانن ۾ سلا ڦٽندا آهن. ڇا توهان نہ ڏسندا آهيو تہ (ڪيئن انهن مان) ويڙهيل سيڙهيل هيڊي رنگ جا سلا ڦٽندا آهن. (بخاري, مسلم )

(٥٤٤٠) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ ماڻهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا قيامت جي ڏينهن پنهنجي پالڻهار کي ڏسنداسون؟ پوءِ ابوسعيد ﷺ جي (متي بيان ڪيل) حديث وانگر حديث بيان ڪيائين, جنهن ۾ "پني ڪولڻ" جو ذڪر نہ آهي. ان ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: دوزخ جي وچو وچ پل صراط رکي ويندي. سڀني رسولن کان اڳ آئون پنهنجي امت کي وٺي پل صراط پار پوندس. انهيءَ ڏينهن رسولن کان سواءِ ڪو بہ ڳالهائي نہ سگهندو ۽ انهيءَ ڏينهن رسولن جو ڪلام هي هوندو تہ: "اي الله! سلامت رک, اي الله! سلامت رک." جهنم ۾سعدان وڻ جي ڪنڊن جيڏا وڏا ڪنڊا هوندا, جن جي ڊيگهہ کي الله ئي ڄاڻي ٿو. اهي ڪنڊا ماڻهن کي سندن عملن موافق جهٽي وٺندا. ڪي پنهنجن ڪمن جي ڪري بلڪل هلاڪ ٿي ويندا ۽ ڪي زخمي ٿيندا, پر بچي ويندا. تانجو جڏهن الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن جي فيصلي مان فارغ ٿيندو, پوءِ لا اله الا الله پڙهندو دوزخين مان جن کي ڪڍڻ گهرندو, انهن جي باري ۾ فرشتن کي حڪم فرمائيندو تہ: جيڪو بہ شخص الله جي عبادت ڪندو هو, انهيءَ کي دوزخ مان ڪڍو. فرشتا ڪين سجدن جي نشانن سان سڃاڻي ڪيندا, ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ دوزخ تي اها ڳالهہ حرام ڪري ڇڏي آهي تہ (ڪنهن جي) سجدن جي نشانن (يعني پيشاني, هٿن, پيرن ۽ گوڏن) کي ساڙي. تنهن ڪري هر دوزخيءَ جي جسم کي باهہ ڪائيندي سواءِ سجدي جي نشانن جي. نيٺ (گنهگار, مؤمن) هن حالت ۾ دوزخ مان نڪرندا, جو سڙي ڪوئلو ٿي چڪا هوندا. پوءِ جڏهن مٿن آب حيات وڌو ويندو تہ ائين ڦٽي نڪرندا, جيئن نديءَ نالي جي ڪنارن تي ڪنڊن ۽ ڪکن مان سلا ڦٽي نڪرندا آهن. هڪڙو شخص بهشت ۽ دوزخ جي وچ ۾ اجا رهجي ويندو. اهو سڀ کان آخر ۾ دوزخ مان نڪري بهشت ۾ ويندو. سندس رخ دوزخ ڏانهن هوندو ۽ عرض ڪندو تہ منهنجا رب! منهنجو رخ دوزخ کان ڦيراءِ, ڇاڪاڻ تہ ان جي بدبوءَ مون کي ماري ۽ ان جي چڻنگن مون کي ساڙي ڇڏيو آهي. الله فرمائيندو چڱو! جيڪڏهن توسان ائين ڪريان تہ ٻيو ڪو مطالبو تہ نہ ڪندين؟ عرض ڪندو هرگز نہ, تنهنجي عزت جو قسم! پوءِ الله جيڪي گهرندو اهو شخص اهي قول اقرار ڪندو. آخرڪار الله تعاليٰ سندس منهن دوزخ کان ڦيرائيندو. جڏهن بهشت ڏانهن منهن ڪندو تہ جيتري دير الله کي منظور هوندو خاموش رهندو, پوءِ ان جي سونهن, ساوڪ ۽ خوشي ڏسي عرض ڪندو تہ اي منهنجا رب! مون کي بهشت جي دروازي وٽ پهچاءِ. الله تعاليٰ فرمائيندو: ڇا تو عهد, پيمان نہ ڪيو هو تہ آئون وري ٻيو عرض نہ ڪندس؟ چوندو تہ اي رب منهنجا! آئون تنهنجي مخلوق ۾ سڀ کان بدنصيب نہ ٿيان. ارشاد ٿيندو, چڱو الله فرمائيندو چڱو! جيڪڏهن توسان ائين ڪريان تہ ٻيو ڪو مطالبو تہ نہ ڪندين؟ عرض ڪندو هرگز نہ, تنهنجي عزت جو قسم! پوءِ الله جيڪي گهرندو, اهو شخص اهي قول اقرار ڪندو. پوءِ ڪيس بهشت جي دروازي وٽ پهچائيندو. جڏهن بهشت جي دروازي وٽ پهچندو تہ جيتري دير الله کي منظور هوندو خاموش رهندو, پوءِ ان جي سونهن, ساوڪ ۽ خوشي ڏسي (وري) عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون کي بهشت ۾ پهچاءِ. الله تعاليٰ فرمائيندو تہ: اي آدم جا پٽ! توتي افسوس, تو ڪيترا وعدا ڪيا, ڇا تو وعدا نہ ڪيا هئا تہ عطا ڪيل شيءِ کان وڌيڪ سوال نہ ڪندين؟ عرض ڪندو تہ اي منهنجا رب! مون کي پنهنجي مخلوق ۾ سڀ کان وڌيڪ بدنصيب نہ بڻاءِ, ساندهہ الله تعاليٰ کان اها دعا گهرندو رهندو, تانجو الله تعاليٰ مشڪندو. جڏهن الله کلندو تہ ڪيس بهشت ۾ وڃڻ جي اجازت ڏيندو ۽ فرمائيندو تہ: جيڪا تمنا ڪرڻي اٿئي سا ڪر. اهو تمنا جي مٿان تمنا ڪندو, تانجو جڏهن

سندس سڀ ارمان پورا ٿي ويندا تہ ﷲ تعاليٰ (ڪيس ياد ڏياري) فرمائيندو تہ هن ۽ هن شيءِ جي تمنا بہ ڪر. جڏهن سندس سموريون اميدون پوريون ٿي ينديون تڏهن ﷲ فرمائيندو تہ اهي سڀ شيون ۽ ايتريون ٻيون بہ توکي عطا ڪيون ويون. ابوسعيد خدري ﷜ جي روايت ۾ آهي تہ ﷲ تعاليٰ فرمائيندو تہ تنهنجي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ۽ ان کان ڏهوڻو وڌيڪ آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٤١) ابن مسعود ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان آخري شخص جيڪو جنت ۾ داخل ٿيندو، ٿڙندو ٿاٻڙندو ايندو. ڪڏهن سڌو ٿي هلندو تہ ڪڏهن ڪري پوندو ۽ ڪڏهن باهہ ۾ بلڪل لوساڻجي ويندو. جڏهن دوزخ کان لنگهي ويندو تہ ان ڏانهن نهاري چوندو تہ برڪت واري آهي اها ذات، جنهن مون کي توکان نجات ڏني ۽ مون کي اهي نعمتون ڏنائين، جيڪي اڳين ۽ پوين مان ڪنهن کي نہ ڏنائين. ايتري۾ سندس سامهون هڪ وڻ ظاهر ٿيندو (جنهن کي ڏسي) عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون کي هن وڻ جي ويجهو ڪر تہ سندس هيٺان ويهي ڇانوَ وٺان ۽ ان جو پاڻي پيئان. ﷲ فرمائيندو تہ: اي آدم جا پٽ! جيڪڏهن توکي تنهنجي گهربل شيءِ ڏيان تہ ٿي سگهي ٿو تہ تون ٻي شيءِ بہ گهرين؟ چوندو تہ نہ! اي منهنجا رب! پوءِ ﷲ تعاليٰ سان معاهدو ڪندو تہ ان کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو سوال نہ ڪندو ۽ سندس رب ڪيس معذور سمجهندو، ڇاڪاڻ تہ اهڙي شيءِ ڏسندو، جنهن تي صبر ڪري نہ سگهندو. پوءِ ڪيس ان وڻ جي ويجهو ڪيو ويندو، جنهن جي هيٺان ڇانوَ وٺندو ۽ ان جو پاڻي پيئندو. پوءِ سندس سامهون اڳئين وڻ کان سهڻو وڻ ظاهر ٿيندو. عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون کي هن وڻ جي ويجهو ڪر تہ سندس هيٺان ويهي ڇانوَ وٺان ۽ ان جو پاڻي پيئان. بس! توکان وڌيڪ سوال نہ ڪندس. ﷲ فرمائيندو تہ: اي آدم جا پٽ! ڇا تو مون سان معاهدو نہ ڪيو هو تہ ان کان سواءِ ٻيو مطالبو نہ ڪندين؟ پوءِ فرمائيندو تہ: جيڪڏهن وري توکي تنهنجي گهربل شيءِ ڏيان تہ ٿي سگهي ٿو تہ ٻي شيءِ بہ گهرين؟ وري ﷲ تعاليٰ سان معاهدو ڪندو تہ ان کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو سوال نہ ڪندو ۽ سندس رب ڪيس معذور سمجهندو، ڇاڪاڻ تہ اهڙي شيءِ ڏسندو، جنهن تي صبر ڪري نہ سگهندو. نيٺ ڪيس ان وڻ جي ويجهو ڪندو، جنهن جي هيٺان ڇانوَ وٺندو ۽ ان جو پاڻي پيئندو. پوءِ سندس سامهون جنت جي دروازي وٽ ٻنهي اڳين وڻن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سهڻو وڻ ظاهر ٿيندو. عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون کي هن وڻ جي ويجهو ڪر تہ سندس هيٺان ويهي ڇانوَ وٺان ۽ ان جو پاڻي پيئان. ان کان سواءِ توکان ڪو سوال نہ ڪندس. ﷲ فرمائيندو تہ: اي آدم جا پٽ! ڇا تو مون سان عهد نہ ڪيو هو تہ ان کان وڌيڪ ڪا شيءِ نہ گهرندين؟ چوندو تہ هائو رب سائين! هاڻي ان کان سواءِ ٻي شيءِ جو سوال نہ ڪندس ۽ سندس رب ڪيس معذور سمجهندو، ڇاڪاڻ تہ اهڙي شيءِ ڏسندو، جنهن تي صبر ڪري نہ سگهندو. خير جڏهن ڪيس ان وڻ جي ويجهو ڪندو تہ جنتين جون (منٺڙيون) لاتيون ٻڌي عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون کي منجهس داخل فرماءِ. ﷲ فرمائيندو تہ: اي آدم جا پٽ! توکان ڪهڙي شيءِ منهنجي جند ڇڏائيندي، جيڪڏهن توکي دنيا ۽ ايتري ئي ٻي (جنت) ڏيان تہ ڇا راضي ٿيندين؟ عرض ڪندو تہ اي رب منهنجا! ڇا تون مون سان مذاق ڪرين ٿو، حالانڪ تون جهانن جو رب آهين! ايتري حديث بيان ڪري ابن مسعود ﷜ کليو. (ماڻهن کان) پڇڻ لڳو تہ پڇو نٿا تہ آئون ڇا جي ڪري کلي رهيو آهيان؟ ماڻهن چيو تہ هائو! ٻڌايو تہ ڇا جي ڪري کلو ٿا؟ چيائين تہ ساڳيءَ طرح رسول الله ﷺ جن کليا هئا. عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ڪهڙيءَ ڳالهہ جي ڪري کلي رهيا آهيو؟ فرمايائون تہ: جڏهن انهيءَ شخص چيو تہ اي رب منهنجا! ڇا مون سان مذاق ڪرين ٿو، حالانڪ تون جهانن جو رب آهين! تہ ﷲ تعاليٰ کلي ڏنو،

جنهن جي ڪري مون ڪان بہ ڪل نڪري وئي. ﷲ فرمائيندو تہ: توسان مذاق نٿو ڪريان، پر جيڪي گهران ٿو ان جي ڪرڻ تي قدرت رکان ٿو. (مسلم) مسلم ۾ ئي ابوسعيد جي روايت ۾ هي الفاظ نہ آهن تہ: اي آدم جا پٽ! ڪهڙي شيءِ توکان جند ڇڏائيندي؟ الخ. ان ۾ وڌيڪ آهي تہ ﷲ تعاليٰ کيس ياد ڏياريندو تہ هيءَ ۽ هيءَ شيءِ بہ گهر، تانجو سندس سڀ ارمان پورا ٿي ويندا تہ ﷲ تعاليٰ فرمائيندو تہ: اهي سڀ شيون ۽ ان ڪان ڏهوڻيون وڌيڪ توکي عطا ڪيون ويون. پوءِ اهو جنت ۾ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيندو تہ وٽس وڏين اکين واريون سندس ٻہ زالون اچي چونديون تہ سڀ ساراهہ ﷲ لاءِ آهي، جنهن توکي اسان لاءِ ۽ اسان کي تنهنجي لاءِ پيدا فرمايو. تڏهن چوندو تہ جيڪي ڪجهہ مون کي ڏنو ويو آهي، اهو ڪنهن ٻئي کي نہ ڏنو ويو آهي.

(٥٤٤٢) انس رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪيتريون قومون گناهن جي سبب دوزخ ۾ وينديون، پوءِ ﷲ تعاليٰ کين پنهنجي فضل ۽ رحمت سان جنت ۾ داخل ڪندو. کين "جهنمي" چيو ويندو. (بخاري)

(٥٤٤٣) عمران بن حصين رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪڙي قوم محمد ﷺ جن جي شفاعت سبب دوزخ مان نڪرندي ۽ جنت ۾ داخل ٿيندي ۽ کين "جهنمي" سڏيو ويندو. (بخاري) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ منهنجي امت منهنجي شفاعت جي ڪري دوزخ مان نڪرندي، (جنت ۾) کين "جهنمي" سڏيو ويندو.

(٥٤٤٤) ابن مسعود رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون سڀ ڪان آخر ۾ دوزخ مان نڪرندڙ ۽ سڀ ڪان آخر ۾ جنت ۾ ويندڙ شخص کي ڄاڻان ٿو، جيڪو گوڏن ڀر گهلجي دوزخ مان نڪرندو، ﷲ تعاليٰ فرمائيندو تہ وڃ جنت ۾ داخل ٿيءُ، اهو جنت وٽ اچي خيال ڪندو تہ جنت ڀريل آهي. عرض ڪندو تہ اي منهنجا رب! آئون تہ جنت ڀريل ڏسان ٿو. ﷲ تعاليٰ کيس فرمائيندو تہ: وڃ جنت ۾داخل ٿيءُ، تولاءِ دنيا ۽ ان ڪان ڏهوڻي جنت آهي. عرض ڪندو تہ ڇا تون مون سان مذاق ٿو ڪرين يا مون تي کلين ٿو حالانڪ تون بادشاهہ آهين. راوي چوي ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ ان وقت ايترو کليا جو سندن ڏند ڏسڻ ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ: اهو سڀ ڪان گهٽ درجي وارو جنتي هوندو. (بخاري، مسلم)

(٥٤٤٥) ابوذر رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون سڀ ڪان آخر ۾ جنت ۾ ويندڙ ۽ سڀ ڪان آخر ۾ دوزخ مان نڪرندڙ شخص کي ڄاڻان ٿو. کيس قيامت جي ڏينهن آندو ويندو ۽ چيو ويندو تہ سندس سامهون سندس ننڍا گناهہ پيش ڪريو ۽ سندس وڏا گناهہ لڪايو. مٿس سندس ننڍا گناهہ پيش ڪيا ويندا. کيس چيو ويندو تہ تو فلاڻي فلاڻي ڏينهن هي ۽ هي گناهہ ڪيا هئا ۽ فلاڻي ڏينهن هي ۽ هي گناهہ ڪيا. اهو چوندو تہ هائو! ۽ انڪار ڪري نہ سگهندو ۽ ڊڄندو تہ متان مٿس سندس وڏا گناهہ پيش نہ ڪيا وڃن. کيس چيو ويندو تہ ڇڱو! تنهنجي لاءِ هر گناهہ جي بدلي ۾ نيڪي آهي. عرض ڪندو تہ رب منهنجا! مون ٻيا بہ ڪي ڪم ڪيا هئا، جيڪي آئون هتي نٿو ڏسان. (انهيءَ ڳالهہ تي) مون رسول الله ﷺ جن کي مسڪرائيندي ڏٺو، تانجو سندن ڏند مبارڪ ظاهر ٿيا. (مسلم)

(٥٤٤٦) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ مان چئن ڄڻن کي ٻاهر ڪيو ويندو. پوءِ وري ڪين واپس دوزخ ۾ داخل ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويندو. انهن مان هڪڙو شخص ﷲ تعاليٰ ڏانهن واجهائي (ليلائي) عرض ڪندو تہ رب منهنجا! بيشڪ مون کي اميد هئي تہ جڏهن مون کي دوزخ مان ٻاهر ڪيندين تہ وري منجهس نہ وجهندين. پوءِ ﷲ تعاليٰ ڪيس نجات ڏيندو. (مسلم)

(٥٤٤٧) ابوسعيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ايمان وارا دوزخ مان نڪرندا تہ ڪين جنت ۽ دوزخ جي وچ ۾ هڪ پل تي بيهاريو ويندو. پوءِ دنيا ۾ هڪ ٻئي تي جيڪي ظلم ڪيا هونداءُن، انهن جو هڪ ٻئي کي بدلو ڏياريو ويندو، تانجو جڏهن اهي (گناهن کان) پاڪ صاف ٿي ويندا تہ ڪين جنت ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني ويندي. ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ محمد (ﷺ) جي جان آهي تہ انهن مان هر هڪ جنت۾ پنهنجي گهر کي دنياوي گهر کان بہ وڌيڪ ڄاڻندو. (بخاري)

(٥٤٤٨) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنتي کي دوزخ ۾ سندس ٺڪاڻو ڏيکاريو ويندو تہ جيڪڏهن گناهہ ڪري ها تہ دوزخ ۾ سندس اها جاءِ هجي ها، جيئن وڌ ۾ وڌ شڪر گذار ٿئي ۽ دوزخيءَ کي جنت ۾ سندس ٺڪاڻو ڏيکاريو ويندو تہ جيڪڏهن ڀلائي ڪري ها تہ جنت ۾ سندس هيءَ جاءِ هجي ها، جيئن ڪيس وڌ ۾ وڌ حسرت ٿئي. (بخاري)

(٥٤٤٩) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن جنتي جنت ۾ ۽ دوزخي دوزخ ۾ وڃي چڪا هوندا تہ جنت ۽ دوزخ جي وچ ۾ موت کي آندو ويندو. پوءِ هڪ اعلان ڪندڙ اعلان ڪندو تہ اي جنتيو! (هن کان پوءِ) موت نہ آهي ۽ اي دوزخيو! (هن کان پوءِ) موت نہ آهي. انهيءَ اعلان جي ڪري جنتين جي خوشي ويتر وڌي ويندي ۽ دوزخين جو غم ويتر وڌي ويندو. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٤٥٠) ثوبان ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي حوض جي ڪيڙ عدن کان عمان بلقاءَ تائين آهي. ان جو پاڻي کير کان وڌيڪ اڇو، ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو ۽ ان جي پيالن جو تعداد آسمان جي ستارن جيترو آهي. هيڪر جيڪو منجهائنس پيئندو، ان کي وري ڪڏهن بہ اڃ نہ لڳندي. اتي سڀ کان اڳ اهي فقير مهاجر ايندا، جن جي مٿن جا وار ڪنڊريل ۽ ڪپڙا ميرا آهن، جيڪي ناز نعمت ۾ پليل عورتن سان شادي نٿا ڪري سگهن ۽ نہ ئي (دعوت وقت) سندن لاءِ دروازا کوليا وڃن ٿا. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ، ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٤٥١) زيد بن ارقم ﷺ کان روايت آهي تہ (هڪڙي سفر ۾) اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسون. هڪ هنڌ لٿاسون تہ پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو تہ: جيڪي(مؤمن) منهنجي حوض تي ايندا، انهن مان توهان هڪ لک جي پيٽ ۾ هڪ حصو بہ نہ آهيو. پڇيو ويو تہ انهيءَ ڏينهن توهان ڪيترا ڄڻا هئا؟ چيائين تہ ست يا اٺ سؤ. (ابوداؤد)

(٥٤٥٢) سمره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر نبيءَ لاءِ هڪ حوض آهي ۽ اهي هڪ ٻئي تي فخر ڪندا تہ ڪنهن جي حوض تي گهڻا ماڻهو اچن ٿا ۽ بيشڪ مون کي اميد آهي تہ منهنجي حوض تي انهن سڀني کان وڌيڪ ماڻهو ايندا. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٤٥٣) انس ﷜ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت فرمايو. فرمايائون تہ: آئون ائين ڪندس. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! توهان کي ڪٿي تلاش ڪريان؟ فرمايائون تہ: پهريائين پل صراط تي تلاش ڪجان. عرض ڪيم تہ جيڪڏهن اتي توهان کي نہ لهان تہ پوءِ ڪٿي ڳوليان؟ فرمايائون تہ: پوءِ ميزان وٽ. عرض ڪيم تہ جيڪڏهن ميزان وٽ بہ توهان نہ هجو تہ پوءِ؟ فرمايائون تہ: پوءِ مون کي حوض وٽ تلاش ڪجان. ڇاڪاڻ تہ آئون انهن ٽنهي جاين مان ڪنهن هنڌ هوندس. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٤٥٤) ابن مسعود﷜ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن کان پڇيو ويو تہ"مقام محمود" ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهندو. ڪرسيءَ مان ائين چيڪٽ نڪرندو جيئن نئين چمڙي جي زين پائڻ سان ان جي تنگيءَ جي ڪري چيڪٽ نڪرندو آهي. اها ڪرسي آسمان ۽ زمين جي ويڪر جيڏي ڪشادي آهي. توهان کي اگهاڙي پيرين اگهاڙي جسم ۽ بغير طهر جي آندو ويندو. سڀ کان اول ابراهيم﵇ کي لباس پارايو ويندو. الله فرمائيندو تہ منهنجي دوست کي لباس پارايو، پوءِ کيس جنت جون بہ چادرون پارايون ويندون. پوءِ مون کي لباس پارايو ويندو. آئون الله جي ساڄي پاسي"مقام" تي بيهندس. اڳيان پويان سڀ ماڻهو مون تي ريس ڪندا. (دارمي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٥٥) مغيره بن شعبہ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن پل صراط تي مؤمنن جي نشاني هيءَ هوندي تہ "رب منهنجا! سلامت رک، سلامت رک." (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٤٥٦) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي شفاعت منهنجي امت جي انهن ماڻهن لاءِ آهي، جن وڏا گناهہ ڪيا آهن. (ترمذي، ابوداؤد ۽ اها حديث ابن ماجہ ۾ جابر﷜ جي حوالي سان آهي)

(٥٤٥٧) عوف بن مالڪ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون وٽ منهنجي رب وٽان ايندڙ (جبريل ﵇) آيو ۽ مون کي ٻن مان هڪ ڳالهہ جو اختيار ڏنائين: ١- منهنجي اڌ امت جنت ۾ داخل ڪئي وڃي. ٢- يا وري شفاعت (جو حق) اختيار ڪريان. مون شفاعت کي اختيار ڪيو، جيڪا هر مؤمن لاءِ آهي، بشرطيڪ شرڪ نہ ڪري. (ترمذي، ابن ماجہ)

(٥٤٥٨) عبد الله بن ابوحدعاءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: منهنجي هڪڙي امتيءَ جي شفاعت سان بنو تميم قبيلي جي تعداد کان وڌيڪ ماڻهو جنت ۾ داخل ٿيندا. (ترمذي، دارمي، ابن ماجہ)

(٥٤٥٩) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ منهنجي امت مان ڪي ماڻهو ڪيترين جماعتن جي شفاعت ڪندا، ڪي هڪ قبيلي جي، ڪي هڪ جماعت جي ۽ ڪي هڪ شخص جي، تانجو انهن کي جنت ۾ داخل ڪرائيندا. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٦٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون سان الله تعاليٰ وعدو فرمايو آهي تہ منهنجي امت مان چئن لکن کي بغير حساب جي جنت ۾ داخل فرمائيندو. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان لاءِ اجا وڌيڪ جي دعا گهرو. پاڻ ﷺ ٻڪ ناهي ان ڏانهن اشارو ڪيائون. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اجا اسان لاءِ وڌيڪ جي دعا ڪريو. پاڻ ﷺ وري ٻڪ ڀري ڏيکاريائون. تنهن تي عمر رضي الله عنه چيو تہ اي ابوبڪر ( رضي الله عنه )! بس اسان کي ڇڏي ڏي. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ: جيڪڏهن الله تعاليٰ اسان سڀني کي جنت ۾ داخل ڪري تہ توکي ڪهڙو (اعتراض) آهي؟ عمر رضي الله عنه چيو تہ بيشڪ جيڪڏهن الله تعاليٰ گهري تہ پنهنجي هڪ لپ ۾ ڀري سموري مخلوق کي جنت ۾ داخل ڪري. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ عمر رضي الله عنه سچ چيو. (شرح السنہ)

(٥٤٦١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دوزخي صف ٻڌي بيٺا هوندا. هڪڙو جنتي اتان لنگهندو تہ دوزخين مان هڪ ڄڻو کيس چوندو تہ فلاڻا! ڇا مون کي نٿو سڃاڻين؟ مون توکي پاڻي پياريو هو. ڪو چوندو تہ مون توکي وضوءَ ڪرڻ لاءِ پاڻي ڏنو هو. پوءِ سندن شفاعت ڪري کين جنت ۾ داخل ڪرائيندو. (ابن ماجہ) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٦٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻہ دوزخي ڏاڍيون رڙيون ڪندا. رب تعاليٰ فرمائيندو تہ ٻنهي کي ٻاهر ڪو. کين فرمائيندو تہ: ڇاجي ڪري توهان ٻئي ڏاڍيون رڙيون ڪري رهيا آهيو؟ عرض ڪندا تہ (رب سائين!) جيئن تون اسان تي رحم ڪرين. الله فرمائيندو تہ: بيشڪ توهان لاءِ منهنجي رحمت اها آهي تہ توهان وڃي پاڻ کي دوزخ ۾ انهيءَ جاءِ تي اڇلايو، جتي توهان هئا. انهن مان هڪڙو پاڻ کي اتي ئي وڃي اڇلائيندو تہ الله تعاليٰ باهہ کي ان لاءِ ٿڌو ۽ سلامتيءَ وارو ڪري ڇڏيندو. جڏهن تہ ٻيو پاڻ کي دوزخ ۾ نہ اڇلائيندو. رب تعاليٰ ان کان پڇندو تہ تو پاڻ کي پنهنجي ساٿيءَ وانگر دوزخ ۾ ڇو نہ اڇلايو؟ عرض ڪندو تہ رب سائين! مون کي اميد آهي تہ جڏهن تو مون کي دوزخ مان ٻاهر ڪڍيو آهي تہ وري ان ۾ نہ وجهندين. الله فرمائيندو تہ چڱو! تنهنجي اميد پوري ڪجي ٿي. پوءِ الله تعاليٰ ٻنهي کي پنهنجي فضل ۽ رحمت سان جنت ۾ داخل ڪندو. (ترمذي)هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٦٣) ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهو دوزخ مٿان گذرندا. پوءِ پنهنجي پنهنجي عمل مطابق اتان لنگهي ويندا. منجهانئن پهريون شخص بجلي جي تيزي وانگر، پوءِ طوفاني هوا وانگر، پوءِ تيز رفتار گهوڙي سوار وانگر، پوءِ اٺ سوار وانگر، پوءِ ڊڪندڙ ماڻهو وانگر، پوءِ گهمندڙ شخص وانگر لنگهي ويندو (ترمذي، دارمي)

## ٽيون فصل

(٥٤٦٤) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ توهان جي اڳيان منهنجو حوض ڪوثر هوندو، جنهن جي ٻنهي ڪنارن جو مفاصلو"جرباءُ" ۽ "اذرح" وسندين جي مفاصلي جيترو آهي. هڪ راوي چوي ٿو تہ ٻئي ڳوٺ شام ۾ آهن، جن جي وچ ۾ ٽن راتين جي سفر جيترو فاصلو آهي. هڪڙي روايت ۾ آهي تہ انهيءَ حوض جا پيالا آسمان جي ستارن جيترا آهن. هيڪر جيڪو اتان پاڻي پيئندو، ڪيس وري اڃ نہ لڳندي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٦٥) حذيفہ ۽ ابوهريره ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (قيامت جي ڏينهن) الله تبارڪ وتعاليٰ ماڻهن کي گڏ ڪندو. مؤمن اٿي بيهندا تانجو جنت انهن جي ويجهي ڪئي ويندي. ماڻهو آدم ؑ وٽ ايندا ۽ چوندا تہ اي اسان جا ابا! اسان لاءِ جنت کولرايو. آدم ؑ فرمائيندو تہ: توهان کي پنهنجي پيءُ جي خطا جي ڪري ئي تہ جنت مان ڪڍيو ويو آهي. آئون ان جو اهل نہ آهيان. منهنجي پٽ ابراهيم خليل الله ڏانهن وڃو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: پوءِ ابراهيم ؑ وٽ ايندا. ابراهيم ؑ فرمائيندو تہ: آئون ان جو اهل نہ آهيان، منهنجي اها "دوستي" تہ پردي جي پويان آهي (يعني نالي ماتر آهي) توهان موسيٰ ؑ ڏانهن وڃو، جنهن سان الله تعاليٰ سهڻي نموني ڪلام ڪيو آهي. پوءِ موسيٰ ؑ وٽ ايندا. اهو چوندو تہ آئون ان جو اهل نہ آهيان. توهان عيسيٰ ؑ ڏانهن وڃو جيڪو الله جو ڪلمو ۽ روح آهي. پوءِ عيسيٰ ؑ وٽ ايندا. عيسيٰ ؑ چوندو تہ آئون ان جو اهل نہ آهيان. پوءِ محمد ﷺ جن ڏانهن ايندا. پاڻ ﷺ اٿندا کين اجازت ڏني ويندي امانت ۽ رشتو موڪليو ويندو. اهي ٻئي پل صراط جي ساڄي کاٻي پاسي بيهندا. توهان مان پهريون شخص بجلي وانگر گذري ويندو. مون چيو تہ منهنجا ماءُ پيءُ توهان تي فدا ٿين، بجلي ڪيئن گذرندي آهي؟ فرمايائون تہ: ڇا توهان نہ ڏسندا آهيو تہ بجلي ڪيئن گذرندي ۽ اک ڇنڀ ۾ واپس ايندي آهي؟ پوءِ هر شخص کي سندس عملَ هوا، پکي ۽ تيز رفتار سوار وانگر ڪٽي اتان گذري ويندا ۽ توهان جو نبي پل صراط تي بيهي چوندو تہ اي رب! سلامت رک، سلامت رک، تانجو ٻانهن جا عملَ عاجز اچي ويندا، تانجو هڪ شخص ايندو، جيڪو گيسيون پائيندو ۽ پل صراط جي ڪنارن تي (دوزخ جا) لوها ڪُنڊا هوندا، انهن کي جنهن جي باري ۾ حڪم هوندو، تنهن کي پڪڙيندا. ڪو اهڙو هوندو جنهن کي ڇُرڪو لڳندو، پر نجات لهندو ۽ ڪو جهنم ۾ ٻوٽ پر وڃي ڪرندو. قسم ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ ابوهريره ﷛ جي جان آهي، دوزخ جو ترو ستر سالن جي مفاصلي جيترو اونهو آهي. (مسلم)

(٥٤٦٦) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ قوم دوزخ مان شفاعت سان ان حالت ۾ نڪرندي، ڄڻ تہ " ثعارير" آهن. اسان پڇيو تہ "ثعارير" ڇا آهن؟ فرمايائون تہ: ونگا. (بخاري مسلم)

(٥٤٦٧) عثمان بن عفانؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن قسمن جا ماڻهو قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندا: ١- نبي سڳورا ٢- پوءِ علماءَ ٣- پوءِ شهيد. (ابن ماجہ) حديث موضوع آهي.(الباني)

## جنت ۽ جنتين جي صفتن جو بيان

### پهريون فصل

(٥٤٦٨) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مون پنهنجن نيڪ ٻانهن لاءِ اهي شيون تيار ڪيون آهن، جن کي نہ ڪنهن اک ڏٺو آهي، نہ ڪنهن ڪَن ٻڌو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن جي دل ۾ ڪڏهن انهن جو خيال آيو آهي. جيڪڏهن چاهيو تہ هيءَ آيت پڙهو: فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ مَا أُخْفِيَ لَهُمْ مِنْ قُرَّةِ أَعْيُنٍ "ڪو جيءُ نٿو ڄاڻي تہ انهن لاءِ (ڪهڙو) اکين جو ٺار لڪايو ويو آهي، اهو بدلو آهي سندن نيڪ عملن جو." (السجده آيت:١٧) (بخاري، مسلم)

(٥٤٦٩) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت ۾ هڪ چهبڪ رکڻ جيتري جاءِ ملي تہ اها ڳالهہ پوري دنيا ۽ جيڪي منجهس آهي، ان کان وڌيڪ چڱي آهي.(بخاري، مسلم)

(٥٤٧٠) انس ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جي واٽ ۾ هڪڙي صبح يا هڪڙي شام جهاد ڪرڻ دنيا ۽ جيڪي منجهس آهي، سڀ کان وڌيڪ چڱو آهي ۽ جيڪڏهن هڪ جنتي عورت دنيا ڏانهن ليئو پائي تہ البتہ اوير ۽ اولهہ کي روشن ڪري ۽ خوشبوءِ سان ڀري ڇڏي ۽ البتہ انهيءَ جو رئو پوري دنيا ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس آهي، ان کان وڌيڪ چڱو آهي.(بخاري)

(٥٤٧١) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنت ۾ هڪ وڻ آهي، جنهن جي ڇانوَ ۾ سوار سو سال هلي تہ بہ ان کي طئي ڪري نہ سگهي ۽ البتہ توهان مان ڪنهن کي جنت ۾ ڪمان رکڻ جيتري جاءِ ملي تہ اها انهن سيني شين کان چڱي آهي، جن تي سج ايري يا لهي ٿو. (بخاري، مسلم)

(٥٤٧٢) ابوموسيٰ ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: البتہ مؤمن لاءِ جنت ۾ موتين جو تنبو آهي، جيڪو هڪڙي ئي ڪوريل موتيءَ مان ٺهيل آهي. ان جي ويڪر ۽ ٻي روايت مطابق سندس ڊيگهہ سٺ ميلن جيتري آهي. ان جي هر ڪنڊ ۾ مؤمن لاءِ اهل عيال آهن. مؤمن وٽن ايندو ويندو، پر سندس اهي مختلف گهرن وارا پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ڏسي نہ سگهندا ۽ سندس لاءِ چانديءَ جا بہ باغ آهن جن جا ٿانوَ ۽ ٻيون سڀ شيون چانديءَ جون آهن ۽ سندس لاءِ ٻيا بہ باغ سونا آهن جن جا ٿانوَ ۽ ٻيون سڀ شيون سونيون آهن. اتي رهڻ وارن ۽ الله جي ديدار جي وچ ۾ صرف سندس وڏائي جو پردو هوندو ۽ اهو (الله) جنت عدن ۾ هوندو.(بخاري، مسلم)

(٥٤٧٣) عباده بن صامت ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت ۾ هڪ سو درجا آهن، هر ٻنهي درجن جي وچ ۾ آسمان ۽ زمين جي وچ جيترو فاصلو آهي. انهن جنتن جو مٿانهون درجو فردوس جو آهي. چار ئي نهرون اتان ڦٽي نڪرن ٿيون ۽ انهن جي مٿان عرش آهي. پوءِ جڏهن الله کان سوال ڪريو تہ جنت الفردوس جو سوال ڪريو.(ترمذي) مون کي اها حديث نہ بخاري، مسلم ۾ ملي ۽ نہ حميدي جي ڪتاب ۾.

(٩٠٧٤) انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنت ۾ هڪ بازار آهي، جتي هر جمعي تي ماڻهو ايندا. پوءِ اتر طرفان هڪ هير سندن چهرن ۽ سندن ڪپڙن تي پوندي جنهن سان سندن سونهن ۽ حسن وڌي ويندو. ڪين سندن گهر وارا چوندا تہ الله جو قسم! هتان وڃڻ کان پوءِ توهان جي سونهن گهٽي وڌي وئي آهي. اهي جواب ڏيندا تہ الله جو قسم! توهان بہ اسان کان پوءِ وڌيڪ سهڻا ٿي ويا آهيو. ( مسلم )

(٥٤٧٥) ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ پهرئين جماعت جيڪا جنت ۾ داخل ٿيندي انهن جي شڪل صورت چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙي هوندي. پوءِ جيڪي داخل ٿيندا، انهن جي شڪل صورت آسمان ۾ چمڪندڙ ستارن کان وڌيڪ روشن هوندي. سيني جون دليون هڪ شخص جي دل وانگر هونديون. منجهن ڪو اختلاف ۽ حسد نہ هوندو. سندن زالون وڏين اکين واريون سهڻيون هونديون. حسن جي ڪري سندن پنين جي هڏين جي وچ وارو مکُ ۽ گوشت ٻاهران نظر ايندو. صبح شام الله جي تسبيح ڪندا. نہ پيشاب، پائخانو ڪندا، نہ ٿڪ اڇلائيندا ۽ نہ وري سنگهہ ڪڍندا. سندن ٿانوَ سون ۽ چانديءَ جا هوندا. سندن ڦڻيون سونيون هونديون. سندن سگرين ۾ خوشبودار ڪاٺي (اگر بتي) دکندي. سندن پگهر جي خوشبوءِ مشڪ جهڙي هوندي. سڀ ماڻهو هڪ شخص وانگر ۽ شڪل صورت ۾ پنهنجي پيءُ آدم وانگر هوندا. سندن قد سٺ هٿ آسمان ڏانهن بلند هوندو. (بخاري، مسلم )

(٥٤٧٦) جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنتي، جنت ۾ کائيندا، پيئندا، پر نہ ٿڪ اڇلائيندا ۽ نہ ئي پيشاب، پاخانو ڪندا، نہ نڪ سڱڪندا. عرض ڪيائون تہ سندن کاڌي جو ڦوڳ ڪاڏي ويندو؟ فرمايائون تہ: اوڳرايون ڏيندا ۽ جيئن ساهہ کڻبو آهي، تيئن ڪين مشڪ وانگر پگهر ايندو ۽ تيئن سبحان الله ۽ الحمد لله (يعني تسبيحات) پڙهندا رهندا.(مسلم )

(٥٤٧٧) ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو جنت ۾ داخل ٿيندو، اهو (سدائين) نعمتن ۾ رهندو. نہ سندس ڪپڙا پراڻا ٿيندا ۽ نہ ان جي جوانيءَ کي زوال ايندو.(مسلم )

(٥٤٧٨) ابوسعيد ۽ ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (جنت ۾ ) اعلان ڪندڙ اعلان ڪندو تہ بيشڪ توهان هميشہ صحتمند رهندا ۽ ڪڏهن بيمار نہ ٿيندا. توهان سدائين زنده رهندا ۽ توهان کي ڪڏهن موت نہ ايندو. توهان سدائين جوان رهندا ۽ توهان ڪڏهن پوڙها نہ ٿيندا ۽ بيشڪ توهان سدائين نعمتن ۾ رهندا ۽ توهان کي ڪڏهن تڪليف نہ پهچندي.( مسلم )

(٥٤٧٩) ابوسعيد خدري ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت وارا پاڻ کان مٿين محلات وارن کي اهڙيءَ طرح ڏسندا، جيئن توهان اڀ ۾ ايرندي يا الهندي پاسي ۾ لهندڙ چمڪندڙ ستاري کي ڏسندا آهيو. اهو فرق جنتين جي درجن ۾ هوندو. اصحابن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اهي تہ نبين جا محل هوندا، جتي انهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي رسائي نہ ٿيندي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هائو! قسم آهي الله جو

جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي. انهن محلن ۾ اهي ماڻهو رهندا، جن ﷲ تعاليٰ تي ايمان آندو ۽ سندس رسولن جي تصديق ڪئي. (بخاري، مسلم)

(٥٤٨٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ جنت ۾ ڪي اهڙيون قومون داخل ٿينديون، جن جون دليون پکين وانگر (هلڪيون) هونديون. ( مسلم)

(٥٤٨١) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ ﷲ تعاليٰ جنتين کي فرمائيندو ته اي جنتيو! جواب ڏيندا ته اي اسان جا رب! اسان موجود آهيون. سموري ڀلائي تنهنجي قبضي ۾ آهي، اسان حاضر آهيون. فرمائيندو ته ڇا توهان راضي آهيو؟ عرض ڪندا ته اسان ڇو نه راضي ٿيون اي اسان جا رب! تو اسان کي اهي نعمتون عطا ڪيون آهن، جيڪي تو پنهنجي مخلوق ۾ ڪنهن کي نه ڏنيون آهن. فرمائيندو ته ڇا توهان کي ان کان به وڌيڪ افضل شيءِ عطا نه ڪريان؟ عرض ڪندا ته انهيءَ کان وڌيڪ بهتر ڪهڙي شيءِ ٿي سگهي ٿي؟ فرمائيندو ته مون توهان لاءِ پنهنجي رضامندي لازمي ڪري ڇڏي، ان کان پوءِ توهان تي ڪڏهن به ناراض نه ٿيندس. (بخاري، مسلم)

(٥٤٨٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: توهان مان جنت ۾ گهٽ درجي وارو اهو هوندو، جنهن کي ﷲ تعاليٰ فرمائيندو ته تمنا ڪر، ته اهو تمنا مٿان تمنا ڪندو. آخرڪار کيس چيو ويندو ته ڇا تنهنجا ارمان پورا ٿيا؟ عرض ڪندو ته هائو (مولىٰ سائين!) کيس فرمائيندو ته تنهنجي لاءِ اهي سڀ شيون آهن، جن جي تو تمنا ڪئي ۽ گڏوگڏ ايترو ٻيو به. (مسلم)

(٥٤٨٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: سيحان، جيحان، فرات ۽ نيل سڀ جنت جون نهرون آهن. (مسلم)

(٥٤٨٤) عتبہ بن غزوان رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن هڪ پٿر جهنم جي ڪناري تان اڇلايو وڃي ته ستر سالن تائين ان جي اونهائيءَ ۾ نه پهچندو ۽ ﷲ جو قسم! آهي ته انهيءَ جهنم کي (هڪ ڏينهن) ڀريو ويندو ۽ بيشڪ اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته جنت جي دروازن جي ٻنهي ٽاڪن جي وچ ۾ چاليهن سالن جيترو مفاصلو آهي ۽ هڪ ڏينهن ايندو جو اهي(جنت جا دروازا داخل ٿيندڙن جي) گهڻائي سبب ڪچا ڪچ ڀريل هوندا. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٤٨٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسان چيو ته يا رسول الله ﷺ! مخلوق ڇا مان پيدا ڪئي وئي آهي؟ فرمايائون ته: پاڻيءَ مان. چيوسون ته جنت ڇا مان پيدا ڪئي وئي آهي؟ فرمايائون ته: ان جي (بناوٽ ۾) هڪ سر سون جي ۽ هڪ سر چانديءَ جي آهي ۽ ان جو گارو خالص مشڪ جو آهي، ان جي بجري موتيءَ ۽ ياقوت جي آهي، ان جي مٽي زعفران جي آهي. جيڪو منجهس داخل ٿيندو، ناز نعمت سان رهندو، ڪا تڪليف نه ڏسندو. سدائين

زنده رهندو ۽ ڪڏهن بہ نہ مرندو. نہ سندس ڪپڙا پراڻا ٿيندا ۽ نہ سندس جواني ختم ٿيندي. (احمد، ترمذي، دارمي)

(٥٤٨٦) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت ۾ جيڪو بہ وڻ آهي، ان جو ٿڙ سون جو آهي. هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٨٧) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت جا سؤ درجا آهن. ٻنهي درجن جي ويڪر ۾ سؤ درجا آهن(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٥٤٨٨) ابوسعيد ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنت ۾ سؤ درجا آهن. جيڪڏهن سڀني جهانن وارا ماڻهو ڪنهن هڪ ۾ ماپائجن تہ هوندَ اهي بہ منجهس اچي وڃن. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٨٩) ابوسعيد ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ﴿وَفُرُشٍ مَرْفُوعَةٍ﴾ (الواقعہ:٣٤) جي تفسير ڪندي فرمايو تہ: انهن جي بلندي آسمان ۽ زمين جي مفاصلي جيتري يعني پنج سؤ سال جي آهي.(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٩٠) ابوسعيد ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ قيامت جي ڏينهن جنت ۾ جيڪا پهرئين جماعت داخل ٿيندي، انهن جا چهرا چوڏهين رات جي چنڊ وانگر روشن هوندا. ٻي جماعت انهن ماڻهن جي هوندي جن جا منهن آسمان ۾ سڀ کان روشن ستاري وانگر چمڪندا. انهن مان هر هڪ شخص لاءِ ٻہ زالون هونديون. هر زال کي ستر وڳا پاتل هوندا. ان جي هڏين جو مخ ان جي ٻاهران نظر ايندو. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٩١) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن کي جنت ۾ صحبت جي هيتري ۽ هيتري سگهہ ڏني ويندي. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ڪيس ايتري يعني سؤ ڄڻن جي قوت ڏني ويندي؟ فرمايائون تہ: هائو! (ترمذي)

(٥٤٩٢) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن جنت مان ايتري (گهڻ زينت) بہ ظاهر ڪئي وڃي، جيتري ننهن ۾ اچي سگهي تہ ان سان آسمانن ۽ زمينن جا سڀ طبق سينگارجي وڃن ۽ جيڪڏهن هڪڙو جنتي آسمانن ۽ زمين ۾ جهاتي پائي تہ البتہ ان سان سج جي روشني ائين جهڪي ٿي وڃي، جيئن سج جي روشيءَ سبب ستارن جي روشني جهڪي ٿي ويندي آهي (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٩٣) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنتي بغير وارن جي، نوجوان، سرمائي اکين وارا هوندا. سندن جواني ڪڏهن فنا نہ ٿيندي. سندن ڪپڙا ڪڏهن بہ پراڻا نہ ٿيندا. ان کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٩٤) معاذ بن جبل ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنتي جنت ۾ هن حالت ۾ داخل ٿيندا، جو بغير وارن جي، نوجوان، سرمائي اکين وارا هوندا. ٽيهہ يا ٽيٽيهہ سالن جا هوندا. (ترمذي)

(٥٤٩٥) اسماءَ بنت ابوبڪر ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽن سدرة المنتهيٰ جو ذڪر ٿيو، (ان موقعي تي) مون کين فرمائيندي ٻڌو تہ ان جي ٽارين ۾ سوار سؤ سالن تائين هلندو يا (فرمايائون تہ:) سندس (ٽارين جي) هيٺان سو ڇٽا ڇانوَ وٺندا. راويءَ کي شڪ آهي. ان تي سونا ٽڏا آهن. سندس ٻير ڇڄ تہ مَٽَ آهن. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٤٩٦) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ ڪوثر ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: اها جنت ۾ هڪ نهر آهي، جيڪا مون کي الله تعاليٰ عنايت فرمائي آهي. کير کان وڌيڪ اڇي، ماکيءَ کان وڌيڪ مٺي آهي. ان ۾ (ايڏا وڏا) پکي آهن، جن جون ڳچيون انن جي ڳچين جيڏيون آهن. عمر﷛ عرض ڪيو تہ اهي تہ ڏاڍا عمدا پکي هوندا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: انهن کي کائيندڙ وڌيڪ عمدا هوندا. (ان کي ترمذي روايت ڪيو)

(٥٤٩٧) بريده ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص پڇيو تہ يا رسول الله ﷺ! ڇا جنت ۾ گهوڙا بہ هوندا؟ پاڻﷺ فرمايائون تہ: جيڪڏهن الله توکي جنت ۾ داخل فرمايو ۽ گهرندين تہ توکي ڳاڙهي ياقوت جو گهوڙو هجي تہ پوءِ جتي تون چاهيندين توکي اڏاريندو وتندو. هڪ شخص پڇيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا جنت ۾ اٺ هوندو؟ پاڻﷺ کيس ساڳيو جواب نہ ڏنائون، جيڪو پهرئين پڇندڙ کي ڏنائون، بلڪ فرمايائون تہ: جڏهن الله توکي جنت ۾ داخل ڪندو تہ اتي اهو سڀ ڪجهہ هوندو، جيڪي تون گهرندين ۽ جن سان اکين کي لذت حاصل ٿئي. (ترمذي) حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٤٩٨) ابو ايوب ﷛ کان روايت آهي تہ هڪڙو ڳوٺاڻو نبي ﷺ جن وٽ آيو، جنهن چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! مون کي گهوڙو گهڻو پسند آهي. ڇا جنت ۾ گهوڙو هوندو؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن تون جنت ۾ داخل ٿئين تہ توکي ياقوت جو گهوڙو ڏنو ويندو، جنهن جا ٻہ پَـر هوندا، جنهن تي تون سواري ڪندين ۽ اهو توکي اتي اتي اڏاريندو وتندو، جتي تون گهرندين(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو) ۽ چوي ٿو تہ ان جي سند قوي نہ آهي.

(٥٤٩٩) بريده﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنتين جون هڪ سؤ ويهہ صفون آهن. اسي صفون هن امت جون ۽ چاليهہ صفون ٻين سيني امتن جون هونديون. (ترمذي ۽ بيهقي ڪتاب البعث والنشور)

(٥٥٠٠) سالم پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته منهنجي امت جنت جي جن دروازن مان داخل ٿيندي، انهن جي ڪشادگي ايڏي آهي، جو منجهن عمدو سوار ٽي ڏينهن هلي، تڏهن به اهي دروازا انهن تي رش سبب تنگ ٿي ويندا، جو ذري گهٽ سندن ڪلها ڪلهن سان چلجي پوندا. (ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث ضعيف آهي) مون ان جي باري ۾ امام بخاريءَ کان پڇيو ته هن حديث کان لاعلمي ظاهر ڪندي چيائين ته يخلد بن ابو بڪر ،منڪر حديثون بيان ڪندو آهي)

(٥٥٠١) عليؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ جنت ۾ هڪ بازار آهي، جنهن ۾ ڏيتي ليتيءَ جي ڪا شيءِ نه آهي، سواءِ مردن ۽ عورتن جي تصويرن جي. جنتي جڏهن ڪا تصوير پسند ڪندو ته پاڻ ساڳيءَ صورت ۾ اچي ويندو. ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٠٢) سعيد بن مسيب جي ملاقات ابوهريرهؓ سان ٿي، جنهن ڪيس دعا ڏني ته خدا ڪري منهنجي ۽ تنهنجي ملاقات جنت جي بازار ۾ ٿئي. سعيدؒ پڇيو ته ڇا جنت ۾ بازار به آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو ته هائو! مون کي رسول الله ﷺ جن ٻڌايو ته جڏهن جنتي، جنت ۾ داخل ٿيندا ته ڪين پنهنجي پنهنجي اعمال مطابق منزلون ۽ درجا عطا ڪيا ويندا. پوءِ دنيا ۾ جمعي جي ڏينهن جيتري وقت ۾ ڪين اجازت ڏني ويندي، جنهن ۾ اهي پنهنجي رب جي زيارت ڪندا. الله تعاليٰ سندن لاءِ پنهنجو عرش ظاهر ڪندو ۽ پاڻ انهن لاءِ جنت جي هڪڙي باغ ۾ ظاهر ٿيندو. جنتين لاءِ نور اچي ۽ ڳاڙهي موتين، زبرجد سون، چاندي جا منبر(ڪرسيون) رکيون وينديون. انهن مان جيڪي گهٽ درجي وارا هوندا، اهي مشڪ ۽ ڪافور جي دڙن تي ويهندا. اهي سمجهندا ته ڪرسين وارا ڪانئن افضل نه آهن. مون عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! ڇا اسان پنهنجي رب کي ڏسنداسون؟ فرمايائون ته: هائو! ڇا تڙهان کي سج ۽ چوڏهينءَ جي چنڊ جي ڏسڻ ۾ ڪا تڪليف ٿيندي آهي؟ اسان چيو ته نه! فرمايائون ته: ساڳيءَ طرح توهان کي پنهنجي رب جي ڏسڻ ۾ تڪليف نه ٿيندي. انهيءَ مجلس ۾ جيڪي به جنتي هوندا، سيني سان الله تعاليٰ ڳالهائيندو. تانجو انهن مان هڪ شخص کي چوندو ته اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا! ڇا توکي ياد آهي ته تو فلاڻي ڏينهن هيئن ۽ هيئن چيو هو؟ پوءِ ڪيس دنيا ۾ ڪيل سندس وعدن جون ڪي پچڪڙيون ياد ڏياريندو. اهو شخص عرض ڪندو ته اي منهنجا رب! ڇا تو منهنجي بخشش نه فرمائي آهي؟ فرمائيندو ته: هائو! منهنجي بخشش جي ڪشادگيءَ جي ڪري ئي تون هن منزل تي پهتو آهين. انهيءَ حالت ۾ هوندا ته سندن مٿان هڪ ڪڪر ڇانوَ ڪندو. مٿن اهڙي ته خوشبو وسائيندو جو اهڙي خوشبو ڪڏهن نه ڏني هوندائون ۽ رب پاڪ فرمائيندو ته جيڪا عزت مون توهان لاءِ تيار ڪئي آهي، انهيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ اٿو. جنهن شيءِ جي به توهان کي خواهش آهي، اها ڪٺو. پوءِ اسان هڪ بازار ۾ ايندا سين، جنهن کي فرشتن گهيري رکيو هوندو. اتي اهڙيون نعمتون هونديون، جن کي ڪڏهن نه اکين ڏٺو هوندو، نه ڪنن ٻڌو هوندو ۽ نه وري ڪنهن جي دل ۾ انهن جي خواهش پيدا ٿي هوندي. اسان جنهن جنهن شيءِ جي خواهش ڪنداسون، اهي اسان کي سواريءَ تي رکي عطا ڪيون وينديون. اتي ڪنهن شيءِ جي ڏيتي ليتي نه هوندي. انهيءَ بازار ۾ جنتين جو هڪ ٻئي سان تعارف ٿيندو. هڪڙو گهٽ درجي وارو جنتي وڏي مرتبي واري جنتيءَ کي ايندي ڏسندو، جڏهن ته اتي ڪو گهٽ درجي وارو نه هوندو. (گهٽ درجي وارو) سندس (عاليشان)

لباس ڏسي رعب ۾ اچي ويندو. اجا سندس آخري ڳالهه مَسَ ختم ٿيندي تہ (گهٽ درجي واري کي) احساس ٿيندو تہ هيءُ شخص مون کان سهڻو (يا گهڻو افضل تہ) نہ آهي. ان جو سبب هي آهي تہ اتي ڪنهن لاءِ غم نہ هوندو. پوءِ اهي پنهنجي پنهنجي گهر موٽي ايندا. سندن زالون کين ڀليڪار ڪنديون ۽ چونديون تہ (ماشاءَ الله!) توهان تہ اڳي کان گهڻا سهڻا ٿي آيا آهيو. اسان چونداسون تہ هائو! اسان اڄ بزرگيءَ واري رب وٽ ويٺا هئاسون. تنهن ڪري بجا طور اسان انهيءَ حالت ۾ موٽيا آهيون. (ترمذي ابن ماجہ. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٠٣) ابوسعيدﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: گهٽ ۾ گهٽ درجي وارو جنتي اهو هوندو، جنهن لاءِ اسي هزار نوڪر ۽ ٻاهتر زالون هونديون. سندس لاءِ موتين زبرجد ۽ ياقوت جو ايڏو وڏو تنبو کوڙيو ويندو جنهن جو فاصلو جابيہ ۽ صنعا جيترو آهي. هن سند جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ننڍو وڏو جيڪو بہ جنتي دنيا مان لاڏاڻو ڪري ٿو، اهو جنت ۾ ٽيهن سالن جي عمر ۾ هوندو. سندس چمار ان کان ڪڏهن نہ وڌندي. ساڳيو حال دوزخين جو بہ هوندو. انهيءَ سند جي هڪ حديث مطابق جنتي جيڪي تاج پائيندا، انهن جي ادنيٰ درجي جي موتيءَ سان اوڀر ۽ اولهہ روشن ٿي ويندو. ساڳئي سند ۾ وڌيڪ آهي تہ جڏهن مؤمن جنت ۾ اولاد جي خواهش ڪندو تہ سندس خواهش مطابق سندس(زال) جو حمل، ٻار جي پيدائش ۽ عمر سڀ ڪم هڪ گهڙيءَ جي اندر ٿي ويندا. هن حديث ۾ اسحاق بن ابراهيم بيان ڪري ٿو تہ جيڪڏهن مؤمن جنت ۾ اولاد جي خواهش ڪندو تہ گهڙيءَ سوا ۾ سندس خواهش پوري ٿيندي، پر اها خواهش نہ ڪندو. (ترمذي، چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. ابن ماجہ هن حديث جو چوٿون ۽ دارميءَ آخري حصو بيان ڪيو آهي)

(٥٥٠٤) عليﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنت ۾ وڏين اکين وارين حورن جي هڪ مجلس ٿيندي، جنهن ۾ وڏي سر سان هيٺيان شعر پڙهنديون، جو اهڙو آواز ڪنهن مخلوق نہ ٻڌو هوندو. چونديون تہ: اسان سدائين رهندڙ آهيون، ڪڏهن هلاڪ نہ ٿينديوسين، امن ۽ سڪون سان رهندڙ آهيون، ڪا سختي نہ ڏسنديون سين، هميشہ راضي رهندڙ آهيون، ڪڏهن ناراض نہ ٿينديون سين. خوشخبري هجي ان کي جيڪو اسان لاءِ ۽ اسان ان لاءِ آهيون. (ترمذي)

(٥٥٠٥) حڪيم بن معاويہﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنت ۾ پاڻي، ماکي، کير ۽ شراب جا (وڏا) درياءُ آهن. وري انهن مان ننڍيون ننڍيون واهيون نڪرن ٿيون. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ دارميءَ ۾ اها حديث معاويہ ﷺ جي حوالي سان آهي)

## ٽيون فصل

(٥٥٠٦) ابوسعيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ماڻهو جنت ۾ ستر ستر ويهاڻن تي ٽيڪ ڏيئي ويهندو، اڳ ان کان جو ڪنهن طرف منهن ڦيرائي. پوءِ سندس زال ايندي، جيڪا سندس ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ٺڦڪڙي هڻندي تہ هو شخص سندس ڳل ۾ پنهنجو منهن ڏسندو، جيڪا آئيني کان وڌيڪ اڇي هوندي. ڪيس جيڪو گهٽ ۾ گهٽ موتي پاتل هوندو، ان جي روشني اوڀر ۽ اولهہ کي روشن ڪري ڇڏيندي. پوءِ

سندس زال کيس سلام ڪندي. اهو شخص سندس سلام جو جواب ڏئي پچندو تہ ڪير آهين؟ اها چوندي تہ "مان مزيد (وڌيڪ) آهيان." ڪيس ستر وڳا پاتل هوندا. جڏهن ان ڏانهن نهاريندو تہ ان جي پويان ڪيس سندس ستر جو مکُ نظر ايندو ۽ ڪيس اهڙو تاج پاتل هوندو جنهن جو گهٽ ۾ گهٽ موتي بہ اوير ۽ اولهہ کي روشن ڪري ڇڏيندو. (احمد)

(٥٥٠٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ هڪ ڳوناٺو آيو، ان وقت ارشاد فرمايائون تہ هڪڙو جنتي پنهنجي رب کان پوک ڪرڻ جي اجازت گهرندو. الله تعاليٰ فرمائيندو تہ ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ جيڪي تون گهرين ٿو اهو توکي ملي ٿو؟ چوندو تہ هائو (رب سائين!) پرآئون پوک ڪرڻ پسند ڪريان ٿو. پوءِ اهو ٻج پوکيندو، اک ڇنب کان بہ اڳ ساوڪ ڦٽندي ۽ فصل تيار ٿي جبلن جيڏو ڍڳ ٿي ويندو.الله تعاليٰ فرمائيندو تہ اي آدم عليه السلام جا پٽ! کڻ، ڪنهن شيءِ سان تنهنجو تہ پيٽ نٿو ڀرجي.(اها ڳالهہ ٻڌي اهو) ڳوناٺو چوڻ لڳو تہ الله جو قسم! منهنجو خيال آهي تہ اهو قريشي يا انصاري هوندو، ڇاڪاڻ تہ ٻني ٻارو اهي ئي ماڻهو ڪن ٿا، اسان نٿا ڪريون. رسول الله ﷺ جن سندس انهيءَ ڳالهہ تي مشڪيا. (بخاري)

(٥٥٠٨)جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ ڇا جنتي سمهندا؟ فرمايائون تہ ننڊ موت جي ڀيڻ آهي ۽ جنتين کي موت نہ ايندو. (بيهقي شعب الايمان) سند ضعيف آهي.(الباني)

## الله تعاليٰ جو ديدار

### پهريون فصل

(٥٥٠٩) جرير بن عبدالله بجلي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسين تہ پاڻﷺ چوڏهين جي چنڊ ڏانهن نهاري فرمايائون تہ توهان سگهوئي (قيامت ۾) پنهنجي رب کي ڏسندا چڱيءَ طرح ڏسڻ. ٻي روايت ۾ آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون، پاڻﷺ چوڏهين جي چنڊ ڏسي فرمايائون تہ توهان سگهوئي پنهنجي رب کي هن چنڊ وانگر ڏسندا. توهان کي ان جي ديدار ۾ ڪا تڪليف نہ ٿيندي. پوءِ جيتري قدر ٿي سگهي، سج ايرڻ ۽ سج لهڻ کان اڳ (فجر ۽ عصر) نماز ۾ سستي نہ ڪندا ڪريو. (بخاري مسلم)

(٥٥١٠) صهيب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن جنتي جنت ۾ داخل ٿيندا تہالله تعاليٰ انهن کي فرمائيندو تہ ڇا توهان کي ٻي بہ ڪا شيءِ گهرجي؟ جيڪا آئون توهان کي عطا ڪيان، اهي جواب ڏيندا تہ ڇا تو اسان جي چهرن کي روشن نہ فرمايو آهي، ڇا تو اسان کي جنت ۾ داخل نہ فرمايو آهي، ڇا تو اسان کي دوزخ کان نہ بچايو آهي، پوءِ الله حجاب پري ڪندو ۽ اهي رب جي منهن مبارڪ کي ڏسندا.ڪين رب جي ديدار کان وڌيڪ محبوب ڪا بہ شيءِ نہ ملندي. پوءِ سوره يونس جي آيت پڙهيائون: جن چڱائي ڪئي، انهن لاءِ چڱائي ۽ اجا وڌيڪ آهي (مسلم)

### ٻيو فصل

(٥٥١١) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ گهٽ ۾ گهٽ درجي وارو اهو جنتي آهي جيڪو هڪ هزار سال جي مفاصلي کان پنهنجن باغن، پنهنجين زالن، پنهنجين نعمتن، پنهنجن خادمن ۽ پنهنجن تختن کي ڏسندو، ۽ الله وٽ سڀ کان وڌيڪ عزتدار اهو جنتي هوندو، جيڪو صبح شام سندس منهن مبارڪ جو ديدار ڪندو. پوءِ پاڻﷺ هيءَ آيت پڙهيائون: "انهيءَ ڏينهن ڪيترا چهرا پنهنجي رب ڏانهن نهاريندڙ هوندا" (القيامہ آيت:٢٣) (احمد، ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥١٢) ابورزين عقيلي ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! ڇا اسان مان هر شخص قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب کي ڏسندو، فرمايائون تہ: هائو!. مون چيو تہ (مخلوق ۾) انهيءَ جي ڪهڙي نشاني آهي؟ فرمايائون تہ: اي ابورزين! ڇا توهان مان هر هڪ چوڏهين جي رات اڪيلي سر چنڊ کي نہ ڏسندو آهي؟ انهيءَ چيو تہ هائو! فرمايائون تہ: حالانڪ اهو سج بہ تہ الله جو خلقيل آهي، جڏهن تہ الله ان کان وڌيڪ ڪامل ۽ بزرگ آهي. (ابوداؤد)

## ٽيون فصل

(٥٥١٣) ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول اللہ ﷺ جن کان پڇيو تہ ڇا معراج ۾ توهان پنهنجي رب کي ڏٺو، فرمايائون تہ: اهو نور آهي، آئون ڪٿي ٿو ڏسي سگهان. (مسلم)

(٥٥١٤) ابن عباس ﷠ آيت سڳوري "دل ڪوڙو نہ ڪيو جيڪا ڳالهہ انهيءَ ڏٺي ۽ بيشڪ ڪيس ٻيو ڀيرو لهندي ڏٺائين" (النجم:١١) جي تفسير ۾ چوي ٿو تہ پاڻ سڳورنﷺ الله تعاليٰ کي دل جي اکين سان بہ ڀيرا ڏٺو. ترمذيءَ ۾ آهي تہ ابن عباس﷠ فرمائي ٿو تہ: محمدﷺ پنهنجي رب کي ڏٺو. عڪرمہ چوي ٿو تہ مون چيو تہ ڇا الله تعاليٰ نٿو فرمائي تہ ان کي اکيون نٿيون ڏسي سگهن، پر هو اکين کي ڏسي ٿو (سوره الانعام:١٠٣) چيائين تہ توتي افسوس! اهو حڪم ان وقت آهي جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي نور جي تجلي فرمائيندو ۽ بيشڪ پاڻ ڪريمنﷺ پنهنجي رب کي بہ ڀيرا ڏٺو آهي. (مسلم)

(٥٥١٥) شعبي کان روايت آهي تہ ابن عباس﷠ جي ملاقات عرفات ۾ ڪعب﷛ سان ٿي، انهيءَ ڪانئس ڪو مسئلو پڇيو تہ انهيءَ ڏاڍيان الله اڪبر چيو. تانجو جبلن ۾ ان جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ آيو، ابن عباس﷠ چيو تہ اسان بنو هاشم (چئون ٿا تہ محمد ﷺ جن پنهنجي رب کي بہ ڀيرا ڏٺو آهي) ڪعب چيو تہ بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي ديدار ۽ پنهنجي ڪلام کي محمدﷺ ۽ موسيٰ ﷤ جي وچ ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ محمد ﷺ کيس بہ ڀيرا ڏٺو. مسروق چوي ٿو تہ پوءِ آئون عائشہ ﷞ وٽ آيس ۽ ان کان پڇيم تہ ڇا محمدﷺ جن پنهنجي رب کي ڏٺو آهي؟ انهيءَ چيو تہ تو تہ اهڙي ڳالهہ پڇي آهي جنهن سان منهنجا وار اڀا ٿي ويا آهن. مون چيو تہ ٿورو ترسو، اهو چئي مون هيءَ آيت پڙهي:﴿ لقد رأي من آياتِ ربهِ الكُبرَيٰ﴾ (النجم آيت:١٨) انهيءَ چيو تہ تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين، ان مان مراد جبرئيل﷤ جو ديدار آهي. جيڪو توکي ٻڌائي تہ محمدﷺ پنهنجي رب کي ڏٺو آهي يا

جنهن شيءِ جو ڪين حڪم ڪيو ويو(يعني قرآن) ان کي لڪايو اٿن يا اهي پنج ڳالهيون ڄاڻي ٿو جن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: ونس ئي قيامت جو علم آهي ۽ اهو (الله) ئي ڄاڻي ٿو تہ بارش ڪڏهن ٿيندي. (لقمان:٣٤) الخ تہ انهيءَ وڏي ڪوڙي ڳالهہ ڪئي. پر پاڻ سڳورن ﷺ جبرئيل امين عليه السلام کي بہ پيرا سندس اصلي صورت ۾ ڏٺو. هڪ ڀيرو سدرة المنتهيٰ وٽ ۽ هڪ ڀيرو اجياد (جي جبلن) وٽ. سندس ڇهہ سؤ پر هئا، جنهن سان اڀ ڀرجي ويو (ترمذي) بخاري، مسلم ۾ گهٽ وڌ لفظن سان ساڳي روايت آهي. بخاري، مسلم جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ مون عائشہ رضي الله عنها کي پڇيو تہ ڀلا توهان الله تعاليٰ جي هن فرمان جو ڪهڙو جواب ڏينديون تہ "پوءِ پاڻ ويجها ٿيا، پوءِ اهو ٻن ڪمانن يا ان کان بہ ويجهو هو." (النجم:8) چيائين تہ اهو جبريل عليه السلام هو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ (هميشہ) انساني صورت ۾ ايندو هو، (پر معراج ۾) پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ ظاهر ٿيو، جنهن سان اڀ ڀرجي ويا.

(٥٥١٦) ابن مسعود رضي الله عنه آيتن سڳورين: ١-"پوءِ ٻن ڪمانن يا ان کان بہ ويجهو ٿيو." (النجم:٩-٨) ٢- "جيڪي ڪجهہ ڏٺائين دل ان کي ڪوڙو نہ ڪيو." (النجم:١١) ٣-"۽ بيشڪ انهيءَ پنهنجي رب جون وڏيون وڏيون نشانيون ڏٺيون."(النجم:١٨) جي تفسير ۾ فرمائي ٿو تہ انهن سيني آيتن ۾ جبرئيل امين عليه السلام کي ڇهن سون پرن سان ڏسڻ مراد آهي. (بخاري، مسلم) ترمذيءَ جي روايت مطابق آيت سڳوري: "جيڪي نبي سائين ﷺ جن ڏٺو، ان جي باري ۾ دل ڪوڙ ناهي ڳالهايو." ابن مسعود رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ: يعني رسول الله ﷺ جن جبرئيل امين عليه السلام کي رفرف جو وڳو پاتل ڏٺو، جنهن سان آسمانن ۽ زمين جا اڀ ڀريل هئا. بخاريءَ ۾ آهي تہ آيت سڳوري:" ۽ بيشڪ انهيءَ پنهنجي رب جون وڏيون نشانيون ڏٺيون آهن" جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ سائو رفرف ڏٺائين جنهن سان آسمان جا اڀ ڀريل هئا. مالڪ بن انس رضي الله عنه کان ﴿الیٰ ربها ناظرة ﴾(القيامہ: ٢٣) جي تفسير پڇي وئي، چيائين تہ (جيڪي ان مان ديدار باري تعاليٰ مراد وٺن ٿا) اهي ڪوڙ ٿا ڳالهائين. آخر اهي هن آيت سڳوري جي ڪهڙي تاويل ڪندا: "هرگز نہ! انهن (ڪافرن) کي پنهنجي رب کان پردي ۾ رکيو ويندو." (المطففين:١٥) امام مالڪ چوي ٿو تہ يعني مؤمن قيامت جي ڏينهن الله کي پنهنجين اکين سان ڏسندا ۽ جيڪڏهن مؤمن قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب کي نہ ڏسن تہ الله تعاليٰ ڪافرن کي نہ ڏسڻ جو طعنو نہ ڏي ها، جيئن سندن باري ۾ فرمائي ٿو: هرگز نہ! اهي پنهنجي رب کان انهيءَ ڏينهن روڪيا ويندا. (شرح السنہ)

(٥٥١٧) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: انهيءَ وچ ۾ جو جنتي نعمتن ۾ مشغول هوندا، اوچتو سندن مٿان هڪ نور ظاهر ٿيندو. اهي پنهنجو مٿو مٿي ڪڍي نهاريندا تہ خبر پوندن تہ سندن رب سندن مٿان ظاهر ٿيو آهي. فرمائيندو تہ: اي جنتيو! توهان کي سلام هجي. اهو ئي مطلب آهي هن آيت سڳوريءَ جو: "سلامتي جو ٻول هوندو رب رحيم جي طرفان." (ياسين:58) پوءِ الله انهن ڏانهن نهاريندو ۽ جڏهن اهي الله تعاليٰ ڏانهن نهاريندا تہ ڪين ڪنهن بہ نعمت جو هوش نہ هوندو، جيستائين الله تعاليٰ کي ڏسندا، تانجو الله پاڪ ڪانئن پاڻ پردو فرمائيندو ۽ انهن جي گهرن ۾ سندس نور ۽ سندس برڪت باقي رهندي. (ابن ماجہ) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# دوزخ ۽ دوزخين جي صفتن جو بيان

## پهريون فصل

(٥٥١٨) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان جي (دنياوي) باھ دوزخ جي باھ جو ٧٠ حصو آهي. عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! (عذاب لاءِ) اها ئي باھ ڪافي آهي، فرمايائون تہ: دوزخ جي باھ دنيا جي باھ کان ستر حصا وڌيڪ گرم آهي. (بخاري، مسلم) لفظ بخاريءَ جا آهن ۽ مسلم جي روايت ۾ آهي تہ اها باھ جنهن کي انسان ٻاريندو آهي ۽ انهيءَ روايت ۾ ﴿عَلَيْهِنَّ﴾ ۽ ﴿كُلُّهُنَّ﴾ جي بجاءِ ﴿عَلَيْهَا﴾ ۽ ﴿كُلُّهَا﴾ جو لفظي فرق آهي.

(٥٥١٩) ابن مسعود ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ڏينهن دوزخ کي آندو ويندو، ان کي ستر هزار واڳون هونديون ۽ هر واڳ کي ستر هزار فرشتا پڪڙي گهلي ايندا. (مسلم)

(٥٥٢٠) نعمان بن بشير ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ دوزخ ۾ سڀ کان هلڪو عذاب ان شخص کي ڏنو ويندو، جنهن جا جوتا ۽ انهن جون ڪهيون باھ جون هونديون، جنهن ڪري سندس دماغ هانديءَ وانگر ابرندو. اهو شخص ڀائيندو تہ ان کان وڌيڪ ڪنهن لاءِ عذاب نہ آهي، حالانڪ کيس سڀ کان هلڪو عذاب ڏنو ويندو. (بخاري، مسلم)

(٥٥٢١) ابن عباس﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ ۾ سڀ کان هلڪو عذاب ابوطالب کي ڏنو ويندو، سندس جتين جون ڪهيون باھ جون هونديون، جنهن سان سندس دماغ ٽهڪندو رهندو. (بخاري)

(٥٥٢٢) انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن هڪ دوزخيءَ کي آندو ويندو، جيڪو دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ سکيو ستابو هو. کيس دوزخ ۾ جهاتي ڀارائي پڇيو ويندو تہ اي آدم جا پٽ! ڇا ڪڏهن تو ڀلائي بہ ڏٺي آهي؟ ڇا ڪڏهن تو نعمت بہ چکي آهي؟ چوندو تہ نہ ﷲ جو قسم! اي منهنجا رب! ۽ جنتين مان هڪ شخص کي آندو ويندو، جنهن دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ڏک ڏٺا هوندا. ان کي جنت ۾ ليئو ڀارائي پڇيو ويندو تہ اي آدم جا پٽ! ڇا ڪڏهن تو تنگي ۽ تڪليف بہ سَني آهي؟ ڇا ڪڏهن تو ڏک ڏولاوا بہ ڏٺا آهن؟ چوندو تہ نہ ﷲ جو قسم! مون تي ڪڏهن ڪا مصيبت نہ آئي ۽ نہ مون ڪڏهن ڪا سختي ڏٺي آهي. (مسلم)

(١٠٠٢٣) انس کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن سڀ کان هلڪي عذاب واري دوزخيءَ کي پڇندو تہ جيڪڏهن تو کي اهي سڀ شيون حاصل هجن، جيڪي زمين ۾ آهن، ڇا بچڻ لاءِ اهي بدلي ۾ ڏيندين؟ چوندو تہ هائو! ﷲ فرمائيندو تہ مون تہ توکان ان کان بہ هلڪي شيءِ جي گهر ڪئي هئي. جڏهن تون آدم﷤ جي پٺيءَ ۾ هئين تہ مون سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪر، پوءِ بہ تو سواءِ شرڪ جي انڪار ڪيو؟ (بخاري، مسلم)

(٥٥٢٤) سمرة بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: دوزخين مان ڪنهن کي باهہ پيرين تائين وڪوڙيندا، ڪنهن کي گوڏن تائين وڪوڙيندا ۽ ڪنهن کي چيلهہ تائين وڪوڙيندا ۽ ڪنهن کي ڳچيءَ تائين وڪوڙي وٺندي. (مسلم)

(٥٥٢٥) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ ۾ ڪافر جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ايترو مفاصلو هوندو جو تيز رفتار سوار ٽي ڏينهن ان جي مفاصلي جي وچ ۾ هلي. هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪافر جي ڏاڙ احد جبل جيتري ۽ سندس کل جي ٿولهہ ٽن ڏينهن جي مفاصلي جيتري هوندي. (مسلم) ۽ ابوهريره ﷛ جي حديث باب تعجيل الصلوات ۾ گذري چڪي تہ "باهہ پنهنجي رب وٽ شڪايت ڪئي."

## ٻيو فصل

(٥٥٢٦) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ کي هڪ هزار سالن تائين تپائي ڳاڙهو ڪيو ويو. پوءِ ان کي هڪ هزار سالن تائين تپايو ويو، تانجو اڇي ٿي وئي. وري ان کي هڪ هزار سالن تائين گرم ڪيو ويو، تانجو تپي ڪاري ٿي وئي، هاڻي ڪاري ڪٽ آهي. (ترمذي)هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٢٧) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن ڪافر جي ڏاڙ احد جبل جيتري، سندس سٿر مقام بيضاءَ جيتري ۽ دوزخ ۾ سندس ويهڻ جي جاءِ ٽن ڏينهن جي مفاصلي جيتري ربذه ڳوٺ جهڙي هوندي. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٢٨) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪافر جي جسم جي ٿولهہ ٻائيتاليهہ هٿ هوندي. سندس ڏند احد پهاڙ جيڏو هوندو ۽ سندس ويهڻ جي جاءِ مڪي ۽ مديني جي مفاصلي جيتري هوندي. (ترمذي)

(٥٥٢٩) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ڪافر پنهنجي زبان کي دوزخ ۾ ٽن ۽ ڇهن ڪوهن تائين ڇڪيندو رهندو. ماڻهو ان کي لتاڙيندا رهندا. (احمد، ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٠) ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ ۾ "صعود" نالي جبل آهي، جنهن تي ستر سالن تائين (دوزخين کي) چاڙهيو ويندو ۽ پوءِ ڪين هيٺ اڇلايو ويند ۽ سدائين سندن اهو حال هوندو. (احمد، ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣١) ابوسعيد﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن آيت سڳوري "ڪالمهل" جي تفسير ۾ فرمايو تہ: جڏهن جڏهن ٺهڪندڙ تيل جي گيرڻ سندس منهن جي ويجهو ڪئي ويندي تہ سندس منهن جي کل منجهس ڪري پوندي. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٢) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽهڪندڙ پاڻي دوزخين جي مٿان وڌو ويندو، تانجو جڏهن سندن پيٽ ۾ پهچندو تہ سندن آنڊا وغيره سڀ وڍي ڇڏيندو، جنهن ڪري سندن پيٽ جي هر شيءِ سندن قدمن وٽان نڪري ايندي. اهوئي "صهر" آهي. پوءِ ساڳيءَ طرح (سندن جسم صحيح، سالم) ٿي ويندو. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٣) ابو امامہ ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن "ڪين پونءَ وارو ڦڪو پاڻي پيياربو، جنهن کي ڍُڪيتون ڏئي پيئندا." جي باري ۾ فرمايو تہ: اهو دوزخيءَ جي ويجهو ڪيو ويندو تہ ان کان لنوائيندو. جڏهن سندس ويجهو ٿيندو تہ سندس منهن کي پـُـجي ڇڏيندو ۽ ان جي کل منجهس ڪري پوندي. جڏهن پيئندو تہ سندس آنڊا ڪٽجي ويندا، تانجو سندن پائخاني جي جاءِ تان نڪري ايندا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "۽ کين ٽهڪندڙ پاڻي پيياربو تہ سندن آنڊا ڪٽي ڇڏيندو."(سوره محمد: ١٥) (پڻ) فرمائي ٿو: "۽ جيڪڏهن فرياد ڪندا تہ کين ٽهڪندڙ تيل جي گيرڻ ڏني ويندي، جيڪا سندن منهن کي پـُـجي ڇڏيندي. پيئڻ جي ڏاڍي بڇڙي شيءِ آهي."(سوره ڪهف:٢٩) (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٤) ابوسعيد خدري ﷜ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: دوزخ جي چوڌاري ڪوٽ کي چار پٽيون آهن، هر پٽ جي ٿولهہ چاليهن سالن جي مفاصلي جيتري آهي.(ترمذي) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٥) ابو سعيد خدري ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن "غساق" (دوزخين جي پونءِ وغيره) جو هڪ ڏول دنيا ۾ هارجي تہ ان جي ڪري دنيا وارا سڙي مري وڃن. (ترمذي)هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٦) ابن عباس﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هيءَ آيت پڙهي:" الله کان ڊڄو جيترو ان کان ڊڄڻ جو حق آهي ۽ توهان مسلمان ٿي مرو"(آل عمران:١٠٢) پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن ٿوهر جي وڻ جو هڪ قطرو بہ دنيا ۾ ٽپڪائجي تہ جيڪر دنيا وارن جو جيئڻ جنجال ٿي وڃي. پوءِ انهيءَ شخص جو حال ڪهڙو هوندو، جنهن جو کاڌو ئي اهو (ٿوهر) هجي؟ (ترمذي چوي ٿو هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(٥٥٣٧) ابوسعيد خدري ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن "وهم ڪالحون" (۽ اهي چپرا هوندا) جي تفسير ۾ فرمايو تہ: دوزخين جو مٿيون چپ ڇڪجي وچ مٿي تي ۽ هيٺيون چپ ڇڪجي دن تائين لڙڪندو. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٣٨) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اي انسانؤ! (عذاب ياد ڪري) روئو. جيڪڏهن توهان کي روئڻ نٿو اچي تہ گهڻ ۾ گهڻ روئڻدڙ جي صورت ئي بنايو، ڇاڪاڻ تہ دوزخي دوزخ ۾ روئندا رهندا، تانجو سندن ڳوڙهن سبب سندن چهرن تي ناليون نهي پونديون. جڏهن روئي روئي سندن ڳوڙها ختم ٿي ويندا تہ

رت رئندا، جنهن ڪري سندن اکيون زخمي ٿي پونديون. (ايترو روئندا جو) جيڪڏهن ان ۾ ٻيڙيون ڇڏيون وڃن ته اهي به منجهن هلن.(شرح السنہ)

(٥٥٣٩) ابودرداءَ ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: دوزخين تي بک مسلط ڪئي ويندي، جيڪا سندن عذاب جيتري هوندي. ڪاڏي لاءِ فرياد ڪندا ته کين ڪنڊن وارا وڻ کائڻ لاءِ ڏنا ويندا، جنهن سان نه جسم ٿلهو ٿئي ٿو ۽ نه ئي بک لهي ٿي. ٻيهر ڪاڏي لاءِ فرياد ڪندا ته کين نڙيءَ ۾ ڦاسندڙ کاڌو ڏنو ويندو. سوچيندا ته دنيا ۾ پاڻيءَ سان کاڌو نڙيءَ کان هيٺ لاهيندا هئاسون، تنهن ڪري پاڻي لاءِ فرياد ڪندا. لوهي پڪڙ سان پڪڙي گرم پاڻي انهن ڏانهن وڌايو ويندو. جڏهن سندن منهن جي ويجهو ٿيندو ته سندن منهن سڙي پوندا. جڏهن اهو پاڻي سندن پيٽن ۾ داخل ٿيندو ته سندن پيٽ جي هر شيءِ وڍجي نڪرندي. هڪ ٻئي کي چوندا ته جهنم جي داروغن کي (مدد لاءِ) پڪاريو. اهي کانئن پڇندا ته ڇا توهان وٽ توهان مان ئي الله جا رسول سڳورا نه آيا هئا؟ جواب ڏيندا ته هائو (برابر آيا هئا!) داروغا چوندا ته چڱو! هاڻي پيلي پڪاريندا رهو ۽ ڪافرن جو پڪارڻ اجايو آهي. وري هڪ ٻئي کي چوندا ته مالڪ کي پڪاريو. عرض ڪندا ته اي مالڪ! تنهنجي رب کي گهرجي ته اسان کي ماري ڇڏي. کين جواب ڏيندو ته بيشڪ توهان انهيءَ جهنم ۾ سدائين رهندا. (راوي) اعمش چوي ٿو ته مون کي ٻڌايو ويو آهي ته سندن فرياد ۽ مالڪ جي جواب ۾ هڪ هزارن سالن جو مدو هوندو. تڏهن هڪ ٻئي کي چوندا ته توهان پنهنجي رب کي پڪاريو، توهان جي رب کان وڌيڪ ڀلاري ڪا ذات نه آهي. عرض ڪندا ته رب اسان جا! اسان تي اسان جي بدقسمتي غالب اچي وئي ۽ اسان گمراهه قوم آهيون. رب اسان جا! هتان اسان کي هيڪر ڪڍ جيڪڏهن ٻيهر ساڳيو ڪم(ڪفر) ڪريون ته پوءِ پَڪَ اسان ظالم آهيون. الله تعاليٰ فرمائيندو ته انهيءَ (دوزخ)۾ ئي دفع ٿيو، مون سان نه ڳالهايو. انهيءَ وقت اهي هر ڀلائيءَ کان مايوس ٿي هاءِ گهوڙ ا ڪندا ۽ هاءِ حسرت! هاءِ ويل پڪاريندا رهندا. عبدالله بن عبدالرحمن چوي ٿو ته ماڻهو هن حديث کي مرفوع نٿا سمجهن. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٤٠) نعمان بن بشير ﷜ کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته "مون توهان کي باهه جي عذاب کان ڊيڄاريو آهي، توهان کي باهه جي عذاب کان ڊيڄاريو آهي." ساندهه اها ڳالهه ورجائيندا رهيا، تانجو جيڪڏهن مون واري هن هنڌ تان اها ڳالهه فرمائين ها ته البته بازار وارا به ٻڌن ها، تانجو سندن مٿي تي جيڪا چادر هئي سا سندن قدمن تي ڪري پئي.(دارمي)

(٥٥٤١) عبدالله بن عمرو بن عاص﷠ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪڏهن آسمان تان هھڙو پٿر زمين ڏانهن اڇلائجي ۽ پنهنجي مٿي ڏانهن اشارو ڪيائون جڏهن ته ٻنهي جي وچ ۾ پنج سؤ سالن جو مفاصلو آهي ته هڪ رات کان اڳ ۾ زمين تي پهچي ويندو پر جيڪڏهن ان کي زنجير جي مٿان اڇلايو وڃي (جنهن جو قرآن ۾ ذڪر آهي ته) چاليهه سال رات ڏينهن ساندهه سفر ڪرڻ کان پوءِ وڃي ان جي تري ۾ پهچندو. (ترمذي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٤٢) ابوبرده پنهنجي پيءُ جي حوالي سان بيان ڪري ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ جهنم ۾ "هبهب" نالي هڪڙي ماٿري آهي، جنهن ۾ هر تڪبر ڪندڙ شخص رهندو. (دارمي) هن حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

### ٽيون فصل

(٥٥٤٣) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: دوزخ ۾ دوزخين جا قد ڪاٺ وڏا ٿي ويندا، تانجو سندن هڪ شخص جي پاپڙين کان ڪلهن تائين ست سؤ سالن جو مفاصلو هوندو ۽ بيشڪ سندس کل جي ٿولهه ستر هٿن جيتري ۽ سندس ڏاڙهه احد جبل جيڏي هوندي. (احمد)

(١٠٠٤٤) عبدالله بن حارث بن جزءَ کان رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ دوزخ ۾ بُختي اٺن جيڏا نانگ آهن. هڪ ڀيرو اهو ڏنگيندو ته دوزخي ان جي ڏنگ جو زهر چاليهن سالن تائين لهندو ۽ بيشڪ دوزخ ۾ سنجيل خچر جيڏا وڇون آهن، هڪ ڀيرو وڇون ڏنگيندو ته سندس زهر چاليهن سالن تائين باقي رهندو. (احمد)

(١٠٠٤٥) حسن بصري رحمه الله چوي ٿو ته اسان کي ابوهريره رضي الله عنه حديث ٻڌائي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: قيامت جي ڏينهن سج ۽ چنڊ کي ويڙهي سيڙهي ٻن ڏاندن جي صورت ۾ دوزخ ۾ وڌو ويندو. حسن بصري رحمه الله پڇيو ته ڀلا انهن جو ڪهڙو گناهه آهي؟ انهيءَ چيو ته آئون توکي رسول الله ﷺ جن جي حديث ٻڌايان ٿو، تنهن تي حسن بصري خاموشي اختيار ڪئي. (بيهقي ڪتاب البعث و النشور)

(١٠٠٤٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اهوئي دوزخ ۾ داخل ٿيندو جيڪو بدبخت هوندو. عرض ڪيو ويو ته اي الله جا رسول ﷺ! بدبخت ڪير آهي؟ فرمايائون ته: جيڪو الله کي راضي ڪرڻ لاءِ (سندس) تابعداري نه ڪري ۽ سندس نافرماني نه ڇڏي. (ابن ماجه) حديث جي سند ضعيف آهي. (الباني)

## جنت ۽ دوزخ جي پيدائش جو بيان

### پهريون فصل

(٥٥٤٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جنت ۽ دوزخ جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو. دوزخ چيو ته منهنجي اندر تڪبر ڪندڙ گڏ ڪيا ويا آهن ۽ جنت چيو ته ڪهڙو سبب آهي ته منهنجي اندر ڪمزور هيٺين ۽ ڪِريل ماڻهن کي گڏ ڪيو ويو آهي؟ الله تعاليٰ جنت کي فرمايو ته: تون منهنجي رحمت آهين، آئون پنهنجن ٻانهن مان تنهنجي ذريعي جنهن تي گهران ٿو ان تي رحم ڪريان ٿو ۽ دوزخ کي چيائين ته تون منهنجو عذاب آهين، تنهنجي ذريعي پنهنجن ٻانهن مان جنهن تي گهران ٿو عذاب ڪريان ٿو ۽ توهان مان هر هڪ کي ڀريو ويندو، رهي دوزخ ته اها ان وقت تائين نه ڀربي جيستائين الله تعاليٰ مٿس پنهنجو پير نه رکندو. تڏهن اها چوندي ته مون

بس ڪئي مون بس ڪئي. انهيءَ وقت اها پرجي ويندي ۽ ان جا پاسا هڪ ٻئي ۾ گهڙي ويندا. ﷲ تعاليٰ مخلوق مان ڪنهن تي ظلم نہ ڪندو، مگر جنت لاءِ ﷲ تعاليٰ ٻي مخلوق پيدا ڪندو. (بخاري، مسلم)

(٥٥٤٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: دوزخي لڳاتار دوزخ ۾ وڌا ويندا ۽ اها چوندي رهندي تہ ڇا وڌيڪ آهي؟ تانجو رب العزت مٿس پنهنجو قدم مبارڪ رکندو، جنهن ڪري ان جا پاسا هڪ ٻئي ۾ گهڙي ويندا. تڏهن چوندي تہ تنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم! مون بس ڪئي، بس ڪئي ۽ جنت کي وڌائيندو رهندو، ۽ ان لاءِ ٻي مخلوق پيدا فرمائي، ڪين واڌو جنت ۾ رهائيندو. (ب م) ڪتاب الرقاق ۾ انس ﷛ جي حديث "حفت الجنہ بالمكاره" گذري چڪي.

### ٻيو فصل

(٥٥٤٩) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ جنت پيدا ڪري جبريل﷤ کي فرمايو تہ: وڃي اها ڏسي اچ! پاڻ ويو جنت ۽ ﷲ تعاليٰ جي طرفان جنتين لاءِ تيار ڪيل نعمتون ڏسي دربار الٰهي ۾ عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! تنهنجي عزت جو قسم! جيڪو بہ ان جي باري ۾ ٻڌندو، منجهس داخل ٿي رهندو. پوءِ جنت کي ڏکين ڳالهين سان ڍڪي فرمايائين تہ اي جبريل﷤! هاڻي وڃي ان کي ڏسي اچ! پاڻ ويو ۽ ڏسي اچي عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! تنهنجي عزت جو قسم! مون کي خوف آهي تہ منجهس ڪو داخل ٿي ئي نہ سگهندو. وري جڏهن ﷲ تعاليٰ دوزخ کي پيدا ڪيو تہ جبريل﷤ کي فرمايائين تہ وڃي ان کي ڏسي اچ! پاڻ ويو ۽ ان کي ڏسي دربار الٰهي ۾ عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! تنهنجي عزت جو قسم! جيڪو بہ ان جي باري ۾ ٻڌندو ان ۾ داخل نہ ٿيندو. پوءِ ان کي شهوتن سان ڍڪي فرمايائين تہ اي جبريل﷤! هاڻي ان کي ڏسي اچ! اهو ويو ان کي ڏسي اچي عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! تنهنجي عزت جو قسم! مون کي خوف آهي تہ ان کان ڪو بچي ئي نہ سگهندو. (ترمذي، ابوداٶد، نسائي)

### ٽيون فصل

(٥٥٥٠) انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن اسان کي نماز پڙهائي منبر تي چڙهيا ۽ هٿ سان مسجد جي قبلي ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ: جڏهن توهان کي نماز پڙهائي رهيو هيس تہ قبلي جي پٽ ۾ جنت ۽ دوزخ آڻي مون کي ڏيکاري وئي. بس اڄوڪي ڏينهن جهڙي ڀلائي ۽ برائي مون ڪڏهن بہ ناهي ڏٺي. (بخاري)

# مخلوق جي شروعات ۽ نبين سڳورن جو بيان

### پهريون فصل

(٥٥٥١) عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺ جن وٽ هيس تہ اوچتو بنو تميم جي هڪ قوم آئي. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ: اي بنو تميم بشارت قبول ڪريو. انهن چيو تہ اسان کي بشارت ڏيو تا تہ(مال) ڏيو. پوءِ يمن مان ڪي ماڻهو آيا. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ: اي يمن وارؤ! بشارت قبول ڪريو،

ڇاڪاڻ تہ بنوتميم وارا بشارت قبول نٿا ڪن. انهن چيو تہ اسان بشارت قبول ڪئي. توهان وٽ دين سمجهڻ ۽ هي پڇڻ آيا آهيون تہ ڪائنات جي شروعات ڪيئن ٿي؟ فرمايائون تہ: جڏهن ڪابہ شيءِ نہ هئي تہ ان وقت (صرف) الله تعاليٰ جي ذات هئي. سندس عرش پاڻيءَ تي هو. پوءِ آسمانَ ۽ زمين پيدا ڪيائين ۽ هر شيءِ (جي تقدير) کي لوح محفوظ ۾ لکي ڇڏيائين. (راوي چوي ٿو تہ) ايتري ۾ هڪ شخص اچي مون کي چيو تہ اي عمران! پنهنجي ڏاچيءَ جي سارسنڀال لهہ (ٽوڙهو ڇنائي) پڇي ڇڪي آهي. آئون سندس تلاش ۾ نڪتس پر مون کي الله جو قسم! (هاڻي) گهران ٿو تہ) پلي اها (گم ٿي) وڃي ها ۽ آئون (مجلس نبوي) مان نہ اٿان ها. (بخاري)

(٥٥٥٢) عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان ۾ خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا. پوءِ اسان کي ڪائنات جي شروعات کان جنت ۾ جنتين ۽ دوزخ ۾ دوزخين جي داخل ٿيڻ تائين حالات بيان ڪيائون. جنهن کي اهي ڳالهيون ياد رهيون، تنهن کي ياد رهيون ۽ جنهن کان وسري ويون، تنهن کان وسري ويون. (بخاري)

(٥٥٥٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تعاليٰ مخلوق جي پيدائش کان اڳ هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ لکي ڇڏيائين تہ بيشڪ منهنجي رحمت منهنجي ڪاوڙ کان اڳرائي ڪري وئي آهي. اها ڳالهہ وٽس عرش مٿان لکيل آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٥٥٤) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فرشتا نور مان پيدا ڪيا ويا آهن ۽ جنن کي باھ جي ڇپيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ آدم کي انهيءَ شيءِ (مٽي مان) پيدا ڪيو ويو آهي، جنهن جي وصف توهان کي ٻڌائي وئي آهي. (مسلم)

(٥٥٥٥) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن الله تعاليٰ جنت ۾ آدم عليه السلام جو ڍانچو تيار ڪيو تہ جيتري مدت گهريائين، کيس ائين ڇڏي ڏنائين. ابليس ان جو جائزو وٺڻ لاءِ سندس چوڌاري ڦيرا ڪاٽيندو رهيو. جڏهن کيس اندران خالي ڏٺائين تہ ڄاڻي ٿيس تہ اهڙي مخلوق پيدا ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ قوت ارادي نہ آهي. (مسلم)

(٥٥٥٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جي نبي ابراهيم عليه السلام اسي سالن جي ڄمار ۾ واهولي سان ختنو ڪيو. (بخاري، مسلم)

(٥٥٥٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ابراهيم عليه السلام صرف ٽي ڪوڙ ڳالهايا. انهن مان ٻہ الله جي رضامنديءَ لاءِ هئا: ١- سندس هي چوڻ تہ "بيشڪ آئون بيمار آهيان." ٢- سندس هي چوڻ تہ: هنن بتن کي هنن جي وڏي بت ڀڳو آهي. ٣- جڏهن پنهنجي گهر واريءَ ساران کي (مصر) وٺي ويو تہ اتان جي ظالم بادشاھ (عمرو بن قيس) کي ٻڌايو ويو تہ هتي هڪ شخص آيو آهي، جنهن جي زال ڏاڍي سهڻي آهي. انهيءَ ابراهيم عليه السلام کي گهرائي پڇيو تہ اها عورت ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ منهنجي ڀيڻ آهي. پوءِ پاڻ ساران وٽ آيو ۽ کيس چيائين تہ جيڪڏهن هن ظالم انسان کي ڄاڻ ٿي تہ تون منهنجي زال آهين تہ توکي ڦري وٺندو. تنهن ڪري

توکان پڇي تہ کيس ٻڌاءِ تہ منهنجي ڀيڻ آهين، ڇاڪاڻ تہ تون دين اسلام ۾ منهجي ڀيڻ آهين. روءِ زمين تي توکان ۽ مون کان سواءِ ڪو بہ مسلمان نہ آهي. پوءِ بادشاهہ ساران کي گهرايو ۽ ابراهيمؑ نماز ۾ مشغول ٿي ويو. جڏهن ساران وٽس داخل ٿي تہ ان سان هٿ چراند جو ارادو ڪيائين، پر سندس هٿ شل ٿي ويو. هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ ٻوساٽجي ويو، تانجو زمين تي ڇڙيون هڻڻ لڳو. ساران کي چيائين تہ منهنجي لاءِ دعا گهر توکي تڪليف نہ ڏيندس. انهيءَ سندس لاءِ دعا گهري جنهن ڪري کيس ڇڏيو ويو. پر ٻيهر (ساڳي حرڪت) شروع ڪيائين، جنهن ڪري سندس حالت اڳي جهڙي بلڪ ان کان بہ بدتر ٿي وئي. (وري ليلائي) چوڻ لڳو تہ منهنجي لاءِ دعا گهر، هاڻي توکي تڪليف نہ ڏيندس. انهيءَ سندس حق ۾ دعا گهري تہ کيس ڇڏيو ويو. پنهنجي دربان کي گهرائي چيائين تہ تو مون وٽ شيطاڻڙي کي آندو آهي. پوءِ ساران جي خدمت لاءِ کيس هاجره ڏنائين. جڏهن اها ابراهيم ؑ وٽ آئي، پاڻ بيهي نماز پڙهي رهيو هو، اشاري سان پڇيائين تہ ڇا ٿيو؟ انهيءَ سائڻ جواب ڏنو تہ اللهؔ تعاليٰ ڪافر جي تدبير کي ناڪام بڻائي ڇڏيو ۽ مون کي خدمت لاءِ هاجره ڏني اٿس. ابوهريره ؓ چيو تہ اي آسماني پاڻيءَ تي گذر بسر ڪرڻ وارؤ! اها ئي توهان جي ماءُ آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٥٥٨) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان ابراهيمؑ کان وڌيڪ شڪ جي فائدي جا حقدار آهيون. جنهن چيو تہ"رب منهنجا! مون کي ڏيکار تہ مئن کي ڪيئن جياريندين؟" ۽ اللهؔ رحم ڪري لوط تي جنهن "مضبوط جماعت" جي پناه تلاش ٿي ڪئي ۽ جيل ۾ جيتري مدت يوسف رهيو، جيڪڏهن آئون ايتري مدت رهان ها، پوءِ شاهي ملازم سڏڻ اچي تہ البت سندس ڳالهہ قبول ڪريان ها. (بخاري، مسلم)

(٥٥٥٩) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ موسيٰؑ ڏاڍو حيادار ۽ ستر ڪندڙ انسان هو. حياداريءَ جي ڪري سندس جسم جو ڪو حصو ظاهر نہ ٿيندو هو. بنو اسرائيل مان ڪنهن شخص کيس ايذايو، جنهن چيو تہ جيئن تہ موسيٰؑ کي برص (ٻگ) يا خصين جي بيماري آهي، تنهن ڪري ان کي لڪائڻ لاءِ (حد کان وڌيڪ) پرده داري ڪري ٿو. اللهؔ تعاليٰ ارادو فرمايو تہ: سندس برائت ظاهر ڪري. نيٺ جڏهن موسيٰؑ هڪ ڏينهن اڪيلائي ۾ وهنجڻ لڳو تہ پٿر تي پنهنجا ڪپڙا رکيائين. اهو پٿر سندس ڪپڙا ڪٽي وٺي ڀڳو. موسيٰؑ سندس پويان ڀڄندو پئي ويو ۽ چوندو ٿي ويو تہ اڙي پٿر! منهنجا ڪپڙا ڏي، اڙي پٿر! منهنجا ڪپڙا ڏي. تانجو بنو اسرائيل جي جماعت ۾ پهتو. انهن کيس اللهؔ جي بهترين پيدائش ۾ اگهاڙو ڏٺو. پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہاللهؔ جو قسم! موسيٰ ۾ تہ ڪو عيب نہ آهي. پاڻ پنهنجا ڪپڙا کنيائين ۽ پٿر کي سوٽا وهائي ڪڍيائين. اللهؔ جو قسم! سندس مارڻ جي ڪري منجهس ٽي، يا چار، يا پنج نشان نهي پيا. (بخاري، مسلم)

(٥٥٦٠) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ ڀيري ايوبؑ ڪپڙا لاهي وهنجي رهيو هو. سندس مٿان سوني ماڪڙ جي مينهن جو وسڪارو ٿيڻ لڳو، جن کي ميڙي ڪپڙي ۾ وجهڻ لڳو. اللهؔ تعاليٰ آواز ڏنو تہ اي ايوب! جيڪي تون ميڙين ٿو ڇا مون توکي ان کان بي نياز نہ ڪيو آهي؟ عرض ڪيائين تہ بيشڪ تنهنجي عزت جو قسم پر اي پالڻهار! تنهنجي برڪت کان بي نياز نٿو رهي سگهان. (بخاري)

(٥٥٦١) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ مسلمان ۽ يهوديءَ هڪ ٻئي سان وڙهڻ لڳا. مسلمان چيو تہ ﷲ جو قسم! جنهن محمد ﷺ کي جهانن وارن تي چونڊيو آهي. يهوديءَ چيو تہ ﷲ جو قسم! جنهن موسيٰ ﷵ کي جهانن وارن تي چونڊيو. جنهن تي انهيءَ مسلمان يهوديءَ جي منهن تي چنبو وهائي ڪڍيو. يهودي نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ پنهنجي ۽ مسلمان جي معاملي جي ڪين خبر ڏنائين. نبي ﷺ جن مسلمان کي گهرائي پڇا ڪئي، جنهن (صورتحال) ٻڌائي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي موسيٰ ﷵ تي (هرويرو) فضيلت نہ ڏيندا وتو. بيشڪ (صور ڦوڪڻ مهل) ماڻهو ڪَري پوندا. آئون بہ ساڻن گڏ ڪَري پوندس. وري سڀ کان اول مون کي هوش ايندو. آئون ڏسندس تہ موسيٰ عرش الٰهي کي چنبڙيو بيٺو آهي. مون کي معلوم نہ آهي تہ مون سان گڏ بيهوش ٿيندڙن ۾ هو يا مون کان اڳ هوش ۾ اچي ويو يا انهن ماڻهن ۾ شامل آهي، جن کي ﷲ تعاليٰ انهيءَ کان آجو فرمايو آهي؟ هڪ روايت ۾ آهي تہ مون کي خبر نہ آهي تہ ڪيس جبل طور تي بيهوشيءَ جي بدلي ۾ قيامت جي بيهوشيءَ کان بچايو ويو يا مون کان اڳ ڪيس هوش اچي ويو ۽ آئون اهو بہ نٿو چوان تہ ڪو شخص يونس بن متيءَ کان افضل آهي. ابوسعيد ﷛ جي حديث ۾ آهي تہ مون کي ﷲ جي نبين تي فضيلت ڏيندا نہ وتو ۽ ابوهريره ﷛ جي حديث ۾ آهي تہ ﷲ جي نبين سڀني کي هڪ ٻئي تي فضيلت نہ ڏيو.

(٥٥٦١) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪنهن ٻانهي کي نٿو جڳائي تہ چوي تہ آئون يونس بن متي کان افضل آهي. (بخاري، مسلم) ۽ بخاري جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: جنهن چيو تہ آئون يونس بن متي کان افضل آهيان، تنهن ڪوڙ ڳالهايو.

(٥٥٦٣) ابي بن ڪعب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: خضر ﷵ جنهن ٻار کي قتل ڪيو سو پيدائشي ڪافر هو. جيڪڏهن جيئرو هجي ها تہ ماءُ پيءُ کي ڪفر ۽ نافرمانيءَ ڏانهن ڌڪي ها. (بخاري، مسلم)

(١٠٠٦٤) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: "خضر" تي اهو نالو هن ڪري پيو جو اچي سڪل زمين تي ويٺو هو، پوءِ ڏسندي ڏسندي اها زمين سائي ساوڪ واري ٿي وئي. (بخاري)

(٥٥٦٥) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: موسيٰ بن عمران وٽ ملڪ الموت آيو ۽ عرض ڪيائين تہ پنهنجي رب جو حڪم قبول فرمايو. پاڻ ڪيس چماٽ وهائي ڪڍيائين ۽ سندس اک ڦوڙي وڌائين. ملڪ الموت ﷲ تعاليٰ وٽ واپس ويو ۽ عرض ڪيائين تہ تو مون کي پنهنجي هڪ اهڙي ٻانهي ڏانهن موڪليو آهي، جيڪو مرڻ نٿو گهري ۽ منهنجي اک ڦوڙي وڌي اٿس. ﷲ تعاليٰ سندس اک بحال ڪئي ۽ فرمايائين تہ منهنجي ٻانهي ڏانهن واپس وڃ ۽ ڪيس چوءِ تہ دنيا جي حياتي گهرين ٿو؟ جيڪڏهن دنيا جي حياتي گهرين ٿو تہ ڏاند جي پٺيءَ تي هٿ رک. تنهنجي هٿ جي هيٺان جيترا وار هوندا، ايترا سال توکي زندگي نصيب ٿيندي. موسيٰ ﷵ پڇيو تہ ان کان پوءِ ڇا ٿيندو؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ پوءِ بہ موت ئي آهي. موسيٰ ﷵ چيو تہ پوءِ هاڻي ئي (موت) اچي. اي منهنجا رب! مون کي پٿر جي اڇل جيترو پاڪ سرزمين جي ويجهو ڪر. رسول الله ﷺ

جن فرمايو تہ: جيڪڏهن اتي هجان ها تہ البتہ توهان کي رستي جي هڪ پاسي ڳاڙهي دڙي وٽ سندس قبر ضرور ڏيکاريان ها. (بخاري، مسلم)

(١٠٠٦٦) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون تي نبي سڳورا پيش ڪيا ويا. موسيٰ عليه السلام سنهو، سيڪو شخص هو، ڄڻ تہ قبيلہ شنوءة جو هڪ شخص آهي. عيسيٰ بن مريم کي ڏٺم، مون جن ماڻهن کي ڏٺو آهي، تن مان پاڻ عروه بن مسعود جهڙو آهي. ابراهيم عليه السلام کي بہ ڏٺم، مون جن ماڻهن کي ڏٺو آهي، تن مان پاڻ توهان جي ساٿي (يعني خود نبي ڪريم ﷺ جن) جهڙو آهي. مون جبرئيل عليه السلام کي ڏٺو، مون جن ماڻهن کي ڏٺو آهي، تن مان پاڻ دحيہ بن خليفہ جهڙو آهي. (مسلم)

(١٠٠٦٧) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن رات مون کي معراج ٿيو، مون موسيٰ عليه السلام کي ڏٺو. پاڻ ڪڻڪ رنگو، ڊگهي قد وارو، گهنگهريالو وارن وارو هو، ڄڻ تہ شنوءة قبيلي جو هڪ شخص آهي. مون عيسيٰ عليه السلام کي ڏٺو. پاڻ وچولي خلقت وارو، اڇاڻ ۽ ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل، سڌن (سهڻن) وارن جو صاحب آهي. مون جهنم جي داروغي، مالڪ ۽ دجال کي بہ ڏٺو. هي اهي نشانيون آهن، جيڪي الله تعاليٰ مون کي ڏيکاريون آهن(قرآن ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو) پوءِ تون سندس ملاقات جي باري ۾ شڪ نہ ڪر. (بخاري، مسلم)

(١٠٠٦٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: معراج جي رات منهنجي ملاقات موسيٰ عليه السلام سان ٿي. پاڻ سنهي قد، سهڻن وارن وارو هو، ڄڻ تہ قبيلي شنوءة جو شخص آهي ۽ منهنجي ملاقات عيسيٰ عليه السلام سان ٿي، ڳاڙهي رنگ جو شخص هو، ڄڻ تہ (تازو) غسلخاني مان نڪتو آهي ۽ مون ابراهيم عليه السلام کي ڏٺو، سندس اولاد مان ڪيس آئون سڀ کان وڌيڪ مشابہ آهيان. پوءِ مون وٽ بہ ٿانوَ آندا ويا. هڪ ۾ کير ۽ ٻئي ۾ شراب هو. مون کي چيو ويو تہ ٻنهي مان جيڪي توهان کي وڻي، سو کڻو. مون کير کڻي پيتو. مون کي چيو ويو تہ توهان کي فطرت جي واٽ ڏيکاري وئي آهي. جيڪڏهن شراب کڻو ها تہ البتہ توهان جي امت گمراهہ ٿي وڃي ها. (بخاري، مسلم)

(٥٥٦٩) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان مڪي کان مديني رسول الله ﷺ جن سان سفر ڪيو. جڏهن هڪ ماٿريءَ وٽان لنگهياسون تہ فرمايائون تہ: هيءَ ڪهڙي ماٿري آهي؟ عرض ڪيائون تہ "ازرق" ماٿري آهي. فرمايائون تہ: ڄڻ تہ آئون موسيٰ عليه السلام کي ڏسي رهيو آهيان. پوءِ سندس رنگ ۽ وارن جو ڪجهہ ذڪر ڪري، پنهنجيون بہ آڱريون ڪنن ۾ وجهي، لبيڪ چوندي انهيءَ ماٿريءَ مان لنگهي ويا. پوءِ اتان " ثنيہ" پهتاسون. پڇيائون تہ هيءَ ڪهڙي ٽڪري آهي؟ عرض ڪيائون تہ هي "هرش" يا "لفت" آهي. فرمايائون تہ: ڄڻ تہ آئون يونس عليه السلام کي ڳاڙهي ڏاچيءَ تي سوار ڏسي رهيو آهيان. ڪيس اوني جبو پاتل آهي. سندس ڏاچي جي نڪيل (يعني رسي) کجيءَ جي پوٽن مان نهيل آهي. اتان "لبيڪ" چوندي گذريا. ( مسلم)

(٥٥٧٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: دائود عليه السلام تي زبور پڙهڻ آسان ڪيو ويو. پاڻ سواريءَ جي جانور کي سنجڻ جو حڪم ڪندو هو ۽ ايتري دير ۾ زبور جو دور ڪري وٺندو هو. پاڻ هٿن جي ڪمائيءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ کائيندو هو. (بخاري)

(٥٥٧١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻہ عورتون هيون، جن مان هر هڪ سان پٽ ساڻ هو. بگهڙ آيو ۽ هڪ جي پٽ کي کڻي ويو. هڪ پنهنجي ساٿياڻيءَ کي چيو تہ بگهڙ تنهنجو پٽ کڻي ويو آهي. ٻيءَ چيو تہ نہ! پر تنهنجو پٽ کڻي ويو آهي. ٻئي ڇڏيون دائود عليه السلام وٽ پنهنجو فيصلو کڻي آيون، جنهن وڏيءَ جي حق ۾ فيصلو ڏنو. ٻئي ٻاهر نڪتيون تہ انهن کي سليمان بن دائود عليه السلام مليو. انهيءَ فرمايو تہ: ڇڳو! مون کي ڇُري آڻي ڏيو ٻار ٻنهي کي وِڌي اڌو اڌ ڪري ڏيان ٿو. اهو ٻڌي ننڍيءَ عورت چيو تہ الله توتي رحم ڪري ائين نہ ڪر. اهو سندس ئي پٽ آهي. (اهو ٻڌي) سليمان عليه السلام ننڍيءَ جي حق ۾ فيصلو ڏئي ڇڏيو. (بخاري، مسلم)

(٥٥٧٢) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سليمان عليه السلام چيو تہ اڄ رات آئون ضرور نوي زالن ۽ ٻي روايت مطابق سؤ زالن وٽ ويندس. هر هڪ مان هڪ مجاهد سوار پيدا ٿيندو. فرشتي کيس چيو تہ انشاءَ الله چوءِ پر کانئس انشاءَ الله وسري وئي. خير! سيني سان صحبت ڪيائين پر انهن مان هڪڙيءَ کان سواءِ ڪنهن کي پيٽ نہ ٿيو. ان کي بہ اڌپورو ٻار ڄائو. مون کي الله جو قسم آهي جنهن جي هٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آهي تہ جيڪڏهن پاڻ انشاءَ الله چوي ها تہ البتہ اهي سڀ الله جي واٽ ۾ سواريءَ تي جهاد ڪن ها. (بخاري، مسلم)

(٥٥٧٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: زڪريا عليه السلام واڍو هو. (مسلم)

(٥٥٧٤) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون دنيا ۽ آخرت ۾ عيسيٰ بن مريم عليه السلام کي سيني کان ويجهو آهيان. سڀ نبي سڳورا پاڻ ۾ سوٽيلا ڀائر آهن، سندن مائرون جدا آهن ۽ سندن دين هڪ آهي ۽ اسان جي وچ ۾ ڪو بہ نبي نہ آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٥٧٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ ٻار پيدا ٿيندوآهي، شيطان پنهنجين ٻنهي آڱرين سان سندس ٻنهي پاسن ۾ چنهنبڙي هڻندو آهي، سواءِ عيسيٰ بن مريم جي. کيس رغو هنيائين، پر اهو پردي ۾ لڳو. (بخاري، مسلم)

(٥٥٧٦) ابوموسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: مردن مان گهڻا ئي ڪامل ٿيا آهن ۽ عورتن مان صرف عمران جي ڌيءُ مريم ۽ فرعون جي گهر واري آسيہ ڪامل ٿي آهي ۽ عائشہ رضي الله عنها کي عورتن تي ائين فضيلت حاصل آهي، جيئن ڪُنيءَ کي سيني کاڌن تي فضيلت آهي. (بخاري، مسلم) ۽ انس رضي الله عنه جي حديث "يا

خير البريہ" ابوھريره ﷛ جي حديث "اي الناس اکرم" ۽ ابن عمرﷻ جي حديث "الکريم ابن الکريم" باب المفاخرۃ والعصبيہ" ۾ گذري چڪي.

## ٻيو فصل

(٥٥٧٧) ابورزين ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! مخلوق جي پيدائش کان اڳ اسان جو رب ڪٿي هو؟ فرمايائون تہ: "عماءُ" ۾ هو. جنهن جي هيٺان بہ هوا هئي ۽ جنهن جي مٿان بہ هوا هئي ۽ پنهنجي عرش کي پاڻيءَ جي مٿان پيدا ڪيائين. (ترمذي) يزيد بن هارون چوي ٿو تہ "عماءُ" يعني ان کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ هئي.

(٥٥٧٨) عباس بن عبد المطلب ﷛ کان روايت آهي تہ پاڻ بطحاءَ ۾ رسول الله ﷺ جن سان ماڻهن جي ميڙ ۾ شامل هو. سندن مٿان ڪڪر گذريو تہ ان ڏانهن ڏسڻ لڳا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان کي ڇا چوندا آهيو؟ چيائون تہ (سائين!) "سحاب" فرمايائون تہ: ۽ "مزن" بہ چوندا آهيو؟ عرض ڪيائون تہ هائو! ان کي"مزن" بہ چوندا آهيون. فرمايائون تہ: ان کي"عنان" بہ چوندا آهيو؟ چيائون تہ هائو! ان کي "عنان" بہ چوندا آهيون. فرمايائون تہ: ڇا توهان کي ڄاڻ آهي تہ آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ڪيترو مفاصلو آهي؟ چيائون تہ اسان کي معلوم نہ آهي. فرمايائون تہ: ٻنهي جي وچ ۾ ايڪهتر، ٻاهتر يا ٽيهتر سالن جو مفاصلو آهي. پهرئين آسمان ۽ ٻئي آسمان ۾ بہ ايترو ئي مفاصلو آهي، تانجو ست آسمان شمار ڪيائون. ستين آسمان تي هڪ وڏو درياءُ آهي، جنهن جي اونهائي ايتري آهي جيتري ٻن آسمانن جي وچ ۾ آهي. پوءِ ان جي مٿان اٺ فرشتا آهن (سندن شڪل صورت جابلو ٻڪر جهڙي آهي) انهن جي ڪرن ۽ ڪلهن جي وچ جو مفاصلو ٻن آسمانن جي مفاصلي جيترو آهي. سندن ئي پٺيءَ تي عرش آهي. عرش جي اونهائي ٻن آسمانن جي اونهائي جيتري آهي. ان جي مٿان ﷲ تعاليٰ آهي.(ترمذي، ابودائود) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٧٩) جبير بن مطعم ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ اعرابي آيو. چوڻ لڳو تہ ساهوارا تڪليف ۾ آهن، ٻار ٻچا بک ۾ پاهہ ٿي رهيا آهن ۽ جانور هلاڪ ٿي رهيا آهن. اسان لاءِ ﷲ تعاليٰ کان بارش جي دعا گهرو. اسان توهان کي ﷲ تعاليٰ وٽ سفارشي ۽ ﷲتعاليٰ کي توهان وٽ سفارشي بڻايون ٿا. (اهو ٻڌي) نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ پاڪ آهي، ﷲ پاڪ آهي. ڪافي دير تائين اها تسبيح پڙهندا رهيا، تانجو اصحابن جي چهرن تي اها ڳالهہ چوندڙ شخص لاءِ ڪاوڙ جا آثار ظاهر ٿيا. فرمايائون تہ: توتي افسوس آهي! ﷲ تعاليٰ کي ڪنهن وٽ سفارشي نٿو بڻائي سگهجي. ﷲ جي شان ان کان گهڻي بلند آهي. توتي افسوس آهي. ڇا توکي ڄاڻ آهي تہ ﷲ جي ذات ڪيڏي وڏي آهي؟ سندس عرش آسمانن مٿان هن طرح آهي ۽ آڱرين سان گول دائرو ٺاهي ڏيکاريائون ۽ فرمايائون تہ: جيئن سواريءَ تي رکيل پالان مان چيڪاٽ نڪرندا آهن تيئن عرش الٰهي چيڪاٽ ڪري رهيو آهي.(ابودائود) سند ضعيف آهي. (الباني)

(١٠٠٨٠) جابر بن عبد اللهﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي اجازت ڏني وئي آهي تہ عرش کڻندڙ فرشتن مان هڪ فرشتي جي باري ۾ توهان کي ٻڌايان. سندس ڪنن جي پاپڙين کان ڪلهن تائين ست سؤ سالن جو مفاصلو آهي. (ابوداؤد)

(١٠٠٨١) زراره بن ابي اوفيٰ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جبريلؑ کي فرمايو تہ: ڇا توهان الله تعاليٰ کي ڏٺو آهي؟ اهو ڏکي ويو ۽ چيائين تہ منهنجي ۽ الله جي وچ ۾ نور جا ستر حجاب (پردا) آهن، جيڪڏهن انهن مان ڪنهن پردي جي ويجهو وڃان تہ سڙي وڃان. (مصابيح) ساڳي حديث ابونعيم جي ڪتاب **الحلية** ۾ انس ﷺ جي حوالي سان آهي، ان ۾ جبريلؑ جي ڏڪڻ جو ذڪر نہ آهي.

(٥٥٨٢) ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن کان الله تعاليٰ اسرافيلؑ کي خلقيو آهي، تڏهن کان پنهنجن پيرن تي اڀو بيٺو آهي، (الله جي هيبت کان) نظر کڻي بہ نٿو نهاري. الله ۽ سندس وچ ۾ ستر نور آهن، ڪنهن هڪ نور جي بہ ويجهو وڃي تہ جيڪر سڙي وڃي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ صحيح چيو آهي)

(٥٥٨٣) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن الله تعاليٰ آدمؑ ۽ سندس اولاد کي پيدا فرمايو، فرشتن عرض ڪيو تہ اي رب! تو انهن کي خلقيو، جيڪي کائين ۽ پيئن ٿا، نڪاح ڪن ٿا ۽ سواري ڪن ٿا. سندن لاءِ دنيا ۽ اسان لاءِ آخرت (خاص) فرماءِ. الله تعاليٰ فرمايو تہ: جنهن (مخلوق) کي مون پنهنجي هٿ سان پيدا ڪيو، تنهن کي انهن وانگر نہ ڪندس، جن کي مون لفظ "ڪن" سان پيدا ڪيو آهي. (بيهقي شعب الايمان)

## ٽيون فصل

(٥٥٨٤) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مؤمن الله تعاليٰ وٽ بعض ملائڪن کان افضل آهي. (ابن ماجہ) سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٥٨٥) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: رسول الله ﷺ جن مون کي هٿ کان وٺي فرمايو تہ: الله تعاليٰ زمين ڇنڇر جي ڏينهن پيدا ڪئي، ان ۾ جبل آچر ڏينهن پيدا ڪيائين، وڻن کي سومر جي ڏينهن، خراب شين کي اڱاري جي ڏينهن، نور کي اربع جي ڏينهن پيدا ڪيائين، انهيءَ ۾ جانورن کي خميس جي ڏينهن پکيڙيائين ۽ آدم ؑ کي سڀ مخلوق کان پڇاڙيءَ ۾ جمعي جي ڏينهن ٽيپهريءَ کان رات تائين آخري گهڙيءَ ۾ پيدا ڪيائين. (مسلم)

(٥٥٨٦) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ هن دوران جو الله جو نبي سڳورو ﷺ ۽ سندن ساٿي ويٺا هئا فرمايائون تہ: ڄاڻو ٿا تہ هي ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ الله ۽ سندس رسول وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: "عنان" (ڪڪر) آهي. اهي زمين کي سيراب ڪندڙ آهن. الله تعاليٰ انهن کي انهيءَ قوم ڏانهن موڪليندو آهي، جيڪي

نہ سندس شڪر ڪن ٿا، نہ ڪيس پڪارين ٿا. پوءِ فرمايائون تہ: ڇا ڄاڻو ٿا تہ توهان جي مٿان ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: محفوظ ڇت ۽ روڪيل موج آهي. پوءِ فرمايائون تہ: ڇا ڄاڻو ٿا تہ توهان جي (هن زمين) ۽ آسمان جي وچ ۾ ڪيترو مفاصلو آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: توهان جي ۽ آسمان جي وچ ۾ پنج سؤ سالن جو مفاصلو آهي. پوءِ فرمايائون تہ: ڄاڻو ٿا تہ ان جي مٿان ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: ٻيو آسمان آهي. ٻنهي جي وچ ۾ پنج سؤ سالن جو مفاصلو آهي، تانجو ستن آسمانن ۽ زمين جو وچيون مفاصلو شمار ڪيائون. پوءِ فرمايائون تہ: ڄاڻو ٿا تہ ان جي مٿان ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: ان جي مٿان عرش آهي. ان جي ۽ آسمان جي وچ ۾ ٻن آسمانن جيترو مفاصلو آهي. پوءِ فرمايائون تہ: ڄاڻو ٿا تہ توهان جي هيٺان ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: (توهان جي زمين جي هيٺان) ٻي زمين آهي. پوءِ فرمايائون تہ: ڄاڻو ٿا تہ ان جي هيٺان ڇا آهي؟ عرض ڪيائون تہ ﷲ ۽ سندس رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون تہ: ان جي هيٺان ٽين زمين آهي، انهن ٻنهي جي وچ ۾ پنج سؤ سالن جو مفاصلو آهي، تانجو ست زمينون ۽ انهن جي وچ ۾ پنج سؤ سالن جو مفاصلو بيان ڪري ٻڌايائون. پوءِ فرمايائون تہ: ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ محمد ﷺ جي جان آهي، جيڪڏهن توهان سڀ کان هيٺاهين زمين ۾ ڪا رسي لڙڪايو تہ بہ ﷲ تعاليٰ ان کي ڄاڻندو. پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون" اهوئي اول، اهوئي آخر، اهوئي ظاهر، اهوئي باطن آهي ۽ اهو هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو."(احمد، ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن جي آيت پڙهڻ ۾ دليل آهي تہ ان مان مراد ﷲ جو علم، قدرت ۽ غلبو آهي. سندس علم، سندس قدرت ۽ سندس غلبو هر هنڌ قائم آهي، اها ذات عرش تي آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ بيان فرمائي ٿو.

(٥٥٨٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آدم عليه السلام جي ڊيگهہ سٺ هٿ ۽ ويڪر ست هٿ هئي.

(٥٥٨٨) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! سڀ کان پهريون نبي ڪير هو؟ فرمايائون تہ: آدم عليه السلام. عرض ڪيم تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڇا پاڻ نبي بہ هو؟ فرمايائون تہ: هائو! نبي هو، جنهن سان ﷲ تعاليٰ ڪلام ڪيو. مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! رسول ڪيترا آهن؟ فرمايائون تہ: وڏي جماعت يعني ٽي سؤ ۽ ڏهن کان ڪجهہ مٿي. ابوامامہ رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ ابوذر رضي الله عنه چوي ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! ڪل نبي ڪيترا هئا؟ فرمايائون تہ: هڪ لک چو ويهہ هزار! جن مان هڪ وڏي جماعت يعني ٽي سؤ پندرهن رسول هئا.

(٥٥٨٩) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: خبر جو ٻڌڻ ڏسڻ وانگر نہ آهي. بيشڪ موسيٰ عليه السلام جي قوم گابي جي پوڄا جي باري ۾ جيڪي ڪجهہ ڪيو ﷲ تعاليٰ ان جي ڪيس خبر ڏني، پر انهيءَ تختيون نہ اڇلايون. پوءِ جڏهن پنهنجين اکين سان (اهو ماجرو) ڏٺائين تہ (ڪاوڙ ۾ اچي) تختيون هيٺ اڇلائي ڇڏيائين. (ٽئي حديثون احمد بيان ڪيون آهن)

# جلد نمبر ٥

## كتاب الفضائل

# فضيلتن ۽ خصلتن جو كتاب

# سيد المرسلين ﷺ جن جون فضيلتون

### پهريون فصل

(٥٥٩٠) ابوهريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن تي زمانن جي مٿان زمانا ايندا رهيا تانجو اهو زمانو آيو، جنهن ۾ مون کي موڪليو ويو. مون کي بهترين زماني ۾ موڪليو ويو آهي. (بخاري)

(٥٥٩١) واثلہ بن اسقع رضي الله عنه كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ الله تعاليٰ اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان ڪنانہ کي چونڊيو ۽ ڪنانہ مان قريش کي چونڊيو ۽ قريش مان بنو هاشم کي چونڊيو ۽ بنو هاشم مان مون کي چونڊيو (مسلم) ترمذيءَ جي روايت ۾ آهي تہ بيشڪ الله تعاليٰ ابراهيم عليه السلام جي اولاد مان اسماعيل عليه السلام کي چونڊيو ۽ اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان بنو ڪنانہ کي چونڊيو.

(٥٥٩٢) ابوهريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون قيامت جي ڏينهن آدم عليه السلام جي اولاد جو سردار هوندس ۽ سڀ کان پهريائين منهنجي قبر ڪلندي ۽ سڀ کان پهريائين آئون ئي شفاعت ڪندس ۽ (سڀ کان پهريائين) منهنجي شفاعت قبول پوندي. (مسلم)

(٥٥٩٣) انس رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سيني نبين کان منهنجا تابعدار وڌيڪ آهن ۽ آئون سڀ کان پهريائين جنت جو دروازو کولرائيندس. (مسلم)

(٥٥٩٤) انس رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن مان جنت جي دروازي وٽ اچي ان کي کولرائيندس. جنت جو داروغو چوندو تہ توهان ڪير آهيو؟ آئون چوندس تہ محمد ﷺ آهيان. چوندو تہ مون کي بہ اهوئي حڪم آهي تہ توهان کان اڳ ڪنهن لاءِ جنت جو دروازو نہ کوليان. (مسلم)

(٥٥٩٥) انس رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون جنت ۾ سڀ کان پهريائين شفاعت آئون ڪندس. جيتري تصديق منهنجي ڪئي وئي، ايتري تصديق ڪنهن (ٻئي) نبيءَ جي نہ ڪئي وئي آهي ۽ بيشڪ هڪڙو نبي سڳورو اهڙو بہ گذريو آهي، جنهن جي امت مان (فقط) سندس هڪ ڄڻي تصديق ڪئي. (مسلم)

(٥٥٩٦) ابوهريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجو مثال ۽ نبين جو مثال ائين آهي، جيئن هڪ بهترين عمارت اڏيل هجي، جنهن ۾ هڪ سر جي جاءِ ڇڏيل هجي. ڏسندڙ ان جي خوبصورتي کي ڏسڻ

لاءِ ان جي چوڌاري گهمن ۽ ان تي تعجب ظاهر ڪن، سواءِ انهيءَ رهيل سر جي. پوءِ آئون ئي آهيان، جنهن اچي اها سر پنهنجي جاءِ تي رکي ۽ منهنجي ذريعي اها عمارت پوري ٿي ۽ منهنجي ذريعي رسولن جو اچڻ ختم ٿيو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ اها سر آئون آهيان ۽ آئون ئي خاتم النبيين آهيان. (بخاري، مسلم)

(٥٥٩٧) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪي بہ نبي ٿي گذريا آهن، انهن تي جيترن ماڻهن ايمان آندو، انهيءَ لحاظ سان هر هڪ کي معجزا ڏنا ويا ۽ مون کي وحي عطا ڪئي وئي، يعني جيڪا وحي مون ڏانهن ﷲ تعاليٰ موڪلي ٿو. مون کي اميد آهي تہ قيامت جي ڏينهن سڀني نبين کان وڌيڪ منهنجا تابعدار هوندا. (بخاري، مسلم)

(٥٥٩٨) جابر ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي پنج شيون ڏنيون ويون آهن، جيڪي مون کان اڳ ڪنهن نبيءَ کي نہ ڏنيون ويون آهن: ١- هڪ مهيني جي مفاصلي تان رعب سان منهنجي مدد ڪئي وئي، ٢- منهنجي لاءِ روءِ زمين کي سجدي جي جاءِ ۽ پاڪ ڪيو ويو. پوءِ منهنجي جنهن بہ امتيءَ کي جتي بہ نماز جو وقت ملي، اتي نماز پڙهي. ٣- منهنجي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون ويون، جڏهن تہ مون کان اڳ ڪنهن لاءِ حلال نہ هيون، ٤- مون کي شفاعت جو حق عطا ڪيو ويو، ٥ - پهريائين هر نبي خاص پنهنجي قوم ڏانهن موڪليو ويندو هو، مگر مون کي سڀني انسانن ڏانهن نبي بڻائي موڪليو ويو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٥٩٩) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي نبين تي ڇهن ڳالهين ۾ فضيلت ڏني وئي آهي: ١- مون کي جامع ڪلمات عطا ڪيا ويا، ٢- رعب جي ذريعي منهنجي مدد ڪئي وئي، ٣- منهنجي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون ويون، ٤- منهنجي لاءِ روءِ زمين مسجد بنائي ۽ پاڪ ڪئي وئي، ٦- ۽ مون کي سڀني ماڻهن ڏانهن موڪليو ويو ۽ مون تي ئي نبوت ختم ڪئي وئي. (مسلم)

(٥٦٠٠) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي جامع ڪلمات ڏئي موڪليو ويو ۽ رعب سان منهنجي مدد ڪئي وئي ۽ مون ننڊ ۾ ڏٺو تہ مون کي زمين جي خزانن جون چاٻيون ڏنيون ويون آهن، پوءِ اهي منهنجي هٿ ۾ رکيون ويون. (بخاري، مسلم)

(٥٦٠١) ثوبان﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ زمين ويڙهي مون کي ڏيکاري، مون ان جا اوڀر ۽ ان جا اولهہ ڏٺا ۽ بيشڪ منهنجي امت جي حڪومت اتي اتي پهچندي جيستائين مون کي (زمين) ويڙ هي ڏيکاري وئي. مون کي ڳاڙهو ۽ اڇو بہ خزانا عطا ڪيا ويا ۽ مون پنهنجي رب کان دعا گهري تہ منهنجي امت کي عمومي ڏڪار وسيلي هلاڪ نہ ڪري ۽ (مجموعي طور) ڌاريو دشمن مسلط نہ ڪري، جيڪو سندن قوت کي ختم ڪري. بيشڪ منهنجي رب فرمايو تہ: اي محمد ﷺ! جڏهن آئون ڪو فيصلو ڪندو آهيان تہ اهو رد نہ ٿيندو آهي تنهنجي امت جي لاءِ مون توکي هي شيون ڏنيون تہ: ١- ڪين عام قحط وسيلي هلاڪ نہ ڪندس ۽ ٢- سندن جانين کان سواءِ ڌارئي دشمن کي مٿن مسلط نہ ڪندس، جيتوڻيڪ دنيا جهان جا دشمن پاڻ ۾ اتحاد ڪري (مٿن حملو ڪن) تانجو اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي هلاڪ ڪندا ۽ هڪ ٻئي کي غلام ڪندا. (مسلم)

(٥٦٠٢) سعد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مسجد بنو معاويہ وٽان لنگھيا ۽ اتي ٻہ رڪعتون پڙھيائون. اسان بہ اندر وجي نماز پڙھي. پاڻ پنهنجي رب کان ڊگھي دعا گھريائون. پوءِ منهن ڦيرائي فرمايائون تہ: مون پنهنجي رب کان ٽي شيون گھريون، مون کي ٻہ شيون ڏنائين ۽ هڪ کان منع فرمايائين. مون پنهنجي رب کان دعا گھري تہ منهنجي امت کي قحط وسيلي (بلڪل) برباد نہ ڪر، اها دعا قبول فرمائي وئي ۽ مون دعا گھري تہ منهنجي امت کي ﷲ تعاليٰ ٻوڏ جي ذريعي (قوم نوح ؑ وانگر مجموعي طرح) غرق نہ ڪري تہ اها دعا بہ قبول فرمايائين ۽ مون دعا گھري تہ ڪين پاڻ ۾ ويڙھائي نہ ماري ان کان مون کي منع فرمايائين. (مسلم)

(٥٦٠٣) عطاءَ بن يسار﷛ کان روايت آهي تہ آئون عبدالله بن عمرو بن عاص﷠ سان مليس، ڪيس چيم تہ رسول الله ﷺ جن جي جيڪا صفت توريت ۾ موجود هجي اها مون کي ٻڌايو. انهيءَ چيو تہ هائو، ﷲ جو قسم! قرآن ۾ سندن جيڪي صفتون آهن، انهن مان ڪي توريت ۾ آهن يعني "اي نبي! بيشڪ اسان تو کي شاهدي ڏيندڙ، خوشخبري ڏيندڙ، ڊيڄاريندڙ ۽ اڻ پڙهيلن لاءِ پناھ گاھ ڪري موڪليو آهي. تون منهنجو ٻانهو ۽ منهنجو رسولﷺ آهين. مون تنهنجو نالو "متوڪل" رکيو آهي، تون نہ عادت جو خراب آهين ۽ نہ سخت ڳالهائيندڙ ۽ نہ بازارن ۾ شور ڪندڙ ۽ نہ برائي کي برائي سان ٽاريندڙ آهين، بلڪ معاف ڪندڙ ۽ بخشيندڙ آهين ۽ سندن ﷲ تعاليٰ ان وقت تائين روح قبض نہ ڪندو جيستائين سندن ذريعي ڏنگي قوم کي سڌو نہ ڪري يعني (جيستائين عرب قوم)﴿لا الہ إلاَّ اللهُ﴾ جو اقرار نہ ڪري ۽ ان سان پردي ۾ پيل انڌين اکين، ٻوڙ ن ڪنن ۽ بند دلين کي نہ کولي (بخاري) دارميءَ اها روايت عطاءَ بن يسار کان انهيءَ ابن سلام کان آندي آهي. ساڳي طرح باب الجمعہ ۾ ابوهريره ﷛ جي حديث گذري تہ " (دنيا ۾) اسان سڀ کان آخر (۽ آخرت ۾) اسان سڀ کان اول آهيون."

## ٻيو فصل

(٥٦٠٤) خباب بن ارت﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي هڪڙي نماز پڙھائي، جو ان کي ڏاڍو ڊگھو ڪيائون. (اصحابن) عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ (اڄ) توهان اهڙي نماز پڙھائي آهي جو (اڳي) توهان اهڙي ناهي پڙھائي. فرمايائون تہ: هائو! اها نماز اميد ۽ خوف واري آهي ۽ بيشڪ مون ﷲ کان ان ۾ ٽي شيون گھريون، جن مان مون کي ٻہ عطا ڪيائين ۽ هڪ کان روڪيائين. مون ان کان دعا گھري تہ منهنجي امت کي ڏڪار وسيلي هلاڪ نہ ڪري ۽ مون دعا گھري تہ ڪين ڌارئي دشمن وسيلي هلاڪ نہ ڪري، اهي ٻہ دعائون قبول فرمايائين ۽ مون دعا گھري تہ اهي پاڻ ۾ وڙھي هڪ ٻئي تي عذاب نہ ڪن، ﷲ تعاليٰ ان کان منع فرمائي. (ترمذي، نسائي)

(٥٦٠٥) ابومالڪ اشعري﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ ٽن شين کان توهان کي بچايو آهي: ١- توهان جو نبيﷺ توهان جي خلاف بددعا نہ ڪندو، جو توهان سڀ هلاڪ ٿي وڃو، ٢- حق وارن تي باطل وارا غالب نہ ايندا، ٣- توهان سڀ گمراهيءَ تي گڏ نہ ٿيندا. (ابودائود)

(٥٦٠٦) عوف بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ هن امت تي هرگز بہ تلوارون گڏ نہ ڪندو، هڪ تلوار سندن پنهنجي ۽ ٻي تلوار سندن دشمن جي. (ابودائود)

(٥٦٠٧) عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هو نبي صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيو چڻ تہ عباس رضي الله عنه دشمن جو طعنو ٻڌو هو، نبي صلي الله عليه وسلم جن منبر تي اچي وينا. فرمايائون تہ: آئون ڪير آهيان؟ عرض ڪيائون تہ توهان الله جا رسول صلي الله عليه وسلم آهيو. فرمايائون تہ: آئون محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب آهيان. بيشڪ الله تعاليٰ مخلوق پيدا فرمائي تہ مون کي انهن مان بهترين ماڻهن ۾ رکيائين. وري سندن بہ جماعتون ڪيائين تہ مون کي منجهائن بهترين جماعت ۾ رکيائين. پوءِ کين قبيلن ۾ ورهايائين تہ مون کي انهن مان بهترين قبيلي ۾ ڪيائين. پوءِ سندن گهر (ڪٽنب) جوڙيائين تہ مون کي بهترين گهر ۾ رکيائين. بس! آئون ذات ۽ حسب جي لحاظ سان سڀ کان ڀلارو آهيان.

(٥٦٠٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! توهان جي نبوت ڪڏهن کان آهي؟ فرمايائون تہ: جڏهن کان آدم عليه السلام روح ۽ جسم جي وچ ۾ هو. (ترمذي)

(٥٦٠٩) عرباض بن ساريہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون الله وٽ خاتم النبيين لکيل هيس جڏهن تہ آدم ڳوٿل مٽيءَ ۾ هو ۽ توهان کي اجهو ٿو پنهنجي معاملي جي شروعات جي خبر ڏيان. آئون ابراهيم عليه السلام جي دعا ۽ عيسيٰ عليه السلام جي بشارت ۽ پنهنجي ماءُ جو خواب آهيان. جڏهن انهيءَ منهنجي پيدائش وقت نور ڏٺو، جنهن سان شام جا محلات روشن ٿي ويا. (شرح السنہ) احمد ۾ ابو امامہ رضي الله عنه جي روايت آهي، جنهن جا آخري اکر هي آهن: ساخبرکم الخ.

(٥٦١٠) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن آئون اولاد آدم جو سردار آهيان ۽ فخر نہ آهي. ساراهہ وارو جهندو منهنجي هٿ ۾ هوندو ۽ فخر نہ آهي. آدم عليه السلام ۽ ان کان سواءِ جيڪي بہ نبي آهن، اهي سڀ منهنجي جهنڊي هيٺان هوندا ۽ سڀ کان پهريائين منهنجي قبر کلندي پر ان تي بہ فخر نہ آهي(ترمذي)

(٥٦١١) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي ساٿين آئون ڪجهہ ماڻهو ويهي (ڳالهيون ڪري رهيا) هئا. پاڻ سڳورا وٽن آيا ۽ سندن ڳالهيون ٻڌائون. منجهائن ڪن چيو تہ بيشڪ الله ابراهيم عليه السلام کي پنهنجو دوست ڪيو. ٻئي چيو تہ الله تعاليٰ موسيٰ عليه السلام سان باقاعده ڳالهايو. ٽئين چيو تہ عيسيٰ الله جو ڪلمو ۽ سندس روح آهي. چوٿين چيو تہ الله تعاليٰ آدم عليه السلام کي (پنهنجي خلاقت لاءِ) چونڊيو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽن آيا ۽ فرمايائون تہ: توهان جون ڳالهيون ۽ ان تي تعجب جو اظهار مون ٻڌو. بيشڪ الله تعاليٰ ابراهيم عليه السلام کي پنهنجو دوست بڻايو ۽ پاڻ ائين ئي آهي ۽ موسيٰ عليه السلام کي الله تعاليٰ نجات ڏني ۽ پاڻ ائين ئي آهي ۽ عيسيٰ عليه السلام الله جو روح ۽ سندس ڪلمو آهي ۽ پاڻ ائين ئي آهي ۽ آدم عليه السلام کي الله تعاليٰ چونڊيو ۽ پاڻ ائين ئي آهي. ٻڌو! پر آئون الله جو حبيب آهيان. اها فخر جي ڳالهہ نہ آهي. قيامت جي ڏينهن ساراهہ جو جهندو آئون کڻندس، جنهن هيٺان آدم عليه السلام ۽ ٻيا نبي هوندا ۽ اها فخر جي ڳالهہ نہ آهي ۽ سڀ کان پهريائين شفاعت ڪندڙ آئون آهيان ۽ سڀ

کان پهريائين منهنجي ئي شفاعت قبول ٿيندي ۽ اها فخر جي ڳالهہ نہ آهي. سڀ کان پهريان آئون ئي جنت جي دروازن جا ڪنڍا ڪولرائيندس. سڀ کان اول اللہ تعاليٰ مون کي ۽ مون سان گڏ مسڪين مؤمنن کي منجهس داخل فرمائيندو ۽ اها فخر جي ڳالهہ نہ آهي ۽ آئون ئي اللہ وٽ پهرين ۽ پوين مان وڏيڪ عزتدار آهيان ۽ اها فخر جي ڳالهہ نہ آهي. (ترمذي، دارمي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٦١٢) عمرو بن قيس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان (دنيا ۾) آخر ۾ اچڻ وارا ۽ قيامت جي ڏينهن (جنت ۾) اڳرائي ڪندڙ آهيون. آئون فخر کان سواءِ هڪ ڳالهہ چوان ٿو تہ (بيشڪ) ابراهيم عليه السلام خليل اللہ، موسيٰ عليه السلام ڪليم اللہ ۽ آئون حبيب اللہ آهيان. قيامت جي ڏينهن ساراهہ جو جهنڊو منهنجي هٿ ۾ هوندو ۽ بيشڪ اللہ تعاليٰ مون سان منهنجي امت جي باري ۾ وعدو ڪيو آهي ۽ کين ٽن ڳالهين کان بچايو آهي: ١- متن عام ڏڪار نہ ايندو، ٢- کين (ڏاريو) دشمن پاڙئون پٽي نہ سگهندو، ٣- ۽ کين گمراهيءَ تي گڏ نہ ڪندو. (دارمي)

(٥٦١٣) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: آئون موڪليل پيغمبرن جو اڳواڻ آهيان ۽ اها ڳالهہ فخر وچان نٿو چوان. آئون خاتم النبيين آهيان ۽ اها ڳالهہ فخر وچان نٿو چوان. آئون ئي سڀ کان پهريائين سفارش ڪندس ۽ سڀ کان پهريائين منهنجي ئي سفارش قبول پوندي ۽ اها ڳالهہ فخر وچان نٿو چوان. (دارمي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٦١٤) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ماڻهن کي (قبرن مان) جياريو ويندو تہ آئون سڀ کان اڳ قبر مان اٿندس. جڏهن اهي ايندا تہ آئون سندن اڳواڻي ڪندس. جڏهن اهي ڏٽي تعاليٰ جي دربار ۾ خاموش هوندا تہ آئون سندن خطيب ٿيندس. جڏهن اهي روڪيا ويندا تہ آئون سندن سفارشي هوندس. جڏهن اهي مايوس هوندا تہ آئون کين خوشخبري ڏيندس. انهيءَ ڏينهن عزت ۽ جنت جون چاٻيون منهنجي هٿ ۾ هونديون. انهيءَ ڏينهن ساراهہ جو جهنڊو منهنجي هٿ ۾ هوندو. آئون پنهنجي رب وٽ اولاد آدم عليه السلام ۾ سڀ کان وڏيڪ عزتدار آهيان. (انهيءَ ڏينهن) منهنجي چوڌاري هڪ هزار خادم ڦرندا، چڻ تہ ڳجها آنا يا ڦهلايل موتي آهن. (ترمذي، دارمي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف آهي. (الباني)

(٥٦١٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي جنت جو هڪ وڳو پارايو ويندو. پوءِ آئون اٽي عرش جي ساڄي پاسي بيهندس. قيامت جي ڏينهن مون کان سواءِ مخلوق ۾ ڪنهن کي بہ اهو مقام نصيب نہ ٿيندو. (ترمذي. ان جي سند ضعيف آهي - الباني) "جامع الاصول" جي روايت ۾ آهي تہ "آئون پهريون شخص آهيان جنهن جي قبر سڀ کان اول کلندي پوءِ مون کي (جنت جو) وڳو پارايو ويندو.

(٥٦١٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي لاءِ اللہ تعاليٰ کان وسيلو طلب ڪريو. عرض ڪيائون تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! وسيلو ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: جنت ۾ سڀ کان مٿانهون درجو آهي، هڪ شخص کان سواءِ ڪنهن کي نہ ملندو ۽ مون کي اميد آهي تہ اهو آئون ئي آهيان. (ترمذي)

(٥٦١٧) ابي بن ڪعب ﷛ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ آئون نبين جو امام ۽ سندن خطيب ۽ سندن شفاعت ڪندڙ ٿيندس ۽ اها ڳالهہ فخر وچان نٿو چوان. (ترمذي)

(٥٦١٨) عبدالله بن مسعود ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر هڪ نبيءَ لاءِ نبين مان ڪونہ ڪو دوست آهي ۽ منهنجو دوست منهنجو پيءُ ﷻ جو خليل ابراهيم ﷇ آهي، پوءِ هيءَ آيت پڙهيائون: بيشڪ ماڻهن ۾ ابراهيم ﷇ کي سڀ کان وڌيڪ ويجها اهي آهن جن سندس پيروي ڪئي ۽ هيءُ نبي ۽ جن ايمان آندو ۽ ﷻ مؤمنن جو دوست آهي. (ترمذي)

(٥٦١٩) جابر ﷛ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مون کي ﷻ تعاليٰ سهڻن اخلاقن جي تڪميل ۽ سهڻن ڪمن کي ڪمال تائين پهچائڻ لاءِ موڪليو آهي. (شرح السنہ)

(٥٦٢٠) ڪعب تورات جي حڪايت نقل ڪري ٿو تہ ان ۾ اسان لکيل لهون ٿا تہ: ﷻ جو رسول محمد ﷺ منهنجو چونديل ٻانهو آهي نہ سخت ڳالهائيندڙ آهي ۽ نہ طبيعت جو سخت آهي. نہ بازارن ۾ شور ڪندڙ آهي ۽ نہ ئي برائيءَ کي برائي سان ٽاريندو آهي، پر معاف ڪندو آهي ۽ بخشش ڪان ڪم وٺندو آهي. سندس پيدا ٿيڻ جي جاءِ مڪو ۽ سندس هجرت جي جاءِ مدينو آهي، سندس بادشاهي شام تي بہ قائم ٿيندي. سندس امت ڏک سک ۾ ﷻ تعاليٰ جي گهڻي ساراهہ بيان ڪندڙ آهي. خوشي ۽ غمي ۾ هر وقت ﷻ جي ساراهہ ڪندڙ آهن، هر منزل (۽ زندگيءَ جي هر موڙ تي) ﷻ جي ساراهہ بيان ڪندڙ آهي. هر بلند جاءِ تي ﷻ جي وڏائي ڪندڙ آهن. سج جي رعايت يعني وقت جي پابنديءَ سان نماز پڙهندڙ آهن. اڌ پنين تي گوڏ ٻڌندڙ آهن. جسم جي مختلف عضون جو وضو ڪندڙ آهن. سندن اعلان ڪندڙ (اذان ڏيندڙ) آسماني فضا ۾ اعلان ڪندو آهي. جهاد ۾ ائين صفون ٻڌي وڙهندا آهن جيئن نماز لاءِ صفون ٻڌندا آهن. رات جي وقت سندن آواز جهڪو هوندو آهي، جيئن ماکيءَ جي مک جو آواز هوندو آهي. (مصابيح) دارميءَ ۾ اها روايت ٿوري تبديليءَ سان آهي.

(٥٦٢١) عبدالله بن سلام ﷛ ڪان روايت آهي تہ توريت ۾ لکيل آهي تہ محمد ﷺ ۽ عيسيٰ ﷇ هڪ جاءِ تي دفن ٿيندا. ابومودود چوي ٿو تہ نبي سائين ﷺ جي قبر جي پرسان هڪڙي قبر جي جاءِ باقي آهي. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

## ٽيون فصل

(٥٦٢٢) ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ ﷻ تعاليٰ محمد ﷺ جن کي سيني نبين ۽ آسمان ۾ رهندڙن (سيني فرشتن) تي فضيلت بخشي آهي. ماڻهن چيو تہ اي عباس جا پيءَ! ڪين ﷻ آسمان وارن تي ڪيئن فضيلت بخشي آهي؟ چيائين تہ ﷻ تعاليٰ آسمانن وارن لاءِ فرمايو آهي: "۽ انهن مان جيڪو چوندو تہ ﷻ ڪان سواءِ آئون معبود آهيان، تنهن کي جهنم ۾ وجهنداسون ۽ ظالمن کي اهڙو ئي بدلو ڏيندا آهيون." (الانبيا آيت:29) ۽ ﷻ تعاليٰ محمد ﷺ جن جي باري ۾ فرمايو: "اسان تو کي فتح مبين عطا ڪئي تہ جيئن ﷻ تنهنجا اڳيان ۽ تنهنجا پويان

گناهہ بخشي."(فتح آيت:2) ماڻهن پڇيو تہ پاڻ سڳورنﷺ کي نبين تي فضيلت ڪيئن حاصل آهي؟ چيائين تہ ﷲ تعاليٰ ٻين نبين جي باري ۾ فرمايو آهي: " اسان هر رسول کي سندس قوم جي ٻوليءَ ۾ موڪليو، جيئن سندن لاءِ (ﷲ جي ڪلام) کي بيان ڪري، پوءِ ﷲ جنهن کي چاهيندو آهي گمراهہ ڪندو آهي." (ابراهيم آيت:4) ۽ ﷲ تعاليٰ محمدﷺ جي باري ۾ فرمايو: "۽ اسان توکي سڀني ماڻهن لاءِ رسول ڪري موڪليو آهي."(لقمان آيت:28) يعني ڪين جنن ۽ انسانن (سڀني) ڏانهن موڪليائين.

(٥٦٢٣) ابوذر غفاري ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان کي پنهنجي نبوت جو علم ڪيئن ٿيو؟ تانجو توهان کي ان جو يقين ٿيو؟ فرمايائون تہ: اي ابوذر! آئون مڪي جي ڪنهن ماٿريءَ ۾ هيس تہ ٻہ فرشتا آيا. هڪ زمين تي لهي آيو ۽ ٻيو زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ هو. هڪ ٻئي کان پڇيو تہ ڇا هي اهو ئي آهي؟ انهيءَ چيو تہ هائو! پهرئين چيو تہ کيس ڪنهن ماڻهوءَ سان تور. مون کي هڪ ماڻهوءَ سان توريو ويو ۽ آئون وڌيڪ وزني ٿيس. پهرئين چيو تہ کيس ڏهن ڄڻن سان تور. مون کي ڏهہ ڄڻن سان توريو ويو تہ آئون وڌيڪ وزني ٿيس. پهرئين چيو تہ کيس سؤ ڄڻن سان تور. پوءِ مون کي سؤ ڄڻن سان توريو ويو تہ بہ آئون انهن کان وڌيڪ وزني ٿيس. پهرئين چيو تہ کيس هزار ڄڻن سان تور. مون کي هزار ڄڻن سان توريو ويو تہ بہ آئون انهن کان وڌيڪ وزني ٿيس. ائين معلوم ٿي رهيو هو تہ تارازي هلڪي هجڻ سبب ڇڻ اهي ماڻهو منهنجي مٿان ڪري پوندا. فرمايائون تہ: انهن مان هڪ ٻئي کي چيو تہ جيڪڏهن کيس پوري امت سان توريندين تڏهن بہ انهن کان وڌيڪ وزني ٿيندو. (دارمي)

(٥٦٢٤) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قرباني مون تي فرض ڪئي وئي آهي ۽ توهان تي فرض نہ ڪئي وئي آهي. مون کي چاشت جي نماز جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ توهان کي ان جو حڪم نہ ڏنو ويو آهي. (دارقطني) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# نبي ﷺ جن جا نالا ۽ صفتون

## پهريون فصل

(٥٦٢٥) جبير بن مطعم ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندو ٻڌو تہ منهنجا ڪيترا ئي نالا آهن، آئون محمد آهيان، احمد آهيان ۽ ماحي آهيان، جنهن سان ﷲ تعاليٰ ڪفر مٽائيندو ۽ آئون حاشر آهيان، جنهن جي قدمن تي ماڻهن کي اٿاريو ويندو ۽ آئون عاقب آهيان ۽ عاقب اهو هوندو آهي، جنهن کان پوءِ ڪا شيءِ نہ هجي. (بخاري، مسلم)

(٥٦٢٦) ابوموسيٰ اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي پنهنجا ڪيترائي نالا ٻڌايا. فرمايائون تہ: آئون محمد آهيان، احمد آهيان، منهنجو نالو مقفي، حاشر، نبي التوبہ ۽ نبي الرحمہ آهي. (مسلم)

(٥٦٢٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: توهان کي هن ڳالھ تي تعجب نٿو ٿئي تہ الله تعاليٰ مون تان قريش جون گاريون ۽ لعنتون  ڪيئن ڦيرائي ٿو؟ اهي مذمم کي گاريون ڏين ٿا ۽ مذمم تي لعنت ڪن ٿا، حالانڪ آئون محمد آهيان. (بخاري)

(٥٦٢٨) جابر بن سمره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي مٿي جي اڳئين حصي ۽ ڏاڙهيءَ جا ڪجھ وار اڇا ٿي ويا. جڏهن تيل هڻندا هئا تہ ظاهر نہ ٿيندا هئا ۽ وارن کي ڦٽي ڏنل نہ هوندي هئي تہ  ظاهر ٿيندا هئا. سندن ڏاڙهيءَ جا وار گھاٽا هئا. پوءِ هڪ شخص پڇيو تہ (ڇا) سندن منهن مبارڪ تلوار وانگر هو؟(جابر رضي الله عنه) چيو تہ نہ چنڊ ۽ سج وانگر (سهڻو) ۽ گول هو ۽ مون سندن مهر نبوت ڪنڌ  وٽ ڏٺي، جيڪا ڪبوتر جي آني وانگر هئي جنهن جو رنگ سندن جسم جي رنگ وانگر هو (مسلم)

(٥٦٢٩) عبدالله بن سرجس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ڏٺو ۽ ساڻن گڏجي ماني ۽ گوشت جو ٻوڙ کاڌو يا چيائين تہ ثريد (يعني ٻوڙ ۾ پوريل ڪُٽي) کاڌي. پوءِ ڦري سندن پويان ويس ۽ نبوت جي مهر ڏٺم، جيڪا سندن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ کاٻي ڪلهي جي نرم هڏيءَ وٽ اڀريل هئي، جنهن تي مسن وانگر تر هئا. (مسلم)

(٥٦٣٠) ام خالد بنت خالد بن سعيد کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن وٽ ڪجھ ڪپڙا آندا ويا، جن ۾ هڪ ننڍي ڪاري چادر هئي. پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمايائون تہ: ام خالد کي مون وٽ وني اچو. ڪيس ڪڇ ۾ کڻي وٽن آندو ويو، پاڻ صلي الله عليه وسلم پنهنجي هٿ مبارڪ سان اها چادر ام خالد کي پارائي، فرمايائون تہ: ان کي پائي پراڻو ڪر ۽ وري پراڻو ڪر ان ۾ سائي يا هيڊي رنگ جون پٽيون هيون. فرمايائون تہ: اي ام خالد! هي ڪپڙو تمام خوبصورت آهي ۽ حبشي ٻولي جي لفظ "سناه" جي معنيٰ آهي سهڻو. ام خالد چيو تہ مون پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي مهر نبوت سان کيڏڻ شروع ڪيو، منهنجي پيءُ مون کي ان کان روڪيو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ان کي ڇڏي ڏي. (بخاري)

(٥٦٣١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن نہ وڌيڪ ڊگھي قد جا هئا ۽ نہ وڌيڪ ننڍي قد جا، نہ سندن رنگ وڌيڪ اڇو هو ۽ نہ وڌيڪ سانورو، سندن وار نہ وڌيڪ گھنگھريالو هئا ۽ نہ نرم هيٺ لڙڪندڙ. الله تعاليٰ کين چاليهن سالن جي عمر ۾ نبوت لاءِ چونڊيو، مڪي ۾ ڏھ سال رهيا ۽ مديني ۾ بہ ڏھ سال رهيا. سٺ سالن جي عمر ۾ الله تعاليٰ کين وفات ڏني. سندن مٿي ۽ ڏاڙهيءَ ۾ ويھ بہ اڇا وار نہ هئا. هڪ روايت ۾ آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن جي صفت بيان ڪندي چيائين تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم وچولي قد وارا هئا نہ وڌيڪ ڊگھي قد جا ۽ نہ وڌيڪ ننڍي قد جا. سهڻي رنگ جا هئا، سندن وار ڪنن جي اڌ تائين هوندا هئا. هڪ روايت ۾ آهي تہ سندن وار ڪنن ۽ ڪلهن جي وچ  ۾ هئا. (بخاري، مسلم) بخاري جي هڪ روايت ۾ آهي تہ سندن مٿو وڏو هو ۽ سندن پير مبارڪ مضبوط هئا. مون پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جھڙو نہ اڳ ڏٺو ۽ نہ  پوءِ ڏٺو. ڪشادن هٿن وارا هئا. بخاري جي هڪ روايت مطابق مضبوط پيرن ۽  ڪشادن قدمن وارا هئا.

(٥٦٣٢) براءَ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وچٽري قد جا هئا. سندن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ڪشادگي هئي. سندن وار ڪنن جي پاپڙين تائين هئا. مون ڪين ڳاڙهي وڳي ۾ ڏٺو. مون پاڻ سڳورنﷺ ڪان وڌيڪ ڪنهن ڪي سهڻو نہ ڏٺو. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ مون ڪلهن تي لڙڪيل وارن وارو ڳاڙهي جوڙ ي ۾ملبوس پاڻ سڳورن ﷺ ڪان وڌيڪ خوبصورت ڪنهن ڪي نہ ڏٺو. سندن وار ڪلهن تائين هوندا هئا. سندن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ڪشادگي هوندي هئي. پاڻﷺ نہ ڊگهي قد جا هئا ۽ نہ ننڍي قد جا هئا.

(٥٦٣٣) جابر بن سمره ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وڏي منهن وارا، ڪشادين اکين وارا هئا. سندن پــُنن ۾ گوشت گهٽ هو. (مسلم)

(٥٦٣٤) ابوطفيل ﷛ ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پاڻ ﷺ جن اڇي نمڪين رنگ جا ۽ وچٽري قد جا هئا (مسلم)

(٥٦٣٥) ثابت﷛ ڪان روايت آهي تہ انس ﷛ ڪان رسول الله ﷺ جن جي خضاب جي باري ۾ پڇيو ويو. چيائين تہ پاڻﷺ انهيءَ عمر مبارڪ تائين نہ پهتا هئا جو خضاب لڳائن ها. جيڪڏهن سندن ڏاڙهيءَ جي اڇن وارن کي ڳڻڻ چاهيان ها ۽ ٻي روايت ۾ فرمايائين تہ جيڪڏهن سندن مٿي جي اڇن وارن کي ڳڻڻ چاهيان ها، تہ ڳڻي سگهان ها. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪجهہ اڇا وار سندن ڪاڏي مبارڪ ۾ ۽ ڪجهہ اڇا وار سندن ڪنپٽين جي برابر واري حصي ۾ ۽ ڪجهہ اڇا وار سندن مٿي ۾ هئا.

(٥٦٣٦) انس ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جو رنگ سهڻو هو. سندن پگهر موتين جي داڻن وانگر چمڪندو هوندو هو، جڏهن هلندا هئا تہ جهڪي هلندا هئا. مون پاڻ سڳورن ﷺ جي هٿن ڪان وڌيڪ نرم نہ ڪنهن بخمل کي هٿ لاتو ۽ نہ ريشم کي ۽ نہ ڪڏهن مون نبي ﷺ جن جي خوشبوءِ ڪان وڌيڪ سٺي مشڪ ۽ عنبر جي خوشبو سنگهي آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٦٣٧) ام سليم ﷞ ڪان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ جن مون وٽ ايندا هئا ۽ ٻن پهرن جو آرام فرمائيندا هئا. آئون سندن لاءِ چم مان جوڙ يل بسترو وڇائيندي هيس، جنهن تي پاڻﷺ سمهندا هئا. ڪين پگهر گهڻو ايندو هو. آئون سندن پگهر گڏ ڪندي هيس ۽ خوشبو ۾ ملائيندي هيس. نبيﷺ جن فرمايو تہ: اي ام سليم! اهو ڇا آهي؟ مون عرض ڪيو تہ اهو توهان جو پگهر آهي، اسان ان کي خوشبوءِ ۾ ملائينديون آهيون ۽ اها ڏاڍي عمدي خوشبو آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ ام سليم چيو تہ اسان پنهنجي ٻارن لاءِ ان مان برڪت جي اميد رکون ٿا. فرمايائون تہ: تو چڱو ڪيو. (بخاري، مسلم)

(٥٦٣٨) جابر بن سمره ﷛ ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن سان گڏ ظهر جي نماز پڙهي. پاڻﷺ گهر وڃڻ لاءِ ٻاهر نڪتا تہ آئون پڻ ساڻن گڏ نڪتس. ننڍا ننڍا ٻار ساڻن هٿ ملائڻ لاءِ اڳتي وڌيا. پاڻﷺ انهن مان هرهڪ جي ٻنهي ڳلن تي هٿ ڦيرائيندا رهيا، منهنجن ڳلن تي بہ هٿ ڦيرايائون. مون سندن هٿن جي ٿڌاڻ ۽

خوشبو ائين محسوس ڪئي، ڄڻ تہ پاڻﷺ ڪنهن عطر واري جي دٻي مان هٿ ڪڍيو اٿن.(مسلم) جابر جي حديث "سموهم باسمي" باب الاساميٰ ۾ ۽ سائب بن يزيد جي حديث "نظرت اليٰ خاتم النبوة" باب احڪام المياه ۾ گذري چڪي.

## ٻيو فصل

(٥٦٣٩) علي بن ابي طالبؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن نہ ڊگهي قد وارا هئا ۽ نہ ننڍي قد وارا. سندن مٿو وڏو ۽ ڏاڙهي گهاٽي هئي. هٿ ۽ پير گوشت سان ڀريل هئا. سندن رنگ اڇو ڳاڙهو سرو هو. هڏين جا جوڙ ٿلها هئا. سيني کان دُن تائين وارن جي ڊگهي ليڪ هئي. جڏهن هلندا هئا تہ جهڪي هلندا هئا، ڄڻ تہ هيٺائين ڏانهن لهي رهيا آهن. مون سندن وفات کان اڳ ۽ سندن وفات کان پوءِ سندن جهڙو ڪو شخص نہ ڏٺو.(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(٥٦٤٠) علي ؓ جڏهن نبيﷺ جن جي صفت بيان ڪندو هو تہ چوندو هو، پاڻﷺ نہ ڊگهي قد وارا هئا ۽ نہ ٻندري قد وارا. ماڻهن ۾ وچولي قد وارا هئا. سندن وار نہ بلڪل گهنگهريالو هئا ۽ نہ بلڪل سڌا، بلڪ سندن وار ڪنهن قدر مڙيل هئا.ڪمزور نہ هئا، سندن منهن مبارڪ بلڪل گول نہ هو بلڪ سندن گولائي نالي ماتر هئي، سندن رنگ اڇو، ڳاڙهو سرو ۽ ٻئي اکيون ڪاريون هيون. سندن پرون ڊگهيون هونديون هيون، هڏين جا جوڙ ٿلها هوندا هئا. سيني کان دن تائين وارن جي ليڪ هئي، هٿ ۽ پير گوشت سان ڀريل هئا. جڏهن هلندا هئا تہ زور سان پير مٿي ڪڻندا هئا، ڄڻ هيٺائين ۾ لهي رهيا آهن، جڏهن ڌيان ڏيندا هئا تہ پوري طرح ڌيان ڏيندا هئا، سندن ڪلهن جي وچ ۾ نبوت جي مهر هئي. پاڻ ﷺخاتم النبيين هئا. دل جي لحاظ کان ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ سخي ۽ لهجي جي لحاظ سان سڀ کان وڌيڪ سچا هئا، طبيعت جي لحاظ سان سڀ کان نرم ۽ قبيلي جي لحاظ سان سيني کان وڌيڪ عزتدار. جيڪو ڪين اچانڪ ڏسندو هو، هيبت ۾ اچي ويندو هو ۽ جيڪو ساڻن گڏ رهندو هو، ساڻن محبت ڪرڻ لڳندو هو. سندن صفت بيان ڪندڙ چوندو هو تہ مون نبيﷺ کان اڳ ۽ پوءِ ڪنهن کي بہ سندن جهڙو نہ ڏٺو. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

(٥٦٤١) جابر ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جنهن رستي تان گذري ويندا هئا، پوءِ ڪو اتان ويندو هو تہ سندن پگهر يا چيائين تہ سندن پگهر جي خوشبوءَ جي ڪري سمجهي ويندو هو تہ پاڻ ﷺ جن هتان گذري ويا آهن. (ترمذي)

(٥٦٤٢) ابوعبيده بن محمد بن عمار بن ياسر کان روايت آهي تہ مون ربيع بنت معوذ بن عفراءَ کي چيو تہ اسان جي لاءِ رسول اللهﷺ جي صفت بيان ڪر. چيائين تہ اي پٽڙا! جيڪڏهن ڪين ڏسين ها تہ سج کي ايرندي ڏسين ها.(دارمي)

(٥٦٤٣) جابر بن سمره ﷺ کان روايت آهي، مون نبيﷺ جن کي چانڊوڪي رات ۾ ڏٺو. آئون ڪڏهن چنڊ کي نهارڻ لڳس تہ ڪڏهن رسول اللهﷺ جن کي. ڪين ڳاڙهو وڳو پاتل هو. پاڻﷺ مون کي چنڊ کان وڌيڪ سهڻا لڳا. (ترمذي، دارمي)

(٥٦٤٤) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کان وڌيڪ خوبصورت ڪنهن کي نہ ڏٺو. ائين معلوم ٿيندو هو تہ سندن منهن مبارڪ ۾ چنڊ چمڪي رهيو آهي ۽ مون رسول الله ﷺ جن کان وڌيڪ تيز هلڻ ۾ ڪنهن کي نہ ڏٺو ائين معلوم ٿيندو هو تہ ڄڻ زمين سندن لاءِ ويڙهي پئي وڃي. اسان کي پنهنجي جانين جي باري ۾ خوف، خطرو محسوس ٿيندو هو، پر پاڻ سڳورنﷺ کي ڪا پرواهہ نہ هوندي هئي. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٦٤٥) جابر بن سمره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جون پنيون مبارڪ سنهيون هيون. وات کولي نہ کلندا هئا بلڪ مسڪرائيندا هئا. جڏهن ڪين ڏسندو هيس تہ چوندو هيس تہ اکين ۾ سرمو پاتو اٿن، حالانڪ سندن اکين ۾ سرمو پاتل نہ هوندو هو. (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٦٤٦) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جي اڳين ٻن ڏندن جي وچ ۾ ٿوري وٿي هئي. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ ڳالهائيندا هئا تہ ڏندن مان نڪرندڙ نور ڏسي سگهبو هو. (دارمي)

(٥٦٤٧) ڪعب بن مالڪ ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن کي ڪا خوشي نصيب ٿيندي هئي تہ سندن منهن مبارڪ چمڪڻ لڳندو هو. معلوم ٿيندو هو، ڄڻ تہ سندن منهن مبارڪ چنڊ جو ٽڪر آهي ۽ اسان اها ڳالهہ سمجهي ويندا هئاسون (بخاري، مسلم)

(٥٦٤٨) انسؓ کان روايت آهي تہ هڪ يهودي ڇوڪرو رسول الله ﷺ جن جي خدمت ڪندو هو، اهو بيمار ٿي پيو. پاڻﷺ سندس بيمار پرسي لاءِ ويا. ڏٺائون تہ سندس پيءُ ان جي پرسان ويهي تورات پڙهي رهيو آهي. رسول الله ﷺ جن ڪيس فرمايو تہ: اي يهودي! آئون تو کان ﷲ جو واسطو ڏئي پڇان ٿو، جنهن موسيٰ تي تورات لاٿو، ڇا تون تورات ۾ منهنجي صفت لهين ٿو؟ ۽ ان ۾ منهنجي ظاهر ٿيڻ جي باري ۾ پيشنگوئي آهي؟ انهيءَ چيو تہ نہ! اهو ڇوڪرو چوڻ لڳو تہ هائو، ﷲ جو قسم! اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان تورات ۾ توهان جي صفت نعت ۽ توهان جي ظاهر ٿيڻ جي خبر لهون ٿا ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ ﷲ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ بيشڪ توهان ﷲ جا رسول آهيو. نبيﷺ جن فرمايو تہ: سندس پيءُ کي اتان اتاريو وڃي ۽ پنهنجي ياءُ جا توهان والي ٿيو (بيهقي، دلائل النبوة)

(٥٦٤٩) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: آئون (ﷲ جي طرفان) موڪليل رحمت آهيان. (دارمي، بيهقي، شعب الايمان)

# پاڻ ﷺ جن جي اخلاق ۽ عادت جو بيان

## پهريون فصل

(٥٦٥٠) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون ڏهہ سال نبي ﷺ جن جي خدمت ڪئي مون کي ڪڏهن اف بہ نہ چيائون ۽ نہ ڪنهن ڪم جي باري ۾ چيائون تہ تو ائين ڇو ڪيو؟ يا هي ڪم ڇو نہ ڪيئي؟ (بخاري، مسلم)

(٥٦٥١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سڀ کان سهڻي اخلاق وارا هئا. هڪ ڏينهن مون کي هڪ ڪم سانگي موڪليائون مون چيو تہ الله جو قسم! آئون نہ ويندس ۽ منهنجي دل ۾ هيو تہ رسول الله ﷺ جن جنهن ڪم لاءِ موڪلي رهيا آهن، تنهن لاءِ ضرور ويندس. آئون انهيءَ ڪم لاءِ نڪتس. رستي ۾ ٻار کيڏي رهيا هئا. آئون اتي ويهي رهيس. نبي ﷺ جن پٺيان اچي منهنجي ڪياڙي پڪڙي. مون ڏانهن نهاريو تہ پاڻ ﷺ مسڪرائي رهيا هئا. فرمايائون تہ: اي انيس! مون جيڪو ڪم توکي چيو هو، سو ڪري آئين؟ مون چيو تہ هائو اي الله جا رسول ﷺ! اجهو آئون وڃي رهيو آهيان. (مسلم)

(٥٦٥٢) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏجي وڃي رهيو هيس. ڪين نجراني چادر جنهن جا پاسا ٿلها هئا پاتل هئي. (ايتري ۾) هڪڙو ٻهراڙيءَ وارو مليو. ان ڪين چادر کان ونئي زور سان سَٽَ ڏني. مون ڏٺو تہ زور سان چادر کي سٽَ ڏيڻ سبب سندن ڪنڌ مبارڪ تي نشان پئجي ويا آهن. پوءِ اهو چوڻ لڳو تہ اي محمد ﷺ! الله جي ڏنل مال مان مون کي بہ ڏي، جيڪو تو وٽ آهي. پاڻ سڳورا ﷺ ان ڏانهن ڏسي مسڪرائڻ لڳا ۽ کيس مال ڏيڻ جو حڪم ڏنائون. (بخاري، مسلم)

(٥٦٥٣) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سڀ کان وڌيڪ سهڻا، سڀ کان وڌيڪ سخي ۽ سڀ کان وڌيڪ بهادر هئا. هڪ رات مديني وارن کي خوف ورتو. ماڻهو آواز ڏانهن متوجہ ٿيا. انهن آواز وٽ سڀ کان اڳ ۾ نبي ﷺ جن کي ڏٺو. پاڻ ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ نہ گهٻرايو، نہ گهٻرايو. پاڻ ﷺ ابو طلحہ جي گهوڙي تي هئا، جنهن تي سنج رکيل نہ هئا. سندن ڪنڌ مبارڪ ۾ تلوار هئي فرمايائون تہ: مون هن گهوڙي کي درياءَ وانگر لڌو. (بخاري، مسلم)

(٥٦٥٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن بہ رسول الله ﷺ جن کان ڪنهن شيءِ جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ پاڻ ﷺ ان جي جواب ۾ ڪڏهن انڪار نہ ڪيائون (بخاري، مسلم)

(٥٦٥٥) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص پاڻ سڳورن ﷺ کان سوال ڪيو تہ کيس اهي سڀ ٻڪريون ڏئي ڇڏيائون، جيڪي ٻن جبلن جي وچ ۾ هيون. اهو پنهنجي قوم وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي منهنجي قوم! اسلام کي قبول ڪريو! الله جو قسم! محمد ﷺ ايترو نوازي ڇڏي ٿو جو مسڪيني کان بلڪل نٿو ڊڄي. (مسلم)

(٥٦٥٦) جبير بن مطعم ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري اهو حنين کان واپسيءَ وقت رسول الله ﷺ جن سان گڏ وڃي رهيو هو تہ گهڻا ڳوناٺا عرب پاڻ ﷺ کي چنبڙي پيا ڪانئن ڪجهہ (مال) طلب ڪرڻ لڳا، تانجو ڪين ٻٻر جي هڪ وڻ وٽ اچڻ تي مجبور ڪيائون. سندن چادر انهيءَ وڻ ۾ اٽڪي پئي. پاڻ اتي بيهي رهيا ۽ انهن کي فرمايائون تہ: منهنجي چادر مون کي موٽائي ڏيو. جيڪڏهن مون وٽ ٻٻرن جي هنن وڻن جي برابر بہ اٺ هجن ها تہ اهي بہ توهان ۾ ورهائي ڇڏيان ها، پوءِ توهان مون کي بخيل ڪوڙو ۽ ڏڄڻو نہ لهندا. (بخاري)

(٥٦٥٧) انس ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن صبح جي نماز کان فارغ ٿيندا هئا تہ مديني وارن جا خادم وٿن پاڻيءَ جا ٿانو کڻي ايندا هئا، جنهن ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ وجهندا هئا. ڪڏهن سرديءَ جي موسم ۾ صبح سوير ٿانو کڻي ايندا هئا، تڏهن بہ انهن ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ وجهندا هئا.(مسلم)

(٥٦٥٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ مديني جي جيڪا بہ ٻانهي گهرندي هئي نبي ﷺ جن جو هٿ پڪڙي جتي گهرندي هئي ڪين وٺي ويندي هئي. (بخاري)

(٥٦٥٩) انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ عورت جي عقل ۾ ڪجهہ خلل هو. اها آئي ۽ چوڻ لڳي تہ مون کي نبي سائينﷺ جن ۾ ڪجهہ ڪم آهي. فرمايائون تہ: اي فلاڻي جي ماءُ! ٻڌاءِ تہ ڪهڙي بازار ۾ توکي ڪم آهي تہ جيئن تنهنجو اهو ڪم ڪريان؟ پوءِ ان سان گڏجي هڪ بازار ويا، تانجو اها پنهنجي ڪم کان واندي ٿي. (مسلم)

(٥٦٦٠) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خراب ڳالهائيندڙ ۽ لعنت ڪندڙ نہ هئا ۽ نہ گار گند ڏيندا هئا. ناراضگيءَ جي وقت فرمائيندا هئا تہ "هن کي ڇا ٿيو آهي سندس پيشاني مٽيءَ ۾ پرجي پوي." (بخاري)

(٥٦٦١) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ توهان مشرڪن تي لعنت موڪليو. فرمايائون تہ: مون کي لعنت ڪندڙ بڻائي نہ موڪليو ويو آهي بلڪ مون کي رحمت ڪندڙ ڪري موڪليو ويو آهي. (مسلم)

(5662- ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شاديءَ رات پنهنجي جاءِ تي ويٺل ڪنوار کان بہ وڌيڪ حيادار هوندا هئا. ناپسند شيءِ ڏسندا هئا تہ اسان سندن چهري مبارڪ تي ان جا اثر ڏسندا هئاسون. (بخاري، مسلم)

(٥٦٦٣) عائشہ ﵂ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڪڏهن زور سان کلندي نہ ڏٺو جو سندن وات مبارڪ جو مٿيون حصو نظر اچي، پاڻﷺ فقط مرڪندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٥٦٦٤) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول الله ﷺ جن ڳالهہ جي متان ڳالهہ نہ ڪندا هئا، جيئن توهان ڳالهائيندا آهيو، بلڪ ائين ڳالهائيندا هئا جو جيڪڏهن ڪو ڳڻيندڙ (سندن مبارڪ لفظن کي) ڳڻڻ گهري ها تہ ڳڻي سگهي ها. (بخاري، مسلم)

(٥٦٦٥) اسود کان روايت آهي تہ مون عائشہ ﷞ کان پڇيو تہ نبي ﷺ جن پنهنجي گهر ۾ ڪهڙو ڪم ڪندا هئا؟ چيائين تہ پنهنجي گهر وارن جا ڪم ڪار يعني خدمت ڪندا هئا. پوءِ جڏهن نماز جو وقت ٿيندو هو تہ نماز لاءِ نڪري ويندا هئا. (بخاري)

(٥٦٦٦) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ جڏهن بہ رسول الله ﷺ جن کي ٻن ڳالهين جو اختيار ڏنو ويندو هو، انهن مان آسان ڳالهہ کي پسند ڪندا هئا بشرطيڪ گناهہ جو ڪم نہ هجي. جيڪڏهن گناهہ جو ڪم هوندو هو تہ سڀني کان وڌيڪ ان ڪم کان پري هوندا هئا ۽ رسول الله ﷺ جن ڪڏهن ڪنهن کان ذاتي بدلو نہ ورتو. البتہ جڏهن ﷲ جي حدن جي ڀڃڪڙي ٿيندي هئي تہ رڳو ﷲ ڪارڻ بدلو وٺندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٥٦٦٧) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪڏهن پنهنجي هٿ سان نہ ڪنهن گهر واريءَ کي ماريو ۽ نہ ڪنهن خادم کي، مگر ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ڪندا هئا ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ ڪڏهن ڪنهن شخص کان ذاتي بدلو نہ ورتو. مگر ﷲ جي حرمتن ۽ حدن جي ڀڃڪڙي ڪندڙ کان بدلو وٺندا هئا. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٦٦٨) انس ﷜ کان روايت آهي تہ مون انن سالن جي ڄمار کان رسول الله ﷺ جن جي خدمت ڪئي. مون ڏهن سالن تائين سندن خدمت ڪئي. پر پاڻ ﷺ ڪڏهن ڪنهن نقصان جي ڪري مون کي ملامت نہ ڪيائون. جيڪڏهن سندن گهر وارن مان مون کي ڪو ڪجهہ چوندو هو تہ فرمائيندا هئا تہ ان کي ڇڏي ڏيو، جيڪڏهن ڪا شيءِ مقدر ۾ ٿيڻي هوندي تہ اها ٿي رهندي. (اهي لفظ مصابيح جا آهن بيهقيءَ شعب الايمان ۾ لفظن جي ڪجهہ مٽا سٽا سان اها روايت آندي آهي)

(٥٦٦٩) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خراب ۽ بيحيائيءَ واري ڳالهہ نہ ڪندا هئا نہ بازارن ۾ رڙيون ڪندا هئا ۽ نہ برائيءَ جو بدلو برائيءَ سان ڏيندا هئا، پر معاف ڪندا هئا ۽ بخشش کان ڪم وٺندا هئا. (ترمذي)

(٥٦٧٠) انس ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ بيمار جي عيادت ڪندا هئا ۽ جنازي جي پويان هلندا هئا، غلام جي دعوت کي قبول ڪندا هئا، گڏهہ تي سوار ٿيندا هئا. خيبر جي ڏينهن مون کين هڪ گڏهہ تي سوار ڏٺو، جنهن جي واڳ کجي جي پوٽن مان نهيل هئي. (ابن ماجہ، بيهقي شعب الايمان)

(٥٦٧١) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي جتي پاڻ ڳنڍيندا هئا، پنهنجن ڪپڙن ۾ چتي پاڻ هڻندا هئا، پنهنجي گهر وارن جا ڪم پاڻ ڪندا هئا، جيئن توهان مان ڪو شخص پنهنجي گهر جو ڪم ڪندو آهي ۽ پاڻ فرمائي ٿي تہ پاڻ انسانن مان هڪ انسان هئا، ڪپڙن مان جوئون پڪڙيندا هئا، ٻڪرين جو کير ڏهندا هئا ۽ پنهنجي خدمت ڪندا هئا. (ترمذي)

(٥٦٧٢) خارجہ بن زيد بن ثابت ﷺ کان روايت آهي تہ ڪجهہ ماڻهو زيد بن ثابت ﷺ وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا تہ اسان کي رسول الله ﷺ جن جون ڳالهيون ٻڌاءِ. انهيءَ چيو تہ آئون سندن پاڙيسري هيس، جڏهن مٿن وحي نازل ٿيندي هئي، مون ڏانهن پيغام موڪليندا هئا، ۽ آئون ان کي لکندو هيس. جڏهن اسان دنيا جو ذڪر ڪندا هئاسون، تہ پاڻ ﷺ بہ اسان سان گڏ دنيا جو ذڪر ڪندا هئا ۽ جڏهن اسان آخرت جو ذڪر ڪندا هئاسون، تہ پاڻﷺ بہ اسان سان گڏجي آخرت جو ذڪر ڪندا هئا، جڏهن اسان کاڌي جو ذڪر ڪندا هئاسون، تہ پاڻﷺ بہ اسان سان گڏ کاڌي جو ذڪر ڪندا هئا. اهي سڀ احوال آئون توهان وٽ رسول الله ﷺ جا بيان ڪري رهيو آهيان. (ترمذي)

(٥٦٧٣)انس ﷺ کان روايت آهي تہ بيشڪ جڏهن رسول الله ﷺ جن ڪنهن سان مصافحو ڪندا هئا، تہ جيستائين اهو شخص پاڻ پنهنجو هٿ نہ ڇڏائيندو هو، پاڻﷺ بہ ڪيس نہ ڇڏيندا هئا ۽ جيستائين اهو پاڻ پنهنجو منهن نہ هٽائيندو هو، پاڻ ﷺ بہ پنهنجو منهن مبارڪ ان کان نہ ڦيرائيندا هئا ۽ ڪنهن سان گڏ ويهندا هئا، تہ ان کان پنهنجا گوڏا اڳتي ڪيي نہ ويهندا هئا. (ترمذي)

(٥٦٧٤) انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ايندڙ ڏينهن لاءِ ڪا شيءِ گڏ ڪري نہ رکندا هئا. (ترمذي)

(٥٦٧٥) جابر بن سمره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن گهڻو ڪري خاموش رهندا هئا. (شرح السنہ)

(٥٦٧٦) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ناهي ناهي ۽ آهستي آهستي ڳالهائيندا هئا. (ابودائود)

(٥٦٧٧) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ توهان وانگر ڳالهہ جي مٿان ڳالهہ نہ ڪندا هئا، پر لفظ جدا جدا ادا ڪندا هئا، جيڪو شخص وٽن ويهندو هو، اهو سندن ڳالهہ کي ياد ڪري وٺندو هو. (ترمذي)

(٥٦٧٨) عبدالله بن حارث بن جزءُ ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان وڌيڪ مسڪرائيندڙ ڪنهن کي نہ ڏٺو. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي – الباني

(٥٦٧٩) عبدالله بن سلام ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڳالهائيندا هئا، تہ هر هر آسمان ڏانهن نگاهہ کڻندا هئا. (ابودائود)

## ٽيون فصل

(٥٦٨٠) عمرو بن سعيد انس ﷛ کان روايت ڪري ٿو تہ مون نبي ﷺ جن کان وڌيڪ ڪنهن کي پنهنجي اهل وعيال تي مهربان نہ ڏٺو. مديني (جي پرپاسي) ۾ سندن پٽ ابراهيم ﷛ کير پيئندو هو. ڪيس ڏسڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ويندا هئا، ۽ اسان ساڻن گڏ هوندا هئاسون. سڄو گهر دونهين سان ڀريل هوندو هو، ڇاڪاڻ تہ سندس رضاعي پيءُ لوهر هو. پاڻ ﷺ ابراهيم ﷛ کي هنج ۾ کڻندا هئا ۽ کيس چمي ڏيندا هئا پوءِ واپس ايندا هئا. عمرو چوي ٿو تہ جڏهن ابراهيم ﷛ وفات ڪري ويو، پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: ابراهيم ﷛ منهنجو پٽ آهي ۽ اهو ننڍپڻ ۾ مري ويو. جنت ۾ سندس لاءِ ٻہ دايون آهن جيڪي سندس کير پيارڻ جي مدت کي پورو ڪنديون. (مسلم)

(٥٦٨١) علي ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ يهودي عالم هو، جنهن جو نالو فلاڻو هو. رسول الله ﷺ جن تي سندس ڪجهہ دينار قرض هو. انهيءَ نبي ﷺ جن کان قرض جي گهر ڪئي. پاڻﷺ کيس فرمايائون تہ: اي يهودي! (هن وقت) مون وٽ تو کي ڏيڻ لاءِ ڪجهہ نہ آهي. اهو چوڻ لڳو تہ اي محمد (ﷺ!) پوءِ بيشڪ آئون ان وقت تائين تو کان پري نہ ٿيندس، جيستائين منهنجو قرض مون کي نہ ڏيندين. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پوءِ آئون تو سان گڏجي ويهان ٿو. پوءِ پاڻﷺ ساڻس گڏجي ويهي رهيا. پوءِ رسول الله ﷺ جن ظهر، عصر، مغرب، عشاء ۽ صبح جي نماز پڙهي. اصحابي کيس ڌيڄاريندا، ڌمڪائيندا رهيا. جيڪي ڪجهہ اهي ڇئي رهيا هئا، رسول الله ﷺ جن انهيءَ ڳالهہ کي سمجهي ويا. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! هڪ يهودي توهان کي روڪي وينو آهي. فرمايائون تہ: الله تعاليٰ مون کي منع فرمائي آهي تہ ڪنهن ذمي يا ٻئي شخص تي ظلم ڪريان. جڏهن ڏينهن نڪري آيو تہ يهودي چوڻ لڳو تہ: آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ شاهدي ڏيان ٿو تہ محمد ﷺ الله جو رسول آهي ۽ پنهنجو اڌ مال الله جي واٽ ۾ ورهايان ٿو. الله جو قسم! مون اهو سڀ ڪجهہ هن مقصد لاءِ ڪيو تہ تورات ۾ توهان جي جيڪا صفت ڇاٽايل آهي، ان جي پرک ڪريان. تورات ۾ آهي تہ محمد بن عبدالله، سندس پيدائش جي جاءِ مڪو آهي ۽ سندس هجرت جي جاءِ مدينو آهي، سندس حڪومت شام ملڪ تي قائم ٿيندي، بي فضيلتو ۽ فحش ڳالهائيندڙ نہ آهي، سخت دل ۽ بازارن ۾ رڙيون ڪندڙ نہ آهي ۽ نہ خراب رهڻي ڪهڻي اختيار ڪندڙ آهي ۽ نہ ئي ڪا بيهوده ڳالهہ چوندڙ آهي. آئون گواهي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ بيشڪ توهان الله جا رسول آهيو ۽ هي مال آهي، ان کي الله تعاليٰ جي حڪم مطابق خرچ ڪريو ۽ اهو يهودي گهڻو مالدار هو. (بيهقي دلائل النبوة)

(٥٦٨٢) عبدالله بن ابي اوفيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وڏ ۾ وڏ ذڪر ڪندا هئا ۽ بيون ڳالهيون گهٽ ڪندا هئا ۽ نماز ڊگهي پڙهندا هئا ۽ خطبو مختصر ڏيندا هئا ۽ رن زالن ۽ مسڪينن سان گڏ هلڻ ۾ عار محسوس نہ ڪندا هئا. (آئي ويل) سندن ڪم ڪار انجام ڏيندا هئا (نسائي، دارمي)

(٥٦٨٣) علي ﷺ کان روايت آهي تہ ابوجهل نبي ﷺ کي چيو تہ اسان توکي ڪوڙو نٿا ڪريون، بلڪ جيڪا شيءِ (يعني جيڪو قرآن) تو آندو آهي، تنهن کي ڪوڙو ڪري رهيا آهيون. ﷲ تعاليٰ ان تي هي آيت نازل فرمائي تہ " اهي تو کي ڪوڙو نٿا ڪن، بلڪ ظالم ﷲ جي آيتن جو انڪار ڪن ٿا." (ترمذي)

(٥٦٨٤) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي عائشہ! جيڪڏهن آئون گهران تہ سونا جبل مون سان گڏجي هلن. هڪ فرشتو مون وٽ آيو، جنهن جي پني ڪعبي جي برابر هئي، انهيءَ مون کي چيو تہ توهان جو رب توهان کي سلام چوي ٿو ۽ فرمائي ٿو تہ پيغمبر ٻانها ٿي رهڻ پسند فرمايو ۽ يا پيغمبر بادشاهہ ٿيو. مون جبرئيلؑ ڏانهن ڏٺو. انهيءَ مون ڏانهن اشارو ڪيو تہ عاجزي اختيار ڪريو. ابن عباس جي هڪ روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن مشوري جي غرض سان جبرئيلؑ ڏانهن ڏٺو، جنهن چيو تہ عاجزي اختيار فرمايو. مون چيو تہ آئون نبي ٻانهو ٿيڻ پسند ڪريان ٿو. عائشہ ﷺ چيو تہ انهيءَ کان پوءِ نبي ﷺ جن ڪڏهن ٽيڪ ڏئي نہ کائيندا هئا. چوندا هئا تہ آئون ائين کاوان ٿو جيئن غلام کائين ٿا ۽ آئون ائين ويهان ٿو، جيئن غلام ويهن ٿا. (شرح السنہ)

# بعثت ۽ وحيءَ جي شروعات

## پهريون فصل

(٥٦٨٥) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چاليهہ سال جي عمر ۾ نبي ٿيا، مڪي ۾ تيره سال رهيا. متن وحي نازل ٿيندي رهي پوءِ کين هجرت جو حڪم مليو. (مديني ۾) ڏهہ سال قيام فرمايائون ۽ ٽيهٺ سالن جي عمر ۾ مديني ۾ وفات ڪري ويا. (بخاري، مسلم)

(٥٦٨٦) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن نبوت کان پوءِ مڪي ۾ پندرهہ سال گذاريا. ستن سالن تائين آواز ٻڌندا هئا ۽ روشني ڏسندا رهيا، پر ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ نہ ايندي هين ۽ (مڪي جي آخري) انن سالن ۾ ڏانهن وحي نازل ٿيندي رهي ۽ مديني ۾ ڏهہ سال رهيا ۽ پنجهٺ سال جي عمر ۾ وفات ڪيائون. (بخاري، مسلم)

(٥٦٨٧) انس ﷺ کان روايت آهي تہ ﷲ تعاليٰ سٺ سالن جي عمر ۾ نبي ﷺ کي وفات ڏني. (بخاري، مسلم)

(٥٦٨٨) انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ٽيهٺ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. ابوبڪر ۽ عمر بہ ٽيهٺ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. (مسلم) امام محمد بن اسماعيل بخاري چوي ٿو تہ ٽيهٺ سالن جي عمر واريون روايتون وڌيڪ آهن.

(٥٦٨٩) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ سڀ کان پهريائين جيڪا وحي پاڻ سڳورن ﷺ تي نازل ٿي، سي سٺا خواب هئا. پاڻ ﷺ خواب ۾ جيڪي ڪجهہ ڏسندا هئا، بيداريءَ ۾ صبح جي روشنيءَ وانگر اهي ڳالهيون متن

ظاهر ٿينديون هيون. پوءِ اڪيلائيءَ کي پسند ڪرڻ لڳا ۽ غارِ حرا ۾ اڪيلو رهڻ لڳا. اتي ڳاڻاٽي جون ڪي راتيون رهي عبادت ڪندا هئا، تانجو گهر اچڻ جي رغبت ٿيندي هين. پوءِ وري انهيءَ مقصد لاءِ سيڌو سامان کڻي ويندا هئا. (سيڌو سامان ختم ٿي ويندو هو تہ) خديجہ وٽ واپس اچي وري سامان کڻي ويندا هئا. اهڙيءَ طرح غارِ حرا ۾ اڪيلو رهي عبادت ڪندا رهيا، تانجو مٿن وحيءَ جي شروعات ٿي. (هڪ ڏينهن) جبرئيلؑ آيو ۽ چيائين تہ "پڙهہ!" فرمايائون تہ: آئون پڙهيل نہ آهيان. پاڻ سڳورا ﷺ فرمائين ٿا تہ جبرئيل ؑ مون کي پاڪر پائي ايتري قدر زور ڏنو جو مان ساڻو ٿي پيس. پوءِ مون کي ڇڏي ڏنائين ۽ چيائين تہ "پڙهہ!" مون چيو تہ آئون پڙهيل نہ آهيان. جبرئيل ؑ وري مون کي پاڪر پائي زور ڏنو، تانجو آئون ساڻو ٿي پيس. پوءِ مون کي ڇڏي ڏنائين ۽ چيائين تہ "پڙهہ!" مون چيو تہ آئون پڙهيل نہ آهيان. جبرئيل ؑ مون کي ٽيون ڀيرو پاڪر پائي زور ڏنو تانجو آئون ساڻو ٿي پيس. پوءِ ڇڏي ڏنائين ۽ چيائين تہ "پنهنجي رب جي نالي سان پڙهہ، جنهن (مخلوق کي) خلقيو انسان کي گوشت جي دڳ مان خلقيائين. پڙهہ پنهنجي عزت واري رب جي نالي سان".(العلق: 1- 5) پاڻ ﷺ اهي آيتون ياد ڪري گهر موٽيا. سندن دل ڌڙڪي رهي هئي. خديجہ ڌيءُ خويلد وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ: مون کي ڪپڙو ويڙهيو، مون کي ڪپڙو ويڙهيو. ڪين ڪپڙو ويڙهيو، ويو تانجو سندن خوف ختم ٿين تہ خديجہ کي احوال ڏيندي فرمايائون تہ: مون کي پنهنجي جان جو خطرو آهي. خديجہ تسلي ڏيندي فرمايو تہ: خدا جو قسم! ائين هرگز نہ ٿيندو. اللّٰہ توهان کي ڪڏهن خوار نہ ڪندو. توهان مٽي مائٽي ڳنڍيو ٿا، ڪمزورن جو بار پاڻ تي کڻو ٿا، جيڪا شيءِ ماڻهن وٽ نہ آهي، اها انهن کي ڏيو ٿا، مهمانداري ڪريو ٿا ۽ مصيبت جي وقتن ۾ حق جي مدد ڪريو ٿا. پوءِ خديجہ کين پنهنجي سوٽ ورقہ بن نوفل بن اسد بن عبدالعزيٰ وٽ وٺي آئي (جيڪو جاهليت جي دور ۾ بت پرستي ڇڏي عيسائي ٿي چڪو هو، عبراني ٻولي لکڻ پڙ هڻ ڄاڻندو هو ۽ انجيل مان جيڪي اللّٰہ گهرندو هو، عبرانيءَ ۾ ان کان لکرائيندو هو. اهو ڪافي ڪراڙو، ڪمزور ۽ انڌو ٿي چڪو هو) خديجہ کيس چيو تہ منهنجا سوٽ! ٿورو پنهنجي ڀائٽي جي ڳالهہ تہ ٻڌ. ورقہ پاڻ سڳورن کي چيو تہ منهنجا ڀائيٽا! ٻڌاءِ تو ڇا ڏٺو آهي؟ پاڻ سڳورن جيڪي ڪجهہ ڏٺو هو، اهو بيان ڪيو. اهو ٻڌي ورقہ چيو تہ اهوئي تہ اللّٰہ جو اهو فرشتو آهي جنهن کي اللّٰہ تعاليٰ موسيٰ ؑ ڏانهن موڪليو هو. ڪاش! تنهنجي نبوت جي زماني ۾ آئون جوان هجان ها. ڪاش! آئون ان وقت تائين زندهہ رهي سگهان، جڏهن توکي تنهنجي قوم پنهنجي شهر مان ڪڍي ڇڏيندي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا اهي مون کي ڪڍي ڇڏيندا؟ ورقہ چيو تہ هائو! جيڪو بہ شخص اهو دين کڻي آيو آهي، جيڪو توهان آندو آهي، ماڻهو تنهن جا دشمن ٿي ويندا آهن. جيڪڏهن آئون ان ڏينهن تائين جيئرو رهي سگهيس تہ توهان جي پوري پوري مدد ڪندس. پوءِ ٿورو وقت گذريو تہ ورقہ گذاري ويو ۽ وحيءَ جو سلسلو بند ٿي ويو.(بخاري، مسلم) بخاريءَ ۾ وڌيڪ آهي تہ وحيءَ جي رڪجڻ تي پاڻ ﷺ جن کي گهڻو غم ٿيو. ڪيئي ڀيرا غم جي ڪري صبح جو جبل جي چوٽي تي چڙهي ويندا هئا تہ پاڻ کي ڪيرائي ماري ڇڏين. جڏهن جبل جي ڪنهن چوٽيءَ تي پهچندا هئا تہ جبرئيل امين ؑ ظاهر ٿيندو هو ۽ چوندو هو تہ اي محمدﷺ! (اهو تنهنجو شان نہ آهي) تون اللّٰہ جو سچو رسول آهين. تڏهن سندن بي قراري ختم ٿي ويندي هئي ۽ سندس دل کي تسلي نصيب ٿيندي هئي.

(٥٦٩٠) جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنه وحي بند ٿيڻ جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ ڀيري آئون رستي ۾ وڃي رهيو هيس تہ ايتري ۾ مون آسمان مان هڪ آواز ٻڌو. اکيون کڻي مٿي جو نهاريم،

چا ٿو ڏسان تہ ساڳيو فرشتو جيڪو غار حرا ۾ مون وٽ آيو هو، آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. آئون اهو ڏسي ڊڄي ويس. پنهنجي گهر موٽي آيس. مون گهر وارن کي چيو تہ مون کي ڪپڙو ويڙهيو، مون کي ڪپڙو ويڙهيو. تڏهن ﷲ تعاليٰ هي آيتون نازل فرمايون: "اي چادر ويڙ هيندڙ! اٿ ۽ ماڻهن کي ڊيڄار ۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر ۽ پليتيءَ کان پاسو ڪر" المدثر:١-٥ پوءِ وحي جو سلسلو تيز ٿيندو ويو ۽ لڳاتار وحي اچڻ لڳي. (بخاري، مسلم)

(٥٦٩١) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حارث بن هشام رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان تي وحي ڪيئن اچي ٿي؟ فرمايائون تہ: ڪڏهن گهنٽيءَ جي آواز وانگر ايندي آهي ۽ اها مون تي گهڻي سخت هوندي آهي. پوءِ فرشتي جا چيل الفاظ مون کي ياد ٿي ويندا آهن تہ وحي ختم ٿي ويندي آهي ۽ ڪڏهن فرشتو انساني صورت ۾ ايندو آهي ۽ مون سان ڳالهائيندو آهي. آئون سندس ڳالهايل لفظ ياد ڪري وٺندو آهيان. عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ مون رسول الله ﷺ جن تي سخت سرديءَ جي ڏينهن ۾ وحي نازل ٿيندي ڏٺي. جڏهن اها ختم ٿيندي هئي تہ سندن پيشانيءَ تان پگهر ٽمندو هو. (بخاري ، مسلم)

(٥٦٩٢) عباده بن صامت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ جن تي وحي نازل ٿيندي هئي، ان جي سختي جي ڪري سندن منهن مبارڪ مٽجي ويندو هو. هڪ روايت ۾ آهي تہ پنهنجو مٿو جهڪائيندا هئا ۽ اصحابي بہ مٿو جهڪائيندا هئا. جڏهن وحي بند ٿي ويندي هئي تہ پنهنجو مٿو مٿي کڻندا هئا (مسلم)

(٥٦٩٣) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت لٿي: "پنهنجن ويجهن عزيزن کي ڊيڄار" تہ نبي ڪريم ﷺ جن صفا ٽڪريءَ تي چڙهي پڪارڻ لڳا: اي فهد جا اولاد! اي عديءَ جا اولاد! قريش جي قبيلن جا نالا وٺي وٺي انهن کي پڪاريائون تانجو سڀ گڏ ٿيا. فرمايائون تہ: ٻڌايو جيڪڏهن توهان کي خبر ڏيان تہ هن ماٿريءَ ۾ هڪ لشڪر توهان سان جنگ ڪرڻ لاءِ حملو ڪرڻ وارو آهي، چا توهان مون کي سچو سمجهندا؟ انهن چيو تہ هائو! اسان هميشہ توهان کي سچ ڳالهائيندي ڏٺو آهي. فرمايائون تہ: پوءِ آئون سخت عذاب جي اچڻ کان اڳ توهان کي ڊيڄارڻ وارو آهيان. ابولهب چيو تہ تون هلاڪ ٿئين، چا تو اسان کي انهي مقصد لاءِ گڏ ڪيو آهي؟ پوءِ سوره تبت يدا ابي لهب لٿي. (بخاري، مسلم)

(٥٦٩٤) عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هن دوران جو رسول الله ﷺ جن ڪعبت ﷲ شريف ۾ بيهي نماز پڙ هي رهيا هئا ۽ بيت ﷲ ۾ قريش جا ڪافر پنهنجي مجلس ۾ ويٺا هئا. ايتري ۾ منجهانئن هڪ ڪافر چيو: چا توهان هن رياڪار کي نٿا ڏسو! توهان ۾ ڪير آهي جيڪو فلاڻي شخص جي ڪنل ڏاچيءَ جو اوجهہ کڻي اچي، پوءِ انتظار ڪري تانجو سجدي ۾ وڃي ۽ اهو سندس ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ رکي؟ جڏهن رسول الله ﷺ جن سجدي ۾ ويا تہ پوءِ منجهانئن سڀ کان وڏو بدبخت اٿيو. پوءِ اهي کلڻ لڳا ۽ کلندي کلندي هڪ ٻئي تي ڪرڻ لڳا. هڪ ويندڙ شخص فاطمہ رضي الله عنها وٽ ويو. پاڻ سائنڻ ان وقت ننڍي عمر جي ڇوڪري هئي. اهو ٻڌي ڊڪندي آئي. نبي ﷺ جن سجدي ۾ ئي هئا. فاطمہ رضي الله عنها اهو ڪنُ سندن ڪلهن تان اڇلائي ڦٽي ڪيو ۽ ڪافرن کي گهڻ وڏ ۽ سخت سست چيائين. جڏهن رسول الله ﷺ جن نماز پوري فرمائي تہ هن طرح ڪين بددعا ڏنائون: اي ﷲ!

قريش وارن جي خبر وٺ! پوءِ پاڻ نالو وٺي هر هڪ شخص جي باري ۾ فرمايائون تہ: اي ﷲ! عمرو بن هشام کي برباد ڪر، عتبہ بن ربيعہ، شيبہ بن ربيعہ، وليد بن عتبہ، اميہ بن خلف ۽ عتبہ بن ابي معيط ۽ عماره بن وليد کي برباد ڪر. عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمائي ٿو ﷲ جو قسم! مون پنهجين اکين سان انهن سڀني کي بدر جي ڏنهن قتل ٿيندي ڏٺو. پوءِ کين کوھ ۾ گهلي اڇلايو ويو يعني بدر جي کوھ ۾. ان کان پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو کوھ وارن تي لعنت ۽ ڦٽڪار مڙهي وئي آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٦٩٥) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ انهيءَ نبي ﷺ جن کان پڇيو تہ توهان تي جنگ احد جي ڏينهن کان وڌيڪ سخت ڏينهن بہ آيو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: مون پنهنجي قوم کان عقبہ جي ڏينهن جيڪا سختي ڏٺي، اها احد جي ڏينهن کان بہ وڌيڪ هئي. انهيءَ ڏينهن اسلام جو پيغام ڪٺي ابن عبد ياليل بن عبد ڪلال وٽ ويس. انهن منهنجي دعوت قبول نہ ڪئي. (اٽلندو مون تي غنڊن کي ڀڇيائون) آئون سخت غمگين حالت ۾ موٽي آيس ۽ قرن الثعالب نالي جاءِ تي اچي ساهہ پٽيو. مٿي جو نگاہ ڪٽي نهاريم تہ ڇاٿو ڏسان تہ مون تي ڪڪر ڇانو ڪري بيٺو آهي. جنهن ۾ مون کي جبريل عليه السلام امين نظر آيو. مون کي سڏي چيائين تہ ﷲ تعاليٰ تنهنجي قوم جي ڳالهہ ۽ جيڪو جواب انهن ڏنو، سو ٻڌو آهي ۽ توهان ڏانهن جبلن جي بادشاهہ (فرشتي) کي موڪليو آهي. جيڪا توهان جي مرضي هجي، هن کي حڪم ڪريو. جبلن جي فرشتي مون کي سلام ڪيو ۽ چيائين تہ اي محمد ﷺ! تنهنجي قوم جيڪي ڪجهہ توکي چيو، اهو ﷲ ٻڌو آهي. آئون جبلن جو بادشاهہ آهيان. مون کي ﷲ تعاليٰ توهان وٽ موڪليو آهي، جيڪو حڪم فرمايو آئون ان تي عمل ڪريان ٿو. توهان ڇا ٿا چاهيو؟ جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا تہ آئون انهن کي "اخشبين" جبلن جي وچ ۾ چيپاٽي ڇڏيان؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: بلڪ مون کي اميد آهي تہ ﷲ تعاليٰ انهن جي نسل مان اهڙا ماڻهو پيدا ڪندو جيڪي هڪ ﷲ جي عبادت ڪندا ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪندا. (بخاري مسلم)

(٥٦٩٦) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول الله ﷺ جن جا ڏند مبارڪ احد جي ڏينهن شهيد ٿي پيا ۽ مٿو مبارڪ بہ زخمي ٿي پيو. اتان رت صاف ڪندي فرمايائون تہ: اها قوم ڪيئن ڪامياب ٿيندي، جنهن پنهنجي نبيءَ جو مٿو ڦاڙي وڌو ۽ ان جا ڏند شهيد ڪري ڇڏيا. (مسلم)

(٥٦٩٧)ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: انهيءَ قوم تي ﷲ جو غضب سخت ٿئي، جنهن پنهنجي نبيءَ سان هي سلوڪ ڪيو ۽ پنهنجن ڏندن مبارڪن ڏانهن اشارو ڪيائون. ان شخص تي ﷲ جو غضب سخت ٿيندو آهي جنهن کي ﷲ جي راہ ۾ جهاد ڪندي،ﷲ جو رسول ﷺ قتل ڪري. (بخاري مسلم)

ٻيو فصل

هي باب ٻئي فصل کان خالي آهي.

## ٽيون فصل

(٥٦٩٨) يحيٰ بن ابي ڪثير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون ابوسلمہ بن عبدالرحمن کان پڇيو تہ قرآن پاڪ جو ڪهڙو حصو سڀ کان اڳ ۾ نازل ٿيو؟ چيائين تہ ياايها المدثر! مون چيو تہ ماڻهو چون ٿا تہ سڀ کان پهريائين سورت اقرا باسم ربک نازل ٿي آهي؟ چيائين تہ مون جابر رضي الله عنه کان اها ڳالهہ پڇي، انهيءَ اهو ئي جواب ڏنو. مون

ٻه ڪيس ساڳي ڳالهه چئي، جيڪا تون چوين ٿو ۽ مون کي چيائين ته تو کي اها ئي حديث ٻڌايان ٿو جيڪا رسول الله ﷺ جن بيان فرمائي آهي. پاڻﷺ فرمايائون ته: آئون هڪ مهينو غار حرا جي تنهائيءَ ۾ وينس. جڏهن مون غار ۾ پنهنجي "مدت" پوري ڪئي ۽ هيٺ لٿس ته مون کي آواز ڏنو ويو. پنهنجي ساڄي پاسي ڏٺم ته مون کي ڪا شيءِ نظر نه آئي. وري پنهنجي کاٻي پاسي نهاريم ته ٻه ڪا شيءِ نظر نه آئي. پنهنجي پويان ڏٺم ته ٻه ڪا شيءِ نظر نه آئي. مون پنهنجو مٿو مٿي ڪنيو ته هڪ شيءِ ڏٺي. آئون خديجهؓ وٽ آيس، مون چيو ته منهنجي مٿان ڪپڙو وجهه. انهيءَ مون تي ڪپڙو وڌو ۽ ٿڌو پاڻي هاريائون. پوءِ هيءَ آيت نازل ٿي: اي ڪپڙو ويڙهڻ وارا! اٿ، پوءِ (ماڻهن کي اللّٰهَ جي عذاب کان) ڊيڄار، پنهنجي پالڻهار جي وڏائي بيان ڪر ۽ پنهنجا ڪپڙا صاف رک ۽ پليتي کان پري رهه. اهو واقعو نماز فرض ٿيڻ کان اڳ جو آهي. (بخاري مسلم)

## نبوت جي علامتن جو بيان

### پهريون فصل

(٥٦٩٩)انسؓ کان روايت آهي ته (ننڍپڻ ۾) رسول الله ﷺ جن وٽ جبرئيل عليه السلام آيو. انهيءَ وقت پاڻﷺ ٻارن سان ڪيڏي رهيا هئا. جبرئيل عليه السلام کين پڪڙي زمين تي ليٽايو. سندن دل کي چيريو ۽ دل مان گوشت جو ڪجهه حصو ڪڍي، چيائين ته هي شيطان جو حصو آهي. پوءِ سندن دل کي سوني ٿالهي ۾ رکي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوئي، پنهنجي جاءِ تي رکي سيني کي برابر ڪري ڇڏيائين. ٻار پاڻ سڳورنﷺ جي ماءُ يعني دائي ڏانهن ڊوڙندا آيا ۽ چيائون ته محمد ﷺ کي قتل ڪيو ويو آهي. ماڻهو وٽن آيا ۽ سندس رنگ مٽيل هو. انس چوي ٿو ته مون پاڻ، سندن سيني ۾ سئيءَ سان سبڻ جا نشان ڏٺا. (مسلم)

(٥٧٠٠) جابر بن سمرهؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: آئون انهيءَ پٿر کي اڄ ٻه سڃاڻان ٿو، جيڪو مڪي ۾ منهنجي نبي ٿيڻ کان اڳ مون کي سلام ڪندو هو. (مسلم)

(٥٧٠١)انسؓ کان روايت آهي ته مڪي وارن پاڻ ﷺ کان ڪنهن نشاني ڏيکارڻ جو سوال ڪيو ته اشاري سان چنڊ کي ٻه ٽڪر ڪري ڏيکاريائون ۽ ماڻهن جبل حرا کي چنڊ جي ٻنهي ٽڪرن جي وچ ۾ ڏٺو.(بخاري مسلم)

(٥٧٠٢) ابن مسعودؓ کان روايت آهي ته چنڊ ٻه ٽڪر ٿيو. جن مان هڪ ٽڪر جبل تي ۽ ٻيو ٽڪر جبل کان هيٺ لهي ويو. ڪافرن کي فرمايائون ته: شاهد رهو. (بخاري مسلم)

(٥٧٠٣) ابوهريرهؓ کان روايت آهي ته ابوجهل چيو ته ڇا محمد (ﷺ) توهان جي سامهون پنهنجي منهن کي مٽيءَ ۾ ملائي ٿو؟(يعني سجدو ڪري ٿو) چيو ويو ته هائو! ابوجهل چيو ته مون کي لات ۽ عزيٰ جو قسم! جيڪڏهن ڪيس اهو ڪم ڪندي ڏٺم ته ضرور سندس سر لتاڙيندس. پوءِ (هڪ ڀيري) رسول الله ﷺ کي نماز پڙهندي ڏٺائين ته سندن ڪنڌ مبارڪ تي پير رکڻ جي ارادي سان اڳتي وڌيو، پر گهٻرائجي ڪڙين پر پوئتي موٽيو ۽ پاڻﷺ کي ڪنهن شيءِ کان پنهنجن هٿن سان بچائڻ لڳو. ڪيس چيو ويو ته تو کي ڇا ٿيو آهي؟ چوڻ لڳو ته منهنجي ۽ محمد (ﷺ) جي وچ ۾ باهه جي هڪ کاهي کوٽي وئي آهي ۽ خوف ۽ هي پَرَ يعني فرشتا آهن. پاڻ ﷺ فرمايائون ته: جيڪڏهن ابوجهل منهنجي ويجهو اچي ها ته فرشتا ڪيس ٻوٽي ٻوٽي ڪري ڇڏين ها. (مسلم)

(٥٧٠٤) عدي بن حاتم کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن آئون پاڻ سڳورنﷺ جن وٽ ويٺل هيس. اوچتو هڪ شخص آيو، جنهن مسڪينيءَ جي شڪايت ڪئي، پوءِ ٻيو شخص آيو، جنهن ڌاڙيلين جي شڪايت ڪئي.پوءِ پاڻ فرمايائون تہ: اي عدي! تو شهر حيره ڏٺو آهي؟ جيڪڏهن تنهنجي عمر وڏي ٿي تہ هڪ عورت کي ڏسندين جيڪا حيره کان هلي بيت ﷲ شريف جو طواف ڪندي ۽ ﷲ کان سواءِ ڪنهن کان نہ ڊڄندي. جيڪڏهن تنهنجي عمر وڏي ٿي تہ (ڏسندين تہ) ڪسريٰ بن هرمز جا خزانا فتح ٿيندا ۽ جيڪڏهن تنهنجي عمر وڏي ٿي تہ اهو زمانو بہ ڏسندين جڏهن هڪ شخص لپ ڀري سون يا چاندي ڏيڻ لاءِ قبول ڪندڙ شخص کي تلاش ڪندو، پر ڪيس وٺندڙ ڪوبہ نہ ملندو ۽ توهان مان ڪو هن حالت۾ ﷲ سان ملاقات ڪندو، جو ﷲ ۽ ٻانهي جي وچ ۾ ڪو ترجمان نہ هوندو. ﷲ فرمائيندو تہ ڇا مون توهان ڏانهن (پنهنجي) رسول کي نہ موڪليو تہ جيئن توهان تائين منهنجا احڪام پهچائي؟ اهو چوندو تہ هائو! ﷲ فرمائيندو تہ ڇا مون توکي مال نہ ڏنو ۽ توتي هي ۽ هي احسان نہ ڪيو؟ ٻانهو چوندو تہ هائو! پوءِ پنهنجي ساڄي ۽ پنهنجي کاٻي پاسي نهاريندو تہ جهنم کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ ايندس. تنهن ڪري پاڻ کي باهہ کان بچايو، جيتوڻيڪ ڪارڪ جو ٽڪر ڏيئي ۽ جيڪو ايتري بہ سگهہ نہ رکي تہ پوءِ (ماڻهن سان) ڪلمڪ ڇهري سان ئي ڳالهائي. عدي چوي ٿو تہ مون هڪ عورت کي ڏٺو، جنهن شهر حيره کان خانہ ڪعبہ جو طواف ڪرڻ لاءِ سفر ڪيو ۽ اها ﷲ کان سواءِ ڪنهن کان نہ ڊڄندي هئي ۽ آئون انهن ماڻهن مان آهيان، جن ڪسريٰ بن هرمز جا خزانا فتح ڪيا. جيڪڏهن منهنجي عمر ساٿ ڏنو تہ ضرور اها (ٽين شيءِ) بہ ڏسندس، جنهن جي باري ۾ابوالقاسم نبي ڪريمﷺ جن فرمايو آهي تہ ماڻهو لپ ڀري سون ۽ چاندي (زڪواة ۾) ڏيڻ لاءِ نڪرندو(پر وٺڻ وارو ڪنهن کي نہ لهندو) (بخاري)

(٥٧٠٥) خباب بن ارترضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ڪعبي جي ڇانوَ ۾ چادر ويڙ هي ٽيڪ لڳائي ويٺا هئا ۽ اسان کي مشرڪن سخت تڪليفون پهچايون هيون. خدمت اقدس ۾ شڪايت ڪئي سون تہ ڇا ﷲ کان اسان جي حق ۾ دعا نٿا گهرو؟ پاڻ سڌا ٿي ويٺا ۽ سندن منهن مبارڪ ڳاڙ هو ٿي ويو. فرمايائون تہ: توهان کان اڳين مان هڪ شخص کي پڪڙي کڏ کوٽي ان ۾ بيهاري سندس مٿي تي ڪارائي وهائي، ڪيس ڇيري ۾ ٽڪر ڪيو ويندو هو ۽ لوهہ جي ڦڻين سان سندس جسم جي گوشت کي ۽ هڏين کي ڪوريو ويندو هو، تڏهن بہ دين کان نہ ڦرندو هو. مون کي ﷲ جو قسم آهي تہ ﷲ تعاليٰ پنهنجي (دين جي) هن معاملي کي ضرور پورو ڪندو تانجو هڪ سوار صنعا کان حضرموت تائين سفر ڪندو ۽ سواءِ ﷲ جي ۽ ٻڪرين جي ڌڻ لاءِ سواءِ بگهڙ جي ڪنهن کان نہ ڊڄندو پر توهان جلد بازي ڪري رهيا آهيو. (بخاري)

(٥٧٠٦) انسرضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ام حرام بنت ملحان وٽ ايندا هئا، جيڪا عباده بن صامت جي زال هئي. پوءِ هڪ ڏينهن وٽس داخل ٿيا، انهيءَ کين کاڌو کارايو. پوءِ سندن مٿي مبارڪ مان جوئان ڏسڻ لڳي. پاڻ ٿوري دير سمهي پيا پوءِ جاڳيا ۽ کلڻ لڳا. ام حرام ڇيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ڪهڙي سبب جي ڪري توهان کلو ٿا؟ فرمايائون تہ: منهنجي امت جا ڪجهہ ماڻهو منهنجي سامهون پيش ڪيا ويا، جن ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ڪيو، اهي دريا جي پنيءَ تي ائين سوار ٿي رهيا هئا، جيئن بادشاهہ تختن تي ويهندا آهن. مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! منهنجي لاءِ دعا ڪريو تہ ﷲ مون کي بہ انهن مان ڪري. پاڻ ﷺ ام

حرام لاءِ دعا فرمايائون. پوءِ پنهنجو مٿو مبارڪ رکي سمهي پيا. پوءِ ٻيهر اٿيا ۽ پاڻ مسڪرائي رهيا هئا. مون چيو تہ توهان کي ڪهڙ ي شيءِ کلائي رهي آهي؟ فرمايائون تہ: ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ منهنجي امت جا ڪي مجاهد منهنجي سامهون پيش ڪيا ويا. مون چيو تہ منهنجي لاءِ دعا فرمايو تہ: ﷲ مون کي بہ انهن مان ڪري. فرمايائون تہ: تون اڳين مان آهين. ام حرام معاويہ جي دور ۾ سامونڊي سفر لاءِ (ٻيڙ يءَ تي) سوار ٿي ۽ جڏهن درياهہ کان ٻاهر نڪري جانور تي سوار ٿي تہ ان تان ڪري پيئي ۽ مري وئي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٠٧) ابن عباس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ ضماد نالي هڪ شخص مڪي ۾ آيو، جيڪو قبيلہ ازدشنوئہ مان هو ۽ آسيب کان منتر پڙهندو هو. انهيءَ مڪي وارن کي چوندي ٻڌو تہ محمد (ﷺ) چريو آهي. ضماد چيو تہ جيڪڏهن ڪيس ڏسان تہ شايد سندس علاج ڪريان ۽ ﷲ ڪيس (منهنجي هٿان) شفا عطا فرمائي. پوءِ ضماد رسول الله ﷺ جن سان مليو. عرض ڪيائين تہ اي محمد! آئون آسيب لاءِ منتر پڙهندو آهيان ڇا تو کي بہ اها تڪليف آهي. پاڻ فرمايائون تہ: سڀ ساراهہ ﷲ لاءِ آهي ۽ اسان سڀ سندس تعريف ڪريون ٿا ۽ انهيءَ کان مدد گهرون ٿا، ﷲ جنهن کي سڌي واٽ ڏيکاري، تنهن کي ڪو گمراهہ نٿو ڪري سگهي ۽ جنهن کي اهو گمراهہ ڪري، تنهن کي ڪو سڌي واٽ نٿو ڏيکاري سگهي ۽ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ ﷲ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ سندس ڪو شريڪ نہ آهي ۽ شاهدي ڏيان ٿو تہ محمد سندس ٻانهو ۽ سندس رسولﷺ آهي. حمد ۽ صلواة ٻڌڻ کان پوءِ ضماد چيو تہ اهي ڪلمات ورائي پڙهہ. پاڻ ﷺ ٽي ڀيرا ٻيهر ساڳيا ڪلمات پڙهيائون. ضماد چوڻ لڳو تہ مون پوپن، جادوگرن ۽ شاعرن جون ڳالهيون ٻڌيون آهن، پر تنهنجي انهن ڪلمات وانگر ڪڏهن ڪو ڪلام نہ ٻڌو آهي، اهي الفاظ ڏاڍي فصاحت ۽ بلاغت وارا آهن. پنهنجو هٿ وڌاءِ تہ توسان اسلام تي بيعت ڪريان. ابن عباس چوي ٿو تہ پوءِ ضماد بيعت ڪري مسلمان ٿيو. (مسلم) مصابيح جي ڪن نسخن ۾ "بلغنا ناعوس البحر" آهي ۽ باب الملاحم ۾ ابوهريره ۽ جابر بن سمره جون بہ حديثون ذڪر ڪيون ويون، هڪ: يهلڪ ڪسريٰ ۽ ٻي: ليفتحن عصابہ.

هي باب ٻئي فصل کان خالي آهي.

## ٽيون فصل

(٥٧٠٨) ابن عباسرضي الله عنہ کان روايت آهي تہ سفيان بن حرب مون کي روبرو ٻڌايو تہ آئون انهيءَ زماني ۾ شام جي سفر تي ويس، جڏهن منهنجي ۽ رسول اللهﷺ جن جي وچ ۾ صلح حديبيہ جو معاهدو قائم ٿيو. آئون ملڪ شام ۾ هيس. نبي ﷺ جن هرقل ڏانهن هڪ خط موڪليو جيڪو دحيہ ڪلبي کڻي آيو هو. دحيہ اهو خط بصره جي امير کي ڏنو ۽ بصره جي امير اهو خط هرقل تائين پهچايو. هرقل ابوسفيان کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو ۽ پنهنجي ترجمان ذريعي ان کان پڇا ڪيائين تہ هيءُ شخص (يعني حضرت محمدﷺ) جيڪو نبوت جي دعويٰ ڪري رهيو آهي، توهان مان ان کي نسب ۾ سڀ کان وڌيڪ ويجهو ڪير آهي؟ ابوسفيان چوي ٿو تہ مون چيو تہ آئون نسب ۾ ڪيس سڀ کان ويجهو آهيان. هرقل چيو تہ ڪيس مون وٽ آڻيو ۽ سندس ساٿين کي ان جي پويان ويهاريو. پوءِ ترجمان کي چيائين تہ انهن کي چؤ تہ انهيءَ شخص (يعني نبي ڪريمﷺ جن) جي باري ۾ هن کان ڪجهہ سوال ڪريان ٿو. جيڪڏهن مون سان ڪوڙ ڳالهائي تہ ان کي ڪوڙو ڪجو. ابوسفيان چوي ٿو تہ خدا جو قسم! جيڪڏهن مون کي حياءُ نہ ٿئي ها تہ منهنجا ساٿي منهنجو ڪوڙ پڪڙيندا ۽ پڌرو ڪندا تہ ضرور نبيﷺ جن جي

باري ۾ ڪوڙو احوال بيان ڪريان ها . پوءِ هرقل پهريون سوال هي ڪيو تہ توهان ۾ سندس نسب ڪيئن آهي؟ مون جواب ڏنو تہ پاڻ اسان ۾ اعليٰ نسب وارو آهي. (ٻيو) سوال ڪيائين تہ سندس ابن ڏاڏن ۾ ڪو بادشاھ ٿي گذريو آهي؟ مون جواب ڏنو تہ نہ! (ٽيون) سوال ڪيائين تہ توهان سندس انهيءَ دعويٰ کان اڳ مٿس ڪا ڪوڙي تهمت هنئي آهي؟ مون جواب ڏنو تہ نہ! (چوٿون) سوال ڪيائين تہ امير ماڻهو سندس پوئلڳ ٿين ٿا يا غريب؟ مون جواب ڏنو تہ غريب. (پنجون) سوال ڪيائين تہ اهي وڌن ٿا يا گهٽجندا ٿا وڃن؟ مون جواب ڏنو تہ بلڪ وڌندا وڃن ٿا. (ڇهون) سوال ڪيائين تہ دين جي سختي سهڻ سبب ڪو شخص مرتد تہ نٿو ٿئي؟ مون جواب ڏنونہ! (ستون) سوال ڪيائين تہ توهان ڪڏهن ساڻس جنگ ڪئي آهي؟ مون جواب ڏنو تہ هائو چيائين تہ ساڻس توهان جي جنگ جو نتيجو ڪيئن نڪرندو آهي؟ مون جواب ڏنو تہ اسان جي ۽ سندس وچ ۾ جنگ جو وارو ڍارو آهي. (ڪڏهن) هو کٽي ۽ (ڪڏهن) اسان کٽون ٿا. (اٺون) سوال ڪيائين تہ وعده خلافي ڪندو آهي يا نہ؟ مون چيو تہ نہ، مگر اسان صلح حديبيہ جي معاهدي کان پوءِ ان کان جدا آهيون. خبر نہ آهي تہ انهيءَ معاهدي جي پجڪڙ ي تہ نہ ڪندو؟ ابو سفيان چوي ٿو تہ مان(پوري گفتگو ۾ ) هن جملي کان سواءِ ڪو غلط جملو شامل ڪري نہ سگهيس. (نائون) سوال ڪيائين تہ ڇا توهان ۾ اڳ ڪنهن شخص اها دعويٰ ڪئي آهي؟ مون جواب ڏنو تہ نہ! هرقل پنهنجي ترجمان کي چيو تہ کيس چوءُ تہ مون توکان سندس نسب جي باري ۾ پڇيو. تو ٻڌايو تہ شريف نسب ۽ حسب وارو آهي. اهڙ يءَ طرح سمورا نبي پنهنجي قوم جي معزز خاندانن مان موڪليا ويا آهن. مون توکان پڇيو تہ سندس وڏن مان ڪو بادشاھ ٿي گذريو آهي؟ تو چيو تہ نہ. تڏهن مون سوچيو تہ جيڪڏهن سندس وڏن ۾ ڪو بادشاھ ٿيو هجي ها تہ سمجهان ها تہ هيءُ شخص بہ ساڳي طرح پنهنجن وڏن جي بادشاهت هٿ ڪرڻ گهري ٿو. مون توکان سوال ڪيو تہ وڏا ماڻهو سندس تابعدار ٿين ٿا يا مسڪين؟ تو ٻڌايو تہ ان جي پيروي ڪندڙ ڪمزور ۽ ضعيف ماڻهو آهن ۽ پيغمبرن جا تابعدار اهڙا ئي ماڻهو هوندا آهن. مون توکان پڇيو تہ انهيءَ دعويٰ کان اڳ توهان مٿس ڪا ڪوڙ ي تهمت هنئي آهي؟ تو بيان ڪيو تہ نہ! مون انهيءَ مان ڄاتو تہ جڏهن هيءُ شخص ماڻهن تي ڪوڙ نٿو هڻي تہ ڇا ﷲ جي مٿان ڪوڙ مڙهيندو ؟ مون توکان پڇيو تہ دين ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ڪو شخص ناراض ٿي ان کان ڦري وڃي ٿو؟ تو بيان ڪيو تہ نہ! اها ئي ايمان جي حالت هوندي آهي. مون توکان پڇيو تہ (مسلمان) وڌن ٿا يا گهٽجندا ٿا وڃن؟ تو چيو تہ بلڪ اهي وڌندا وڃن ٿا. حقيقتہ ايمان جي اها ئي حالت هوندي آهي، تانجو پنهنجي پڄاڻيءَ ۽ پورت کي پهچي. مون توکان پڇيو تہ توهان ڪڏهن ساڻس جنگ ڪئي آهي؟ تو بيان ڪيو تہ اسان جي ۽ سندس وچ ۾ جنگ جو وارو ڍارو آهي. (ڪڏهن) هو کٽي ٿو ۽ (ڪڏهن) اسان کٽون ٿا. پيغمبرن کي ائين ئي آزمايو ويندو آهي ۽ آخرڪار فتح سندن ئي ٿيندي آهي. مون توکان پڇيو تہ ڇا پاڻ وعدي جي پجڪڙ ي ڪندو آهي؟ تو بيان ڪيو تہ نہ ۽ نبي سڀ سڀورا وعدي جي پجڪڙ ي نہ ڪندا آهن. مون توکان پڇيو تہ ڇا توهان مان ڪنهن اڳہ بہ اهڙي ڪا دعويٰ ڪئي آهي؟ تو چيو تہ نہ. جيڪڏهن ان کان اڳ ڪو ماڻهو اها دعويٰ ڪري ها تہ آئون هوندَ چوان ها تہ هيءُ بہ اهڙو ئي شخص آهي، جيڪو اڳ ۾ چيل هڪ ڳالھ کي ورجائي رهيو آهي. ابوسفيان چيو تہ هرقل پڇيو تہ توهان کي ڪهڙن ڪمن جو حڪم ڪري ٿو؟ مون چيو تہ پاڻ اسان کي نماز قائم ڪرڻ، زڪوات ڏيڻ، مٽي مائٽي ڳنڍڻ ۽ حرام کان بچڻ جو حڪم ڏئي ٿو. هرقل چيو تہ جيڪي تون چوين ٿو، سو جيڪڏهن سچ آهي تہ پوءِ اهو سچو نبي آهي ۽ مون کي سڌ هئي تہ بيشڪ اهو نبي پيدا ٿيڻ وارو آهي مگر اهو گمان نہ هو تہ توهان مان ايندو. جيڪڏهن ڄاڻان ها تہ ساڻس ملي سگهندس تہ هوندَ سندس ملڻ لاءِ بيحد ڪوشش ڪريان ها . جيڪڏهن آئون وٽس هجان ها تہ ضرور سندس پير ڌوئان ها ۽ ضرور (هڪ ڏينهن) منهنجن هنن ٻنهي پيرن جي جاءِ (يعني

ملڪ شام) تي سندس حڪومت قائم ٿيندي. پوءِ هرقل رسول الله ﷺ جو خط گهرايو ۽ ان کي پڙ هيائين. (بخاري، مسلم) ۽ اها حديث باب الڪتاب الي الڪفار ۾ گذري چڪي آهي.

# معراج جو بيان

## پهريون فصل

(٥٧٠٩) قتاده رضي الله عنه انس بن مالڪ کان ۽ اهو مالڪ بن صعصعہ کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن ڪيس معراج واري رات جي حديث ٻڌائيندي فرمايو: آئون انهيءَ وقت حطيم ۾ هيس ۽ اڪثر فرمائيندا هئا تہ حجر ۾ ستل هيس تہ مون وٽ ايندڙ هڪ شخص آيو ۽ منهنجو سينو نڙگهٽ کان پيٽ تائين چيريائين ۽ منهنجي دل کي ٻاهر ڪڍيائين ۽ مون وٽ ايمان سان ڀريل سون جي ٿالهيءَ کي آندو ويو، منهنجي دل کي ڌوئي ايمان سان ڀري، پوءِ انهيءَ جاءِ تي رکيو ويو. هڪ روايت ۾ آهي تہ منهنجي دل کي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوتو ويو ۽ ايمان ۽ حڪمت سان ڀريو ويو، پوءِ مون وٽ هڪ اڇي رنگ جو جانور آندو ويو، جيڪو خچر کان ننڍو ۽ گڏھ کان وڏو هو، جنهن جو نالو براق آهي. ان جو قدم منهنجي نظر جي انتها تائين پهچي رهيو هو. مون کي ان تي سوار ڪيو ويو ۽ مون سان گڏ جبرئيل عليه السلام بہ هليو. جڏهن دنيا جي هن آسمان تائين پهتاسون تہ جبرئيل عليه السلام دروازو کولرايو. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيل عليه السلام آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. چيو ويو تہ ڪين گهرايو ويو آهي ڇا؟ جبرئيل عليه السلام چيو تہ هائو. فرشتي چيو تہ اچڻ واري کي مرحبا هجي ۽ آسمان جو دروازو کوليو ويو. جڏهن آئون داخل ٿيس تہ اتي مون آدم عليه السلام کي ڏٺم. جبرئيل عليه السلام چيو تہ هيءُ توهان جو پيءُ آدم عليه السلام آهي، ڪيس سلام ڪريو. مون ڪيس سلام ڪيو، پاڻ سلام جو جواب ڏيندي چيائين تہ نيڪ پٽ ۽ صالح نبيءَ کي مرحبا هجي. پوءِ جبرئيل عليه السلام مون کي ٻئي آسمان تي وٺي ويو. پوءِ دروازي کي کولڻ لاءِ چيائين. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيل عليه السلام آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيل عليه السلام چيو تہ هائو! فرشتن چيو تہ ڪيس مرحبا هجي، ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو. پوءِ دروازو کوليو ويو جڏهن آئون داخل ٿيس تہ اتي بہ ماسات يحيٰ ۽عيسيٰ عليهما السلام موجود هئا. مون کين سلام ڪيو ۽ انهن ٻنهي منهنجي سلام جو جواب ڏنو. ٻنهي چيو تہ صالح ڀاءُ ۽ صالح نبيءَ کي مرحبا هجي. پوءِ جبرئيل عليه السلام مون کي ٽئين آسمان تي وٺي ويو ۽ دروازو کولڻ لاءِ چيائين. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيل عليه السلام آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيل عليه السلام چيو تہ هائو! فرشتن چيو تہ ڪيس مرحبا هجي، ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو. پوءِ دروازو کوليو ويو جڏهن آئون اندر داخل ٿيس تہ اتي يوسف عليه السلام هو. جبرئيل عليه السلام چيو تہ هي يوسف عليه السلام آهي ڪيس سلام ڪريو. مون ڪيس سلام ڪيو ۽ انهيءَ سلام جو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ صالح ڀاءُ ۽ صالح نبيءَ کي مرحبا هجي. پوءِ مون کي چوٿين آسمان تي آندو ويو. دروازو کولڻ لاءِ چيو ويو. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيل عليه السلام آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيل عليه السلام چيو تہ هائو! فرشتن چيو تہ ڪيس مرحبا هجي. پوءِ ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو ۽ دوازو کوليو ويو. جڏهن اندر داخل ٿيس تہ اتي ادريس عليه السلام هو. جبرئيل عليه السلام چيو تہ هيءُ ادريس آهي، ڪيس سلام ڪريو، مون ڪيس سلام ڪيو ۽ انهيءَ منهنجي سلام جو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ صالح ڀاءُ ۽ صالح نبيءَ کي مرحبا

هجي. پوءِ مون کي پنجين آسمان تي آندو ويو ۽ دروازو کولڻ لاءِ چيو ويو. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيلؑ آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيلؑ چيو تہ هائو! فرشتن چيو تہ ڪيس مرحبا هجي پوءِ ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو. پوءِ دروازو کوليو ويو. جڏهن آئون داخل ٿيس تہ اتي هارون ؑ هو. جبرئيلؑ چيو تہ هي هارون ؑ آهي، ڪيس سلام ڪريو. مون ڪيس سلام ڪيو، انهيءَ منهنجي سلام جو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ صالح ڀاءُ ۽ صالح نبيءَ ڪي مرحبا هجي. پوءِ مون کي ڇهين آسمان تي آندو ويو ۽ دروازو کولڻ لاءِ چيو ويو. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيلؑ آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيلؑ چيو تہ هائو! فرشتي چيو تہ ڪيس مرحبا هجي پوءِ ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو ۽ دروازو کوليو ويو. آئون اندر داخل ٿيس تہ اتي موسيٰ ؑ هو. جبرئيلؑ چيو تہ هي موسيٰؑ آهي، ڪيس سلام ڪر، مون ڪيس سلام ڪيو ۽ انهيءَ منهنجي سلام جو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ صالح ڀاءُ ۽ صالح نبيءَ ڪي مرحبا هجي. جڏهن آئون اڳتي وڌيس تہ موسيٰؑ روئي ڏنو. موسيٰؑ کان پڇيو ويو تہ توکي ڪهڙي شيءِ رئاريو آهي؟ موسيٰؑ چيو تہ آئون هن ڪري روئان ٿو تہ مون کان پوءِ هڪ نوجوان کي نبي ڪري موڪليو ويو، جنهن جي امت منهنجي امت کان وڌيڪ جنت ۾ داخل ٿيندي. پوءِ جبرئيلؑ مون کي ستين آسمان تي وٺي ويو ۽ دروازو کولڻ لاءِ چيائين. پڇيو ويو تہ ڪير آهين ۽ تو سان گڏ ڪير آهي؟ جواب ڏنائين تہ آئون جبرئيلؑ آهيان ۽ مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. پڇيو ويو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيلؑ چيو تہ هائو! فرشتي چيو تہ ڪيس مرحبا هجي پوءِ ڏاڍو چڱو آهي اچڻ وارو. جڏهن ستين آسمان تي پهتس تہ اتي ابراهيمؑ نظر آيو. جبرئيل چيو تہ هيءُ تنهنجو پيءُ ابراهيمؑ آهي، ڪيس سلام ڪريو. مون ڪيس سلام ڪيو ۽ انهيءَ منهنجي سلام جو جواب ڏنو ۽ چيائين تہ صالح پٽ ۽ صالح نبيءَ ڪي مرحبا هجي. پوءِ مون کي سدرة المنتهيٰ ڏانهن آندو ويو. ڇا ٿو ڏسان تہ ان جا ٻير هجر شهر جي مٽن جيڏا آهن ۽ ان جا پن هاٿين جي ڪنن جيڏا آهن. جبرئيلؑ چيو تہ هيءَ سدرة المنتهيٰ آهي. اتي چار نهرون آهن بہ ڳجهيون ۽ بہ ظاهر. مون پڇيو تہ جبرئيلؑ! هي ڇا آهي؟ چيائين تہ هي بہ ڳجها درياءَ جنت جا آهن ۽ بہ ظاهري درياءَ نيل ۽ فرات آهن. پوءِ مون کي بيت المعمور ڏيکاريو ويو. پوءِ منهنجي لاءِ هڪ پيالو شراب جو، هڪ پيالو کير جو ۽ هڪ پيالو ماکيءَ جو آندو ويو. مون کير جو پيالو پسند ڪيو. جبرئيلؑ چيو تہ اها ئي فطرت آهي، جنهن تي تون ۽ تنهنجي امت آهي. پوءِ مون تي پنجاهہ نمازون فرض ڪيون ويون. آئون پنهنجي رب جي دربار کان روانو ٿيس تہ موسيٰ ؑ وٽان منهنجو گذر ٿيو. پڇيائين تہ توهان کي ( ڪيترين نمازن جو) حڪم ڏنو ويو آهي؟ مون چيو تہ هر ڏينهن (۽ رات) ۾ پنجاهہ نمازون فرض ٿيون آهن. موسيٰؑ چيو تہ توهان جي امت هڪ ڏينهن (۽ رات) ۾ پنجاهہ نمازون پڙهي ڪونہ سگهندي. اللّٰہ جو قسم! مون توهان کان اڳ ماڻهن کي آزمايو آهي ۽ مون بني اسرائيلؑ کي آزمايو آهي. پنهنجي رب وٽ موٽي وڃو ۽ پنهنجي امت لاءِ (نمازن ۾ ) هلڪائي جو سوال ڪريو. آئون موٽي ويس ۽ مون کي ڏهہ نمازون معاف ڪيون ويون. پوءِ موٽي موسيٰؑ وٽ پهتس تہ وري ساڳي ڳالهہ چيائين. آئون ڏٽيءَ در موٽي آيس. پوءِ اللّٰہ تعاليٰ ڏهہ نمازون معاف ڪيون. پوءِ موٽي موسيٰؑ وٽ آيس. انهيءَ وري ساڳي ڳالهہ چئي. پوءِ آئون موٽي آيس ۽ مون تان (وڌيڪ) ڏهہ نمازون گهٽ ڪيون ويون ۽ مون کي ڏينهن (۽ رات ۾ ) ڏهن نمازن جي قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. آئون موٽي موسيٰؑ وٽ آيس تہ انهيءَ وري ساڳي ڳالهہ چئي. آئون موٽي آيس ۽ مون کي هرڏينهن ۾ پنجن نمازن قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. پوءِ موٽي موسيٰؑ وٽ پهتس، انهيءَ چيو تہ ڪيترين نمازن جو

حڪم ٿيو؟ مون چيو تہ هر ڏينهن ۾ پنجن نمازن جو حڪم ٿيو آهي. چيائين تہ توهان جي امت هر ڏينهن ۾ پنج نمازون پڙهڻ جي طاقت بہ نٿي رکي. توهان کان اڳ مون ماڻهن کي آزمايو آهي، مون بني اسرائيلﷺ جو سخت تجربو ڪيو آهي. پنهنجي رب ڏانهن وري وڃو ۽ پنهنجي امت لاءِ ان ۾ هلڪائي جو سوال ڪريو. مون چيو تہ مون پنهنجي رب کان ايترا ڀيرا سوال ڪيو آهي، جو هاڻي مون کي (وڌيڪ سوال ڪندي) حياءُ ٿو ٿئي. هاڻي آئون راضي آهيان ۽ مون اهو حڪم مڃيو آهي. فرمايائون تہ: جڏهن اتان گذريس تہ اعلان ڪندڙ اعلان ڪيو تہ مون پنهنجو فرض جاري ڪيو ۽ پنهنجن ٻانهن تي هلڪائي ڪئي. (بخاري مسلم)

(٥٧١٠) ثابت بناني انس رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي لاءِ براق آندو ويو، جيڪو اڇي رنگ جو ڊگهو، خچر کان ننڍو ۽ گڏھ کان ڪجھ وڏو جانور هو. پنهنجو اڳيون قدم اتي رکي رهيو هو، جيڪا سندس نظر جي آخري جاءِ هئي. تانجو بيت المقدس پهتس. پوءِ مون ان کي انهيءَ حلقي ۾ ٻڌو، جنهن ۾ نبي سڳوراﷺ انهن کي ٻڌندا هئا. پوءِ مسجد (اقصيٰ) ۾ داخل ٿيس ۽ اتي بہ رڪعتون پڙهيم. پوءِ ٻاهر نڪتس تہ جبريل ﷺ شراب ۽ کير جا بہ پيالا پيش ڪيا. مون کير جو پيالو پسند ڪيو. جبريل ﷺ چيو تہ توهان فطرت کي پسند فرمايو. پوءِ اسان کي وٺي آسمان تي چڙهيو ۽ ساڳي حديث بيان ڪيائين. فرمايائون تہ: پوءِ آئون آدمﷺ سان مليس، جنهن مون کي مرحبا چيو ۽ خير جي دعا ڏنائين ۽ فرمايائون تہ: ٽئين آسمان تي منهنجي ملاقات يوسفﷺ سان ٿي. مون ڏٺو تہ کيس حسن جو اڌ حصو عطا ڪيو ويو آهي. انهيءَ مون کي مرحبا چيو ۽ خير جي دعا ڏنائين (راويءَ هن حديث ۾)موسىٰﷺ جي روئڻ جو ذڪر نہ ڪيو آهي. فرمايائون تہ: ستين آسمان تي مون ابراهيم ﷺ کي ڏٺو، جيڪو بيت المعمور کي ٽيڪ ڏئي وينو هو. (عبادت جي انهيءَ جاءِ ۾) هر ڏينهن ستر هزار فرشتا داخل ٿيندا آهن، پوءِ وري انهن کي ٻيهر داخل ٿيڻ جي سعادت نصيب نہ ٿيندي آهي. پوءِ مون کي سدرة المنتهىٰ تي آندو ويو. ڇاڪو ڏسان تہ ان جا پَنَ هاٿيءَ جي ڪنن جيڏا ۽ ان جا ٻير مٽن جيڏا آهن. جڏهن الله جي حڪم سان ڪا شيءِ ان ڍڪي رهي هئي تہ اهو وڻ مٽجي(اهڙوسهڻو ٿي) رهيو هو جنهن جي سهڻائپ جي صفتالله جي مخلوق مان ڪنهن لاءِ بيان ڪرڻ ممڪن نہ آهي ۽ الله مون ڏانهن وحي ڪئي جيڪا وحي ڪيائين. پوءِ هر ڏينهن رات ۾ مون تي پنجاھ نمازون فرض فرمايون ويون. جڏهن لهي موسىٰﷺ وٽ آيس تہ انهيءَ پڇيو تہ توهان جي امت تي الله ڇا فرض فرمايو آهي؟ مون چيو تہ الله منهنجي امت تي هر ڏينهن رات ۾ پنجاھ نمازون فرض فرمايون آهن. انهيءَ چيو تہ ڏٽي در واپس وڃو ۽ انهيءَ ۾ هلڪائي جو سوال ڪريو. توهان جي امت ايتريون نمازون پڙهي نہ سگهندي. بيشڪ مون بني اسرائيل کي آزمايو آهي ۽ سندن پرک ڪئي آهي. پوءِ الله تعالىٰ ۽ موسىٰ ﷺ جي وچ ۾ منهنجي اچ وڃ ٿيندي رهي، تانجو الله تعالىٰ فرمايو تہ: اهي هر ڏينهن رات ۾ پنج نمازون آهن ۽ هر نماز جو اجر ۽ ثواب ڏهن نمازن جيترو آهي. اهڙيءَ طرح اهي پنجاھ نمازون ٿيون. جنهن شخص ڪنهن نيڪيءَ جو ارادو ڪيو ۽ ان تي عمل نہ ڪيائين تہ سندس لاءِ هڪ نيڪي لکي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن انهيءَ تي عمل ڪيائين تہ سندس لاءِ ڏھ نيڪيون لکيون وڃن ٿيون ۽ جنهن شخص ڪنهن برائيءَ جو ارادو ڪيو ۽ ان تي عمل نہ ڪيائين تہ انهيءَ لاءِ ڪا بہ شيءِ نٿي لکي وڃي، پوءِ جيڪڏهن انهيءَ تي عمل ڪيائين تہ سندس لاءِ هڪ برائي لکي وڃي ٿي. فرمايائون تہ: پوءِ آئون لهي موسىٰﷺ وٽ آيس. انهيءَ چيو تہ وري پنهنجي رب وٽ واپس وڃو ۽ نمازن ۾ هلڪائيءَ جو سوال ڪريو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون چيو تہ پنهنجي رب وٽ ايترا ڀيرا موٽي ويو آهيان، هاڻي مون کي حياءُ ٿو ٿئي. (مسلم)

(٥٧١١) ابن شهاب انس ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ ابوذر ﷺ حديث بيان ڪندو هو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون مڪي ۾ هيس، منهنجي گهر جي ڇت کلي پئي، جنهن مان جبرئيل ؑ لهي آيو. پوءِ منهنجي سيني کي چيريائين ان کي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوئي علم ۽ ايمان سان ڀريل هڪ سوني ٿالي منهنجي سيني ۾ پلٽيائين ۽ منهنجي سيني کي برابر ڪري ڇڏيائين. پوءِ مون کي هٿ کان وٺي دنيا جي آسمان وٽ آيو. تڏهن جبرئيل ؑ آسمان جي دربان کي چيو تہ دروازو کول. انهيءَ چيو تہ تون ڪير آهين؟ چيائين تہ جبرئيل ؑ آهيان. چيائين تہ تو سان ٻيو بہ ڪو آهي؟ جبرئيل ؑ چيو تہ هائو! مون سان گڏ محمد ﷺ آهي. انهيءَ چيو تہ ڇا ڪيس گهرايو ويو آهي؟ جبرئيل ؑ چيو تہ هائو! پوءِ جڏهن دروازو کوليائين تہ دنيا جي آسمان تي چڙهياسون. اتي ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ شخص ويٺو آهي. سندس ساڄي پاسي بہ ماڻهن جي هڪ جماعت آهي ۽ سندس کاٻي پاسي بہ ماڻهن جي هڪ جماعت آهي. جڏهن پنهنجي ساڄي ڏسي رهيو هو تہ کلي رهيو هو ۽ جڏهن پنهنجي کاٻي ڏسي رهيو هو تہ روئي رهيو هو. پوءِ مون کي چيائين تہ ڀلي ڪري آئين نيڪ نبي! نيڪ پٽ! مون جبرئيل ؑ کي چيو تہ هي ڪير آهي؟ انهيءَ چيو تہ هيءُ آدم ؑ آهي ۽ سندس ساڄي ۽ کاٻي بہ ٽوليون سندس اولاد جي روحن جون آهن. ساڄي طرف وارا بهشتي آهن ۽ کاٻي پاسي وارا دوزخي آهن. جڏهن پنهنجي ساڄي پاسي ڏسي ٿو تہ کلي ٿو ۽ جڏهن کاٻي پاسي ڏسي ٿو تہ روئي ٿو. پوءِ مون کي ساڻ ڪري ٻئي آسمان تي چڙهيو ۽ دربان کي چيائين تہ دروازو کول ۽ ٻئي آسمان جي دربان بہ ساڳيءَ طرح سوال جواب ڪيو. انس فرمائي ٿو تہ ابوذر ﷺ آسمانن ۾ آدم ؑ، ادريس ؑ، موسيٰ ؑ ۽ عيسيٰ ؑ جي ملاقات جو ذڪر ڪيائين، پر انهن جي باري ۾ ثابت نہ ڪري سگهيو تہ سندن درجا ڪيئن هئا، سواءِ هن جي جو بيان ڪيائين تہ پاڻ ڪريم ﷺ ، آدم ؑ کي هن دنيا جي آسمان ۾ ڏٺو ۽ ابراهيم ؑ کي ڇهين آسمان ۾. ابن عباس ﷺ ۽ ابوحبہ انصاري ﷺ چوندا هئا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پوءِ مون کي مٿي نيو ويو تانجو نهايت مٿانهين هنڌ تي پهتس ۽ ان ۾ قلمن جي لکڻ جو آواز ٻڌم. انس بن مالڪ ﷺ فرمائي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو پوءِ منهنجي امت تي پنجاه نمازون فرض ڪيون ويون. جڏهن اهو حڪم وٺي موسيٰ ؑ وٽان اچي لنگهيس تہ مون کي چيائين تہ الله تعاليٰ توهان جي امت تي ڇا فرض فرمايو آهي؟ مون چيو تہ پنجاهہ نمازون فرض فرمايون آهن. انهيءَ چيو تہ پنهنجي رب وٽ موٽي وڃو، ڇاڪاڻ تہ توهان جي امت ۾ ايتري سگهہ نہ آهي. پوءِ مون کي واپس ڪيائين. تانجو ڪجهہ نمازون معاف ٿيون. پوءِ موٽي موسيٰ ؑ وٽ آيس. موسيٰ ؑ چيو تہ پنهنجي رب وٽ موٽي وڃو، ڇاڪاڻ تہ توهان جي امت ۾ ايتري سگهہ نہ آهي. پوءِ الله وٽ واپس ويس ۽ ڪجهہ نمازون معاف ٿيون. وري موسيٰ ؑ وٽ آيس. انهيءَ چيو تہ پنهنجي رب ڏانهن موٽي وڃو، ڇاڪاڻ تہ توهان جي امت ۾ ايتري سگهہ نہ آهي. وري الله ڏانهن موٽي آيس. الله پاڪ فرمايو تہ: اهي پنج پر (اجر ۾) پنجاهہ نمازون آهن. منهنجي فرمان ۾ ڪڏهن مٽا سٽا نہ ٿيندي آهي. پوءِ موسيٰ ؑ وٽ آيس. انهيءَ چيو تہ پنهنجي رب ڏانهن وري واپس وڃو. مون چيو تہ مون کي پنهنجي رب کان حياءُ ٿو ٿئي، پوءِ مون کي مٿي وٺي ويو، تانجو مون کي سدره المنتهيٰ وٽ ٻيهاريائين. جنهن کي اهڙن رنگن ڍڪي ڇڏيو هو، جو آئون نٿو ڄاڻان تہ اهي ڪهڙيون شيون آهن. پوءِ مون کي بهشت ۾ داخل ڪيو ويو، جتي موتين جا ٽنب هئا ۽ ان جي مٽي مشڪ جي هئي. (بخاري، مسلم)

(٥٧١٢) عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن کي معراج ڪرايو ويو تہ کين سدرة المنتهيٰ آندو ويو ۽ بير جو اهو وڻ ڇهين آسمان کان شروع ٿئي ٿو، زمين مان جيڪا بہ شيءِ مٿي چڙهندي آهي، سدرة المنتهيٰ تائين پهچندي آهي ۽ جيڪا شيءِ زمين تي هيٺ لاٿي ويندي آهي، سدرة المنتهيٰ تان لهندي آهي. پوءِ هيءَ آيت پڙ هيائين: جڏهن بير جي وڻ کي ڍڪيندي آهي، اها شيءِ جيڪا ڍڪيندي آهي. ابن مسعود ﷛ چوي ٿو تہ سونا پتنگڙا ان کي ڍڪيندا آهن. پوءِ رسول الله ﷺ جن کي ٽي شيون ڏنيون ويون: 1- پنجن نمازن جي فرضيت 2- سوره بقره جو آخري حصو ۽ سندن امت مان جيڪو شرڪ نہ ڪري، تنهن جي وڏن گناهن جي بخشش جو وعدو. (مسلم)

(٥٧١٣) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون پاڻ کي حجر علائقي ۾ ڏٺو ۽ قريش جا ماڻهو مون کان منهنجي معراج جي باري ۾ سوال ڪري رهيا هئا. انهن بيت المقدس جي بعض نشانين جي باري ۾ سوال ڪيو، جيڪي مون ياد نہ رکيون هيون. جنهن جي ڪري مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو، اهڙو ڏک ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو. ﷻ تعاليٰ بيت المقدس کي منهنجي سامهون آندو ۽ قريش جيڪي ڪجهہ پڇي رهيا هئا، انهيءَ کي ڏسي کين جواب ڏيندو رهيس. مون پاڻ کي نبين جي جماعت ۾ لڌو. موسيٰ ؈ بيهي نماز پڙهي رهيو هو. پاڻ ڍگهن وارن وارو شخص آهي جڻ تہ قبيلہ شنوءہ جو شخص آهي. اتي عيسيٰ ؈ بہ بيهي نماز پڙهي رهيو هو، جيڪو عروه بن مسعود ثقفي کي وڌيڪ مشابهہ آهي. اتي ئي ابراهيم ؈ بہ بيهي نماز پڙهي رهيو هو، جيڪو توهان جي هن ساٿي يعني محمد ﷺ جي وڌيڪ مشابهہ آهي. پوءِ نماز جو وقت ٿيو تہ مون کين نماز پڙهائي. نماز پڙهائي واندو ٿيس تہ هڪ چوڻ واري مون کي چيو تہ اي محمدﷺ! هي دوزخ جو داروغو آهي. کيس سلام ڪريو. مون ان ڏانهن ڌيان ڏنو تہ انهيءَ مون کان اڳ مون کي سلام ڪيو. (مسلم)

هي باب ٻئي فصل کان خالي آهي.

### ٽيون فصل

(٥٧١٤) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن قريش وارن مون کي حجر جي علائقي ۾ ڪوڙو ڪيو تہ ﷻ تعاليٰ منهنجي سامهون بيت المقدس کي ظاهر فرمايو. مون ان کي ڏسي سندن سوالن جا جواب ڏنا (يعني پار پتا ٻڌايا). (بخاري، مسلم)

## معجزن جو بيان

### پهريون فصل

(٥٧١٥) ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن اسان غار ۾ هئاسون تہ مون ڪي مشرڪن جا قدم نظر آيا، اهي اسان جي مٿان بيٺا هئا . مون چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! جيڪڏهن انهن مان ڪو هيٺ پنهنجن پيرن ڏانهن نهاريندو تہ ضرور اسان کي ڏسي وٺندو. فرمايائون تہ: " اي ابوبڪر رضي الله عنه ! تنهنجو انهن ٻن ساٿين جي باري ۾ ڪهڙو گمان آهي، جن جو ٽيون (ساٿي) الله آهي." (بخاري، مسلم)

(٥٧١٦) براءَ بن عازب پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ ابوبڪر رضي الله عنه کي چيو تہ اي ابوبڪر رضي الله عنه ! مون کي ٻڌاءِ تہ انهيءَ رات توهان سان ڇا وهيو واپريو جڏهن رسول ﷺ جن سان گڏ هئين؟ چيائين تہ اسان سڄي رات ۽ ٻئي ڏينهن جو ڪجهہ حصو هلندا رهياسون، تانجو منجهد ٿي وئي ۽ ايندڙن ويندڙن کان رستو خالي هو. ڪو بہ شخص لنگهي نہ رهيو هو. پوءِ اسان کي هڪ ڊگهي جبل جي ڇانو ڏسڻ ۾ آئي، جتي سج جي اس نہ هئي. اسان اتي لٿاسون. مون نبي ﷺ جن لاءِ پنهنجن هٿ سان اتي هڪ جاءِ ناهي تيار ڪئي تہ جيئن پاڻ سمهي سگهن ۽ ان تي هڪ ڪپڙو وڇايم ۽ عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ ! آرام فرمايو، آئون توهان جي چوڌاري نگهباني ڪريان ٿو. پاڻ ﷺ سمهي پيا ۽ آئون سندن چوڌاري نگهباني ڪرڻ لاءِ نڪتس. اتي هڪ ڌنار ايندي نظر آيو. مون کيس چيو تہ ڇا تنهنجي ٻڪرين ۾ کير آهي؟ انهيءَ چيو تہ هائو. مون چيو تہ کير ڏهندين ڇا؟ انهيءَ چيو تہ هائو! پوءِ هڪ ٻڪري پڪڙي، ڪاٺ جي پيالي ۾ کير ڏڏائين. مون هڪ ٿانءُ کنيو هو جنهن مان نبي ﷺ جن پاڻي پيئندا هئا ۽ وضو ڪندا هئا. کير کڻي نبي ﷺ جن وٽ آيس ۽ مون کي اها ڳالهہ پسند نہ آئي تہ کين جاڳايان. تانجو مون کين (ٿوري دير کان پوءِ ) جاڳندي لڌو. مون کير کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ ان ۾ پاڻي وڌو، پوءِ عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ ! پيئڻ فرمايو. پاڻ کير پيتائون تانجو آئون راضي ٿيس. پوءِ فرمايائون تہ: ڇا هلڻ جو وقت نہ ٿيو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ هائو سائين! پوءِ سج جي لڙڻ وقت سفر شروع ڪيوسون. ڇا ٿو ڏسان تہ سراقہ بن مالڪ ڳوليندي اسان وٽ پهچي ويو آهي. عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ ! اسان تہ پڪڙي وياسون.فرمايائون تہ: غم نہ ڪر، بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي. نبي ﷺ جن کيس بد دعا ڏني تہ سندس گهوڙو زمين جي اندر گپجي ويو. سراقہ چيو تہ بيشڪ آئون ڄاڻان ٿو تہ توهان مون کي بد دعا ڏني آهي. چڱو! منهنجي حق ۾ الله کان دعا گهرو تہ پوءِ جيڪو بہ هن طرف توهان جي تلاش ۾ ايندو، تنهن کي موٽائي ڇڏيندس. نبي ﷺ جن کيس دعا ڏني، پوءِ انهيءَ نجات لڌي. پوءِ جتي بہ ڪو ڪافر سراقہ کي مليو، کيس چيائين تہ توهان کي هن طرف وڃڻ جي ضرورت نہ آهي، اهڙيءَ طرح جيڪو کيس مليو، تنهن کي موٽائي ڇڏيائين. (بخاري، مسلم)

(٥٧١٧) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ عبدالله بن سلام رسول الله ﷺ جن جي اچڻ جي خبر ٻڌي. انهيءَ وقت پنهنجي نخلستان ۾ هو. اتان نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ بيشڪ توهان کان ٽن شين جي باري ۾ سوال ڪريان ٿو، جيڪي ڪنهن نبيءَ ﷺ کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي: ١- قيامت جي پهرين علامت ڪهڙي آهي؟ ٢- جنتين کي سڀ کان پهريون کاڌو ڪهڙو ملندو؟ ٣- ۽ ڪهڙو سبب آهي جو اولاد پنهنجي پيءُ يا پنهنجي ماءُ جي مهاندن تي ويندي آهي؟ فرمايائون تہ: هاڻي هاڻي مون کي جبريل عليه السلام انهن ڳالهين جي خبر ڏني آهي: ١- قيامت جي پهرين علامت هڪ باهہ آهي جيڪا ماڻهن کي اوڀر کان اولهہ ڏانهن هڪليندي ٢-جنتين جو پهريون کاڌو مڇيءَ جي جيري (جو ڪباب) آهي. ٣- جڏهن مرد جو پاڻي (يعني مني) عورت جي پاڻيءَ کان اڳرائي ڪندو آهي تہ ٻار مرد جي مهاندن تي ويندو آهي ۽ جڏهن عورت جو پاڻي (مرد جي پاڻيءَ کان) اڳرائي ڪندو آهي تہ ٻار

ماءُ جي مهاندن تي ويندو آهي. انهيءَ چيو تہ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ ﷲ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ هي تہ توهان ﷲ جا رسول آهيو. يا رسول الله ﷺ! بيشڪ يهودي بهتان باز قوم آهي ۽ جيڪڏهن منهنجي حال جي باري ۾ انهن کان پڇا ڪرڻ کان اڳ ڪين منهنجي اسلام آڻڻ جي ڄاڻ ٿيندي تہ مون تي بهتان هڻندا. غرض تہ يهودي آيا. پاڻ سڳورن فرمايو تہ: توهان ۾ عبدالله بن سلام جو ڪهڙو مقام ۽ مرتبو آهي؟ انهن چيو تہ اسان سڀني کان چڱو ۽ اسان ۾ سڀني کان چڱي جو پٽ آهي ۽ اسان جو سردار آهي ۽ اسان جي سردار جو پٽ آهي. فرمايائون تہ: ٻڌايو جيڪڏهن عبدالله بن سلام اسلام کي قبول ڪري (تہ توهان اسلام قبول ڪندا؟) انهن چيو تہ ﷲ کيس انهيءَ کان پناه ۾ رکي. پوءِ عبدالله بن سلام ٻاهر نڪري آيو ۽ چيائين تہ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ ﷲ کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ هي تہ محمد ﷺ ﷲ جو رسول آهي. تنهن تي يهودي چوڻ لڳا تہ اهو اسان مان سڀ کان خراب ۽ اسان مان سڀ کان خراب جو پٽ آهي ۽ منجهس عيب ڪڍڻ شروع ڪيائون. عبد الله بن سلام عرض ڪيو تہ اها ئي ڳالهہ آهي جنهن کان آئون ڊڄي رهيو هيس. اي الله جا رسول ﷺ! (بخاري)

(٥٧١٨) انس ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن ابوسفيان جي (لشڪر جي) اچڻ جي اسان کي خبر پهتي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کان مشورو ورتو ۽ سعد بن عباده اٿي بيٺو. انهيءَ چيو تہ يا رسول الله ﷺ! الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي جيڪڏهن توهان اسان کي حڪم فرمائيندا تہ: گهوڙن کي سمنڊ ۾ ڊوڙايون ۽ وڙهندي وڙهندي برڪ غماد تي وڃي پهچون تہ اسان ائين بہ ڪنداسون. پوءِ رسول الله ﷺ جن ماڻهن کي سڏيو (۽ ڪين گڏ ڪري) بدر نالي هنڌ تي لٿا. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هيءَ فلاڻي ڪافر جي قتل ٿيڻ جي جاءِ آهي ۽ هيءَ فلاڻي جي قتل جي جاءِ آهي ۽ زمين تي پنهنجو هٿ رکي ڏيکاريائون ۽ انهن مان ڪنهن جو لاش رسول الله ﷺ جي ٻڌايل جاءِ کان هيڏي هوڏي نہ ڪريو. (مسلم)

(٥٧١٩) ابن عباس ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن بدر جي ڏينهن تنبوءَ ۾ دعا فرمائي تہ اي ﷲ! توکان تنهنجي امان ۽ تنهنجي وعدي پوري ٿيڻ جو سوال ڪريان ٿو. اي ﷲ! جيڪڏهن گهرندين تہ اڄ کان پوءِ تنهنجي ڪڏهن عبادت نہ ڪئي ويندي. ابوبڪر ؓ هڪدم هٿن مبارڪن کي جهلي عرض ڪيو تہ بس اي ﷲ جا رسول پاڪ ايتري دعا ڪافي آهي! توهان پنهنجي رب کان دعا گهرڻ ۾ حد فرمائي. پوءِ پاڻ تنبوءَ کان ٻاهر نڪتا ۽ پنهنجي زره کي پائيندي فرمائي رهيا هئا تہ سگهوئي ڪافرن کي شڪست ڏني ويندي ۽ اهي پنيون ڦيرائي ڀڄندا. (بخاري)

(٥٧٢٠) ابن عباس کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن بدر جي ڏينهن فرمايو تہ: هي جبريل ؑ آهي، جنهن پنهنجي گهوڙي کي پيشانيءَ کان پڪڙيو آهي، جنهن تي جنگي هٿيار آهن. (بخاري)

(٥٧٢١) ابن عباس ؓ کان روايت آهي تہ هڪ مسلمان مجاهد بدر جي ڏينهن ڪنهن مشرڪ جي ڪڍ پيو. اجا حملي ڪرڻ جو ارادو مس ڪيائين تہ مشرڪ کي ڦٽڪو لڳڻ جو آواز ٻڌائين، تانجو اهو پنيءَ پر ڪري پيو. مشرڪ کي ڏٺائين تہ سندس نڪ تي نشان هو ۽ سندس منهن ڦاٽل هو، جنهن جاءِ تي کيس ڦٽڪو لڳو هو، اها سائي ٿي چڪي هئي. انهيءَ انصاري رسول الله ﷺ جن کي پورو قصو عرض ڪري ٻڌايو. فرمايائون تہ: تون سچ

چوين ٿو. اها ٽئين آسمان جي فرشتن جي مدد هئي، پوءِ (بدر جي جنگ ۾) مسلمانن ستر ڪافرن کي قتل ڪيو ۽ ستر کي قيدي بڻايو. (مسلم)

(٥٧٢٢) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون احد جي ڏينهن رسول الله ﷺ جن جي ساڄي ۽ کابي پاسي اڇن ڪپڙن وارا بہ ماڻهو ڏٺا، جيڪي وڏي بهادريءَ سان وڙهي رهيا هئا. مون انهن ٻنهي کي نہ ان کان اڳ ڏٺو هو ۽ نہ ان کان پوءِ ڏٺو. يعني جبريل عليه السلام ۽ ميڪائيل عليه السلام کي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٢٣) براءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ جماعت کي ابو رافع ڏانهن موڪليو. عبدالله بن عتيڪ ابو رافع جي گهر ۾ رات جي وقت داخل ٿيو ۽ کيس ننڊ جي حالت ۾ قتل ڪيائين. عبدالله بن عتيڪ چوي ٿو تہ مون پنهنجي تلوار سندس پيٽ تي مس رکي، تانجو ڏسندي ئي ڏسندي سندس پٺيءَ مان نڪري وئي. جڏهن مون کي پڪ ٿي تہ مون کيس ماري ڇڏيو آهي تہ دروازو کوليم ۽ اتان ڏاڪڻ تي پهتس ۽ مون پنهنجو پير ان تي رکيو. آئون چانڊوڪي رات ۾ ڏاڪڻ تان ڪري پيس ۽ منهنجي پني ڀڄي پئي، جنهن کي پڳڙي ڦاڙي ٻڌي ڇڏيم. پوءِ پنهنجن ساٿين وٽ آيس ۽ نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون نبي ﷺ جن کي پورو قصو بيان ڪري ٻڌايو. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: پنهنجي پير کي ڦهلاءِ. مون پنهنجو پير ڦهلايو پاڻ ڪريمن ﷺ پنهنجو هٿ منهنجي پير تي ڦيرايو. پوءِ منهنجو پير نيڪ ٿي ويو، ڄڻ تہ منجهس ڪا تڪليف ئي نہ هئي. (بخاري)

(٥٧٢٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان (مديني جي حفاظت لاءِ ان جي چوڌاري) کاهي کوٽي رهيا هئاسون تہ هڪ سخت ٽڪري ظاهر ٿي. نبي ﷺ جن آيا تہ عرض ڪيائون تہ هڪ سخت ٽڪري رڪاوٽ ٿي آهي. فرمايائون تہ: آئون پاڻ ٿو ان کي ٽوڙيان. پوءِ اٿي بيٺا ۽ سندن پيٽ مبارڪ سان پٿر ٻڌل هو. ٽن ڏينهن کان کاڌو نصيب نہ ٿيو هو. نبي ﷺ جن انهيءَ پٿر جي ٽڪريءَ کي ٽيڪم وهائي ڪڍيو تہ اها مٽيءَ جو دڙو ٿي وئي. مون رسول الله ﷺ جن کي بکايل ڏٺو تہ گهر واريءَ وٽ اچي پڇا ڪيم تہ ڇا تو وٽ (کائڻ جي) ڪا شيءِ آهي؟ چو تہ نبي ﷺ جن کي سخت بکايل ڏٺو اٿم. انهيءَ هڪ ٻوتري ڪڍي، جنهن ۾ جَوَن جو ٽويو هو ۽ اسان وٽ هڪ ڇيلو بہ هو، جيڪو مون ذبح ڪيو ۽ گهر واري جَوَن کي پيهڻ ۾ لڳي وئي. آئون فارغ ٿيس تہ اها بہ فارغ ٿي. مون ٻوٽيون ڪري گوشت هنديءَ ۾ وڌيو. پوءِ رسول الله ﷺ جن وٽ آيس. گهر واريءَ چيو تہ مون کي رسول الله ﷺ ۽ سندن ساٿين جي آڏو لڄي نہ ڪجانءِ. مون خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي رازداريءَ سان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان هڪ ڇيلو ذبح ڪيو آهي ۽ هڪ ٽويو جَوَن جو اٽو پچايو آهي. توهان ۽ توهان جا ڪجھ ساٿي دعوت کائڻ لاءِ هلن. رسول الله ﷺ جن اعلان فرمايو تہ: " کاهي کوٽڻ وارؤ! اچو جابر توهان لاءِ دعوت جو انتظام ڪيو آهي." مون کي حڪم فرمايائون تہ: جيستائين آئون نہ اچان تيستائين ديڳڙي چلهي تان نہ لاهجو ۽ ماني پچائڻ شروع نہ ڪجو. اچا گهر مسَ پهتس تہ پاڻ سڳورا ﷺ ماڻهن سميت پهچي ويا. منهنجي گهر واريءَ کي جيڪي ڪجھ چوڻو هو، انهيءَ مون کي چيو. چيومانس تہ جيئن تو چيو، تيئن مون ڪيو. پوءِ انهيءَ ڳوهيل اٽو ڪڍيو. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي منهن جو لعاب منجهس وجهي برڪت جي دعا گهري. پوءِ هنديءَ وٽ آيا ۽ ان ۾ لعاب وجهي برڪت جي دعا گهري حڪم فرمايائون تہ: ماني پچائيندڙ کي سڏ ڪر اها

ماني پچائي ۽ تون ديگڙيءَ مان ٻوڙ ڪيندو وڃ، پر چلهه تان هنديءَ هيٺ نه لاهجو. اصحابي سڀ گورا هڪ هزار هئا. ﷲ جو قسم اسان سڀني کائي ڍؤ ڪيو، تڏهن به کاڌو بچي پيو. هنديءَ به ساڳيءَ طرح پريل هئي. اٽو به جيئن جو تيئن بچي پيو. (بخاري، مسلم)

(٥٧٢٥) ابوقتاده رضي الله عنه کان روايت آهي ته جڏهن اصحابي سڀ گورا کاهي کوٽي رهيا هئا ته رسول الله ﷺ جن عمار بن ياسر جي مٿي تي هٿ ڦيرائيندا رهيا ۽ فرمائيندا رهيا ته اي سميه جا محنتي پٽ! تو کي هڪ باغي جماعت قتل ڪندي. (مسلم)

(٥٧٢٦) سليمان بن صرد کان روايت آهي ته جڏهن (جنگ احزاب ۾) ڪافرن جا ٽولا ڇڙوڇڙ ٿي ويا ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: هاڻي اسان انهن تي حملو ڪنداسون، اهي اسان تي حملو نه ڪندا ۽ اسان انهن تي ڪاهه ڪنداسون. (بخاري)

(٥٧٢٧) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جنگ خندق کان موٽيا ۽ هٿيار لاٿائون ۽ غسل فرمايائون ته: وٽن جبريل عليه السلام آيو، جيڪو پنهنجي مٿي تان مٽي ڇنڊي رهيو هو. انهيءَ چيو ته توهان ته هٿيار لاهي ڇڏيا، ﷲ جو قسم! مون ته اجا هٿيار نه لاٿا آهن. هنن ڏانهن نڪرو. نبي ﷺ جن فرمايو ته: ڪنهن ڏانهن؟ جبريل عليه السلام بنوقريظه ڏانهن اشارو ڪيو. پوءِ نبي ﷺ جن انهن ڏانهن نڪتا. (بخاري، مسلم) بخاري جي هڪ روايت مطابق انس رضي الله عنه چوي ٿو ته ڄڻ ته آءٌ انهيءَ مٽيءَ جي دز ڏانهن ڏسي رهيو آهيان، جيڪا بنو غنم جي سوارن جي گهٽيءَ مان اڏري رهي هئي ۽ اها جبريل عليه السلام جي قافلي جي دز هئي، جڏهن پاڻ بنوقريظه (کي فتح ڪرڻ) لاءِ روانا ٿيا هئا.

(٥٧٢٨) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته حديبيه جي ڏينهن ۾ ماڻهن کي سخت اڃ ورايو. رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ ٿانوَ هو. پاڻ ﷺ انهيءَ مان وضو ڪيائون. ايتري ۾ ماڻهو خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا. عرض ڪيائون ته اسان وٽ وضو ڪرڻ ۽ پيئڻ لاءِ توهان جي هن ٿانوَ جي پاڻيءَ کان سواءِ ڪجهه نه آهي. پاڻ پنهنجو هٿ انهيءَ ٿانوَ ۾ وڌائون ته پاڻي سندن آڱرين مان چشمن وانگر ڦوهارا ڪري نڪتو. فرمائي ٿو ته پوءِ اسان انهيءَ مان پيتو ۽ وضو ڪيوسون. جابر کان پڇيو ويو ته توهان ڪيترا ڄڻا هئا؟ چيائين ته جيڪڏهن هڪ لک به هجون ها تڏهن به پاڻي پورو ٿئي ها پر اسان پندره سؤ هئاسون. (بخاري مسلم)
(٥٧٢٩) براءَ بن عازب کان روايت آهي ته اسان حديبيه ۾ چوڏهن سؤ هئاسون. اتان جي کوهه مان پاڻي ڇڪي ڪڍيوسون تانجو منجهس هڪ قطرو به باقي نه ڇڏيوسون. اها ڳالهه نبي ﷺ جن کي معلوم ٿي، پاڻ ﷺ اتي آيا ۽ کوهه جي ٻني تي ويهي پاڻيءَ جو ٿانو طلب ڪيائون، پوءِ ان سان وضو ڪيائون ۽ گرڙي ڪيائون ته (برڪت جي) دعا ڪيائون ۽ گرڙيءَ جو پاڻي کوهه ۾ اڇلايائون. پوءِ فرمايائون ته: ان کي گهڙي سوا ڇڏي ڏيو. پوءِ ماڻهن ڍؤ ڪري پاڻي پيتو ۽ پنهنجي جانورن کي پياريائون، تانجو اتان روانا ٿياسون. (بخاري)

(٥٧٣٠) عوف ابو رجاءَ کان، اهو عمران بن حصين ﷛ کان روايت ڪري ٿو تہ اسان هڪ سفر ۾ نبي ﷺ جن سان گڏ هئاسون. ماڻهن اڃ جي شڪايت ڪئي. پاڻ هڪ هنڌ منزل ڪيائون ۽ ابورجاءَ ﷛ نالي هڪ شخص کي طلب فرمايائون، جنهن جو نالو راوي عوف کان وسري ويو ۽ علي ﷛ کي بہ سڏ ڪيائون. فرمايائون تہ: توهان ٻئي وڃو ۽ پاڻي ڳوليو. اهي روانا ٿيا. انهن هڪ عورت ڏٺي، جيڪا (اٺ تي) ٻن مشڪن جي وچ ۾ ويٺي هئي، پوءِ کيس ﷲ جي نبي ﷺ وٽ آندائون ۽ کيس سندس اٺ کان هيٺ لاٿو ويو ۽ نبي ﷺ جن ٿانو گهرائي، منجهس ڪجهہ پاڻي وڌو ۽ ماڻهن ۾ اعلان ڪيو ويو تہ پاڻي پيئو ۽ (پنهنجن جانورن کي) پياريو. اسان پاڻي پيتو، اسان انهيءَ وقت چاليهہ ڄڻا هئاسون. ڍؤ ڪري پاڻي پيتوسون ۽ پنهنجون مشڪون ۽ ٿانوَ پڻ ڀرياسون. ﷲ جو قسم! جڏهن انهيءَ عورت وٽان روانا ٿياسون تہ اسان کي محسوس ٿي رهيو هو تہ سندس ٻئي مشڪون اڳي کان وڌيڪ ڀريل آهن. (بخاري، مسلم)

(٥٧٣١)جابر ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان هلياسون تانجو هڪ ڪشادي ماٿريءَ ۾ منزل ڪئي سون. پاڻ پنهنجي حاجت پوري ڪرڻ لاءِ نڪري ويا. اتي ستر ڪرڻ لاءِ ڪا شيءِ موجود نہ هئي. ڇاتا ڏسن تہ انهيءَ ماٿريءَ جي ڪنارن تي بہ وڻ آهن جن مان هڪ وڻ جي ٽاريءَ کي پڪڙي فرمايائون تہ: ﷲ جي حڪم سان منهنجي فرمانبردار ٿيءُ (ايتري ڳالهہ ٻڌندي ئي) اهو وڻ ائين سندن فرمانبردار ٿي آيو، جيئن ڪو اٺ هجي، جنهن کي نڪ ۾ نڪيل پيل هجي ۽ ان جو ڪاهيندڙ کيس ڪاهي هلي. پوءِ ٻئي وڻ وٽ آيا ۽ ان جي ٽاريءَ کي پڪڙي فرمايائون تہ: تون بہ منهنجو فرمانبردار ٿيءُ ۽ مون تي پردو ڪر. انهيءَ بہ سندن تابعداري ڪئي. جڏهن ٻنهي جي وچ ۾ ٿيا تہ فرمايائون تہ: ﷲ جي حڪم سان مون کي ڍڪي ڇڏيو. پوءِ ٻنهي کين ڍڪي ورتو. جابر﷛ چوي ٿو تہ آئون ويهي پنهنجي دل ۾ ڪجهہ سوچي رهيو هيس، ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسان تہ رسول الله ﷺ جن اچي رهيا آهن ۽ اهي ٻئي وڻ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڃي بيهي رهيا. (مسلم)

(٥٧٣٢) يزيد بن ابي عبيد چوي ٿو تہ مون سلمہ بن اڪوع ﷛ جي پنيءَ ۾ ڌڪ جو هڪ نشان ڏٺو. مون پڇيو تہ اي ابوسلمہ! هي ڇاجو زخم آهي؟ چيائين تہ خيبر جي ڏينهن مون کي اهو زخم ٿيو هو. ماڻهن چوڻ شروع ڪيو تہ ابوسلمہ ﷛ زخمي ٿي پيو آهي. آئون نبي ﷺ جن وٽ آيس، پاڻ ان تي ٽي ڀيرا دم ڪيائون، جنهن کان پوءِ اڄ تائين وري مون کي تڪليف نہ ٿي آهي. (بخاري)

(٥٧٣٣) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ماڻهن کي زيد بن حارثہ ۽ جعفر بن ابي طالب ۽ عبدالله بن رواحہ جي شهادت جي باري ۾ (محاذ جنگ تان) خبر اچڻ کان اڳ ۾ خبر ڏني. فرمايائون تہ: زيد ﷛ جهنڊي کي ورتو، پوءِ شهيد ٿي ويو. پوءِ جعفر﷛ جهنڊي کي ورتو ۽ اهو بہ شهيد ٿي ويو. پوءِ عبدالله بن رواحہ ﷛ جهنڊي کي ورتو ۽ اهو بہ شهيد ٿي ويو. سندن اکيون مبارڪ ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. (۽ فرمايائون تہ:) تانجو جهنڊي کي ﷲ جي تلوارن مان هڪ تلوار يعني خالد بن وليد ﷛ ورتو، تانجو ﷲ تعاليٰ مسلمانن کي فتح ڏني. (بخاري)

(٥٧٣٤) عباس ﷛ کان روايت آهي تہ حنين جي ڏينهن آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏ هيس. (جنگ دوران) آئون ۽ ابوسفيان بن حارث پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هئاسون ۽ کانئن جدا نہ ٿياسون. رسول الله ﷺ جن پنهنجي اڇي خچر تي هئا. جڏهن مسلمانن ۽ مشرڪن ۾ مقابلو شروع ٿيو تہ مسلمان پوئتي هٽڻ لڳا. رسول الله ﷺ جن پنهنجي خچر کي ڪافرن ڏانهن وڌڻ لاءِ ڪڙيون هنيون. آئون رسول الله ﷺ جن جي خچر جي لغام کي وٺي هلي رهيو هيس، جيئن تيز نہ ڊوڙي ۽ ابوسفيان بن حارث، رسول الله ﷺ جن جي رڪاب کي پڪڙي هلي رهيو هو. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي عباس! ٻبر جي وڻ هيٺان بيعت رضوان وارن کي سڏ ڪر. عباس بلند آواز ماڻهو هو. (پاڻ فرمائي ٿو تہ) پوءِ مون بلند آواز سان پڪارڻ شروع ڪيو تہ ٻبر جي وڻ هيٺان بيعت رضوان وارا ڪٿي آهن؟ الله جو قسم! جڏهن انهن منهنجو سڏ ٻڌو تہ اهي ڊوڙندا واپس آيا، جيئن ڳئون پنهنجي ڦر ڏانهن ايندي آهي. انهن جواب ڏنو تہ اسان حاضر آهيون، اسان حاضر آهيون. پوءِ مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ جنگ شروع ٿي. انصارن کي پڪاريو ويو تہ اي انصارن جا گروهہ! اي انصارن جا گروهہ! ۽ بنو حارث بن خزرج کي بہ پڪاريو ويو. رسول الله ﷺ جن خچر تان ڪَرَ ڪڍي سندن ويڙهہ ڏسي فرمايو تہ: هاڻي جنگ جو تنور گرم ٿي چڪو آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن ڪجهہ پٿريون ڪڍي ڪافرن ڏانهن اڇلايون ۽ فرمايائون تہ: محمد ﷺ جي رب جو قسم! اهي شڪست کائي چڪا. جائزو وٺڻ لاءِ آئون اڳتي وڌيس، ڏٺم تہ جنگ اجا ساڳئي حال تي آهي، پر جيئن جو رسول الله ﷺ جن انهن ڏانهن پٿريون اڇلايون، الله جو قسم! مون ڏٺو تہ سندن سموري طاقت شڪست ۾ تبديل ٿي رهي آهي. پوءِ ڪافر بازي هارائڻ لڳا. (مسلم)

(٥٧٣٥) ابو اسحاق تابعي کان روايت آهي تہ براءَ بن عازب وٽ هڪ شخص آيو، چوڻ لڳو تہ اي عماره جا پيءُ! ڇا توهان حنين جي ڏينهن جنگ کان پٺي ڏيئي ڀڳا هئا؟ چيائين تہ الله جو قسم! رسول الله ﷺ جن هرگز جنگ کان نہ ڀڳا هئا، البتہ سندن ڪي جوان ساٿي جن وٽ هٿيار ڪافي نہ هئا، اهي ڀڳا هئا. سندن مقابلو تير اڇلائيندڙ هڪ قوم سان ٿيو، جن جو تير ڪڏهن نہ گسندو هو. انهيءَ وقت رسول الله ﷺ انهن ڏانهن متوجہ ٿيا. پاڻ ﷺ اڇي خچر تي هئا ۽ ابوسفيان بن حارث سندن اڳيان هلي رهيو هو. پاڻ سڳورا ﷺ سواريءَ تان هيٺ لٿا، الله کان مدد جو سوال ڪيائون ۽ هيءُ شعر پڙهيائون: آئون نبي آهيان، اها ڳالهہ ڪوڙي نہ آهي. آئون عبدالمطلب جو پٽ آهيان. پوءِ پاڻ ﷺ انهن (مسلمانن) جي صف بندي ڪيائون (مسلم) بخاريءَ ۾ بہ ساڳيو مضمون موجود آهي ۽ سندن هڪ روايت ۾ آهي تہ الله جو قسم! جڏهن جنگ سخت ٿيندي هئي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ اچي پناه وٺندا هئاسون ۽ بيشڪ اسان مان جيڪو وڌيڪ بهادر هوندو هو، سو نبي ﷺ جن سان گڏ بيهندو هو.

(٥٧٣٦) سلمہ بن اڪوع ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ حنين جي جنگ تي نڪتاسون تہ رسول الله ﷺ جن جي ڪن ساٿين پٺي ڦيرائي. جڏهن (ڪافرن) رسول الله ﷺ جن کي پنهنجي گهيري ۾ آندو تہ پاڻ ﷺ پنهنجي خچر تان هيٺ لٿا، پوءِ زمين تان مٽيءَ جي لپ ڪڍي انهن جي منهن ڏانهن اڇلايائون. پوءِ فرمايائون تہ: سندن منهن ڪارو ٿئي. پوءِ انهن مان جيڪو بہ انسان هو انهيءَ مٽيءَ جي مٺ سان سندن اکيون پرجي چڪيون هيون. پوءِ اهي منهن ڦيرائي ڀڳا. الله انهن کي شڪست ڏني ۽ انهن جون غنيمتون رسول الله ﷺ جن مسلمانن ۾ ورهايون (مسلم)

(٥٧٣٧) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان حنين ۾ جنگ لاءِ نڪتاسون. پاڻ ڪريمنﷺ هڪ شخص جي باري ۾، جيڪو اسلام جي دعويٰ ڪري رهيو هو، فرمايو تہ: اهو دوزخي آهي، جڏهن چتي ويڙهہ شروع ٿي تہ انهيءَ شخص جنگ ۾ وڏي بهادري ڏيکاري تانجو سندس جسم ڪافي زخمي ٿي پيو. هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ عرض ٻڌو! جنهن شخص کي توهان دوزخي فرمايو آهي انهيءَ تہ اللہ جي واٽ ۾ ڏاڍي بهادريءَ سان جنگ ڪئي آهي ۽ زخم بہ ڏاڍا لڳا اٿس(پوءِ اهو دوخي ڪيئن ٿيو؟) پاڻﷺ فرمايائون تہ: ويساهہ رکو تہ اهو دوزخي آهي. سندس حالت جي باري ۾ ڪي ماڻهو ٻڌ تر ۾ هئا. خير جڏهن سندس زخم گهڻا وڌي ويا، تہ پنهنجو هڪ تير ڪڍي، سيني ۾ چيوئي پنهنجو انت آندائين. تڏهن ڪي مسلمانَ رسول اللهﷺ جن وٽ ڊوڙندا آيا ۽ عرض ڪيائون تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! اللہ توهان جي ڳالهہ کي سچو ثابت فرمايو. انهيءَ فلاڻي شخص آپگهات ڪري ڇڏيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اللہ وڏو آهي. بيشڪ آئون گواهي ڏيان ٿو تہ آئون اللہ جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهيان. اي بلال ﷺ! اٿ ۽ اعلان ڪر تہ جنت ۾ رڳو مؤمن ئي داخل ٿيندو ۽ هي تہ بيشڪ اللہ هن دين کي فاسق، فاجر ماڻهو جي ذريعي بہ زور وٺائيندو آهي. (بخاري)

(٥٧٣٨) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن تي جادو ڪيو ويو تانجو کين محسوس ٿيندو هو تہ ڪو ڪم ڪيو اٿن، حالانڪ اهو نہ ڪندا هئا تانجو جڏهن هڪ رات مون وٽ هئا، اللہ کان دعا گهريائون، وري دعا گهريائون. پوءِ فرمايائون تہ: ڇا توکي خبر آهي تہ اي عائشہﷺ! جنهن بيماريءَ کان مون دعا گهري آهي، بيشڪ ان کان اللہ تعاليٰ مون کي شفا ڏني آهي. مون وٽ بہ ڄڻا آيا، هڪ منهنجي مٿن کان ۽ ٻيو منهنجي پيرن کان ويٺو. هڪ پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ هن شخص کي ڪهڙي تڪليف آهي؟ سندس ساٿيءَ جواب ڏنو تہ مٿس جادو ڪيو ويو آهي. پهرين پڇيو تہ مٿس ڪنهن جادو ڪيو آهي؟ ٻئي چيو تہ لبيد بن اعصم يهوديءَ جادو ڪيو آهي. پهرئين چيو تہ جادو ڇاڻ ڪيو اٿس. ٻئي چيو تہ ڦڻي ۽ ڦڻي ڏيڻ وقت ڪريل وارن ۽ نرکجيءَ جي گشي ۾. پهرئين پڇيو تہ اهو جادو ڪٿي پوريل آهي. ٻئي چيو تہ ذروان جي کوه ۾. پوءِ پاڻ ڪجهہ اصحابين کي ساڻ ڪري اتي پهتا، فرمايائون تہ: اهو ئي آهي اهو کوهہ، جيڪو مون کي (خواب ۾) ڏيکاريو ويو آهي، جنهن جي پاڻيءَ جو رنگ مهنديءَ جي رنگ جهڙو هو. کجيءَ جا پوٽا ڄڻ تہ شيطان جا مٿا آهن. پوءِ انهن شين کي ڪيرايو. (بخاري مسلم)

(٥٧٣٩) ابوسعيد خدريءَ کان روايت آهي تہ هن دوران جو اسان رسول الله ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون ۽ پاڻﷺ مال غنيمت ورهائي رهيا هئا، وٽن بنوتميم جو هڪ شخص ذوالخويصره آيو. چوڻ لڳو تہ اي اللہ جا رسولﷺ! انصاف ڪريو. فرمايائون تہ: تنهنجي لاءِ خرابي هجي جيڪڏهن آئون بہ انصاف نہ ڪندس تہ پوءِ ڪير انصاف ڪندو؟ تون ناڪام ۽ نامراد ٿيندين، جيڪڏهن آئون انصاف نہ ڪريان. عمرﷺ عرض ڪيو تہ مون کي اجازت ڏيو تہ سندس سسي لاهيان. فرمايائون تہ: ڇڏي ڏيس، سندس ڪي ساٿي آهن، جن جي نماز جي پيٺ ۾ ۽ سندن روزن جي پيٺ ۾ توهان پنهنجي نماز ۽ روزي کي گهٽ سمجهندا. قرآن پڙهندا پر قرآن سندن نڙين کان هيٺ نہ لهندو. دين مان ائين نڪرندا جيئن تير شڪار مان نڪري پار ٿي ويندو آهي. تير اڇلائيندڙ تير کي ڪٽي ڏسي تہ ان جي ڇهنب ۾ رت يا ڇيڻي کان سواءِ ڪجهہ نہ لهي. انهن ۾ ڪاري رنگ جو هڪ شخص پيدا ٿيندو جنهن جي

هڪ ٻانهن ۾ هٿ جي بجاءِ عورت جي ٻبي وانگر گوشت جو اپريل ٽڪر هوندو، جيڪو ٿڙڪندو رهندو. سڀ کان ڀلاري ٽوليءَ سان سان اهي جنگ ڪندا. ابوسعيد چوي ٿو ته آئون گواهي ڏيان ٿو ته مون رسول الله ﷺ جن کان اها حديث ٻڌي ۽ اها بہ گواهي ڏيان ٿو تہ علي بن ابي طالب انهن کي (جنگ نهروان ۾ ) قتل ڪيو. جنگ ختم ٿي تہ علي رضي الله عنه حڪم ڪيو تہ وجي مٿين صفت واري شخص کي ڳولهيو. ڪيس ڳولهي، سندن لاش آندو ويو تانجو مون منجهس اها صفت لڌي، جيڪا رسول الله ﷺ جن بيان فرمائي. هڪ روايت مطابق هڪ شخص آيو، جنهن جون اکيون اندر ڌنسيل هيون. سندس پيشاني بلند ۽ ڏاڙهيءَ جا وار گهاٽا هئا. سندس ڳل اپريل هئا، مٿو ڪوڙيل هيس. اچي چوڻ لڳو تہ اي محمد ﷺ الله جو خوف ڪر! پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: جيڪڏهن آئون بہ الله جي اطاعت نہ ڪريان تہ پوءِ ڪير سندس اطاعت ڪندو. حالانڪ الله تعاليٰ مون کي زمين وارن تي امانتدار ڪري موڪليو آهي پر توهان مون کي امانتدار نٿا سمجهو. هڪ شخص سندس قتل جي اجازت گهري. پاڻ ﷺ ڪيس منع فرمايائون. جڏهن پنيرو ٿي هليو پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: هن شخص مان اهڙو نسل پيدا ٿيندو جيڪي قرآن پڙهندا، مگر قرآن سندن نڙيءَ کان هيٺ نہ لهندو. اسلام مان ائين نڪري ويندا جيئن تير شڪار مان نڪرندو آهي. مسلمانن سان وڙهندا ۽ بت پرستن کي ڇڏي ڏيندا. جيڪڏهن مون انهن کي لڌو تہ ضرور کين قوم عاد وانگر قتل ڪندس. (بخاري، مسلم)

(٥٧٤٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ منهنجي ماءُ مشرڪياڻي هئي. هڪ ڏينهن مون ڪيس اسلام جي دعوت ڏني تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جي شان ۾ اهڙي ڳالهہ چئي جيڪا مون کي ڏاڍي ڏکي لڳي. آئون ڊوڙندو رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ۽ عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول ﷺ! دعا ڪريو تہ الله ابوهريره جي ماءُ کي هدايت نصيب فرمائي. پاڻ ﷺ دعا ڪيائون تہ اي الله! ابوهريره جي ماءُ کي هدايت ڪر. ابوهريره رضي الله عنه چوي ٿو تہ آئون ڏاڍو خوش ٿيس ۽ گهر موٽي آيس. گهر جو دروازو بند هو ۽ منهنجي ماءُ منهنجن پيرن جو آواز ٻڌي چڪي هئي. مون کي چيائين تہ اي ابوهريره! ٿورو ترس! مون پاڻيءَ جي ڪرڻ جو آواز ٻڌو منهنجي ماءُ غسل ڪيو ۽ پنهنجو ڪرتو پاتائين ۽ چادر ويڙهيائين پوءِ دروازو کوليائين ۽ چيائين تہ اي ابوهريره! شاهدي ڏيان ٿي تہ الله کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي ۽ شاهدي ڏيان ٿي تہ محمد ﷺ ﷺ جو ٻانهو ۽ رسول آهي. آئون خوشيءَ وچان روئيندي رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ۽ اها ڳالهہ عرض ڪيم. پاڻ ﷺ الله جي تعريف ڪيائون ۽ چڱي ڳالهہ چيائون. (مسلم)

(٥٧٤١) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ توهان چوندا آهيو تہ ابوهريره نبي ﷺ جون حديثون گهڻيون بيان ڪري ٿو. جيڪڏهن آئون ڪوڙ ڳالهايان تہ الله مون کان حساب وٺندو. منهنجا مهاجر ڀائر تجارت ۾ ۽ منهنجا انصاري ڀائر پوک جي ڪم ڪار ۾ رڌل هوندا آهن ۽ آئون مسڪين ماڻهو هيس ۽ هميشہ پنهنجو پيٽ ڀرڻ لاءِ رسول الله ﷺ جن سان گڏ رهندو آهيان. هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن آئون ڳالهايان تہ توهان مان جيڪو پنهنجو ڪپڙو ڪشادو ڪري ويهندو، تانجو جڏهن آئون ڳالهہ پوري ڪريان تہ ان ڪپڙي کي پنهنجي سيني سان لائي تہ ان کان ڪڏهن بہ منهنجي حديث نہ وسرندي. پوءِ مون پنهنجي چادر کولي ان کان سواءِ منهنجي جسم تي ڪو ڪپڙو نہ هو، تانجو نبي ﷺ جن پنهنجي ڳالهہ کي پورو ڪيو. پوءِ ان کي مون پنهنجي سيني سان

ويڙهي ڇڏيو. قسم آهي الله جو جنهن نبي ڪريم ﷺ کي حق سان موڪليو آهي، ان کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين مون ڪڏهن ڪا حديث نہ وساري آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٤٢) جرير بن عبدالله رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: ڇا (يمنين جي بت خانہ) ذي **الخلصه** کي (ڊاهي) مون کي راحت نہ رسائيندين؟ مون چيو تہ هائو! آئون گهوڙي تي سواري ڪري نہ سگهندو هيس. مون اها ڳالهہ نبي ﷺ جن سان ذڪر ڪئي. پاڻ منهنجي سيني تي هٿ هنيائون، تانجو مون سندن هٿ مبارڪ جو نشان پنهنجي سيني تي ڏٺو ۽ فرمايائون تہ: اي الله! هن کي ثابت قدم رک ۽ کيس هدايت ڏيکاريندڙ ۽ هدايت تي هلندڙ ڪر! جرير چوي ٿو تہ سندن دعا کان پوءِ آئون ڪڏهن گهوڙي تان نہ ڪريو آهيان. جرير ڏيڍ سؤ سوارن کي ساڻ ڪري احمس ويو ۽ ذي **الخلصه** کي ڊاهي باهہ ۾ ساڙي ڇڏيائين. (بخاري، مسلم)

(٥٧٤٣) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن جي وحي لکندو هو، پوءِ اسلام کان ڦري ويو ۽ مشرڪن سان ملي ويو. نبي ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ: بيشڪ زمين سندس لاش کي قبول نہ ڪندي. پوءِ مون کي ابو طلحہ خبر ڏني تہ جنهن سرزمين تي اهو شخص مئو هو، پاڻ اتي ويو، اتي سندس لاش کي ٻاهر پيل ڏٺائين. پڇيائين تہ هن شخص جو اهو حال ڇو ٿيو آهي؟ ماڻهن چيو تہ اسان ان کي ڪيترا ڀيرا دفن ڪيو آهي، پر زمين ان کي قبول نہ ڪيو، يعني ڪيڏي ٻاهر اڇلائي ڇڏيو. (بخاري، مسلم)

(٥٧٤٤) ابو ايوب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سج لهڻ وقت نڪتا تہ هڪ آواز ٻڌائون. فرمايائون تہ: يهودين کي پنهنجي قبرن ۾ عذاب ٿو ڪيو وڃي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٤٥) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ سفر کان موٽيا، جڏهن مديني جي ويجهو پهتا تہ هڪ تيز هوا گهلي، ويجهو هو تہ اها هوا سوار کي دفن ڪري ڇڏي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: اها هوا هڪ منافق جي مرڻ وقت موڪلي وئي آهي. جڏهن مديني ۾ داخل ٿيا تہ منافقن جو هڪ سردار مري چڪو هو. (مسلم)

(٥٧٤٦) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن سان گڏ عسفان پهتاسون. پاڻ ﷺ ڪجهہ راتيون اتي ترسيا. ماڻهن چيو تہ هتي ترسڻ ۾ ڪهڙو فائدو آهي. بيشڪ اسان جا ٻار ٻچا پوئتي آهن، جن جي حفاظت جي باري ۾ اسان کي ڪو ويساهہ نہ آهي. اها ڳالهہ نبي ﷺ جن تائين پهتي. فرمايائون تہ: الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، مديني ۾ جيڪو بہ گهٽ يا جيڪو بہ لَڪ آهي، انهن مان هر هڪ تي ٻہ فرشتا ان جي حفاظت لاءِ مقرر آهن تانجو توهان مديني ۾ واپس پهچو. پوءِ فرمايائون تہ: مديني ۾ واپس موٽو، پوءِ اسان مديني ڏانهن ڪوچ ڪئي ۽ مديني پهتاسون. قسم آهي انهيءَ الله جو جنهن جو قسم کنيو ويندو آهي، اسان اڃا پنهنجو سامان مس لاٿو تہ عبدالله بن غطفان جي پٽن اسان تي چڙهائي ڪئي حالانڪ ان کان اڳ انهن کي اهڙي ڪا جرئت نہ ٿي هئي. (مسلم)

(٥٧٤٧) انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ ڀيري ڏڪر پيو. پاڻ ﷺ انهيءَ وقت جمعي جو خطبو ارشاد فرمائي رهيا هئا. ٻهراڙي جو هڪ شخص اٿيو ۽ چيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! مال هلاڪ ٿي ويا ۽ ٻار ٻچا بک وگهي مرڻ کي ويجهو پهتا آهن، ﷲ کان اسان جي حق ۾ دعا گهرو. پاڻ ٻئي هٿڙا دعا لاءِ کنيائون. آئون انهيءَ وقت ڏسي رهيو هيس تہ آسمان تي ڪُڪڙ جا ڪي آثار ۽ نشان نہ هئا. قسم آهي انهيءَ ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، پاڻ اجا دعا گهري مسَ هٿ هيٺ ڪيائون تہ جبلن جيڏا ڪڪر ڇانئجي ويا. پاڻ سڳورا ﷺ اجا منبر تي ئي هئا تہ مون سندن ڏاڙهي مبارڪ تي مينهن جا ڦڙا ڪرندي ڏٺا. پوءِ پورو ڏينهن مينهن وسندو رهيو، وري ٻئي ڏينهن، ٽئين ڏينهن، تانجو ايندڙ جمعي تائين وسڪارو ٿيندو رهيو. وري ساڳيو يا ٻيو ڪو شخص آيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان جا گهر ڊهي پيا ۽ مال مري ويا. ﷲ کان دعا گهرو تہ مينهن بند ٿئي. پاڻﷺ پنهنجا هٿڙ ا کڻي دعا گهريائون تہ اي ﷲ! اسان جي آسي پاسي مينهن وساءِ ۽ اسان تي نہ وساءِ ۽ جنهن طرف بہ پنهنجي آڱر سان اشارو ڪيائون، اتان ڪڪر ڇڄندا ويا ۽ مدينو ڪڏ وانگر ٿي ويو ۽ هڪ مهيني تائين قناة ندي وهندي رهي ۽ جتان بہ ڪو شخص آيو ٿي، انهيءَ بارش جي خبر پئي ڏني. هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ دعا ڪيائون تہ اي ﷲ! اسان جي آسي پاسي وساءِ ۽ اسان تي نہ وساءِ، ٽڪرين تي وساءِ، جبلن تي وساءِ ۽ وڻن ٽڻن جي ڦٽڻ وارين جاين تي وساءِ. انس چوي ٿو تہ ايتري ۾ڪڪر ڇڙو ڇڙ ٿي ويا ۽ اسان ٻاهر نڪري اس ۾ آياسون.

(٥٧٤٨) جابر ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن مسجد شريف جي هڪ ٿنڀ وٽ ڪجيءَ جي ٿڙ تي ٽيڪ ڏئي خطبو ڏيندا هئا. پوءِ جڏهن سندن لاءِ منبر تيار ڪيو ويو ۽ پاڻ خطبي ڏيڻ لاءِ ان تي بيٺا تہ ڪجيءَ جو اهو ٿڙ روئڻ رڙڻ لڳو، جنهن وٽ خطبو ڏيندا هئا. ويجهو هو تہ اهو ڦاٽي پوي. نبي ﷺ جن منبر تان لٿا. ان کي ڪنيائون ۽ سيني سان لاتائون تہ ٿنڀ سڏڪا پرڻ لڳو جيئن ننڍو ٻار، جنهن کي چپ ڪرائبو آهي، سڏڪا پريندو آهي. تانجو خاموش ٿي ويو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ٿڙ جيڪو ذڪر ٻڌندو هو، ان جي ڪري روئڻ لڳو هو. (بخاري)

(٥٧٤٩) سلمہ بن اڪوع ﷺ كان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ کابي هٿ سان کائڻ شروع ڪيو. ڪيس فرمايائون تہ: پنهنجي ساڄي هٿ سان کاءُ. چوڻ لڳو تہ ساڄي سان کائڻ جي سگهہ نٿو رکان. فرمايائون تہ: تون ساڄي سان کائي بہ نہ سگهندين. وڏائي ڪيس انهيءَ حرکت تي مجبور ڪيو، تنهن ڪري ڪڏهن پنهنجو ساڄو هٿ پنهنجي منهن تائين کڻي نہ سگهيو. (مسلم)

(٥٧٥٠) انس ﷺ كان روايت آهي تہ هڪ دفعي مديني وارن تي خوف ڇانئجي ويو. رسول الله ﷺ جن ابوطلحہ جي گهوڙي تي سوار ٿيا، جيڪو ڏاڍو سست هلندو هو ۽ قدم ويجها رکندو هو. پوءِ جڏهن پاڻﷺ موٽيا، فرمايائون تہ: اسان تہ تنهنجي گهوڙي کي سمنڊ لڌو. (يعني سمنڊ وانگر تيز هلي رهيو آهي) پوءِ ڪو بہ گهوڙو ان کان اڳ اڳتي وڌي نہ سگهندو هو ۽ هڪ روايت ۾آهي تہ ان کان بعد ڪو گهوڙو ان کان گوءِ کڻي نہ سگهندو هو. (بخاري)

(٥٧٥١) جابرﷺ کان روايت آهي تہ منهنجو والد سڳورو گذاري ويو، جنهن تي ڪجهہ قرض هو. مون قرضين کي چيو تہ پنهنجي قرض جي بدلي ۾ هي سڀ ڪجيون کڻو، پر انهن انڪار ڪيو. نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيم تہ توهان ڄاڻو ٿا تہ منهنجو والد سڳورو احد جي ڏينهن شهيد ٿي ويو هو، جنهن تي گهڻو قرض آهي. پانيان ٿو تہ جيڪڏهن قرضي توهان کي ڏسندا (تہ شايد ڪجهہ نرمي ڪندا) فرمايائون تہ: وڃ ۽ هر ڪنڊ ۾ ڪجين جون ڪوڙيون ٺاهي رک. مون ائين ڪيو پوءِ پاڻ ڪريمنﷺ کي سڏ ڪيو. جڏهن قرضين نبي ﷺ جن کي ڏٺو تہ ڇڻ تہ ان گهڙيءَ مون تي وڌيڪ دلير ٿي ويا. جڏهن پاڻ ﷺ ڏٺائون تہ مون سان کهڙو سلوڪ ڪري رهيا آهن تہ وڏي ڍير جي چوڌاري ٽي چڪر ڏئي، اتي ويهي رهيا. پوءِ فرمايائون تہ: پنهنجن قرضين کي سڏ ڪر. پوءِ پاڻﷺ ڪين ڪجيون ماپي ڏيندا رهيا تانجو الله تعاليٰ منهنجي پيءُ جو سمورو قرض ادا فرمايو، حالانڪ آئون هن ڳالهہ تي راضي هيس تہ (ڪجين جي هن فصل مان) الله منهنجي پيءُ جو قرض ادا فرمائي ۽ آئون پنهنجين ڀينرن وٽ هڪ ڪجي بہ بچائي کڻي نہ وڃان. پر الله تعاليٰ (پنهنجي فضل سان) ڪجين جا سڀ ڍڳ صحيح سالم بچائي ڏنا، تانجو آئون برابر انهيءَ ڍير کي ڏسندو رهيس، جنهن تي پاڻ سڳوراﷺ ادائيگي ڪرڻ لاءِ ويٺا هئا، انهيءَ مان هڪ ڪجي بہ گهٽ نہ ٿي هئي. (بخاري)

(٥٧٥٢) جابرﷺ کان روايت آهي تہ بيشڪ ام مالڪ نبيﷺ جن کي گيهہ جي هڪ ڪپي هديہ ۾ موڪلي. پوءِ جڏهن سندس پٽ ان کان ٻوڙ گهرندا هئا ۽ انهن وٽ ڪا شيءِ نہ هوندي هئي تہ ام مالڪ اها ڪپي کڻندي هئي، جنهن ۾ نبي ڪريمﷺ جن لاءِ هديو موڪليندي هئي ۽ ان ۾ گيهہ لهندي هئي، جيڪو سندس گهر وارن لاءِ سدائين ٻوڙ جو ڪم ڏيندو رهيو، تانجو ان کي نپوڙيائين. پوءِ نبيﷺ جن وٽ اچي (قصو عرض ڪيائين) پاڻﷺ فرمايائون تہ: ڇا تو ان کي نپوڙيو آهي؟ چيائين تہ هائو! فرمايائون تہ: جيڪڏهن تون ان کي ڇڏي ڏئين ها تہ هميشہ لاءِ باقي بچي ها. (مسلم)

(٥٧٥٣) انسﷺ کان روايت آهي تہ ابوطلحہ، ام سليم ﷺ کي چيو تہ رسول اللهﷺ جن جي آواز ۾ هيٺائي محسوس ٿي آهي، جنهن مان سندن بک جي سختيءَ جو پتو پوي ٿو. ڇا تو وٽ (کائڻ لاءِ) ڪا شيءِ آهي؟ انهيءَ جَون جي مانيءَ جا ڪجهہ ڳيا ڪڍي لٽي جي هڪ پلاند ۾ ٻڌي، ڳنڍ منهنجي ڪپڙي جي هيٺان رکي ۽ لٽي جو ٻيو پاسو مون تي وجهي پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن موڪليو. ماني کڻي وٺن آيس تہ رسول اللهﷺ جن ماڻهن سان مسجد ۾ ويٺا هئا. آئون سندن پرسان اچي بيهي رهيس. فرمايائون تہ: ڇا توکي ابوطلحہ موڪليو آهي؟ مون چيو تہ هائو سائين! فرمايائون تہ: کاڌو ڏئي؟ مون چيو تہ هائو سائين! پوءِ رسول الله ﷺ جن اصحابين کي فرمايو تہ: اٿو! اهي بہ هليا آئون بہ انهن سان گڏ هليس تانجو ابوطلحہ وٽ پهتس ۽ ان کي ان بابت اطلاع ڪيم. انهيءَ ام سليم کي چيو تہ پاڻ سڳوراﷺ ماڻهن سميت اچي ويا آهن جڏهن، تہ اسان وٽ سندن لاءِ کاڌو نہ آهي. انهيءَ چيو تہ الله ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻي ٿو. ابوطلحہ نبي سائين ﷺ جن جي استقبال لاءِ اڳتي وڌيو. پوءِ ٻئي گهر ۾ داخل ٿيا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ام سليم! تو وٽ جيڪي ڪجهہ آهي سو کڻي اچ! انهيءَ اها ماني پيش ڪئي. پاڻ ڪريمن ﷺ مانيءَ جا ٽڪرا ڪيا ۽ رسول الله ﷺ جن ڪيس حڪم فرمايو تہ: اها انهن کي مکيندي رهي. پوءِ جيئن الله چاهيو، رسول الله ﷺ جن انهيءَ کاڌي ۾ برڪت لاءِ دعا گهري. پوءِ فرمايائون تہ: ڏهن ماڻهن جي جماعت کي مون وٽ اندر وني اچ. تہ ڪين اجازت ڏني وئي. پوءِ انهن کاڌو کاڌو، تانجو ڍؤ

ڪيائون. پوءِ اهي ٻاهر نڪتا. پوءِ فرمايائون تہ: ڏهن ڄڻن جي ٻي جماعت کي مون وٽ اندر وٺي اچ. ڪين بہ اجازت ڏني وئي ۽ انهن بہ ڪاڏو ڪاڏو تانجو ڍؤ ڪيائون. اهڙيءَ طرح سيني ڪاڏو کائي ڍؤ ڪيو. ڪل ستر يا اسي ڄڻا هئا. مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: ڏهن ڄڻن کي موڪل. پوءِ اهي داخل ٿيا. فرمايائون تہ: ﷲ جو نالو وٺي کائو. پوءِ انهن ڪاڏو تانجو اسي ڄڻن ائين ڪيو. پوءِ نبي ﷺ جن ۽ گهر وارن ڪاڏو ڪاڏو ۽ تڏهن بہ ڪاڏو بچي پيو. بخاريءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: مون وٽ ڏهن ڄڻن کي موڪل، تانجو چاليهن جو تعداد ڳڻيائون پوءِ نبي ﷺ جن ڪاڏو ڪاڏو، آئون ڏسڻ ۾ لڳي ويس تہ ڇا انهيءَ مان ڪا شيءِ گهٽ ٿي آهي؟ مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پوءِ بچيل ڪاڏو ڪنيائون ۽ ان کي جمع ڪري، انهيءَ ۾ برڪت جي دعا ڏنائون تہ ڪاڏو ائين ٿي ٿي ويو جيئن اڳ ۾ هو، پوءِ فرمايائون تہ: ان کي کڻو ۽ کائيندا رهو.

(٥٧٥٤) انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ زوراءُ نالي هڪ هنڌ هڪ ٿان آندو ويو، پاڻ تانوَ ۾ هٿ وڌائون تہ پاڻي سندن آڱرين مان ڦوهارا ڪري وهڻ لڳو. پوءِ ماڻهن وضو ڪيو. قتاده چوي ٿو تہ مون انسﷺ کان پڇيو تہ توهان ڪيترا ڄڻا هئا؟ انهيءَ چيو تہ ٽي سؤ يا چيائين تہ گهٽ وڌ ٽي سؤ ڄڻا هئاسون. (بخاري، مسلم)

(٥٧٥٥) عبدالله بن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ اسان (رسول الله ﷺ جي) نشانين (معجزن) کي برڪت لاءِ ڳڻيندا هئاسون ۽ توهان ڊيڄارڻ خاطر ڳڻيو ٿا. اسان هڪ سفر ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسون تہ پاڻي ختم ٿي ويو. فرمايائون تہ: پاڻي ڳوليو. اصحابن هڪ ٿان آندو، جنهن ۾ ٿورو پاڻي هو. پاڻﷺ پنهنجو هٿ مبارڪ ان ۾ وڌائون پوءِ فرمايائون تہ: اچو توهان پاڪ ڪرڻ واري ۽ بابرڪت پاڻيءَ ڏانهن ۽ اها برڪت ﷲ تعاليٰ جي طرفان آهي ۽ مون ڏٺو تہ پاڻي رسول الله ﷺ جي آڱرين مان چشمي وانگر وهي ٿو ۽ اسان ڪاڌي جي تسبيح ٻڌندا هئاسون، جڏهن ان کي کائبو هو. (بخاري)

(٥٧٥٦) ابوقتادهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي خطبو ڏيندي ارشاد فرمايو تہ: انشاءَ ﷲ توهان رات جي پهرين حصي ۽ آخري حصي ۾ سفر شروع ڪندا. ماڻهو (ننڊ مان اٿي) هن حالت ۾ هليا جو ڪنهن جو ڪنهن ڏانهن توجہ نہ هو. جڏهن سفر ڪندي اڌ رات ٿي وئي تہ رسول الله ﷺ جن رستي کان هڪ طرف لهي هڪ هنڌ سمهي پيا ۽ فرمايائون تہ: نماز جي وقت اسان کي اٿارجو. پر سيني کان پهريائين پاڻ سڀوراﷺ سجاڳ ٿيا. جڏهن سج جي تيز اس سندن پٺيءَ تي پئي. فرمايائون تہ:(هن ماٿريءَ مان) نڪري هلو. اسان هلياسون تانجو سج ڪافي مٿي چڙهي آيو، پوءِ پاڻ سڀورنﷺ (هڪ هنڌ) منزل ڪئي. پوءِ عام وضوءَ جي پيٽ ۾ گهٽ پاڻيءَ سان وضو ڪيائون ۽ ٿورو پاڻي باقي بچيو. فرمايائون تہ: پاڻيءَ جي هن تانوَ جي حفاظت ڪر، سگهوئي ان مان هڪ خبر (يعني معجزو) ظاهر ٿيندو. پوءِ بلال ﷺ نماز لاءِ اذان ڏني. رسول اللهﷺ جن ٻہ رڪعتون (سنت) پڙهي پوءِ (فرض) فجر پڙهي سوار ٿيا ۽ اسان بہ ساڻن گڏ سوار ٿياسون. ان وقت ماڻهن ۾ پهتاسون جڏهن ڏينهن گهڻو مٿي چڙهي چڪو هو ۽ هر شيءِ گرم ٿي چڪي هئي ۽ ماڻهو چئي رهيا هئا تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! اسان هلاڪ ٿي چڪاسون. اڃ ڏاڍو ستايو آهي. فرمايائون تہ: توهان هلاڪ نہ ٿيندا. اهو چئي ابوقتادهﷺ کان پاڻيءَ وارو ٿانءُ طلب ڪيائون. پاڻﷺ ان ۾ پاڻي وجهي رهيا هئا ۽ ابوقتادهﷺ ماڻهن کي پاڻي پيياري رهيو هو. پاڻيءَ جي انهيءَ تانوَ کي ڏسڻ لاءِ ماڻهن جو هجوم ٿي ويو. پوءِ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: سڀ چڱيءَ طرح

پاڻي پيئو. انهن ائين ڪيو. پوءِ رسول الله ﷺ جن وري تانو ۾ پاڻي وجهڻ لڳا ۽ آئون ماڻهن کي پاڻي پيارڻ لڳس تانجو مون کان ۽ رسول الله ﷺ جن کان سواءِ ڪو باقي نہ بچيو. پوءِ (تانوَ ۾) پاڻي وجهي فرمايائون تہ: هاڻي تون پيءُ. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! جيستائين توهان نٿا پيئو آئون نہ پيئندس. فرمايائون تہ: قوم کي پيارڻ وارو آخر ۾ پيئندو آهي. ابوقتاده رضي الله عنه چوي ٿو تہ پوءِ مون پاڻي پيتو ۽ پاڻﷺ بہ پيتائون. پاڻيءَ مان سيراب ٿيڻ جي ڪري ماڻهن کي راحت حاصل ٿي. (مسلم) حميديءَ جي ڪتاب ۽ جامع الاصول ۾ ائين ئي آهي.

(٥٧٥٧) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ غزوه تبوڪ جي موقعي تي ماڻهو ڏڪار جو شڪار هئا. چيائون تہ اي الله جا رسولﷺ! جيڪڏهن اجازت ڏيو تہ اسان پنهنجا اٺ ذبح ڪريون، انهن جو گوشت کائون ۽ چربي مَکيون. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: "ڀلي ائين ڪريو" عمر رضي الله عنه اچي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! جيڪڏهن اهو (حڪم) فرمائيندا تہ سواريون گهٽ ٿي وينديون، بلڪ کين حڪم فرمايو تہ: ڪاڌي پيتي جون واڌاريون شيون کڻي اچن. پوءِ انهن لاءِ الله کان برڪت جي دعا گهرو. مَنَ الله تعاليٰ ان ۾ برڪت وجهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هائو! پوءِ چم جو دسترخوان گهرائي ماڻهن کان ڪاڌي جون شيون طلب ڪيائون. ڪنهن جَون جي مُٺ آندي تہ ڪنهن کجيءَ جي ۽ ڪنهن مانيءَ ٽُڪر آندو. اهڙي طرح دستر خوان تي ڪاڌي جو ٿورو سامان گڏ ٿيو. رسول اللهﷺ جن انهيءَ ۾ برڪت جي دعا گهري. پوءِ فرمايائون تہ: پنهنجا ٿانوَ ڀري کڻو. پوءِ تہ لشڪر ۾ جيڪي بہ ٿانوَ هئا، ماڻهن اهي سمورا ڀري کنيا. خوب سير ٿي ڪاڌائون ۽ ڪافي ڪاڌو بچي پيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ بيشڪ آئون الله جو رسولﷺ آهيان. (قيامت ۾) جيڪو ٻانهو يقين سان الله تعاليٰ وٽ اهي ٻئي شاهديون آڻيندو، اهو جنت کان محروم نہ ٿيندو. (مسلم)

(٥٧٥٨) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جي شادي زينب رضي الله عنها سان ٿي تہ منهنجي ماءُ ام سُليم ڪارڪن، گهي ۽ سٽي مان حلوه تيار ڪري، هڪ ٿانو ۾ وجهي، انس کي چيو تہ رسول الله ﷺ جن وٽ کڻي وڃ ۽ چوءِ تہ اي الله جا رسولﷺ ! توهان جي خدمت ۾ هي منهنجي ماءُ موڪليو آهي ۽ توهان کي سلام بہ چيو آهي ۽ عرض ڪيو آهي تہ توهان لاءِ هي اسان جي طرفان ٿورو تحفو آهي. پوءِ آئون کڻي ويس (۽ جيئن منهنجي ماءُ چيو، تيئن) عرض ڪيم. پاڻﷺ فرمايائون تہ: ان کي رک ۽ وڃي فلاڻي، فلاڻي ۽ فلاڻي کي مون وٽ وٺي اچ پاڻﷺ سندن نالا ڪنيائون. پڻ فرمايائون تہ: جيڪو بہ شخص توکي ملي، تنهن کي دعوت ڏئي. مون سندن ٻڌايل تنهي ڄڻن ۽ هر انهيءَ شخص کي دعوت ڏني جيڪو مون کي مليو. (ٿوري دير ۾) موٽي اچي ڏٺم تہ سندن گهر ماڻهن سان ڀريو پيو آهي. انس رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ توهان جو تعداد ڪيترو هو؟ چيائين تہ ٽن سون جي ويجهو هو. مون نبي ﷺ جن کي ڏٺو تہ پنهنجو هٿ مبارڪ انهيءَ حلوي جي مٿان رکيائون ۽ جيڪا دعا الله گهري سا پڙهيائون. پوءِ ڏهن ڏهن ڄڻن جي ٽوليءَ کي کائڻ لاءِ سڏيائون ۽ کين فرمايائون تہ: الله جو نالو وٺي کائو ۽ گهرجي تہ هر شخص پنهنجي پاسي کان کائي. انس رضي الله عنه چوي ٿو تہ پوءِ انهن ڍؤ ڪري کاڌو. هڪ ٽولي نڪرندي وئي ۽ ٻي ٽولي اندر ايندي وئي. تانجو سڀ کائي واندا ٿيا. پوءِ مون کي فرمايائون تہ: اي انس! هاڻي هيءُ

(ڪاڏو) ڪڍ. مون ڪاڏو ڪنيو. مون کي معلوم نہ آهي تہ جنهن وقت مون ڪاڏو رکيو، ان وقت گهٽو هو يا جنهن وقت ان کي ڪنيو هو(ان وقت گهٽو هو). (بخاري، مسلم)

(٥٧٥٩) جابرؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن سان گڏجي هڪ جهاد ۾ حصو ورتو. آئون هڪ ٿڪيل اٺ تي سوار هيس، جيڪو هلي نہ پئي سگهيو. پاڻ سڳوراﷺ منهنجي پويان اچي مون کي پهتا. فرمايائون تہ: تنهنجي اٺ کي ڇا ٿيو آهي؟ عرض ڪيم تہ ٿڪجي پيو آهي. رسول الله ﷺ جن پويان بيهي اٺ کي هڪليو ۽ ان کي دعا ڏنائون. پوءِ اٺ جي اها حالت ٿي وئي جو ڪو بہ اٺ ان کان اڳ وٺي نہ سگهندو هو. مون کي فرمايائون تہ: پنهنجي اٺ کي ڪيئن ٿو لهين؟ مون عرض ڪيو تہ توهان جي دعا جي برڪت سان سندس حالت ڏاڍي چڱي آهي. فرمايائون تہ: ڇا ان کي چاليهن درهمن ۾ وڪڻندين؟ مون هن شرط تي ان کي وڪيو تہ مديني تائين ان تي سوار ٿي هلندس. جڏهن رسول الله ﷺ جن مديني پهتا تہ صبح جو اهو اٺ ڪاهي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس. پاڻ مون کي ان جي قيمت ڏنائون ۽ اٺ بہ موٽائي ڏنائون. (بخاري، مسلم)

(٥٧٦٠)ابو حميد ساعدي کان روايت آهي تہ اسان تبوڪ جي جنگ ۾ رسول اللهﷺ جن سان گڏ نڪتاسون. جڏهن قرئ نالي ماڙي ۾ هڪ عورت جي باغ وٽ آياسون تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: سندس وڻن جي ميوي جو اندازو ڪريو (تہ ڪيتري قيمت جو ٿيندو) اسان ان جو اندازو ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جن ان جو اندازو ڏهہ وسق ڪيو. (مالڪياڻيءَ کي) فرمايائون تہ: اها ڳالهہ ياد رکجانءِ تانجو انشاءَ الله اسان توهان وٽ موٽي اچون. اسان روانا ٿياسون، تانجو تبوڪ پهتاسون. اتي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اڄ سگهوئي توهان تي سخت آنڌي ايندي، پوءِ (آنڌي وقت) توهان مان ڪو نہ بيهي ۽ جنهن وٽ اٺ هجي تنهن کي گهرجي تہ ان کي رسي ۾ مضبوط ٻڌي ڇڏي. هڪ شخص (سندن نافرماني ڪندي هوا جي جهوٽن ۾) اٿي بيٺو تہ هوا ان کي ڪٽي طي قبيلي جي ٻن جبلن ۾ وڃي اڇلايو. پوءِ اسان قرئ ماڙي ۾ موٽي آياسون. رسول اللهﷺ جن انهيءَ عورت کان سندس باغ جي ڦر جي باري ۾ پڇا ڪئي تہ ڪيترو آهي؟ انهيءَ چيو تہ ڏهہ وسق آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٦١) ابو ذرؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي توهان ملڪ مصر کي فتح ڪندا، جتي قيراط سڪو هلي ٿو. جڏهن ان کي فتح ڪريو تہ اتان جي ماڻهن سان چڱو سلوڪ ڪجو، ڇاڪاڻ تہ انهن لاءِ هڪ ذمو ۽ هڪ قرابت آهي يا فرمايائون تہ: سندن لاءِ هڪ ذمو آهي (۽ اهو علائقو عربن جي) صهرن جو علائقو آهي. جڏهن توهان ڏسو تہ اتي ٻہ ڄڻا سرَ جيتري جاءِ تي وڙهي رهيا آهن تہ (اي ابوذر!) پوءِ تون ان ملڪ مان نڪري هليو اچجانءِ. ابوذرؓ چوي ٿو تہ پوءِ مون (هڪ ڏينهن) عبدالرحمـٰن بن شرحبيل بن حسنہ ۽ سندس ڀاءُ ربيعہ کي سرَ جيتري جاءِ تي وڙهندي ڏٺو تہ آئون اتان نڪري آيس. (مسلم)

(٥٧٦٢) حذيفہؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ارشاد فرمايو تہ: منهنجن ساٿين ۾ ۽ هڪ روايت مطابق فرمايائون تہ: منهنجي امت ۾ ٻارهن ڄڻا منافق آهن، جيڪي جنت ۾ داخل نہ ٿيندا ۽ نہ ئي ان جي خوشبو لهندا، تانجو اٺ سئي جي سوراخ مان لنگهي وڃي، انهن مان اَٺن ڄڻن جي وات ۾ دبيلہ باهہ جي چڻنگ داخل ٿيندي،

تانجو سندن دلين کي ساڙي ڇڏيندي (مسلم ) ۽ سگھوئي سهل بن سعد ﷜ جي حديث: لاعطين هذه الرايہ غدا مناقب علي ۾ ۽ جابر ﷜ جي حديث: من يصعد الثنيہ جامع المناقب ۾ بيان ڪنداسون انشاء ﷲ تعاليٰ.

## ٻيو فصل

(5763) ابوموسيٰ اشعري ﷜ کان روايت آهي تہ ابو طالب شام طرف نڪتو ۽ نبي ﷺ جن بہ ان سان گڏ قريش جي ڪن سردارن سان گڏ نڪتا. جڏهن هڪ راهب وٽ پهتا تہ اتي پڙاءُ ڪيائون ۽ پنهنجي انن جي واڳن کي کوليائون. راهب انهن وٽ اچي منجهن رلي ملي ويو ۽ ان کان اڳ اهي (قريش وارا) وٽس ايندا ويندا هئا تہ اهو وٽن نہ ايندو هو. پوءِ جڏهن انهن انن جا ڪجاوا کوليا تہ انهيءَ راهب اچي رسول الله ﷺ کي هٿ کان ورتو ۽ چوڻ لڳو تہ هي جهانن جو سردار آهي، هي جهانن جي رب جو رسولﷺ آهي، جنهن کي ﷲ تعاليٰ سڀني جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليندو. قريش جي سردارن چيو تہ توکي اها ڪيئن خبر پئي؟ انهيءَ چيو تہ جڏهن توهان جبلن جي گهٽَ مان هيٺ لٿا تہ جيڪو بہ وڻ ۽ جيڪو بہ پٿر هو، اهو ڪيس سجدو ڪندي، جهڪي ويو ۽ وڻ ۽ پٿر رڳو نبيءَ کي سجدو ڪندا آهن ۽ بيشڪ آئون ڪيس نبوت جي مهر سان بہ سڃاڻان ٿو، جيڪا سندس ڪلهي جي هڏيءَ جي هيٺان صوف وانگر آهي. پوءِ راهب انهن لاءِ ڪاڌو تيار ڪرايو. جڏهن ڪاڌو ڪٺي آيو تہ نبي ﷺ انن کي چاري رهيا هئا. انهيءَ چيو تہ ڪيس بہ گهرايو. پاڻﷺ هن حالت ۾ آيا جو سندن مٿان ڪڪر ڇانوَ ڪري رهيو هو. جڏهن پاڻﷺ ماڻهن جي ويجهو ٿيا تہ ڪين هڪ وڻ جي پاڇي ۾ لڌائون. جڏهن پاڻﷺ وٽن اچي ويٺا تہ انهيءَ وڻ جو پاڇو مٿن جهڪي پيو. راهب چيو تہ ڏسو ڪيئن وڻ مٿن جهڪي پيو آهي. پوءِ ڪين قسم ڏئي پڇيائين تہ توهان مان ڪيس سڀ کان وڌيڪ ويجهو ڪير آهي؟ انهن چيو تہ ابو طالب! پوءِ ابو طالب کي قسم ڏيندو رهيو، تانجو انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي مڪي واپس موڪليو ۽ ابوبڪر﷜ پاڻ سڳورنﷺ سان گڏ بلال﷜ کي موڪليو ۽ راهب ڪين ڪيڪ ۽ زيتون جو تيل(کائڻ لاءِ) ڏنو.(ترمذي)

(٥٧٦٤) علي بن ابي طالب کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ سان مڪي ۾ گڏ هُيس. اسان مڪي جي پر پاسي ڏانهن نڪتاسون. ڇا ٿو ڏسان تہ جيڪو بہ جبل ۽ جيڪو بہ وڻ سندن سامهون اچي ٿو، اهو پاڻ سڳورنﷺ کي هن طرح سلام ڪري ٿو: اي ﷲ جا رسولﷺ! توتي سلام هجي. (ترمذي، دارمي)

(٥٧٦٥) انس کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ معراج جي رات براق آندو ويو، جنهن کي لغام لڳل هئي ۽ جنهن تي سنج ڪسيل هئا. براق نبي ﷺ تي شوخي ڪئي. ڪيس جبرائيل﷤ چيو تہ ڇا محمدﷺ تي شوخي ڪري رهيو آهين؟ پوءِ ﷲ وٽ ان کان وڌيڪ ڪو عزت وارو نہ آهي، جو توتي سواري ڪري. پوءِ براق پاڻي پاڻي ٿي ويو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث حسن غريب آهي)

(٥٧٦٦) بريده﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اسان بيت المقدس وٽ پهتاسون تہ جبرائيل﷤ پنهنجي آڱر سان اشارو ڪيو، جنهن سان هڪ پٿر ۾ سوراخ ٿي پيو. پوءِ انهيءَ سان براق کي ٻڌائين(ترمذي).ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

(٥٧٦٧) يعليٰ بن مره ثقفي کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن جون ٽي نشانيون ڏٺيون: ١- اسان ساڻن گڏ هلي رهيا هئاسون. جڏهن اسان جو گذر هڪ پاڻي ڍوئيندڙ اٺ وٽان ٿيو ۽ انهيءَ پاڻ سڳورنﷺ کي ڏٺو تہ آواز ڪڍيائين ۽ پنهنجو ڪنڌ جهڪائي بيهي رهيو. پاڻ سڳورا ﷺ ان وٽ بيهي رهيا ۽ پڇيائون تہ هن اٺ جو مالڪ ڪٿي آهي؟ پوءِ اهو سندن خدمت ۾ آيو. فرمايائون تہ: هي اٺ مون کي وڪڻي ڏيندين؟ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! بلڪ اسان توهان کي هبہ ۾ ڏيون ٿا. حالانڪ ان جي مالڪن لاءِ ان کان سواءِ گذر بسر جو ٻيو ڪو ذريعو نہ آهي. فرمايائون جڏهن تو اهو سبب بيان ڪيو آهي تہ پوءِ ٻڌ تہ انهيءَ شڪايت ڪئي آهي تہ توهان ان کان ڪم گهڻو ورتو ٿا ۽ ڪيس چارو گهٽ ڏيو ٿا. تنهن ڪري ساڻس سهڻو سلوڪ ڪريو. ٢- پوءِ هلياسون تانجو هڪڙي هنڌ پڙاءُ ڪيوسون. رسول الله ﷺ جن سمهي پيا. هڪ وڻ زمين مان ڦاڙيون پٽيندو آيو، تانجو پاڻ سڳورنﷺ تي ڇانوَ ڪيائين، پوءِ پنهنجي جاءِ تي موٽي ويو. جڏهن رسول الله ﷺ جن ننڊ مان اٿيا تہ مون اها ڳالهہ ساڻن بيان ڪئي. فرمايائون تہ: انهيءَ وڻ پنهنجي رب کان اجازت گهري تہ الله جي رسولﷺ کي سلام ڪري پوءِ الله تعاليٰ کيس اها اجازت ڏني.٣- وري اسان سفر شروع ڪيو، تانجو پاڻي (جي هڪ کوهہ) وٽان گذرياسون. هڪ عورت پنهنجي ٻار کي کڻي آئي، جنهن کي جن هو. نبيﷺ ٻار جي نڙي واري جاءِ کي پڪڙي چيو تہ (اي جن!) نڪر، پوءِ بيشڪ آئون الله جو رسول محمدﷺ آهيان. وري سفر شروع ڪيوسون. جڏهن (سفر کان) موٽياسون تہ ساڳئي پاڻيءَ (جي کوهہ) وٽ آياسون. پاڻﷺ انهيءَ عورت کان ڇوڪر جي طبيعت جي باري ۾ پڇا ڪيائون. انهيءَ چيو تہ الله جو قسم! جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، توهان (جي انهيءَ دعا) کان پوءِ اسان منجهس ڪا تڪليف نہ ڏٺي آهي. (شرح السنہ)

(٥٧٦٨) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ عورت پنهنجي پٽ کي رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي آئي ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي هن پٽ کي چريائپ جن آهي ۽ هي کيس صبح ۽ شام تنگ ڪري ٿو (يعني هر وقت) ڪائيندو رهي ٿو. رسول الله ﷺ جن سندس سيني تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو ۽ سندس حق ۾ دعا ڪئي تہ انهيءَ ڇوڪري الٽي ڪئي ۽ سندس پيٽ مان ڪاري ڪتي جي گلر جهڙي ڪا شيءِ نڪري پڇڻ لڳي. (دارمي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

(٥٧٦٩) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جبريل عليه السلام نبي ﷺ جن وٽ آيو، جڏهن پاڻﷺ مڪي وارن جي (ظالمانہ) فعل سبب غمگين ۽ رتوڇاڻ ويٺا هئا. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا توهان گهرو ٿا تہ توهان کي ڪا نشاني ڏيکاريون؟ فرمايائون تہ: هائو! پوءِ پنهنجي پويان هڪ وڻ کي ڏٺائون. جبريل عليه السلام چيو تہ ان کي سڏ ڪريو. پاڻﷺ ان کي سڏ ڪيائون. اهو اچي سندن سامهون بيٺو. انهيءَ چيو تہ هاڻي کيس حڪم ڪريو تہ پنهنجي جاءِ تي موٽي وڃي. پاڻﷺ کيس اهو حڪم ڪيائون. اهو موٽي ويو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي لاءِ (الله) ڪافي آهي، منهنجي لاءِ (الله) ڪافي آهي. (دارمي)

(٥٧٧٠) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ سان گڏ هڪ سفر ۾ هئاسون تہ هڪ ڳوٺاڻي کي ايندي ڏٺوسون. جڏهن ويجهو آيو تہ رسول الله ﷺ جن کيس فرمايو تہ: ڇا شاهدي ڏئين ٿو تہ اڪيلي الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ هي تہ محمدﷺ سندس ٻانهو ۽ سندس رسول آهي؟ انهيءَ چيو تہ جيڪا شاهدي تون چوين ٿو،

اها پلا ڪير ڏيندو؟ پاڻﷺ فرمايائون تہ: ٻير جو هي وڻ اها شاهدي ڏيندو. رسول اللهﷺ جن انهيءَ وڻ کي طلب فرمايو، جيڪو ماٿريءَ جي ڪناري تي هو. اهو زمين مان پنهنجون پاڙون پٽي سندن سامهون اچي بيٺو. پاڻﷺ ان کان ٽي ڀيرا شهادت جو ڪلمو پڙهايائون ۽ جيئن فرمايائون، تيئن انهيءَ ٽي ڀيرا شهادت جو ڪلمو پڙهيو پوءِ پنهنجي جاءِ تي وڃي بيهي رهيو. (دارمي)

(٥٧٧١) ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ هڪ ڳوٺاڻو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو. چوڻ لڳو تہ ڪهڙي (نشاني) آهي، جنهن سان آئون سڃاڻان تہ توهان الله جا رسول آهيو؟ فرمايائون تہ: جيڪڏهن هن کجيءَ جي وڻ جي گوشي کي سڏ ڪريان جيڪو شاهدي ڏئي تہ آئون الله جو رسولﷺ آهيان؟ پوءِ رسول الله ﷺ جن ان کي سڏيو. اهو کجيءَ تان پٽجي هيٺ لهي نبي ﷺ جن وٽ اچي ڪريو. پاڻ ڪيس فرمايائون تہ: هاڻي پنهنجي جاءِ تي موٽي وڃ. پوءِ اعرابيءَ اسلام قبول ڪيو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث صحيح آهي)

(٥٧٧٢) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ هڪ بگهڙ آيو، جنهن هڪ ٻڪرار جي ڌڻ مان ٻڪري کنئي. ٻڪرار ان جي پويان لڳو، تانجو ان کان ٻڪري کسي ورتائين. بگهڙ هڪ ٽڪريءَ تي چڙهي پنهنجين پوين ٽنگن تي بيهي، پنهنجو پڇ ٻنهي ٽنگن ۾ ڪري چوڻ لڳو تہ الله تعاليٰ منهنجي لاءِ جيڪو رزق لکيو هو، سو مون حاصل ڪيو تہ تو اهو مون کان کسي ورتو. تڏهن هڪ شخص چيو تہ الله جو قسم! اڄوڪي ڏينهن جهڙو ڏينهن تہ مون ڪڏهن نہ ڏٺو جو بگهڙ بہ ڳالهائي ٿو. بگهڙ چيو تہ هن کان وڌيڪ عجب جهڙي ڳالهہ تہ هيءَ آهي جو هنن ٻن جبلن جي وچ ۾ هڪ شخص آهي، جيڪو توهان کي اهي خبرون ٻڌائي ٿو جيڪي اڳ ۾ گذري چڪيون آهن ۽ جيڪي بعد ۾ اچڻ واريون آهن. اهو شخص يهودي هو. نبي ڪريم ﷺ جن وٽ اچي اهو واقعو بيان ڪيائين ۽ اسلام آندائين. نبي سائين ﷺ جن سندس واقعي جي تصديق ڪئي. پوءِ فرمايائون تہ: قيامت جي نشانين مان اها ڳالهہ بہ آهي تہ هڪ شخص پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪرندو جڏهن موٽي ايندو تہ سندس جتيون ۽ سندس چهبڪ بہ ٻڌائيندو تہ سندس گهر وارن ان کان پوءِ ڪهڙو ڪم ڪيو آهي؟(شرح السنہ)

(٥٧٧٣) سمره بن جندبؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جي زماني ۾ اسان صبح کان شام تائين هڪ ٿانءَ مان واري واري تي کائيندا هئاسون. هڪڙا ڏهہ ڄڻا کائي اٿندا هئا تہ ٻيا ڏهہ ڄڻا کائڻ لاءِ ويهندا هئا. اسان پڇيو تہ پوءِ (کاڌي ۾) اها برڪت ڪٿان ايندي هئي؟ انهيءَ چيو تہ توهان کي ڪهڙي شيءِ تي تعجب ٿئي ٿو؟ برڪت آسمان تان ايندي آهي ۽ (آسمان ڏانهن) اشارو ڪيائين.(ترمذي، دارمي)

(٥٧٧٤) عبد الله بن عمروؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن بدر جي ڏينهن ٽي سؤ پندرهن ڄڻن جو لشڪر وٺي نڪتا. پاڻﷺ دعا گهريائون تہ اي الله! اهي پيادل آهن، کين سواري نصيب ڪر. اي الله! اهي اگهاڙا آهن کين ڪپڙا پاراءِ. اي الله! اهي بکايل آهن کين ڍؤ ڪري کاراءِ. پوءِ الله کين فتح عطا فرمائي ۽ اهي هن حالت ۾ موٽيا جو انهن مان هر هڪ وٽ هڪ يا بہ اٺ هئا، هر هڪ کي لباس نصيب ٿيو ۽ هر هڪ ڍؤ ڪري کاڌو. (ابوداٶد)

(٥٧٧٥) ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ توهان کي مدد ڏني ويندي ۽ توهان کي مال غنيمت حاصل ٿيندو ۽ توهان لاءِ (ملڪن جا ملڪ) فتح ٿيندا. پوءِ توهان مان جيڪو اهو زمانو لهي ان کي گهرجي تہ ﷲ کان ڊڄي ۽ نيڪيءَ جو حڪم ڪري ۽ برائيءَ کان روڪي. (ابودائود)

(٥٧٧٦) جابرﷺ کان روايت آهي تہ خيبر جي هڪ يهودياڻيءَ ڀڳل ٻڪريءَ ۾ زهر وڌو، پوءِ اها رسول الله ﷺ جن کي هديہ ۾ ڏنائين. رسول الله ﷺ جن ان جو دستانو ڪنيو، پاڻﷺ بہ ڪاڌائون ۽ سندن ڪن اصحابين بہ ڪاڌو. پوءِ فرمايائون تہ: ڪائڻ بند ڪريو. پاڻﷺ انهيءَ يهودياڻيءَ کي طلب فرمائي پڇيائون تہ ڇا تو هن ٻڪريءَ ۾ زهر وڌو آهي؟ انهيءَ چيو تہ هائو! ۽ توهان کي ڪنهن ٻڌايو؟ فرمايائون تہ: مون کي هن دستاني ٻڌايو جيڪو منهنجي هٿ ۾ آهي. انهيءَ چيو تہ هائو! مون سوچيو تہ جيڪڏهن نبي هوندو تہ کيس زهر تڪليف نہ ڏيندو ۽ جيڪڏهن نبي نہ هوندو تہ اسان کي ان کان راحت نصيب ٿي ويندي. پوءِ رسول الله ﷺ جن کيس معاف ڪري ڇڏيو ۽ کيس ڪا سزا نہ ڏنائون ۽ سندن جن ساٿين زهريلو گوشت ڪاڌو، اهي شهيد ٿي ويا ۽ پاڻ سڳورنﷺ انهيءَ زهريلي گوشت ڪائڻ سبب پنهنجن ڪلهن جي وچ ۾ سير ڇوڙ ائي رت ڪيرائي. انصار جي شاخ بنو بياضہ جي آزاد ڪيل غلام ابوهند، کين سڱي ۽ ڇريءَ سان سير هنئي. (ابودائود، دارمي)

(٥٧٧٧) سهل بن حنظليہ ﷺ کان روايت آهي تہ اصحابين سڳورن حنين جي ڏينهن رسول الله ﷺ جن سان سفر شروع ڪيو، پوءِ لڳاتار سفر ڪندا رهيا، تانجو شام ٿي وئي. ايتري ۾ هڪ گهوڙي سوار آيو، انهيءَ چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! بيشڪ آئون فلاڻي ۽ فلاڻي جبل تي چڙهيس. ڇا ٿو ڏسان تہ هوازن قبيلي وارا پنهنجن ابن ڏاڏن جي اٺن تي سوار ٿي، پنهنجين عورتن ۽ پنهنجين ٻڪرين ۽ پنهنجي سامان سميت حنين ڏانهن اچي رهيا آهن. رسول الله ﷺ جن مشڪيا ۽ فرمايائون تہ: انشاءَ ﷲ اهي شيون سڀاڻي مسلمانن کي غنيمتن ۾ ملنديون. فرمايائون تہ: اڄ رات اسان جي حفاظت ڪير ڪندو؟ انس بن ابي مرثد غنوي عرض ڪيو تہ آئون ٿو اها ڊيوٽي ڏيان. فرمايائون تہ: پوءِ سوار ٿيءُ. اهو پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿيو. فرمايائون تہ: هن ٽڪريءَ تي چڙهہ تانجو ان جي مٿانهين پاسي تي پهچي وڃين. جڏهن صبح ٿيو تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي نماز پڙهڻ جي جاءِ تي آيا. ٻہ رڪعتون پڙهي، فرمايائون تہ: ڇا توهان پنهنجي گهوڙي سوار کي ايندي محسوس ڪريو ٿا؟ هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! اسان تہ کيس ايندي محسوس نٿا ڪريون. خير! نماز لاءِ تڪبير چئي وئي. رسول اللهﷺ جن نماز ۾ بہ انهيءَ گهٽ ڏانهن جهاتي پائي ڏسڻ لڳا. جڏهن نماز پوري ٿي، فرمايائون تہ: توهان کي خوشخبري هجي اجهو توهان جو گهوڙي سوار اچي پهتو. اسان ماٿريءَ جي وڻن ڏانهن نهارڻ شروع ڪيوسون، ڇا ٿا ڏسون تہ اهو اچي چڪو آهي ۽ اچي رسول الله ﷺ جن جي سامهون بيٺو. عرض ڪيائين تہ آئون هن ماٿريءَ جي مٿانهين پاسي پهتس، جتي مون کي رسول اللهﷺ جن حڪم فرمايو هو. جڏهن صبح ٿيو تہ ٻنهي ماٿرين ڏانهن جهاتي پائي ڏٺم، مون کي ڪوبہ (لشڪر) نظر نہ آيو. رسول اللهﷺ کيس فرمايو تہ: ڇا اڄ رات تون ماٿريءَ جي مٿانهينءَ کان هيٺ لٿو هئين؟ انهيءَ چيو تہ رڳو نماز يا حاجت جي پوري ڪرڻ لاءِ لٿو هيس. پاڻﷺ کيس فرمايائون تہ: جيڪڏهن اڄ رات کان پوءِ ڪو عمل نہ بہ ڪرين تہ بہ توکي ڪا پرواهہ نہ آهي. (ابودائود)

(٥٧٧٨) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن وٽ ڪجهہ کارڪون آنديون. عرض ڪيم تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! ﷲ کان هنن ۾ منهنجي لاءِ برڪت جي دعا گهرو. پوءِ انهن کي پاڻ ۾ ملايائون، پوءِ منهنجي لاءِ انهن ۾ برڪت جي دعا گهريائون. فرمايائون تہ: اهي کڻ ۽ پنهنجي ڳوٿري ۾ وجهي ڇڏ. جڏهن بہ کارڪون کائڻ جو ارادو ڪرين تہ ڳوٿريءَ ۾ هٿ وجهي ڪيندو ڪر ۽ ٻاهر ڪڍي اهي پکيڙي نہ ڇڏ. مون انهن کجين مان هيترا ۽ هيترا وسق ڪڍي ﷲ جي واٽ ۾ خرچ ڪيا. اسان ان مان کائيندا هئاسون ۽ ٻين کي کارائيندا هئاسون ۽ ڳوٿري سدائين مون سان گڏ هوندي هئي، تانجو سيدنا عثمان﷜ جي شهادت جو ڏينهن آيو. انهيءَ ڏينهن اها مون کي ڪٽجي(ڪٽي ڪري) پئي.(ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٧٧٩) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ قريش مڪي ۾ هڪ رات پاڻ ۾ مشورو ڪيو تہ جڏهن صبح ٿئي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻڌي ڇڏيو. ڪن چيو تہ بلڪ کيس قتل ڪري ڇڏيو. ڪن چيو تہ بلڪ کيس ديس نيڪالي ڏئي ڇڏيو. ﷲ تعاليٰ پنهنجي نبيءَ ﷺ کي اهي ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيون. علي سائين﷜ اها رات نبيﷺ جن جي بستري تي گذاري ۽ پاڻﷺ (ڪافرن جي وچ مان) نڪري ويا تانجو غار حرا ۾ پهتا ۽ مشرڪن علي﷜ جي حفاظت ڪندي رات گذاري، اهي سمجهي رهيا هئا تہ نبي ڪريمﷺ جن آهن. جڏهن صبح ٿي تہ سندس چوڌاري ڦري آيا. جڏهن ڏٺائون تہ هي تہ علي﷜ آهي تہ ﷲ سندن تدبير کي ناڪام ڪري ڇڏيو. ان کان پڇيائون تہ تنهنجو اهو ساٿي (محمدﷺ) ڪٿي آهي؟ انهيءَ چيو تہ مون کي خبر نہ آهي. پوءِ پاڻ ڪريمنﷺ جي پيرن جا نشان کڻي نڪتا. جڏهن حرا جبل وٽ پهتا تہ معاملو مٿن منجهي پيو. جبل تي چڙهي غار وٽ آيا. ڏٺائون تہ ان تي ڪوريئڙي جي تاڃي لڳي پئي آهي. چوڻ لڳا تہ جيڪڏهن انهيءَ ۾ داخل ٿئي ها تہ هي ڪوريئڙي جي تاڃي دروازي تي نہ هجي ها. پاڻ سڀورا ﷺ اتي ٽي راتيون رهيا. (احمد) ان جي سند ضعيف آهي.(الباني)

(٥٧٨٠) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ جڏهن خيبر کي فتح ڪيو ويو تہ رسول اللهﷺ جن کي زهريلي ٻڪري هديہ ۾ ڏني وئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هتي جيڪي يهودي آهن، انهن سڀني کي گڏ ڪريو. ڪين سندن لاءِ گڏ ڪيو ويو. رسول الله ﷺ جن ڪين چيو تہ توهان کان هڪ ڳالهہ پڇڻ وارو آهيان، ڇا مون کي سچي ڳالهہ ٻڌائيندا؟ انهن چيو تہ هائو اي ابوالقاسم! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان جو پيءُ ڪير آهي؟ انهن چيو تہ فلاڻو! پاڻﷺ فرمايائون تہ: ڪوڙ ٿا ڳالهايو، بلڪ توهان جو پيءُ فلاڻو آهي. انهن چيو تہ توهان سچ ٿا چئو ۽ ٻجا ٿا فرمايو. فرمايائون تہ: جيڪڏهن (هاڻي) توهان کان هڪ شيءِ جي باري ۾ پڇان تہ ڇا توهان مون کي سچي ڳالهہ ٻڌائڻ وارا آهيو؟ چيائون تہ هائو اي ابوالقاسم! جيڪڏهن توهان سان ڪوڙ ڳالهائينداسون تہ بہ توهان کي حقيقت معلوم ٿي ويندي، جيئن توهان اسان جي پيءُ جي باري ۾ حقيقت ڄاڻي ورتي. پاڻﷺ فرمايائون تہ: دوزخي ڪير آهن؟ انهن چيو تہ اسان ڪجهہ عرصو انهيءَ ۾ رهنداسون پوءِ توهان اسان جي جاءِ تي ايندا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان ئي انهيءَ ۾ دفع ٿيو اسان ڪڏهن بہ انهيءَ ۾ توهان جي جاءِ تي نہ ايندا سون. پوءِ فرمايائون تہ: جيڪڏهن توهان کان هڪ شيءِ جي باري ۾ پڇان تہ ڇا توهان مون کي سچي ڳالهہ ٻڌائڻ وارا آهيو؟ چيائون تہ هائو اي ابوالقاسم! فرمايائون تہ: ڇا توهان هن ٻڪريءَ ۾ زهر وڌو آهي؟ انهن چيو تہ هائو! فرمايائون تہ: انهيءَ ڳالهہ تي توهان کي ڪهڙي ڳالهہ تيار ڪيو؟ انهن چيو تہ اسان جو مقصد هو تہ جيڪڏهن ڪوڙو

هوندين تہ اسان جي تو مان جند ڇني ويندي ۽ جيڪڏهن سچو (نبي) هوندين تہ توکي ان مان ڪو نقصان نہ پهچندو. (بخاري)

(٥٧٨١) عمرو بن اخطب انصاري ﷛ ڪان روايت آهي تہ اسان کي هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن صبح جي نماز پڙهائي پوءِ منبر تي وينا. پاڻﷺ اسان کي خطاب فرمايائون تانجو ظهر جي نماز جو وقت ٿي ويو تہ منبر کان هيٺ لٿا. ظهر پڙهائي وري منبر تي وينا ۽ خطاب فرمايائون تانجو عصر جي نماز جو وقت ٿي ويو تہ منبر کان هيٺ لٿا. عصر پڙهائي، وري منبر تي وينا ۽ خطاب فرمايائون تانجو مغرب جي نماز جو وقت ٿي ويو. پوءِ جيڪي ڪجهہ قيامت تائين ٿيڻو آهي، تنهن جي اسان کي خبر ڏنائون. پوءِ اسان مان وڌيڪ علم وارو اهو آهي، جنهن انهن کي ياد رکيو. (مسلم)

(٥٧٨٢) معن بن عبدالرحمـن کان روايت آهي تہ مون پنهنجي پيءُ کي چوندي ٻڌو تہ مون مسروق تابعي کان پڇيو تہ نبيﷺ جن کي جنن جي قرآن ٻڌڻ جي باري ۾ ڪنهن خبر ٻڌائي؟ انهيءَ چيو تہ مون کي تنهنجي پيءُ عبدالله بن مسعود ٻڌايو تہ پاڻ ڪريمنﷺ کي اها خبر هڪ وڻ ٻڌائي هئي. (بخاري، مسلم)

(٥٧٨٣) انس﷛ ڪان روايت آهي تہ اسان عمر فاروق ﷛ سان مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ (هڪ سفر ۾) هئاسون. اسان مهيني جي پهرين تاريخ جي چند کي ڏسڻ شروع ڪيو. منهنجي نظر تيز هئي، پوءِ مون چنڊ ڏٺو ۽ مون کي سواءِ ڪنهن کي چنڊ ڏسڻ ۾ نہ آيو. مون عمر ﷛ کي چيا چنڊ توهان کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ڪيس چنڊ نظر نٿي آيو. انهيءَ چيو تہ سگهوئي ان کي ڏسندس ۽ آئون پنهنجي بستري تي پٺي ڀر ليٽيو پيو هيس. پوءِ (عمر ﷛) بدر وارن جو قصو بيان ڪرڻ شروع ڪندي چيو تہ بيشڪ رسول الله ﷺ جن اسان کي بدر ۾ قتل ٿيندڙ ڪافرن جي لاشن جي ڪرڻ جاءِ کان آگاهي ڏيندي فرمايو تہ سڀاڻي انشاءَ الله فلاڻو ڪافر هتي ڪرندو (۽ فلاڻو ڪافر هتي ڪرندو) پوءِ ﷲ جو قسم جنهن کين حق سان موڪليو، اهي ساڳئي هنڌ ڪريا، جتي پاڻﷺ نشان فرمايو هئائون. پوءِ کين (قليب نالي) هڪ کوهہ ۾ هڪ ٻئي جي مٿان اڇلايو ويو. پوءِ رسول الله ﷺ جن وٽن آيا ۽ فرمايائون تہ اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا ۽ اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا! جيڪو وعدو توهان سان توهان جي رب ڪيو هو، ڇا توهان ان کي سچو لڌو؟ پوءِ بيشڪ مون سان منهنجي رب جيڪو وعدو ڪيو هو، مون ان کي سچو لڌو. عمر﷛ عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ توهان انهن (بي جان) جسمن سان ڪيئن ٿا ڳالهايو، جن ۾ روح نہ آهي؟ فرمايائون تہ جيڪي ڪجهہ مان انهن کي چئي رهيو آهيان، انهن جي ڀيٽ ۾ توهان ان کي وڌيڪ ٻڌڻ وارا نہ آهيون. مگر هي تہ اهي منهنجي ڪنهن شيءِ جو جواب ڏيڻ جي سگهہ نٿا رکن. (مسلم)

(٥٧٨٤) انيسه بنت زيد بن ارقم پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿي تہ نبيﷺ جن زيد جي بيمار پرسي ڪرڻ لاءِ وٽس داخل ٿيا. فرمايائون تہ هيءَ بيماري تنهنجي لاءِ خطرناڪ نہ آهي، پر ان وقت تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو، جڏهن مون کان پوءِ تنهنجي عمر ڊگهي ٿيندي ۽ اکين کان ويهجي ويندين. عرض ڪيائين تہ ﷲ جي رضا طلب ڪندس ۽ صبر ڪندس. فرمايائون تہ پوءِ تہ تون بغير

حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندين. انيسه چوي ٿي ته پوءِ منهنجو پيءُ نبيﷺ جن جي وفات کان بعد نابين ٿي ويو، وري اللهﷻ سندس نور کي بحال فرمايو ۽ پوءِ (طبعي موت) مري ويو.

(٥٧٨٥) اسامه بن زيدؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷻ جن فرمايو ته جيڪو شخص مون تي اها ڳالهه چوندو جيڪا مون نه چئي آهي، تنهن کي گهرجي ته پنهنجي جاءِ دوزخ ۾ ٺاهي. اها ڳالهه (ان وقت فرمايائون جڏهن) هڪ شخص کي (ڪنهن ڪم سانگي) موڪليائون، پوءِ انهيءَ اللهﷻ جي رسولﷺ تي ڪوڙ هنيو. رسول اللهﷺ جن ڪيس بد دعا ڏني، پوءِ اهو مري ويو ۽ سندس پيٽ ڦاٽي پيو ۽ زمين سندس لاش کي قبول نه ڪيو. ٻئي حديثون بيهقي دلائل النبوة ۾ بيان ڪيون.

(٥٧٨٦) جابر ؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن وٽ هڪ شخص اچي کاڌو گهريو. پاڻﷺ ڪيس اڌ وسق جو عطا ڪيائون. اهو شخص پاڻ ۽ سندس گهر واريءَ ۽ سندس مهمان اهي جوَ کائيندا رهيا، تانجو (هڪ ڏينهن) انهن کي ماپيائين ته ختم ٿي ويو. پوءِ نبيﷺ جن وٽ اچي (واقعو عرض ڪيائين) فرمايائون ته جيڪڏهن توهان انهن کي نه ماپيو ها ته (هميشه) انهيءَ مان کائيندا رهيو ها ۽ جوَ توهان لاءِ باقي رهن ها. (مسلم)

(٥٧٨٧) عاصم بن ڪليب پنهنجي پيءُ کان اهو هڪ انصاري شخص کان روايت ڪري ٿو ته اسان رسول اللهﷺ جن سان گڏ هڪ جنازي ۾ وياسون. مون رسول اللهﷺجن کي ڏٺو ته قبر وٽ ويهي قبر کوٽيندڙ کي وصيت فرمائي رهيا ها ته سندس پيرن جي پاسي کان جاءِ ڪشادي ڪر ۽ سندس مٿي جي پاسي کان جاءِ ڪشادي ڪر. جڏهن پاڻﷺ موٽي سامهون آيا ته وٽن کاڌي جي دعوت آئي، جيڪا فوتيءَ جي زال موڪلي هئي. پاڻ اها دعوت قبول فرمايائون ۽ سندس گهر ويا ۽ اسان به سان گڏ هئاسون. کاڌو آندو ويو. پاڻﷺ پنهنجو هٿ کاڌي ۾ وڌائون، پوءِ ماڻهن به کاڌي ۾ هٿ وڌو ۽ ان کي کائڻ شروع ڪيائون. رسول اللهﷺ جن ڏانهن نهاريوسون ته وات مبارڪ ۾ (ٻوٽيءَ کي) چٻاڙي رهيا هئا (جيڪا چٻاڙي نٿي سگهيائون) فرمايائون ته هي ڪنهن اهڙي ٻڪريءَ جو گوشت معلوم ٿئي ٿو، جيڪا مالڪ جي اجازت کان بغير ورتي وئي آهي. انهيءَ عورت کي طلب ڪيو ويو (۽ ان کان صحيح صورتحال پڇي وئي) چوڻ لڳي ته اي اللهﷻ جا رسولﷺ! مون پنهنجي خادم کي مال جي پڙيءَ "نقيع" موڪليو ته هڪ ٻڪري خريد ڪري اچ، پر ڪيس ٻڪري نه ملي. پوءِ مون پنهنجي هڪ پاڙيسريءَ ڏانهن ماڻهو موڪليو، جيڪو ٻڪري خريد ڪري آيو هو ته اها ٻڪري مون کي قيمت سان ڏي، پر مالڪ موجود نه هو. پوءِ مون سندس گهر واريءَ کي چورايو، جنهن مون کي اها ٻڪري ڏياري موڪلي. فرمايائون ته اهو کاڌو قيدي کي کاراءِ. (ان کي ابوداؤد ۽ بيهقيءَ دلائل النبوة ۾ روايت ڪيو)

(٥٧٨٨) حبيش بن خالد کان جيڪو ام معبد جو ڀاءُ آهي، روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن کي جڏهن مڪي مان ڪڍيو ويو ته پاڻﷺ هجرت ڪري مديني پهتا. ابوبڪر ۽ سندس آزاد ڪيل غلام عامر بن فهيره ۽ ٻنهي جي رهبري ڪندڙ عبدالله ليثي سان گڏ هو. سندس گذر ام معبد

جي تنبوءَ وٽان ٿيو. ان کي چيائون تہ ڇا تو وٽ وڪري لاءِ گوشت ۽ کجي آهي؟ پر وٽس ڪا شيءِ نہ هئي. ماڻهو غريب ۽ ڏڪر جا ماريل هئا. رسول الله ﷺ جي تنبوءَ ۾ هڪ طرف ٻڪري ڏٺي. فرمايائون تہ انهيءَ ٻڪريءَ کي ڇا ٿيو آهي اي ام معبد؟! انهيءَ چيو تہ اها ٻڪري ڏٻري آهي، تنهن ڪري ڌڻ سان نٿي هلي سگهي. فرمايائون تہ ڇا ان ۾ کير آهي؟ عرض ڪيائين تہ سڳورا سائينﷺ! انهيءَ ۾ کير ڪٿان آيو؟ فرمايائون تہ ڇا اجازت ڏيئين ٿي تہ ان کي ڏهان؟ عرض ڪيائين تہ منهنجا پيءُ، ماءُ توهان تي قربان ٿين، جيڪڏهن ان ۾ کير ڏسو ٿا تہ ڀلي ان کي ڏُهو. پوءِ رسول الله ﷺ جن ٻڪري پاڻ وٽ گهرائي ۽ ان جي ٿڻن تي هٿ ڦيرايائون ۽ بسم الله پڙهيائون ۽ ام معبد لاءِ ٻڪريءَ ۾ برڪت جي دعا گهريائون. ٻڪريءَ پنهنجي پير کوليا ۽ مِڙڻ لاءِ تيار ٿي ۽ کير ڏنائين. پاڻ ﷺ هڪ ٿانو گهرايائون (جيڪو ايترو وڏو هو) جو هڪ قافلي جو ان مان ڍؤ ٿي سگهي. ان ۾ کير ڏڏائون تانجو ان تي گج اچي وئي، پوءِ اهو ام معبد کي پياريائون تانجو سندس ڍؤ ٿي ويو ۽ سندس اصحابين پيتو تانجو سندس ڍؤ ٿي ويو. پوءِ آخر ۾ پاڻ ﷺ پيتائون. وري ٻيهر کير ڏڏائون تانجو ٿانوَ ڀرجي ويو ۽ ان کي ام معبد لاءِ ڇڏي ڏنائون ۽ انکان اسلام تي بيعت ورتائون ۽ اتان ڪوچ ڪيائون. (شرح السنة، الاستيعاب ابن عبدالبر ۽ ڪتاب الوفا ابن جوزي)

# ڪرامتن جو بيان

## پهريون فصل

(٥٧٨٩) انس ؓ کان روايت آهي تہ اسيد بن حضير ۽ عباد بن بشر نبي ﷺ جن وٽ پنهنجي ڪنهن ضرورت لاءِ ويهي ڳالهيون ڪرڻ لڳا تانجو رات جو ڪافي حصو گذري ويو ۽ اها سخت اونداهين رات هئي. پوءِ رسول الله ﷺ جن وٽان نڪتا ۽ انهن مان هر هڪ جي هٿ ۾ لٺ هئي، پوءِ انهن مان هڪ شخص جي لٺ ٻنهي لاءِ روشني ڪئي، تانجو انهيءَ روشني ۾ هليا. جڏهن ٻئي هڪ ٻئي کان جدا ٿيا تہ هر هڪ جي لٺ روشن ٿي وئي ۽ ٻئي پنهنجي پنهنجي لٺ جي روشني ۾ پنهنجي گهر پهتا. (بخاري)

(٥٧٩٠)جابر ؓ کان روايت آهي تہ جنگ بدر جي رات مون کي منهنجي پيءُ گهرايو. چوڻ لڳو تہ سياڻي آئون پاڻ کي نبي ڪريم ﷺ جن جي پهرين شهيد ۾ ڏسان ٿو ۽ رسول الله ﷺ جن جي ذات کان پوءِ تو کان وڌيڪ مون کي ڪو پيارو نہ آهي ۽ بيشڪ مون تي قرض آهي، ان جي ادائيگي ڪر ۽ پنهنجين ڀينرن سان ڀلائي ڪرڻ جي باري ۾ منهنجي وصيت کي قبول ڪر. صبح جو ڏٺو سون تہ منهنجو پيءُ سڀ کان پهريائين شهيد ٿي چڪو آهي. مون ڪيس ۽ هڪ ٻئي شخص کي هڪ ئي قبر ۾ دفن ڪيو. (بخاري)

(٥٧٩١) عبدالرحمٰن بن ابوبڪر ؓ کان روايت آهي تہ صفه وارا غريب ماڻهو هئا. (هڪ ڏينهن) نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن وٽ ٻن ڄڻن جو کاڌو آهي اهو پاڻ سان ٽئين کي ساڻ وٺي وڃي ۽ جنهن وٽ چئن جو کاڌو آهي اهو پنجن يا ڇهن کي ساڻ وٺي وڃي ۽ ابوبڪر ؓ پاڻ سان ٽن

جٹن کي ونئي آيو ۽ نبيﷺ جن ڏهن جٹن کي گڏ ونئي ويا. ابوبڪر رضي الله عنه نبيﷺ جن وٽ رات جو کاڌو کائي، ترسي پيو تانجو عشاءَ جي نماز پڙهي وئي. پوءِ ڪافي رات گذرڻ کان بعد جڏهن الله گهريو تہ گهر موٽي آيو. سندس زال چيو تہ توکي پنهنجي مهمانن وٽ اچڻ کان ڪنهن روڪيو؟ چوڻ لڳو تہ ڇا تو انهن کي کاڌو نہ کارايو آهي؟ انهيءَچيو تہ توکان سواءِ کائڻ کان انڪار ڪري ڇڪا آهن. پوءِ ابوبڪر ڪاوڙ ڪندي چيو تہ الله جو قسم! آئون ڪڏهن بہ کاڌو نہ کائيندس. سندس گهر واريءَ بہ نہ کائڻ جو قسم کنيو. مهمانن بہ قسم کنيو تہ جيستائين ميزبان نہ کائيندو، اهو بہ کاڌو نہ کائيندا. تڏهن ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ اهو قسم شيطان جي طرفان آهي، پوءِ طعام گهرائي پاڻ بہ کاڌائين ۽ مهمان بہ کاڌو. جيئن گرهہ کڻندا ويا، تيئن کاڌو هيٺيان وڌڻ لڳو. پوءِ پنهنجي زال کي چيائين تہ اي بنو فراس جي ڀيڻ! هي ڇا آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ منهنجن اکين جا ٺار! کاڌو اڳي کان وڌي ويو آهي. پوءِ پاڻ بہ کاڌائون ۽ نبيﷺ جن ڏانهن بہ موڪليائون. پوءِ پاڻ سڳورنﷺ بہ ان مان کاڌو (بخاري، مسلم) ۽ عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي حديث ڪنا نسمع تسبيح الطعام معجزات ۾ ذڪر ٿي.

## ٻيو فصل

(٥٧٩٢) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن نجاشي فوت ٿيو تہ اسان چوندا هئاسون تہ سندس قبر تي سدائين نور وسندو رهي ٿو. (ابوداؤد)

(٥٧٩٣) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن کي ماڻهن غسل ڏيڻ جو ارادو ڪيو تہ پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ ڇا الله جي رسول ﷺ جن جا ڪپڙا لاهيون، جيئن پنهنجي ميتن کي اگهاڙو ڪري غسل ڏيندا آهيون؟ يا ڪين ڪپڙن ۾ ئي غسل ڏيون؟ جڏهن سندس اختلاف وڌي ويو تہ الله تعاليٰ مٿن ننڊ کي غالب ڪيو تانجو هر شخص جي کاڏي سندس سيني تي لڳل هئي. پوءِ گهر جي ڪنڊ پاسي مان هڪ ڳالهائيندڙ ساٽن ڳالهايو. جنهن کي نہ سڃاتائون تہ ڪير آهي تہ نبيﷺ جن کي سندس ڪپڙن ۾ ئي غسل ڏيو. پوءِ اهي اٿيا ۽ ڪين غسل ڏنائون ۽ ڪين قميص پاتل هئي. قميص جي مٿان پاڻي هاري، ان کي مهٽيندا رهيا. (بيهقي دلائل النبوة)

(٥٧٩٤) ابن المنڪدر کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جي آزاد ڪيل غلام سفينہ جو لشڪر ملڪ روم ۾ رستو ڀلجي ويو يا ڪيس قيد ڪيو ويو ۽ پاڻ ڪافرن جي قيد مان ڀڄي نڪتو ۽ پنهنجي لشڪر کي ڳولڻ لڳو. (اوچتو) هڪ شينهن سندس سامهون آيو، جنهن کي چيائين تہ اي هارث جا پيءُ! آئون رسول اللهﷺ جو غلام آهيان ۽ منهنجو معاملو هي ۽ هي آهي. شينهن پنهنجو پڇ لوڏيندي، سندس پاسي ۾ اچي بيٺو. شينهن جنهن طرف بہ آواز ٻڌندو هو، انهيءَ طرف هلڻ جو ارادو ڪندو هو ۽ سفينہ رضي الله عنه سندس پاسي کان هلي رهيو هو، تانجو پنهنجي لشڪر وٽ پهتو پوءِ شينهن موٽي ويو. (شرح السنة)

(٥٧٩٥) ابو الجوزاءِ کان روايت آهي تہ (هڪ ڀيري) مديني وارن کي سخت ڏڪر ڏسڻو پيو. انهن عائشه ﷺ وٽ شڪايت ڪئي. انهيءَ ڪين چيو تہ نبيﷺ جن جي قبر کي ڏسو. توهان آسماني فضا کان انهيءَ ۾ اندر روشنيءَ جي اچ وڃ جي جاءِ لهندا. تانجو انهيءَ ۾ اندر روشنيءَ جي اچ وڃ جي جاءِ لهندا. تانجو انهيءَ ۽ آسمان جي وچ ۾ ڪا ڇت (يعني ڪا رڪاوٽ) نہ هوندي. ماڻهن ائين ڪيو، جيئن عائشہ ﷺ فرمايو هو. پوءِ ڏاڍي برسات ٿي تانجو گاهہ ڦٽيا ۽ اٺ ڪائي ٿلها متارا ٿيا ۽ چربيءَ جي ڪري ڦاٽڻ لڳا. جنهن کي ”ڦاٽڻ جو سال“ سڏيو ويو. (دارمي) ضعيف ۽ باطل روايت آهي. (الباني)

(٥٧٩٦) سعيد بن عبدالعزيز چوي ٿو تہ جڏهن حره جو واقعو پيش آيو تہ ٽن ڏينهن تائين مسجد نبويءَ ۾ اذان ۽ اقامت نہ ٿي، پر سعيد بن مسيب ﷺ مسجد نبوي ۾ ئي هو. ڪيس نماز جي وقت جو اندازو هڪ ڳجهي آواز سان ٿيندو هو، جيڪو نبيﷺ جن جي قبر مان ٻڌڻ ۾ ايندو هو. (دارمي) سند ضعيف آهي.(الباني)

(٥٧٩٧) ابو خلده کان روايت آهي تہ مون ابو العاليه کي چيو تہ ڇا انس نبيﷺ جن کان حديثون ٻڌيون آهن؟ انهيءَ چيو تہ سندن ڏهہ سال خدمت ڪئي اٿس ۽ نبيﷺ جن ڪيس برڪت جي دعا ڏني ۽ انس جو باغ هر سال ٻہ ڀيرا ميوو ڏيندو هو ۽ ان جي گلن ۾ مشڪ جهڙي خوشبوءَ هوندي هئي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب، يعني ضعيف آهي. الباني)

## ٽيون فصل

(٥٧٩٨) عروه بن زبيرﷺ کان روايت آهي تہ اوس جي ڌيءُ نالي اروي‍ءَ سعيد بن زيد جي خلاف مروان وٽ فرياد ڪئي تہ منهنجي زمين تي قبضو ڪيو اٿس، سعيدﷺ جواب ڏنو تہ ڇا آئون ان جي زمين ڦٻائيندس، جڏهن تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ مروان چيو تہ توهان رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي؟ چيائين تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو ظلم سان ڪنهن جي هڪ گرانٽ زمين بہ ڦٻائيندو، ان کي ڳچيءَ ۾ ستن زمين جو طوق پارايو ويندو. مروان، سعيد کي چيو تہ هاڻي آئون توهان کان ٻي ثابتي نہ گهرندس. پوءِ سعيد دعا ڪئي تہ: اي اللهﷻ! جيڪڏهن هيءَ عورت ڪوڙي آهي تہ ان کي انڌو ڪر ۽ ان کي سندس زمين ۾ موت ڏي. پوءِ اها انڌي ٿي مئي. هڪ ڏينهن پنهنجي انهيءَ زمين ۾ گهمي رهي هئي تہ اچانڪ کڏ ۾ ڪري مئي. (بخاري، مسلم) ۽ مسلم جي محمد بن زيد بن عبدالله بن عمر کان ساڳي معنيٰ ۾ هڪ روايت آهي جنهن ۾ وڌيڪ آهي تہ) ڪيس انڌو ڏٺائين جيڪا هلڻ وقت ڀت کي ڳوليندي هئي، چوندي هئي تہ مون کي سعيد جي ٻڌ ڪائي وئي ۽ اها انهيءَ گهر جي کوهہ وٽان گذري جنهن جي باري ۾ انهيءَ سعيد سان تڪرار ڪيو هو پوءِ ان ۾ ڪري مئي تانجو اهو کوهہ ئي سندس قبر ٿيو.

(٥٧٩٩) ابن عمرﷺ كان روايت آهي ته عمر هڪ لشڪر موڪليو جنهن تي ”ساريه“ نالي هڪ شخص کي امير ڪيائين ( هڪ ڏينهن) جمعي جي خطبي ۾ عمر فاروقﷺ پڪاري چيو ته اي ساريه! جبل جي پناه ۾ اچ. (ڪجهه عرصي کان پوءِ) لشڪر جو هڪ قاصد آيو، جنهن چيو ته اي امير المؤمنين! اسان جو دشمن سان مقابلو ٿيو، جنهن جي مقابلي ۾ اسانکي شڪست ٿيڻ لڳي. اوچتو هڪ پڪاريندڙ کي چوندي ٻڌوسون ته اي ساريه! جبل جي پناه ۾اچ. اسان پنهنجين پٺين کي جبل جي اوٽ ۾ ڦيرايو ته الله تعاليٰ کيس شڪست ڏئي ڇڏي. (بيهقي دلائل النبوة)

(٥٨٠٠) نبيه بن وهب کان روايت آهي ته ڪعب، عائشهؓ وٽ داخل ٿيو. پوءِ رسول اللهﷺ جن جو ذڪر نڪتو ته ڪعبؓ چيو ته جڏهن به ڏينهن ٿيندو آهي، ستر هزار فرشتا لهندا آهن، تانجو رسول اللهﷺ جن جي قبر جي چوڌاري ويهندا آهن ۽ ان تي پنهنجا پر وڇائيندا آهن ۽ رسول اللهﷺ تي درود پڙهندا رهندا آهن، تانجو شام ٿيندي آهي ته آسمان تي چڙهي ويندا آهن ۽ ايترائي ٻيا فرشتا لهندا آهن ۽ اهي به ائين ڪندا آهن، تانجو جڏهن پاڻ سڳورنﷺ جي قبر ڪلندي ته پاڻ ستر هزار فرشتن جي جهرمٽ ۾ (محشر ۾) ايندا. (دارمي) ان جي سند ضعيف آهي. (الباني)

# نبيﷺ جن جي اصحابن جي هجرت ۽ پاڻ سڳورنﷺ جي وفات جو بيان

## پهريون فصل

(٥٨٠١) براءؓ کان روايت آهي ته اسان وٽ سڀ کان پهريائين رسول اللهﷺ جن جو ساٿي مصعب بن عمير ۽ ابن ام مڪتومؓ آيا، ٻئي اسان کي قرآن پڙهائيندا هئا. پوءِ عمار، بلال ۽ سعد بن ابي وقاصؓ آيا. پوءِ عمر بن خطابؓ ويهن اصحابين سان گڏجي آيو. پوءِ نبيﷺ جن پاڻ آيا. مون مديني وارن کي ايترو خوش ڪڏهن به نه ڏٺو، جيترو نبيﷺ جن جي اچڻ تي خوش ٿيا هئا. مون ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي خوشيءَ وچان چوندي ٻڌو ته: هي الله جو رسولﷺ آهي، جيڪو اچي چڪو، پوءِ ڪهڙو نه چڱو آيو، تانجو مون سبح اسم ربک الاعليٰ ۽ اهڙيون ٻيون مفصل سورتون سکيون. (بخاري)

(٥٨٠٢) ابو سعيد خدريؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن منبر تي ويهي ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي اختيار ڏنو ته دنيا جي زيب زينت کي پسند ڪري يا جيڪي ڪجهه الله وٽ آهي، تنهن کي پسند ڪري، پوءِ انهيءَ انهن شين کي پسند ڪيو جيڪي الله وٽ آهن. اها ڳالهه ٻڌي ابو بڪرؓ روئڻ لڳو. چوڻ لڳو ته اسان جي پيئر ۽ اسان جو مائر توهان تي قربان وڃن. اسان کي سندس روئڻ تي تعجب ٿيو. ماڻهن چيو ته هي پوڙهي کي ڏسو! رسول اللهﷺ جن هڪ ٻانهي جي باري ۾ خبر ڏيئي رهيا آهن، جنهن کي الله اختيار ڏنو ته دنيا جي زيب زينت کي پسند ڪري يا جيڪي الله وٽ آهي، تنهن کي پسند ڪري ۽ هي (ابو بڪرؓ وري) چوي ٿو

تہ توهان تي اسان جي پيئر ۽ اسان جون مائرون فدا ٿين. دراصل رسول اللهﷺ جن ئي هئا، جنهن کي الله تعاليٰ اختيار ڏنو ۽ ابوبکر اسان مان سڀ کان وڌيڪ علم وارو هو. (بخاري، مسلم)

(٥٨٠٣) عقه بن عامرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن احد جي شهيدن جي قبرن وٽ ويا ۽ اٺن سالن کان پوءِ سندن لاءِ اهڙي دعا فرمايائون جيئن کو جيئرن ۽ مئلن کي الوداع چوندو آهي. پوءِ منبر تي آيا ۽ فرمايائون تہ بيشڪ توهان کان اڳي هلي مان توهان جو انتظار ڪندس. آئون توهان تي گواهہ ٿيندس. توهان سان ملاقات جي جاءِ حوض ڪوثر آهي، جنهن کي آئون هتان ڏسي رهيو آهيان ۽ بيشڪ مون کي زمين جي خزانن جون چاٻيون يا زمين جون چاٻيون ڏنيون ويون آهن ۽ الله جو قسم! مون کي توهان جي باري ۾ شرڪ جو خوف خطرو نہ آهي، پر مون کي توهان جي باري ۾ دنيا جو خوف آهي تہ توهان ان ڏانهن رغبت ڪندا ۽ ان تي وڙهي هلاڪ ٿيندا، جيئن توهان کان اڳيان هلاڪ ٿي ويا. (بخاري، مسلم)

(٥٨٠٤) عائشهؓ کان روايت آهي تہ مون تي الله جي نعمتن مان هڪ نعمت اها بہ آهي تہ رسول اللهﷺ جن منهنجي گهر ۾ ۽ منهنجي واريءَ واري ڏينهن ۽ منهنجي سيني تي ٽيڪ ڏيئي وفات پاتي ۽ بيشڪ الله تعاليٰ وفات جي وقت منهنجي ٿڪ پاڻﷺ جي ٿڪ کي گڏ ڪيو. عبدالرحمٰن بن ابي بکر ؓ مون وٽ آيو ۽ سندس هٿ ۾ ڏندڻ هو ۽ رسول اللهﷺ جن مون کي ٽيڪ ڏيئي آرامي هئا. مون ڏٺو تہ پاڻﷺ ان ڏانهن نهاري رهيا آهن. مان سمجهي ويس تہ پاڻﷺ ڏندڻ ڪرڻ پسند فرمائين ٿا. عرض ڪيم تہ ڇا توهان لاءِ ڏندڻ وٺان؟ پنهنجي مٿي سان اشارو ڪيائون تہ هائو! مون ان کان ڏندڻ ورتو، جنهن کي چٻاڙڻ سندن لاءِ ڏکيو هو. مون عرض ڪيو تہ ڇا ان کي نرم ڪري توهان کي ڏيان؟ پنهنجي مٿي سان اشارو ڪيائون تہ هائو! پوءِ مون ان کي نرم ڪري ڏنو. پاڻﷺ ڏندڻ ڪيائون ۽ سندن سامهون هڪ برتن هو، جنهن ۾ پاڻي هو. هٿ پاڻيءَ ۾ وجهي پنهنجي منهن تي ڦيري رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، بيشڪ موت جون ڏاڍيون سختيون آهن. پوءِ پنهنجو هٿ مٿي کڻي فرمايائون تہ (مون کي) سڀ کان بلند مرتبي واري دوست (الله) جي ملاقات گهربل آهي، تانجو سندن روح قبض ٿي ويو ۽ هٿ پنهنجي جاءِ تي موٽي آيو. (بخاري)

(٥٨٠٥)عائشهؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو بہ نبي بيمار ٿيندو آهي، تنهن کي دنيا ۽ آخرت جو اختيار ڏنو ويندو آهي ۽ پاڻ سڳورنﷺ جنهن بيماريءَ ۾ وفات فرمائي، انهيءَ ۾ کين آواز جي سختيءَ جي تڪليف هئي. مون کين فرمائيندي ٻڌو تہ (يا الله) مون کي نبين ۽ صديقين ۽ شهيدن ۽ صالحين ۾ شامل فرماءِ، جن تي تو انعام فرمايو آهي لله النساء ٦٩. پوءِ مون ڄاتو تہ کين اختيار ڏنو ويو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٨٠٦) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ جن جي بيماري سخت ٿي وئي تہ بيماريءَ جي تڪليف ڪين بي هوش ڪري ڇڏيو، فاطمه رضي الله عنها چيو تہ هاءِ منهنجي پيءُ جي سختي! ڪيس فرمايائون تہ اڄ کان پوءِ تنهنجي پيءُ تي ڪا سختي نہ ايندي. جڏهن پاڻ گذاري ويا تہ فاطمه رضي الله عنها چيو تہ هاءِ منهنجا بابا! توهان رب جي سڏ کي قبول فرمايو. اي بابا جو جنت الفردوس سندس نڪاڻو آهي. اي منهنجا پيءُ! سندس موت جي خبر جبرئيل عليه السلام تائين پهچايون ٿا. جڏهن ڪين دفن ڪيو ويو تہ فاطمه رضي الله عنها فرمايو تہ اي انس! ڇا اها ڳالهہ توهان کي سٺي لڳي تہ رسول الله ﷺ جي مٿان مٽي وجهو. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٥٨٠٧) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن مديني آيا تہ حبشين سندن اچڻ جي خوشيءَ ۾ نيزي بازيءَ جا ڪرتب ڏيکاريا (ابوداؤد) دارميءَ جي روايت مطابق فرمائي ٿو تہ جنهن ڏينهن رسول الله ﷺ جن اسان وٽ آيا، ان کان وڌيڪ سهڻو ۽ وڌيڪ روشن ڏينهن مون ڪڏهن نہ ڏٺو ۽ جنهن ڏينهن رسول الله ﷺ جن جي وفات ٿي ان کان وڌيڪ بڇڙو ۽ وڌيڪ اونداهون ڏينهن مون ڪڏهن نہ ڏٺو. ترمذيءَ جي روايت مطابق، فرمائي ٿو تہ جنهن ڏينهن رسول الله ﷺ جن مديني آيا، انهيءَ ڏينهن هر شيءِ روشن ٿي وئي ۽ جنهن ڏينهن پاڻ ﷺ گذاري ويا، انهيءَ ڏينهن هر شيءِ اونداهين ٿي وئي ۽ اسان رسول الله ﷺ جن کي دفنائي رهيا هئاسون تہ پنهنجا هٿ بہ صاف نہ ڪياسون، ڇاڪاڻ تہ اسان جون دليون (سندن وفات ڪري) مجڻ کان انڪاري هيون.

(٥٨٠٨) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن فوت ٿيا تہ ڪين دفن ڪرڻ جي باري ۾ ماڻهن ۾ اختلاف پيدا ٿيو. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڪجهہ فرمائيندي ٻڌو آهي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ الله هر نبيءَ کي انهيءَ هنڌ وفات ڏيندو آهي، جتي اهو دفن ٿيڻ پسند ڪندو آهي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي سندن سمهڻ جي جاءِ تي دفن ڪريو. (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٨٠٩) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن تندرستيءَ جي زماني ۾ فرمايو تہ ڪنهن نبيءَ جو روح ان وقت تائين نہ ڪڍيو آهي، جيستائين ڪيس جنت ۾ سندس جاءِ نہ ڏيکاربي آهي. پوءِ ڪيس اختيار ڏنو ويندو آهي تہ (دنيا ۾ رهڻ پسند ڪري يا الله جل جلاله جي ملاقات کي پسند فرمائي) عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ جڏهن مٿن وفات جو وقت آيو ۽ سندن سر منهنجي سٿر تي هو تہ پاڻ ﷺ بيهوش ٿي ويا. هوش ۾ آيا تہ نگاهہ ڪٽي ڇت ڏانهن ڏٺائون. پوءِ فرمايائون تہ اي منهنجا الله! سڀ کان بلند ساٿي (تون ئي آهين) مون سوچيو تہ ان جو مطلب آهي تہ پاڻ ﷺ اسان کي پسند نٿا ڪن. فرمائي ٿي تہ پوءِ مون کي اها حديث سمجهہ ۾ آئي، جيڪا تندرستيءَ جي زماني ۾ ٻڌائي هئائون. تہ جيستائين ڪنهن نبيءَ کي جنت ۾ سندس جاءِ نٿي ڏيکارجي، تيستائين سندس روح قبض نٿو ٿئي. پوءِ ڪيس اختيار ڏنو ويندو آهي. چوي ٿي تہ نبي ﷺ جن

جيڪا آخري ڳالهه فرمائي. سا هيءَ هئي تہ اي الله! آئون مٿانهن درجن واري ساٿيءَ کي پسند ڪريان ٿو (بخاري، مسلم)

(٥٨١٠) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جنهن بيماريءَ ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن گذاري ويا، تنهن ۾ فرمائيندا هئا تہ اي عائشه! خيبر جي ڏينهن جيڪو (زهريلو) کاڌو مون کاڌو هو، ان جي تڪليف هميشہ محسوس ڪندو آهيان ۽ هاڻي انهيءَ زهر جي ڪري منهنجي ساهہ جي وڏي رڳ ڇڃڻ واري آهي. (بخاري)

(٥٨١١) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي وصال جو وقت ويجهو آيو تہ گهر ۾ ڪافي ماڻهو هئا، جن ۾ عمر بن خطاب رضي الله عنه بہ هو. نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ مون ڏانهن اچو تہ توهان کي هڪ لکت لکي ڏيان. جنهن کان پوءِ توهان ڪڏهن گمراهہ نہ ٿيندا. عمر بن خطاب رضي الله عنه چيو تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم سڪرات جي تڪليف ۾ آهن، توهان وٽ قرآن موجود آهي، توهان لاءِ الله جو ڪتاب ڪافي آهي. پوءِ گهر ۾ موجود ماڻهن اختلاف ڪيو ۽ هڪ ٻئي سان تڪرار ڪرڻ لڳا. ڪو چئي رهيو هو تہ سندن ويجها ٿيو تہ الله جو رسول توهان کي لکت لکي ڏي ۽ ڪو اها ڳالهہ چئي رهيو هو، جيڪا عمر فاروق رضي الله عنه چئي. جڏهن سندن شور ۽ اختلاف وڌي ويو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ڪين فرمايو تہ مون وٽان اٿي وڃو. پوءِ ابن عباس رضي الله عنهما چوندو هو تہ سڀ کان وڏي مصيبت اها ٿي، جو ماڻهن جي اختلاف ۽ گوڙ جي ڪري، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي لکت لکڻ جو موقعو نہ مليو ۽ سليمان بن ابي مسلم احول جي روايت ۾ آهي تہ ابن عباس رضي الله عنهما چيو تہ خميس جو ڏينهن ۽ خميس جو ڏينهن ڪهڙو نہ (ڏکوئيندڙ ڏينهن) هو! پوءِ پاڻ رُنو، تانجو سندن ڳوڙهن سان پٿريون پسي ويون. مون چيو تہ اي عباس جا پٽ رضي الله عنه! اهو خميس جو ڏينهن ڪهڙو آهي؟ چيائين رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي تڪليف وڌي وئي تہ ارشاد فرمايائون تہ مون کي ڪلهي جيڪا هڏي (سليٽ) آڻي ڏيو، جنهن تي توهان کي هڪ لکت لکي ڏيان. جنهن کان پوءِ توهان ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا. جنهن تي انهن هڪ ٻئي سان جهڳڙو ڪيو ۽ ڪنهن نبيءَ وٽ جهڳڙو ڪرڻ نٿو جڳائي. ڪن چيو تہ سندن حالت ڪهڙي آهي ڇا دنيا کان الوداعي گفتگو فرمائي رهيا آهن. (جنهن جو ويساهہ نہ هوندو آهي؟) ڪانئن پڇو. پوءِ هڪ ٻئي سان تڪرار ڪرڻ لڳا. پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمايائون تہ مون کي ڇڏي ڏيو، مون کي ڇڏي ڏيو، بيشڪ آئون جنهن حالت ۾ آهيان، سا انهيءَ کان چڱي آهي، جنهن ڏانهن توهان مون کي سڏيو ٿا. پوءِ ڪين ٽن ڳالهين جو حڪم فرمايائون: ١_ جزيرة العرب مان مشرڪن کي ڪڍي ڇڏي. ٢_ سفيرن سان سهڻو سلوڪ ڪريو، جيئن آئون ساڻن سهڻو سلوڪ ڪندو آهيان، ٣_ٽين ڳالهہ ارشاد نہ فرمايائون يا راويءَ چيو تہ مون کان وسري وئي. سفيان چوي ٿو تہ اهو سليمان جو ڪم آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٨١٢) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي وفات کان پوءِ ابوبڪر رضي الله عنه، عمر رضي الله عنه کي چيو تہ اسان سان گڏجي هل تہ ام ايمن جي زيارت ڪريون، جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سندن زيارت ڪندا هئا. جڏهن ٻئي وٽس پهتا تہ روئڻ لڳي. انهن ٻنهي کيس چيو تہ ڇا جي ڪري روئين

ٿي؟ ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي لاءِ ﷲ وٽ جيڪي ڪجهہ آهي، سو وڌيڪ چڱو آهي؟ انهيءَچيو تہ آئون هن ڪري نٿي روئان جو نٿي ڄاڻان تہ رسول الله ﷺ جن لاءِ جيڪي ڪجهہ ﷲ وٽ آهي، سو وڌيڪ چڱو آهي، پر هن ڪري روئان ٿي تہ آسمان تان وحيءَ جو اچڻ بند ٿي ويو. پوءِ ٻنهي کي روئڻھارڪو ڪيائين، تانجو اهي ان سان گڏ روئڻ لڳا. (مسلم)

(٥٨١٣) ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پنهنجي انهيءَ بيماريءَ ۾ رسول الله ﷺ جن اسان وٽ آيا، جنهن ۾ سندن وصال ٿيو ۽ اسان مسجد ۾ هئاسون. سندن مٿو مبارڪ ڪپڙي سان ٻڌل هو، تانجو منبر تي آيا ۽ ان تي نهي وينا. اسان سندن ويجها ٿي ويناسون. فرمايائون تہ ﷲ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، بيشڪ آئون پنهنجي هن جاءِ تان حوض (ڪوثر) کي ڏسي رهيو آهيان. پوءِ فرمايائون تہ بيشڪ هڪ ٻانهي تي دنيا ۽ سدن زينت پيش ڪئي وئي، پر هن آخرت کي پسند ڪيو. اها حقيقت ابوبڪر رضي الله عنه کان سواءِ ڪو سمجهي نہ سگهيو. سندس اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ روئڻ لڳو. چوڻ لڳو تہ بلڪ اسان جا پيئر ۽ اسان جون مائرون ۽ اسان جون جانيون ۽ اسان جا مال توهان تي فدا آهن، اي ﷲ جا رسول ﷺ !ابو سعيد رضي الله عنه چوي ٿو تہ پوءِ پاڻ ﷺ منبر تان لٿا تہ وري ڪڏهن هن گهڙيءَ تائين ان تي نہ چڙهيا. (دارمي)

(٥٨١٤) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن ﴿إِذَا جَاءَ نَصْرُ اللَّهِ وَالْفَتْحُ﴾ لٿي تہ رسول الله ﷺ جن فاطمه رضي الله عنها کي سڏ ڪرايو.فرمايائون تہ مون کي منهنجي موت جي خبر ڏني وئي آهي، جنهن تي اها روئڻ لڳي. فرمايائون تہ نہ روءُ! ڇاڪاڻ تہ منهنجي گهر وارن مان سڀ کان پهريائين تون مون سان ملندينءَ. تنهن تي فاطمه رضي الله عنها کلڻ لڳي. نبي ﷺ جن جي ڪن گهر جي ياتين (انهيءَ حالت ۾) کيس ڏٺو. انهن چيو تہ اي فاطمه رضي الله عنها! اسان ڏٺو تہ تون روئي رهي آهين. پوءِ کلي رهي آهين. انهيءَ چيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ مون کي خبر ڏني تہ سندن موت جو وقت ويجهو اچي ويو آهي، تنهن ڪري مون کي روئڻ آيو. پوءِمون کي فرمايائون تہ نہ روءُ! ڇاڪاڻ تہ منهنجن گهر جي ياتين مان سڀ کان پهريائين تون مون سان ملندينءَ. تنهن تي آئون کلڻ لڳيس ۽ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن وقت ﷲ جي مدد پهتي ۽ مڪو فتح ٿيو ۽ يمن وارا آيا جيڪي سڀ کان وڌيڪ نرم دل آهن ۽ ايمان يمنين جو آهي ۽ دانائي يمنين جي آهي. (دارمي)

(٥٨١٥) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هاءِ مون کي مٿي ۾ سور ٿئي ٿو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون منهنجي زندگيءَ ۾ مرندينءَ تہ تنهنجي لاءِ بخشش گهرندس ۽ تنهنجي حق ۾ دعا ڪندس. عائشه رضي الله عنها چيو تہ آئون سخت مصيبت ۾ آهيان. ﷲ جو قسم! آئون ڀانيان ٿي تہ توهان منهنجي موت کي پسند ڪريو ٿا. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ البتہ توهان ساڳئي ڏينهن، پنهنجي ڪنهن گهر واريءَ سان صحبت ڪرڻ وارا هوندا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بلڪ منهنجي مٿي ۾ سور آهي. مون ارادو ڪيو تہ ابوبڪر رضي الله عنه ۽ سندس پٽ کي گهرايان ۽ کين وصيت ڪري ڇڏيان، هن خوف جي ڪري تہ متان (خلافت جي باري ۾) چوڻ وارا ڪا ڳالهہ نہ چون ۽ اميد رکڻ وارا ڪا اميد نہ ڪن. پوءِ مون سوچيو تہ ﷲ انڪار فرمائيندو ۽ مسلمان ان

ڳالھ کي برداشت نہ ڪندا يا فرمايائون تہ ﷲ ان ڳالھ کي برداشت نہ ڪندو ۽ مؤمن انڪار ڪندا. (بخاري)

(٥٨١٦) عائشہؓ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينھن رسول اللهﷺ جن بقيع مان ڪنھن جنازي تان موٽي آيا. مون کي ڏٺائون تہ منھنجي مٿي ۾ سور آهي آئون چئي رهي هيس تہ هاءِ منھنجي مٿي جو سور! پاڻﷺ فرمايائون تہ اي عائشہ! بلڪ هاءِ منھنجي مٿي جو سور! پوءِ فرمايائون تہ ڀلا تنھنجي لاءِ نقصان جي ڪھڙي ڳالھ آهي. جيڪڏهن تون مون کان اڳ مري وئينءَ تہ آئون توکي غسل ڏيندس، توکي ڪفن ڏيندس، تنھنجي جنازي جي نماز پڙهندس ۽ توکي دفن ڪندس. مون چيو تہ ها! آئون توهان کي سمجهي وئي آهيان. ﷲ جو قسم! جيڪڏهن توهان ائين ڪيو تہ توهان پنھنجي ڪنھن گهر واريءَ سان وڃي صحبت ڪندا. رسول اللهﷺ جن مشڪيا. پوءِ سندن اها تڪليف شروع ٿي، جنھن ۾ وصال فرمايائون. (دارمي)

(٥٨١٧) جعفر بن محمد پنھنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ قريش جو هڪ شخص سندس پيءُ علي بن حسينؓ وٽ آيو. چيائين تہ ڇا توکي رسول اللهﷺ جن جي حديث نہ ٻڌايان؟ انهيءَ چيو تہ هائو! ابو القاسم يعني رسول اللهﷺ جن جي حديث بيان ڪر. انهيءَ چيو تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن بيمار ٿيا تہ وٽن جبرئيلؑ آيو، جنھن چيو تہ اي محمدﷺ! بيشڪ ﷲ تعاليٰ مون کي توهان جي عزت افزائي، شان وڌائڻ ۽ خاص توهان لاءِ موڪليو آهي. توهان کان انهيءَ ڳالھ جي باري ۾ پڇي رهيو آهي، جنھن کي ﷲ توهان کان وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي. ﷲ فرمائي ٿو تہ توهان جي ڪھڙي حالت آهي؟ فرمايائون تہ آئون پاڻ کي غم ۽ رنج ۾ لھان ٿو. پوءِ ٻئي ڏينھن جبرئيلؑ وٽن آيو ۽ ساڳي ڳالھ پڇيائين. نبيﷺ جن بہ پھرئين ڏينھن وانگر جواب ڏنو. ٽئين ڏينھن جبرئيلؑ وري آيو تہ نبيﷺ جن بہ ڪيس پھرئين ڏينھن وارو جواب ڏنو. جبرئيلؑ سان گڏجي هڪ فرشتو آيو، جنھن جو نالو اسماعيل آهي، انهيءَ سان گڏ هڪ لک فرشتا هئا، جن مان هر هڪ فرشتي سان هڪ لک فرشتا ساڻ هئا. اسماعيلؑ نبيﷺ جن کان اندر اچڻ جي اجازت گهري. پاڻﷺ ان جي باري ۾ جبرئيلؑ کان پڇا ڪيائون، جبرئيلؑ چيو تہ هي ملڪ الموت آهي، جنھن توهان کان اڳ ڪنھن ماڻھوءَ کان اچڻ جي اجازت نہ گهري آهي ۽ نہ توهان کان بعد بہ ڪنھن ماڻھو کان اچڻ جي اجازت گهرندو. فرمايائون تہ ڪيس اچڻ جي اجازت ڏي. جبرئيلؑ ڪيس اندر اچڻ جي اجازت ڏني. اسماعيل پاڻ ڪريمنﷺ کي سلام ڪيو، پوءِ عرض ڪيائين تہ اي محمدﷺ! بيشڪ ﷲ تعاليٰ مون کي توهان ڏانھن موڪليو آهي، جيڪڏهن روح قبض ڪرڻ جي اجازت عنايت فرمايو تہ توهان جو روح قبض ڪريان ۽ جيڪڏهن ان کي ڇڏڻ جو حڪم فرمايو تہ ان کي ڇڏي ڏيان. فرمايائون تہ اي موت جا بادشاہ! ڇا (واقعي) تون ائين ڪندين؟ انهيءَ چيو تہ هائو! مون کي اهوئي حڪم ڪيو ويو آهي ۽ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ توهان جو چيو مڃيان. نبيﷺ جن جبرئيلؑ ڏانھن نھاريو. جبرئيلؑ چيو تہ اي محمدﷺ! بيشڪ ﷲ تعاليٰ کي توهان جي ملاقات جو شوق آهي. پوءِ نبيﷺ جن ملڪ الموت کي چيو تہ جنھن ڪم جو توکي حڪم ڪيو ويو آهي، انهيءَ تي عمل ڪر. پوءِ انهيءَ سندن روح

قبض ڪيو. جڏهن پاڻ ﷺ وفات فرمايائون ۽ ماڻهو تعزيت لاءِ آيا تہ گهر جي هڪ ڪنڊ مان آواز ٻڌائون تہ: گهر وارؤ! توهان تي سلامتي ۽ الله جي رحمت ۽ سندس برڪتون هجن. بيشڪ الله لاءِ (صبر ڪندا تہ) هر هڪ مصيبت کان پوءِ تسلي آهي ۽ (الله) هر هلاڪت (تي صبر جو) بدلو ۽ هر فوتي جو ازالو ڪرڻ وارو آهي. پوءِ الله جو خوف رکو ۽ انهيءَ ۾ (ثواب جي) اميد رکو. ڇاڪاڻ تہ اصل مصيبت جو ماريل اهوئي شخص آهي جيڪو ثواب کان محروم ڪيو وڃي. علي رضي الله عنه پڇيو تہ ڇا توهان کي خبر آهي تہ اهو ڪير آهي؟ اهو خضر عليه السلام آهي. (بيهقي دلائل النبوة) سند واهي ۽ روايت غير ثابت آهي (الباني)

# نبي ﷺ جن جي ورثي جو بيان

## پهريون فصل

(٥٨١٨) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ورثي ۾ نہ دينار ڇڏيو ۽ نہ درهم ۽ نہ ٻڪري ۽ نہ اٺ ۽ نہ ڪنهن شيءِ جي وصيت فرمايائون. (مسلم)

(٥٨١٩) عمرو بن حارث رضي الله عنه جيڪو (ام المؤمنين) جويريه رضي الله عنها جو ڀاءُ هو، انهيءَ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وفات جي وقت ڪو دينار، ڪو درهم، ڪو غلام ۽ ڪا ٻانهي نہ ڇڏي. سواءِ سندن اڇي رنگ واري خچر جي جنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ سواري ڪندا هئا ۽ سندن هٿيارن جي يا انهيءَ زمين جي، جنهن کي صدقو ڪيو هئائون. (بخاري)

(٥٨٢٠) ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ منهنجي وفات کان پوءِ منهنجا وارث دينار ۽ درهم نہ ورهائيندا. مون پنهنجي گهر وارن جي گذران ۽ ملازمن لاءِ جيڪي ڪجھ ڇڏيو آهي، تنهن کان سواءِ جيڪو بہ بچي، سو صدقو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٨٢١) ابوبڪر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اسان جي مال جو ڪو وارث نہ ٿيندو آهي، اسان جيڪي ڪجھ ڇڏيون سو صدقو آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٨٢٢) ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن امت تي ڪرم ڪرڻ جو ارادو فرمائيندو آهي تہ ان جي نبيءَ کي انهن کان اڳ پاڻ وٽ گهرائيندو آهي ۽ ان کي انهن لاءِ اڳواڻ ۽ بخشش جو سبب ڪندو آهي ۽ جڏهن ڪنهن امت کي هلاڪ ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهي تہ انهيءَ قوم تي سندن نبيءَ جي زندگيءَ ۾ عذاب موڪلي،ڪين هلاڪ ڪندو آهي ۽ نبي پنهنجين اکين سان سندن بربادي ڏسي پنهنجيون اکيون ٺاريندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ڪيس ڪوڙو پائيندا ۽ ان جي حڪم جي نافرماني ڪندا آهن. (مسلم)

( ٥٨٢٣) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ضرور توهان مان ڪنهن تي اهو ڏينهن ايندو جڏهن اهومون کي نہ

ڏسندو ۽ سندس لاءِ مون کي ڏسڻ سندس گھر وارن ۽ مال ملڪيت کان وڌيڪ پيارو ھوندو. (مسلم)

# فضيلتن جو ڪتاب

## قريش جي فضيلتن ۽ قبيلن جو بيان

### پھريون فصل

(٥٨٢٤) ابوھريرهﷺ کان روايت آھي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ھن معاملي، يعني حڪومت ۾ ماڻھو قريش جا تابعدار آھن، انھن مان جيڪي مسلمان آھن، اھي پنھنجن مسلمان جا تابعدار آھن ۽ انھن مان جيڪي ڪافر آھن اھي پنھنجن ڪافرن جا تابعدار آھن. (بخاري، مسلم)

(٥٨٢٥) جابرﷺ کان روايت آھي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ڀلائي ۽ برائي ۾ ماڻھو قريش جا تابعدار آھن. (مسلم)

(٥٨٢٦) ابن عمرﷺ کان روايت آھي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ھي ڪم يعني حڪومت سدائين قريش ۾ رھندي، جيستائين منجھن ٻہ ڄڻا بہ ھوندا. (بخاري، مسلم)

(٥٨٢٧) معاويهﷺ کان روايت آھي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ ھي معاملو يعني حڪومت قريش ۾ رھندي، جيڪو بہ ساڻن دشمني ڪندو، الله تعاليٰ کين اونڌي منھن ٽنگي ڇڏيندو، جيستائين اھي دين کي قائم ڪندا. (بخاري)

(٥٨٢٨) جابر بن سمرهﷺ کان روايت آھي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ دين اسلام ٻارنھن خليفن تائين طاقتور ۽ غالب رھندو ۽ اھي سڀ (خليفا) قريش مان ھوندا ۽ ھڪ روايت ۾ آھي تہ ماڻھن جو معاملو سدائي جاري رھندو، تانجو انھن تي ٻارنھن خليفا مقرر ٿيندا، جيڪي سڀ قريش مان ھوندا. ھڪ روايت ۾ آھي تہ دين سدائين قائم رھندو، تانجو قيامت قائم ٿئي يا مٿن ٻارنھن ڄڻا حڪمران ٿيندا، سڀ قريشن مان ھوندا (بخاري، مسلم)

(٥٨٢٩) ابن عمرﷺ کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: غفار قبيلي کي الله تعاليٰ بخشي ۽ اسلم قبيلي کي الله تعاليٰ سلامت رکي ۽ عصيہ قبيلي الله ۽ رسول جي نافرماني ڪئي. (بخاري، مسلم)

(٥٨٣٠) ابوھريره ﷺ کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قريش ۽ انصار ۽ جھينہ ۽ مزينہ ۽ اسلم ۽ غفار ۽ اشجع (قبيلا) منھنجا دوست آھن. الله ۽ سندس رسولﷺ کان سواءِ سندن ڪو دوست نہ آھي. (بخاري، مسلم)

(٥٨٣١) ابوبڪره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسلم ۽ غفار ۽ مزينه ۽ جهينه قبيلا بنوتميم ۽ بنوعامر کان چڱا آهن ۽ ٻئي ساٿاري قبيلا بنواسد ۽ بنو غطفان کان چڱا آهن. (بخاري مسلم)

(٥٨٣٢)ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ مون جڏهن کان بنوتميم جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن کان ٽي ڳالهيون ٻڌيون آهن، مان انهن کي دوست رکان ٿو: ١- ڪين فرمائيندي ٻڌو تہ منهنجي امت ۾ بنوتميم وارا دجال جي مقابلي ۾ سڀ کان وڌيڪ سخت آهن ٢- بنوتميم جا صدقا (مال غنيمت ۾) آيا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اهي اسان جي قوم جا صدقا آهن ٣- ام المؤمنين عائشہ ﷞ وٽ بنو تميم جي هڪ ٻانهي هئي. پاڻ فرمايائون تہ: اي عائشہ ﷞! ڪيس آزاد ڪر، بيشڪ اها اسماعيل ؈ جي اولاد مان آهي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٨٣٣) سعد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو قريش کي ذليل ڪرڻ جو ارادو ڪندو، تنهن کي ﷲ ذليل ڪندو. (ترمذي)

(٥٨٣٤) ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا ڪئي تہ اي ﷲ! تو قريش جي اڳين ماڻهن کي عذاب چکايو، هاڻي سندن پوين کي بخشش عطا فرماءِ. (ترمذي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٣٥) ابوعامر اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان پيارا قبيلا اسد ۽ اشعري آهن، جيڪي نہ جنگ ۾ ڀڄندا آهن ۽ نہ مال غنيمت ۾ خيانت ڪندا آهن. اهي مون مان آهن ۽ آئون انهن مان آهيان (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي- الباني)

.

(٥٨٣٦) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ازد قبيلي وارا زمين ۾ الله جا شينهن آهن. ماڻهو ڪين زمين ۾ حقير ۽ ضعيف ڏسڻ گهرن ٿا ۽ ﷲ سندن درجا بلند ڪرڻ گهري ٿو ۽ ضرور ماڻهن تي هڪ زمانو ايندو، جو ڪو شخص چوندو تہ جيڪر منهنجو پيءُ ازد قبيلي مان هجي ها ۽ جيڪر منهنجي ماءُ ازد قبيلي مان هجي ها. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي - الباني)

(٥٨٣٧) عمران بن حصين ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وفات تائين ٽن قبيلن کي چڱو نہ سمجهندا هئا: ثقيف، بنو حنيفہ ۽ بنواميہ. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٣٨) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ثقيف ۾ هڪ وڏو ڪوڙو ۽ هڪ وڏو فسادي شخص پيدا ٿيندو. عبدالله بن عصمہ چوي ٿو تہ چيو وڃي ٿو تہ وڏي ڪوڙي مان مراد مختار بن ابوعبيد آهي ۽ وڏي فساديءَ مان مراد حجاج بن يوسف آهي ۽ هشام بن حسان چوي ٿو تہ جيڪي ماڻهو ٻڌي، حجاج قتل ڪرايا، تن کي ڳڻيائون تہ سندن تعداد هڪ لک ويهہ هزار نڪتو. (ترمذي) ۽ مسلم پنهنجي صحيح ۾ روايت آندي آهي تہ جڏهن حجاج، عبدالله بن زبير ﷺ کي قتل ڪيو تہ اسماءَ ؓ چيو تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي ٻڌايو هو تہ: ثقيف قبيلي ۾ هڪ وڏو ڪوڙو ۽ هڪ وڏو فسادي پيدا ٿيندو. رهيو وڏو ڪوڙو شخص، تنهن کي اسان (اڳ ۾) ڏسي چڪا آهيون. (يعني مختار بن ابي عبيد) ۽ رهيو وڏو فسادي تہ پانيان ٿي تہ ان حجاج کان سواءِ ٻيو ڪير نہ آهي. پوري حديث اجهو ٽئين فصل ۾ ايندي.

(٥٨٣٩) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ ماڻهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان کي ثقيف قبيلي جي تيرن ڇني ڇڏيو آهي، ڪين بد دعا ڏيو. پاڻ دعا ڪيائون تہ اي الله! ثقيف قبيلي کي هدايت ڏي. (ترمذي)

(٥٨٤٠) عبدالرزاق پنهنجي پيءُ کان اهو ميناءُ کان، اهو ابوهريره ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ اسان نبي ﷺ جن وٽ هئاسون تہ وٽن هڪ شخص آيو، پانيان ٿو تہ قيس قبيلي جو هو. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! قبيلہ حمير تي لعنت ڪريو. پاڻﷺ ان کان منهن ڦيرايائون. اهو ٻئي پاسي ڏانهن آيو تہ پاڻﷺ وري ان کان منهن ڦيرايائون. وري ٻئي پاسي ڏانهن آيو تہ پاڻ ﷺ ٽيهر ان کان منهن ڦيرايائون. پوءِ فرمايائون تہ: اي الله! حمير قبيلي تي رحم فرماءِ. سندن منهن ۾ سلامتي آهي ۽ سندن هٿن ۾ کاڌو آهي ۽ اهي امن ۽ ايمان وارا آهن. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي، جنهن کي رڳو عبدالرزاق جي حوالي سان ڄاڻون ٿا، جيڪو ميناءَ کان اهڙ يون منڪر حديثون بيان ڪندو آهي)

(٥٨٤١) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: تون ڪهڙي قبيلي مان آهين. عرض ڪيم تہ قبيلہ دوس مان. فرمايائون تہ: آئون نٿو ڀانيان تہ دوس قبيلي ۾ تو کان سواءِ ڪو شخص آهي جنهن ۾ ڀلائي هجي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)
(٥٨٤٢) سلمان ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: مون سان ساڙ نہ رک نہ تہ پنهنجي دين کان هٿ ڌوئي ويندين. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! توهان سان ساڙ ڪيئن رکندس، حالانڪ الله تعاليٰ اسان کي توهان جي ذريعي هدايت عطا ڪئي. فرمايائون تہ: عربن سان ساڙ رکندين تہ ڄڻ تون مون سان ساڙ رکيو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب، يعني ضعيف آهي ( الباني)

(٥٨٤٣) عثمان بن عفان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن عرب کي ڏوکو ڏنو، اهو منهنجي شفاعت ۾ داخل نہ ٿيندو ۽ نہ ان کي منهنجي محبت نصيب ٿيندي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي، جنهن کي رڳو حصين بن عمر جي حوالي سان ڄاڻون ٿا، جيڪو اهل حديث وٽ قوي نہ آهي) هيءَ حديث موضوع يعني بناوٽي آهي (الباني)

(٥٨٤٤) ام حرير طلحہ بن مالڪ جي آزاد ڪيل ٻانهيءَ کان روايت آهي تہ مون پنهنجي مالڪ کي چوندي ٻڌو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ويجهي اچڻ جي هڪ علامت عربن جو هلاڪ ٿيڻ آهي (ترمذي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٤٥) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بادشاهي قريش ۾ ۽ قضا انصار ۾ ۽ اذان حبشين ۾ ۽ امانت ازد يعني يمنين ۾ آهي ۽ هڪ روايت مطابق اها حديث موقوف آهي (ترمذيءَ چوي ٿو تہ اها ئي ڳالهہ وڌيڪ صحيح آهي)

## ٽيون فصل

(٥٨٤٦) عبدالله بن مطيع پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي مڪي جي فتح جي ڏينهن فرمائيندي ٻڌو تہ اڄوڪي ڏينهن کان پوءِ ڪنهن قريشيءَ کي قيامت تائين ٻڌي قتل نہ ڪيو ويندو. (مسلم)

(٥٨٤٧)ابونوفل کان روايت آهي تہ مون عبدالله بن زبير رضي الله عنه (جي لاش) کي مديني جي چوراهي ۾ لٽڪيل ڏٺو. قريش ۽ ٻيا ماڻهو اتان لنگهي رهيا هئا، تانجو عبدالله بن عمر رضي الله عنهما اتان گذريو، پوءِ اتي بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي خبيب جا پيءُ! توتي سلام هجي. اي خبيب جا پيءُ! توتي سلام هجي. اي خبيب جا پيءُ! توتي سلام هجي.الله جو قسم! تو کي انهيءَ (حڪومت) کان روڪيندو هيس. الله جو قسم! تو کي انهيءَ (حڪومت) کان روڪيندو هيس،الله جو قسم! تو کي انهيءَ (حڪومت) کان روڪيندو هيس، الله جو قسم! ڄاڻان ٿو تہ تون وڏو روزيدار، رات جو اٿي عبادت ڪندڙ ويجهن مائٽن سان مٽي ڳنڍيندڙ هئين. آگاهہ رهہ الله جو قسم! اها ٽولي جيڪا توکي برو ڀانئي ٿي، اها پاڻ بري آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ تون انهيءَ کان وڌيڪ چڱو آهين، پوءِ عبدالله بن عمر رضي الله عنه اتان هليو ويو. حجاج کي عبدالله رضي الله عنه جي اتي ترسڻ ۽ ابن زبير رضي الله عنه سان مٿين ڳالهہ ڪرڻ جي خبر پهتي تہ سندس لاش اتان لهرائي يهودين جي قبرستان ۾اڇلرايائين. پوءِ حجاج سندس ماءُ يعني ابوبڪر رضي الله عنه جي نياڻي اسماءَ رضي الله عنها کي سڏرايو، جنهن اچڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ وري وٽس ماڻهو موڪليو تہ پاڻ اچ نہ تہ تو وٽ ڪنهن اهڙيشخص کي موڪليندس جيڪو چوٽيءَ کان وٺي تو کي مون وٽ حاضر ڪندو. اسماءَ وري انڪار ڪيو ۽ کيس چورائي موڪليو تہ الله جو قسم! تو وٽ نہ ايندس جيستائين تون ان شخص کي مون وٽ نہ موڪليندين جيڪو مون کي چوٽيءَ کان وٺي تو وٽ آڻي پيش ڪري. راوي چوي ٿو تہ حجاج چيو تہ منهنجيون جتيون آڻي ڏيو. پوءِ جتي پائي سيٽجي هليو ۽ اسماءَ رضي الله عنها وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ تو ڏٺو تہ مون خدا جي دشمن (يعني ابن زبير رضي الله عنه ) سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ انهيءَ چيو تہ مون ڏٺو تہ تو سندس دنيا برباد ڪئي ۽ انهيءَ تنهنجي آخرت برباد

ڪئي. مون کي خبر پهتي آهي تہ تون ڪيس چوندو هئين تہ اي پن ڪمربند واري عورت جا پٽ! ﷲ جو قسم! اها مان ئي آهيان. هڪڙي ڪمربند سان رسول الله ﷺ ۽ ابوبڪر لاءِ ڪاڌو ٻڌي موڪليندي هيس تہ جيئن جانورن (يعني مکين ماڪوڙ ين) ڪان ان جي حفاظت ٿئي ۽ ٻيو ڪمربند عورت پنهنجي چيلهہ سان ٻڌندي آهي، جنهن ڪان اها بي پرواهہ نہ هوندي آهي. خبردار! ﷲ جي رسول ﷺ اسان کي ٻڌايو هو تہ ثقيف قبيلي ۾ هڪ وڏو ڪوڙو ۽ هڪ وڏو فسادي پيدا ٿيندو. رهيو وڏو ڪوڙو شخص، سو تنهن کي اسان ڏسي چڪا آهيون ۽ رهيو فسادي تہ اهو آئون توکي ئي ڀانيان ٿي. راوي چوي ٿو تہ پوءِ حجاج اتان هليو ويو ۽ ڪيس ڪو جواب نہ ڏنائين. (مسلم)

(٥٨٤٨) نافع ڪان روايت آهي تہ ابن عمر رضي الله عنه وٽ ٻہ ڄڻا ابن زبير جي فتني جي زماني ۾ آيا، انهن چيو تہ ماڻهن جيڪي ڪجھ ڪيو، سو توهان ڏسو ٿا ۽ توهان عمر رضي الله عنه جا پٽ ۽ رسول الله ﷺ جن جا ساٿي آهيو پوءِ توهان کي خروج (يعني جهاد) ڪرڻ ڪان ڪهڙي ڳالهہ روڪي ٿي؟ انهيءَ فرمايو تہ: مون کي هيءَ ڳالهہ روڪي ٿي تہ ﷲ تعاليٰ مون تي منهنجي مسلمان ڀاءُ جو رت حرام ڪيو آهي. انهن چيو تہ ڇا ﷲ تعاليٰ نٿو فرمائي تہ ساڻن وڙ هو، تانجو فتنو باقي نہ رهي. ابن عمر رضي الله عنه فرمايو تہ: اسان وڙ هي چڪاسون تانجو فتنو ختم ٿيو ۽ دين سڀ ﷲ جو غالب ٿيو ۽ توهان هن مقصد لاءِ وڙهو ٿا تہ فتنو قائم ٿئي ۽ دين غير ﷲ جو قائم ٿئي. (بخاري)

(٥٨٤٩) ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ طفيل بن عمرو دوسي رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ دوس قبيلو هلاڪ ٿي ويو، جنهن نافرماني ڪئي ۽ (اسلام آڻڻ ڪان) انڪار ڪيائين. سندن خلاف ﷲ وٽ دعا گهرو. ماڻهن ڀانيو تہ پاڻ ڪين بددعا ڏئي رهيا آهن، پر دعا ڪيائون تہ اي ﷲ! دوس کي هدايت ڏي ۽ ڪين (مسلمان ڪري) مون وٽ آڻ. (بخاري، مسلم)

(٥٨٥٠) ابن عباس رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن ڳالهين جي ڪري عربن سان محبت ڪريو: 1- ڇاڪاڻ تہ آءٌ عربي آهيان 2- ۽ قرآن عربي آهي 3- ۽ جنتين جي ٻولي عربي آهي. (بيهقي شعب الايمان) حديث موضوع ۽ بناوٽي آهي (الباني)

# اصحابن جي فضيلتن جو بيان

## پهريون فصل

(٥٨٥١) ابوسعيد خدري رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجن ساٿين کي گاريون نہ ڏيو، پوءِ جيڪڏهن توهان مان ڪو شخص احد جبل جيترو سون بہ (ﷲ جي واٽ ۾) خرچ ڪري تڏهن بہ اهو انهن مان ڪنهن هڪ جي ٽويي يا اڌ ٽويي خرچ ڪرڻ جي (ثواب) کي بہ نہ پهچي سگهندو. (بخاري، مسلم)

(٥٨٥٢) ابوبرده پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن آسمان ڏانهن مٿو ڪڻي نهاريو ۽ پاڻ اڪثر آسمان ڏانهن مٿو ڪڻي نهاريندا هئا. پوءِ فرمايائون تہ: تارا آسمان لاءِ امن جو سبب آهن جڏهن تارا ختم ٿي ويندا تہ آسمان تي اها مصيبت اچي ويندي، جنهن جو وعدو ڪيو ويجي ٿو ۽ آئون پنهنجن اصحابين لاءِ امن جو سبب آهيان. جڏهن آءُ (دنيا مان لاڏاڻو ڪري) ويس تہ منهنجن اصحابن تي اهي (فتنا) ايندا جن جو ساڻن وعدو ڪيو وڃي ٿو ۽ منهنجا اصحابي منهنجي امت لاءِ امن جو سبب آهن. جڏهن منهنجا اصحابي ختم ٿي ويا تہ منهنجي امت تي اهي(فتنا) ايندا، جن جو ساڻن وعدو ڪيو وڃي ٿو.(مسلم)

(٥٨٥٣) ابوسعيد خدريؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن تي اهڙو زمانو اچڻ وارو آهي جو هڪ ٽولي جهاد ڪندي. پوءِ (ماڻهو هڪ ٻئي کان) پڇندا تہ ڇا توهان ۾ رسول الله ﷺ جن جو ڪو اصحابي آهي؟ جواب ڏيندا تہ هائو! پوءِ (سندس برڪت سان) کين فتح نصيب ٿيندي. وري ماڻهن تي هڪ زمانو ايندو جو هڪ ٽولي جهاد ڪندي. پوءِ پڇيو ويندو تہ ڇا توهان۾ رسول الله ﷺ جن جي اصحابين جو ڪو ساٿي (يعني تابعي) آهي؟ جواب ڏيندا تہ هائو! پوءِ (سندس برڪت سان) کين فتح نصيب ٿيندي. وري ماڻهن تي هڪ زمانو ايندو جو هڪ ٽولي جهاد ڪندي. پوءِ پڇيو ويندو تہ ڇا توهان ۾ رسول الله ﷺ جي ساٿين جي ساٿين جو ڪو ساٿي (يعني تبع تابعي) آهي؟ جواب ڏيندا تہ هائو! پوءِ (سندس برڪت سان) کين فتح نصيب ٿيندي. مسلم جي هڪ روايت۾ آهي تہ فرمايائون تہ: ماڻهن تي هڪ زمانو ايندو، جڏهن جهاد لاءِ هڪ فوج موڪلي ويندي، پوءِ (پاڻ ۾) چوندا تہ ڏسو ڇا توهان ۾ رسول الله ﷺ جو ڪو اصحابي آهي، پوءِ (اهو) لبندو تہ کين فتح حاصل ٿيندي. وري جهاد لاءِ ٻي فوج موڪلي ويندي. پڇندا تہ ڇا توهان ۾ ڪو تابعي آهي، پوءِ کين فتح حاصل ٿيندي. وري جهاد لاءِ ٽين فوج موڪلي ويندي، پوءِ (پاڻ ۾) چوندا تہ ڏسو تہ ڇا توهان ۾ ڪو تبع تابعي آهي؟ وري جهاد لاءِ چوٿين فوج موڪلي ويندي، پوءِ (پاڻ۾) چوندا تہ ڏسو تہ ڇا توهان ۾ ڪو تبع تابعي آهي، پوءِ اهو لبندو تہ کين فتح حاصل ٿيندي.

(٥٨٥٤) عمران بن حصين ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت ۾ سڀ کان ڀلارو زمانو منهنجو آهي، پوءِ جيڪي ماڻهو انهن کان بعد ايندا، پوءِ جيڪي ماڻهو انهن کان بعد ايندا. پوءِ اهڙا ماڻهو ايندا جيڪي گواهي ڏيندا، حالانڪ انهن کان گواهي طلب نہ ڪئي ويندي. خيانت ڪندا، حالانڪ وٽن امانت رکي نہ ويندي. نذر مڃيندا پر ان کي پورو نہ ڪندا. منجهن ٿولهہ پيدا ٿيندي. هڪ روايت ۾ آهي تہ قسم کڻندا، حالانڪ انهن کان قسم ورتو نہ ويندو (بخاري، مسلم) مسلم ۾ ابوهريره ؓ جي روايت۾ آهي تہ پوءِ هڪ قوم پيدا ٿيندي، جيڪا ٿولهہ کي پسند ڪندي.

## ٻيو فصل

(٥٨٥٥) عمر ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجن اصحابن جي عزت ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اهي توهان کان وڌيڪ ڀلارا آهن، پوءِ اهي وڌيڪ ڀلارا آهن جيڪي انهن کان بعد ايندا(يعني تابعي) پوءِ جيڪي انهن کان بعد ايندا (يعني تبع تابعين) پوءِ ڪوڙ ن ماڻهن (جو دور) ايندو، تانجو هڪ شخص ڪوڙا قسم کڻندو، حالانڪ ان کان قسم ورتو ئي نہ ويندو ۽ قسم تي شاهدي ڏيندو حالانڪ ان کان قسم تي شاهدي ورتي نہ ويندي.

ٻڌو! جنهن کي وچ جنت ۾ گھر حاصل ڪرڻ جي خوشي آهي، تنهن کي گھرجي تہ جماعت کي لازم پڪڙي. بيشڪ شيطان اڪيلي انسان سان هوندو آهي ۽ ٻن ڄڻن کان پري ڀڄندو آهي ۽ هرگز ڪو (ڌاريو) شخص ڪنهن عورت سان اڪيلائي ۾ نہ ويهي، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ ٽيون شيطان هوندو آهي ۽ جنهن کي نيڪي ڪري خوشي ٿئي ۽ سندس برائي ڪيس خراب لڳي، اهوئي مؤمن آهي. (نسائي) ۽ هن حديث جي سند جا راوي، صحيح حديث جا راوي آهن، مگر ابراهيم بن حسن خثعمي کان بخاري ۽ مسلم ۾ روايت نہ آهي، پر اهو ويساهہ جوڳو ۽ حديث ۾ مضبوط آهي.

(٥٨٥٦) جابر ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: انهيءَ مسلمان کي دوزخ جي باهہ نہ ڇهندي جنهن مون کي ڏٺو ۽ جنهن انهيءَ کي ڏٺو، جنهن مون کي ڏٺو (يعني صحابي ۽ تابعي کي) (ترمذي)

(٥٨٥٧) عبد الله بن مغفل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجن اصحابن جي باري ۾ ﷲکان ڊڄو،ﷲ کان ڊڄو. منهنجن اصحابن جي باري ۾ ﷲ کان ڊڄو،ﷲ کان ڊڄو. پوءِ جنهن انهن سان محبت رکي تہ منهنجي محبت جي ڪري ئي انهن سان محبت رکي ٿو ۽ جنهن ساڻن دشمني رکي تہ منهنجي دشمني جي ڪري ئي ساڻن دشمني رکي ٿو ۽ جنهن کين ايذايو، انهيءَ مون کي ايذايو ۽ جنهن مون کي ايذايو تہ پوءِ انهيءَ ﷲ کي ايذايو ۽ جنهن ﷲ کي ايذايو تہ پوءِ ويجهو آهي تہ ﷲ کيس پڪڙ ي (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هي حديث غريب آهي)

(٥٨٥٨) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت۾ منهنجن اصحابين جو مثال ائين آهي، جيئن کاڌي ۾ لوڻ هوندو آهي، جنهن کان سواءِ کاڌو صحيح نہ هوندو آهي. حسن بصري فرمائي ٿو تہ بيشڪ اسان جو لوڻ تہ ختم ٿي چڪو، پوءِ اسان ڪيئن سڌري سگھنداسون؟(شرح السنہ)

(٥٨٥٩) عبد الله بن بريده پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجو ڪو بہ صحابي جنهن بہ سرزمين ۾ مرندو، ڪيس قيامت جي ڏينهن انهيءَ علائقي جي ماڻهن لاءِ اڳواڻ ۽ روشني ڪري اٿاريو ويندو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث حسن غريب آهي )

## ٽيون فصل

(٥٨٦٠) ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان انهن ماڻهن کي ڏسو، جيڪي منهنجن اصحابين کي گاريون ڏين ٿا تہ چئو تہ توهان جي ان شر تي ﷲ جي لعنت هجي. (ترمذي)

(٥٨٦١) عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون پنهنجي رب کان پاڻ کان بعد پنهنجن اصحابين جي اختلاف جي باري ۾ پڇيو، ﷲتعاليٰ مون ڏانهن وحي ڪئي تہ اي محمدﷺ ! بيشڪ تنهنجا اصحابي مون وٽ ائين آهن جيئن آسمان ۾ تارا آهن، جيڪي هڪ ٻئي کان وڌيڪ طاقتور آهن ۽ هر هڪ ۾ روشني آهي. پوءِ جنهن شخص سندن اختلاف مان جيڪا بہ شيءِ ورتي، اهو مون وٽ

هدايت تي آهي ۽ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجا اصحابي تارن وانگر آهن، انهن مان جنهن جي بہ توهان پيروي ڪندا، هدايت لهندا.(رزين)
حديث باطل ۽ واهي آهي (الباني)

## ابوبڪر ﷛ جون فضيلتون

### پهريون فصل

(٥٨٦٢) ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مون کي جنهن شخص جي صحبت ۽ مال بي نياز ڪيو، سو ابوبڪر آهي ۽ جيڪڏهن آئون ڪنهن کي پنهنجو دوست بڻايان ها، تہ ابوبڪر کي دوست بڻايان ها پر اسلامي ڀائيچارو ۽ اسلامي محبت ڪافي آهي. (ٻڌو!) مسجد نبوي ۾ ابوبڪر ﷛ جي جاري کان سواءِ هرگز ڪنهن جو جارو باقي رهڻ نہ گهرجي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪڏهن آئون پنهنجي رب کان سواءِ ڪنهن کي دوست بڻايان ها تہ ابوبڪر کي دوست بڻايان ها. (بخاري، مسلم)

(٥٨٦٣) عبد الله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن آئون ڪنهن کي پنهنجو دوست بڻايان ها تہ ابوبڪر ﷛ کي دوست بڻايان ها، پر اهو منهنجو ڀاءُ ۽ ساٿي آهي ۽ توهان جي صاحب (يعني نبي ڪريمﷺ جن) کي ﷲ پنهنجو دوست بڻايو آهي.(مسلم)

(٥٨٦٤) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي پنهنجي مرض الموتہ ۾ فرمايو تہ: پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي ڀاءُ کي مون وٽ سڏي اچ، تانجو ڪا لکت لکي (سندن حوالي ڪريان). بيشڪ مون کي خوف آهي تہ متان ڪو (خلافت جي) اميد ڪري ۽ ڪو چوڻ وارو چوي تہ آئون سڀ کان (خلافت جو) وڌيڪ حقدار آهيان ۽ (پر) ﷲ تعاليٰ ۽ مؤمن ابوبڪر﷛ کان سواءِ ڪنهن جي خلافت نہ مڃيندا. (مسلم) ۽ حميدي جي ڪتاب ۾ ٿوري لفظي تبديلي آهي.

(٥٨٦٥) جبير بن مطعم ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ عورت رسول الله ﷺ جن وٽ آئي ۽ ڪنهن شيءِ جي باري ۾ ڪجهہ عرض ڪيائين. پاڻ ڪيس حڪم فرمايائون تہ: ٻئي ڀيري اچجانءِ. عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ! مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن اچان ۽ توهان کي نہ لهان يعني جيڪڏهن توهان جو وصال ٿي وڃي؟ ارشاد فرمايائون تہ: جيڪڏهن مون کي نہ لهين تہ پوءِ ابوبڪر ﷛ وٽ اچجانءِ. (بخاري، مسلم)

(٥٨٦٦) عمرو بن عاص ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ڪيس "ذات السلاسل" لشڪر جو اڳواڻ ڪري موڪليو. پوءِ وٽن موٽي آيس تہ عرض ڪيم تہ ماڻهن ۾ توهان کي سڀ کان وڌيڪ پيارو ڪير آهي؟ فرمايائون تہ: عائشہ! مون عرض ڪيو تہ مردن ۾؟ فرمايائون تہ: سندس پيءُ! عرض ڪيم تہ ان کان پوءِ ڪير وڌيڪ پيارو آهي؟ فرمايائون تہ: عمر ﷛ پوءِ پاڻ ڪجهہ ماڻهن جا نالا ڳڻايائون، پوءِ مون هن خوف جي ڪري خاموشي اختيار ڪئي تہ متان مون کي انهن ۾ سڀ کان آخر ۾ ٻڌائين.(بخاري، مسلم)

(٥٨٦٧) محمد بن حنفيہ کان روايت آهي تہ مون پنهنجي پيءُ (علي ﷺ) کان پڇيو تہ نبي ﷺ جن کان پوءِ سڀ کان ڀلارو ڪير آهي؟ انهيءَ چيو تہ ابوبڪر ﷺ! مون عرض ڪيو تہ پوءِ ڪير؟ انهيءَ چيو تہ عمر ﷺ! مون کي ڊپ ورتو تہ متان پوءِ جواب ڏي تہ عثمان ﷺ! تنهن ڪري مون پڇيو تہ پوءِ توهان آهيو؟ فرمايائين تہ آئون تہ مسلمانن مان هڪ (عام) ماڻهو آهيان. (بخاري)

(٥٨٦٨) عبد الله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن جي زماني ۾ ڪنهن کي ابوبڪر ﷺ جي برابر نہ سمجهندا هئاسون. پوءِ عمر ﷺ کي پوءِ عثمان ﷺ کي. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جي اصحابين سڳورن کي ڇڏي ڏيندا هئاسون، انهن مان ڪنهن کي ٻئي تي فضيلت نہ ڏيندا هئاسون. (بخاري) ابودائود جي هڪ روايت مطابق فرمائي ٿو تہ اسان رسول الله ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ چوندا هئاسون تہ نبي ﷺ جي امت ۾ پاڻ ڪريمن کان بعد سڀ کان افضل ابوبڪر ﷺ، پوءِ عمر ﷺ، پوءِ عثمان ﷺ آهي.

## ٻيو فصل

(٥٨٦٩) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسان تي جنهن جو بہ احسان هو، تنهن کي اسان سندس بدلو ڏئي ڇڏيو، سواءِ ابوبڪر ﷺ جي، پوءِ بيشڪ اسان تي ابوبڪر ﷺ جو احسان آهي، جنهن جو بدلو ڪيس قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ عطا فرمائيندو ۽ ابوبڪر ﷺ جي مال جيترو مون کي فائدو ڏنو، اوترو ڪنهن جي مال مون کي نفعو نہ ڏنو ۽ جيڪڏهن آئون ڪنهن کي پنهنجو دوست بڻايان ها تہ ابوبڪر ﷺ کي پنهنجو دوست بڻايان ها ۽ بيشڪ توهان جو صاحب الله جو دوست آهي. (ترمذي) حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٧٠) عمر ﷺ کان روايت آهي تہ ابوبڪر اسان جو سردار، اسان مان سڀ کان ڀلارو ۽ رسول الله ﷺ جن وٽ اسان مان سڀ کي پيارو آهي. (ترمذي)

(٥٨٧١) ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ابوبڪر ﷺ کي فرمايو تہ: تون غار ۾ بہ منهنجو ساٿي آهين تہ حوض ڪوثر تي بہ منهنجو ساٿي آهين. (ترمذي) حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٧٢) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن قوم ۾ ابوبڪر ﷺ هجي، اتي ان کان سواءِ ڪنهن کي نماز پڙهائڻ نہ گهرجي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٨٧٣) عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي حڪم فرمايو تہ: صدقو ڏيون. اتفاق جي ڳالهہ جو ان وقت مون وٽ (ڪافي) مال هو. مون چيو تہ جيڪڏهن آئون ابوبڪر ﷺ کان (نيڪين ۾) اڳرائي ڪري

سگهيس تہ اڄ ڪندس. پوءِ مون (خدمت قدس ۾ ) پنهنجو اڌ مال آندو. رسول الله ﷺ جن پڇيو تہ پنهنجي گهر وارن لاءِ ڇا ڇڏي آيو آهين؟ عرض ڪيم تہ ايترو ئي مال. ابوبڪر ﷜ وٽ جيڪي ڪجهہ موجود هو، سڀ خدمت ۾ آڻي پيش ڪيائين. فرمايائون تہ: اي ابوبڪر﷜! پنهنجي گهر وارن لاءِ ڇا ڇڏي آيو آهين؟ چيائين تہ سندن لاءِ ﷲ ۽ ان جي رسول ﷺ کي ڇڏي آيو آهيان. مون چيو تہ آئون ابوبڪر ﷜ کان ڪڏهن بہ (نيڪين ۾ ) اڳرائي ڪري نہ سگهندس. (ترمذي، ابوداڻد )

(٥٨٧٤) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ ابوبڪر ﷜ رسول الله ﷺ جن وٽ آيو. پاڻ ڪيس فرمايائون تہ: تون باهہ کان آزاد ڪيل آهين، انهيءَ ڏينهن کان ڪيس "آزاد ڪيل" سڏيو وڃي ٿو. (ترمذي)

(٥٨٧٥) ابن عمر ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان اڳ ۾ منهنجي قبر کلندي، پوءِ ابوبڪر جي، پوءِ عمر ﷜ جي، پوءِ بقيع قبرستان وارن وٽ ايندس، جن جو حشر مون سان گڏ ٿيندو، پوءِ مڪي وارن جو انتظار ڪندس، تانجو حرمين شريفين وارن جو حشر مون سان گڏ ٿيندو. (ترمذي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٨٧٦) ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون وٽ جبريل ؑآيو، پوءِ مون کي هٿ کان وٺي، مون کي اهو دروازو ڏيکاريائين، جتان منهنجي امت جنت ۾ داخل ٿيندي. ابوبڪر ﷜ چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ ! آئون چاهيان ٿو تہ توهان سان گڏ هجان تانجو انهيءَ (دروازي) کي ڏسان. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي ابوبڪر! منهنجي امت ۾ تون ئي آهين، جيڪو سڀ کان اڳ جنت ۾ داخل ٿيندو. (ابوداڻد) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

## ٽيون فصل

(٥٨٧٧) روايت آهي تہ عمر ﷜ وٽ ابوبڪر ﷜ جو ذڪر نڪتو تہ رئڻ لڳو ۽ چيائين تہ منهنجي خواهش آهي تہ منهنجن سڀني عملن جي بدلي ۾ مون کي سندس ڏينهن مان هڪ ڏينهن ۽ سندس راتين مان هڪ رات نصيب ٿئي. رهي رات تہ ان مان اها رات مراد آهي، جڏهن ان رسول الله ﷺ سان گڏ (هجرت جي سفر ۾ ) غار ثور ۾ پناه ورتي. جڏهن پاڻ اتي پهتا تہ عرض ڪيائين تہ ﷲ جو قسم! توهان کان اڳ مان داخل ٿيان ٿو. جيڪڏهن ڪا شيءِ (نانگ، بلا) هوندي تہ توهان جي بجاءِ مون کي ايذاءُ ڏيندي. پوءِ اندر داخل، ٿي ان کي چڱي صاف ڪيائين. غار ۾ ڪي سوراخ ڏٺائين ۽ گوڏ کي ڦاڙي انهن کي بند ڪيائين، تہ بہ ٻہ سوراخ باقي رهجي ويا، جن مان هڪ تي پنهنجو پير رکيائين. پوءِ رسول الله ﷺ کي عرض ڪيائين تہ هاڻي اندر اچو. پوءِ پاڻ داخل ٿيا ۽ ابوبڪر ﷜ جي هنج ۾ سمهي پيا. ابوبڪر ﷜ کي پير واري سوراخ مان بلا ڏنگيو. پر رسول الله ﷺ جن جي ننڊ خراب ٿيڻ جي خوف کان ڪا چرپر نہ ڪيائين، تانجو سندس ڳوڙها رسول الله ﷺ جن جي منهن مبارڪ تي ڪريا. پاڻﷺ فرمايائون تہ: اي ابوبڪر! خير تہ آهي توکي ڇا ٿيو؟ عرض ڪيائين تہ منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توهان تي فدا ٿين، مون کي بلا ڏنگيو آهي. رسول الله ﷺ جن انهيءَ جاءِ تي پنهنجو لعاب مبارڪ هنيو تہ سندس تڪليف ختم ٿي وئي. وري زهر جو اهو اثر موٽي آيو، جيڪو آخر ۾ ابوبڪر ﷜ جي موت جو سبب ٿيو.

رهيو ڏينهن تہ اهو ڏينهن مراد آهي جڏهن رسول الله ﷺ جن جو وصال ٿيو ۽ عرب دين کان ڦري ويا ۽ انهن چيو تہ اسان زڪوٰة نہ ڏينداسون. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ جيڪڏهن مون کي اٺ ٻڌڻ وارو رسو بہ نہ ڏيندا، تڏهن بہ ساڻن ان تي بہ وڙ هندس. مون چيو تہ اي رسول الله ﷺ جا خليفا! ماڻهن سان نرمي ۽ مهرباني ڪر. مون کي چيائين تہ ڇا تون جاهليت ۾ ڏاڍو هئين ۽ اسلام ۾ بزدل ٿي ويو آهين. بيشڪ وحي جو اچڻ بند ٿي ويو آهي ۽ دين اسلام پورو ٿي چڪو آهي، ڇا پوءِ منهنجي زندگيءَ ۾ انهيءَ ۾ گهٽتائي ڪئي ويندي؟ (رزين)

# عمر رضي الله عنه جون فضيلتون

## پهريون فصل

(٥٨٧٨)ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان کان اڳين امتن ۾"محدث" هوندا هئا. پوءِ جيڪڏهن منهنجي هن امت ۾ ڪو (محدث) آهي تہ اهو عمر رضي الله عنه آهي.(بخاري، مسلم)

(٥٨٧٩) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ عمر بن خطاب رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن کان اندر اچڻ جي اجازت گهري، ان وقت قريش جون ڪي عورتون (يعني سندن گهر واريون) وٽن ويٺيون هيون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان ڳالهائي رهيون هيون ۽ وڌيڪ خرچ جو مطالبو ڪري رهيون هيون ۽ ڏاڍيان ڳالهائي رهيون هيون. جڏهن عمر رضي الله عنه اندر اچڻ جي اجازت گهري تہ (هڪدم) اٿيون ۽ جلدي جلدي پردي ۾ هلي ويون. عمر رضي الله عنه اندر آيو تہ رسول الله ﷺ جن مسڪرائي رهيا هئا. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! الله توهان کي سدائين کلائي. فرمايائون تہ: هي جيڪي عورتون مون وٽ ويٺيون هيون، مون کي مٿن تعجب ٿئي ٿو. جڏهن تنهنجو آواز ٻڌائون تہ هڪدم پردي ۾ هليون ويون. پوءِ عمر رضي الله عنه چيو تہ اي پنهنجين جانين جون دشمن عورتو! ڇا توهان مون کان ڊڄو ٿيون ۽ رسول الله ﷺ جن کان نٿيون ڊڄو؟ انهن چيو تہ هائو! (توکان هن ڪري ڊڄي رهيون آهيون) جو تون وڌيڪ سخت ۽ وڌيڪ ڪاوڙ ڪندڙ آهين. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي خطاب جا پٽ! ڇڏي ڏين الله جو قسم! جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، جڏهن توکي شيطان هڪ رستي تان ايندي ڏسندو آهي، تہ اهو رستو ڇڏي ٻئي رستي ڏانهن ڀڄندو آهي. (بخاري، مسلم) حميدي جي قول مطابق برقاني جي روايت ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن:"اي الله جا رسول ﷺ توهان کي ڪهڙي ڳالهہ کلائي رهي آهي."

(٥٨٨٠) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: آئون جنت ۾ داخل ٿيس تہ ابوطلحہ جي زال رميضاءَ (ام سليم) کي ڏٺم ۽ ڪنهن جي قدمن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. مون پڇيو تہ هي ڪير آهي؟ (جبرئيل عليه السلام) چيو تہ اهو بلال آهي ۽ مون هڪ محل ڏٺو، جنهن جي اڱڻ ۾ هڪ نوجوان عورت هئي، پڇيم تہ هي محل ڪنهن جو آهي؟ چيائون تہ عمر جو آهي، پوءِ مون اندر داخل ٿي، ان کي ڏسڻ جو ارادو ڪيو، پر مون کي تنهنجي غيرت ياد اچي وئي. عمر رضي الله عنه چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توهان تي قربان وڃن ڇا توهان تي غيرت ڪندس؟ (بخاري، مسلم)

(٥٨٨١) ابو سعيد ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هن دوران جو آئون ننڊ ۾ هيس، منهنجي سامهون ماڻهو پيش ڪيا ويا، جن کي قميصون پاتل هيون، ڪن جون قميصون سيني تائين ۽ ڪن جون قميصون ان کان بہ ننڍيون هيون ۽ منهنجي سامهون عمر بن خطابﷺ کي پيش ڪيو ويو، سندس قميص ايتري ڊگهي هئي جنهن کي گهلي رهيو هو. عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان ان جي ڪهڙي تعبير ڪئي؟ فرمايائون تہ: دين! (بخاري، مسلم)

(٥٨٨٢) ابن عمرﷺ كان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ آئون ننڊ ۾ هيس تہ مون کي کير جو ٿانءُ آڻي ڏنو ويو. مون اهو پيتو تانجو آئون ايترو سيراب ٿي ويس جو اهو(کير) منهنجن ننهن آئون وهڻ لڳو. پوءِ مون بچايل کير عمر بن خطابﷺ کي ڏنو. عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! توهان انهيءَ خواب جي ڪهڙي تعبير فرمايو ٿا؟ فرمايائون تہ: علم. (بخاري، مسلم)

(٥٨٨٣) ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون ننڊ ۾ پاڻ کي هڪ کوهہ تي ڏٺو، جنهن تي ڏول هو. پوءِ جيترو ﷲ گهريو، مون انهيءَ کوهہ مان ڏول پري ڪڍيا. پوءِ ڏول ابوبڪرﷺ ورتو ۽ انهيءَ مان هڪ يا بہ ڏول ڪڍيائين ۽ پاڻي ڪڍڻ مهل منجهس ڪمزوري ظاهر هئي ۽ ﷲ سندس ڪمزوري کي بخشيندو. پوءِ ڏول کي خطاب جي پٽ ورتو. پوءِ عمر كان وڌيڪ ڪنهن کي پاڻي ڪڍڻ ۾ سگهارو نہ ڏٺم، تانجو ماڻهو پاڻي پياري پنهنجي پنهنجي ماڳ موٽيا. ابن عمرﷺ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پوءِ ابوبڪرﷺ جي هٿ مان خطاب جي پٽ ڏول ورتو، پوءِ ڏول سندس هٿ ۾ آيو. پوءِ پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ ۾ مون ان کان وڌيڪ ڪنهن کي سگهارو نہ ڏٺو. پوءِ پاڻي ڪڍيائين تانجو ماڻهو سيراب ٿي پنهنجي پنهنجي ماڳ موٽي ويا (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٨٨٤) ابن عمرﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ حق کي عمرﷺ جي زبان ۽ دل ۾ رکي ڇڏيو آهي. (ترمذي) ابودائود ۾ ابوذر ﷺ جي هڪ روايت مطابق پاڻﷺ فرمايائون تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ حق کي عمرﷺ جي زبان تي رکي ڇڏيو آهي، جنهن سان اهو ڳالهائيندو آهي.

(٥٨٨٥) عليﷺ كان روايت آهي تہ اسان هن ڳالهہ کي پري نہ سمجهندا هئاسون تہ سڪينت (۽ تسلي) عمرﷺ جي زبان تي ڳالهائيندي آهي. (بيهقي، دلائل النبوة)

(٥٨٨٦) ابن عباسﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن دعا ڪئي تہ يا ﷲ، اسلام کي ابوجهل بن هشام يا عمر بن خطاب جي ذريعي عزت ڏي. پوءِ (ٻئي ڏينهن) صبح جو عمرﷺ نبي ﷺ جن وٽ حاضر ٿيو ۽ اسلام قبول ڪيائين، پوءِ ظاهر ظهور ڪعبت ﷲ شريف ۾ نماز پڙهيائون. (احمد، ترمذي)

(٥٨٨٧) جابرﷺ کان روايت آهي تہ عمرﷺ ابوبکرﷺ کي چيو تہ: اي ماڻهن ۾ سڀ کان ڀلارا! ابوبکرﷺ چيو تہ بيشڪ تون اها ڳالھ چئي رهيو آهين، حالانڪ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ سج عمرﷺ کان وڌيڪ ڪنهن ڀلاري انسان تي نہ اڀريو آهي.(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب يعني ضعيف ۽ باطل آهي - الباني)

(٥٨٨٨) عقبہ بن عامرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن مون کان پوءِ ڪو نبي هجي ها تہ البتہ عمر بن خطابﷺ هجي ها. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٨٨٩) بريده ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ جهاد تي نڪتا، جڏهن اتان موٽي آيا تہ هڪ ڪاري رنگ جي ٻانهي آئي. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! بيشڪ مون نذر مڃي هئي تہ جيڪڏهن الله تعالىٰ توهان کي صحيح سلامت واپس آندو تہ توهان جي سامهون دف وڄائيندي ۽ ڳائيندي. رسول الله ﷺ جن کيس فرمايو تہ: جيڪڏهن تو اها نذر مڃي آهي تہ ڀلي دف وڄاءِ نہ تہ نہ! پوءِ دف وڄائڻ شروع ڪيائين، تانجو ابوبکرﷺ اندر آيو تہ بہ دف وڄائيندي رهي. پوءِ عليﷺ اندر آيو تہ بہ دف وڄائيندي رهي پوءِ عثمان اندر آيو تہ بہ دف وڄائيندي رهي. پوءِ عمر ﷺ اندر آيو تہ دف پنهنجي هيٺان رکي ان تي ويهي رهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي عمر! بيشڪ شيطان بہ البتہ توکان ڊڄي ٿو. بيشڪ آئون ويٺو رهيس، تڏهن بہ اها دف وڄائيندي رهي. پوءِ ابوبکر اندر آيو، تڏهن بہ اها دف وڄائيندي رهي. پوءِ عليﷺ اندر آيو، تڏهن بہ اها دف وڄائيندي رهي، پوءِ عثمان اندر آيو، تڏهن بہ اها دف وڄائيندي رهي. پوءِ اي عمر! جڏهن تون اندر آئين تہ انهيءَ دف کي اڇلائي ڇڏيو.(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث، حسن، صحيح ۽ غريب آهي - الباني)

(٥٨٩٠) عائشہﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ويٺا هئا تہ اسان ماڻهن جو گوڙ ۽ ڇوڪرن جا آواز ٻڌا. پوءِ رسول اللهﷺ جن اٿي بيٺا، ڇا ٿا ڏسن تہ حبشياڻي ناچ ڪري رهي آهي ۽ سندس چوڌاري ٻار بيٺا آهن. فرمايائون تہ: اي عائشہ ! اچ تون بہ نظارو ڪر. پوءِ آئون پنهنجي ڪاڏي رسول اللهﷺ جن جي ڪلهن جي وچ تي رکي بيهي رهيس ۽ سندن مٿي وٽان انهيءَ جو رقص ڏسڻ لڳيس. فرمائڻ لڳا تہ ڇا اڃا تنهنجو ڍؤ نہ ٿيو آهي؟ ڇا اڃا تنهنجو ڍؤ نہ ٿيو آهي؟ آئون چوندي رهيس تہ نہ! جيئن وٽن پنهنجو مرتبو ڏسان. ايتري ۾ عمرﷺ اچي ويو تہ ماڻهو اتان ڇڙ وڇڙ ٿي ويا. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون جنن ۽ انسانن جي شيطانن ڏانهن ڏسان ٿو، جيڪي عمر کي ڏسي ڀڄي ڇڪا آهن. فرمائي ٿي تہ پوءِ آئون موٽي آيس. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن، صحيح ۽ غريب آهي - الباني)

## ٽيون فصل

(٥٨٩١) انس ۽ ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ عمرﷺ چيو تہ مون پنهنجي رب سان ٽن ڳالهين ۾ موافقت ڪئي. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيڪر اسان ابراهيمﷺ جي بيهڻ جي جاءِ تي نماز پڙهون. تنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي:" ۽ ابراهيم جي بيهڻ جي جاءِ تي نماز پڙهو"(البقره) ۽ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! توهان جي گهر وارين وٽ چڱا ۽ خراب هر قسم جا ماڻهو اچن ٿا، جيڪڏهن ڪين پردي جو حڪم

فرمايو جنهن تي پردي ڪرڻ جي آيت نازل ٿي. ۽ نبيﷺ جن جون گهرواريون هڪ ٻئي سان غيرت ڪندي گڏ ٿيون. مون چيو ته ممڪن آهي ته جيڪڏهن پاڻ ڪريمﷺ توهان کي طلاق ڏين ته ﷲ توهان کان وڌيڪ ڀلاريون زالون کين نصيب ڪري، جنهن تي ساڳئي مضمون جي آيت نازل ٿي ۽ ابن عمرؓ جي هڪ روايت ۾ آهي ته عمرؓ چيو ته مون پنهنجي رب سان هنن ٽن ڳالهين ۾ موافقت ڪئي: ١- مقام ابراهيم وٽ نماز پڙهڻ جي باري ۾ ، ٢- پردي جي باري ۾ ،٣- جنگ بدر جي قيدين کي قتل ڪرڻ جي باري ۾. (بخاري، مسلم)

(٥٨٩٢) ابن مسعودؓ کان روايت آهي ته عمرؓ کي ماڻهن تي چئن صفتن جي ڪري فضيلت ڏني وئي: ١- بدر جي جنگي قيدين کي قتل ڪرڻ جو مشورو ڏنائين. (سندس تائيد ۾) ﷲ تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي ته "جيڪڏهن ﷲ تعاليٰ جي طرفان تقدير لکيل نه هجي ها ته البت جيڪو فديو توهان ورتو آهي، تنهن جي نتيجي ۾ توهان کي وڏو عذاب پهچي ها." ٢- پردي جي باري ۾ نبيﷺ جي گهر وارين کي حڪم ڪيائين ته توهان پردو ڪريو. (ام المؤمنين) زينبؓ کيس فرمايو ته: اي خطاب جا پٽ! اسان تي به حڪم هلائي رهيو آهين، حالانڪ اسان جي گهرن ۾ وحي نازل ٿي رهي آهي. پوءِ ﷲ تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي: "۽ جڏهن (نبيﷺ جن جي)گهر وارين کان ڪو سامان گهرو ته پردي جي پويان گهرو. ٣- نبيﷺ جن دعا گهري ته اي ﷲ! عمرؓ جي ذريعي اسلام کي طاقت عطا ڪر ٤- ۽ پاڻ پنهنجي راءِ سان ماڻهن ۾ سڀ کان پهريائين ابوبڪرؓ جي بيعت ڪيائين. (احمد) حديث جي سند ضعيف آهي – الباني)

(٥٨٩٣) ابوسعيدؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: اهو شخص منهنجي امت ۾ جنت جي سيني کان مٿانهين درجي تي آهي. ابوسعيد ؓ چوي ٿو ته ﷲ جو قسم! اسان "انهيءَ شخص" مان مراد عمر بن خطاب وٺندا هئاسون، تانجو انهيءَ پنهنجو رستو ورتو. (يعني گذاري ويو). (ابن ماجه) حديث جي سند ضعيف آهي- الباني)

(٥٨٩٤) اسلم کان روايت آهي ته مون کان ابن عمرؓ پنهنجي پيءُ عمرؓ جي باري ۾ ڪي ڳالهيون پڇيون. مون کيس انهن جي باري ۾ ٻڌايو. چيائين ته رسول الله ﷺ جن جي وفات کان پوءِ مون عمرؓ کان وڌيڪ ڪنهن شخص کي نيڪيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪندي نه ڏٺو، تانجو پاڻ گذاري ويو. (بخاري)

(٥٨٩٥) مسور بن مخرمہؓ کان روايت آهي ته جڏهن عمرؓ کي زخمي ڪيو ويو ته پنهنجي درد ۽ سور کي ظاهر ڪرڻ لڳو. پوءِ کيس ابن عباسؓ ڇڻ ته ٿوڪيندي، عرض ڪيو ته اي امير المؤمنين! توهان کي اهو سور ظاهر ڪرڻ نه گهرجي، بيشڪ توهان کي رسول اللهﷺ جن جي صحبت حاصل ٿي ۽ ڏاڍي سهڻي صحبت حاصل ٿي. پڻ پاڻ سڳوراﷺ هن حالت ۾ توهان کان جدا ٿيا، جو توهان کان راضي هئا. پوءِ توهان کي ابوبڪرؓ جي صحبت حاصل ٿي ۽ ڏاڍي سهڻي صحبت حاصل ٿي. پڻ اهو به توهان کان هن حالت ۾ جدا ٿيو، جو توهان کان راضي هو، وري توهان کي مسلمانن جي صحبت حاصل ٿي ۽ سندن ڏاڍي سهڻي صحبت حاصل ٿي. جيڪڏهن انهن کان جدا ٿيندا ته هن حالت ۾ توهان جدا ٿيندا، جو اهي توهان کان راضي آهن. عمرؓ فرمايو ته: رسول اللهﷺ جن جي صحبت ۽ رضامنديءَ جو جيڪو تو ذڪر ڪيو آهي، بيشڪ اهو مون تي ﷲ جو هڪ وڏو احسان آهي ۽

ابوبڪرﷺ جي صحبت ۽ رضامنديءَ جو جيڪو تو ذڪر ڪيو آهي، اهو بہ مون تي ﷲ جو احسان آهي. رهيو منهنجو ڏک ۽ سور ڪي ظاهر ڪرڻ جو معاملو، جنهن ڪي تون ڏسي رهيو آهين تہ اهو تنهنجي ۽ تنهنجي ساٿين جي ڪري آهي، ﷲ جو قسم! جيڪڏهن مون وٽ زمين جي برابر سون بہ هجي ها تہ اهو بہ ﷲ جي عذاب کي ڏسڻ کان اڳ بدلي ۾ ڏئي ڇڏيان ها. (بخاري)

# ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما جون فضيلتون

## پهريون فصل

(٥٨٩٦) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ شخص ڏاند کي هڪلي رهيو هو، جڏهن ٿڪجي پيو تہ ان تي چڙهي ويٺو. ڏاند چيو تہ اسان سواريءَ لاءِ نہ پر ٻنيءَ ۾ هر ڪاهڻ لاءِ پيدا ڪيا ويا آهيون. ماڻهن چيو تہ سبحان ﷲ! (ڇا) ڏاند بہ ڳالهائيندو آهي؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون ۽ ابوبڪر ۽ عمر انهيءَ ڳالهہ تي ايمان آڻيون ٿا، حالانڪ ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه اتي موجود نہ هئا. ابوهريره رضي الله عنه چوي ٿو تہ هڪ ٻڪرار پنهنجيون ٻڪريون چاري رهيو هو، اچانڪ هڪ بگهڙ ٻڪريءَ تي حملو ڪري ان کي کنيو. ٻڪرار ان جي ڪڍ پيو ۽ ان کان ٻڪري کسي ورتائين. بگهڙ ان کي چيو تہ ٻڪرين تي حملي ڪرڻ جي ڏينهن انهيءَ ٻڪريءَ کي ڪير ڇڏائيندو، جڏهن ان جو ڪو چاريندڙ نہ هوندو، مون کان سواءِ. ماڻهن چيو تہ سبحان ﷲ! ڇا بگهڙ بہ ڳالهائيندو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ: مون ۽ ابوبڪر ۽ عمر انهيءَ ڳالهہ تي ايمان آندو، حالانڪ اهي اتي موجود نہ هئا. (بخاري، مسلم)

(٥٨٩٧) عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ آئون هڪ قوم ۾ بيٺو هيس، انهن ماڻهن عمر رضي الله عنه جي حق ۾ دعا ڪئي. جڏهن تہ سندس لاش سندس تخت تي رکيل هو. ڇا تو ڏسان تہ هڪ شخص منهنجي پويان منهنجي ڪلهي تي پنهنجي ڪاڏي رکي بيٺو آهي ۽ چئي رهيو آهي تہ ﷲ توتي رحم ڪري بيشڪ آئون اميد رکان ٿو تہ ﷲ تو کي پنهنجن ٻنهي ساٿين سان گڏ رکندو. آئون رسول الله ﷺ جن کي اڪثر فرمائيندي ٻڌندو هيس تہ آئون ۽ ابوبڪر ۽ عمر هئاسون، مون ۽ ابوبڪر ۽ عمر هي ڪم ڪيو، آئون ۽ ابوبڪر ۽ عمر هلياسون، آئون ۽ ابوبڪر ۽ عمر داخل ٿياسون، آئون ۽ ابوبڪر ۽ عمر نڪتاسون. مون پوئتي مڙي ڏٺو، ڇاتو ڏسان تہ پاڻ علي بن ابي طالب رضي الله عنه آهي (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٨٩٨) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جنتي عليين وارن کي البتہ ائين ڏسندا جيئن توهان آسمان جي اپ ۾ چمڪندڙ ستارن کي ڏسو ٿا ۽ بيشڪ ابوبڪر ۽ عمر عليين وارن مان آهن ۽ انهن کان وڌيڪ نعمتن وارا آهن (شرح السنہ) ساڳيءَ طرح ابودائود، ترمذي ۽ ابن ماجہ ۾ بہ آهي) ان جي سند ضعيف آهي- الباني)

(٥٨٩٩) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ابوبکر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه نبين ۽ رسولن کان سواءِ اڳين ۽ پوين مان جنت جي جهونن جا سردار آهن. (ترمذي) ۽ ابن ماجہ ۾ اها حديث علي رضي الله عنه جي حوالي سان آهي)

(٥٩٠٠) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مون کي خبر نہ آهي تہ توهان ۾ باقي ڪيترا ڏينهن گذاريندس. مون کان بعد توهان ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه جي پيروي ڪجو. (ترمذي)

(٥٩٠١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جڏهن مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا تہ انهن ڏانهن ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه کان سواءِ ڪو مٿو ڪڻي نهاري نہ سگهندو هو. ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي ڏسي کلندا هئا ۽ پاڻ صلي الله عليه وسلم انهن ٻنهي کي ڏسي کلندا هئا. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٩٠٢) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن هڪ ڏينهن گهر کان ٻاهر نڪتا ۽ مسجد ۾ داخل ٿيا ۽ ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه مان هڪ سندن ساڄي پاسي ۽ ٻيو سندن کاٻي پاسي هو، پاڻ ٻنهي ساٿين جو هٿ پڪڙي فرمايائون تہ: قيامت جي ڏينهن اسان اهڙي طرح اٿاريا ويندسون. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ حديث غريب آهي)

(٥٩٠٣) عبدالله بن حنطب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه کي ڏٺو، پوءِ فرمايائون تہ: هي ٻئي ڄڻا منهنجي ڪنن ۽ منهنجين اکين جي درجي ۾ آهن. (ترمذيءَ ان کي مرسل روايت ڪيو)

(٥٩٠٤) ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جيڪو بہ نبي آهي، انهيءَ لاءِ آسمان وارن مان بہ وزير ۽ زمين وارن مان بہ وزير هوندا آهن. منهنجا آسمان جا بہ وزير **جبرئيل** عليه السلام ۽ **ميڪائيل** عليه السلام آهن ۽ زمين وارن مان ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه آهن. (ترمذي)

(٥٩٠٥) ابوبڪرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ مون ڏٺو تہ ڄڻ آسمان تان تارازي لٿي، جنهن ۾ توهان کي ۽ ابوبڪر رضي الله عنه کي توريو ويو، جنهن ۾ توهان ڳرا ثابت ٿيا ۽ ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه کي توريو ويو تہ ابوبڪر رضي الله عنه ڳرو ٿيو ۽ عمر رضي الله عنه ۽ عثمان رضي الله عنه کي توريو ويو تہ عمر رضي الله عنه ڳرو ثابت ٿيو. پوءِ تارازوءَ کي مٿي کنيو ويو. اهو خواب ٻڌي پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم رنج ٿيا، پوءِ فرمايائون تہ: ان مان مراد خلافت ۽ نبوت آهي، ان کان پوءِ الله تعالىٰ جنهن کي گهرندو بادشاهي عطا فرمائيندو. (ترمذي، ابودائود)

## ٽيون فصل

(٥٩٠٦) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: (اجهو) توهان جي سامهون هڪ جنتي شخص ظاهر ٿيندو، پوءِ ابوبڪر رضي الله عنه آيو. وري فرمايائون تہ: توهان جي سامهون (اجهو) هڪ جنتي شخص ظاهر ٿيندو، پوءِ عمر رضي الله عنه آيو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي- الباني)

(٥٩٠٧) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ چانڊوڪي رات ۾ رسول الله ﷺ جن جو مٿو مبارڪ منهنجي ڪڇ ۾ هو، مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ڪنهن شخص جون نيڪيون آسمان جي تارن جيتريون آهن؟ فرمايائون تہ: هائو ۽ اهو شخص عمر رضي الله عنه آهي. مون چيو تہ ابوبڪر رضي الله عنه جون نيڪيون ڪيڏانهن ويون؟ فرمايائون تہ: عمر رضي الله عنه جون سڀ نيڪيون هڪ طرف ۽ ابوبڪر رضي الله عنه جي هڪ نيڪي هڪ طرف. (رزين) هيءَ حديث باطل ۽ بناوٽي آهي- الباني)

# عثمان رضي الله عنه جون فضيلتون

## پهريون فصل

(٥٩٠٨) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي گهر ۾ سترون يا پنيون مبارڪ کولي ليٽيل هئا. پوءِ ابوبڪر رضي الله عنه اندر اچڻ جي اجازت گهري تہ پاڻ ﷺ کيس اجازت عنايت فرمايائون ۽ ساڳي حالت ۾ ليٽيا رهيا ۽ گفتگو ڪندا رهيا. پوءِ عمر رضي الله عنه اندر اچڻ جي اجازت گهري، کيس اندر اچڻ جي اجازت ڏنائون ۽ ساڳي حالت ۾ ليٽيا رهيا ۽ گفتگو ڪندا رهيا. پوءِ عثمان رضي الله عنه اندر اچڻ جي اجازت گهري تہ اٿي ويٺا ۽ پنهنجا ڪپڙا نيڪ ڪيائون (۽ کيس اندر اچڻ جي اجازت ڏنائون) جڏهن (اصحابي سڀ ورا) هليا ويا تہ عائشہ رضي الله عنها عرض ڪيو تہ ابوبڪر رضي الله عنه داخل ٿيو، تہ توهان ڪا بہ چرپر نہ فرمائي ۽ سندس اچڻ جي ڪا پرواه نہ ڪئي. پوءِ عمر رضي الله عنه داخل ٿيو تہ بہ توهان ڪا بہ چرپر نہ فرمائي ۽ سندس اچڻ جي ڪا پرواه نہ ڪئي. پوءِ عثمان رضي الله عنه داخل ٿيو تہ توهان سڌا ٿي ويٺا ۽ پنهنجا ڪپڙا نيڪ ڪيا. فرمايائون تہ: ڇا ان شخص کان حياءُ نہ ڪريان، جنهن کان فرشتا بہ حياءُ ڪن ٿا. هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: بيشڪ عثمان حيادار شخص آهي ۽ مون کي ڊپ ورتو تہ جيڪڏهن ان حالت ۾ کيس اندر اچڻ جي اجازت ڏيان تہ متان پنهنجو مقصد بيان ڪري نہ سگهي. (مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٩٠٩) طلحہ بن عبيدالله رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر نبيءَ لاءِ هڪ ساٿي آهي ۽ جنت ۾ منهنجو ساٿي عثمان آهي. (ترمذي) ابن ماجہ اها حديث ابوهريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب ۽ ان جي سند قوي نہ بلڪ ڪٽيل آهي)

(٥٩١٠) عبدالرحمٰن بن خباب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ جن وٽ آيس، جڏهن پاڻ ﷺ تبوڪ ڏانهن لشڪر موڪلڻ جي تياري ڪري رهيا هئا. پوءِ عثمان رضي الله عنه اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! الله جي واٽ ۾ هڪ سؤ اٺ سينگاريل مون تي آهن. وري لشڪر تي خرچ ڪرڻ جي ترغيب ڏنائون تہ بہ عثمان رضي الله عنه اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! الله جي واٽ ۾ بہ سؤ اٺ سينگاريل مون تي

آهن. وري لشڪر تي خرچ ڪرڻ لاءِ ترغيب ڏنائون تہ وري عثمانؓ اتي بيٺو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! الله جي واٽ ۾ ٽي سوءَ اٺ سينگاريل مون تي آهن. مون ڏٺو تہ رسول اللهﷺ جن هي فرمائيندي منبر تان لٿا تہ اڄ کان پوءِ عثمانؓ جيڪو عمل ڪندو، تنهن جو ان تي ڪو گناه نہ آهي. هن کان پوءِ عثمانؓ جيڪو عمل ڪندو، ان تي ڪو گناه نہ آهي. (ترمذي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٩١١) عبدالرحمـن بن سمرهؓ کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن تبوڪ جو لشڪر تيار ڪري رهيا هئا تہ عثمانؓ وٽن پنهنجي جهول ۾ هڪ هزار دينار کڻي آيو ۽ نبيﷺ جن جي هنج ۾ پکيڙي ڇڏيائين. مون نبيﷺ جن کي ڏٺو تہ دينارن کي پنهنجي هنج ۾ اٿلائي، پٿلائي بہ پيرا فرمايائون تہ: عثمان ؓ اڄ جيڪو ڪم ڪيو آهي، ان کان پوءِ ڪيس ڪا شيءِ نقصان نہ ڏيندي. (احمد)

(٥٩١٢) انسؓ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن بيعت رضوان جو حڪم فرمايو تہ: عثمانؓ رسول الله ﷺ جن جي سفير جي حيثيت ۾ مڪي ۾ هو. پاڻ ڪريمنﷺ ماڻهن کان بيعت ورتي ۽ فرمايائون تہ: بيشڪ عثمانؓ الله جي ڪم ۽ سندس رسولﷺ جي ڪم سان ويل آهي. پوءِ سندس طرفان پنهنجو هڪ هٿ ٻئي تي هڻي بيعت ڪيائون. پوءِ عثمانؓ جي طرفان رسول اللهﷺ جن جو هٿ، ماڻهن جي هٿ کان وڌيڪ چڱو آهي. (ترمذي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٩١٣) ثمامہ بن حزم قشيري چوي ٿو تہ آئون انهيءَ ڏينهن حاضر هيس جڏهن باغين عثمانؓ جي گهر کي گهيري ۾ ورتو. انهن ڏانهن جهاتي پائي فرمايائون تہ: توهان کي الله ۽ اسلام جو واسطو ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا ڄاڻو ٿا تہ رسول اللهﷺ جن مديني آيا تہ (مسلمانن لاءِ) "رومہ" جي کوهہ کان سواءِ مٺي پاڻيءَ جو ڪو کوهہ نہ هو. ارشاد فرمايائون تہ: ڪير آهي جيڪو رومہ جي هن کوهہ کي خريد ڪري مسلمانن لاءِ وقف ڪري، ان جي بدلي ۾ سندس لاءِ جنت ۾ نيڪي آهي. مون خالص پنهنجي مال سان اهو کوهہ خريد ڪيو ۽ اڄ توهان مون کي ان جو پاڻي پيئڻ کان روڪيو ٿا، تانجو سمنڊ جو پاڻي پيئڻ تي مجبور آهيان؟ ماڻهن چيو تہ الله جو قسم هائو! پوءِ چيائين تہ توهان کي الله ۽ اسلام جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا ڄاڻو ٿا تہ نمازين لاءِ مسجد نبوي تنگ ٿي پئي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪير آهي، جيڪو فلاڻي جي اولاد کان زمين خريد ڪري، مسجد ۾ شامل ڪري؟ سندس لاءِ جنت ۾ ان کان وڌيڪ چڱو بدلو آهي. مون اها زمين پنهنجي خالص مال مان خريد ڪئي، پوءِ اڄ توهان مون کي انهيءَ مسجد ۾ بہ رڪعتون نماز پڙهڻ کان روڪيو ٿا. انهن چيو تہ الله جو قسم هائو! فرمايائون تہ: توهان کي الله ۽ اسلام جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا ڄاڻو ٿا تہ مون پنهنجي مال سان تبوڪ جو لشڪر تيار ڪيو. انهن چيو تہ الله جو قسم هائو! فرمايائون تہ: توهان کي الله ۽ اسلام جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا ڄاڻو ٿا تہ رسول اللهﷺ جن مڪي جي هڪ ثبير جبل تي وينا هئا، ساڻن گڏ ابوبڪرؓ، عمرؓ ۽ آئون بہ هيس. پوءِ جبل چريو، تانجو ڪجهہ پٿر هيٺ ڪري پيا. پاڻﷺ فرمايائون تہ: اي ثبير جبل! بس ڪري بيهہ! بيشڪ توتي هڪ نبي ۽ هڪ صديق ۽ ٻہ شهيد آهن. انهن چيو تہ الله جو قسم، هائو! عثمانؓ فرمايو تہ: الله اڪبر! شاهد رهو ۽ ڪعبي جي رب جو قسم! آئون ئي اهو شهيد آهيان. پاڻ ٽي پيرا اها ڳالهہ چيائين. (ترمذي، نسائي، دارقطني)

(٥٩١٤) مره بن ڪعب کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو، جڏهن پاڻﷺ فتنن جو ذڪر ڪري رهيا هئا تہ اهي ويجها اچي چڪا آهن. هڪ شخص مٿي تي ڪپڙو ويڙهي اتان گذريو، فرمايائون تہ: هي شخص انهيءَ ڏينهن سڌي رستي تي هوندو. مره بن ڪعب چوي ٿو تہ آئون انهيءَ شخص کي ڏسڻ لاءِ اٿس. چاتو ڏسان تہ اهو عثمان بن عفان رضي الله عنه آهي، مون عثمان رضي الله عنه جو منهن پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن ڦيرائي، پڇيو تہ هي شخص؟ فرمايائون تہ: هائو! اهو شخص. (ترمذي، ابن ماجہ ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(٥٩١٥) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: اي عثمان! بيشڪ اهو ممڪن آهي تہ الله تو کي هڪ قميص پارائي، پوءِ جيڪڏهن ماڻهو تو کي مجبور ڪن تہ اها قميص لاهہ تہ نہ لاهجانءِ. (ترمذي، ابن ماجہ ۽ ترمذيءَ انهيءَ حديث ۾ ڊگهو قصو بيان ڪيو آهي)

(٥٩١٦) ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ فتني جو ذڪر ڪيو پوءِ عثمان رضي الله عنه جي باري ۾ فرمايائون تہ: هي انهيءَ ۾ مظلوم ٿي قتل ڪيو ويندو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث سند جي لحاظ سان حسن غريب آهي)

(٥٩١٧) ابوسهلہ کان روايت آهي تہ مون کي پنهنجي گهيراءُ واري ڏينهن عثمان رضي الله عنه چيو تہ رسول اللهﷺ جن مون کي وصيت فرمائي هئي ۽ آئون صبر سان ان تي قائم رهندس. (ترمذي ان کي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

## ٽيون فصل

(٥٩١٨) عثمان بن عبدالله بن موهب کان روايت آهي تہ مصر وارن، آئون هڪ شخص حج بيت الله جي ارادي سان آيو. اتي ڪي ماڻهو وينا هئا، پڇيائين تہ اهي ڪير ماڻهو آهن؟ انهن چيو تہ قريش آهن. پڇيائين تہ سندن سردار ڪير آهي؟ انهن چيو تہ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما. پڇيائين تہ اي عمر رضي الله عنه جا پٽ! توکان هڪ شيءِ جي باري ۾ سوال ڪريان ٿو، پوءِ (صحيح، صحيح) جواب ڏي. ڇا ڄاڻين ٿو تہ عثمان رضي الله عنه احد جي جنگ مان ڀڳو هو؟ انهيءَ چيو تہ هائو! پڇيائين تہ ڇا ڄاڻين ٿو تہ عثمان بدر جي جنگ مان غائب هو ۽ ان ۾ شريڪ نہ هو؟ انهيءَ چيو تہ هائو! پڇيائين تہ ڇا ڄاڻين ٿو تہ بيعت رضوان ۾ بہ موجود نہ هو؟ انهيءَ چيو تہ هائو! انهيءَ شخص چيو تہ الله اڪبر! ابن عمر رضي الله عنه چيو تہ هيڏي اچ تہ تو کي کولي کولي حقيقت بيان ڪري ٻڌايان. رهيو احد جي ڏينهن سندس ڀڄڻ تہ آئون شاهدي ڏيان ٿو تہ بيشڪ الله ان کي معاف ڪري ڇڏيو. رهيو سندس بدر جي جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ، تہ ان جو سبب هي آهي تہ نبي ﷺ جن جي نياڻي رقيہ سندس گهر واري هئي، جيڪا بيمار هئي. ڪيس رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تنهنجي لاءِ بہ ايترو ئي اجر ۽ غنيمت جو حصو آهي، جيڪو بدري صحابي لاءِ آهي، (سندس پرگهور لهہ). رهيو بيعت رضوان ۾ سندس موجود نہ هجڻ تہ جيڪڏهن مڪي جي ماتريءَ ۾ عثمان رضي الله عنه کان وڌيڪ ڪو عزتدار هجي ها تہ ضرور رسول الله ﷺ جن ڪيس مڪي ڏانهن سفير ڪري موڪلين ها ۽ بيعت رضوان بہ عثمان رضي الله عنه جي مڪي ڏانهن وڃڻ کان پوءِ ٿي. پوءِ رسول اللهﷺ جن پنهنجو ساڄو هٿ کابي هٿ تي هڻي فرمايو

تہ: هي بيعت عثمان جي طرفان آهي. پوءِ ابن عمرﷺ کيس چيو تہ اهي حقيقتون ياد ڪري هاڻي وڃ. (بخاري)

(٥٩١٩) عثمان ﷺ جي آزاد ڪيل غلام ابوسهلہ کان روايت آهي نبي ﷺ جن عثمان ﷺ سان هڪ راز جي ڳالھ ڪئي، جنهن جي ڪري عثمان ﷺ جو رنگ بدلجي ويو. جڏهن (سندس خلافت ۾ باغين) سندس گھر جي گھيراءُ ڪيو تہ پڇيوسون تہ ڇا اسان (باغين سان) نہ وڙهون؟ (عثمانﷺ) فرمايو تہ: نہ! بيشڪ رسول اللهﷺ جن مون کان هڪ عهد ورتو هو، جنهن تي آئون صبر سان قائم رهندس.

(٥٩٢٠) ابوحبيبہ چوي ٿو جنهن ڏينهن عثمان ﷺ جو سندس گھر ۾ گھيراءُ ڪيو ويو، آئون اتي هيس ۽ مون ابوهريرهﷺ کي عثمانﷺ کان خطاب ڪرڻ جي اجازت وٺندي ٻڌو. جنهن کي کيس اها اجازت ڏني. ابوهريرهﷺ اٿي بيٺو، ﷲ جي ساراهہ ۽ تعريف ڪرڻ کان پوءِ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ سگھوئي مون کان پوءِ توهان فتنو ۽ اختلاف يا اختلاف ۽ فتنو ڏسندا. ڇوڻ واري هڪ شخص چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! تڏهن اسان ڪنهن جي پيروي ڪريون؟ يا توهان اسان کي ڪهڙو حڪم ڪريو ٿا؟ پاڻ عثمانﷺ ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون تہ: توهان تي امير ۽ سندس ساٿين جو ساٿ ڏيڻ لازمي آهي.(ٻئي روايتون بيهقي دلائل النبوة ۾ بيان ڪيون)

## انهن ٽنهي ﷺ جون فضيلتون

### پهريون فصل

(٥٩٢١) انسﷺ کان روايت آهي تہ (هڪ ڀيري) نبيﷺ جن، ابوبڪرﷺ، عمرﷺ ۽ عثمانﷺ احد جبل تي چڙهيا تہ اهو ڪين ڏوڏڻ لڳو. پاڻ ڪريمن ﷺ کيس ڪڙي هڻي فرمايو تہ: اي احد! بس ڪري بيهہ، بيشڪ توتي هڪ نبي ۽ هڪ صديق ۽ ٻہ شهيد آهن. (بخاري)

(٥٩٢٢) ابوموسيٰ اشعريﷺ کان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن سان گڏ مديني جي هڪ باغ ۾ هيس. هڪ شخص آيو، جنهن دروازو کولڻ لاءِ چيو. نبيﷺ جن فرمايو تہ: سندس لاءِ دروازو کول ۽ کيس جنت جي خوشخبري ڏي. مون دروازو کوليو ڇا تو ڏسان تہ ابوبڪرﷺ آهي. پوءِ جيڪا خوشخبري رسول اللهﷺ جن ڏني هئي، سا مون کيس ٻڌائي، جنهن تي انهيءَ ﷲ جي ساراهہ ڪئي. پوءِ هڪ شخص آيو ۽ انهيءَ دروازو کولڻ لاءِ چيو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: سندس لاءِ دروازو کول ۽ کيس جنت جي خوشخبري ڏي، مون دروازو کوليو، ڇا ٿو ڏسان تہ عمر ﷺ آهي. پوءِ جيڪا خوشخبري رسول الله ﷺ جن ڏني هئي، سا مون کيس ٻڌائي، جنهن تي انهيءَ ﷲ جي ساراهہ ڪئي. پوءِ هڪ شخص آيو ۽ انهيءَ دروازو کولڻ لاءِ چيو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: سندس لاءِ دروازو کول ۽ کيس جنت جي خوشخبري ڏي، پر کيس هڪ مصيبت کي منهن ڏيڻو پوندو. مون دروازو کوليو، ڇا ٿو ڏسان تہ عثمان ﷺ آهي. پوءِ جيڪا خبر رسول الله ﷺ جن ڏني هئي، سا مون کيس ٻڌائي، جنهن تي انهيءَ ﷲ جي ساراهہ ڪئي، پوءِ چيائين تہ ﷲ کان ئي مدد گھربل آهي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٩٦٣) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ چوندا هئاسون تہ: ابوبڪر، عمر عثمان رضي الله عنهم. (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٥٩٦٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: رات مون کي خواب ۾ صالح مرد ڏيکاريو ويو، جڻ تہ ابوبڪر رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن جي پويان هلي رهيو آهي ۽ عمر رضي الله عنه، ابوبڪر رضي الله عنه جي پويان هلي رهيو آهي ۽ عثمان رضي الله عنه، عمر رضي الله عنه جي پويان هلي رهيو آهي. (اهو خواب ٻڌي) اسان چيو تہ"مرد صالح" مان مراد رسول الله ﷺ جن پاڻ آهن ۽ سندن هڪ ٻئي جي پويان هلڻ مان مراد نبوت جي طريقي تي خلافت جو قائم ٿيڻ آهي، جيڪا الله تعاليٰ پنهنجي نبي کي بخشي. (ابوداؤد ) حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

# علي رضي الله عنه جون فضيلتون

## پهريون فصل

(٥٩٢٥) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ (جنگ تبوڪ کان پوئتي رهڻ جي موقعي تي) رسول الله ﷺ جن علي رضي الله عنه کي فرمايو تہ: تون منهنجي لاءِ ائين آهين، جيئن هارون موسيٰ لاءِ هو (يعني سيدنا موسيٰ عليه السلام جي جبل طور تي وڃڻ وقت سيدنا هارون عليه السلام سندس قوم ۾ سندس جانشيني ڪئي) مگر مون کان پوءِ ڪو نبي نہ آهي. (بخاري، مسلم )

(٥٩٢٦) زر بن حبيش رضي الله عنه کان روايت آهي تہ علي سائين رضي الله عنه چيو تہ الله جو قسم! جيڪو داڻي کي ڦٽائي ۽ ساهواري شيءِ کي پيدا ڪري ٿو، بيشڪ نبي امي ﷺ جن البتہ مون کي تاڪيد فرمائي تہ مون سان رڳو مؤمن ئي محبت رکندو ۽ مون سان رڳو منافق ئي دشمني رکندو. (مسلم )

(٥٩٢٧) سهل بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي ڏينهن فرمايو تہ: سڀاڻي جهنڊو انهيءَ شخص کي ڏيندس، جنهن جي هٿان خيبر فتح ٿيندو، اهو شخص الله ۽ سندس رسول ﷺ سان دوستي رکي ٿو ۽ الله ۽ سندس رسول ان سان دوستي رکن ٿا. ٻئي ڏينهن صبح جو ماڻهو رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيا. هر هڪ کي اميد هئي تہ جيڪر جهنڊو کيس عطا ڪيو وڃي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: علي بن ابي طالب ڪٿي آهي؟ عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! سندس اکين ۾ سور آهي. فرمايائون تہ: کيس سڏي اچو. کيس پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آندو ويو ۽ پاڻ ﷺ سندس اکين ۾ لعاب مبارڪ وڌائون تہ چڱو ڀلو ۽ تندرست ٿي ويو، جڻ کيس سور ئي نہ هو. پوءِ کيس جهنڊو ڏنائون. علي رضي الله عنه عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! انهن سان وڙهندو رهان تانجو اهي اسان وانگر (مسلمان) ٿين؟ فرمايائون تہ: الله جو نالو وٺي هل، تانجو جڏهن سندن علائقي ۾ پهچين تہ کين اسلام جي دعوت ڏي ۽ انهن کي ٻڌاءِ تہ اسلام مطابق مٿن الله جا ڪهڙا حق آهن؟ الله جو قسم! جيڪڏهن تنهنجي ذريعي الله هڪ شخص کي بہ هدايت عطا ڪري تہ اها ڳالهہ تنهنجي لاءِ وڌيڪ چڱي آهي هن کان تہ تو وٽ ڳاڙها

اٺ هجن. (بخاري، مسلم) ۽ باب بلوغ الصغير ۾ براءَ جي حديث بيان ٿي چڪي تہ پاڻ سڳورنﷺ عليﷺ کي فرمايو تہ: تون مون مان ۽ آئون تو مان آهيان.

## ٻيو فصل

(٥٩٢٨) عمران بن حصينؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ عليؓ مون مان آهي ۽ آئون عليءَؓ مان آهيان ۽ اهو هر مؤمن جو دوست آهي. (ترمذي)

(٥٩٢٩) زيد بن ارقمؓ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن جو دوست آئون آهيان، عليؓ بہ تنهن جو دوست آهي. (احمد ۽ ترمذي)

(٥٩٣٠) حبشي بن جنادهؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عليؓ مون مان آهي ۽ آئون عليؓ مان آهيان ۽ منهنجي طرفان (فرض) رڳو آئون ادا ڪندس يا علي ادا ڪندو. (ترمذي ۽ احمد ۾ اها حديث ابي جناده جي حوالي سان آهي)

(٥٩٣١) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پنهنجن اصحابن ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو، پوءِ عليؓ هن حالت ۾ آيو جو سندس اکيون ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. عرض ڪيائين تہ توهان پنهنجين ساٿين ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو، پر توهان منهنجو ڪنهن سان بہ ڀائيچارو قائم نہ ڪيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: تون دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ڀاءُ آهين. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب، يعني ضعيف آهي- الباني)

(٥٩٣٢) انسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽ پـُکل پکي هو، پاڻﷺ دعا ڪيائون تہ اي الله! پنهنجي مخلوق ۾ سڀ کان وڌيڪ پياري شخص کي مون وٽ موڪل، جيڪو مون سان گڏ هن پکيءَ جو گوشت کائي. پوءِ عليؓ آيو ۽ پاڻ سڳورنﷺ سان اهو گوشت کاڌائين. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي - الباني)

(٥٩٣٣) عليؓ کان روايت آهي تہ جڏهن بہ رسول اللهﷺ جن کان سوال ڪندو هيس، مون کي عطا فرمائيندا هئا ۽ جڏهن خاموش رهندو هيس، تہ بغير سوال جي ڏيندا هئا. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي- الباني)

(٥٩٣٤) عليؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: آئون دانائيءَ جو گهر آهيان ۽ عليؓ سندس دروازو آهي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي) ترمذي چوي ٿو تہ ڪن اها حديث شريڪ کان روايت ڪئي آهي، جڏهن تہ هن (سند) ۾ راوي صنابجي جو ذڪر نہ آهي ۽ شريڪ کان سواءِ اسان ڪنهن ويساهہ جوڳي راويءَ کان هن حديث کي نٿا ڄاڻون.

(٥٩٣٥) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن طائف جي ڏينهن علي رضي الله عنه کي گهرايو، پوءِ ساڻس راز جي ڳالهہ ۾ مشغول ٿي ويا، ماڻهن چوڻ شروع ڪيو تہ پنهنجي سوٽ سان سندن رازنياز جي مجلس ڊگهي ٿي وئي. رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ: مون ساڻس راز جي ڳالهہ نہ ڪئي، پر الله تعالیٰ ساڻس راز جي ڳالهہ ڪئي آهي. (ترمذي)

(٥٩٣٦) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن علي رضي الله عنه کي فرمايو تہ: ڪنهن لاءِ بہ حلال نہ آهي تہ هن مسجد (نبوي) ۾ تو کان ۽ مون کان سواءِ ڪو جنبي شخص داخل ٿئي. علي بن منذر چوي ٿو تہ مون ضرار بن صرد کان پڇيو تہ هن حديث جي معنيٰ ڇا آهي؟ انهيءَ چيو تہ يعني مون کان ۽ توکان سواءِ ڪنهن لاءِ حلال نہ آهي تہ تڙ جي حالت ۾ مسجد مان گذري (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٣٧) ام عطيہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن هڪ لشڪر موڪليو، جنهن ۾ علي رضي الله عنه بہ هو. مون رسول الله صلی الله علیه وسلم جن کي هٿڙا کڻي دعا ڪندي ٻڌو تہ اي الله تعالیٰ! جيستائين علي رضي الله عنه موٽي نہ اچي، مون کي نہ مارجانءِ. (ترمذي) حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

## ٽيون فصل

(٥٩٣٨) ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ: عليءَ رضي الله عنه کي ڪو منافق دوست نہ رکندو ۽ ڪو مؤمن ساڻس بغض نہ رکندو. (احمد، ترمذي. ۽ ترمذي چوي ٿو تہ سند جي اعتبار سان هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(٥٩٣٩) ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ: جنهن عليءَ رضي الله عنه کي گار ڏني، تنهن دراصل مون کي گار ڏني. (احمد)

(٥٩٤٠) علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن مون کي فرمايو تہ: تو ۾ عيسيٰ عليه السلام سان هڪ قسم جي مشابهت آهي. يهودين عيسيٰ عليه السلام سان دشمني ڪئي تانجو سندس والده سڳوريءَ تي بهتان هنيائون ۽ عيسائين ساڻس محبت ڪئي، تانجو کيس (خدائيءَ جي) درجي تي پهچايائون، جنهن جو پاڻ حقدار نہ آهي. پوءِ علي رضي الله عنه چيو تہ منهنجي باري ۾ بہ ٻہ هلاڪ ٿيندا: ١- محبت ۾ مون کي حد کان وڌائيندڙ، جيڪو مون ڏانهن انهن ڳالهين جي نسبت ڪندو، جيڪي مون ۾ نہ آهن، ٢- منهنجو دشمن جنهن کي منهنجي دشمني مون تي بهتان بازيءَ تي اياريندي. (احمد) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٤١) براءَ بن عازب ۽ زيد بن ارقم رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله علیه وسلم جن جڏهن غدير خم وٽ منزل ڪئي تہ عليءَ رضي الله عنه کي هٿ کان ورتي، فرمايائون تہ: ڇا توهان نٿا ڄاڻو تہ بيشڪ آئون مؤمنن لاءِ سندن جانين کان وڌيڪ ويجهو آهيان؟ عرض ڪيائون تہ هائو! فرمايائون تہ: ڇا نٿا ڄاڻو تہ بيشڪ آئون هر مؤمن لاءِ سندس جان کان

وڏيڪ پيارو ۽ ويجهو آهيان؟ عرض ڪيائون تہ هائو! پوءِ فرمايائون تہ: اي الله! جنهن جو آئون دوست آهيان، تنهن جو علي رضي الله عنہ بہ دوست آهي، اي الله! جيڪو ساڻس محبت رکي تون بہ ان سان محبت رک ۽ جيڪو ان سان دشمني رکي، تون بہ ان سان دشمني رک. پوءِ سندس ملاقات عمر رضي الله عنہ سان ٿي، جنهن کيس چيو تہ اي ابوطالب جا پٽ! توکي مبارڪ هجي، جو تو هن حالت ۾ صبح ۽ شام ڪئي جو هر مؤمن مرد ۽ عورت جو دوست آهين. (احمد)

(٥٩٤٢) بريده رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ ابوبڪر رضي الله عنہ ۽ عمر رضي الله عنہ، فاطمہ رضي الله عنها جو سڱ گهريو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اها ننڍي آهي. پوءِ عليءَ سندس سڱ گهريو تہ پاڻ کيس سندس نڪاح ۾ ڏنائون. (نسائي)

(٥٩٤٣) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (مسجد نبوي شريف ۾) سيني جي دروازن کي بند ڪرڻ جو حڪم فرمايو، سواءِ علي رضي الله عنہ جي دروازي جي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي - الباني)

(٥٩٤٤) علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ منهنجو هڪ مقام ۽ مرتبو هو، جيڪو مخلوق مان ڪنهن کي حاصل نہ هو. آئون وٽن اسر جي وقت ايندو هيس ۽ چوندو هيس تہ اي الله جا نبي ﷺ! توهان تي سلام هجي. جيڪڏهن اُهہ اُهہ جو آواز ڪيندا هئا تہ آئون پنهنجي گهر وارن وٽ موٽي ويندو هيس، نہ تہ وٽن داخل ٿيندو هيس. (نسائي) حديث ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٤٥) علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ آئون بيمار هيس ۽ چئي رهيو هيس تہ اي الله! جيڪڏهن منهنجو موت ويجهو اچي چڪو آهي تہ مون کي راحت ڏي ۽ جيڪڏهن منهنجي موت ۾ مهلت آهي تہ پوءِ منهنجي زندگيءَ کي ڪشادو ڪر ۽ جيڪڏهن اها آزمائش آهي تہ مون کي صبر جي توفيق ڏي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تو دعا ڪيئن گهري؟ پوءِ علي رضي الله عنہ ساڳيا الفاظ ورجايا، پاڻ ﷺ زمين تي پنهنجو پير هڻي دعا ڏنائون تہ: اي الله! کيس عافيت يا شفا ڏي. راويءَ کي شڪ آهي. علي رضي الله عنہ چوي ٿو تہ پوءِ مون کي ڪڏهن تڪليف نہ ٿي (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)حديث ضعيف آهي (الباني)

## ڏهن اصحابن رضي الله عنهم جون فضيلتون

### (جن کي زندگيءَ ۾ جنت جي خوشخبري ملي)

#### پهريون فصل

(٥٩٤٦) عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هن خلافت جو انهن ماڻهن کان وڌيڪ ڪو حقدار نہ آهي، جن کان وفات جي وقت رسول الله ﷺ جن راضي هئا. پوءِ علي ۽ عثمان ۽ زبير ۽ طلحہ ۽ سعد ۽ عبدالرحمـٰن بن عوف رضي الله عنهم جو نالو ورتائين. (بخاري)

(٥٩٤٧) قيس بن ابي حازم كان روايت آهي تہ مون طلحہ رضي الله عنه جو هٿ ڏٺو، جيڪو احد جي ڏينهن نبي ڪريم ﷺ جن کي بچائيندي شل ٿي پيو هو. (بخاري)

(٥٩٤٨) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن احزاب جي جنگ ۾ فرمايو تہ: مون وٽ دشمن جون خبرون ڪير آڻيندو؟ زبير رضي الله عنه چيو تہ آئون آڻيندس. انهيءَ موقعي تي نبي ﷺ جن فرمايو تہ: هر نبيءَ جو هڪ مددگار هوندو آهي ۽ منهنجو مددگار زبير رضي الله عنه آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٩٤٩) زبير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون وٽ بنو قريظہ (جي يهودين) جي خبر ڪير آڻيندو؟ پوءِ آئون انهيءَ مقصد لاءِ نڪتس. جڏهن موٽي آيس تہ رسول الله ﷺ جن هنن لفظن ۾ منهنجي عزت افزائي فرمائي: منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توتي فدا ٿين. (بخاري، مسلم)

(٥٩٥٠) علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي رڳو سعد بن مالڪ لاءِ پنهنجي پيءُ ماءُ کي فدا ڪندي ٻڌو. ڪيس احد جي ڏينهن فرمايائون تہ: اي سعد! تير اڇلاءِ منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توتي فدا ٿين. (بخاري، مسلم)

(٥٩٥١) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ بيشڪ آئون پهريون عرب آهيان، جنهن الله جي واٽ ۾ تير اڇلايو. (بخاري، مسلم)

(٥٩٥٢) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مديني اچڻ وقت هڪ رات رسول الله ﷺ جن کي اوجاڳو ڪرڻو پيو. فرمايائون تہ: جيڪر ڪو صالح مرد اسان جي حفاظت ڪري. ايتري ۾ هٿيارن جو آواز ٻڌوسون. پڇيائون تہ هي ڪير آهي؟ عرض ڪيائين تہ آئون سعد آهيان. فرمايائون تہ: توکي (هن وقت) ڪهڙي شيءِ آندو آهي؟ عرض ڪيائين تہ منهنجي دل ۾ رسول الله ﷺ جن لاءِ خوف پيدا ٿيو، تنهن ڪري سندن حفاظت جي مقصد سان آيو آهيان. پاڻ ﷺ ڪيس دعا ڏنائون، پوءِ سمهي پيا. (بخاري، مسلم)

(٥٩٥٣) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر امت لاءِ هڪ امانتدار هوندو آهي ۽ هن امت جو امانتدار ابوعبيده بن جراح رضي الله عنه آهي. (بخاري، مسلم)

(٥٩٥٤) ابن ابي مليڪہ کان روايت آهي تہ عائشہ رضي الله عنها کان سوال ڪيو ويو تہ جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن ڪنهن کي خليفو بڻائين ها تہ ڪنهن کي خليفو بڻائين ها؟ مون ڪيس چوندي ٻڌو تہ ابوبڪر رضي الله عنه کي. پڇيو ويو تہ ابوبڪر رضي الله عنه کان پوءِ ڪنهن کي؟ چيائين تہ عمر رضي الله عنه کي. پڇيو ويو تہ عمر رضي الله عنه کان پوءِ ڪنهن کي؟ چيائين تہ ابوعبيده بن جراح رضي الله عنه کي. (مسلم)

(٥٩٥٥) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ جبل حراءَ تي رسول الله ﷺ جن، ابوبکر،عمر، عثمان، علي، طلحہ ۽ زبير﷢ هئا، (احد جبل چريو تہ) رسول الله ﷺ فرمايو تہ: بس ڪري بيهہ! پوءِ بيشڪ توتي هڪ نبي آهي يا صديق آهي يا شهيد آهي. ڪن روايتن ۾ وڌيڪ آهي تہ (اتي) علي﷛ نہ پرسعد بن ابي وقاص﷛ هو.(مسلم)

## ٻيو فصل

(٥٩٥٦) عبد الرحمٰن بن عوف﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ابوبکر﷛ جنت ۾ آهي. عمر﷛ جنت ۾ آهي. عثمان﷛ جنت ۾ آهي. علي﷛ جنت ۾ آهي. طلحہ﷛ جنت ۾ آهي. زبير﷛ جنت ۾ آهي. عبد الرحمٰن بن عوف﷛ جنت ۾ آهي. سعد بن ابي وقاص﷛ جنت ۾ آهي. سعيد بن زيد﷛ جنت ۾ آهي ۽ ابو عبيده بن جراح﷛ جنت ۾ آهي. (ترمذي ۽ ابن ماجہ ۾ هيءَ حديث سعيد بن زيد جي حوالي سان آهي)

(5957) انس﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت مان منهنجي امت لاءِ سڀ کان وڌيڪ رحم ڪندڙ ابوبکر آهي ۽ منجهن ﷲ جي معاملي ۾ سڀ کان وڌيڪ سخت عمر﷛ آهي ۽ منجهن سڀ کان وڌيڪ حيادار عثمان﷛ آهي ۽ منجهن ميراث جي علم جو سڀ کان وڌيڪ ڄاڻو زيد بن ثابت﷛ آهي ۽ منجهن قرآن جو سڀ کان وڏو قاري ابي بن ڪعب﷛ آهي. منجهن حلال ۽ حرام کي وڌيڪ ڄاڻندڙ معاذ بن جبل﷛ آهي ۽ هر امت جو ڪو نہ ڪو امانتدار هوندو آهي ۽ هن امت جو امانتدار ابوعبيده بن جراح﷛ آهي. (احمد ۽ ترمذي) ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي ۽ معمر قتاده کان موقوف روايت بيان ڪئي آهي، جنهن ۾ آهي تہ منجهن سڀ کان وڌيڪ صحيح فيصلو ڪندڙ علي﷛ آهي.

(٥٩٥٨) زبير﷛ کان روايت آهي تہ احد جي ڏينهن نبيﷺ جن جي جسم مبارک تي ٻہ زرهون هيون. پوءِ ٽڪري تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪيائون، پر چڙهي نہ سگهيا. پوءِ طلحہ﷛ ويهي رهيو، جنهن جي مٿان بيهي ٽڪري تي چڙهيا. پوءِ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ طلحہ﷛ لاءِ جنت واجب ٿي چڪي. (ترمذي)

(٥٩٥٩) جابر﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن طلحہ بن عبيد الله ڏانهن نهاري فرمايو تہ: جنهن شخص کي خوشي ٿئي تہ زمين تي گهمندي ڦرندي انهيءَ شخص کي ڏسي، جنهن ﷲ سان ڪيل پنهنجي عهد کي پورو ڪيو آهي تہ هن کي ڏسي. هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: جنهن کي اها ڳالهہ خوش ڪري ٿي تہ شهيد کي زمين تي گهمندي ڦرندي ڏسي، تنهن کي گهرجي تہ طلحہ بن عبيد الله کي ڏسي. (ترمذي)

(٥٩٦٠) علي﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن جي منهن مبارک کان اها ڳالهہ فرمائيندي ٻڌي تہ طلحہ ۽ زبير جنت ۾ منهنجا ٻہ پاڙيسري آهن. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٦١) سعد بن ابي وقاصؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن احد جي ڏينهن (سندس حق ۾) فرمايو تہ: اي اللہ! سندس نيزو نشان تي نيڪ نيڪ لڳي ۽ سندس دعا کي قبول فرماءِ. (شرح السنہ حديث جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٦٢) سعد بن ابي وقاصؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کيس دعا ڏني تہ اي اللہ! سعد جڏهن توکان دعا گهري، سندس دعا کي قبول فرماءِ. (ترمذي)

(٥٩٦٣) عليؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن رڳو سعد بن ابي وقاصؓ لاءِ پنهنجي پيءُ ماءُ کي فدا کندي سندس شان ۾ احد جي ڏينهن فرمايو تہ: منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توتي فدا ٿين، تير اڇلائيندو رهہ ۽ کيس فرمايائون تہ: اي نوجوان تير اڇلائيندو رهہ. (ترمذي)

(٥٩٦٤) جابرؓ کان روايت آهي تہ سعد آيو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: هي منهنجو ماسڙ آهي. پوءِ ماڻهوءَ جي ماسڙ جو لحاظ ڪرڻ گهرجي. ترمذي ان کي روايت کندي چوي ٿو تہ سعد بنو زهره مان هو ۽ نبيﷺ جن جي والده سڳوري بہ بنو زهره مان هئي ۽ مصابيح جي نسخي ۾ "لحاظ ڪرڻ" جي بجاءِ آهي تہ پوءِ ان جي عزت ڪرڻ گهرجي.

## ٽيون فصل

(٥٩٦٥) قيس بن ابوحازم کان روايت آهي تہ مون سعد بن ابي وقاصؓ کي چوندي ٻڌو تہ آئون عربن ۾ پهريون شخص آهيان، جنهن اللہ جي واٽ ۾ تير اڇلايو. اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ جهاد کندا هئاسون. پر اسان وٽ کائڻ لاءِ ٻبر جي ڦرين ۽ پنن کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو هو، تانجو اسان جو پاخانو ٻڪريءَ جي سڪين ڦولهڙين وانگر هوندو هو. وري بنو اسد وارا مون کي اسلام کان ڦرڻ لاءِ ماريندا هئا، جيڪڏهن اسلام ڇڏيان ها تہ پڪ نامراد ٿيان ها ۽ منهنجو عمل ڇٽ ٿئي ها ۽ (کوفين) عمرؓ وٽ سندس شڪايت ڪئي تہ نماز سهڻي نموني نٿو پڙهائي. (بخاري، مسلم)

(٥٩٦٦) سعد بن ابي وقاصؓ کان روايت آهي تہ جنهن ڏينهن مون اسلام آندو، ٻين بہ ساڳئي ڏينهن اسلام آندو ۽ مون (اسلام قبول ڪرڻ لاءِ) ست ڏينهن انتظار ڪيو ۽ البتہ آئون مسلمان ٿيندڙ ٽيون شخص آهيان. (بخاري)

(٥٩٦٧) عائشہؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پنهنجين گهر وارين کي فرمائيندا هئا تہ بيشڪ مون کي پنهنجي وصال کان بعد توهان جو معاملو غم ۾ وجهي رهيو آهي ۽ توهان جي معاملي تي رڳو صبر ڪندڙ ۽ صديق ئي صبر ڪري سگهندا. عائشہؓ فرمائي ٿي تہ "صديق" مان سندن مراد صدقو ڏيندڙ آهن. پوءِ عائشہؓ عبدالرحمــن بن عوف جي پٽ ابوسلمہ کي چيو تہ تنهنجي پيءُ کي اللہ تعاليٰ جنت جي چشمي مان پاڻي پياري، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ امهات المؤمنين لاءِ هڪ باغ کي وقف ڪيو هو، جيڪو انهن چاليهن هزارن ۾ وڪيو. (ترمذي)

(٥٩٦٨) ام سلمہ ﷞ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي ٻڌو، پاڻﷺ پنهنجين گهر وارين کي فرمائي رهيا هئا تہ جيڪو شخص مون کان پوءِ توهان تي ليون پري خرچ ڪندو، اهوئي صادق ۽ نيڪ شخص آهي. اي ﷲ! عبدالرحمــن بن عوف کي جنت جي چشمي مان پيار. (احمد) حديث جي سند ضعيف آهي - الباني)

(٥٩٦٩) حذيفہ ﷛ کان روايت آهي تہ نجران وارا رسول الله ﷺ جن وٽ آيا. انهن چيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! اسان ڏانهن هڪ امانتدار شخص کي موڪليو. پاڻﷺ فرمايائون تہ: ضرور توهان وٽ امانتدار شخص کي موڪليندس، اهڙو امانتدار جيڪو حقيقي معنيٰ ۾ امانتدار آهي. پوءِ ماڻهو واجهائڻ لڳا (تہ اهو ڪير شخص آهي؟) پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ابوعبيده بن جراح ﷛ کي موڪليو. (بخاري، مسلم)

(٥٩٧٠) علي﷛ کان روايت آهي تہ عرض ڪيو ويو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! توهان کان پوءِ اسان ڪنهن کي امير مقرر ڪريون؟ فرمايائون تہ: جيڪڏهن ابوبڪر﷛ کي امير مقرر ڪندا تہ ڪيس امانتدار، دنيا جي بجاءِ آخرت جي رغبت رکندڙ لهندا ۽ جيڪڏهن عمر ﷛ کي پنهنجو امير مقرر ڪندا تہ ڪيس طاقتور ۽ امانتدار لهندا، جيڪو ﷲ جي باري ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ جي ملامت کان نٿو ڊڄي ۽ جيڪڏهن توهان علي﷛ کي پنهنجو امير ڪندا ۽ آئون نٿو ڀانيان تہ توهان ڪيس پنهنجو امير ڪندا تہ ڪيس هدايت ڀاتل ۽ هدايت ڏيکاريندڙ لهندا، جيڪو توهان کي سڌي واٽ وٺائيندو. (احمد) حديث جي سند ضعيف آهي - الباني)

(٥٩٧١) علي﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ ابوبڪر﷛ تي رحم فرمائي، جنهن پڻ مون کي پنهنجي نياڻي نڪاح ۾ ڏني ۽ هجرت واري گهر (مديني) ڏانهن مون لاءِ سواري جو بندوبست ڪيائين ۽ غار ۾ مون سان گڏ رهيو ۽ پنهنجي مال کي خرچ ڪري بلال﷛ کي آزاد ڪيائين. ﷲ عمر﷛ تي رحم ڪري، جيڪو حق ڳالهہ چوي ٿو، جيتوڻيڪ ڳالهہ ڪوڙي هوندي آهي. حق ڪيس اهڙي طرح (اڪيلو ڪري) ڇڏيو آهي، جو سندس ڪو دوست نہ آهي. ﷲ عثمان ﷛ تي رحم ڪري، فرشتا بہ ان کان حياءُ ڪن ٿا. ﷲ علي﷛ تي رحم ڪري، جنهن بہ طرف هوندو، حق ان ڏانهن ڦرندو رهندو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)

# نبي ﷺ جي اهل بيت جا فضائل

## پهريون فصل

(٥٩٧٢) سعد بن ابي وقاص﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت لٿي: "چئُ اي ڪتاب وارو! اچو اسان پنهنجن پٽن کي سڏيون ۽ توهان جي پٽن کي سڏيون." رسول اللهﷺ جن علي ۽ فاطمہ ۽ حسن ۽ حسين (﷢) کي سڏيو. پوءِ فرمايائون تہ: اي ﷲ! اهي منهنجا گهر وارا آهن.

(٥٩٧٣) عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ ڏينهن صبح جو ٻاهر نڪتا ۽ ڪين ڪاري اُنَ آئون نهيل چادر ويڙهيل هئي. حسن بن علي﷛ آيو تہ پاڻﷺ کيس منجهس داخل ڪيائون. پوءِ حسين﷛ آيو تہ ڪيس

۾ منجهس داخل ڪيائون. پوءِ فاطمہ رضي الله عنها آئي تہ ڪيس بہ منجهس داخل ڪيائون. پوءِ علي رضي الله عنه آيو تہ ڪيس بہ منجهس داخل ڪيائون. پوءِ احزاب جي آيت:33 پڙهيائون تہ " اي گهر وارؤ! الله گهري ٿو تہ توهان کان پليتي پري ڪري ۽ توهان کي چڱي طرح پاڪ ڪري." (مسلم)

(٥٩٧٤) براءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن ابراهيم رضي الله عنه گذاري ويو رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت ۾ سندس لاءِ کير پيارينڙ هڪ دائي آهي. (بخاري)

(٥٩٧٥) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن جون گهر واريون وٽن هيون سين. ايتري ۾ فاطمہ رضي الله عنها آئي، سندس چال ۽ هلت رسول الله ﷺ جن جي چال ۽ هلت وانگر هئي. جڏهن ڪيس ڏٺائون تہ فرمايائون تہ: منهنجي نياڻيءَ کي مرحبا هجي. پوءِ ڪيس (پنهنجي چادر تي) ويهاريائون. پوءِ رازداريءَ ۾ ڪيس ڪا ڳالهہ ٻڌائون، جنهن تي اها ڏاڍي رُني. جڏهن ڪيس رنج ڏٺائون تہ ٻيهر رازداريءَ ۾ ڪيس ڪا ڳالهہ ٻڌائون، جنهن تي اها کلي پيئي. جڏهن رسول الله ﷺ جن اٿي ويا تہ مون فاطمہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ توسان پاڻ ڪريمن ﷺ راز، نياز جي ڪهڙ ي ڳالهہ ڪئي؟ انهيءَ چيو تہ آئون رسول الله ﷺ جن جي راز کي ظاهر ڪرڻ واري نہ آهيان. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ گذاري ويا تہ مون (فاطمہ رضي الله عنها کي) چيو تہ توتي منهنجو جيڪو حق آهي، توکي ان جي ڪري چوان ٿي تہ مون کي اها ڳالهہ ضرور ٻڌاءِ. انهيءَ فرمايو تہ: ها! هاڻي ٻڌايان ٿي. پهرئين ڀيري راز جي هي ڳالهہ ٻڌائون تہ جبرئيل عليه السلام مون کي هر سال هڪ ڀيرو قرآن جو دور ٻڌائيندو هو، هن سال بہ ٻيرا قرآن جو دور ٻڌايو اٿس ۽ آئون ڀانيان ٿو تہ منهنجي موت جو وقت ويجهو اچي چڪو آهي، پوءِ تون الله جو خوف ڪر ۽ صبر کان ڪم وٺجانءِ. بيشڪ آئون ئي تنهنجي لاءِ چڱو اڳتي ويندڙ آهيان. جنهن تي آئون رنيس. جڏهن مون کي رئندي ڏٺائون تہ ٻيو ڀيرو راز نياز جي ڳالهہ ڪندي مون کي فرمايائون تہ: اي فاطمہ! ڇا تون هن ڳالهہ کان راضي نہ آهين تہ جنتي عورتن يا فرمايائون تہ: مؤمن عورتن جي سردار ٿئين. هڪ روايت ۾ آهي تہ (پهريون ڀيرو) رازداري جي ڳالهہ ڪرڻ وقت فرمايائون تہ: هن بيماري ۾منهنجو وصال ٿيڻ وارو آهي، جنهن تي آئون رنيس. وري رازداريءَ ڪندي فرمايائون تہ: سندن گهر وارن مان سڀ کان پهريائين آئون ئي ساڻن ملنديس، جنهن تي آئون کليس.(بخاري، مسلم)

(٥٩٧٦) مسور بن مخرمہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: فاطمہ رضي الله عنها منهنجي جگر جو ٽڪر آهي، پوءِ جنهن ان کي ناراض ڪيو، تنهن مون کي ناراض ڪيو. هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪا شيءِ ان کي ڳڻتيءَ ۾ وجهي ٿي، سا مون کي بہ ڳڻتيءَ ۾ وجهي ٿي ۽ جيڪا ان کي ايذاءُ ڏئي ٿي، سا مون کي ايذاءُ ڏئي ٿي. (بخاري، مسلم)

(٥٩٧٧) زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ واقع "خم" نالي پاڻي جي هنڌ تي خطاب فرمايو. الله جي ساراهہ، تعريف، وعظ ۽ نصيحت کان پوءِ فرمايائون تہ: اما بعد! ٻڌو اي انسانؤ! مان هڪ انسان آهيان. ويجهو آهي تہ منهنجي رب جو قاصد (ملڪ الموت) مون وٽ اچي، پوءِ ان کي لبيڪ چوان. توهان ۾ بہ عظيم شيون ڇڏي وڃان ٿو، انهن مان پهرئين شيءِ الله جو ڪتاب آهي، جنهن

۾ هدايت ۽ نور آهي، تنهن ڪري ﷲ جي ڪتاب کي وٺو ۽ ان کي مضبوطيءَ سان چنبڙي پئو. ﷲ جي ڪتاب تي هلڻ جي تاڪيد ڪرڻ ۽ انهيءَ جي باري ۾ رغبت ڏيڻ کان پوءِ فرمايائون تہ: (ٻي شيءِ) منهنجا گهر وارا آهن، پنهنجي گهر وارن جي باري ۾ توهان کي ﷲ جو واسطو ڏيان ٿو. پنهنجي گهر وارن جي باري ۾ توهان کي ﷲ جو واسطو ڏيان ٿو. هڪ روايت ۾ آهي تہ ﷲ جو ڪتاب ﷲ جي اها رسي آهي، جيڪو ان جي پيروي ڪندو، هدايت لهندو ۽ جيڪو ان کي ڇڏيندو، گمراهہ ٿيندو. (مسلم)

(٥٩٧٨) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ اهو جڏهن جعفر بن ابي طالب کي سلام ڪندو هو تہ چوندو هو تہ تو تي سلام هجي، اي ذوالجناحين جا پٽ! (بخاري)

(٥٩٧٩) ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ حسن بن عليؓ سندن ڪلهي تي آهي. فرمائي رهيا هئا تہ اي ﷲ! آئون هن سان محبت رکان ٿو، تون بہ هن سان محبت رک. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨٠) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ آئون ڏينهن جي ڪنهن حصي ۾ رسول اللهﷺ جن سان هڪ جماعت ۾ نڪتس، تانجو پاڻﷺ فاطمہ ؓ جي گهر وٽ آيا تہ پڇيائون تہ ڇا اتي نينگر آهي، ڇا اتي نينگر يعني حسن آهي؟ ٿوري دير ۾ حسنؓ ڊوڙندو آيو، تانجو هڪ ٻئي کي ڀاڪر پاتائون. پاڻﷺ دعا ڪيائون تہ اي ﷲ! بيشڪ مون کي ساڻس محبت آهي، پوءِ جيڪو ساڻس محبت رکي، پڻ جيڪو سندس چاهيندڙ سان محبت رکي، تنهن سان تون بہ محبت رک. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨١) ابوبڪرةؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي منبر تي ڏٺو ۽ حسن بن عليؓ سندن پاسي ۾ هو ۽ اهو ڪڏهن ماڻهن ڏانهن اچي وڃي رهيو هو ۽ ڪڏهن نبيﷺ جن ڏانهن. پاڻﷺ فرمائي رهيا هئا تہ بيشڪ منهنجو هيءُ پٽ سردار آهي ۽ شايد ﷲ تعالىٰ سندس ذريعي مسلمانن جي ٻن وڏن گروهن ۾ صلح ڪرائي. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨٢) عبد الرحمـن بن ابي نعم چوي ٿو تہ مون عبد الله بن عمرؓ کي چوندي ٻڌو ۽ کانئس (هڪ عراقي) شخص احرام واري جي باري ۾ مسئلو پڇيو. شعبي چوي ٿو تہ پانيان ٿو تہ سندس سوال هو تہ احرام ۾ مک مارڻ ڪيئن آهي؟ انهيءَ چيو تہ عراقي مون کان مک مارڻ جي باري ۾ مسئلو پڇن ٿا حالانڪ انهن رسول اللهﷺ جن جي نياٽيءَ جي پٽ (امام حسينؓ) کي شهيد ڪيو آهي ۽ رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي تہ حسن ۽ حسين دنيا ۾ منهنجي لاءِ بہ گلاب جا گل آهن. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨٣)انسؓ کان روايت آهي تہ حسن بن علي ؓ کان وڌيڪ ڪو شخص نبيﷺ جن سان مشابهت رکندڙ نہ هو ۽ حسينؓ جي باري ۾ پڻ چيائين تہ اهو بہ رسول الله ﷺ جن سان گهڻي مشابهت رکندڙ هو. (بخاري)

(٥٩٨٤) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن مون کي پاڪر پائي دعا ڏني تہ: اي الله! کيس دانائي سيکار. هڪ روايت مطابق کيس دعا ڏنائون تہ اي الله! کيس ڪتاب سيکار. (بخاري)

(٥٩٨٥) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ بيشڪ نبي صلي الله عليه وسلم جن حاجت پوري ڪرڻ لاءِ بيت الخلاءَ ويا تہ مون سندن لاءِ وضوءَ جو پاڻي رکيو. پڇيائون تہ هي (پاڻي) ڪنهن رکيو آهي؟ اها ڳالهہ کين ٻڌائي وئي. پاڻ صلي الله عليه وسلم دعا ڏنائون تہ اي الله! کيس دين جي سمجهہ عطا فرماءِ. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨٦) اسامہ بن زيد رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن ان کي ۽ حسن رضي الله عنه کي کڻندا هئا ۽ دعا ڪندا هئا تہ اي الله! ٻنهي کي دوست رک، ڇاڪاڻ تہ آئون ٻنهي کي دوست رکان ٿو. هڪ روايت مطابق چوي ٿو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مون کي پنهنجي هڪ ٽنگ تي ۽ حسن بن علي رضي الله عنه کي ٻي ٽنگ تي ويهاريندا هئا، پوءِ کين پاڪر پائي دعا ڏيندا هئا تہ اي الله! ٻنهي تي رحم ڪر، ڇاڪاڻ تہ آئون ٻنهي تي رحم ڪريان ٿو. (بخاري، مسلم)

(٥٩٨٧) عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ لشڪر اسامہ بن زيد جي اڳواڻيءَ ۾ جنگ تي موڪليو تہ ڪن ماڻهن سندس اڳواڻيءَ تي اعتراض ڪيو. پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن (کي خبر پئي تہ) فرمايائون تہ: جيڪڏهن (اڄ) توهان اسامہ جي اڳواڻيءَ تي اعتراض ڪريو ٿا تہ اڳ ۾ سندس پيءُ جي اڳواڻيءَ تي بہ اعتراض ڪري چڪا آهيو ۽ الله جو قسم! البتہ اهو امير ٿيڻ جو لائق هو ۽ بيشڪ اهو مون کي ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ پيارو هو، جيئن هي (اسامہ) مون کي ان کان پوءِ ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ پيارو آهي. (بخاري، مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ ساڳيو مضمون آهي ۽ ان ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن تہ آئون توهان کي سندس باري ۾ وصيت ڪريان ٿو، بيشڪ اهو توهان جي صالح ماڻهن مان آهي.

(٥٩٨٨) عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي آزاد ڪيل ٻانهي زيد بن حارثہ کي زيد بن محمد صلي الله عليه وسلم سمجهندا هئاسون، تانجو قرآن مجيد جي هيءَ آيت لٿي تہ:" انهن(پٽيلن) کي سندن پيئرن جي نالي ۽ نسبت سان سڏيو. (بخاري، مسلم) ۽ بلوغ الصغير والحضانہ ۾ براءَ بن عازب جي حديث گذري تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم علي رضي الله عنه کي فرمايائون تہ: تون مون مان آهين ۽ آئون تو مان آهيان.

## ٻيو فصل

(٥٩٨٩) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي پنهنجي حج ۾ عرفہ جي ڏينهن پنهنجي ڏاچي قصواءَ تي خطاب ڪندي ڏٺو، پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمائي رهيا هئا تہ اي انسانو! بيشڪ آئون توهان ۾ (بہ) شيون ڇڏي وڃان ٿو، جيڪڏهن توهان انهن کي وٺندا تہ هرگز گمراهہ نہ ٿيندا: ١- الله جو ڪتاب ۽ ٢- منهنجي گهر وارن جي اولاد. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٩٠) زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون توهان ۾ بہ شيون ڇڏي وڃان ٿو، جيڪڏهن انهن کي چنبڙي پوندا تہ مون کان پوءِ هرگز گمراهہ نہ ٿيندا، انهن مان هر هڪ ٻيءَ کان وڏي

آهي: ١- اللہ جو ڪتاب، اهو هڪ اهڙي رسي آهي جيڪا آسمان کان زمين تي پکڙيل آهي، ٢- ۽ منهنجي اهل بيت جي اولاد. اهي هرگز هڪ ٻئي کان جدا نہ ٿيندا، تانجو مون وٽ حوض ڪوثر تي پهچندا. پوءِ ڏسو تہ مون کان پوءِ ٻنهي سان ڪهڙي هلت هلو ٿا. (ترمذي)

(٥٩٩١) زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن علي فاطمہ حسن ۽ حسين – رضي الله عنهم- جي باري ۾ فرمايو تہ: جيڪو ساڻن جنگ جوٽيندو، آئون انهن سان جنگ جوٽيندس ۽ جيڪو ساڻن صلح ڪندو، آئون ساڻن صلح ڪندس. (ترمذي)

(٥٩٩٢) جميع بن عمير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون پنهنجي خالہ سان گڏ عائشہ رضي الله عنها وٽ داخل ٿيس. مون ان کان پڇيو تہ رسول الله ﷺ جن وٽ سڀ کان پيارو ڪير هو؟ انهيءَ فرمايو تہ: فاطمہ رضي الله عنها. پڇيو ويو تہ مردن ۾؟ فرمايائين تہ سندس مڙس. (ترمذي)

(٥٩٩٣) عبد المطلب بن ربيعہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ عباس رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن وٽ ناراض حالت ۾ داخل ٿيو ۽ آئون وٽن موجود هيس. فرمايائون تہ: توکي ڪهڙيءَ شيءِ ناراض ڪيو آهي؟ عرض ڪيائين تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! قريش کي ڇا ٿيو آهي؟ جڏهن پاڻ ۾ ملن ٿا کلمک حالت ۾ ملن ٿا ۽ جڏهن اسان سان ملن ٿا تہ انهيءَ حالت ۾ نہ ملندا آهن. پوءِ رسول الله ﷺ جن ناراض ٿيا، تانجو سندن منهن مبارڪ ڳاڙهو ٿي ويو. فرمايائون تہ: اللہ جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ڪنهن شخص جي دل ۾ ايمان داخل ٿي نٿو سگهي، تانجو اللہ ۽ سندس رسول ﷺ (جي محبت) لاءِ توهان سان محبت نہ رکي. پوءِ فرمايائون تہ: اي انسانو! جنهن منهنجي چاچي کي ايذايو، بيشڪ تنهن مون کي ايذايو. ماڻهو جو چاچو ان جي پيءُ جي درجي تي هوندو آهي. (ترمذي)

(٥٩٩٤) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عباس رضي الله عنه مون مان آهي ۽ آئون عباس رضي الله عنه مان آهيان. (ترمذي)

(٥٩٩٥) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عباس رضي الله عنه کي فرمايو تہ: سومر جي ڏينهن صبح جو تون ۽ تنهنجو اولاد مون وٽ اچو تہ توهان کي دعا ڏيان، جنهن سان اللہ توکي ۽ تنهنجي اولاد کي فائدو ڏي. صبح ٿي تہ عباس رضي الله عنه بہ هليو ۽ اسان بہ ساڻس گڏجي هلياسون. پاڻ ﷺ اسان جي مٿان پنهنجي چادر ويڙهي، دعا ڏنائون تہ اي اللہ! عباس ۽ سندس اولاد جي ظاهري ۽ باطني بخشش فرماءِ (اهڙي بخشش) جنهن کان پوءِ ڪو گناهہ باقي نہ بچي. اي اللہ! سندس اولاد جي حفاظت فرماءِ. (ترمذي) رزين جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ سندس آل اولاد ۾ آخر تائين خلافت کي باقي رک. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٥٩٩٦) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ انهيءَ جبرئيل عليه السلام کي بہ ڀيرا ڏٺو ۽ رسول الله ﷺ جن کيس بہ ڀيرا دعا ڏني. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٥٩٩٧) ابن عباس رضي الله عنهما کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي بہ ڀيرا دعا ڏني تہ الله مون کي حڪمت عطا فرمائي. (ترمذي)

(٥٩٩٨) ابوهريره رضي الله عنه کان روایت آهي تہ جعفر بن ابي طالب رضي الله عنه مسڪينن سان محبت رکندو هو ۽ ساڻن گڏ ويهندو هو ۽ انهن سان ڳالهائيندو هو ۽ اهي ساڻس ڳالهيون ڪندا هئا ۽ رسول الله ﷺ جن ڪيس "ابوالمساڪين" جي ڪنيت عطا فرمائي. (ترمذي)

(٥٩٩٩) ابوهريره رضي الله عنه کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون جعفر رضي الله عنه کي جنت ۾ فرشتن سان اڏامندي ڏٺو. (ان کي ترمذيءَ روایت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٦٠٠٠) ابو سعيد رضي الله عنه کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حسن ۽ حسين رضي الله عنهما جنت جي نوجوانن جا سردار آهن. (ترمذي)

(٦٠٠١) ابن عمر رضي الله عنهما کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حسن ۽ حسين رضي الله عنهما دنيا مان منهنجا بہ خوشبودار گل آهن. (ترمذي) هيءَ حديث پهرئين فصل ۾ گذري چڪي. (ترمذي)

(٦٠٠٢) اسامہ بن زيد رضي الله عنهما کان روایت آهي تہ هڪ رات مون ڪنهن ضرورت هيٺ رسول الله ﷺ جن جي گهر جو ڪنڊو ڪڙڪايو. نبي ﷺ جن نڪري آيا ۽ مون کي معلوم نہ هو تہ مٿن ويڙهيل ڪپڙي هيٺان سندن ڪڇ ۾ ڪير هو؟ جڏهن مون پنهنجي ضرورت پوري ڪئي تہ عرض ڪيم تہ اها ڍڪيل شيءِ ڇا آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ ڪپڙو پري ڪري ڏيکاريو تہ سندن ڪڇ ۾ حسن ۽ حسين آهن. فرمايائون تہ: هي ٻئي منهنجا پٽ ۽ منهنجي ڌيءُ جا پٽ آهن. اي الله! آئون ساڻن محبت رکان ٿو، پوءِ تو بہ ساڻن محبت رک ۽ انهن سان بہ محبت رک، جيڪي ساڻن محبت رکن ٿا. (ترمذي)

(٦٠٠٣) سلميٰ چوي ٿي تہ آئون ام سلمہ رضي الله عنها وٽ داخل ٿيس، جيڪا روئي رهي هئي. مون عرض ڪيو تہ ڪهڙي شيءِ توهان کي روئاري رهي آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ مون خواب ۾ رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو، سندن مٿي ۽ ڏاڙهي مبارڪ تي مٽي لڳل هئي. مون پڇيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! خير تہ آهي توهان کي ڇا ٿيو آهي؟ فرمايائون تہ: ٿوري دير اڳ حسين رضي الله عنه جي قتل جو ڏيک پنهنجين اکين سان ڏٺو اٿم. (ان کي ترمذيءَ روایت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب، يعني ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٠٤) انس رضي الله عنه کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ توهان کي ڪهڙو گهر جو ڀاتي سڀ کان پيارو آهي؟ فرمايائون تہ: حسن ۽ حسين رضي الله عنهم ۽ پاڻ ﷺ فاطمہ رضي الله عنها کي فرمائيندا هئا تہ منهنجن پٽن کي سڏي اچ، پوءِ ڪين سنگهندا ۽ ڀاڪر پائيندا هئا. (ان کي ترمذيءَ روایت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٦٠٠٥) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي خطبو ارشاد فرمائيندا هئا تہ انهيءَ وقت حسن ۽ حسين رضي الله عنهما ايندا هئا، جن کي ڳاڙهي قميص پاتل هوندي هئي، هلندي هلندي ڪڏهن ڪري بہ پوندا هئا تہ رسول الله ﷺ جن منبر تان لهي ڪين ڪچ ۾ کڻندا هئا ۽ ڪين پنهنجي اڳيان ويهاريندا هئا. پوءِ فرمائيندا هئا تہ الله تعاليٰ سچ ٿو فرمائي تہ دراصل توهان جا مالَ ۽ توهان جو اولاد توهان لاءِ آزمائش آهن. هي ٻارڙا هلندي هلندي ڪري پيا، تنهن ڪري آئون صبر ڪري نہ سگهيس، تانجو مون کي پنهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏڻي پئي ۽ انهن کي کڻڻو پيو. (ترمذي، ابودائود ۽ نسائي)

(٦٠٠٦) يعليٰ بن مره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حسين رضي الله عنه مون مان آهي ۽ آئون حسين رضي الله عنه مان آهيان، جيڪو حسين رضي الله عنه سان محبت رکي، تنهن سان الله محبت رکي ۽ حسين رضي الله عنه قبيلن مان هڪ قبيلو آهي. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٠٧) علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حسن رضي الله عنه سيني کان مٿي تائين رسول الله ﷺ جن سان مشابهت رکي ٿو ۽ حسين رضي الله عنه ان کان هيٺ نبي ﷺ جن سان مشابهت رکي ٿو. (ترمذي)ان جي سند ۾ ڪجهہ ضعف آهي (الباني)

(٦٠٠٨) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون پنهنجي ماءُ کي چيو تہ مون کي ڇڏ تہ وڃي نبي ﷺ جن سان گڏ مغرب جي نماز پڙهان ۽ ڪين عرض ڪريان تہ پاڻ منهنجي لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ بخشش جي دعا گهرن. آئون نبي ﷺ جن وٽ آيس ۽ سندن پويان مغرب نماز پڙهيم. (مغرب فرض کان پوءِ پاڻ سنتن ۾) مشغول ٿي ويا، تانجو عشاء پڙهيائون. پوءِ گهر روانا ٿيا تہ آئون سندن پويان لڳس، پوءِ منهنجو آواز ٻڌي ورتائون. فرمايائون تہ: هي ڪير آهي، حذيفہ آهي؟ مون عرض ڪيو تہ هائو سائين! فرمايائون تہ: توکي ڪهڙو ڪم آهي؟ الله توکي بہ بخشي ۽ تنهنجي ماءُ کي بہ بخشي. بيشڪ هي هڪ فرشتو آهي، جيڪو هن کان اڳ زمين تي ڪڏهن بہ نہ لٿو آهي. انهيءَ پنهنجي رب کان اجازت گهري تہ اچي مون کي سلام ڪري ۽ مون کي خوشخبري ڏي تہ فاطمہ رضي الله عنها جنتي عورتن جي سردار آهي ۽ حسن ۽ حسين رضي الله عنهما جنت جي جوانن جا سردار آهن. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(٦٠٠٩) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حسن بن علي رضي الله عنه کي پنهنجي ڪلهي تي کڻي وڃي رهيا هئا. هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي ڇوڪرا! جنهن سواريءَ تي تون چڙهيو آهين، اها ڪيڏي نہ عمدي آهي؟ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اهو سوار بہ تہ ڏاڍو عمدو آهي. (ترمذي)

(٦٠١٠) امير عمر، اسامہ بن زيد رضي الله عنهما جو وظيفو ساڍا ٽي هزار ۽ پنهنجي پٽ عبد الله رضي الله عنه جو ٽي هزار وظيفو مقرر ڪيو. عبد الله رضي الله عنه پنهنجي پيءُ کي چيو تہ توهان مون تي اسامہ رضي الله عنه کي فضيلت ڇا جي ڪري ڏني آهي؟ الله جو قسم! انهيءَ تہ ڪنهن بہ جهاد ۾ مون کان اڳرائي نہ ڪئي آهي. عمر رضي الله عنه فرمايو تہ: ڇاڪاڻ تہ اسامہ رضي الله عنه جو پيءُ زيد رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن کي تنهنجي پيءُ کان وڌيڪ پيارو هو ۽ خود اسامہ رسول الله ﷺ جن کي توکان وڌيڪ

پيارو هو، تنهن ڪري مون پنهنجي محبت تي رسول الله ﷺ جن جي محبت کي ترجيح ڏني آهي.(ترمذي)ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠١١) جبله بن حارثه رضي الله عنه کان روايت آهي ته آئون رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، عرض ڪيم ته اي الله جا رسول ﷺ! منهنجي ڀاءُ زيد رضي الله عنه کي مون سان هلڻ جي اجازت ڏيو. فرمايائون ته: اهو اجهو موجود آهي، جيڪڏهن توسان هلي ٿو ته ڪيس منع نه ڪندس. زيد رضي الله عنه چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! الله جو قسم! آئون توهان جي مقابلي ۾ ڪنهن کي ترجيح نه ڏيندس. جبله رضي الله عنه چوي ٿو ته پوءِ مون کي معلوم ٿيو ته منهنجي راءِ کان منهنجي ڀاءُ زيد رضي الله عنه جي راءِ وڌيڪ افضل آهي. (ترمذي)

(٦٠١٢) اسامه بن زيد رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي سڪرات تي ته آئون (لشڪر مان) مديني موٽي آيس ۽ ماڻهن به مديني ڏانهن اچڻ شروع ڪيو. آئون رسول الله ﷺ جن وٽ داخل ٿيس ۽ سندن زبان جواب ڏئي چڪي هئي، پوءِ پاڻ ﷺ ڳالهائي نٿي سگهيا. پاڻ ﷺ پنهنجا هٿڙا مون تي رکي انهن کي مٿي کڻڻ لڳا، جنهن مان مون کي معلوم ٿيو ته پاڻ ﷺ منهنجي حق ۾ دعا گهري رهيا آهن(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب آهي)

(٦٠١٣) عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن ارادو فرمايو ته: اسامه جي ڪانگهاري کي پاڻ صاف ڪن. عائشه رضي الله عنها عرض ڪيو ته (سائين سڳورا ﷺ!) مون کي اجازت ڏيو ته آئون ٿي اهو ڪم ڪريان. ارشاد فرمايائون ته: اي عائشه رضي الله عنها! انهيءَ سان محبت رک! ڇاڪاڻ ته آئون ان سان محبت رکان ٿو. (ترمذي)

(٦٠١٤) اسامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته آئون ويٺو هيس ته ان وقت علي ۽ عباس رضي الله عنهما آيا ۽ اندر اچڻ جي اجازت گهريائون ۽ اسامه کي موڪليائون ته رسول الله ﷺ جن کان اسان لاءِ اجازت وٺ. مون عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! علي ۽ عباس رضي الله عنهما اندر اچڻ جي اجازت گهري رهيا آهن. فرمايائون ته: ڇا ڄاڻين ٿو ته ڪهڙي مقصد سان اچي رهيا آهن؟ مون عرض ڪيو ته آئون نٿو ڄاڻان. فرمايائون ته: پر آئون ڄاڻان ٿو کين اجازت ڏي. اهي ٻئي اندر آيا ۽ چيائون ته اي الله جا رسول ﷺ! اسان توهان کان پڇڻ آيا آهيون ته توهان کي گهر وارن مان سڀ کان پيارو ڪير آهي؟ فرمايائون ته: فاطمه ڌيءُ محمد ﷺ جي! عرض ڪيائون ته (خاص) توهان جي گهر وارن جي باري ۾ نٿا پڇون. فرمايائون ته: مون کي سڀ کان پيارو اهو آهي، جنهن تي الله انعام فرمايو ۽ مون به مٿس انعام ڪيو، اسامه بن زيد. چيائون ته پوءِ ڪير؟ فرمايائون ته: علي بن ابي طالب. عباس رضي الله عنه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! توهان پنهنجي چاچي کي انهن ۾ آخر ۾ رکيو؟ فرمايائون ته: بيشڪ علي توکان هجرت ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪئي.(ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

## ٽيون فصل

(٦٠١٥) عقبہ بن حارث ﷛ کان روايت آهي تہ ابوبکر ﷛ عصر پڙهي. پوءِ ٻاهر نڪتو، علي سائين﷛ بہ ساڻس گڏ هو. ڏٺائين تہ حسن﷛ ٻارن سان کيڏي رهيو آهي. ابوبکر﷛ کيس پنهنجي ڪلهي تي کنيو ۽ چيائين تہ منهنجو پيءُ توتي قربان ٿئي، تون نبيﷺ جن سان مشابهت رکين ٿو ۽ علي ﷛ سان مشابهت نٿو رکين ۽ علي ﷛ کلي رهيو هو. (بخاري)

(٦٠١٦) انس﷛ کان روايت آهي تہ عبيد الله بن زياد جي اڳيان حسين﷛ جو سر آندو ويو. ان کي هڪ طست (ٿال) ۾ رکيو ويو. (ابن زياد) ڇڙي سان ان ڏانهن اشارو ڪري رهيو هو ۽ سندس حسن جي باري ۾ ڪجهہ چئي رهيو هو. انس﷛ چوي ٿو تہ مون چيو تہ ﷲ جو قسم! اهو تہ رسول اللهﷺ جن کي وڌيڪ مشابہ هو ۽ سندس مٿي جي وارن کي مهندي لڳل هئي. (بخاري) ترمذيءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ آئون ابن زياد وٽ هيس پوءِ حسين ﷛ جو سر آندو ويو تہ ابن زياد سندس نڪ ۾ ڇڙ ي هڻي چوڻ لڳو تہ هن جهڙ و سهڻو تہ مون ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو. مون چيو تہ بيشڪ اهو رسول الله ﷺ جن سان وڌيڪ مشابهت رکندڙ هو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح حسن غريب آهي)

(٦٠١٧) ام فضل ڌيءُ حارث ﷞ کان روايت آهي تہ اها رسول الله ﷺ جن وٽ آئي. عرض ڪيائين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! رات مون هڪ خراب خواب ڏٺو آهي. فرمايائون تہ: اهو ڪهڙو آهي؟ عرض ڪيائين تہ ڏاڍو سخت خواب آهي. فرمايائون تہ: ڪهڙو خواب آهي؟ عرض ڪيائين تہ ڄڻ تہ توهان جي جسم مبارڪ جو هڪ ٽڪر ڪٽجي منهنجي ڪچ ۾ ڪريو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تو چڱو خواب ڏٺو آهي. انشاءَ ﷲ فاطمہ﷞ هڪ ٻار ڄڻيندي، جنهن کي تون هنج ۾ کڻندينءَ. پوءِ فاطمہ﷞ کي پٽ ڄائو ۽ جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو هو، مون کيس هنج ۾ کنيو. پوءِ منهنجو ڌيان ٻئي طرف ويو. اوچتو ڇا ٿي ڏسان تہ رسول الله ﷺ جن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا آهن. مون عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا نبيﷺ! منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توهان تي قربان وڃن، خير تہ آهي توهان کي ڇا ٿيو؟ فرمايائون تہ: مون وٽ جبرئيل﷩ آيو، جنهن چيو تہ منهنجي هيءَ امت سگهوئي منهنجي هن پٽ کي قتل ڪندي. مون چيو تہ هن کي! چيائين تہ هائو! (کيس ئي قتل ڪندي) ۽ سندس قتل ٿيڻ واري سرزمين جي ڳاڙهي مٽي بہ آندائين.

(٦٠١٨) ابن عباس﷞ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ٽاڪ منجهند جو انهيءَ ننڊ ۾ نبيﷺ کي ڏٺو. سندن وار کنڊريل ۽ مٽيءَ ۾ ڀريل هئا. سندن هٿ ۾ پيالو هو جنهن ۾ رت هئي. مون عرض ڪيو تہ منهنجو پيءُ ۽ منهنجي ماءُ توهان تي قربان وڃن، هي ڇا آهي؟ فرمايائون تہ: هي حسين ۽ سندس ساٿين جي رت آهي ۽ آئون هميشہ کان ان کي ڪٺي ڪندو آهيان، مون انهيءَ وقت جو حساب ڪيو تہ ساڳيو وقت حسين﷛ جي قتل جو لڌم. (ٻئي حديثون دلائل النبوة ۾ بيهقي ۽ آخري حديث احمد بہ بيان ڪئي آهي)

(٦٠١٩) ابن عباس ﷞ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ سان هن ڪري محبت رکو جو انهيءَ توهان کي نعمتون عنايت ڪيون ۽ ﷲ جي محبت جي ڪري مون سان محبت رکو ۽ منهنجي محبت جي ڪري منهنجي گهر وارن سان محبت رکو. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٢٠) ابوذرﷺ ڪعبت ﷲ جي دروازي کي وٺي چيو تہ مون نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ توهان ۾ منهنجي اهل بيت جو مثال ائين آهي، جيئن نوح ﷺ جي ٻيڙي. جيڪو انهيءَ ۾ چڙهندو نجات لهندو ۽ جيڪو ان کان پوئتي رهندو هلاڪ ٿي ويندو. (احمد) ان جي سند واهي ۽ غير ثابت آهي (الباني)

# نبي ﷺ جي گهر وارين جي فضيلتن جو بيان

## پهريون فصل

(٦٠٢١) عليﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ (پنهنجي زماني ۾) سڀ کان پيلاري عورت عمران جي ڌيءُ مريم هئي (۽ هن زماني ۾) سڀ کان پيلاري عورت خديجہ ڌيءُ خويلد آهي. (بخاري، مسلم) هڪ روايت ۾ آهي تہ ابو ڪريب چوي ٿو تہ وڪيع آسمان ۽ زمين ڏانهن اشارو ڪيو.

(٦٠٢٢) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ جبرئيل ﷺ نبيﷺ جن وٽ آيو. چيائين تہ يا رسول ﷺ! هي خديجہ هڪ ٿانءُ کڻي اچي رهي آهي، جنهن ۾ ٻوڙ ۽ کاڌو آهي. جڏهن توهان وٽ اچي تہ سندس رب جي طرفان ۽ پڻ منهنجي طرفان کيس سلام چئو ۽ کيس جنت ۾ هڪ گهر جي خوشخبري ڏيو، جيڪو ڪوريل موتين مان ٺهيل آهي ۽ جنهن ۾ نہ گوڙ هوندو ۽ نہ ٿڪ ٿيندو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٢٣) عائشہﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن جي گهر وارين مان مون کي جيتري غيرت خديجہﷺ تي ايندي هئي، ٻيءَ ڪنهن تي نہ ايندي هئي. مون کيس ڏٺو بہ نہ هو، پر پاڻ اڪثر سندس ذڪر ڪندا رهندا هئا. گهڻو ڪري ٻڪري ذبح ڪري، ان جو گوشت وڍي ڪٽي، خديجہ ﷺ جي ساهڙين ڏانهن موڪليندا هئا. تنهن ڪري آئون اڪثر عرض ڪندي هيس تہ ڄڻ دنيا ۾ خديجہﷺ کان سواءِ ڪا عورت ٿي نہ آهي. پاڻﷺ فرمائيندا هئا تہ اها هڙئي ۽ هڙئي هئي ۽ انهيءَ مان منهنجو اولاد آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٢٤) عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي عائشہ! هي جبرئيلﷺ آهي جيڪو توکي سلام ڪري ٿو. مون چيو تہ ان تي بہ سلام ۽ ﷲ جي رحمت هجي. عائشہﷺ فرمائي ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ اهو ڏسن ٿا، جيڪي آئون نٿي ڏسان. (بخاري، مسلم)

(٦٠٢٥) عائشہﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون توکي خواب ۾ ٽي راتيون ڏٺو. فرشتو توکي ريشمي ڪپڙي ۾ ويڙهي کڻي آيو. مون کي چيائين تہ هيءَ توهان جي گهر واري آهي. مون تنهنجي منهن تان ڪپڙو سرڪايو ڇا تہ ڏسان تہ اها تون ٿي آهين. پوءِ مون چيو تہ جيڪڏهن هي (خواب) ﷲ جي طرفان آهي تہ ان کي پورو ڪندو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٢٦) عائشہ ؓ کان روايت آهي تہ ماڻهو سندس واريءَ واري ڏينهن رسول الله ﷺ جن جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ هديا موڪليندا هئا. فرمائي ٿي تہ بيشڪ نبي ﷺ جن جي گهر وارين جون بہ ٽوليون هيون: ١- هڪ ٽوليءَ ۾ عائشہ ؓ، حفصہ ؓ، صفيہ ؓ ۽ سوده ؓ هئي. ٢- ٻي ٽوليءَ ۾ ام سلمہ ؓ ۽ رسول الله ﷺ جن جون ٻيون گهر واريون هيون. ام سلمہ ؓ جي ٽوليءَ کي چيو تہ رسول الله ﷺ جن وٽ اسان جو عرض رک تہ پاڻ ﷺ ماڻهن کي حڪم ڪن تہ جيڪو شخص رسول الله ﷺ جن کي هديو ڏيڻ گهري، پاڻ جنهن بہ گهر ۾ هجن اتي ئي کين هديو موڪلي ڏين. انهيءَ (ان ڏس ۾ ساڻن) گفتگو ڪئي. کيس فرمايائون تہ: مون کي عائشہ ؓ جي باري ۾ ايذاءُ نہ ڏي. ڇاڪاڻ تہ عائشہ ؓ کان سواءِ ڪنهن عورت جي ڪپڙن ۾ مون تي وحي نازل نہ ٿيندي آهي. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! توهان کي ايذائڻ کان الله ڏانهن توبہ تائب ٿيان ٿي. (ڪجهہ عرصي کان) پوءِ انهن فاطمہ ؓ کي گهرايو ۽ (انهيءَ مقصد) سان کين رسول الله ﷺ جن ڏانهن موڪليو. جنهن پاڻ سڳورن ﷺ سان (ان ڏس ۾) ڳالهہ ڪئي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: اي منهنجي نياڻي! ڇا جيڪا ڳالهہ آئون پسند ڪريان ٿو، سا توکي پسند نہ آهي؟ عرض ڪيائين تہ هائو! فرمايائون تہ: پوءِ هن ڳالهہ کي بہ پسند ڪر. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(٦٠٢٧) انس ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: دنيا جي عورتن ۾ هي عورتون فضيلت ۾ تنهنجي لاءِ ڪافي آهن: ١- عمران جي ڌيءُ مريم، ٢- خويلد جي ڌيءُ خديجہ، ٣- محمد ﷺ جي ڌيءُ فاطمہ، ٤- فرعون جي گهر واري آسيہ (ؓ) (ترمذي)

(٦٠٢٨) عائشہ ؓ کان روايت آهي تہ جبرئيل ؑ سندس تصوير سائي ريشم جي ڪپڙي ۾ ويڙهي رسول الله ﷺ جن وٽ کڻي آيو ۽ چيائين تہ هيءَ دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جي گهر واري آهي. (ترمذي)

(٦٠٢٩) انس ؓ کان روايت آهي تہ صفيہ ؓ کي خبر پهتي تہ حفصہ ؓ کيس يهوديءَ جي ڌيءُ ڪوٺيو آهي. جنهن تي اها روئڻ لڳي. نبي ﷺ جن وٽس داخل ٿيا تہ ان وقت اها روئي رهي هئي. فرمايائون تہ: ڪهڙي ڳالهہ آهي جيڪا تو کي روئاري رهي آهي؟ عرض ڪيائين تہ حفصہ چيو آهي تہ آئون يهوديءَ جي ڌيءُ آهيان. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ تون نبيءَ جي نياڻي آهين ۽ البتہ تنهنجو چاچو بہ نبي هو ۽ بيشڪ تون نبيءَ جي گهر واري آهين. پوءِ ڪهڙي ڳالهہ جي ڪري اها توتي فخر ڪري ٿي؟ پوءِ فرمايائون تہ: اي حفصہ! الله کان ڊڄ! (ترمذي، نسائي)

(٦٠٣٠) ام سلمہ ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مڪي جي فتح واري سال فاطمہ ؓ کي سڏ ڪيو، پوءِ رازداريءَ ۾ کيس ڪا ڳالهہ چيائون، جنهن تي اها رني. وري رازداريءَ ۾ کيس ڪا ڳالهہ چيائون، جنهن تي اها کلي. رسول الله ﷺ جن وفات فرمائي تہ مون ان کان سندس روئڻ ۽ کلڻ جو سبب پڇيو. انهيءَ چيو تہ مون کي رسول الله ﷺ جن خبر ڏني تہ (اجهو) سندن وصال ٿيڻ وارو آهي، جنهن تي آئون رنيس. پوءِ مون کي خبر ڏنائون تہ آئون جنتي عورتن جي سردار آهيان، سواءِ عمران جي ڌيءُ مريم جي، جنهن تي آئون کليس. (ترمذي)

### ٽيون فصل

(٦٠٣١) ابوموسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن جي ساٿين کي جيڪو بہ مسئلو مشڪل معلوم ٿيندو هو تہ عائشہ رضي الله عنها کان پڇندا هئاسون. وٽس ضرور ان جي باري ۾ علم هوندو هو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح غريب آهي)

(٦٠٣٢) ابوموسيٰ بن طلحہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون عائشہ رضي الله عنها کان وڌيڪ ڪنهن کي ڳالهائڻ ۾ صاف، واضح ۽ فصيح نہ ڏٺو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح غريب آهي)

# جامع فضيلتن جو بيان

### پهريون فصل

(٦٠٣٣) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون خواب ڏٺو تہ منهنجي هٿ ۾ ريشم جو هڪ ڪپڙو آهي، جنت ۾ جنهن بہ جاءِ تي وڃڻ گهران ٿو، اهو مون کي اڏاري اتي پهچائي ٿو. مون پنهنجو اهو قصو (ام المؤمنين) حفصہ رضي الله عنها کي ٻڌايو، جنهن نبي ﷺ جن کي ٻڌايو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: تنهنجو ڀاءُ نيڪ مرد آهي يا فرمايائون تہ: بيشڪ عبدالله نيڪ شخص آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٣٤) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ گهر کان نڪرڻ کان گهر ۾ داخل ٿيڻ تائين عزت وچولي هلت ۽ سڌي رستي جي اعتبار سان عبدالله بن مسعود رضي الله عنه، رسول الله ﷺ جن سان گهڻي مشابهت رکندو هو. گهر ۾ اهو ڇا ڪندو هو؟ اها ڳالهہ اسان کي معلوم نہ آهي. (بخاري)

(٦٠٣٥) ابوموسيٰ اشعري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون ۽ منهنجو ڀاءُ يمن کان آياسون، ڪجهہ عرصو اتي رهياسون تہ عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کي نبي ﷺ جن جي گهر وارن مان سمجهندا هئاسون، ڇاڪاڻ تہ پاڻ ۽ سندس والده سڄوري اڪثر نبي ﷺ جن وٽ ايندا ويندا هئا. (بخاري، مسلم)

(٦٠٣٦) عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: چئن ڄڻن کان قرآن مجيد پڙهو: ١- عبدالله بن مسعود، ٢- ابوحذيفہ جو آزاد ڪيل غلام سالم، ٣- ابي بن ڪعب، ٤- معاذ بن جبل. (بخاري، مسلم)

(٦٠٣٧) علقمہ کان روايت آهي تہ آئون ملڪ شام آيس. پوءِ مون بہ رڪعتون نماز پڙهي دعا گهري تہ اي الله! مون کي صالح ساٿي نصيب فرماءِ. پوءِ ماڻهن وٽ اچي وينس، ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ پوڙهو شخص منهنجي پاسي ۾ اچي وينو. مون پڇيو تہ هي ڪير آهي؟ چيائون تہ ابودرداءُ آهي. مون عرض ڪيو تہ مون الله کان دعا گهري تہ مون کي نيڪ ساٿي نصيب ڪر، پوءِ مون کي تنهنجي رفاقت نصيب ٿي. ابودرداءَ رضي الله عنه چيو تہ تون ڪير آهين؟ مون چيو تہ آئون ڪوفي آهيان. چيائين تہ ڇا توهان ۾ ابن ام عبد (عبدالله بن مسعود رضي الله عنه) موجود نہ آهي،

جيڪو رسول اللهﷺ جن جا نعلين مبارڪ، ويهاڻو ۽ وضوءَ جي پاڻيءَ جو ٿانءُ کڻڻ وارو خادم آهي ۽ توهان ۾ اهو شخص بہ آهي جنهن کي اللهﷻ تعاليٰ پنهنجي نبيءَﷺ جي زباني شيطان کان پناهہ ڏني آهي. يعني عمار بن ياسر ۽ توهان وٽ نبي ﷺ جي ٻڌايل رازن جو ڄاڻو حذيفہ رضي الله عنه آهي. (بخاري)

(٦٠٣٨) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مون کي جنت ڏيکاري وئي. پوءِ ابوطلحہ رضي الله عنه جي گهر واريءَ کي ڏٺم ۽ پنهنجي اڳيان کنهن جي هلڻ جو آواز ٻڌم ۽ اهو بلال رضي الله عنه هو. (مسلم)

(٦٠٣٩) سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان نبيﷺ جن وٽ ڇهہ ڄڻا (اڪثر موجود) هوندا هئاسون. مشرڪن نبيﷺ جن کان مطالبو ڪيو تہ انهن ماڻهن کي پاڻ وٽان تڙي ڪڍ. متان اسان تي ڪا جرئت ڪن. سعد رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ انهن ڇهن ۾ آئون، ابن مسعود رضي الله عنه، هزيل قبيلي جو هڪ شخص، بلال رضي الله عنه ۽ ٻہ ٻيا ڄڻا هئا، جن جو نالو وٺڻ نٿو گهران. پوءِ رسول اللهﷺ جن جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو، جيڪي اللهﷻ تعاليٰ گهريو تہ پيدا ٿئي. پاڻ سڳورنﷺ دل ۾ ڪجهہ سوچيو، تنهن تي اللهﷻ تعاليٰ هيءَ آيت سڳوري نازل فرمائي: "انهن ماڻهن کي تڙي نہ ڪڍ جيڪي پنهنجي رب کي صبح ۽ شام پڪاريندا رهن ٿا ۽ سندس رضامندي تلاش ڪن ٿا." (مسلم)

(٦٠٤٠) ابوموسيٰ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن کيس فرمايو تہ: اي ابوموسيٰ! بيشڪ تو کي آل دائود جي سهڻن سُرن جهڙو هڪ سهڻو سُرُ ڏنو ويو آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤١) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ چئن ڄڻن رسول اللهﷺ جن جي زماني ۾ قرآن کي گڏ ڪيو: ١- ابي بن ڪعب، معاذ بن جبل، زيد بن ثابت ۽ ابوزيد. انس کان پڇيو ويو تہ ابوزيد ڪير آهي؟ چيائين تہ منهنجو چاچو آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٢) خباب بن ارت رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اللهﷻ جي رضامنديءَ لاءِ اسان رسول اللهﷺ جن سان گڏ هجرت ڪئي. پوءِ اسان جو اجر اللهﷻ تي واقع ٿي چڪو. پوءِ اسان مان ڪو آهي جيڪو گذاري ويو ۽ پنهنجي اجر مان ڪا شيءِ نہ کاڌائين. جن مان مصعب بن عمير رضي الله عنه بہ آهي، جيڪو احد جي ڏينهن قتل ٿيو. کيس ڪفن ڏيڻ لاءِ هڪ (ننڍي) چادر کان سواءِ ڪجهہ بہ نصيب نہ ٿيو. اسان سندس مٿي کي ڍڪي رهيا هئاسون تہ ان جا پير ظاهر ٿي رهيا هئا ۽ جيڪڏهن سندس پيرن کي ڍڪي رهيا هئاسون تہ ان جو مٿو ظاهر ٿي رهيو هو. نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ: سندس مٿي کي ڍڪيو ۽ سندس پيرن وٽان گاهہ اذخر وجهي ڇڏيو ۽ اسان مان ڪو اهو آهي، جنهن لاءِ سندس ميوو پچي تيار ٿي چڪو آهي، جنهن کي اهو پٽي رهيو آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٣) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سعد بن معاذ رضي الله عنه جي موت جي ڪري عرش لڏي ويو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ سعد بن معاذ جي موت جي وقت رحمـن جو عرش لڏي ويو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٤) براءَ ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي هديہ ۾ ريشمي وڳو ڏنو ويو، سندن ساٿي ان کي هٿ لائڻ لڳا ۽ ان جي نرم ۽ نازڪ هئڻ تي تعجب ڪرڻ لڳا. فرمايائون تہ: ڇا هن جي نرميءَ تي توهان کي تعجب ٿئي ٿو، البتہ سعد بن معاذ جا جنت ۾ رومال ان کان وڌيڪ چڱا ۽ وڌيڪ نرم آهن. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٥) ام سليم ﷺ کان روايت آهي، عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! انس توهان جو خادم آهي، سندس حق ۾ الله کان دعا گهرو. پاڻﷺ کيس دعا ڏنائون تہ اي الله! سندس مال ۽ سندس اولاد کي گهڻو ڪر ۽ جيڪي ڪجهہ تون کيس عطا ڪرين، تنهن ۾ برڪت وجهہ. انسﷺ چوي ٿو تہ الله جو قسم! بيشڪ البتہ مون وٽ گهڻو مال آهي ۽ بيشڪ منهنجو اولاد ۽ منهنجي اولاد جو اولاد اڄ سوءُ ڇڻن کان وڌي چڪو آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٦) سعد بن ابي وقاصﷺ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي رڳو عبدالله بن سلام ﷺ لاءِ فرمائيندي ٻڌو تہ اهو زمين جي پٺيءَ تي هلندڙ جنتي شخص آهي. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٧) قيس بن عبادﷺ کان روايت آهي تہ آئون مسجد نبويءَ ۾ ويٺو هيس. ايتري ۾ هڪ شخص آيو جنهن جي منهن تي عاجزيءَ جا آثار هئا. ماڻهن چيو تہ هيءُ شخص جنتين مان آهي. انهيءَ ايندڙ شخص مختصر ٻہ رڪعتون پڙهيون. پوءِ ٻاهر نڪتو تہ آئون ان جي پويان لڳس. مون عرض ڪيو تہ جنهن وقت توهان مسجد ۾ داخل ٿيا، ماڻهن چيو تہ هي جنتي شخص آهي. چيائين تہ الله جو قسم! ڪنهن کي نٿو جڳائي تہ جيڪا ڳالهہ نہ ڄاڻي سا چوي. اجهو ٿو تو کي ٻڌايان تہ (ماڻهن) ائين ڇو چيو. رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ مون هڪ خواب ڏٺو، جيڪو مون کين بيان ڪري ٻڌايو. مون ڏٺو تہ ڄڻ تہ وڏي باغ ۾ آهيان، پوءِ ان جي ڪشادگي ۽ رونق ۽ ساوڪ جو ذڪر ڪيائين، جنهن جي وچ ۾ هڪ لوهو ٿنڀ هو، جنهن جو هيٺيون ڇيڙو زمين ۾ ۽ مٿيون ڇيڙو آسمان ۾ هو. ان جي مٿئين ڇيڙي ۾ هڪ ڪُنڊو هو. مون کي چيو ويو تہ ان تي چڙهہ. مون چيو تہ منهنجي اندر ايتري سگهہ نہ آهي. ايتري ۾ مون وٽ هڪ خادم آيو، جنهن منهنجي پويان منهنجا ڪپڙا مٿي ڪيا. پوءِ آئون مٿي چڙهيس، تانجو مٿانهين ڇيڙي تي پهتس. مون انهيءَ ڪُنڊي کي پڪڙيو. مون کي چيو ويو تہ ان کي مضبوطيءَ سان پڪڙ. آئون سجاڳ ٿيس تہ اهو ڪُنڊو منهنجي هٿ ۾ هو. مون اهو قصو نبي ﷺ جن کي بيان ڪري ٻڌايو. فرمايائون تہ: اهو باغ اسلام آهي ۽ اهو ٿنڀ اسلام جو ٿنڀ آهي ۽ ڪُنڊو، اهو مضبوط ڪُنڊو آهي (جنهن جو قرآن ۾ ذڪر آهي) پوءِ تون مرڻ گهڙيءَ تائين اسلام تي قائم رهندين. اهو شخص عبدالله بن سلام هو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٤٨) انسﷺ کان روايت آهي تہ ثابت بن قيس بن شماسﷺ انصار جو خطيب هو، جڏهن هيءَ آيت لٿي: " اي ايمان وارو! پنهنجا آواز نبيﷺ جي آوازن کان بلند نہ ڪريو."(الحجرات:2) تہ ثابتﷺ پنهنجي گهر ۾ ويهي رهيو ۽ نبي ﷺ جن وٽ اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنائين. نبيﷺ جن سعد بن معاذﷺ کان پڇيو تہ ثابت جو ڪهڙو حال آهي، ڇا بيمار آهي؟ سعدﷺ وٽس آيو ۽ رسول اللهﷺ جن جي ڳالهہ کيس ٻڌايائين. ثابتﷺ چيو تہ هيءَ آيت نازل ٿي آهي ۽ توهان ڄاڻون ٿا تہ آئون رسول اللهﷺ جي اڳيان توهان کان ڏاڍيان ڳالهائيندو آهيان،

تنهن ڪري آئون دوزخي آهيان. سعدﷺ اها ڳالهہ نبيﷺ جن کي ٻڌائي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بلڪ اهو جنتي آهي. ( مسلم )

(٦٠٤٩) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ اسان نبي ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون تہ انهيءَ وقت سوره جمعہ نازل ٿي. پوءِ جڏهن هيءَ آيت لٿي:" ۽ انهن مان ٻيا اهي آهن، جيڪي ساڻن اجا نہ مليا آهن." عرض ڪيائون تہ يا رسول اللهﷺ ! اهي ڪير آهن؟ ۽ اسان ۾ سلمان فارسيؓ ويٺو هو. پوءِ نبيﷺ جن پنهنجو هٿ سلمانؓ تي رکي فرمايو تہ: جيڪڏهن ايمان ثريا تاري تي بہ هوندو تہ البتہ ان کي هن جي قوم مان ڪي ماڻهو ضرور حاصل ڪندا. (بخاري، مسلم )

(٦٠٥٠) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن دعا ڪئي تہ اي الله! پنهنجي هن ٻانهڙي يعني ابوهريره ؓ ۽ سندس ماءُ کي پنهنجن مؤمن ٻانهن لاءِ پيارو ڪر ۽ انهن مؤمنن کي هنن وٽ پيارو ڪر. (مسلم )

(٦٠٥١) عائذ بن عمروؓ کان روايت آهي تہ (مديني ۾ مڪي جي مشرڪن جي سردار) ابوسفيان جو گذر سلمان فارسي، صهيب، بلال ۽ ٻين ماڻهن وٽان ٿيو. انهن چيو تہ الله جو هي دشمن الله جي تلوارن کان بچي ويو. (اها ڳالهہ ٻڌي) ابوبڪرؓ چيو تہ ڇا توهان قريش جي صبح ۽ سندن سردار جي باري ۾ اها ڳالهہ چئو ٿا؟ پوءِ نبيﷺ جن وٽ اچي واقعو عرض ڪيائين. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: اي ابوبڪر! شايد تو انهن کي ناراض ڪيو آهي؟ جيڪڏهن توڪين ناراض ڪيو آهي تہ بيشڪ تو پنهنجي رب کي ناراض ڪيو آهي. پوءِ ابوبڪرؓ انهن وٽ (موٽي) آيو. چيائين تہ اي ڀائرو! ڇا مون توهان کي ناراض ڪيو آهي. انهن چيو تہ نہ! الله توکي بخشي ادا! (مسلم )

(٦٠٥٢) انسؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ايمان جي نشاني انصار جي محبت آهي ۽ منافقت جي نشاني انصار سان دشمني رکڻ آهي. (بخاري، مسلم )

(٦٠٥٣) براءؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي انصار جي حق ۾ فرمائيندي ٻڌو تہ ساڻن مؤمن ئي محبت رکندو ۽ ساڻن منافق ئي دشمني رکندو. جيڪو ساڻن محبت رکندو، تنهن سان الله محبت رکندو ۽ جيڪو ساڻن دشمني رکندو، تنهن سان الله دشمني رکندو. (بخاري، مسلم )

(٦٠٥٤) انس ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي رسولﷺ کي هوازن جي جنگ ۾ غنيمت جو مال عطا فرمايو ۽ قريش جي ڪن ماڻهن کي هڪ هڪ سؤ اٺ ڏنائون تہ انصار مان ڪن ماڻهن چوڻ شروع ڪيو تہ الله، رسول الله ﷺ کي بخشي، قريش کي مال ڏئي رهيا آهن ۽ اسان کي نظر انداز ڪري رهيا آهن، حالانڪ اسان جي تلوارن مان اجا بہ انهن (قريش جي مشرڪن) جو رت ٽمي رهيو آهي. سندن اها ڳالهہ الله جي رسولﷺ کي ٻڌائي وئي. پاڻﷺ ڪين چم جي هڪ تنبوءَ ۾ گڏ ڪيائون، جنهن ۾ انهن کان سواءِ ڪنهن کي اچڻ جي اجازت نہ هئي. جڏهن اهي گڏ ٿيا تہ وٽن الله جو رسولﷺ آيو. ارشاد فرمايائون تہ: اها ڪهڙي ڳالهہ آهي

جيڪا مون کي توهان جي طرفان پهتي آهي؟ انهن مان جيڪي سمجهدار هئا، تن چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! اسان مان جيڪي عقل ۽ دانائيءَ وارا آهن انهن (ان ڏس ۾) ڪجهہ بہ نہ چيو آهي رهيا اسان مان ڪي نوجوان تہ انهن برابر هي چيو آهي تہ ﷲ، رسول الله ﷺ کي بخشي، قريش کي مال ڏئي رهيا آهن ۽ اسان کي نظر انداز ڪري رهيا آهن، حالانڪ اجا اسان جي تلوارن مان سندن رت ٽمي رهيو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ آئون بعض اهڙن ماڻهن جي دل کي نرم ڪرڻ لاءِ مال ڏيندو آهيان، جيڪي نوان نوان مسلمان ٿيا آهن. ڇا توهان هن ڳالهہ تي راضي نہ آهيو تہ ماڻهو مال کڻي وڃن ۽ توهان پنهنجن گهرن ڏانهن ﷲ جي رسولﷺ کي وٺي وڃو؟ انهن چيو تہ هائو! اي ﷲجا رسول ﷺ! بيشڪ اسان انهيءَ تي راضي آهيون. (بخاري، مسلم)

(٦٠٥٥) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن هجرت نہ هجي ها تہ البتہ آئون انصار جو هڪ فرد هجان ها. جيڪڏهن ماڻهو هڪ ماتريءَ ۾ هلندا ۽ انصار ٻي ماتري يا گهٽَ ۾ هلندا تہ البتہ آئون انهيءَ ماتري يا گهٽَ ۾ هلندس، جنهن ۾ انصار هلندا. انصار مون کي ائين ويجها آهن، جيئن بدن کي ڪپڙي جو اندروني حصو ويجهو هوندو آهي ۽ ٻيا ماڻهو ائين آهن جيئن جسم تي ڪپڙي جو مٿيون حصو هوندو آهي. توهان مون کان پوءِ پاڻ تي (گهٽي) ترجيح ڏسندا، پوءِ صبر ڪريو تانجو مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملو. (بخاري)

(٦٠٥٦) ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ اسان مڪي جي فتح جي ڏينهن رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسون. پاڻﷺ اعلان ڪيائون تہ جيڪو ابوسفيان جي گهر ۾ داخل ٿيو، تنهن لاءِ امن آهي ۽ جنهن هٿيار رکيا، تنهن لاءِ بہ امن آهي. تنهن تي انصار چيو تہ هن (يعني رسول اﷲ ﷺ جن) تي پنهنجي خانداني محبت ۽ پنهنجي شهر جي رغبت غالب اچي چڪي. (ان ڏس ۾) رسول اللهﷺ جن تي وحي نازل ٿي. پاڻﷺ فرمايائون تہ:" توهان چئو ٿا تہ هن تي پنهنجي خاندان جي محبت ۽ پنهنجي شهر جي رغبت غالب اچي چڪي؟ هرگز نہ! آئون ﷲ جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهيان. مون ﷲ ڏانهن هجرت ڪئي آهي. توهان سان گڏ جيئڻو آهي ۽ توهان سان گڏ ئي مرڻو آهي. انهن چيو تہ ﷲ جو قسم! اسان اها ڳالهہ رڳو ﷲ ۽ رسولﷺ جي محبت جي شدت جي ڪري عرض ڪئي. فرمايائون تہ: پوءِ بيشڪ ﷲ ۽ سندس رسولﷺ توهان کي سچو قرار ڏئي ٿو ۽ توهان کي معذور سمجهي ٿو. (مسلم)

(٦٠٥٧) انسؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن شادي تان موٽندڙ ڪن انصاري ٻارڙن ۽ نياڻين کي ڏٺو تہ پاڻﷺ بيهي رهيا. فرمايائون تہ: ﷲ جو قسم! توهان مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارا آهيو، ﷲ جو قسم! توهان مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارا آهيو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٥٨) انسؓ کان روايت آهي تہ ابوبڪر ۽ عباس انصار جي هڪ مجلس وٽان گذريا، جيڪي روئي رهيا هئا. کين چيائون تہ توهان کي ڪهڙي شيءِ روئاري رهي آهي؟ چيائون تہ اسان کي نبيﷺ جن سان پنهنجيون مجلسون ياد اچي رهيون آهن. پوءِ انهن مان هڪ (اصحابي) نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ سندن سامهون اها خبر عرض ڪيائين. نبيﷺ جن پنهنجي مٿي تي ڪپڙو ٻڌي ٻاهر نڪتا ۽ منبر تي چڙهيا ۽ انهيءَ ڏينهن کان پوءِ وري

ڪڏهن (منبر تي) نہ چڙهيا. اللہ جي ساراهہ ۽ تعريف ڪري، پوءِ فرمايائون تہ: آئون توهان کي انصار جي باري ۾ وصيت ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ تہ اهي منهنجا خاص الخاص ۽ رازدار آهن، مٿن جيڪي فرض هو، سو انهن ادا ڪيو ۽ سندن جيڪو حق آهي سو باقي آهي. پوءِ انهن مان نيڪي ڪندڙ سان ڀلائي ڪريو ۽ سندن برائي ڪندڙ کي بخشيو. (بخاري)

(٦٠٥٩) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وصال واري بيماريءَ ۾ (گهر کان) ٻاهر نڪري منبر تي ويٺا. اللہ جي ساراهہ ۽ تعريف کان پوءِ فرمايائون تہ: اما بعد! بيشڪ ماڻهو وڌندا ويندا ۽ انصار گهٽ ٿيندا ويندا، تانجو ماڻهن ۾ اهي ائين هوندا، جيئن ڪاڌي ۾ لوڻ هوندو آهي. پوءِ توهان مان جيڪو ڪنهن منصب کي سنڀالي جنهن ۾ ڪن ماڻهن کي نقصان ۽ ڪن کي فائدو ڏئي سگهي تہ ڪيس گهرجي تہ انهن مان نيڪي ڪندڙ سان ڀلائي ڪري ۽ سندن برائي ڪندڙ کي بخشي. (بخاري)

(٦٠٦٠) زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا ڪئي تہ اي اللہ! انصار کي معاف فرماءِ ۽ انهن جي اولاد کي بہ ۽ سندن اولاد کي بہ معاف فرماءِ! (مسلم)

(٦٠٦١) ابواسيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: انصار ۾ سڀ کان چڱا گهر بنو نجار جا آهن، پوءِ بنو عبد الاشهل جا، پوءِ بنو حارث بن خزرج جا، پوءِ بنو ساعده جا ۽ انصار جا سڀئي گهر چڱا آهن. (بخاري، مسلم)

(٦٠٦٢) علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي، زبير ۽ مقداد کي موڪليو ۽ هڪ روايت ۾ مقداد جي بجاءِ ابومرثد آهي. فرمايائون تہ: (بسم اللہ ڪري) هلو تانجو "روضہ خاخ" پهچو. جتي توهان کي هڪ عورت ملندي، جنهن وٽ هڪ خط آهي، اهو ان کان وٺو. اسان پنهنجن گهوڙن کي ڀڄائيندا هلياسون، تانجو (مديني ۽ مڪي جي وچ ۾ واقع) "روضہ خاخ" پهتاسون اتي اسان کي اها عورت ملي. کيس چيوسون تہ خط ڪڍ انهيءَ چيو تہ مون وٽ تہ ڪو خط نہ آهي. کيس چيوسون تہ توکي خط ضرور ڪڍڻو پوندو نہ تہ تنهنجا ڪپڙا لاهينداسون. پوءِ انهيءَ پنهنجن وارن جي چوٽيءَ مان خط ڪڍي ڏنو، جيڪو اسان نبي ﷺ جن وٽ آندو. جنهن ۾ لکيل هو تہ هي خط حاطب بن ابي بلتعہ جي طرفان مڪي جي ڪن مشرڪن ڏانهن آهي. انهن کي رسول الله ﷺ جن جون ڪي ڳالهيون ٻڌائڻ گهران ٿو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي حاطب! هي ڇا آهي؟ عرض ڪيائين تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! منهنجي باري ۾ جلدي نہ فرمايو. منهنجو واسطو قريش سان هوندو هو، پر انهن مان نہ آهيان. توهان سان جيڪي گڏ مهاجر (ڀائر) آهن، تن جي (مشرڪن سان) قرابتداري آهي. جنهن جي ذريعي اهي مڪي ۾ پنهنجن مالن ۽ پنهنجن ٻارن جي حفاظت ڪري سگهن ٿا پوءِ مون اها ڳالهہ پسند ڪئي تہ جڏهن تہ منهنجو ساڻن ڪو نسب نہ آهي تہ مٿن ڪو احسان ڪريان، جنهن سان اهي منهنجن مٽن مائٽن جي حفاظت ڪن. اهو ڪم مون ڪفر ۽ ارتداد جي ڪري نہ ڪيو ۽ نہ آئون اسلام آڻڻ کان پوءِ ڪفر تي راضي آهيان. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اهو سچ ٿو چوي. عمر رضي الله عنه چيو تہ اي اللہ جا رسول ﷺ! مون کي اجازت ڏيو تہ هن منافق جي سسي لاهيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اهو بدر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو آهي ۽ توکي ڪهڙي خبر تہ شايد الله تعاليٰ

بدري اصحابين تي جهاتي پائي فرمايو هجي تہ جيڪي ڪم توهان ڪي وڻن، سي ڪريو، پوءِ بيشڪ مون توهان لاءِ جنت واجب ڪري ڇڏي ۽ هڪ روايت مطابق مون توهان جي بخشش ڪري ڇڏي. پوءِ اللّٰہ تعالىٰ هي آيت لاٿي:" اي ايمان وارو! منهنجي دشمن ۽ پنهنجي دشمن کي دوست نہ بڻايو،" الْممتحنہ :1 (بخاري، مسلم)

(٦٠٦٣) رفاعہ بن رافع رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جبرئيل عليه السلام رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيو، چيائين تہ توهان بدر ۾ شامل ٿيندڙ مجاهدن کي ڇا تا سمجهو؟ فرمايائون تہ: سڀ کان افضل مسلمان سمجهون ٿا يا ٻيا اهڙا ڪي الفاظ چيائون. جبرئيل عليه السلام چيو تہ ساڳيءَ طرح اسان انهن فرشتن کي سمجهون ٿا، جيڪي بدر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيا. (بخاري)

(٦٠٦٤) حفصہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: بيشڪ مون کي پڪي اميد آهي تہ جيڪي (اصحابي) بدر جي جنگ ۽ صلح حديبيہ ۾ شريڪ ٿيا، انشاءَ اللّٰہ دوزخ ۾ داخل نہ ٿيندا. عرض ڪيم تہ اي اللّٰہ جا رسول صلي الله عليه وسلم ! ڇا اللّٰہ تعالىٰ نٿو فرمائي تہ "توهان مان هر هڪ کي دوزخ وٽ اچڻو آهي." فرمايائون تہ: ڇا تون نٿي ٻڌين تہ اللّٰہ فرمائي ٿو تہ: "پوءِ انهن کي دوزخ کان بچائينداسون، جن پرهيزگاري ڪئي." هڪ روايت مطابق فرمايائون تہ: انشاءَ اللّٰہ وڻ جي هيٺان بيعت رضوان ڪندڙن مان ڪو شخص دوزخ ۾ داخل نہ ٿيندو. (مسلم)

(٦٠٦٥) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ صلح حديبيہ جي ڏينهن اسان چوڏهن سو ڄڻا هئاسون. نبي صلي الله عليه وسلم جن اسان کي فرمايو تہ: اڄ توهان روءِ زمين ۾ سڀ کان ڀلارا آهيو. (بخاري، مسلم)

(٦٠٦٦) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: (مديني ۽ مڪي جي وچ ۾ واقع) مرار جبل جي چوٽيءَ تي ڪير چڙهندو؟ پوءِ بيشڪ سندن ايترا گناهہ بخشيا ويندا، جيترا بني اسرائيل جا گناهہ بخشيا ويا ۽ سڀ کان اڳ اسان جا سوار يعني بنو خزرج جا سوار اتي پهتا، پوءِ ٻيا ماڻهو سندن پويان آيا. پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ڳاڙهي اٺ واري (عبد الله بن ابي) کان سواءِ توهان سڀ بخشيل، بخشايل آهيو. اسان انهيءَ شخص وٽ آياسون ۽ ڪيس چيوسون تہ اچ! اللّٰہ جو رسول صلي الله عليه وسلم تنهنجي لاءِ بخشش جي دعا فرمائي. انهيءَ چيو تہ مون کي پنهنجو وڃايل اٺ ملي وڃي، اها ڳالهہ مون کي هن کان وڌيڪ پسند آهي تہ توهان جو ساٿي منهنجي لاءِ بخشش جي دعا گهري. (مسلم) فضائل القرآن کان هڪ باب بعد ۾ انس رضي الله عنه جي حديث گذري چڪي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ابي بن ڪعب رضي الله عنه کي فرمايو تہ: اللّٰہ تعالىٰ مون کي حڪم فرمايو آهي تہ توکي قرآن پڙهي ٻڌايان.

## ٻيو فصل

(٦٠٦٧) ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: مون کان پوءِ منهنجن اصحابن مان ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما جي پيروي ڪريو ۽ انهيءَ رستي تي هلو جنهن تي عمار رضي الله عنه هلي ۽ عبد الله بن مسعود رضي الله عنه جيڪو عهد ڪري، تنهن کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو. حذيفہ رضي الله عنه جي روايت ۾ ان جي بجاءِ آهي تہ ابن مسعود رضي الله عنه جيڪا ڳالهہ توهان کي ٻڌائي، تنهن جي تصديق ڪريو. (ترمذي)

(٦٠٦٨) عليؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪڏهن مان مشوري کان سواءِ مٿن ڪنهن کي امير مقرر ڪريان ها ته البته عبد الله بن مسعودؓ کي امير مقرر ڪريان ها. (ترمذي، ابن ماجه)

(٦٠٦٩) خيثمه بن ابي سبرة چوي ٿو ته آئون مديني آيس، مون دعا گهري ته ياالله! مون کي نيڪ ساٿي جي صحبت عطا فرماءِ. جنهن تي مون کي ابوهريرهؓ جي صحبت نصيب ٿي. پوءِ آئون ان وٽ ويٺس. مون کي چيائين ته ڪٿان جو آهين؟ عرض ڪيم ته ڪوفي آهيان، ڀلائيءَ جي تلاش ۾ آيو آهيان. ابوهريرهؓ چيو ته ڇا توهان وٽ سعد بن مالڪؓ نه آهي جنهن جي دعا قبول پوندي آهي ۽ ابن مسعودؓ نه آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جن جي وضوءَ جو ٿانءُ ۽ سندن جتي مبارڪ کڻڻ وارو (سندن خادم) آهي ۽ حذيفهؓ نه آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جن جو رازدار آهي ۽ عمار ؓ نه آهي جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ جي زباني شيطان کان پناه ڏني ۽ سلمان فارسي ؓ نه آهي جيڪو ٻن ڪتابن يعني انجيل ۽ قرآن جو ڄاڻو آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٠) ابوهريره ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ابوبڪرؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، عمرؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، ابوعبيده بن جراحؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، اسيد بن حضيرؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، ثابت بن قيس بن شماسؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، معاذ بن جبل ؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي، معاذ بن عمرو بن جموح ؓ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو ته هيءَ حديث غريب آهي)

(٦٠٧١) انسؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ٽي ڄڻا آهن جن جو جنت شوق رکي ٿي:١- عليؓ، ٢- عمارؓ، ٣- سلمان فارسيؓ. (ترمذي) سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٧٢) علي ؓ کان روايت آهي ته عمار، نبي ﷺ جن کان اندر اچڻ جي اجازت گهري. فرمايائون ته: ڪيس اندر اچڻ جي اجازت ڏيو، ڀلي ڪري آيو اهو شخص جيڪو پاڪباز ۽ پاڪ ڪيل آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٣) عائشهؓ کان روايت آهي ته جڏهن به عمار ؓ کي ٻن ڪمن مان هڪ جي اختيار ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو ته انهيءَ وڏيڪ سڌي ڪم کي اختيار ڪيو. (ترمذي)

(٦٠٧٤) انسؓ کان روايت آهي ته جڏهن سعد بن معاذؓ جو جنازو کنيو ويو ته منافقن چوڻ شروع ڪيو ته جنازو ڪيتري قدر هلڪو آهي! ڇاڪاڻ ته سعدؓ بنو قريظ جي (يهودين جي) خلاف فيصلو ڏنو هو. اها ڳالهه نبيﷺ جن کي پهتي ته فرمايائون ته: ان جو سبب هي آهي ته فرشتن ان جو جنازو کنيو آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٥) عبد الله بن عمروؓ کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته ابوذر ؓ کان وڌيڪ سچي ۽ صحيح ڳالهه ڪندڙ ڪو شخص نه آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٦) ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ابوذر کان وڌيڪ سچار ۽ وڌيڪ عهد جي پابندي ڪندڙ ڪو بہ نہ آهي. منجهس دنيا کان بي رغبتيءَ ۾ عيسيٰ عليه السلام پٽ مريم سان مشابهت آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٧) معاذ بن جبل رضي الله عنه پنهنجي وفات جي وقت چيو تہ علم چئن ڄڻن کان حاصل ڪريو: ١- عويمر ابودرداءَ کان، ٢- سلمان فارسي کان، ٣- ابن مسعود کان، ٤- عبد الله بن سلام کان، جيڪو اڳ ۾ يهودي هو، پوءِ اسلام آندائين. بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي (سندس شان ۾) فرمائيندي ٻڌو تہ عبد الله بن سلام جنت ۾ ڏهون (اصحابي) آهي. (ترمذي)

(٦٠٧٨) حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ عرض ڪيائون تہ يا رسول الله ﷺ! جيڪڏهن توهان ڪنهن کي خليفو مقرر ڪريو (تہ مناسب آهي). فرمايائون تہ: جيڪڏهن توهان تي خليفو مقرر ڪريان، پوءِ توهان سندس نافرماني ڪريو تہ توهان تي عذاب ايندو. پر جيڪا ڳالھ توهان کي حذيفہ رضي الله عنه ٻڌائي، ان جي تصديق ڪريو ۽ جنهن ڳالھ تي عبد الله بن مسعود قائم رهي، ان تي قائم رهو. (ترمذي)

(٦٠٧٩) حذيفہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هر شخص جي باري ۾ مون کي فتني پهچڻ جو خوف آهي، سواءِ محمد بن مسلمہ رضي الله عنه جي، بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي (سندس شان ۾) فرمائيندي ٻڌو تہ توکي فتنو نقصان نہ ڏيندو. (ابودائود)

(٦٠٨٠) عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن زبير بن عوام رضي الله عنه جي گهر ۾ ڏيئو ٻرندي ڏٺو، فرمايائون تہ: اي عائشہ رضي الله عنها! آئون سمجهان ٿو تہ اسماءَ کي پٽ ڄائو آهي، ان جو نالو نہ رکجو، تانجو آئون سندس نالو رکان. پوءِ پاڻ ﷺ سندس نالو "عبدالله" رکيائون ۽ سندن هٿ ۾ جيڪا کارڪ هئي، سا چٻاڙي ان جي منهن ۾ وڌائون. (ترمذي)

(٦٠٨١) عبد الرحمـٰن بن ابي عميرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن معاويہ رضي الله عنه کي دعا ڏني تہ اي الله! ان کي هدايت ڪندڙ، هدايت ورتل ڪر ۽ کيس سڌي واٽ ڏيکار. (ترمذي)

(٦٠٨٢) عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن اسلام آندو پر عمرو بن عاص رضي الله عنه ايمان آندو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هي حديث غريب آهي ۽ ان جي سند قوي نہ آهي)

(٦٠٨٣) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ منهنجي ملاقات رسول الله ﷺ جن سان ٿي. فرمايائون تہ: اي جابر! ڇو توکي پريشان ڏسي رهيو آهيان؟ عرض ڪيم تہ منهنجو پيءُ شهيد ٿي ويو آهي ۽ اهل اولاد ۽ قرض ڇڏي ويو آهي. فرمايائون تہ: ڇا توکي خوشخبري نہ ڏيان تہ الله تعالىٰ تنهنجي پيءُ سان ڪيئن ملاقات ڪئي؟ عرض ڪيم تہ هائو اي الله جا رسول ﷺ! فرمايائون تہ: الله تعالىٰ جنهن سان بہ ڳالهايو، ساڻس پردي جي پويان ڳالهايو آهي ۽ تنهنجي پيءُ کي زنده ڪري روبرو فرمايائين تہ منهنجا ٻانها! جيڪا شيءِ توکي گهرڻي آهي، گهر تو کي ڏيندس.

عرض ڪيائين تہ منهنجا رب! مون کي جيئرو ڪر تہ تنهنجي واٽ ۾ ٻيهر شهيد ٿيان. رب تعاليٰ فرمايو تہ: منهنجو فرمان گذري چڪو آهي تہ (مرڻ کان پوءِ) ڪنهن کي دنيا ۾ واپس موڪليو نہ ويندو. جنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي:" جيڪي ماڻهو ﷲ جي واٽ ۾ قتل ڪيا وڃن، تن کي هرگز مئل نہ ڀانءِ."آل عمران: 169 (ترمذي)

(٦٠٨٤) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منهنجي لاءِ پنجويهہ ڀيرا بخشش جي دعا گهري. (ترمذي)

(٦٠٨٥) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪيترا وکريل وارن وارا، مٽيءَ ۾ ٻريل ماڻهو جن کي حقارت جي ڪري ڪو پاڻ سان گڏ نٿو ويهاري اهڙا آهن، جو جيڪڏهن اهي ﷲ جو قسم کڻن تہ ﷲ سندن قسم کي پورو ڪندو جن مان براءُ بن مالڪ رضي الله عنه بہ آهي.(ترمذي ۽ دلائل النبوة بيهقي)

(٦٠٨٦) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ٻڌو! منهنجا رازدار اهي آهن، جن ڏانهن منهنجا گهر وارا پناه وٺن ٿا (يعني اچ وڃ رکن ٿا) ۽ منهنجا خاص الخاص ساٿي انصار آهن. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن آهي)

(٦٠٨٧) ابن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ شخص ﷲ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، اهو انصار سان بغض نہ رکندو.(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن آهي)

(٦٠٨٨) انس رضي الله عنه ابوطلحہ رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجي قوم کي منهنجا سلام چوءِ ڇاڪاڻ تہ آئون ڪين سڀ کان وڌيڪ (مال کان) بي پرواه ۽ صبر ڪندڙ لهان ٿو. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٨٩) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حاطب بن بلتعہ رضي الله عنه جي هڪ ٻانهي نبي ﷺ جن وٽ سندس شڪايت ڪندي چيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ حاطب ضرور دوزخ ۾ داخل ٿيندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، اهو دوزخ ۾ داخل نہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ بدر ۽ حديبيہ ۾ شريڪ ٿيو آهي.(مسلم)

(٦٠٩٠) ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت پڙهي"۽ جيڪڏهن توهان منهن ڦيرائيندا تہ توهان جي بجاءِ ﷲ تعاليٰ ٻي قوم کي آڻيندو، پوءِ اهي توهان وانگر نہ هوندا. (ماڻهن) عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ ! اهي ڪير ماڻهو آهن، جن جو ﷲ تعاليٰ ذڪر فرمايو آهي تہ جيڪڏهن اسان منهن موڙينداسون تہ اسان جي جاءِ تي انهن کي آندو ويندو پوءِ اهي اسان وانگر نہ هوندا؟ پاڻ ﷺ سلمان فارسيءَ جي سٿر تي هٿ هڻي فرمايائون تہ: هي ۽ سندس قوم وارا. جيڪڏهن دين ثريا تاري تي بہ هوندو تہ فارس جي قوم جا ڪي ماڻهو اتان بہ ان کي حاصل ڪندا. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦٠٩١) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ عجمي قومن جو ذڪر نڪتو تہ فرمايائون تہ: اهي يا انهن مان ڪي توهان کان يا توهان مان بعض کان مون سان وڌيڪ محبت رکڻ وارا آهن. (ترمذي) ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

## ٽيون فصل

(٦٠٩٢) علي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ هر هڪ نبي لاءِ ست چونڊيل ۽ نگران هوندا آهن ۽ مون کي چوڏهن نگران عطا ڪيا ويا آهن. اسان چيو تہ اهي ڪير آهن؟ فرمايائون تہ: علي ﷺ، سندس ٻہ پٽ (حسن ۽ حسين) جعفر، حمزه، ابوبڪر، عمر، مصعب بن عمير، بلال، سلمان، عمار، عبد الله بن مسعود، ابوذر ۽ مقداد بن اسود- ﷺ-(ترمذي)

(٦٠٩٣) خالد بن وليد ﷺ کان روايت آهي تہ منهنجو ۽ عمار بن ياسر جو ڪجهہ تڪرار ٿيو. مون ڪيس سخت سست ڳالهايو. عمار رسول الله ﷺ جن وٽ منهنجي شڪايت ڪئي. پوءِ خالد نبي ﷺ جن وٽ ان وقت پهتو، جڏهن عمارسندس شڪايت ڪري رهيو هو. خالد، نبي ﷺ جن جي سامهون بہ عمار ﷺ کي گهڻو سخت، سست ڳالهايو ۽ نبي ﷺ جن خاموش هئا. پوءِ عمار ﷺ روئڻ لڳو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا هن کي نٿا ڏسو؟ نبي ﷺ جن پنهنجو مٿو مٿي ڪيو ۽ فرمايائون تہ: جيڪو عمار ﷺ تي زيادتي ڪندو، الله ان تي زيادتي ڪندو ۽ جيڪو عمار ﷺ سان دشمني ڪندو، الله ان سان دشمني ڪندو. خالد ﷺ چوي ٿو تہ پوءِ آئون اتان نڪتس تہ منهنجي نگاهن ۾ عمار ﷺ جي رضامنديءَ کان وڌيڪ ڪا پياري شيءِ نہ هئي. پوءِ آئون ساڻس سهڻي نموني مليم، تانجو اهو مون کان راضي ٿي ويو.

(٦٠٩٤) ابوعبيده ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ خالد ﷺ الله عز وجل جي تلوارن مان هڪ تلوار آهي ۽ قبيلي جو ڏاڍو چڱو نوجوان آهي. (ٻئي حديثون احمد بيان ڪيون آهن)

(٦٠٩٥) بريده ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ مون کي حڪم فرمايو آهي تہ چئن ڄڻن سان محبت رکان ۽ مون کي خبر ڏني اٿس تہ الله ساڻن محبت رکي ٿو. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان کي سندن نالا ٻڌايو. ٽي ڀيرا فرمايائون تہ: انهن مان هڪ علي ﷺ آهي ۽ ابو ذر ۽ مقداد ۽ سلمان فارسي. (الله) مون کي ساڻن محبت رکڻ جو حڪم فرمايو ۽ خبر ڏنائين تہ اهو بہ ساڻن محبت رکي ٿو. (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب حسن آهي)

(٦٠٩٦) جابر ﷺ کان روايت آهي تہ عمر ﷺ چوندو هو تہ ابوبڪر ﷺ اسان جو سردار آهي، جنهن اسان جي سردار بلال ﷺ کي (مشرڪن کان) آزاد ڪرايو. (بخاري)

(٦٠٩٧) قيس بن ابي حازم ﷛ کان روايت آهي تہ بلال ﷛ (هڪ ڏينهن) ابوبڪر ﷛ کي چيو تہ جيڪڏهن توهان مون کي پنهنجي ذات لاءِ خريد ڪيو آهي تہ پلي مون کي پاڻ وٽ رکو ۽ جيڪڏهن توهان مون کي ﷲ جي رضا لاءِ خريد ڪيو آهي تہ پوءِ مون کي ڇڏيو ۽ ﷲ وٽ عمل (جي ثواب) جي اميد رکو.(بخاري)

(٦٠٩٨) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ آئون بکايل آهيان. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي هڪ گهر واريءَ ڏانهن پيغام موڪليو. اتان جواب آيو تہ ﷲ جو قسم! جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، مون وٽ پاڻيءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. پوءِ ٻيءَ ڏانهن پيغام موڪليائون. انهيءَ بہ ساڳيو جواب ڏنو. تانجو سڀني چيو تہ قسم آهي ﷲ جو جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، گهر ۾ پاڻيءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اڄ رات هن شخص جي مهماني ڪير ڪندو؟ هڪ انصاري ابوطلحہ ﷛ چيو تہ يا رسول الله ﷺ! آئون (ان کي پنهنجو مهمان ڪريان ٿو) پوءِ کيس پنهنجي گهر وٺي ويو. زال کي چيائين تہ ڇا تو وٽ (مهمان کي کارائڻ لاءِ) ڪجهہ آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ ٻارڙن جي خوراڪ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. چيائينس تہ ٻارڙن کي ريجهائي سمهاري ڇڏي. جڏهن اسان جو مهمان گهر ۾ داخل ٿئي تہ ائين محسوس ڪراءِ تہ (ڄڻ) اسان بہ کائي رهيا آهيون. جڏهن مهمان ماني کائڻ شروع ڪري تہ ڏيئو ٺاهڻ جي بهاني سان وسائي ڇڏجانءِ. انهيءَ ائين ڪيو، پوءِ اهي ان سان گڏ ويٺا. مهمان ماني کاڌي ۽ اهي سڄي رات بکيا رهيا. جڏهن صبح جو انصاري نبي ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ﷲ فلاڻي مرد ۽ فلاڻي عورت کان ڏاڍو خوش ٿيو آهي. هڪ روايت ۾ ساڳيو مضمون آهي ۽ ان ۾ ابوطلحہ ﷛ جو ذڪر نہ آهي ۽ ان جي آخر ۾ آهي تہ پوءِ ﷲ تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:" ۽ اهي پاڻ تي ٻين کي ترجيح ڏين ٿا ۽ جيتوڻيڪ پاڻ ضرورتمند هوندا آهن." (بخاري، مسلم)

(٦٠٩٩) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ هڪ منزل تي لٿاسون. ماڻهن اتان لنگهڻ شروع ڪيو. رسول الله ﷺ جن پڇيو تہ اي ابوهريره! هي ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو تہ هي فلاڻو آهي. فرمايائون تہ: اهو ﷲ جو ڏاڍو چڱو ٻانهو آهي. وري پڇيائون تہ هي ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو تہ هي فلاڻو آهي. فرمايائون تہ: اهو ﷲ جو ڏاڍو خراب ٻانهو آهي. تانجو خالد بن وليد ﷛ گذريو. فرمايائون تہ: هي ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو تہ خالد بن وليد ﷛ آهي. فرمايائون تہ: خالد بن وليد ﷲ جو چڱو ٻانهو آهي، ﷲ جي تلوارن مان هڪ تلوار آهي. (ترمذي)

(٦١٠٠) زيد بن ارقم ﷛ کان روايت آهي تہ انصارن عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا نبي ﷺ! هر نبيءَ جا ڪجهہ پوئلڳ هوندا آهن ۽ بيشڪ اسان توهان جي پيروي ڪئي، پوءِ اسان لاءِ ﷲ کان دعا گهرو تہ اسان مان توهان جا پوئلڳ پيدا ڪندو رهي. پاڻ ﷺ سندن حق ۾ اها دعا گهريائون.(بخاري)

(٦١٠١) قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ اسان نٿا ڄاڻون تہ قيامت جي ڏينهن عرب قبيلن ۾ انصار کان وڌيڪ ۽ افضل شهيد ڪنهن قبيلي جا ماڻهو هوندا. انس ﷛ چوندو هو تہ احد جي ڏينهن ستر، بئر معونہ جي ڏينهن ستر ۽ ابوبڪر صديق ﷛ جي خلافت ۾ جنگ يمامہ ۾ ستر انصاري شهيد ٿيا. (بخاري)

(٦١٠٢) قيس بن حازمؓ کان روايت آهي تہ عمر فاروقؓ بدري اصحابين لاءِ پنج پنج هزار وظيفو مقرر ڪيو ۽ فرمايائين تہ آئون بدري اصحابين کي انهن ماڻهن تي ضرور فضيلت ڏيندس، جيڪي انهن کان پوءِ جا آهن. (بخاري)

## بخاري ۾ ڄاڻايل بدر ۾ شريڪ اصحابين جا ڪجهہ نالا

(٦١٠٣) نبي ڪريم محمد بن عبد الله هاشميﷺ ٢- عبد الله بن عثمان ابوبڪر صديق قريشي ٣- عمر بن خطاب عدوي ٤- عثمان بن عفان قريشي، جنهن کي نبي ﷺ جن پنهنجي بيمار ڌيءُ رقيہ جي خدمت لاءِ پوئتي ڇڏيو هو ۽ سندس لاءِ مال غنيمت مان حصو رکيو هو. ٥- علي بن ابي طالب هاشمي ٦- اياس بن بڪير٧- ابوبڪر ؓ جو آزاد ڪيل غلام بلال بن ابي رباح ٨- حمزه بن عبدالمطلب هاشمي ٩- حاطب بن ابي بلتعہ جيڪو قريش جو ساٿاري هو. ١٠ - ابوحذيفہ بن عتبہ بن ابي ربيعہ قريشي ١١- حارثہ بن ربيع انصاري، جيڪو بدر جي ڏينهن قتل ڪيو ويو ۽ جنگ جو نظارو ڪرڻ لاءِ نڪتو هو ۽ اهو ئي حارثہ بن سراقہ آهي. ١٢- خبيب بن عدي انصاري. ١٣- خنيس بن حذافہ سهمي. ١٤- رفاعہ بن رافع انصاري ١٥- رفاعہ بن عبد المنذر ابولبابہ انصاري. ١٦- زبير بن عوام قريشي. ١٧- زيد بن سهل ابوطلحہ انصاري. ١٨- ابوزيد انصاري ١٩- سعد بن مالڪ زهري. ٢٠- سعد بن خولہ قريشي. ٢١- سعيد بن زيد بن عمرو بن نفيل قريشي ٢٢- سهل بن حنيف انصاري ٢٣- ظهير بن رافع انصاري. ٢٤- سندس ڀاءُ (مظهر) ٢٥- عبد الله بن مسعود هذلي ٢٦- عبد الرحمـن بن عوف زهري ٢٧- عبيده بن حارث قريشي ٢٨- عباده بن صامت انصاري. ٢٩- عمرو بن عوف بنو عامر بن لوئي جو ساٿاري. ٣٠- عقبہ بن عمرو انصاري ٣١- عامر بن ربيعہ عنزي. ٣٢- عاصم بن ثابت انصاري ٣٣- عويم بن ساعدة انصاري ٣٤- عتبان بن مالڪ انصاري ٣٥- قدامہ بن مظعون. ٣٦- قتاده بن نعمان انصاري. ٣٧- معاذ بن عمرو بن جموح. ٣٨- معوذ بن عفراءُ. ٣٩- سندس ڀاءُ (عوف) ٤٠- مالڪ بن ربيعہ ابو اسيد انصاري. ٤١- مسطح بن اثاثہ بن عباد بن المطلب بن عبد مناف ٤٢- مراره بن ربيع انصاري.٤٣- معن بن عدي انصاري. ٤٤- مقداد بن عمرو ڪندي، بنوزهره جو ساٿاري. ٤٥- هلال بن اميہ انصاري، رضي الله عنهم اجمعين.

## يمن ۽ شام جو ذڪر

## ۽ اويس قرنيءَ جو ذڪر

### پهريون فصل

(٦١٠٤) عمر بن خطاب ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ توهان وٽ يمن کان هڪ شخص نالي اويس قرني ايندو. يمن ۾ رڳو پنهنجي ماءُ (جي خدمت جي ڪري رکيو پيو) آهي. سندس جسم تي بگ جي بيماري هئي، جنهن جي شفايابي لاءِ الله کان دعا گهريائين تہ سندس بيماري ختم ٿي وئي، هاڻي رڳو هڪ دينار يا هڪ درهم جيترو نشان باقي اٿس. توهان مان جيڪو ساڻس ملي، پنهنجي حق ۾ ان کان بخشش جي

دعا ڪرائي. هڪ روايت ۾ آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ بهترين تابعي اويس آهي، جيڪو پنهنجي ماءُ جو فرمانبردار آهي، کيس بگ جي بيماري هئي. ڪانئس پنهنجي حق ۾ بخشش جي دعا ڪرايو. (مسلم)

(٦١٠٥) ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: توهان وٽ يمن وارا آيا آهن، جيڪي ڏاڍا نرم دل آهن. ايمان بہ يمنين جو آهي ۽ حڪمت ۽ دانائي بہ يمنين جي آهي. فخر ۽ وڏائي انن وارن (جتن) ۾ هوندي آهي ۽ نرمي ٻڪرين وارن ۾ آهي. (بخاري، مسلم)

(٦١٠٦) ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪفر جو مرڪز اوڀر پاسي آهي، فخر ۽ وڏائي انن ۽ گهوڙن وارن ۾ آهي ۽ سختي ڳوناٺن ۾ آهي ۽ نرمي ٻڪرين وارن ۾ آهي. (بخاري، مسلم)

(٦١٠٧) ابو مسعود انصاري رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن اوڀرندي پاسي اشارو ڪري فرمايو تہ: فتنا ايندا. زبان جي کهرائي ۽ دلين جي سختي ڳوناٺن ۾ هوندي آهي، يعني جيڪي ماڻهو اٺَ ۽ ڏاندَ چاريندا آهن، (اهي صفتون انهن جون آهن) ربيعہ ۽ مضر قبيلي وارا بہ انهن مان آهن. (بخاري، مسلم)

(٦١٠٨) جابر رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: دلين جي سختي ۽ زبان جي کهرائي اوڀر وارن ۾ ۽ ايمان حجاز وارن ۾ آهي. (مسلم)

(٦١٠٩) ابن عمر رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن دعا ڪئي تہ: اي الله! اسان لاءِ اسان جي شام ۾ برڪت وجهہ، اي الله! اسان لاءِ اسان جي يمن ۾ برڪت وجهہ. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان جي نجد ۾؟ وري دعا ڪيائون تہ اي الله! اسان لاءِ اسان جي شام ۾ برڪت وجهہ، اي الله! اسان لاءِ اسان جي يمن ۾ برڪت وجهہ. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان جي نجد ۾؟ پانيان ٿو تہ پاڻ ﷺ ٽئين ڀيري ارشاد فرمايائون تہ: اتي زلزلا ايندا، اتي فتنا برپا ٿيندا ۽ اتان ئي شيطان جو سڱ ظاهر ٿيندو. (بخاري)

## ٻيو فصل

(٦١١٠) انس رضي الله عنه زيد بن ثابت رضي الله عنه جي حوالي سان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن يمن جي طرف نهاري فرمايو تہ: اي الله! يمنين جي دلين کي قبول فرماءِ ۽ اسان جي صاع ۽ مد ۾ برڪت وجهہ. (ترمذي)

(٦١١١) زيد بن ثابت رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شام لاءِ خوشخبري هجي. عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اهو ڇاجي ڪري؟ فرمايائون تہ: ڇاڪاڻ تہ رحمــن جا فرشتا ان تي پنهنجا پر پکيڙي بيٺا آهن. (احمد، ترمذي)

(٦١١٢) عبد الله بن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي حضرموت وٽان يا حضرموت مان باھ نڪرندي. ماڻهن کي هڪليو ويندو. عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! پوءِ اسان کي ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا؟ فرمايائون تہ: شام ملڪ ۾ هليا وڃو. (ترمذي)

(٦١١٣) عبد الله بن عمرو بن عاص ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سگهوئي هجرت کان پوءِ هجرت ٿيندي، پوءِ سڀ کان ڀلارا ماڻهو اهي آهن، جيڪي ابراهيمؑ جي هجرت واري ملڪ ڏانهن هجرت ڪندا. هڪ روايت ۾ آهي تہ زمين وارن مان سڀ کان ڀلارا اهي ماڻهو هوندا جيڪي ابراهيمؑ جي هجرت واري جاءِ (ملڪ شام) ۾ رهندا ۽ زمين ۾ سڀ کان بڇڙا ماڻهو اهي هوندا، جن کي زمين ڪڍي اڇلائيندي. الله جي ذات کين ناپسند ڪندي. باھ انهن کي ٻولڙن ۽ سوئرن سان گڏ هڪليندي. جتي اهي رات ڪندا، باھ بہ اتي رات ڪندي، جتي اهي منجهند ڪندا، باھ بہ اتي منجهند ڪندي. (ابودائود)

(٦١١٤) ابن حوالہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي (حڪومتي) معاملو اهڙي صورت اختيار ڪندو، جو توهان جا (ٽي) فوجي مرڪز هوندا: ١- هڪ فوجي مرڪز شام ۾ ٢- ٻيو فوجي مرڪز يمن ۾ ٣- ۽ ٽيون فوجي مرڪز عراق ۾. ابن حوالہ ﷺ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کي مشورو ڏيو تہ (پوءِ آئون ڪٿي اچان؟) فرمايائون تہ: جيڪڏهن اهو زمانو لهين تہ شامي مرڪز ۾ اچجانءِ ڇاڪاڻ تہ اها الله جي چونڊيل سرزمين آهي، پنهنجن چونڊيل ٻانهن کي اتي آڻيندو. جيڪڏهن نہ مڃيو تہ پوءِ يمن جي مرڪز ۾ اچجو ۽ پنهنجن حوضن مان انهن کي پاڻي پيارجو(يعني سندن مدد ڪريو) ڇاڪاڻ تہ الله عزوجل مون کي شام ملڪ ۽ ان جي رهندڙن جي باري ۾ ضمانت ڏني آهي (تہ ڪين فتنا نقصان نہ ڏيندا). (احمد، ابودائود)

## ٽيون فصل

(٦١١٥) شريح بن عبيد کان روايت آهي تہ (جنگ جمل جي وقت) عليﷺ وٽ شامين جو ذڪر نڪتو ۽ عرض ڪيو ويو تہ شامين تي لعنت ڪريو. انهيءَ چيو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ "ابدال" شام ۾ پيدا ٿيندا ۽ اهي چاليھ ڄڻا آهن. جڏهن بہ انهن مان هڪ شخص مرندو، ان جي جاءِ تي الله تعاليٰ ٻئي شخص کي آڻيندو. سندس ذريعي بارش ٿيندي ۽ سندس ذريعي ئي ماڻهن کي سندن دشمنن جي مقابلي ۾ مدد ملندي ۽ سندن ذريعي شام وارن تان عذاب ٽاريو ويندو.

(٦١١٦) هڪ صحابي کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سگهوئي توهان لاءِ شام فتح ٿيندو. پوءِ جڏهن توهان کي اتي ڪنهن شهر ۾ رهڻ جو موقعو ملي تہ دمشق نالي شهر ۾ رهجو، ڇاڪاڻ تہ خوني جنگين ۾ اهو شهر مسلمانن جو مرڪز ۽ فوجي ڇانوڻي هوندو ۽ اتي هڪ علائقو آهي، جنهن کي "غوط" چئجي ٿو، يعني جتي پاڻي جا گهڻا چشما ۽ وڻ آهن. (انهن ٻنهي حديثن کي احمد بيان ڪيو)

(٦١١٧) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: خلافت مديني ۾ ۽ ملوڪيت شام ۾ هوندي.

(٦١١٨) عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: مون خواب ۾ ڏٺو تہ نور جو هڪ ٿنڀ منهنجي مٿي جي هيٺان لاٿ ڪري، شام پهتو. (ٻئي روايتون بيهقي دلائل النبوة ۾ بيان ڪيون)

(٦١١٩) ابودرداءَ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللہﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ خوني جنگين جي زماني ۾ مسلمانن جو فوجي مرڪز "غوطہ" هوندو، جيڪو شام جي سني شهر نالي دمشق جي ڀرپاسي ۾ آهي. (ابودائود)

(٦١٢٠) عبد الرحمـٰن بن سليمان کان روايت آهي تہ هڪ عجمي بادشاهہ اهڙو پيدا ٿيندو، جيڪو دمشق شهر کان سواءِ سيني شهرن تي غلبو حاصل ڪندو. (ابودائود)

# هن امت جي ثواب جي باري ۾

## پهريون فصل

(٦١٢١) ابن عمرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪي امتون گذري چڪيون آهن، انهن جي ڀيٽ ۾ توهان جي مدت ايتري آهي، جيتري مدت عصر جي نماز کان سج لهڻ تائين آهي ۽ توهان جو ۽ يهودين ۽ عيسائين جو مثال هڪ شخص جي مثال وانگر آهي، جنهن مزدورن کان ڪم ورتو. انهيءَ چيو تہ هڪ هڪ قيراط جي بدلي ۾ ڪير بن پهرن تائين مزدوري ڪندو؟ پوءِ هڪ قيراط جي اجرت تي يهودين ڪم ڪيو. وري انهيءَ چيو تہ منجهند کان عصر تائين هڪ هڪ قيراط تي ڪير مزدوري ڪندو؟ عيسائين منجهند کان عصر تائين هڪ هڪ قيراط تي ڪم ڪيو. پوءِ انهيءَ چيو تہ عصر کان سانجهيءَ تائين ڪير بن قيراطن تي مزدوري ڪندو؟ ٻڌو اهي توهان آهيو جيڪي عصر کان سانجهيءَ تائين مزدوري ڪريو ٿا. ٻڌو توهان کي ٻيڻي اجرت ڏني ويندي. جنهن تي يهودي ۽ عيسائي ڪاوڙيا. انهن چيو تہ اسان ڪم بہ گهڻو ڪيو ۽ اسان کي اجرت بہ ٿوري ڏني وئي. اللہ تعاليٰ فرمايو تہ: ڇا مون توهان جي حق مان توهان کي ڪا شيءِ گهٽ ڪري ڏني آهي؟ انهن چيو تہ نہ! اللہ تعاليٰ فرمايو تہ: پوءِ بيشڪ اهو منهنجو فضل آهي، جنهن کي گهرندو آهيان، عطا ڪندو آهيان.(بخاري)

(٦١٢٢) ابوهريرهﷺ کان روايت آهي تہ منهنجي امت مان مون سان سڀ کان وڌيڪ محبت ڪرڻ وارا اهي ماڻهو آهن، جيڪي مون کان بعد ايندا، انهن مان هر هڪ گهرندو تہ جيڪر پنهنجي مال ۽ پنهنجي اهل عيال جي بدلي ۾ منهنجو ديدار ڪري.(مسلم)

(٦١٢٣) معاويہ ﷺ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ منهنجي امت ۾ هڪ ٽولي اللہ جي حڪم سان سدائين حق تي قائم رهندي، جيڪو بہ کين ناڪام ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ سندن مخالفت ڪندو، سو کين نقصان پهچائي نہ سگهندو ۽ اهي ان حالت ۾ هوندا، تانجو اللہ جو حڪم (يعني دين اسلام جي غلبي جو زمانو) اچي ويندو.(بخاري، مسلم) ۽ ڪتاب القصاص ۾ انس ﷺ جي حديث "ان من عباد اللہ" گذري چڪي.

## ٻيو فصل

(٦١٢٤) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منھنجي امت جو مثال بارش وانگر آهي، جنھن جي باري ۾ معلوم ٿي نہ سگھي تہ شروع واري بارش فائديمند آهي يا آخري؟ (ترمذي)

## ٽيون فصل

(٦١٢٥) جعفر پنھنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان کي خوشخبري هجي، توهان کي خوشخبري هجي. دراصل منھنجي امت جو مثال بارش وانگر آهي، جنھن جي باري ۾ معلوم نہ هوندو آهي تہ شروعاتي بارش فائديمند آهي يا آخري؟ يا توهان جو مثال انھيءَ باغ وانگر آهي، جنھن مان هڪ سال ماڻھن جي هڪ فوج ميوو کائي ۽ ٻئي سال ماڻھن جي ٻي فوج ان جو ميوو کائي. جڏهن ان مان ٻي فوج کائي تہ شايد اهو باغ وڌيڪ ويڪرو، وڌيڪ گھرو ۽ وڌيڪ سھڻو هجي. اها امت ڪيئن هلاڪ ٿيندي، جنھن جو پھريون (سردار) آئون آهيان ۽ ان جي وچ ۾ مهدي عليه السلام آهي ۽ ان جي آخر ۾ عيسىٰ عليه السلام آهي، پر انھيءَ وچ ۾ هڪ ڏنگي جماعت هوندي، جيڪي مون مان نہ آهن ۽ نہ آئون انھن مان آهيان. (رزين)

(٦١٢٦) عمرو بن شعيب پنھنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان وٽ ايمان ۾ سڀ کان افضل ڪھڙي مخلوق آهي؟ انھن چيو تہ فرشتا. فرمايائون تہ: اهي پنھنجي رب وٽ موجود رهن ٿا، پوءِ اهي ايمان ڇو نہ آڻيندا؟ عرض ڪيائون تہ پوءِ نبي سڳورا. فرمايائون تہ: انھن تي وحي نازل ٿئي ٿي، ڀلا اهي ايمان ڇو نہ آڻيندا؟ عرض ڪيائون تہ ڀلا پوءِ اسان (اصحابي) آهيون. فرمايائون تہ: آئون توهان ۾ موجود آهيان، پوءِ توهان ڇو ايمان نہ آڻيندا. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مون وٽ ايمان ۾ سڀ کان پيارا اهي ماڻھو آهن، جيڪي صحيفا يعني ديني ڪتاب لھندا، جن ۾ ڪتاب الله جي تعليم هوندي، پوءِ اهي ان تي ايمان آڻيندا.

(٦١٢٧) عبد الرحمٰن بن علاءَ حضرمي چوي ٿو تہ جنھن شخص نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو، انھيءَ مون کي حديث ٻڌائي تہ سگھوئي هن امت جي آخر ۾ اهڙا ماڻھو پيدا ٿيندا، جن لاءِ ايترو ئي اجر آهي جيترو امت جي پھرين ماڻھن لاءِ آهي. اهي نيڪيءَ جو حڪم ڪندا ۽ برائي کان روڪيندا ۽ فتنو پکيڙيندڙن سان وڙهندا. (ٻئي روايتون بيھقي دلائل النبوة ۾ بيان ڪيون.) پھرئين روايت جي سند ضعيف آهي (الباني)

(٦١٢٨) ابوامام رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنھن مون کي ڏٺو، تنھن کي خوشخبري هجي ۽ جنھن مون تي اڻ ڏٺي ايمان آندو، تنھن کي ست ڀيرا خوشخبري هجي. (احمد)

(٦١٢٩) ابن محيريز چوي ٿو تہ مون هڪ اصحابي نالي ابو جمعہ کي چيو تہ اسان کي ڪا حديث ٻڌايو، جيڪا توهان رسول الله ﷺ جن کان ٻڌي آهي. انھيءَ چيو تہ هائو! توکي هڪ عمدي حديث ٻڌايان ٿو. اسان رسول الله ﷺ جن سان هڪ ڀيري ڏينھن جو کاڌو کاڌو ۽ ابو ابوعبيده بن جراح رضي الله عنه بہ اسان سان گڏ هو. انھيءَ عرض

ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! ڇا اسان کان وڌيڪ ڪو ڀلارو آهي؟ اسان توهان تي ايمان آندو ۽ توهان سان گڏجي جهاد ڪيو؟ فرمايائون تہ: هائو! اهي ماڻهو جيڪي توهان کان بعد ۾ ايندا ۽ مون تي اڻ ڏٺي ايمان آڻيندا. (احمد، دارمي، رزين ۾ اها حديث ابوعبيده رضي الله عنه جي حوالي سان آهي.)

(٦١٣٠) معاويہ بن قره پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن شامين ۾ فساد پکڙجي وڃي تہ پوءِ توهان ۾ ڪا ڀلائي نہ رهندي ۽ قيامت جي قائم ٿيڻ تائين منهنجي امت جي هڪ ٽولي کي سدائين (ﷲ تعاليٰ جي طرفان) مدد ملندي رهندي. ابن مديني چوي ٿو تہ اهي اهل حديث ئي آهن. (ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(٦١٣١) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ﷲ تعاليٰ منهنجي امت جون (نندڻيون) خطائون ۽ ويسر ۽ اهي ڳالهيون بخشي ڇڏيون آهن، جن جي ڪرڻ تي کين مجبور ڪيو وڃي. (ابن ماجہ، بيهقي)

(٦١٣٢) بهز بن حڪيم پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو، پاڻﷺ ﷲ تعاليٰ جي فرمان: ﴿كُنْتُمْ خَيْرَ أُمَّةٍ أُخْرِجَتْ لِلنَّاس﴾ جي باري ۾ فرمايائون تہ: توهان ستر جماعتن کي پورو ڪريو ٿا. توهان ﷲ وٽ انهن مان سڀ کان ڀلارا آهيو. (ترمذي، ابن ماجہ، دارمي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)